# نيلسن منڊيلا

# جي ڪهاڻي



نيلسن منڊيلا

# نيلسن منڊيلا جي ڪهاڻي

(آتم ڪهاڻي)

مصنف: نيلسن منڊيلا

سنڌيڪار: يوسف سنڌي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1999ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ ڇهويهه

ڇپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ ذڪي پرنٽنگ پريس، ڪراچي.

پهريون ايڊيشن جون 1999ع

قيمت
پڪي جلد سان





NELSON MANDELA JEE KAHANI (LONG WALK to FREEDOM - Autobiography of 'NELSON MANDELA') Translated in Sindhi by YOUSIF SINDHI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Muhammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition June 1999. Price per copy Rs. [illegible]
Book No. 226

**ارپنا**

پنهنجي مهربان دوست

۽ ساٿي

**محترم، يوسف لغاريءَ جي نالي.**

**يوسف سنڌي**

# وچور

# سنڌيڪار پاران

ڏکڻ آفريقا جي ڳوري اقليت جي نسل پرستي واري حڪومت جي خلاف، جيڪا رنگ ۽ نسل جي بنيادن تي قائم هئي. اُتان جي مقامي ڪارن جي رهاڪن جي جدوجهد، تاريخ جو هڪ اهڙو باب آهي، جيڪا هن دنيا ۾ جيستائين هڪ به انسان جيئرو رهندو، ڏادي عزت ۽ احترام سان ڏٺي ويندي.

اهي ماڻهون آزادي ۽ انساني بنيادي حقن کان صدين تائين محروم رهيا. ڪين پنهنجي ئي ملڪ ۾ ويڳاڻو ۽ مهاجر بنايو ويو هو. ڪين پنهنجي ڌرتيءَ تي ڪاري رنگ هئڻ جي ناتي ووٽ، تعليم، نوڪرين، ملڪيت جي خريد ۽ اهڙين ٻين شين کان محروم رکيو ويو هو. جنهن جي نتيجي ۾ اُتان جي ماڻهن، پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ شاندار جدوجهدون هلايون، سوين هزارين ماڻهو قتل ٿيا يا ڦاسي چاڙهيا ويا. نيٺ ڪين پنهنجي جدوجهد جو ڦل، آزادي جهڙي خوبصورت نعمت جي صورت ۾ مليو.

آزاديءَ جي اهڙن جِري ۽ پرجوش سورمن مان نيلسن منڊيلا به هڪ آهي، جيڪو هن سال پنهنجي صدارت جا پنج سال پورا ڪري، رٽائرڊ ٿي رهيو آهي. صدر منڊيلا هن وقت 81 سالن جو آهي. سندس زندگيءَ جو ڏيئو ڪنهن به وقت اُجهامي سگهي ٿو، پر هن جي جدوجهد تاريخ جو اڻ مٽ باب آهي. هن پنهنجي ڌرتي ۽ ڌرتي واسين جي آزادي واسطي 27 سال جيل ڪاٽيو. پر پوءِ به هو نه جهڪيو ۽ نه وري پنهنجي مقصد تان ڦريو.

هي ڪتاب، انهي عظيم انسان جي آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا ڪجهه سال اڳ انگريزيءَ ۾ Long Walk to freedom جي نالي سان شايع ٿي هئي. تنهن جو سنڌي ترجمو آهي. والٽيئر چيو آهي، ”اهي ڪتاب ئي آهن، جيڪي اسان جي دلين ۽ ذهن کي روشن رکن ٿا ۽ اوهان کي انهي حقيقت جو شعور هئڻ کپي ته جڏهن کان دنيا جُڙي آهي، وحشي نسلن کي ڇڏي

ڪري، ان تي ڪتابن ئي حڪمراني ڪئي آهي.“ ۽ هيءَ بہ انهي قسم جو ڪتاب آهي. جيڪو ذهن، دل ۽ دماغ کي روشن ڪري ٿو.

هن ڪتاب پڙهندي، جتي ماڻهو عظيم ’منديلا‘ جي عظمت ۽ اي. اين. سي جي جدوجهد کي سلام ڪرڻ تي خوشي ٿو محسوس ڪري، اتي اِهو سوال بہ ذهن ۾ اُڀري ٿو تہ آخر اسان جي قومي جدوجهد روز بروز پٺتي ڇو آهي؟ ۽ انهي جي ناڪامي يا ايئن ڪٽي چئجي تہ اڳتي نہ وڌڻ جا ڪهڙا سبب آهن. جيڪڏهن اسان هي ڪتاب پڙهي انهن سببن تي سوچيو تہ سمجهندس منهنجو هن ڪتاب کي ترجمي ڪرڻ جو ڪم سجايو ويو.

منهنجي خواهش آهي تہ سنڌي ادب ۽ ٻولي انيڪ قسمن جي علمي، ادبي ۽ تاريخي ڪتابن سان مالا مال ٿئي. جيتوڻيڪ اهو ڪم ڪنهن هڪ فرد جو ڪونهي. اهو ڪم ادارا ئي ڪري سگهن ٿا، پر جيستائين اسان جا ادارا انهي ڪم جي اهميت محسوس ڪن ۽ پنهنجي وسيلن کي صحيح رُخ ۾ استعمال ڪرڻ سگهن، تيستائين، ڪجهہ ٻين باشعور دوستن سان گڏ، آئون بہ هي ڪم پنهنجي سر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. انهي سلسلي ۾ مون هيستائين هن ڪتاب کان علاوه نٿ همسن جو ناول ’بک‘ جارج آرول جو ناول ’جانورستان‘ ۽ خشونت سنگهہ جو ناول ’ٽرين ٽو پاڪستان‘ بہ ترجمو ڪيا آهن. مون کي پنهنجي ڪم علميءَ جو چڱي طرح احساس آهي، پر پوءِ بہ انهيءَ اُميد سان اهو ڪم ڪندو رهيو آهيان تہ من منهنجو هي ڪم اڳهائجي پئي ۽ منهنجي مٺڙي ٻوليءَ ۾ هڪ ڪتاب جو واڌارو ٿئي.

13-2-1999

يوسف سنڌي

دڙو

# مهاڳ

اهو پراڻو بحث آهي تہ فرد تاريخ جوڙيندا آهن يا تاريخ شخصيتن کي ناهيندي آهي؟ جيڪڏهن حقيقت جي بلوري شيشي جي هن پار ڏٺو وڃي تہ اهو سوال کو اهڙو زلف گرهہ گير کونهي، جنهن جي پيچ و خم کڏهن بہ نکري نہ سگهي. جهڙي ريت حسن، عشق جي تخليق کري ٿو ۽ موٽ ۾ عشق، حسن کي نکاري زندگي جي آرسي ۾ نوان رنگ روپ ڏيئي اٿمت کري ٿو ڇڏي. بلڪل اهڙي ريت شخصيتون تاريخ ناهين ٿيون ۽ تاريخ شخصيتن کي ناهي ٿي. اهي فرد جيڪي پنهنجي وطن ۽ قوم جي مسئلن، مونجهارن ۽ معروضي حالتن جو ادارڪ کري، مخصوص سماجي ڏاکي جي گهرجن کي سمجهي، تاريخي لوازمات تحت ڊگهيون جدوجهدون کري نئون سماج جوڙين ٿا يا نئين سماج جي تعمير جا مضبوط بنياد رکي ڪارائتو کردار ادا کن ٿا، اهي تاريخ جوڙين ٿا. موٽ ۾ سندن سچائي، بهادري، قوت ارادي، ڏاهپ، سياسي سماجي شعور، اٽلڪ جدوجهد ۽ شاندار قومي/ عوامي/ انقلابي کردار جي ميجتا طور تاريخ سندن شخصيتن تي لازوال ڇٽ ڇٽي کين هميشہ لاءِ امر کري ڇڏي ٿي. يعني تاريخ ۽ شخصيت جو سفر پور وچوٽ (Parallel) انداز ۾ گڏوگڏ هلي ٿو ۽ انهي سهنڌ ۾ بيئي هڪبئي تي ڀرپور اثر وجهي، انسان ذات لاءِ گونا گون رنگ پکيڙي وڃن ٿا.

اهڙين ئي تاريخ ساز شخصيتن ۾ ڏکڻ آفريقا جي قومي اڳواڻ نيلسن منڊيلا جو شمار پڻ ٿئي ٿو. ڊگهي قد، پوري پني جسم ۽ ڪاري رنگ جو نيلسن منڊيلا؛ جنهن تي کڏهن بين ڪارن وانگر ئي ڳورن جي تعليمي ادارن، کلبن، بارن، پارکن ۽ بين مخصوص جاين ۾ داخل ٿيڻ تي بندش هئي. (۽ متس رڳو جيل جا دروازا ئي خوشي سان کوليا ويندا هئا)، اهو نيلسن منڊيلا اڄ ڏکڻ آفريقا جو محبوب اڳواڻ آهي ۽ اتي ڪارن توڙي ڳورن جو متفقہ صدر بنيل آهي. هڪ شاگرد اڳواڻ کان وني ويڙهاڪ اڳواڻ ٿائين

۽ آفريقن نيشنل ڪانگريس (A.N.C) جي اڳواڻ ڪان وٺي ڏکڻ آفريقي صدر ٿائين جي سفر ۾ 'نيلسن منڊيلا' تاريخ کي ڪيترائي شاندار ويس وڳا اوڍايا آهن ۽ موٽ ۾ تاريخ سنڌس ڪاري رنگ کي نظر انداز ڪري، آفريقي عوام لاءِ سوني روپي روشن سج جي حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي ۽ سنڌس فڪر توڙي جدوجهد جي روشني سان سڄو اونداهو آفريقا منور ٿي رهيو آهي. سنڌس عظمت جو هڪڙو ثبوت سنڌس هيءَ ڪتاب آهي، جيڪو دنيا جي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي ۽ هاڻي سنڌيءَ ويس ۾ اوهان جي آڏو آهي.

يوسف سنڌي منهنجو پراڻو دوست آهي. ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ جي شروعاتي ڏينهن ۾ سائنس ڏيٺ ويٺ ٿي هئي ۽ اها دوستي جي گهاٽي رشتي ۾ تبديل ٿي ويئي. مون کي ادبي دنيا ۾ اڳتي وٺي وڃڻ جو سهرو بہ مٿس آهي ۽ منهنجا شعر پهريون ڀيرو سنڌس ئي رسالن ۾ شايع ٿيا هئا. انهي زماني ۾ ڪافي حد تائين هو اسان جو اُتساهہ ۽ اعتماد بنيل هو. خير، اسان جي دوستي جو داستان تہ ڪنهن ٻئي ڀيري دهرائبو. پر هن ڪتاب تي لکڻ جو چٽي هن مون کي خوشي گاڏڙ پريشاني ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي. آئون سوچيان ٿو تہ سنڌس ڪم تي لکان يا نيلسن منڊيلا ۽ هن ڪتاب جي باري ۾ لکان؟ ٻئي وڏا موضوع آهن. يوسف سنڌي پنهنجي ذات ۾ هڪ ادارو آهي. هن اڪيلي سر، بي سرو ساماني‌ءَ جي حالت ۾ بہ سرڪاري/ نيم سرڪاري ادبي ادارن کان گهڻو، وڌو ۽ ڪارائتو ڪم ڪيو آهي. نہ رڳو هن پاڻ لکيو آهي، پر ٻيءَ دنيا/ ٻين ٻولين جي ادب جي ترجمي سان بہ سنڌي ٻولي جي دامن کي ڀرڻ جا ڀرپور جتن ڪيا اٿس. نہ رڳو ايترو پر هن هڙان وڙان ڏيئي ڪتابن جي ڇپائي جو ڪم پنهنجي سِر تي کنيو آهي ۽ ان ڪم کي بہ خوب نڀايو اٿس ۽ ڪيترن ئي ليکڪن جي ادبي سڃاڻپ جو ڪارڻ بنجڻ سان گڏ، سنڌس لکڻين کي بہ ڇپائيءَ جي مرحلن مان اُڪاري، سجايو ڪيو اٿس. اهو سنڌس ئي جگر آهي جو نون ليکڪن جا ڪتاب ڇپايا اٿس. شايد سنڌي ادب جو هيءَ واحد پبلشر آهي، جنهن پبلشنگ مان ڪمائي بجاءِ نقصان ڪاڏو آهي. پر انهي جي باوجود ادب سان نڀائيندو پيو اچي. اها سنڌس مضبوط ڪمٽمينٽ آهي. هونءَ بہ سڄڻ جي پَرُ ساٽ

نياڻي ٿي تہ آهي.

ساٿ نياپو نين، ايءَ پَرُ سندي سڄڻين!

(شاهہ)

تنهن هوندي بہ مون کي ان تي ڪابہ حيرت ڪانہ ٿي تہ هو اڄڪلهہ ٿڪاوٽ، مايوسي ۽ بوريت جو شڪار آهي. ادبي پورهئي يا ٻين مامرن هن کي ورچائي وڌو آهي ۽ هاڻي هو ذهني توڙي مالي ٿڪاوٽ محسوس ڪري رهيو آهي. مون کي هڪڙي محنتي ماڻهو جي ٿڪجڻ تي حيرت انهي ڪري ڪانہ ٿي، جو مون کي پڪ آهي تہ اهو ٿڪ عارضي آهي. ڪڏهن ڪڏهن زندگي ۾ اهڙا ٿڪ، اهڙيون ڪيفيتون ۽ اهڙي بيزاري وارا موڙ ايندا آهن. ڀانءِ تہ سڄي دنيا ڪان پري ٿي، هيڪلو ٿي، ڪا ڪنڌ جهلي ويهي رهجي. نہ ٻار نہ ٻچا، نہ يار نہ دوست، نہ سپرين نہ سار، نہ مقصد نہ منزلون؛ سڀ ڪجهہ تياڳي ڇڏجي ۽ ويراڳ وٺي ڪي ويرانا وڃي وسائجن. پر اهو ٿڪ، اهو تياڳ ۽ ويراڳ سدائين عارضي ثابت ٿيندو آهي. اهلِ دل ماڻهن لاءِ اهو ٿڪ ضروري بہ آهي. ڇو تہ ٿڪ جون اهي ڪيفيتون سندن اندر ۾ نئين سگهہ پيدا ڪنديون آهن ۽ هو وري ڪر موڙي نئين جوش، جذبي، ولولي ۽ امنگ سان ميدان ۾ لهندا آهن ۽ ٿڪاوٽ واري عرصي جي خاموشي سان پيدا ٿيل خال پري ويندا آهن. تنهن هوندي بہ ڪيفيتن کي وقت بوقت ڇڪاسبو رهڻ ۽ سوچن توڙي ذهني لاڙن کي متوازن رکڻ ضروري آهي. ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن حساسيت انسان کي ٽوڙي وجهندي آهي ۽ ٽوڙيندي بہ ايئن آهي جو وري جڙڻ يا نصيب! پر هي ڪم، هي ڪتاب ٻڌائي ٿو تہ يوسف جي ٿڪاوٽ مطلق ٿڪاوٽ ڪانهي. هو ادبي دنيا مان پنهنجا پيرا نہ ڦٽائيندو، پر مون کي تہ ايئن ٿو لڳي تہ انهي ٿڪاوٽ جي رک مان هڪ نئون يوسف سنڌي جنم وٺي رهيو آهي، جيڪو نہ رڳو ادبي حوالي سان گهڻو ڪجهہ ڪندو، پر ايندڙ وقت ۾ 'سنڌي ادبي سنگت' جي قيادت سنڀالي، سنگت کي سُستي ۽ ٻي منزل هئڻ واري ڪيفيت مان بہ ڪڍندو. آئون ڪلهہ بہ انهي خيال جو هئس ۽ اڄ بہ آهيان تہ 'سنگت' جون واڳون جي يوسف جي حوالي ڪجن تہ هو 'سنگت' کي هڪ مضبوط ۽ فعال ادبي تنظيم بنائي ٿي دم پٽيندو. ڀلي توهان آزمائي ڏسو.

ترجمي ڪرڻ جا ڪيترائي داخلي توڙي خارجي سبب هوندا آهن. مختلف ماڻهو مختلف سببن ڪري ترجما ڪندا آهن. ان سلسلي ۾ مون کي يوسف سنڌي جي هڪڙي ڳالهه ڏاڍي سٺي لڳندي آهي ته هو داخلي احساسن جو شڪار ٿي ترجمو ڪرڻ بجاءِ، ڪنهن به ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌ جي حالتن ۽ سنڌي قوم/ عوام جي فڪري توڙي عملي گهرجن کي آڏو رکي ڪندو آهي. ”چي گويرا جي ڊائري“ کان وٺي ”گني بساؤ ڪيئن آزاد ٿيو؟“ تائين ۽ ’جنين لوهه لڳن ۾‘ کان وٺي ’بک‘ ۽ نيلسن منڊيلا جي آتم ڪهاڻي جي هن ڪتاب تائين، يوسف جو سمورو پورهيو، سمورو سانگ سجايو آهي ۽ سنڌي ادب جي تاريخ سندس شخصيت کي سنواري سدائين لاءِ زنده جاودان ڪري ڇڏيندي.

نيلسن منڊيلا جي آتم ڪهاڻي جو هيءُ ڪتاب جتي ترجمو ٿيل سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والاريندو، اتي سنڌ جي موجوده سياسي حالتن ۾ به ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيندو. ويهين صدي جي آخري ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ سوويت يونين جي وکري وڃڻ جتي پيءُ سڄي دنيا وانگر سنڌ تي به وڏا اثر ڇڏيا هئا، اتي بعد ۾ ٻيا به اهم واقعا به سنڌ جي سياسي حالتن تي ڪافي اثر ڇڏيندڙ ثابت ٿيا. اهي واقعا هئا: ڏکڻ آفريقا ۾ افريقن نيشنل ڪانگريس ۽ حڪومت وچ ۾ ناهه ۽ ٻيو فلسطين ۽ اسرائيل وچ ۾ معاهدو. سوويت يونين جي وکرڻ کان پوءِ هتي جا ڪميونسٽ هوائن ۾ تحليل ٿي ويا ۽ پنهنجن آدرشن، نظرين ۽ سرخ منزلن کي الوداع چئي پيٽ پوڄا جي نين ڳلين جي سفر تي نڪري پيا. جڏهن ته باقي بچيل ترقي پسند قومپرست لڏي وري ياسر عرفات ۽ اسحاق رابن جي هٿ ملائڻ ۽ نيلسن منڊيلا ۽ ڊي ڪلارڪ جي ياڪر پائڻ مان موقعي پرستي جا جواز ڳولڻ شروع ڪيا. دليل اهو هو ته وڙهي وڙهي نيٺ نيلسن منڊيلا ۽ ياسر عرفات پنهنجن پنهنجن دشمن سان وچي ناهه ڪيو آهي ۽ انقلابي ويڙهه کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري هاڻي هيءُ دؤر ويڙهه نه پر ڳالهه ٻولهه جو دور آهي، سو سنڌ کي به ويڙهه بجاءِ مصلحت جو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. منڊيلا ڪالهه ڳورن سان وڙهيو پئي ۽ اڄ ڳورن سان گڏ وينو آهي، سو پاڻ کي به مفاهمت جي واٽ ڪڍڻ کپي. انهن واڻڙن دليلن گهڻن ئي همراهن کي

پريشان ڪيو هو. جڏهن تہ هي ڪتاب موقعي پرستي جي جواز لاءِ اڳتي آندل اهڙن وائڙن دليلن جي قلعي کولي ڇڏيندو. ڇو تہ منڊيلا ڳورن کان علحدگي لاءِ نہ، پر ڏکڻ آفريقا ۾ نسلي متڀيد خلاف برابري جي بنياد تي ڪارن ۽ ڳورن جي گڏجي رهڻ لاءِ جدوجهد پئي هلائي، هن ڪارن کي آزادي ۽ برابري وارا حق ۽ انساني رتبو ڏيارڻ تي چاهيو. جنهن ۾ هو مڪمل ڪامياب ويو. هن جي ڳالهہ ٻولهہ مصلحت پسندي ۽ موقع پرستي نہ پر فتح مندي آهي. ان فتح جي نتيجي ۾ ڪالهوڪا ڏڪاريل ڪارا اڄ ڏکڻ آفريقا جا حڪمران آهن ۽ ڳورن سان برابري ۽ آزادي واري درجي جي انساني حيثيت واري زندگي گهاري رهيا آهن. منڊيلا نسلي بالادستي خلاف جيڪو جهنڊو بلند ڪيو هو، انهي ۾ هو مڪمل سرخرو رهيو آهي. هن ڪتاب موقعي پرستي يا مصلحت پسندي اختيار نہ ڪئي هئي، پر هن جي ڳالهہ ٻولهہ سندس جدوجهد جي آخري فيصلاڪُن پُل هئي، جنهن تان گذري هو سرخروئي کي پاڪرين وجي پيو. جيڪا ڳالهہ هن ڪتاب پڙهڻ سان سولائي سان سمجهہ ۾ اچي ويندي.

نيلسن منڊيلا جي زندگي جي اوپارين لهوارين سان گڏوگڏ، هي ڪتاب جدوجهد جي هيناهين متاهين، پيچيدگين، مشڪلاتن ۽ ورن وڪڙن سان بہ شناسا ڪري ٿو. سنڌ جا قومي سياسي ڪارڪن هن ڪتاب ۾ آيل جدوجهد جي تجربن مان فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا ۽ خود انقلابي جدوجهد جي تياري لاءِ گهربل پاسن جو ادراڪ ڪري انهن تي پورو ڌيان ڏيئي سگهن ٿا. ڇو تہ آزادي، انقلاب ۽ انسان ذات جي شاندار مستقبل جي حاصلات جي جدوجهد پلي ڪٿي دنيا جي ڪنهن بہ خطي ۾ ٿيندي هجي پر ان جا اثر، ان جو اُتساهہ، ان جا تجربا ۽ ان جي فتح دنيا جي سڀني انقلابين، آزادي پسندن، انسان دوستن ۽ محب وطنن جو گڏيل ڪائناتي ورثو هجي ٿي ۽ سندس لاءِ هڪجيتري اهميت رکي ٿي. هي ڪتاب بہ ان قسم جي حيثيت رکي ٿو ۽ جدوجهد جو اُتساهہ ۽ فتح ۾ مڪمل يقين کي پيدا ڪري ٿو. گڏوگڏ اسان کي اسان جي شخصي توڙي تنظيمي ڪوتاهين ۽ اوڻاين کان پڻ واقفيت ڪرائي ٿو. ساڳي جاءِ تي عظمت جا شاندار خاڪا بہ پاڻ آڏو واضح ڪري رکي ٿو.

نيلسن منديلا جي شخصيت مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سادگي عظمت آهي. جو تہ ايڏي وڏي حيثيت، رتبي، عهدي ۽ شخصي اثر رسوخ باوجود هن ۾ ڪابہ تانءِ ۽ ٽيگر نظر نہ ٿي اچي. بلڪہ هو ڏگهي عرصي واري قيد مان آزادي ڪان پوءِ بہ اهو چئي ٿو تہ: "عهدا مون لاءِ ثانوي حيثيت ٿا رکن ۽ منهنجي ڪردار ۽ تنظيمي حيثيت توڙي ذميوارين جو تعين منهنجا دوست ۽ منهنجي پارٽي ڪندي." هو لاڳيتي جدوجهد ۽ ڏگهي قيد جي قرباني سبب ڪنهن وڏي تنظيمي عهدي کي پنهنجو موروثي حق نٿو سمجهي، هو ان کي فقط ذميواري ٿو سمجهي ۽ ان جو تعين بہ پارٽي ادارن جي فيصلن جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي. اها سچائي ۽ ڪمٽمينٽ آهي. گڏوگڏ هو عهدن کي گيدوڙي وانگر چنبڙي ڪونہ ٿو پوي ۽ صدارتي عهدي جي مدي جي خاتمي بعد، هن فيصلو ڪيو آهي تہ، هو اڳوائيءَ تان دستبردار ٿيندو ۽ نوجوانن کي اڳتي وڌائي انهن جي مدد ڪندو. يعني هو پنهنجي جدوجهد جي فتح واري دولت تي نانگ بنجي چڙهي نٿو ويهي، پر ان کي عوام جي ملڪيت سمجهي ٿو ۽ ان جا سمورا فائدا عوام آڏو کولي رکي ٿو. اهوئي هڪڙي صحيح انقلابي، عوام دوست، آزادي پسند ۽ انسان دوست شخصيت جو درست مقام آهي. انقلابي شخصيتون پنهنجن فتحن کي عملي طور عوام جون فتحون سمجهنديون آهن ۽ عوام کي ئي انهن فتحن مان فائدا کڻڻ جا موقعا ڏيئي، اڳتي وڌڻ لاءِ اتساهي، شاندار مستقبل جي نئين تعمير ڪنديون آهن. ان لحاظ ڪان منديلا جو جدوجهد جي فتح ۽ عوام ڏانهن رويو بهتر آهي، جنهن کي ساراهڻ گهرجي.

آفريقن نيشنل ڪانگريس (A.N.C) جي گهڻ طرفي جدوجهد سنڌ جي قومي آزادي جي جدوجهد لاءِ مثالي حيثيت رکي ٿي. انهي جدوجهد کي آڏو رکي ۽ ان ۾ زمان و مڪان تحت تخليقي واڌارا ڪري اسان پنهنجن پاليسين، حڪمت عملين ۽ گرن (Tacts) کي سگهارو، عمل لائق ۽ نتيجا خيز بنائي سگهون ٿا. شرط فقط ڪمٽمينٽ، سچائي، بهادري ۽ جدوجهد ۾ اڻٽٽ ويساهہ جو آهي. آئون پوري اعتماد سان چوان ٿو تہ سنڌ ۾ ڪمٽمينٽ، سچائي، بهادري ۽ جدوجهد ۾ ڪامل يقين رکندڙ نوجوانن جا جٿا پيدا ٿي پون ۽ ذاهپ سان قومي جدوجهد کي لڳاتار جاري رکن تہ سنڌ جي قومي

آزادي جي حاصلات جلدي ۾ ئي ممڪن بڻجي پوندي. ان سلسلي ۾ جيڪڏهن هي ڪتاب ٿورڙيءَ به مدد ڪري ٿو ته اها يوسف سنڌي جي ڪاميابي چئبي ۽ اسان ايئن سمجهنداسين ته هن حقن جي جدوجهد ۾ هٿ ونڊايو آهي، هن ڇڻ انقلابين جي قافلي کي اڳتي وڌايو آهي، هن ڇڻ آجهاڻپ جي جهنڊي کي وڌيڪ اوچو ڪيو آهي.

سُتي سيج هياس، مون کي آهرُ اٿاريو،
جنين جاڳياس، آئون نه جيئندي ان ريءَ.

سپ نه وجي سُتيون، اجا ڪي سَنجن!
پيو، سي پَهرن، جي اُجائجي آئيون.

(شاهه)

۽ پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته هيءُ ڪتاب سنڌ جي هن مايوسي ۽ قحط الرجال واري دؤر ۾ نئون اتساهه پيدا ڪندو، سياسي ڪارڪنن ۾ جدوجهد جو نئون روح ڦوڪيندو. جيڪي اجا جاڳن پيا، اجا سَنجن پيا ۽ جيڪي اجا اڳتي لاءِ پَهرن پيا، انهن جي دلين ۾ خوف ۽ لالچ کي ختم ڪري منزل جي تڙپ کي وڌيڪ گهرو ڪندو، آجهاڻپ ۾ ايمان کي زياده پختو ڪندو ۽ آخري فتح ۾ ناقابلِ شڪست يقين پيدا ڪندو.

چڱو، جيئي سنڌ!

نواز خان زئور

16-4-1999ع

ڳوٺ احمد خان زئور

ميرپور بٺورو، ٺٽو، سنڌ.

# باب پهريون

## ڳوٺاڻو نندپڻ

منهنجي ڄمڻ تي، منهنجي پيءُ منهنجو نالو "رولي هلا هلا" رکيو، جنهن جي معنيٰ وڻ جي شاخ کي ڇڪڻ آهي. پر عام ڳالهه ٻولهه ۾ ان جو مطلب "هلچل پيدا ڪرڻ وارو" آهي. ذاتي طور تي آئون ان ڳالهه جو قائل ڪونه آهيان ته ڪنهن کي قسمت يا تقدير سان ڳنڍيو وڃي، يا اهو ته منهنجي پيءُ منهنجي مستقبل ۾ جانچي ڏٺو هو. پر پوءِ، منهنجي ڪيترن ئي دوستن ۽ مائٽن، بعد جي ايندڙ طوفانن جو، جن جو آءٌ سبب بڻيس، جن جو مون کي مقابلو ڪرڻو پيو. انهن کي منهنجي نالي جو نتيجو قرار ڏين ٿا. باقي رهيو منهنجو مشهور نالو جنهن سان آءٌ ڄاتو سڃاتو ٿو وڃان ته اهو مون کي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ جي پهرين ڏينهن عطا ٿيو.

آئون، 18 جولاءِ 1918ع تي ڏکڻ آفريڪا جي صوبي ٽرانسڪي جي "گاديءَ واري هنڌ" امتاتا جي هڪ ننڍي ڳوٺ مويزو ۾ پيدا ٿيس، جيڪو، مباشا دريا جي ڪنڌي تي آهي. هي اهو ئي سال آهي، جنهن ۾ پهرين مهاڀاري جنگ پنهنجي پڄاڻي تي پهتي، ان ئي سال انفلوئنزا جي اُن وبا منهن ڪڍيو، جنهن سڄي دنيا ۾ لکين جانيون ڳڙڪائي ڇڏيون ۽ ان ئي سال آفريڪن نيشنل ڪانگريس جي هڪ وفد 'ورسائي جي امن ڪانفرنس' ۾ شرڪت ڪئي ۽ دنيا جي ماڻهن کي آفريڪي عوام جي تڪليفن کان آگاهه ڪيو. پر منهنجو ڳوٺ مويزو دنيا جي انهن واقعن کان بي خبر، پنهنجي صدين پراڻي طور طريقن تي هلندو رهيو. ٽرانسڪي، ڪيپ ٽائون کان اٺ سئو ميل اوڀر ۽ جوهانسبرگ کان ساڍا پنج سئو ميل ڏکڻ طرف، ڊريڪنز برگ جي پهاڙي سلسلي ۾ هندي وڏي سمنڊ جي نيري پاڻي جي ڪنڌي تي آهي. اهو علائقو خوبصورت بلند پهاڙين، سرسبز ۽ شاداب ماٿرين ۽ اڻ ڳڻين ننڍين وڏن دريائن ۽ ندين جي سرزمين آهي. جنهن جون ٽيڪريون سردين ۾ به سايون ستابيون رهنديون آهن. ٽرانسڪي، ڏکڻ آفريڪا جي وڏن صوبن مان هڪ آهي. ان جي آبادي پنجٽيهه لکن جي لڳ ڀڳ آهي. آفريڪي رهاڪن کان سواءِ هتي ڪجهه ڳورا به آباد آهن. منهنجو پنهجو قبيلو ٿمبو، جيڪو زهوسا قوم جو هڪ حصو آهي، هن ئي علائقي جو رهاڪو آهي.

منهنجو والد، گيڊا هيري مفاڪن يسوا، پنهنجي قبيلي جو روايتي سردار هو ۽ هن جي حيثيت کي برطانوي حڪومت به قانوني طور تي مڃيندي هئي. تنهن ڪري هو مويزو جو مقامي مئجسٽريٽ سمجهيو ويندو هو. اهڙي طرح هو گذاره الائونس ۽ سرڪاري

ٽئڪس مان ڪجهه حصو وصول ڪرڻ جو به حقدار هو. جيتوڻيڪ مئجسٽريٽ جو اهو عهدو هڪ عزت ڀريو عهدو هو، پر اڄ کان پنجهتر سال اڳ بي رحم سفيد فام حڪومت جي ڪنٽرول ۾ هئڻ سبب ڇگو موچارو بي قدر ٿي چڪو هو.

ٿمبو قبيلي جي تاريخ ڏاڍي قديم ۽ ڏگهي آهي، آفريقا جا ڪيترائي مشهور قبيلا زولو، سوازي ۽ ٿمبو وغيره "زهوسا" قوم سان واسطو رکن ٿا. جن جو حسب نسب نگوني قوم سان وڃي ٿو ملي. اهي ماڻهو قديم زماني کان ڏکڻ آفريقا جا رهاڪو آهن ۽ انهن جي رهائش هندي سمنڊ جي ساحلي علائقن ۾ رهي آهي. زهوسا قوم جو ماڻهو ڏاڍا خوددار آهن. انهن جي زبان فصاحت ۽ نرمي سان ڀرپور آهي. هو قانون، تعليم، مهمانواري ۽ نرمي جي اهميت جا هميشه کان قائل رهيا آهن. هنن جو معاشرو اعتدال پسند آهي ۽ هڙئي مرد ۽ عورتون پنهنجي پنهنجي ڪردار کان چڱي پر واقف هوندا آهن. سڀ ماڻهو ڪنهن نه ڪنهن برادري سان لاڳاپيل هوندا آهن ۽ پنهنجي نسل جو سلسلو شروع ٿائين ڄائن ٿا. آءٌماديبا برادري جو هڪ فرد آهيان. ماديبا اسان جي پڙ ڏاڏي جو نالو آهي، جيڪو ارڙهين صديءَ ۾ ٽرانسڪيءَ تي حڪمراني ڪندو هو. تنهن ڪري احترام طور، عام طور تي مون کي به ماديبا جي لقب سان سڏيو ويندو آهي.

ٿمبو قبيلي کي متحد ۽ منظم ڪندڙ عظيم حڪمران "نگوبنگ ڪوڪا" 1832ع ۾ وفات ڪئي. علائقي جي رواج موجب بادشاهه جون مختلف قبيلن مان ٿي زالون هيون. اهو بادشاهه منهنجي ڏاڏي منڊيلا جو ڏاڏو هو. ٽرانسڪيءَ جو اڳوڻو چيف منسٽر "ڪي ڊي" رشتي ۾ منهنجو ڀائيٽو ٿئي. ٿمبو قبيلي جي حڪمرانن جي قطار ۾ منهنجو نالو نه اچي نه ٿو سگهي، پر آءٌ ان قبيلي جي انهيءَ شاخ جو هڪ فرد آهيان، جنهن جو ڪم، منهنجي والد جيان حڪمرانن جي مشاورت هو. تنهن ڪري اهو چوڻ ته آءٌ ٿمبو جي تخت جي وارثن مان آهيان صحيح ڪونهي.

منهنجو والد قد جو ڊگهو، ڪاري چمڙي ۽ سگهاري هڏ ڪاٺ ۽ پروقار شخصيت جو مالڪ هو. منهنجو خيال آهي، هُن جيان آءٌ به هن جو صحيح وارث آهيان. منهنجي والد جي نرڙ تي وارن جو هڪ اڇو ڇڳو هو، ۽ آءٌ ننڍي هوندي هن جو نقل ڪندي پنهنجي وارن تي اڇي رک مليندو هئس. منهنجو پيءُ ٿورو سخت مزاج جو هو ۽ پنهنجي ٻارن جي تربيت جي سلسلي ۾ لڪڻ جي استعمال کان پاسو نه ڪندو هو. هو پنهنجي ڌن جو پڪو هو ۽ مون کي اها وصف پنهنجي پيءُ کان ورثي ۾ ملي آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن منهنجي پيءُ کي ٿمبولينڊ جي وزيراعظم جي خطاب سان به ياد ڪيو ويندو آهي، پر اهو خطاب صحيح ڪونهي، ڇو ته ٿمبولينڊ ۾ ان نالي سان ڪو به عهدو موجود نه هو. البت ويهين صدي جي شروعات ۾، ٻن حڪمرانن جي عهد ۾، هن جو جيڪو ڪردار رهيو ۽ هن جيڪي فرض سرانجام ڏنا، سي واقعي وزيراعظم جي عهدي سان لاڳاپيل هوندا آهن. سڀني اهم تقريبن ۾ هو انهن حڪمرانن سان گڏ ويٺل هوندو هو ۽ سفر ۾ به هنن سان گڏ هوندو هو. هو هنن جو نهايت احترام لائق صلاحڪار ۽ صحيح معنيٰ ۾ "زهوسا" قوم جي تاريخ جو

امين هو. تاريخ جي ابياس ۾ منهنجي دلچسپي هن جي ئي حوصلا افزائي جو نتيجو آهي. جيتوڻيڪ ڪيس لکڻ پڙهڻ نہ ايندو هو، پر هو سٺو مقرر هو ۽ پنهنجي تقرير جي مَنڊ ۾ ماڻهن کي مَنڊي ڇڏيندو هو.

منهنجو پيءُ، رڳو شاهي صلاحڪار ئي نہ هو، پر هو "بادشاهہ گر" بہ هو. 1920ع ۾ بادشاهہ ’جونگي ليزوهہ‘ جي اوچتي وفات سبب تخت جي وارث جو جيڪو جهڳڙو کڙو ٿيو، تنهن کي نهايت خوش اسلوبيءَ سان نبيرڻ ۾ هن سڀ کان عمدو ڪردار ادا ڪيو. هن جي صلاح کي نہ رڳو شاهي گهراڻي جي سيني فردن ۽ راڻيءَ، پر برطانوي حڪومت بہ تسليم ڪيو. منهنجي پيءُ تخت جي وارث جي جوان ٿيڻ تائين، جنهن شهزادي کي حڪومت جا معاملا هلائڻ جي لاءِ چونڊيو، اهو تعليم يافتہ هو. اُن ئي آڌار تي منهنجي پيءُ هن جو نالو پيش ڪيو. هو تعليم کي وڏي اهميت ڏيندو هو.

منهنجي پيءُ کي چار زالون هيون، ۽ انهن مان ٽي زال ’نوسي ڪيني فيني‘ منهنجي ماءُ آهي. انهن چئني جي لاءِ ڌار ڌار "ڪرال" يعني لوڙهو هو. لوڙهو وهڻن جي هڪ ڌڻ، ڪيترن ئي ٻنين ۽ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ جهوپڙين تي مشتمل هوندو هو. اهي سيئي ’ڪرال‘ هڪ ٻئي کان ڪيترائي ميل پري هئا ۽ منهنجو پيءُ واري وٽي سان انهن ۾ وڃي ٽڪندو هو. چئن زالن مان بابا کي ڪل تيرنهن ٻار هئا، چار ڇوڪرا ۽ نوَ ڇوڪريون. ڇوڪرن مان آئون سيني کان ننڍو آهيان ۽ پنهنجي امڙ جو سڀ کان پهريون ٻار. منهنجون ٽي سڳيون ڀينرون آهن. پنهنجي پيءُ جي سيني پٽن مان هاڻ نقط آئون ئي جيئرو آهيان. هو سڀ نہ رڳو عمر ۾، پر مرتبي ۽ حيثيت ۾ بہ مون کان مٿاهان هئا. قبيلي جي سردار جي حيثت سان منهنجي پيءُ جي وارث پٽ ٻيلي ڪلي جو مرتيو 1932ع ۾ ٿيو.

آئون اڃا ننڍو ئي هئس، جو منهنجي پيءُ سان هڪ اهڙو واقعو ٿيو، جنهن نہ فقط ڪائنس قبيلي جي سرداري کسرائي ڇڏي، پر سندس سڀ زمين، ڌن ۽ دولت بہ ضبط ڪئي وئي. اسان جي قبيلي جي هڪ شخص، منهنجي پيءُ جي خلاف مئجسٽريٽ وٽ شڪايت ڪئي، ان تي مئجسٽريٽ منهنجي پيءُ کي پنهنجي سامهون پيشيءَ جي لاءِ گهرايو. پر منهنجي پيءُ اهو چئي مئجسٽريٽ جي سامهون پيش ٿيڻ کان نابري واري تہ قبائلي معاملن ۾ هو انگلستان جي بادشاهہ جي قانون جو نہ پر، ٿمبو روايتن جو پابند آهي. ان جواب تي مئجسٽريٽ وڌيڪ ڪنهن جانچ پڙتال کان سواءِ، منهنجي پيءُ کي سندس اختيارين ۽ عهدي تان بيدخل ڪري ڇڏيو ۽ اهڙي طرح منڊيلا گهراڻي جي سرداري جو خاتمو ٿي ويو.

جيئن تہ آئون ٻڌائي چڪو آهيان، منهنجي پيءُ جي شخصيت ۾ هڪ حد تائين سرڪشيءَ جو جذبو موجود هو. آئون مڃان ٿو تہ اهو گڻ، پيءُ مان پٽ ۾ بہ منتقل ٿيو. ان واقعي جي ڪري اسان جو سڄو گهراڻو متاثر ٿيو . هاڻي اسان جي لاءِ مويزو ۾ رهڻ جي ڪا بہ گنجائش ڪانہ هئي. تنهن ڪري منهنجي امڙ، مويزو کان دور هڪ وڏي وسندي "ڪونو" منتقل ٿي وئي. جتي ڪيس پنهنجي رشتيدارن جو سهارو ملي ويو. جيتوڻيڪ ڪونو

۾ اسان جي رهائش، مويزو جي پيٽ ۾ گهٽ درجي واري هئي. پر گاديءَ واري شهر امٽاٽا جي نسبتاً ويجهو، هن وسندي ۾ مون پنهنجي ٻالڪپڻي جا ڪجهه خوشگوار سال گذاريا. ان عرصي جون يادون اڃان سوڌي منهنجي دل ۽ دماغ ۾ تازيون آهن.

•

قونو جي وسندي، هڪ سوڙهي ۽ سرسبز وادي ۾ آهي، وچ ۾ صاف شفاف پاڻي جون نديون وهنديون آهن ۽ سامهون شاداب وڻن سان جنجهيل ٽڪريون آهن. آبادي فقط ڪجهه سئو ماڻهن تي مشتمل هئي. ماڻهو مٽي ۽ گاري مان ٺهيل گهرن ۾ رهندا هئا. ڇت ۾ هڪ سوراخ هوندو هو، جنهن مان چلهه جو دونهون ٻاهر نڪرندو هو ۽ گهر ۾ اندر گهڙڻ جي لاءِ فقط هڪ ٿي دروازو هوندو، جنهن مان جهڪي اندر گهڙڻون پوندو هو. اهي هڙئي جهوپڙيون مڪئي جي پوکيل ٻنين کان ڪجهه پر پرو گڏوگڏ ٺاهيون ويندڀون هيون. علائقي ۾ ڪو به پڪو رستو نه هو. فقط اگهاڙن پيرن هلندڙ ٻارن ۽ عورتن ڪجهه پيچرا ٺاهي ڇڏيا هئا. ڳوٺ جون مايون ۽ ٻار رڱيل ڪمبل جو لباس پهريندا هئا. فقط ڪجهه عيسائي هئا، جيڪي اولهه جي طرز جي ڪپڙن ۾ هوندا هئا. سڀ وهٽ وڙا، گڏيل چراگاهن ۾ چرندا هئا. قونو جي آسپاس وڻ گهٽ هئا، البت سامهون ٽڪري تي پاپلر جي وڻن جي ڪوٽ ڪانه هئي. سموري زمين سرڪاري ملڪيت هئي. ان زماني ۾ سواءِ ٿورن ماڻهن جي، باقي ڏکڻ آفريڪا جي ماڻهن کي زمين جا مالڪاڻا حق حاصل نه هئا. بلڪه هو، هاريءَ جي حيثيت سان حڪومت کي ساليانو ڪرايو يا ڍل ادا ڪندا هئا. ان سڄي علائقي ۾ فقط ٻه پرائمري اسڪول، هڪ جنرل اسٽور ۽ هڪ پاڻي جو تلاءُ هو.

مڪئي، ٻوهي مڱ وغيره جهڙيون پوکون اسان جي غذا جو اهم حصو هيون. ان لاءِ جو مقامي رهاڪو انهيءَ کان وڌيڪ جي سگهه نه رکندا هئا. ڪجهه نسبتاً امير گهراڻا، چانهه، ڪافي ۽ کنڊ مان مزو ماڻيندا هئا. پر عام ماڻهو اهي شيون "عيش ۽ عشرت" ۾ شمار ڪندا هئا. ٻني ٻاري، رڌ پچاءُ، ڪپڙي لٽي ۽ ٽانون ٽپن وغيره جي لاءِ پاڻي، ٻالٽي يا ڏول جي وسيلي ڪسين ۽ چشمن مان حاصل ڪيو ويندو هو. اهو سمورو ڪم ڳوٺ جون مايون سرانجام ڏينديون هيون. صحيح معنيٰ ۾ قونو، عورتن ۽ ٻارن جو رهائشي هنڌ هو. مردن جي گهڻائي، سال جو گهڻو ٿڌو عرصو ڏورانهن علائقن ۾، ٻنين ۾ ڪم ڪرڻ يا جوهانسبرگ جي ويجهو "سون جي کاڻين" ۾ پورهيو ڪندي گذاريندي هئي. هو عام طور تي سال ۾ ٻه ڀيرا پنهنجي ٻنين ۾ هر هلائڻ، پاڻ ۽ ٻج وجهڻ جي لاءِ ايندا هئا. باقي سمورو ڪم عورتن ۽ ٻارن جي ذميواري هوندو هو. آباديءَ ۾ تمام گهٽ ماڻهو لکڻ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. تعليم هنن جي لاءِ هڪ اوپري شئي هئي.

منهنجي امڙ ٽن جهوپڙين جي ڌڻياڻي هئي. جتي هر مهل اسان جي مائٽن جي ٻارن جا ميڙا متل هوندا هئا. آفريقي سماج ۾ چاچي، مامي، پڦي ۽ ماسيءَ جي پٽن ۽ ڌيئرن کي ڀاءُ ۽ ڀيڻ سمجهيو ويندو آهي، نه ڪي سئوٽ يا ماسات. اسان وٽ ويڳي ڀاءُ ڀيڻ جو ڪو به تصور ڪونهي ۽ نه وري "سفيد فام" ماڻهن جهڙو فرق آهي. منهنجي امڙ جي تحويل ۾ ٽن

جهوپڙين مان هڪ سمهڻ جي لاءِ، ٻي رڌ پچاءُ جي لاءِ ۽ ٽي اسٽور طور استعمال ٿيندي هئي. اسان جي سمهڻ جي ڪمري ۾ ڪوبه فرنيچر نه هو. اسين تڏي تي سمهندا هئاسين ۽ ان تي ئي ويهنداسين هئاسين. اسان وٽ ڪوبه وهاڻو وغيره نه هو. منهنجي امڙ هٿ سان رڌ پچاءُ ڪندي هئي. مڪئيءَ جو اٽو، ٻن پٿرن جي وچ ۾ رکي رڳڙي پيٺو ويندو هو. ڳئون ۽ ٻڪري جو کير جهجهي مقدار ۾ مهيا ٿيندو هو.

آئون شروعاتي عمر ۾ ئي ڳوٺ جي ٻين ٻارن سان کليل ميدان ۾ راند روند ۽ جهيڙي جهٽي جو عادي بڻجي ويس. اسان وٽ گهرن ۾ ويٺل ڇوڪرن کي "زنانو" سمجهيو ويندو هو. پنجن سالن جي عمر ۾ ئي آئون ڌراڙ بڻجي ويس. مون محسوس ڪيو ته زهوسا قبيلي جي ٻين ماڻهن جيان مون کي به وهٽن سان هڪ قسم جو اندروني لڳاءُ هو. ڇو ته اها مخلوق نه رڳو اسان جي غذا ۽ دولت جو سبب هئي، پر خدا جي طرف کان برڪت ۽ خوشيءَ جو مهڙ به هئي. انهن ٻنين ۽ ميدانن ۾، مون جانورن جو شڪار ڪرڻ، ماکي، ميوو گڏ ڪرڻ، سنئون سڌو ڍڳي جي ٿڻن مان مٺي ۽ گرم کير جا گوها پيئڻ، ٿڌين ۽ شفاف ندين ۾ ترڻ، ۽ مڇي جلهڻ سکيو. اتي ئي مون لٺ ۽ خنجر جي ويڙهه وڙهڻ جا مختلف طريقا سکيا، جيڪي ڪنهن آفريقي ڳوٺائي لاءِ ضروري سمجهيا ويندا هئا ۽ مدمقابل کان بچاءُ جي لاءِ اهم هئا. ٻنين ۽ کليل ميدانن، فطرت جي ساري حسن ۽ افق کان افق تائين پکڙيل صاف سٿري فضا سان، منهنجي محبت جو آغاز انهن ئي ڏينهن ۾ ٿيو. اسين مٽيءَ مان پنهنجا رانديڪا پاڻ ئي ٺاهيندا هئاسين. اسان جي راند جا ميدان فطرت جا تخليق ڪيل هئا. اسان ٿونو جي ويجهو ٽڪرين تي چڙهي ويندا هئاسين. پٿرن تي ويهندا هئاسين، انهن کي هيٺ لڙڪائي ڇڏيندا هئاسين ۽ ڪنهن ڪنهن مهل خود به لڙڪي پوندا هئاسين. مون کي ياد ٿو اچي ته هڪ ڏينهن، هڪ گڏه، جنهن تي آئون هر هر چڙهندو ۽ لهندو هئس، مون کي منهنجي سنگتين جي سامهون ٻوڙن ۾ ڪيرائي ڇڏيو. جنهن سبب منهنجي منهن تي ڪافي رهڙون آيون. اوپر جي ماڻهن جيان، آفريقي به "عزت جي احساس" جا گهڻا قائل آهن. مون محسوس ڪيو ته ڪنهن شخص کي بي عزت ڪرڻ جو طريقو اهوئي آهي ته کيس ظالم تقديرجي حوالي ڪري ڇڏجي. بهرحال، مون پنهنجي مخالفن کي شڪست ضرور ڏني آهي، پر ڪنهن کي به بي عزتو نه ڪيو آهي.

ڇوڪرا عام طور تي پاڻ ۾ کيڏندا هئا. پر ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪرين کي به راند روند ۾ شامل ڪندا هئا ۽ سڀ گڏجي لڪ ڇپ يا نوڙيءَ واري راند کيڏندا هئا. مون کي ڇوڪرين سان گڏ سڀ کان مزيدار راند "کيتا" لڳندي هئي، يعني "جيڪو وٺيو اهو ڇونڊيو." پر اسان جي ڄمار جون ڇوڪريون، ڇوڪرن کان وڌيڪ چالاڪ هونديون هيون. هو پاڻ ۾ صلاح سولي ڪري هڪ سادي ڇوڪري کي ڇونڊيندي هيون ۽ پوءِ کيس مختلف طريقن سان تنگ ڪنديون هيون ۽ ستائي کيس گهر پيڙو ڪري اينديون هيون. ڇوڪرن جي پسند واري راند "ٽنٽي" هئي. دراصل اها نوجوانن جي ويڙهه جي جذبي جي عڪاسي هئي. ان ۾ مختلف ٽيمون حصو وٺنديون هيون، ٻه وڏيون لنيون هڪ

ٻئي ڪان سئو فوٽ پري زمين ۾ ڪوڙيون وينديون هيون. هر ٽيم جي اها ڪوشش هوندي هئي تہ اها ان لٺ جي حفاظت ڪري، جنهن کي هن پنهنجي نشاني لاءِ چونڊيو آهي ۽ مدمقابل حريف جي "نشان" کي ڪيرائڻ جي جدوجهد ڪري. جڏهن اسين ٿورو وڏا ٿياسين تہ پنهنجي پاڙي ۾ واقع هڪ ٻي ڳوٺ جي ڇوڪرن کي بہ دوستاڻي مئچ ۾ گهرائيندا هئاسين ۽ فاتح ٽيمن جي عزت افزائي ڪئي ويندي هئي. جيئن جنگ ۾، سوڀارو ٿيڻ تي، ڪنهن جرنيل جي عزت افزائي ڪئي ويندي آهي.

اسان جو پيءُ، زهوسا بهادرن جي جنگي ڪارنامن جا قصا اسان کي ٻڌائيندو هو ۽ امڙ انهن قبائلي گيتن سان روشناس ڪرائيندي هئي، جيڪي نسل در نسل روايت طور هلندا پيا آيا. انهن قصن ڪهاڻين ۾ سدائين ڪو نہ ڪو اخلاقي سبق ڏنل هوندو هو.

مون بہ ٻين ٻارن جيان، مشاهدي جي ذريعي تعليم حاصل ڪئي. اسان جي ماحول ۾ بزرگن کان ڪجهہ پڇڻ نامناسب خيال ڪيو ويندو هو. هو اسان کي فقط ايترو ٻڌائيندا هئا. جيترو هو مناسب سمجهندا هئا. جڏهن آئون پهريون ڀيرو هڪ سفيد فام گهراڻي ۾ ويس تہ اهو ڏسي حيران ٿي ويس تہ انهن جا ٻار پنهنجي ماءُ پيءُ کان پانت پانت جا سوال ڪندا هئا ۽ هو انهن جا جواب ڏيندا هئا. اسان جي طرز زندگي رسم، رواج ۽ روايتن تي مبني هئي. انهن جي مخالفت جي ڪنهن کي بہ همت نہ ٿيندي هئي. مرد پنهنجي وڏڙن جي مقرر ڪيل اصولن تي ڪاربند هوندا هئا ۽ عورتون اهي طور ۽ طريقا اختيار ڪنديون هيون، جيڪي سندن مائرون جوڙينديون هيون. آئون انهن "اصولن ۽ قانونن" کي مشاهدي ذريعي سمجهندو پي ويس. مثال طور: مون ڏٺو تہ ڪو مرد، ڪنهن اهڙي گهراڻي ۾ گهڙي نہ ٿو سگهي، جتي ڪا ويم واري مائي موجود هجي ۽ ڪا بہ نئين ڪنوار مخصوص تقريب کان سواءِ پنهنجي نئين گهر ۾ قدم نہ ٿي رکي سگهي. مون ڄاتي ورتو تہ پنهنجي بزرگن کي فراموش ڪرڻ سان بدقسمتي ۽ زندگي ۾ ناڪاميءَ کي منهن ڏيڻو ٿو پوي. جيڪڏهن اوهان ڪنهن وڏي جي بي حرمتي ڪئي تہ ان جي تلافي جو بس هڪ ئي طريقو آهي تہ ڪنهن بي بزرگ وسيلي معافي گهري وڃي ۽ پڇتاءُ جو اظهار ڪجي. اهي هڙئي معاملا اسان جي لاءِ فطري عقيدن جو درجو رکندا هئا.

قونو ۾ مون کي سفيد فام ماڻهو ڏسڻ جو موقعو مليو. مقامي مئجسٽريٽ ۽ اسٽور جو مالڪ، سفيد فام سيلاني يا پوليس جو ماڻهو، بہ ان علائقي مان لنگهندا هئا ۽ مون کي هو ديوتائن جيان عظيم لڳندا هئا. مون کي خبر هئي تہ هنن کان اسان کي ڊڄڻو بہ آهي ۽ انهن جي عزت بہ ڪرڻي آهي. پر آئون انهن ماڻهن طرف تمام گهٽ ڌيان ڏيندو هئس. منهنجي زندگي ۾ انهن جو ڪو بہ ڪردار نہ هو. اسان جي ننڍڙي دنيا قونو، ۾ فقط زهوسا ۽ امافينگو قبيلن جي وچ ۾ ڪنهن حد تائين دشمني هوندي هئي. اهي ماڻهو بي علائقي مان لڏي اچي هتي آباد ٿيا هئا. هنن جو سفيد فام سان ملڻ جلڻ ٿيندو رهندو هو ۽ انهن جي لاءِ اهڙا اهڙا ڪم ڪندا هئا، جن کي ٻيا آفريقي رهاڪو پسند نہ ڪندا هئا. هو سفيد فامن جي ڪاروبار ۽ ٻنين ۾ خدمتون سرانجام ڏيندا هئا. بهرحال، اهي ڏاڍا

محنتي ماڻهو هئا ۽ يورپي رهاڪن سان تعلقاتن جي ڪري وڌيڪ پڙهيل لکيل ۽ نسبتاً ٻين آفريقي رهاڪن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ "مغربي" هئا ۽ عيسائيت اختيار ڪندڙ شروعاتي آفريقي باشندن ۾ ڳڻيا ويندا هئا. هو سٺن گهرن ۾ رهندا هئا ۽ زراعت جي وڌيڪ سٺن طريقن کي استعمال ڪندا هئا. تنهن ڪري وڌيڪ خوشحال هئا. آئون پنهنجي ننڍپڻ ۾ ان قبائلي ڇڪتاڻ جي جذبن کان عاري هئس، جيڪي سفيد فام حڪمرانن، مختلف برادرين ۽ قبلين ۾ برپا ڪري ڇڏيا هئا.

منهنجو والد به 'امافينگو قبيلي' جو مخالف ڪونه هو. بلڪ هن جي، ان جي ٻن ڀائرن جارج ۽ بن ميڪلا سان ياراڻي هئي. ڀهريون هڪ رٽائرڊ استاد ۽ ٻيو پوليس سارجنٽ هو. اهي ٻئي ڀائر عيسائي هئا. جڏهن ته منهنجو والد پنهنجي ابائي ۽ قبائلي مذهب تي قائم هو. زهوسا قبيلي جو خدا قماتا هو. منهنجو والد غير سرڪاري طور تي قبيلي جو مذهبي اڳواڻ به هو ۽ هو مڙني مذهبي رسمن جي ادائيگي، مثال طور: جانورن جي قرباني، پيدائش، موت ۽ شادي مرادي جي تقريبن ۾ مهڙ ۾ هوندو هو. ان قبائلي مذهب ۾ دينوي يا فطري ۽ مافوق الفطرت معاملن جو ڪو به فرق نه هو. منهنجي ڀيءُ تي ته ٻنهي ڀائرن جي مذهبي عقيدن جو ڪو اثر نه ٿيو. باقي منهنجي امڙ انهن کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نه سگهي ۽ هوءَ عيسائي ٿي وئي. نيني هن جو عيسائي نالو هو، جيڪو ديول طرفان ڏنو ويو هو ۽ اهڙي طرح مون کي به 'ميٿو ڊسٽ' چرچ ۾ بپتسمو ڏنو ويو ۽ هتان کان ئي منهنجي اسڪول وڃڻ جي واٽ کلي. ٻئي ڀائر اڪثر ڪري مون کي ٻاهر مال چاريندي يا کيڏندي ڏسندا هئا. هڪ ڏينهن جارج منهنجي امڙ کي چيو "تنهنجو پٽ ڏاڍو سمجهندار آهي، ڪيس اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ کپي." منهنجي امڙ ڪابه ورندي نه ڏني. اسان جي گهراڻي جي ڪنهن به فرد اسڪول جي شڪل به نه ڏٺي هئي. بهرحال، امڙ ان جو ذڪر منهنجي ڀيءُ سان ڪيو ۽ هن پنهنجي تعليمي ڪميءَ جي باوجود به فيصلو ڏنو ته سندس پٽ اسڪول ويندو. اسان جو اسڪول فقط هڪ ڪمري تي مشتمل هو. اُن جي ڇت انگريزي طرز جي هئي. اهو قونو جي سامهون ٽڪري جي ٻي پاسي هو. ان وقت منهنجي عمر ست سال هئي. اسڪول وڃڻ کان هڪ ڏينهن اڳ منهنجي ڀيءُ چيو "ڏس! نيڪ ٺاڪ ڪپڙا پائي اسڪول وڃ." هيستائين آئون به ٻين ٻارن جيان فقط ڪمبل جو اڻ سبيل لباس پائيندو هئس. هاڻي منهنجي ڀيءُ پنهنجي پتلون کي گوڏن تائين ڪٽيو ۽ مون کي پائڻ جي لاءِ چيو. ان جي چيلهه ويڪري هئي. جنهن کي هڪ رسي سان ڇڪي ٻڌو ويو. اهو پڪ سان هڪ عجيب ۽ غريب لباس هو. پر ان کان عمدو لباس اڃا تائين منهنجي استعمال هيٺ نه آيو هو.

اسڪول ۾، پهرينءَ ئي ڏينهن اسان جي استاديائي مس ميڊنگيني، هر ٻار کي هڪ انگريزي نالو عطا ڪيو. آفريقا جي اسڪولن ۾ ان زماني ۾ اهو ئي رواج هو ۽ بنا ڪنهن شڪ جي اهو، انگريزن ٻاران اسان سان تعصب جي آثار تي هو. هتي مون جيڪا تعليم حاصل ڪئي، اها هر لحاظ کان انگريزي تعليم هئي. جنهن ۾ انگريزي فڪر ۽ نظريي،

انگريزي ثقافت ۽ روايتن کي هر هڪ شيءِ تي برتري حاصل هئي. هتي آفريقي نظريي ۽ ثقافت ناليءَ ڪنهن به شيءِ جو وجود نه هو. منهنجي نسل جا آفريقي، بلڪ اڄوڪي دور ۾ به عام طور تي هڪ ٻئي وقت مغربي ۽ آفريقي نالن سان سڏبا هئا. سفيد فام ماڻهو يا ته اسان جا آفريقي نالا سڏي يا اُچاري نه سگهندا هئا يا چاڻي ٻجهي سڏڻ پسند نه ڪندا هئا. شايد هو آفريقي نالا رکڻ، هڪ غير مهذب ڪم سمجهندا هوندا.

مون کي مس نيگني ٻڌايو ته ته منهنجو نئون نالو نيلسن آهي. مون کي خبر ڪونهي ته هن منهنجو اهو نالو ڇو رکيو. شايد ان جو ڪجهه لاڳاپو عظيم برطانوي امير البحر نيسلن سان هوندو. بهرحال اهو فقط منهنجو گمان آهي.

•

منهنجي عمر نوَ سال هئي، جڏهن منهنجي بابا جو انتقال ٿيو. هو ڦڦڙن جي ڪنهن بيماري ۾ مبتلا هو. پر هو ڪڏهن به ڪنهن ڊاڪٽر وٽ علاج جي لاءِ نه ويو. هو پائپ جا ڪش هڻندي هڻندي دنيا مان موڪلائي ويو. بابا جي وفات، منهنجي زندگي جو رخ ئي بدلائي ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ منهنجي امڙ، منهنجي جيون جو مرڪز جيتري هئي، پر آئون پنهنجي پيءُ جي حوالي سان جاتو سڃاتو ويندو هئس. مون محسوس ڪيو ته آئون ٻي وس تي ويو هئس.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ امڙ مون کي ٻڌايو ته هاڻ مون کي 'قونو' ڇڏڻون پوندو. مون ڪاڻس اهو به نه پڇيو ته هاڻ ڪٿي وڃڻو پوندو. هڪ ڏينهن صبح جو سوير مون پنهنجو مختصر سامان ٻڌو ۽ اسين اولهه طرف نئين هنڌ ڏانهن روانا ٿي وياسين. ايترو افسوس شايد مون کي پنهنجي والد جي وفات تي به نه ٿيو هوندو، جيترو پنهنجي ان دنيا کي ڇڏڻ وقت ٿيو. قونو کان سواءِ آئون ٻي ڪنهن به هنڌ کان واقف نه هئس. اهو ئي منهنجو ڀريون گهر هو، مون کي اُن سان ڏاڍي محبت هئي. جيسين اسين ٽڪرين جي ٻي پاسي غائب نه ٿياسين، تيسين آئون هر هر مُڙي قونو کي ڏسندو رهيس. اهو سوچيندي ته اهو شايد منهنجي زندگي جو آخري نظارو آهي. قونو جون جهوپڙيون انهن ۾ رهندڙ سادا سودا ماڻهو، منهنجا ننڍڙا ننڍڙا دوست، ٻنين ۾ چرندڙ وهٽ، سرسبز ميدان، صاف شفاف نديون، اسان جو پکين کي شڪار ڪرڻ، ندين ۾ ترڻ ۽ وهنجڻ ۽ ڏڳين جي ٿڻن مان سڌو سنئون کير جا گوها ڏائڻ، انهن سڀني جي باري ۾ آئون بار بار سوچيندو ۽ پويان مڙي مُڙي ڏسندو رهيس. خاص ڪري منهنجون نظرون انهن ٽن جهوپڙين تي وڃي ٿي ڪُتيون، جن ۾ مون کي امڙ جي محبت ۽ تحفظ جو احساس مليو هو. انهن جهوپڙين سان منهنجي خوشنصيبي وابسته هئي. آئون دير تائين پڇتائيندو رهيس ته مون پنهنجي روانگي کان اڳ هن کي چمي ڇو نه ڏني. مون کي ڪا به خبر نه هئي ته آئون پنهنجي ماضي کي ڇڏي، ڪهڙي مستقبل طرف وڃي رهيو آهيان. اسين پنڌ هلندا هلياسين. ايستائين جوسج هوريان هوريان، افق ۾ ٻڏندو ويو. آئون ۽ منهنجي امڙ ٻئي خاموش هئاسين. فقط اسان جي دل جي ڌڙڪن صاف ٻڌڻ ۾ پئي آئي. مون کي منهنجي امڙ تي مڪمل ڀروسو هو. سفر ڪافي ٿڪائيندڙ هو.

ٽڪرين تي چڙهندڙ ۽ لهندڙ پيچرا هئا. رستي ۾ ڪيترا ڳوٺ به آيا. شام ڏاري اسين، وٽن ۾ گهريل هڪ اونهي ماٿري ۾ وڃي پهتاسين، جنهن جي بلڪل وچ ۾ هڪ وڏو ۽ شاندار گهر هو. ان جهڙي عمارت مون اڄ سوڌي نه ڏٺي هئي. آئون حيران ٿي ويس. ماٿري جي ٻين گهرن کي به چُن جي پوچي ڪيل هئي ۽ لهندڙ سج جي روشني ۾ چمڪي رهيا هئا. چوڌاري گل ٽڙيل هئا. عاليشيان گهر جي سامهون وارو باغ ڏاڙهن سان ڀريل هو ۽ پويان صوفن جو باغ هو. گهر جي سامهون کليل جاءِ تي ڪيترائي قبائلي سردار ويٺا هئا. ويجهي ميدان ۾ ڪيترائي وهٽ موجود هئا. هر شئي خوبصورت نظر پئي آئي، جنهن مان هڪ قسم جي وڏائي پئي بکي. دراصل اها شاندار آبادي "ٿمبو لينڊ" جي گاڏي جو هنڌ مڪيڪزويني هئي ۽ اها عمارت ٿمبو لينڊ قبيلي جي قائم مقام سردار ريجنٽ جونگن ٽابا، جي سرڪاري رهائشگاهه هئي.

ٿوري دير کان پوءِ، اولهندي دروازي کان هڪ موٽرڪار اندر ايندي نظر آئي. ٻاهر ويٺل سڀ ماڻهو اُٿي کڙا ٿيا ۽ هنن زور زور سان "خوش آمديد" جا هوڪريا ڪيا. پوءِ مون کي خبر پئي ته اها فورڊ 8 -وي گاڏي هئي ۽ جن ماڻهن ريجنٽ سان هٿ ملايو آهي، اِهي "ٿمبولينڊ" جي انصاف واري عدالت جا ميمبر هئا. پوءِ وارن ڏينهن ۾ مون کي خبر پئي ته "جونگن ٽابا" منهنجي پيءُ سان واعدو ڪيو هو ته سندس وفات کان پوءِ هو منهنجو سرپرست هوندو، تنهن ڪري هو ايندڙ ڏهن سالن تائين منهنجو محسن بڻيل رهيو ۽ منهنجي پنهنجي ٻارن جيان پرورش ڪيائين. دراصل هي اهو ئي شخص هو، جنهن جي باري ۾ بابا صلاح ڏني هئي ته ٿمبو قبيلي جي بادشاهه جي وفات کان پوءِ هن جي تخت جي وارث جي جوان ٿيڻ تائين هو، هن جي "قائم مقام" جو عهدو سنڀاليندو. منهنجي امڙ کي جيتوڻيڪ مون کي پاڻ کان جدا ڪرڻو پيو، پر هوءَ مطمئن هئي ته ريجنٽ جي سرپرستي ۾ آئون سٺي ماحول ۾ زندگي گذاري سگهندس ۽ منهنجي تربيت سٺي نموني ٿي سگهندي.

منهنجي امڙ هڪ يا ٻن ڏينهن کان پوءِ واپس ڪونو هلي وئي. هن وڃڻ مهل ڪنهن به جذباتي رويي جو اظهار نه ڪيو. منهنجو نرڙ به ڪونه چميائين. بس رڳو ايترو چيائين "پٽ هوشيار ٿي رهج" پر هوءَ مون کي پيار ڀري نظرن سان ڏسندي رهي. آئون بلڪل نه گهٻرايس. آئون ته اڳ ئي هن جي شان ۽ شوڪت کان متاثر ٿي چڪو هئس. منهنجي سامهون هڪ وسيع ۽ خوبصورت دنيا جا دروازا کلي رهيا هئا. غريب گهراڻن جا ٻار گهڻو ڪري لالچ ۽ حرص جو شڪار ٿي ويندا آهن ۽ آئون به ان کان آجو نه هئس. ريجنٽ ٻهرين ئي ڏينهن هڪ نئون ۽ سهڻو لباس مون کي پهرايو ۽ آئون پاڻ کي چڱو موچارو ڦڙت محسوس ڪرڻ لڳس. منهنجي والد جي خواهش هئي ته آئون تعليم حاصل ڪريان ۽ پنهنجو پاڻ کي هڪ وسيع تر ماحول جي لاءِ تيار ڪريان، پر اها خواهش ڪونو ۾ پوري ٿي نه ٿي سگهي.

آئون جلد ان ماحول ۾ هري مري ويس. ايئن لڳم ڄڻ منهنجي سڄي تربيت ئي هن ماحول ۾ ٿي آهي. هر شئي شاندار هئي. آسپاس خوبصورت ۽ وڻندڙ هو. آئون گهوڙي

سواري ڪندو هئس. بندوق سان جانور شڪار ڪندو هئس ۽ ڪڏهن ڪڏهن رات جو "ٿمبولينڊ" جي دوشيزائن جي همراهي ۾ رقص مان به لطف اندوز ٿيندو هئس. قونو ۽ امڙ کان جدائيءَ جي احساس جي باوجود به آئون پنهنجي نئين دنيا ۾ ڪوئجي ويو هئس. محل جي ويجهو ئي هڪ اسڪول ۾ مون کي داخل ڪرايو ويو، جتي مون انگريزي ۽ زهوسا زبانن، تاريخ ۽ جاگرافي جي تعليم جي شروعات ڪئي. استاد منهنجو گهڻو خيال رکندا هئا. آئون به ادب ۽ آدابن جي معيار تي پورو لهندو هئس. محل ۾ رات جو ماسي منهنجي اسڪول جي ڪم جي نگراني ڪندي هئي.

مڪيڪزويني، ميٿوڊسٽ چرچ جو مرڪزي هنڌ هو ۽ ڪي قدر وڌيڪ مغربيت جو حامل پڻ هو، مرد جديد لباس "سوٽ" پائيندا هئا ۽ عورتون عيسائي مشنري عورتن جهڙو لباس پائينديون هيون. سڄي علائقي جو مرڪزي نقطو ريجنٽ جي ذات هئي ۽ منهنجي زندگي هن جي ٻن ٻارن پُٽ جسٽس ۽ ڌيءَ نومافو سان لاڳاپيل هئي. مون سان بلڪل انهن جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو. منهنجو کائڻ پيئڻ، رهڻي ڪهڻي، بلڪل انهن جهڙي هئي. ڪوبه فرق نه رکيو ويندو هو. پوءِ، تخت جي وارث سباتا جو پاڻ مڪسيڪو به اسان سان شامل ٿي ويو. اسين چار ئي ڄڻ شاهي گهراڻون هجون.

آئون، جسٽس کان، ڏاڍو متاثر ٿيس جيڪو مون کان چار سال وڏو هو. هو منهنجو هيرو بنجي ويو. آئون هر ڪم ۾ هن جي پيروي ڪندوهئس. هو سٺ ميل پريان هڪ بورڊنگ اسڪول ۾ پڙهندو هو. ڊگهو قد، ٺاهوڪو، صحتمند، سٺو رانديگر، ڪرڪيٽ، رگبي ۽ سنوڪر ۾ ماهر، ڪل مک، ڳائيندو به سٺو هو ۽ ماڻهن کي متاثر ڪري وٺندو هو. هو منهنجو بهترين دوست هو. جيتوڻيڪ ڪيترن ئي مامرن ۾ اسين متضاد رويا رکندا هئاسين. هو ظاهري ڏيک ويک وارو هو ۽ آئون ان جي ابتڙ انهن شين کان پاسو ڪندڙ هئس. هو بي غم قسم جو انسان هو ۽ آئون سنجيدو. هو اهڙو ئي هو، جهڙو هڪ نوجوان کي هئڻ کپي. بهرحال هڪ جهڙي ماحول ۾ پرورش پائڻ جي باوجود به منهنجي ۽ هن جي تقدير مختلف هئي. جسٽس کي "ٿمبو" قبيلي جي طاقتور سردار جو وارث بڻجڻو هو ۽ مون کي اهو ئي ڪجهه ملي سگهيو ٿي، جيڪو ريجنٽ کي، مهرباني سان مون کي عطا ڪرڻ کپي.

آئون ريجنٽ جي محل ۾ ڪنهن ڪم نه ڪنهن ۾ رڌل رهندو هئس. جيڪو ڪم مون کي سڀ کان گهڻو پسند هو ۽ جنهن تي مون کي فخر ٿيندو هو، اُهو هن جي انگريزي طرز جي ڪپڙن کي استري ڪرڻ هو. آئون هن جي پتلونن جي ڪريز درست ڪرڻ ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ رُڌل رهندو هئس. ان محل ۾ به وڏا مغربي طرز جا گهر هئا، جنهن جون ڇتيون ٽين جون جڙيل هيون. ان زماني ۾ تمام گهٽ آفريقن وٽ اهڙا گهر هوندا هئا ۽ اهي وڏائي جي نشاني سمجهيا ويندا هئا. محل جي مختلف حصن ۾ ريجنٽ ۽ سندس گهر ڀاتين جي رهائش هئي. هڪ حصو منهنجي ۽ جسٽس جي لاءِ مخصوص هو.

مڪيڪزويني ۾ منهنجي زندگي تي ٻن شين جو ڳوڙهو اثر هو. سردار جي بالادستي

۽ چرچ جي عظمت. ان وقت تائين مون کي انهن ٻنهي ادارن جي باهمي جڳهڙي جو احساس نہ هو. ريورنڊ ميٿيولو جي شخصيت ۾ عيسائين کي متاثر ڪندڙ هڙئي عنصر موجود هئا. هو بہ ريجنٽ جيان عوام جي محبت جو مرڪز هو ۽ محترم شخصيت جو مالڪ هو. بلڪہ روحاني معاملن ۾ ڪيس ريجنٽ تي فوقيت حاصل هئي. آفريقي عوام جي فتحن جو رستو، چرچ جي مشنري ڪردار جي بدولت ڪلندو نظر ٿي آيو. حڪومتي ادارن جا ڪلارڪ ۽ ٻيا ڪارندا، ايتري قدر جو پوليس جو سپاهي، هڙئي مشنري اسڪولن مان تعليم حاصل ڪندا هئا ۽ ان وقت اهي ”عهدا“ آفريقي رهاڪن جي بلند ترين خواهشن جو درجو رکندا هئا. هن جو وعظ ۽ مذهبي گيتن جو انداز ڪافي اثرائتو هو. هن جي مذهبي ۽ آفريقي فطرت جي مظهرن جي عقيدت طور ڪيئي شيون هڪ جهڙيون هيون. هو هڪ قادر مطلق، دانا، حڪيم ۽ گناهن تي سزا ڏيندڙ خدا جو تصور پيش ڪندو هو.

آئون ڦونو ۾ فقط هڪ پيرو ديول ويو هئس ۽ اهو بہ رڳو پنهنجي امڙ جي خاطر، يعني جنهن ڏينهن مون کي بپتسمون ڏنو ويو. پر مڪيڪزويني ۾ مذهب منهنجي زندگي جو اهم حصو هو. آئون هر آچر تي ريجنٽ ۽ سندس زال سان گڏ ديول ويندو هئس. ريجنٽ مذهب جي معاملي ۾ ڪافي سنجيده هو. هڪ آچر جو اسان پر واري ڳوٺ جي ڇوڪرن سان راند جو بندوبست ڪيو هو ۽ آئون ماٺ مٺيءَ ۾ ڪسڪي ويس ۽ چرچ نہ ويس. پر اهڙو گناهہ مون ٻيهر ڪڏهن بہ نہ ڪيو. ڳورو هجي يا ڪارو، هڙئي ريجنٽ جي عزت ڪندا هئا. سڄي معاشري جي زندگي هن جي چوڌاري گهمندي هئي. مون کي محسوس ٿيو تہ قبيلي جي سرداري ئي لچڪ ٿوت ۽ طاقت جو سرچشمون آهي. جنهن جي وسيلي انسان هر قسم جو اثر رسوخ، مرتبو ۽ عهدو حاصل ڪري سگهي ٿو. ليڊر شپ جي باري ۾ منهنجا سيئي نظريا، ريجنٽ ۽ سندس دربار جي ڳوڙهي اڀياس جي اثر هيٺ تخليق ٿيا. محل ۾ منعقد ٿيندڙ قبائلي اجلاس مون اکين سان ڏٺا ۽ انهن مان گهڻو ڪجهہ پرايو. هتي هر قسم جا قومي مسئلا، ويندي انگريزي ظلم ۽ ڏاڍ بہ بحث هيٺ ايندو هو. انهن ۾ سيني ماٺهن کي شرڪت جي عام موڪل هئي. ريجنٽ جي چوڌاري قبيلي جا چڱا مڙس وينل هوندا هئا. جيڪي قبائلي تاريخ ۽ روايتن کان چڱي طرح واقف هوندا هئا. اها جڻ ريجنٽ جي پارليامينٽ ۽ عدالت هئي. انهن ميڙن وقت محل ۾ ڏاڍي رونق هوندي هئي. ٿمبولينڊ جا رئيس ۽ معزز گڏ ٿيندا هئا. ريجنٽ اجلاس جو افتتاح، سيني جي ٿورن ۽ ميڙ جي مول ۽ متن جي بيان سان، ڪندو هو. پوءِ هو سڄي اجلاس ۾ خاموش رهندو هو ۽ ماٺهو بحث ۽ مباحثو ڪندا هئا. هر شخص کي ڳالهائڻ جي مڪمل آزادي هئي. اجلاس ۾ موجود، هڙئي ماٺهو هڪجهڙي حيثيت جا سمجهيا ويندا هئا. سردار ۽ ماتحت ۾ ڪوبہ ويڇو نہ هوندو هو. اهو نج قسم جي جمهوريت جو هڪ سنو مظاهرو هوندو هو. ڪو بہ ڪنهن جي تقرير ۾ مداخلت نہ ڪندو هو. منجهند جي ماني جو انتظار بہ هوندو ۽ آئون اڪثر ايترو ڪائي وٺندو هئس، جو پيٽ ۾ سور محسوس ڪندو هئس.

پر آئون حاضرين جي تقريرن کي بہ ڌيان سان ٻڌندو هئس ۽ هر هڪ جي ڳالهائڻ جي انداز ۽ ان جي اهم نقطن کي نوٽ ڪندو هئس. ڪيترا مقرر ڊگهيون ڊگهيون تقريرون ڪندا هئا. ڪيترا تہ اهڙا بہ هوندا هئا، جيڪي بحث هيٺ آيل مسئلي تي ڏاڍي سٺي گفتگو ڪندا هئا. ڪي فقط جذباتي ڳالهيون ڪندا هئا، پر اهڙا بہ هوندا هئا جيڪي نهايت سنجيدگي سان بحث ۾ حصو وٺندا هئا.

ماڻهو دل کولي ريجنٽ تي تنقيد ڪندا هئا. حقيقت ۾ هو ئي تنقيد جو اصل نشانو هوندو هو. پر هو خاموشي سان سڀ ڪجهہ ٻڌندو رهندو هو ۽ ڪنهن بہ جذباتي رويي جو اظهار نہ ڪندو هو. نہ وري پنهنجي بچاءُ ۾ ڪجهہ چوندو هو. چڱن مڙسن جو اهوميڙ ڪيترائي ڪلاڪ هلندو هو ۽ پڇاڙي عام طور تي اجتماعي حل جي شڪل ۾ هوندي هئي. هتي جمهوريت جو مطلب هي هو تہ سڀني جون ڳالهيون ٻڌيون وڃن ۽ سڀني گڏجي قوم جي حيثيت سان فيصلو ڪيو. ان ميڙ ۾ اڪثريت جي حڪمراني جو ڪو بہ تصور نہ هو. نہ وري اقليتن کي، اڪثريت ڪچلڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. پڇاڙي ۾ ريجنٽ خطاب ڪندو هو ۽ سڄي بحث کي سهيڙي ڪاونسل جي فيصلي جو اعلان ڪندو هو، پر ڪو بہ فيصلو ٿاڦڻ جي ڪوشش بلڪل نہ ڪئي ويندي هئي. سڀني کان آخر ۾ ويٺلن مان ڪو شخص، عام طور تي شاعر، قديم حڪمرانن جي شان ۾ قصيدو پڙهندو ۽ هلڪي انداز ۾ موجوده سردار تي ٽوڪ ٽڙي بہ ڪندو هو. سڀ ماڻهو ريجنٽ سميت کلي کلي کيرا ٿي پوندا هئا.

بحيثيت قائد، مون سدائين انهن اصولن جي پيروي ڪئي، جن جو مشاهدو مون ريجنٽ جي محل ۾ ڪيو. مون ڪوشش ڪئي تہ پنهنجي راءِ پيش ڪرڻ کان اڳ هر شخص جي ڳالهہ ڌيان سان ٻُڌان. عام طور تي هيئن ٿيو، جو منهنجي راءِ فقط مجلس جي گڏيل فيصلن جي ترجماني جو اظهار ڪرڻ تائين محدود رهي. مڪيڪزويني ۾ ئي مون آفريقي تاريخ ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. هيستائين مون فقط "زهوسا" قوم جي عظيم شخصيتن جي باري ۾ ٻڌو هو. پر محل ۾ قيام جي دوران آفريقا جي ٻين قومن ۽ قبائلي بادشاهن ۽ حڪمرانن جي داستان کان بہ واقف ٿيس. اهي داستان ۽ ڪارناما، مون وقت بوقت محل ۾ ايندڙ سردارن ۽ چڱن مڙسن کان ٻڌا. پنهنجي مسئلن ۽ ڪيسن مان واندا ٿي، اهي ماڻهو گڏجي ويهي ماضي جي واقعن جو ذڪر ڪندا هئا. آئون انهن جي آسپاس پيو ڦرندو هئس ۽ ڌيان سان هنن جون دانشمندانہ ڳالهيون ٻڌندو هئس. شروع شروع ۾ اهي وڏا ۽ چڱا مڙس مون کي پنهنجي محفل ۾ ويهڻ جي اجازت نہ ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ تون اڃا ٻار آهين. ڪو چوندو هو تہ وڃ پاڻي ڀري اچ. ڪو وري چانهہ آڻڻ لاءِ چوندو هو. پر پوءِ منهنجوشوق ڏسي هنن مون کي پاڻ وٽ ويهڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي. هاڻي مون کي خبر پئي تہ ڪيترا آفريقي هيرو ٻاهرين تسلط جي خلاف جدوجهد ڪندا آيا آهن. انهن بهادرن جي ياد سدائين منهنجي دل ۽ دماغ کي روشن ڪندي رهي.

مون سدائين ريجنٽ جي ان اصول کي ياد رکيو تہ"هڪ قائد جو مثال هڪ دراڙ

ڇهڙو آهي. هو ٻڌ جي پويان پويان هلندو آهي. اڳيان ويندڙن کي اهو احساس ئي نہ ٿيندو آهي تہ سندن رهنمائي تہ سيني جي پويان رهندڙ ڪري رهيو آهي."

انهن ڇگن مڙسن ۾ سڀ کان وڏيڪ همت ڏياريندڙ حڪايتون "ڪنگ نگوبينگ ڪوڪا" خاندان جو عظيم فرزند زويلي جوئي، پنهنجي وڏي عمر جي باوجود بہ، ڏاڍي جوش ۽ خروش سان بيان ڪندو هو. هو بادشاهہ جي ذاتي بهادري، سخاوت ۽ اعلىٰ انساني ڪردار کان سواءِ، هن جي فوج جي بهادري وارن ڪارنامن جا تفصيل بہ ٻڌائيندو هو. آئون، جيتوڻيڪ زهوسا قوم جي ڪارنامن ۾ دلچسپي رکندو هئس، پر انهن محفلن جي بدولت آئون آفريقي تاريخ جي وسيع ميدان کان آشنا ٿيس ۽ تبيلي جي سوڙهي ماٽريءَ مان نڪري آفريقي سورمن جي ڪارنامن کان باخبر ٿيس. جوئي چيف، ڳورن جي خلاف دل جي باهہ ڪڍندو هو. هن جو چوڻ هو تہ انهن ئي ماڻهن زهوسا قوم کي ٽڪرن ۾ ورهايو آهي ۽ ڀاءُ کي ڀاءُ کان جدا ڪيو آهي. هن ٿمبو ماڻهن کي ٻڌايو تہ هنن جي اصل سردار تہ ڳوري رنگ جي باعصمت راڻي آهي ۽ سمنڊ پار رهي ٿي ۽ هو هن جي رعيت آهن. پر اُن سفيد راڻيءَ ڪارن ماڻهن کي غربت ۽ ذلت، غداري ۽ بي وفائي کان سواءِ بيو ڇا ڏنو آهي. اها راڻيءَ جي شيطانيت آهي. "جوئي چيف" جي ان قسم جي حڪايتن ۽ برطانيا جي خلاف فرد جرم، مون کي ان قوم جي باري ۾ ڪاوڙائي وڌو. مون محسوس ڪيو تہ هنن ماڻهن مون کي دوکو ڏنو آهي. مون کي ايئن لڳو، ڄڻ هنن منهنجو پيدائشي حق کسي ورتو آهي.

چيف چوندو هو: "ڳورن جي اچڻ کان اڳ سڀ آفريقي، ٿمبو، پونڊو،زهوسا، زولو سڀ هڪ پيءُ جو اولاد هئا ۽ امن ۽ سڪون سان، ڀائپي واري نموني پاڻ ۾ رهندا هئا. پر ڳورن هنن جي ڀائيچاري کي تباهہ ڪري ڇڏيو. اهي ڳورا زمين جا بکيا ۽ لالچي هئا. ڪارن، هوا ۽ پاڻي وانگر زمين ۾ بہ هنن کي شريڪ ڪري ورتو. پر ڳورن هنن کان زمين ايئن کسي، جيئن ڪو ڪنهن جو گهوڙو کسيندو آهي."

هيستائين انگريزي نصابي ڪتابن مان مون کي اهو پتو پيو هو تہ ڏکڻ آفريڪا جو ملڪ 1652ع ۾ جان وان ربيڪ، جي راس اميد ۾ اچڻ سان وجود ۾ آيو هو. پر هاڻ معلوم ٿيم تہ اهو بلڪل ڪوڙ هو. بنتو ڳالهائڻ وارن ماڻهن جي تاريخ ڏيندن، سرسبز ميدانن ۽ ماٽرين جي هن ڪنڊ ۾ هزارين سال پراڻي آهي.

قونو، بهرحال هڪ ننڍو ڳوٺ هو. ريجنٽ کي منهنجو اوڏانهن وڃڻ پسند نہ هو. هن جو خيال هو تہ اتي وڃي خراب صحبت ۾ پئجي ويندس. ريجنٽ منهنجي والده کي منهنجي باري ۾ اطلاع ڏيندو رهندو هو ۽ آئون جڏهن بہ اتي ويندو هئس تہ هوءَ مون کان هڪ هڪ ڳالهہ پڇندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن ريجنٽ منهنجي والده ۽ ڀيڻن کي محل ۾ بہ گهرائيندو هو.

هڪ ڀيري امڙ مون کي هڪ پوڙهي مائي ۽ هڪ مسافر جو قصو ٻڌايو. پوڙهي مائي جي اکين ۾ موتيو لهي آيو هو. هن مسافر کي مدد جي درخواست ڪئي، پر مسافر اکيون

ڦيري ورتيون. ايتري ۾ هڪ ٻيو مسافر اچي پهتو ۽ پوڙهيءَ کيس پنهنجون اکيون صاف ڪرڻ جي درخواست ڪئي. جيتوڻيڪ ٻي مسافر کي اهو ڪم دل وٽان نه لڳو، پر هن پوڙهي مائي جي اها فرمائش پوري ڪري ڇڏي. اوچتو معجزاتي طور تي پوڙهي جي ٻنهي اکين تان ڇلڪا لهي هيٺ ڪري پيا ۽ اها نوجوان ۽ ٺاهوڪي ڇوڪري بنجي وئي. پوءِ هن ان مسافر سان شادي ڪري ورتي ۽ اهو مسافر هڪ امير ۽ خوشحال شخص بنجي ويو. ان ڪهاڻي مان اهو پيغام ملي ٿو ته نيڪي ۽ ڀلائي جي ڪمن جو انسانن کي اهڙن اهڙن طريقن سان سٺو بدلو ملي ٿو، جو ان جي وهم ۽ گمان ۾ به نه هوندو آهي.

جڏهن آئون مڪيڪزويني آيس ته شروع ۾ منهنجا همعصر مون کي هڪ ڳوٺاڻو ڇوڪرو سمجهندا هئا، جيڪو محل جي آب هوا جي قابل ڪونه هو. مون پنهنجو پاڻ کي ماحول موجب بنائڻ ۽ شهري نظر اچڻ جي پوري ڪوشش ڪئي. هڪ ڏينهن ديول ۾ مون کي هڪ پياري دوشيزا نظر آئي. اها وني هئي، پادري متيولو جي ننڍي ڌيءَ. هن مون کي پسنديده نظرن سان ڏٺو. هوءَ مون سان گڏ ٿورو پريرو ٻاهر تائين به وئي. پر هن جي وڏي ڀيڻ "نومامپوندو" مون کي هڪ ڄٽ ۽ جاهل ڇوڪرو سمجهندي هئي. هن ونيءَ کي چيو "هي ڄٽ ڳوٺاڻو آهي ۽ ريورنڊ متيولو جي ڌيءُ جي لائق ڪونهي." ۽ پوءِ هن پنهنجي ننڍي ڀيڻ کي قائل ڪرڻ جي لاءِ هڪ ڏينهن مون کي پنهنجي گهر مانجهاندي جي دعوت ڏني. آئون هيستائين گهر ۾ ڇري ۽ ڪنڊي سان کائڻ جو عادي نه هئس. ماني واري ٽيپائيءَ تي ان شرارتي ڇوڪري ڪڪڙ جي گوشت جو هڪ سخت ٽڪر رکي ڇڏيو، جيڪو ڇري ۽ ڪنڊي سان قابو ۾ نه آيم. نيٺ مون گوشت هٿن ۾ جهليو ۽ وات ۾ وجهي چٻاڙڻ لڳس. مون محسوس ڪيو ته وڏي ڀيڻ منهنجي اها حرڪت ڏسي مرڪي هئي ۽ ننڍي ڀيڻ طرف ڏسندي رهي، ڄڻ چئي رهي هجي "ڏٺئي! مون اڳ ئي توکي چئي ڇڏيو هو." ان ڏينهن آئون ڪڪڙ جي گوشت مان ڪجهه وڌيڪ لذت ماڻي نه سگهيس.

پوءِ ، وڏي ڀيڻ ننڍي ڀيڻ کي صاف صاف چئي ڏنو ته "هن قسم جي ڄٽ ڇوڪري جي سڏ ۾ تون پنهنجي سڄي زندگي تباهه ڪري ڇڏيندينءَ." پر منهنجي ان ڄٽ پائي جي باوجود به، هن جي منهنجي شخصيت ۾ دلچسپي ڪانه گهٽي. اڳتي هلي اسان جا رستا به جدا ٿي ويا ۽ اسين هڪ ٻئي کان پري ٿي وياسين. هوءَ ڪنهن ٻي اسڪول ۾ داخل ٿي وئي ۽ ماسترياڻي بڻجي وئي. ڪجهه وقت تائين اسان جي پاڻ ۾ خط و ڪتابت رهي. پر پوءِ مون کي هن جي باري ۾ خبر پئجي نه سگهي ته هوءَ ڪيڏانهن وئي. بهرحال، ان وقت تائين آئون ماني جي ميز جي ادب ۽ آداب کان چڱي طرح واقف ٿي چڪو هئس.



آئون سترنهن سالن جو هئس، جڏهن ريجنٽ فيصلو ڪيو ته مون کي "مرد" بنجڻ کپي. زهوسا روايتن موجب ان جو مطلب "طهرن" جي رسم ادا ڪرڻ هو. قبائلي رسم ۽ رواج موجب طهر نه ويندل نر، نه پنهنجي پيءُ جي دولت جو وارث بنجي سگهيو ٿي ۽ نه شادي ڪري سگهيو ٿي ۽ نه وري قبيلي جي ميڙن ۾ شرڪت جو حقدار آهي. دراصل هو

مرد سمجهيو ٿي نہ ويندو هو. تنهن ڪري آئون بہ پنهنجي مرد هئڻ جي تاريخ جي شروعات پنهنجي ان طهرن جي رسم ڏينهن کان ڪيان ٿو.

پر اها طهر جي رسم فقط هڪ معمولي جراحي جو نالو ڪونهي، اسان جي قبائلي روايتن موجب، مردانگي جي حصول جي لاءِ چڱي خاشي ڊگهي تقريب جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. اصل ۾ "طهر" تہ جسٽس جو ٿيڻون هو. هاڻي ان تقريب ۾ مون سميت ڇويهن ٻين ڇوڪرن کي بہ شريڪ ڪيو ويو. رسم کان ڪيترا ڏينهن اڳ اسان کي "مباشا" درياءَ جي ڪنڌي تي واقع هڪ الڳ تلڳ ماڻري ۾ نيو ويو. جتي گاهہ ۽ ڪانن جا ننڍا گهر ٺهيل هئا. هتي اسان پنهنجي ٻالڪپڻي جا آخري ڏينهن گذاريا. هتي منهنجي ملاقات ان علائقي جي مشهور امير ڇوڪري "بنابا جي بلبيي" سان ٿي، جيڪو ڪيترا پيرا جوهانسبرگ گهمي چڪو هو. هن جوهانسبرگ جي ويجهو موجود سون جي کاڻين جو ذڪر ڪجهہ اهڙي انداز سان ڪيو، جو اسان سمجهيو تہ انهن کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ حڪمرانيءَ کان بہ وڌيڪ ڪشش جو معاملو آهي.

طهرن واري رسم کان اڳ، ڇوڪرن کان ڪنهن جرئت واري ڪارنامي ڪي سرانجام ڏيڻ جي توقع ڪئي ويندي آهي، تنهن ڪري اسان سڀني گڏجي ان رسم کان بہ ڏينهن اڳ سوئر جو شڪار ڪيو. اسان رات جو ٻيلي ۾ آفريقي بيئر کي چٽڪيو. سوئر ان جي بوءِ تي اهڙو تہ مدهوش ٿيو، جو سولائيءَ سان اسان جي چار ۾ ڦاسي پيو ۽ اسان کيس جهلي باهہ ۾ پچائي کاڌو. طهرن واري رات اسان جي جهوپڙي جي ويجهو ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناچ جي تقريب منعقد ڪئي وئي. اها محفل ايتري تہ دل کي خوش ڪندڙ هئي، جو اسان ٻي ڏينهن پاڻ سان پيش ايندڙ واقعي کي بلڪل وساري ڇڏيو. صبح جو سوير اسان سڀني ڇوڪرن کي قطار ۾ ويهاريو ويو. جتي سنڌن ماءُ پيءُ ۽ ٻيا مٽ مائٽ بہ موجود هئا. طهر ڪرڻ جي لاءِ هڪ جهونو قبائلي حجام موجود هو. طهر، ڇوڪرن جي بهادري ۽ صبر جي اظهار جو هڪ اهم موقعو سمجهيو ويندو هو. جسم کي سُن ڪندڙ ڪنهن بہ دوا جو استعمال نہ ڪيو ويندو هو ۽ اها توقع ڪئي ويندي هئي تہ جيئن ئي حجام جسم جو گهربل حصو ڪٽي، ڇوڪرو زور سان نعرو هڻي "آئون مرد آهيان." رڙيون ڪرڻ مردانگي جي خلاف سمجهيو ويندو هو. واري واري سان سڀني ايئن ئي ڪيو. جسٽس بہ زوردار نعرو هنيو. پنهنجو واري اچڻ تي مون ڪافي تڪليف محسوس ڪئي، ائين لڳم، ڄڻ منهنجي رڳن ۾ باهہ ڊوڙي وئي هجي. مون پنهنجي ڪاڌي هٿن سان دٻائي ۽ ڪيترن سيڪنڊن کان پوءِ مون کي نعرو ياد آيو ۽ مون رڙ ڪئي "آئون مرد آهيان." پر مون کي ڪافي ڦڪائي ٿي. ٻيا ڇوڪرا مون کان ڪافي مضبوط ۽ بهادر ثابت ٿيا. هنن مردانگي جو نعرو منهنجي نسبت وڌيڪ تيزي ۽ جلدي مان هنيو هو. مون پنهنجي تڪليف لڪائڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي ۽ سوچيم هڪ ڇوڪرو تہ گوڙ ڪري سگهي ٿو. پر هڪ مرد کي پنهنجو درد لڪائي رکڻ کپي.

هاڻي آئون زهوسا قوم جي هر مرد جي زندگي ۾ درپيش نهايت اهم مرحلي مان

ڪاميابي سان نڪري چڪو هئس. هاڻي آئون شادي ڪري ٿي سگهيس. پهنجو گهر ٺاهي ٿي سگهيس. ٻني ٻاري جي ذميداري سنڀالي ٿي سگهيس. برادريءَ جي ڪونسل جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ جو حقدار هئس، جتي منهنجي خيال کي سنجيدگي سان ٻڌي سگهجيو ٿي. طهرن جي رسم مهل مون کي هڪ ٻيو نالو به ڏنو ويو "ڊالي ڀنگا" ڀنگا، ٽرانسڪي جي روايتي حڪمران جماعت کي چوندا آهن ۽ آئون ان جو بنيادي رڪن هئس. اهو نالو زهوسا روايتن موجب منهنجي پهرين ٻنهي نالن کان به وڌيڪ اهم هو ۽ ان ڪري آئون پنهنجي لاءِ "ڊالي ڀنگا" جا لفظ ٻڌندي فخر محسوس ڪندو آهيان.

طهرن جي رسم جي پڄاڻي تي اسان کي واپس جهوپڙين ۾ نيو ويو. هر جهوپڙي ۾ سڪل ڪاٺيون ٻاريون ويون هيون، جن جو دونهون ڪڪرن جيان نڪري رهيو هو. اسان کي چيو ويو ته زمين تي پيٽ ڀر ليٽي پئو، ائين زخم جلدي ڀرجي ويندؤ. تنهن کان پوءِ اسان کي سڄي بت تي هڪ اڇي رک ملڻ جي لاءِ چيو ويو هو. اهو سفيد چاڪ جو پاؤڊر اسان جي پاڪيزگي جي علامت طور استعمال ڪرايو ويو. مون کي ياد آهي ته ان ۾ اسين ڇڳا موچارا ڀوت لڳي رهيا هئاسين. ڪيترن ئي ڏينهن جي تنهائي کان پوءِ اسين صبح جو سوير دريا تي وياسين ۽ ٿڌي پاڻي سان وهنتاسين. واپسيءَ تي اسان جي جسم تي هڪ ڳاڙهي رنگ جي مٽي ملي ويئي. جنهن کي هر ڇوڪري جي جسم تان ان ڇوڪريءَ کي ڪرڇي لاهڻو هو، جنهن سان هن جي شادي متوقع هئي.

هاڻي اڪيلائي جي وقت جي پڄاڻي تي ۽ اسان جو سمورو سامان جهوپڙي سميت ساڙيو ويو. اهڙي طرح اسان جي ننڍپڻ جو خاتمو ٿيو ۽ مرد بڻجڻ جي شروعات ٿي. اسان جي استقبال لاءِ هڪ شاندار تقريب ڪوٺائي وئي. جنهن ۾ اسان جي مٽن، مائٽن، يارن دوستن ۽ مقامي سردارن شرڪت ڪئي ۽ اسان کي سوکڙيون پاکڙيون ڏنائون. مون کي به وهڙا ۽ چار رڍون مليون. ان کان اڳ مون وٽ ڪجهه به ڪين هو. هاڻي آءُ اوچتو امير ماڻهو ٻڻجي ويس. عجيب احساس هو. جسٽس کي سڄو ڏڻ تحفي ۾ مليو. پر مون کي ڪائنس ڪوبہ ساڙ ۽ حسد نه هو. بهرحال، هو هڪ بادشاهه جو پٽ هو ۽ آئون وڌ ۾ وڌ بادشاهه جو ڪاؤنسلر بنجي ٿي سگهيس. ان ڏينهن مون پنهنجو پاڻ کي ڏاڍو طاقت ور ۽ معزز محسوس ڪيو. منهنجي چال چلت ۾ چڱو موچارو فرق اچي ويو هو. جڻ آئون اڳين کان ڊگهو، مضبوط ۽ سگهاري جسم جو مالڪ ٿي ويو هجان. هاڻي مون کي توقع هئي ته هڪ ڏينهن آئون گهڻو دولت مند ۽ پئسي وارو ٿي، وڏي مرتبي وارو ٻڻجي ويندس.

ان ڏينهن سڀ کان اهم خطاب سردار ميليڪلي جو هو. پر هن جي تقرير ٻڌي اسان جون هڙئي تمنائون ۽ خواهشون اونداهيون ٿي ويون. هن تقرير جي شروعات ۾ طهرن جي ان رسم جي صديون پراڻي تاريخ بيان ڪئي، هن جو خطاب ڏاڍو اثرائتو هو. پر اوچتو هن چوڻ شروع ڪيو: "اسين زهوسا قبيلي جي هنن صحتمند نوجوانن ۽ خوبصورت پٽن کي، جيڪي اسان جي قوم جو اهم سرمايو آهن، ڪجهه به ڏيئي نه ٿا سگهون، اسين هنن جي جوان مردي جا خواب پورا ٿيندي ڏسي نه ٿا سگهون. اهي هڙئي خواب ڪوڙا آهن، ڇو ته

اسين سڀ زهوسا قوم سميت ڏکڻ آفريقا جا ماڻهو مفتوح قوم آهيون. اسين پنهنجي ئي ملڪ ۾ غلام آهيون. اسين پنهنجي زمين جا مقاطعي دار آهيون. اسان کي پنهنجي وطن جي سرزمين تي ڪو به اختيار حاصل ڪونهي، اسان جا نوجوان شهرن ۾ وڃي محنت مزدوري ڪرڻ تي مجبور ٿيندا، پر خوشحالي انهن جي ڀاڱ ۾ نه هوندي. هو کاڻين ۾ پنهنجي صحت برباد ڪري ڇڏيندا. هنن جو رت چوسيو ويندو. هو ڪڏهن به سچ جا ڪرتا ڏسي نه سگهندا ته جيئن ڳورا ماڻهو خوشحال زندگي گذاري سگهن. اسان جا سردار، اسان جا فوجي، اسان جا دانشور سڀ بي اختيار آهن. اڄ جيڪي نوجوانن کي سوڪڙيون ڏنيون ويون آهن، سي هڙئي بيڪار آهن، ڇو ته اصل ۾ حقيقي تحفو، جيڪو کين پيش ڪرڻ کپي، اهو اسان جي وس ۾ ڪونهي. اهو آهي آزادي ۽ خودمختياري. اسان جي جوانن جي قابليت، انهن جي ذهانت ۽ سندن آئيندي جون تمنائون برباد ٿي رهجي وينديون. آئون جيترو به جلد ٿي سگهي، موت جي ڀاڪر ۾ وڃڻ ٿو چاهيان، جيئن پنهنجي خدا کي ٻڌائي سگهان ته منهنجي قوم جي ماڻهن کي جيئري ئي دفن ڪيو ويو آهي.“

سڀ ماڻهو خاموش ويٺا ٻڌي رهيا هئا. اُداس پر ڪاوڙيل. حاضرين اهو سڀ ڪجهه ٻڌڻ نه پي چاهيو، جيڪو سردار ميليڪلي چئي رهيو هو. مون کي چڱي طرح ياد آهي ته مون به ان قسم جون ڳالهيون ٻڌڻ نه پي چاهيون. موّن کي هن جي تقرير ٻڌي بيحد افسوس ٿيو. ”هو شايد تعليم جي اهميت ۽ انهن جي فائدن کان سراسر بي خبر هو. جيڪي ڳورن ماڻهن اسان جي ملڪ کي عطا ڪيون هيون. ڳورا زحمت نه پر اسان جي لاءِ رحمت آهن. هي سردار بنهه ناشڪرو انسان آهي.“ مون سوچيو. ”هن جا خيال اسان جي احساسن کي برباد ڪري رهيا هئا.“ پر خبر ڪونهي، ڇو جلد ئي هن جا خيال منهنجي دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ويا. هنن منهنجي اندر هڪ ٻج پوکي ڇڏيو. جيتوڻيڪ ان ٻج کي مون ڊگهي عرصي تائين پنهنجي دماغ ۾ سمهاري رکيو. پر هو ڦٽڻ جي لاءِ تڙپندو رهيو هو ۽ پوءِ مون کي محسوس ٿيو ته ان ڏينهن وارو مقرر، دراصل اهو ”ڇٽ“ سردار نه پر آئون پاڻ هئس.

تقريب جي پڄاڻي تي آئون اٽيس ۽ اڪيلو ئي اڪيلو دريا طرف وڃڻ لڳس. مون ان کي ڏيان سان ڏٺو ۽ منهنجو تصور، گهڻو پري هندي وڏي سمنڊ جي ساحلن تائين وڃي پهتو، جتي اهو ڇوڙ ڪري ٿو. آئون دريا جي پرينءَ پار ڪڏهن به نه ويو هئس ۽ ان کان وڌيڪ دنيا جي باري ۾ ڪا به خبر نه هيم. سچ لهڻ جي ويجهو هو. آئون جلدي جلدي ان هنڌ وڃي پهتس، جتي جهوپڙيون سڙي رهيون هيون. جيتوڻيڪ اتي وڃڻ جي منع هئي. پر آئون پنهنجو پاڻ کي روڪي نه سگهيس، اتي رک جا به ڍڳ هئا ۽ هڪ اڌ سڙيل وڻ بيٺو هو. رک جي ان ڍڳن ۾ منهنجو ننڍپڻ گم ٿي چڪو هو، جيڪو مون قونو ۽ مڪيڪزويني‌ءَ ۾ گذاريو هو. جيڪو ڏاڍو حسين، پيارو ۽ غم و الم کان ناآشنا هو. هاڻي آئون مڪمل مرد هئس. هاڻ آئون ڪڏهن به ”لڪ ڇپ“ راند ڪيڏي نه سگهندس. نه وري مڪئي جا سنگ چورائي سگهندس. نه ڳئون جي ٿڻ مان کير جا گوها پي سگهندس. آئون اتي اڪيلو بيٺو ننڍپڻ جو ماتم ڪري رهيو هئس.

پنهنجي ڀيڻ ڪيترن ئي سالن جيان ريف جي سون جي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ شايد منهنجي قسمت ۾ لکيل نہ هو. ريجنٽ مون کي ڪيترائي ڀيرا چيو: ”ڳورن جي کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ تنهنجي لائق ڪونهي.“ مون کي تہ مستقبل ۾ سباتا جو مشير بڻجڻو هو. تنهن ڪري ضروري هو تہ آئون پڙهيل ڳڙهيل شخص بڻجان. تنهن ڪري زندگي ۾ پهريون ڀيرو مون کي ”مباشا دريا“ اُڪري، ڪلارڪ بري جي بورڊنگ انسٽيٽيوٽ ۾ داخلا وٺڻ جي لاءِ ”انگ ڪوبو“ وڃڻو پيو. ان سلسلي ۾ منهنجي لاءِ هڪ خاص الوداعي تقريب جو بندوبست ڪيو ويو. هڪ رڍ ڪُني وئي، ڳائڻ ۽ وڄائڻ ٿيو. ريجنٽ مون کي منهنجي مردانگي جي نشان طور بوٽن جو هڪ نئون جوڙو ڏنو، جنهن کي مون پالش ڪري خوب چمڪايو ۽ هو بذات خود مون کي پنهنجي فورڊ ۾ ”انگ ڪوبو“ ڇڏڻ ويو هو. هو پاڻ بہ انسٽيٽيوٽ جو شاگرد رهي چڪو هو، ۽ هاڻ سندس پٽ جسٽس بہ اتي پڙهي رهيو هو. ان زماني ۾ ”ڪلارڪ بري“ ٿمبوليند ۾ آفريقي عوام جو اعليٰ ترين تعليمي ادارو تصور ڪيو ويندو هو. ان ۾ ثانوي تعليم جو بندوبست هو. هڪ استادن جي سکيا جو ادارو بہ هوءِ ڪي ٻيا پيشہ ور مضمون بہ پڙهايا ويندا هئا. سفر جي دوران ريجنٽ مون کي انسٽيٽيوٽ ۾ سُٺي چال چلت ۽ رويي جي هدايت ڪئي ۽ ٻڌايو تہ اسان جي قوم جو هر بادشاهہ، پنهنجي ولي عهد کي اعليٰ عيسوي تعليم جي حصول ۽ سٺي حڪمران بڻجڻ جي لاءِ ان انسٽيٽيوٽ جي منتظم پادري ”هيرز“ جي حوالي ڪري ٿو. اهو هڪ ڳورو ٿمبو آهي ۽ مقامي ماڻهن سان دلي تعلق رکي ٿو.

ريجنٽ ۽ سندس زال، مون کي پنهنجي ٻارن وانگر چاهيندا هئا ۽ هو مون کي ”ٽيٽم فولو“ جي نالي سان سڏيندا هئا. جنهن جو مطلب ”بابا وڏو“ آهي. هن جو چوڻ آهي تہ جڏهن آئون گهڻو سنجيدو ٿيندو آهيان تہ”ڏاڏو يا نانو“ نظر ايندو آهيان. مڪيڪزويني ۾ جيتوڻيڪ ڪيترن ئي ڳورن رهاڪن کي ويجهڙائي کان ڏسڻ جو موقعو مليو. مثلاً يورپي واپاري، حڪومت جا آفيسر، مئجسٽريٽ ۽ پوليس جا ماڻهو وغيره. پر انهن سان روبرو ملڻ جو ڪڏهن بہ اتفاق نہ ٿيو. ڇو تہ ريجنٽ ڪڏهن بہ اهڙو موقعو نہ ڏنو. پر ’هيرز‘ جي باري ۾ هن جا خيال ٿورو مختلف قسم جا هئا. هن چيو تہ ”ريورنڊ جي عزت ۽ احترام ائين ڪج، جيئن منهنجي ڪندو آهين.“ ڪلارڪ بري، نسبتاً هڪ وڏو شهر هو. انسٽيٽيوٽ جي عمارت انگريزي طرز جي هئي. ڪيترائي تدريسي ڪمرا ۽ هال هئا. هڪ لئبرري بہ هئي ۽ شاگردن جي لاءِ هاسٽل کان سواءِ پيون رهائشگاهون بہ هيون. هتي اچي مون کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو تہ آئون ڪنهن مغربي ماحول ۾ زندگي گذاري رهيو آهيان. هتي جي دنيا ۽ ان جا اصول ۽ قاعدا منهنجي لاءِ بلڪل نوان هئا. ريجنٽ مون کي ”ريورنڊ هيرز“ جي خدمت ۾ پيش ڪيو، مون اتي ٻيهي ساڻس هٿ ملايو. زندگي ۾ اهو پهريون موقعو هو، جو مون ڪنهن”ڳوري“ سان هٿ ملايو، هو هڪ نفيس ماڻهو هو. ريجنٽ منهنجو تعارف ڪرائڻ وقت ڪيس ٻڌايو تہ منهنجي تربيت شاهي صلاحڪار طور ٿيڻ کپي ۽

انسٽيٽيوٽ ۾ منهنجو خاص خيال رکيو ويجي. پادري صاحب ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چيو ته اسان جي اداري ۾ عملي ڪمن جي به تربيت ڏني ويندي آهي. تنهن ڪري مون کي هو پنهنجي باغيچي ۾ ڪم جي ذميداري سونپيندو. ريجنٽ واپس موٽڻ مهل مون کي ڪيسي خرچيءَ جي لاءِ هڪ پائونڊ جو نوٽ ڏنو. اها سڀ کان وڏي رقم هئي، جنهن جو آئون اڄ ڏينهن تائين مالڪ بڻيو هئس. مون ساڻس واعدو ڪيو ته ڪيس ڪنهن به طرح مايوس نه ڪندس.

"ڪلارڪ بري ڪاليج" عظيم ٿمبو بادشاهه. "نگوبنگ ڪوڪا" جي طرفان ڏنل زمين تي تعمير ڪيو ويو هو. منهنجو خيال هو ته ان عظيم حڪمران جي نسل جي هڪ فرد جي حيثيت سان مون کي خاص احترام جي نظرن سان ڏٺو ويندو، پر مون کي سخت مايوسيءَ کي منهن ڏيڻو پيو ۽ ڪنهن به مون ڏانهن ڪو خاص ڌيان نه ڌريو. ساٿي شاگرد هجن يا استاد، ڪنهن به اهو ڄاڻڻ جي تڪليف گوارا ڪانه ڪئي ته آئون ڪهڙي عظيم رتبي واري حڪمران قبيلي سان تعلق ٿو رکان. پوءِ خبر پيم ته هن اداري ۾ مون وانگر ڪيترن ئي ٻين حڪمران گهراڻن جا سپوت موجود آهن. منهنجي ڪا خاص حيثيت ڪونهي. آئون سمجهي ويس ته هتي مون کي وراثت جي نالي تي نه پر پنهنجي قابليت جي سهاري رستو ناهڻون پوندو. پوءِ اهو راند جو ميدان هجي يا ڪلاس روم.

ٻي ڏينهن صبح جو سوير اسين پهرين ماڙ تي ڪلاس روم ۾ گهڙياسين. ڪمري جو فرش خوبصورت ڪاٺ سان ٺهيل هو. اڄ مون نوان بوٽ پاتا هئا. هن کان اڳ ڪڏهن به مون کي بوٽ پائڻ جو اتفاق نه ٿيو هو. تنهن ڪري قدرتي طور تي آئون ڏاڍي ڏکيائي سان پير کڻي هلي رهيو هئس. هڪ ٻه پيرا ته آئون ٿڙيس ۽ ڪرندي بچيس. مون محسوس ڪيو ته مون کان اڳ ڪلاس ۾ ويٺل ٻه ڇوڪريون منهنجي هلڻ کي ڌيان سان ڏسي رهيون هيون. شوخ ڇوڪري ٿوري وڏي سڏ ٻيءَ کي چيو، "لڳي ائين ٿو ته هي ڳوناٺو ڇوڪرو بوٽ پائڻ جو عادي ڪونهي" ۽ ان تي ٻي ڇوڪري ٽهڪ ڏنو. مون کي سخت ڪاوڙ لڳي ۽ پريشاني ۾ ڇڻ چريو ٿي پيس. ان جو نالو"ميتونا" هو. مون دل ۾ پڪو پهه ڪيو ته ان ڇوڪريءَ سان ڪڏهن به ڪين ڳالهائيندس. پر هوريان هوريان مون پنهنجي نفس کي ماريو ۽ ٻيو ته مون کي بوٽ پائڻ جي عادت به ٿي وئي. تنهن ڪري هوءَ منهنجي سٺي دوست بڻجي وئي. اهڙي دوست جنهن سان آئون پنهنجو اندر سَلي ٿي سگهيس. مون کي مٿس مڪمل ڀروسو هو. منهنجي اندر ۾ جيڪو ڊپ ۽ ڪمزوريون لڪيل هيون، جن جو اظهار آئون شايد مردن جي اڳيان ڪرڻ جي جرئت ڪري نه سگهان ها. "ڪلارڪ بري" ۾ مون انسٽيٽيوٽ جي تعليمي ۽ غير تعليمي سرگرمين ۾ سرگرميءَ سان حصو وٺڻ شروع ڪيو. اسين "لان ٽينس" ۽ "فوٽ بال" ڪيڏندا هئاسين، پر منهنجي ڪارڪردگي عام طور تي وچٿري هوندي هئي.

اسان جا استاد نيڪ ناڪ پڙهيل هوندا هئا. ڪيترن کي ته يونيورسٽيءَ جون ڊگريون به هيون، جيڪي ان زماني ۾ ناياب شيون هونديون هيون. هڪ ڏينهن آئون ۽

ميٿونا گڏجي ويهي پڙهي رهيا هئاسين ۽ مون کيس ٻڌايو تہ شايد آئون انگريزي ۽ تاريخ جي مضمونن ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهان. ميٿونا مون کي دلاسو ڏيندي چيو "ان ۾ گهبرائڻ جي ڪا بہ ڳالهہ ڪونهي. اسان جي استاد تلابا پهرين آفريقي عورت آهي جنهن جي بي اي ڪيل آهي. هوءَ اسان کي ڪڏهن بہ فيل ٿيڻ نہ ڏيندي" اسان جو هڪ ٻيو آفريقي استاد مسٽر بن هلاسلاد بي. اي هو. اسين هن جو بي حد احترام ڪندا هئاسين. ان ڪري نہ تہ هو گهڻو تعليم يافتہ هو، پر ان ڪري تہ هو انسٽيٽوٽ جي منتظم "ريورنڊ هيري" جي سامهون بي ڌڙڪ ڳالهائيندو هو. سڀ ڳورا استاد هن جي سامهون جهڪندا رهندا هئا، پر "هلاسلا" هن سان برابر جي سطح تي ملندو هو. هو سڌو هن جي آفيس ۾ هليو ويندو هو ۽ پنهنجو ٽوپلو بہ نہ لاهيندو هو. ضروري هوندو هو تہ اختلاف راءِ بہ رکندو هو. "ريورنڊ هيرز" زبردست منتظم شخصيت جو مالڪ هو. هن جو اداري ۾ وڏو رعب ۽ دٻدٻو هو. ڳورا ۽ ڪارا استاد هڙئي هن کان ڊنل هوندا هئا. هو ٿوري ڪوتاهي بہ برداشت نہ ڪندو هو. "ڪلارڪ بري" انسٽيٽيوٽ، هڪ عام تعليم گاهہ بدران ڪو ملٽري اسڪول لڳندو هو. شاگرد هن جي ڊپ کان هَڇيل رهندا ها. پر باغيچي ۾ هو مختلف قسم جي شخصيت هوندو هو. ريورنڊ جي باغيچي ۾ ڪم ڪرڻ سان مون کي ٻيٽو فائدو رسيو. هتي مون کي باغباني سان سڄي زندگي جو پيار مليو ۽ آئون ڀاڄيون پوکڻ سکيس ۽ ان جي بدولت آئون پادري صاحب ۽ سندس گهراڻي سان متعارف ٿيس. ۽ اهو پهريون سفيد فام گهراڻون هو، جنهن سان منهنجو گهرو لاڳاپو پيدا ٿيو. بهرحال، مون ڏٺو تہ ريورنڊ هيرز جا ٻہ رخ هئا. هڪ هن جو "پبلڪ فيس" ۽ ٻيو پرائيويٽ. ۽ اهي ٻئي رخ هڪ ٻئي کان بلڪل مختلف هئا. هو هڪ ڪشاده دل وارو شريف انسان هو، جيڪو سنجيدگي سان آفريقي نوجوانن جي تعليم جي اهميت جو قائل هو. هو اڪثر ڪجهہ نہ ڪجهہ سوچيندو رهندو هو. اهو نيڪ مقصد ۾ رڌل بي لوث انسان منهنجي لاءِ هڪ اهم ماڊل بڻجي ويو. هُن جي زال هن جي ابتڙ ۾ گهڻو ڳالهائڻ جي عادي هئي. پر ڏاڍي پياري عورت هئي. هو اڪثر ڪري باغيچي ۾ ايندي هئي ۽ ڪافي دير مون سان ڳالهيون ڪندي رهندي هئي ۽ مون کي مکئي جا پڳل داڻا پيش ڪندي هئي، جن جو ذائقو اڃا تائين محسوس پيو ٿيندو آهي.

هڪ واقعو مون کي ياد آهي تہ هڪ ڏينهن مون پادري صاحب جي باغ ۾ وڃي ماٺ منيءَ ۾ مکئي جا ڪجهہ سنگ پٽيا ۽ اتي ئي پچائي کائي ويس. هڪ ڇوڪري اهو سڀ ڪجهہ ڏسندي رهندي، هن وڃي ريورنڊ کي ٻڌايو. اها خبر ريجنٽ جي زال تائين بہ پهتي. هن مون کي چڱي طرح دپ پٽي ۽ چيو "تو خدا جي هڪ غريب بندي کان ماني کسي آهي ۽ سڄي گهراڻي کي لڄايو اٿئي. توکي ان جي ضرور سزا ملندي." مون کي ان ڏينهن ڊپ ۽ ندامت جو مليل جليل گهرو احساس ٿيو.

مون پنهنجي محنت جي ٻل تي جونيئر اسڪول جو ڪورس، ٽن سالن بدران ٻن سالن ۾ مڪمل ڪري ورتو ۽ مون کي بي حد ذهين شاگرد سمجهيو وڃڻ لڳو. پوءِ جڏهن

مون "ڪلارڪ بري" کي ڇڏيو تہ ميتونا کي بہ وڃائي ويٺس. هن جا ماءُ پيءُ غريب ماڻهو هئا ۽ هو وڌيڪ تعليم جو بوجهہ سهي نہ ٿي سگهيا.هوءَ غير معمولي طور تي ذهين ۽ اعليٰ صلاحيتن جي مالڪ هئي. پر پنهنجي خاندان جي محدود وسلين جي آڌار تي هن جي صلاحيت بہ محدود ٿي رهجي وئي. اها ڏکڻ آفريقا جي هڪ عام ڪهاڻي آهي. ڪلارڪ بريءَ ۾ مون کي وسيع اُفق مليو. پر اجا آئون وڏي دل وارو انسان نہ بڻيو هئس. هتي آفريقا جي ڏورانهن علائقن مان ايندڙ نوجوانن سان منهنجون ميل ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. انهن ۾ وڏن وڏن اثر رسوخ رکندڙ گهراڻن جا نوجوان بہ شامل هئا. آئون هڪ ڳوٺاڻون نوجوان هئس. پر مون ڪڏهن بہ ڪنهن جي خلاف پنهنجي دل ۾ حسد جو جذبو نہ پاتو. آئون ڪافي معاملن ۾ هنن جي مقابلو ڪري ٿي نہ ٿي سگهيس. پر آئون پنهنجو پاڻ کي ٿمبو سمجهي فخر محسوس ڪندو هئس. مون کي پڪ هئي تہ هڪ ڏينهن مون کي هن قوم جي بادشاهہ جو صلاحڪار بڻجون آهي. منهنجي نگاهہ ڪڏهن بہ ٿمبولينڊ کان ٻاهر نہ ويئي هئي.

•

1937ع ۾ مون، 'فورٽ بيو فورٽ' جي هيلڊ ٽائون مشن اسڪول ۾ داخلا ورتي. جتي جسٽس اڳ ۾ ئي موجود هو. اوڻيهين صديءَ ۾ 'فورٽ بيو فورٽ' هڪ انگريزي فوجي چوڪي هو. جتي ڪيترين ئي لڙايون ٿيون ۽ ڳورن زهوسا ۽ ٻين ڪيترن ئي قبيلن جي زمينن تي قبضو ڪري ورتو. گذريل هڪ صدي جي عرصي ۾ زهوسا قبيلي جي ڪيترن ئي بهادر نوجوانن شهرت حاصل ڪئي. جهڙوڪ سنديلي، مخاندا ۽ موقوما. پوين ٻن کي برطانوي حڪمرانن"رابن آئي لينڊ" ۾ جلاوطن ڪري ڇڏيو ۽ هنن اتي ئي وفات ڪئي. جڏهن آئون 'هيلڊ ٽائون' پهتس تہ گذريل صديءَ جي لڙاين جا ڪيترائي ئي نشان اجا باقي هئا. فورٽ بيو فورٽ، جتي ڪجهہ وقت اڳ فقط منهنجي زهوسا قبيلي جا ماڻهو رهندا هئا. هاڻ هڪ ننڍ سفيد فام آبادي جو شهر بنجي چڪو هو.

'هيلڊ ٽائون' انهن ڏينهن خط استوا جي ڏکڻ ۾ سڀ کان وڏو آفريقي تعليمي ادارو هو. جيڪو ڪلارڪ بري کان وڌيڪ خوبصورت ۽ هڪ سرسبز ماٿريءَ ۾ هو. اتي هڪ هزار شاگرد، ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا پڙهندا هئا. اها خوبصورت عمارت، وڻن ۾ گهيريل هئي ۽ ڪنهن سرندي واري طبقي جي "علمي نخلستان" جو منظر پيش ڪندي هئي. هيلڊ ٽائون بہ ڪلارڪ بريءَ جيان ميٿوڊسٽ چرچ جو ادارو هو. جتي عيسائيت ۽ لبرل آرٽس جي تعليم، انگريزي طور طريقن موجب ڏني ويندي هئي. پرنسپال، ڊاڪٽر آرٿر ولنگٽن سگهاري هڏ ڪاٺ جو انگريز هو. جنهن کي ڊيوڪ آف ولنگٽن سان، پنهنجي نسلي تعلق تي وڏو فخر هو. هو گهٽو ڪري اسيمبلي شروع ٿيندي ئي اسٽيج تي چڙهي ويندو هو ۽ چوندو هو "آئون عظيم ڊيوڪ آف ولنگٽن جي اولاد مان آهيان، مٿين طبقي جو اهو سياستدان ۽ جرنيل جنهن واٽرلو ۾ هڪ فرانسيسي شخص نيپولين کي شڪست فاش ڏني هئي ۽ اهڙي طرح نہ رڳو يورپ جي ماڻهن پر اوهان مقامي رهاڪن جي لاءِ بہ تهذيب ۽تمدن

جي بقا جو سبب بڻيو." هن جي تقرير تي اسين ڏاڍي جوش سان تاڙيون وڄائي، دل ئي دل ۾ پرنسپال صاحب جا ٿورائتا ٿيندا هئاسين ته هيڏو وڏو ماڻهو، اسان آفريقين کي تعليم يافته بنائڻ جي لاءِ تڪليفون وٺي رهيو آهي.

ان اسڪول جي تعليمي زندگي ڏاڍي ڏکي هئي. صبح جو ڇهين وڳي گھنٽي وڄندي هئي. ماني کائڻ واري ڪمري ۾ جتي شاهه انگلستان جارج ڇهين جي هڪ وڏي تصوير لڳل هوندي هئي، اسين ناشتو ڪندا هئاسين، هر شاگرد پنهنجي ڪيسي جي حساب سان ناشتو ڪندو هو. منهنجو گذران عام طور تي خشڪ توسٽ تي ٿيندو هو. پوءِ پڙهائي جي شروعات ٿيندي هئي. ٻنپهرن جو ماني کائڻ کان پوءِ پنجين بجي تائين پڙهندا رهندا هئاسين. هڪ ڪلاڪ جي وقفي کان پوءِ ورزش جو پيريڊ هوندو هو ۽ رات جي مانيءَ کان پوءِ ساڍي نوين تائين ڪتابن تي جھڪيل هونداهئاسين. تنهن کان پوءِ بتيون گُل ڪيون وينديون هيون. هيلڊ ٽائون ۾ زهوسا قبيلي کان سواءِ ٻين قبيلن جا ٻارڙا ۽ ٻين برطانوي بينڪن جھڙوڪ باسوٽو لينڊ، سوازي لينڊ ۽ بچوانا لينڊ مان به شاگرد ايندا هئا. اسڪول ۾ هفتيوار موڪل واري ڏينهن عام طور تي هڪ قبيلي يا برادريءَ جا شاگرد گڏجي ويهندا هئا ۽ پنهنجي ميڙ ۾ شريڪ ٿيندا هئا. آئون به پنهنجي قبيلي جي ڇوڪرن جي ميڙ ۾ شريڪ ٿيندوهئس. پر هتي مون کي هڪ غير زهوسا دوست به ملي ويو، جنهن جي موجودگيءَ ۾ آئون پنهنجو پاڻ کي بيحد جرئت وارو محسوس ڪندو هئس. اهو سوٿو زبان ڳالهائيندڙ 'زخارا موليتو' هو.

اسان جو زولاجي ٽيچر "فرينڪ لينيٽ ليلي" به سوٿو زبان ڳالهائيندڙن مان هو. هو ڏاڍو بي تڪلف ۽ رلي ملي ويندڙ هو. سندس عمر ڪا وڏي به نه هئي. هو اسان سان گڏ فٽبال به کيڏندو هو. پر سندس شهرت جو سبب هي هو ته هن اتماتا جي هڪ زهوسا ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي هئي. ان زماني ۾ ٻين قبيلن مان شاديون ڪرڻ جو گهٽو رواج نه هو. اهو پهريون شخص هو، جنهن کي مون پنهنجي قبيلي مان ٻاهر پرڻيل ڏٺو. اسان کي ٻڌايو ويندو هو ته اهڙيون شاديون حرام آهن.... پر فرينڪ ۽ سندس زال کي ڏسي منهنجا قبائلي تعصبات گهٽجڻ لڳا. تنهن ڪري قبائليت جي وڪڙ ڍري ٿيڻ لڳي. مون پنهنجو پاڻ کي 'ٿمبو زهوسا' قوم جي فرد جي حيثيت سان نه پر هڪ آفريقي جي حيثيت سان سڃاڻڻ شروع ڪيو. پر منهنجو اهو تصور اڃا اڻ پختو هو.

هاسٽل ۾ اسان جي ڪمري ۾ چاليهه بسترا هئا. وچ ۾ رستو ۽ ٻنهي پاسن ويهه ويهه بسترا. اسان جو هائوس ماستر 'ريونڊ موڪلي ٽيمي' هو، جيڪو پوءِ ڏکڻ آفريڪا جي ميٿو ڊسٽ چرچ جو پهريون آفريقي صدر بڻيو. هو ڏاڍي پياري شخصيت جو مالڪ ۽ شاگرد ۾ ڏاڍو مشهور ۽ روشن خيال انسان هو. هن اسان کي ڏاڍو متاثر ڪيو، جڏهن هو هڪ ڏينهن پرنسپال ڊاڪٽر ولنگٽن جي سامهون ٿي بيٺو ۽ پنهنجي ڳالهه مڃايائين. ٿيو هيئن جو ٻن سينئر شاگردن ۾ ڪنهن ڳالهه تان جهڳڙو ٿي پيو ۽ 'ريونڊ موڪلي ٽيمي' اهو نبيرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته ايتري ۾ پرنسپال به اچي پهتو ۽ پڇيائين ته معاملو ڪهڙو آهي؟

موڪي تيمي چيو تہ "معاملو نبيرجي ويو آهي، سپائي اوهان کي رپورٽ ڏيندس."
جيتوڻيڪ پرنسپال زور ڀريو، پر موڪي تيمي پنهنجي ڳالهہ تي اڙيو رهيو ۽ چيو "آئون هائوس ماسٽر آهيان ۽ مون اوهان کي ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ آئون ان مامري جي سپائي اوهان کي رپورٽ ڪندس ۽ بس ائين ٿي ٿيندو...." اسين سڀ حيران بيٺا ڏسي رهياسين. اسان اڳ ۾ ائين ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو تہ هڪ ڪارو شخص، ڊاڪٽر ولنگٽن جي سامهون ائين بہ جمي بيهي سگهي ٿو. اسان ڪنهن "ڌماڪي" جا منتظر هئاسين. پر پرنسپال چيو "ٺيڪ آهي" ۽ هليو ويو. مون ان وقت محسوس ڪيو تہ بهرحال ڊاڪٽر ولنگٽن ڪنهن ديوتا کان گهٽ شخصيت آهي ۽ ريورنڊ موڪي تيمي، ڪنهن اردليءَ کان وڌيڪ آهي ۽ اهو بہ تہ ڪنهن ڪاري کي، هر حال ۾ ڪنهن ڳوري جي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ نہ کپي، پوءِ اهو ڳورو پلي ڪيترو بہ سينيئر ڇو نہ هجي.

'ريورنڊ موڪي تيمي' ڪاليج ۾ ڪيترن ئي سڌارن جو قائل هو. هن حڪم ڏنو هو تہ ڊسيپلين جا ذميدار خود شاگرد ئي هوندا. هن اسان جي کاڌي پيتي جي شين کي وڌيڪ بهتر بنائڻ تي بہ ڌيان ڏنو. پر هن جي جنهن حڪم خاص طور تي اسان کي ڊيڄاري ڇڏيو هو. اهو هي هو تہ آئنده هر آچر جي ڏينهن جي منجهند واري ماني ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا هال ۾ گڏجي کائيندا. دراصل آئون ان قدم جو سخت مخالف هئس. آئون اجا سوڌي ڪانٽي ۽ ڇري سان ماني کائڻ جو هيراڪ بہ نہ ٿيو هئس ۽ نہ ئي چاهيم تہ تيز نگاهن وارين ڇوڪرين جي سامهون مون کي ڪنهن پريشاني کي منهن ڏيڻون پوي. پر ريورنڊ نہ مڃيو. هن پنهنجو حڪم هلايو ۽ هر آچر جو ڊائننگ هال مان مون کي اڌ ڍؤ، اڌ بک سان اٿڻون پوندو هو. پر هيلڊ ٽائون ۾ راندين ۾ مون ڏاڍو نالو ڪڍيو، هتي راندين ۽ ڪسرت جو سٺو بندوبست هو. مون باڪسنگ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ ڊگهي ڊوڙ جي ٽيم ۾ خاص طور تي شرڪت ڪندو هئس. منهنجي ڊگهي قد، مون کي ڏاڍو فائدو پهچايو. اهڙي طرح، مون کي ڪافي دير ڪاليج جي هُل ۽ هنگامي کان ڌار رهڻ جو موقعو ملي ويندو هو.

ڪاليج جي ٻي سال ۾ مون کي پريفڪيٽ بڻايو ويو. منهنجي ڊيوٽي نهايت غير دلچسپ هئي. مون کي ڪمري جون دريون صاف ڪندڙ ڇوڪرن جي نگراني جو فرض ادا ڪرڻون پوندو هو. پوءِ مون کي رات جي ڊيوٽي تي لڳايو ويو. ان فرض جي ادائيگي جي دوران مون کي اخلاقي طور تي هڪ گومگو جي صورتحال کي منهن ڏيڻون پيو. پر مون پنهنجي طرف کان ان جو بهترين حل ڳولهي ڪڍيو. هاسٽل جي طهارت خانا اصل عمارت کان ٿورو پريرو هئا. هڪ رات جو مون پندرنهن سورنهن شاگردن کي پيشاب خاني ۾ وڃڻ بدران هاسٽل جي ورانڊي ۾ پيشاب ڪندي پڪڙيو. جڏهن تہ ٻاهر مينهن وسي رهيو هو. مون انهن جا نالا نوٽ ڪيا، جيئن ٻي ڏينهن قاعدن ۽ قانون جي خلاف ورزي ڪرڻ تي ڪين سزا ڏئي سگهجي. پر صبح جو سوير آئون چا ٿو ڏسان تہ هڪ ٻيو پريفڪيٽ بہ اها ئي حرڪت ڪري رهيو آهي. جنهن جي ڪري مون رات جو ٻين شاگردن کي جهليو هو. مون

سوچيو. جيڪڏهن پريفڪيٽ پاڻ ئي قاعدن جي پابندي نہ ٿو ڪري تہ هو ٻين شاگردن کان پابندي ڪيئن ڪرائي سگهندو. پر اتي پريفڪيٽ کي قانون کان مٿانهون سمجهيو ويندو هو. تنهن ڪري مون اهو سوچيو تہ جيڪڏهن آئون هن جي شڪايت نہ ٿو ڪري سگهان تہ پوءِ ٻين شاگردن جي شڪايت ڇو ڪريان. مون نالن جي فهرست ڦاڙي ڇڏي ۽ ڪنهن جي بہ خلاف ڪارروائي نہ ڪئي.

'هيلڊ ٽائون' جي آخري سال هڪ اهڙو واقعو پيش آيو جيڪو منهنجي لاءِ ٻاٽ اونداهي ۾ تيز روشني جي ڌار ثابت ٿيو. هڪ ڏيهاڙي اعلان ڪيو ويو تہ عظيم زهوسا شاعر"ڪرونو مقهايي" اسان جي ڪاليج جو دور ڪندو. مقهايي واقعي بہ آفريقي عوام جي تاريخ ۽ موجوده حالتن ۽ واقعن کي پنهنجي شاعري جو موضوع بنائيندڙ ناليرو شخص هو. اسين سڀ ڪاليج جي هال ۾ گڏياسين. سيئي استاد، ڪارا ۽ ڳورا بہ موجود هئا. هال جي هڪ طرف وڏو اسٽيج نهيل هو ۽ ان جو هڪ دروازو ڊاڪٽر ولنگٽن جي رهائشگاهہ طرف ٿي کُليو. ان دروازي مان ڊاڪٽر ولنگٽن کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ شخص جو لنگهڻ نہ ٿيو هو. اوچتو اهو دروازو کليو ۽ اسان حيران ٿي عجب مان ڏٺو تہ دروازي مان ڊاڪٽر ولنگٽن نہ نڪتو، پر هڪ شيدي همراهہ جنهن کي چيتي جي کل وارو لباس پاتل هو ۽ ان قسم جو ٽوپلو پڻ. هڪ هٿ ۾ نيزو جهلي اچي رهيو هو. هڪ گهڙي کان پوءِ ڊاڪٽر ولنگٽن بہ سندس پويان آيو. ان دروازي مان انهي هال ۾، ڪنهن شيدي ماڻهوءَ جي لنگهي اچڻ سان اسان جي جسمن ۾ برقي لهر ڊوڙي وئي. ان تاثر کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ ممڪن ئي ڪونهي. ايئن لڳي رهيو هو، ڄڻ ڪائنات درهم برهم ٿي وئي هجي. ڊاڪٽر ولنگٽن ۽ شاعر"ڪروني مقهايي"اسٽيج تي گڏ ويهي رهيا. اسين ڏاڍي ڏکيائي سان پنهنجي جذبن تي قابو پائي رهيا هئاسين، پر جڏهن مقهايي ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ اسان کي ڏاڍي مايوسي ٿي، منهنجو تصور هي هو تہ هيڏو وڏو آفريقي شاعر ۽ هيرو، هڏ ڪاٺ جو ڊگهو، جوشيلو ۽ تيز هوندو. پر اتي سواءِ سندس لباس جي ٻي ڪا بہ شئي غير معمولي نہ هئي. هن زهوسا زبان ۾ هوريان هوريان تقرير شروع ڪئي، ڄڻ لفظن کي ڳولهي ڳولهي اُٿي رهيو هجي. هو اسٽيج تي هيڏي هوڏي، اڳيان پويان قدم کڻي رهيو هو، پوءِ هن پنهنجو نيزو مٿي کنيو. جيڪو اوچتو پردي جي تارن سان ٽڪرايو ۽ هڪ زوردار آواز هال ۾ ٻُري اٿيو ۽ پردو هيٺ ڪري پيو. شاعر پنهنجي نيزي ۽ پوءِ پردي جي تارن ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ نظرون اسان تي کپائي، هڪ نئين پرجوش آواز ۾ چوڻ لڳو "نيزي ۽ پردي جي تارن جو ٽڪراءَ، در حقيقت آفريقي ۽ يورپي ڪلچر جي وچ ۾ ٽڪراءَ جو هڪ عمدو مثال آهي." پوءِ هن جو آواز اجا بہ بلند ٿي ويو "نيزو آفريقي تاريخ جي صداقت ۽ عظمت جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ اهو ڪنهن آفريقي سورمي جي قوت جو پرتوو آهي. پر اها لوهہ جي تار مغربي صنعت ڪاري جو مثال آهي، جيڪو پورهيت تہ آهي، پر ظالم ۽ چالاڪ آهي ۽ منجهس روح ڪونهي. آئون جيڪو ڪجهہ اوهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو، اها نيڪي آهي، جيڪا مقامي آهي ۽ بدي جيڪا ٻاهران آيل آهي، انهن جي وچ ۾ ڪليل جنگ آهي. اسين

انهن پرڏيهين ڪي جيڪي اسان جي تهذيب ۽ ثقافت کي حقير ٿا سمجهن، پنهنجي قوم تي غالب اچڻ جي موڪل ڪونه ڏيندا سين. مون کي پڪ آهي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن، آفريقي عوام کي حملي آورن تي سوڀ حاصل ٿيندي. اسين انهن ڳورن باطل خدائن جا ڪافي عرصي تائين شڪار بنيا رهيا آهيون، پر هاڻ جلد انهن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪنداسين."
مون کي پنهنجي ڪنن تي يقين ئي نہ پي آيو تہ ڇا ڪو شخص ڊاڪٽر ولنگٽن ۽ ڳورن ماڻهن جي موجود هوندي اهڙي بي باڪي سان ڳالهائڻ جي جرئت ڪري سگهيو ٿي! آئون تہ هيستائين کين پنهنجو محسن سمجهندو رهيو هئس.

پوءِ، هن پنهنجو هڪ نظم ٻڌايو. ان نظم ۾ هن يورپ جي ماڻهن، فرانسيسي، انگريز ۽ جرمن، سڀني کي مخاطب ٿي چيو هو: "اوهين لوڀ ۽ ۽ لالچ جا مجسما آهيو. اوهان جي سڄي وٺ پڪڙ ۽ ڊوڙ ڊڪ معمولي شين جي حاصلات لاءِ آهي. وڃو! مون اوهان کي ڪهڪشان عطا ڪئي." ۽ هن پنهنجي نيزي سان آسمان جي طرف اشارو ڪيو. پوءِ هن ايشيا، اتر ۽ ڏکڻ آمريڪا جي مختلف قومن جي لاءِ مختلف ستارا مخصوص ڪيا. آخر ۾ هن آفريقا کنڊ ۽ ان جي مختلف قومن ۽ قبيلن جو ذڪر ڪيو ۽ انهن کي مختلف تارن جي جهرمر سان پيٽ ڏني. هو لڳاتار اسٽيج تي ناچ جي انداز ۾ گهمندو ڦرندو رهيو ۽ پنهنجو نيزو لهرائيندو رهيو. اوچتو هو بيهي رهيو ۽ پوءِ چيائين: "او زهوسا قوم جا پٽڙؤ! آئون اوهان کي سڀ کان اهم ترين روشن ستارو عطا ٿو ڪيان. اهو آهي وهائو تارو، زهره! اوهين بهادر ۽ قابل فخر نوجوان آهيو." اهي لفظ چئي هن پنهنجو ڪنڌ ڇاتيءَ تائين جهڪايو ۽ اسين هڙئي جوش ۽ جذبي ۾ مگن ٿي اُٿي کڙا ٿياسين. اسين زور زور سان تاڙيون وڄائي رهيا هئاسين ۽ نعرا هڻي رهيا هئاسين. منهنجي دل م آيو تہ ايئن ئي تاڙيون وڄائيندو رهان. آئون پنهنجو پاڻ کي ڪنهن "چونڊيل قوم" جو اهم فرد تصور ڪري رهيو هئس. منهنجي جسم ۾ ڄڻ ڪرنٽ ڊوڙي رهيو هو.

مقهايي، آفريقي اتحاد ڪان ٿيندي نج قبائلي ڳالهہ تي تان ٽوڙي هئي. مون کي ان تي ڏاڍي حيرت ٿي. پر تنهن جي باوجود بہ مون مستقبل ۾ آفريقي سگهہ کي ڳورن سان ٽڪرائيندي ڏسي ورتو هو. مون کي آفريقي هئڻ سان گڏ پنهنجو زهوسا هئڻ تي بہ فخر محسوس ٿيو. بلڪ جڏهن مون 'هيلڊ ٽائون' کي خدا حافظ چيو تہ پهرين پنهنجو پاڻ کي زهوسا ۽ پوءِ آفريقي سمجهي رهيو هئس.

•

1960ع ۾ مون کي 'يونيورسٽي ڪاليج فورٽ هيري' ۾ داخلا ملي وئي. ان وقت نہ فقط ڏکڻ آفريقا، پر سڄي آفريقا کنڊ جي مقامي رهاڪن جي لاءِ اهو واحد رهائشي اعليٰ تعليم جو ادارو هو. مون جهڙن ڪارن نوجوانن جي لاءِ آڪسفورڊ، ڪيمبرج ۽ هارورڊ وغيره سڀني جو نعم البدل اهو ئي هنڌ هو. ريجنٽ جي خواهش هئي تہ آءٌ فورٽ هيري ۾ تعليم حاصل ڪريان، تنهنڪري هو اُتي منهنجي داخل ٿيڻ تي ايترو سرهو ٿيو، جو هن مون کي منهنجي زندگي جو پهريون سوٽ خريد ڪري ڏنو، جيڪو ڊبل برسٽ خاڪي

رنگ جو هو، مون اهو پائي پنهنجو پاڻ کي نوجوان ۽ "وڏو" محسوس ڪيو. ان وقت منهنجي عمر ايڪيهہ سال هئي ۽ آئون يونيورسٽي ۾ ڪنهن کي بہ پاڻ جهڙو سمارٽ نہ سمجهندو هئس. مون محسوس ڪيو تہ آئون دنيا ۾ سوپ طرف وک وڌائي رهيو آهيان. آئون ڏاڍو خوش هئس تہ ترت ئي ريجنٽ کي پنهنجي تبيلي جو هڪ اهڙو فرد ملڻ وارو آهي، جيڪو يونيورسٽيءَ جي ڊگري ورتل آهي. هن جو پٽ جسٽس، هيلڊ ٽائون ۾ ئي رهي پيو. هو پنهنجو گهڻو وقت راندين ۾ حصو وٺي گذاريندو هو. ڪيس اعليٰ تعليم سان ڪا گهڻي دلچسپي نہ هئي. انهيءَ يونيورسٽي جو بنياد 1916ع ۾ اسڪاچ مشن وارن ان هنڌ تي رکيو هو، جتي اوڻيهين صدي ۾ انگريزن زهوسا قوم جي ويڙهاڪ ۽ سورهيہ حڪمران سنديلي کي شڪست ڏني هئي. هتي ملڪ جي اترينءَ حصي جو تمام وڏو قلعو اڏيو ويو هو ۽ "ٽيومي دريا" جي ڪنڌيءَ وٽ هڪ ٽڪري تي يونيورسٽي اڏي وئي.

يونيورسٽي ڪاليج ۾ ڪل ڏيڍ سئو شاگرد هئا. انهن مان ڪيترن کي آئون ڪلارڪ بري ۽ هيلڊ ٽائون کان ئي سڃاڻندو هئس. پر 'ڪي ڊي متزيمان' سان هتي آئون پهريون ڀيرو مليو هئس. هو عمر ۾ مون کان وڏو ۽ رشتي ۾ منهنجو ڀائيٽو هو. هو ڊگهي قد، سگهاري هڏ ڪاٺ وارو پراعتماد شيدي نوجوان هو. هن مون کي اعتماد ۾ ورتو ۽ مون بہ ڪيس جسٽس وانگر احترام جي نظر سان ڏٺو. اسان جي رهائش "ويزلي هائوس" ۾ هئي. جيڪا نهايت خوبصورت بہ ماڙ هاسٽل بلڊنگ هئي. اسين گڏجي ديول ويندا هئاسين ۽ فوٽ بال بہ کيڏندا هئاسين. آئون عام طور تي هن جي هدايت تي عمل ڪندو هئس. ريجنٽ پنهنجي ٻارن کي تعليم گاهہ ۾ پئسو ڏوڪڙ موڪلڻ جو قائل نہ هو. تنهن ڪري جيڪڏهن 'ڪي ڊي' پنهنجي مال ۾ مون کي ڀاڱي ڀائيوار نہ ڪري ها تہ ڪر آئون کيسن خالي هجان ها. ريجنٽ جيان هو بہ مون کي مستقبل ۾ سباتا جو صلاحڪار ٿيندو ڏسي رهيو هو. هن منهنجو ڌيان قانون جي تعليم طرف ڏياريو.

ان وقت پڙهيل لکيل انگريز ئي اسان جو ماڊل هو. اسان جو مقصد فقط "ڪارو انگريز" بنجڻ هو. اسان کي اهوئي سيکاريو ويندو هو ۽ اسين ان تي يقين بہ ڪندا هئاسين تہ بهترين فڪر ۽ نظريو، انگريزي نظريو ئي آهي. بهترين حڪومت انگريزي حڪومت آهي ۽ بهترين انسان بہ انگريز ئي آهن.

ڪلارڪ بري ۽ هيلڊ ٽاؤن جيان فورٽ هيري بہ مشينري ادارو هو. اسان کي خدا جي حڪمن جي تعميل، عملدارن جي احترام ۽ تعليمي سهوليتن جي لاءِ حڪومت ۽ ديول جو ٿورائتو هئڻ جي تاڪيد ڪئي ويندي هئي. جيتوڻيڪ اهڙن تعليمي ادارن تي، عام طور تي انهن جي انداز فڪر جي ڪري تنقيد ڪئي ويندي آهي. پر آئون سمجهان ٿو، انهن جا ڪجهہ فائدا بہ آهن. برطانوي حڪومت جي تعصب واري رويي جي مقابلي ۾ چرچ جي انهن ادارن ۾ ڪي قدر ڪليل فضا ملندي هئي. ۽ اهي ادارا اهڙن هنڌن تي قائم ڪيا ويا هئا، جتي غير ملڪي حڪمرانن انهن جي قيام کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.

فورٽ هيري ۾ آفريقا جا ڪجهہ عظيم دانشور ۽ ناميارا استاد موجود هئا. 'پروفيسر

زيڊ ڪي ميٿيوز' هڪ ڪاٿيون ڪوٽينڊڙ جو پٽ ۽ مثالي قسم جو اسڪالر هو. هو هتي سماجي ۽ آفريقي قانون جي تعليم ڏيندو هو ۽ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءِ جي ڳوري حڪومت جي ڪاروائين جي خلاف ڳالهائيندو هو. هتي 'پروفيسر جباوو' جهڙي مشهور شخصيت بہ علم و تدريس ۾ مصروف هئي. اهو پروفيسر هن يونيورسٽي جي شروعاتي استادن مان هو. هو لنڊن يونيورسٽي مان انگريزي زبان جو سَنَد يافتہ هو ۽ شاگردن کي زهوسا زبان، لاطيني تاريخ ۽ سماجي اپياس پڙهائيندو هو. هن مون کي منهنجي پيءُ جي باري ۾ ڪجھ اهڙين حقيقتن کان واقف ڪرايو، جن بابت مون کي اڳ ۾ خبر ڪانہ هئي. هو آفريقي عوام جي حقن جو علمبردار هو ۽ 'آل آفريقن ڪنوينشن' جو باني صدر پڻ هو. هن آفريقي عوام جي حقن جي ابتڙ ڪيترن ئي قانون تي زبردست تنقيد ڪئي ۽ انهن کي رد ڪيو. فورٽ هيري يونيورسٽي ۽ پروفيسر جباوو "هڪ نالو" سمجهيا ويندا هئا. يونيورسٽي ۾ پهرينءَ سال مون انگريزي ادب، سماجي پياس، سياست، لوڪل ايڊمنسٽريشن ۽ رومن ڊچ قانون جا مضمون پڙهيا. لوڪل ايڊمنسٽريشن جو مضمون مقامي معاملن جي کاتي ۾ نوڪري جي لاءِ ضروري هو ۽ آئون ان کاتي ۾ ڪلارڪ يا ترجمان بنجڻ جو خواهشمند هئس. ان زماني ۾ اهو کاتو آفريقي رهاڪن جي لاءِ نوڪري اختيار ڪرڻ جو اهم ترين ادارو هو ۽ ڳوناٺن علائقن ۾ ڪنهن مئجسٽريٽ جو ترجمان، اهميت ۽ حيثيت ۾ ان جو نائب سمجهيو ويندو هو. ٻي تدريسي سال ۾ مون مترجم ڪورس جي چونڊ ڪئي، جنهن جي شروعات ان ئي سال تي هئي.

فورٽ هيري يونيورسٽي ۾ بہ ان قسم جي حالتن سان دوچار ٿيڻون پيو، جيڪي عام طور تي ٻين تعليمي ادارن ۾ پيش ايندي آهن. اسان جونيئر شاگردن کي سڀ کان پهرين سينئر شاگردن سان، هاسٽل جي "هائوس ڪميٽيءَ "۾ پنهنجي نمائندگي جي مسئلي تي وڙهڻون پيو. سينئر شاگردن جو چوڻ هو تہ هائوس ڪميٽيءَ ۾ ڪنهن نئين شاگردن کي چونڊي نہ ٿو سگهجي. اسان هنن جي خلاف باقاعده مهم هلائي ۽ سينئرز جي زبردست مخالفت ۽ واريڊن 'ريورنڊ ڪڪ' جي مداخلت جي باوجود بہ پنهنجي مطالبي تي قائم رهياسين ۽ ڪامياب ٿياسين. اها اٿارٽيءَ جي خلاف منهنجي اولين جدوجهد جي واقعن مان هڪ اهم واقعو هو. مون محسوس ڪيو تہ جيڪو شخص انصاف ۽ حق تي هجي. طاقت ۽ قوت سدائين ان سان گڏ هوندي آهي.

فورٽ هيري ۾ مون نصابي ۽ غير نصابي ٻنهي قسمن جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪئي. هاڻي آئون وڌيڪ ڊگهي قد ۽ مضبوط جسم وارو بنجي چڪو هئس. تنهن ڪري فوٽ بال ۽ ڊگهي ڪلي ڊوڙ ۾ هيلڊ ٽائون جي نسبت وڌيڪ سرگرم رهيس. ڪليل ڊوڙ ۾ جانفشاني ۽ نظم و ضبط جي تربيت حاصل ڪئي ۽ پوءِ سڄي ڄمار، زندگي جي هر موڙ تي ان تي هليو آهيان. مون ڏٺو تہ ڪيترائي نوجوان فطري صلاحيت رکڻ جي باوجود بہ ان ڪري ڪري ناڪام رهيا تہ منجهن صبر ۽ ضبط نفس جي کوٽ هوندي آهي. آئون ڊراما سوسائٽي جو بہ ميمبر بنيس ۽ هڪ ڊرامي ۾ مون 'ابراهام لنڪن' جو ڪردار ادا ڪيو.

منهنجي ڪردار جو اخلاقي سبق هي هو تہ وڏا وڏا خطرا کڻڻ وارا ماڻهو ئي ڪاميابيون حاصل ڪندا آهن. مون 'اسٽوڊنٽس ڪرسچين ايسوسيئيشن' جي ميمبر شپ بہ حاصل ڪئي ۽ آچر جي ڏينهن ويجهن ڳوٺن ۾ وڃي ماڻهن کي بائيبل جي تعليم ڏيندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن آچر جي ڏينهن اسين ويجهي شهر 'الائيس' بہ هليا ويندا هئاسين ۽ ڪنهن هوٽل ۾ ماني کائيندا هئاسين. شهر جون اهي هوٽلون ڳورن جي ملڪيت هيون ۽ ان زماني ۾ اها ڳالهہ تصور ۾ بہ نہ هئي تہ ڪو ڪارو ماڻهو ڪنهن سامهون واري دروازي مان داخل ٿئي ۽ ڊائننگ هال ۾ ويهي ماني کائي. تنهن ڪري اسين پوئينءَ دروازي مان رڌڻي ۾ گهڙندا هئاسين ۽ پنهنجي پسند جون ڊشون وٺنداهئاسين. يونيورسٽي ۾ ئي آئون "بال روم ڊانسنگ" کان متعارف ٿيس. پر واري ڳوٺ ۾ هڪ آفريقي ڊانسنگ هال هو. پر يونيورسٽيءَ جي شاگردن تي اتي وڃڻ جي پابندي هئي. هڪ رات اسين ڪجهہ سنگتي ويس بدلائي هاسٽل مان نڪتاسين ۽ان ڳوٺ ۾ پهتاسين. پر اتي اسان کي هڪ پروفيسر ڏسي ورتو. جيتوٽيڪ هن بظاهر اسان کي ڪجهہ بہ نہ چيو، پر يونيورسٽي جي قاعدن جي خلاف ورزي جو تصور منهنجي لاءِ سخت شرمندگيءَ جو سبب بڻيو. تنهن ڪري ان ڏوهہ جو داغ ڌوئڻ خاطر مون پنهنجي تعليم تي وڌيڪ سخت محنت ۽ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. مون جهڙي ڳوٺاڻي ڇوڪري جي لاءِ "فورٽ هيري" هر لحاظ کان هڪ ماڊرن ۽ بيحد پرتڪلف هنڌ هو. مغربي معيار جي لحاظ کان شايد ايئن نہ هجي، پر منهنجي لاءِ اهو هنڌ "انڪشافن جو هنڌ" هو. اسين ماٺ منيءَ ۾ يونيورسٽي جي زرعي ايراضي تي هليا ويندا هئاسين. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ملندڙ پگهار جي باري ۾ اندازا لڳائيندا هئاسين ۽ پنهنجي گم ڪيل ڳوٺاڻي زندگي جي باري ۾ ڳالهائيندي خوشي محسوس ڪندا هئاسين. آئون اڃا سوڌي پنهنجو پاڻ کي هڪ ڳوٺاڻو ڇوڪرو ئي سمجهندو هئس.

فورٽ هيري ۾ مون پهريون پيرو پاجامو پاتو. جيڪو شروع شروع ۾ مون کي ڏاڍو تڪليف وارو محسوس ٿيو. هن کان اڳ ۾ مون ٽوٿ برش ۽ پيسٽ جو استعمال نہ ڪيو هو. اسان ماڻهو تہ ڪلهيار سان ڏند چمڪائڻ ۽ صاف ڪرڻ جا عادي هئاسين. فليش وارو ٽوائيليٽ ۽ پاڻي جو شاور بہ منهنجي لاءِ انوکي شئي هو. اُتي مون صابڻ بہ پهريون پيرو استعمال ڪيو. ڳوٺ ۾ تہ اسين نيري رنگ جو سفوف، جسم صاف ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪندا هئاسين. جيتوٽيڪ يونيورسٽي شهر جي هل ۽ هنگامن کان دور هڪ الڳ ٿلڳ دنيا هئي. پر شاگرد ٻي مهاڀاري لڙائي کان باخبر رهندا هئا. آئون برطانيا جو زبردست حمايتي هئس. ۽ اهو سوچي ڏاڍو خوش ٿيندو هئس تہ جلد ئي اسان جي پهرين تعليمي سال جي سرٽيفڪيٽ ورهائڻ واري تقريب جي صدارت ڏکڻ آفريقا ۾، انگلستان جو سڀ کان وڏو ترجمان ڊپٽي پرائيم منسٽر 'جان سموٽس' ڪندو، جيڪو ان وقت ڏکڻ آفريقا جي پاران جرمني جي خلاف جنگ جو اعلان ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري رهيو هو. جڏهن تہ وزيراعظم هرٽ زوگ، ٻي طرفدار رهڻ جو قائل هو. هرٽ زوگ تي سال اڳ گڏيل ووٽر لسٽ مان آفريقي رهاڪن جو نالو خارج ڪرڻ جي تحريڪ هلائي چڪو هو.

جڏهن تہ سموٽس ڪجهہ همدردي وارو رويو رکندو هو. هن "ليگ آف نيشنز" جي قيام ۾ بہ حصو ورتو هو. يونيورسٽيءَ جي تقريب ۾ هن جرمن جي خلاف انگريزن جي حمايت جي اهميت کي اجاگر ڪيو. مون کي ياد ٿو پوي تہ هن جي انگريزي جو لهجو بہ ايترو ئي خراب هو، جيترو خود منهنجو. جڏهن هن يورپ جي جدوجهد آزاديءَ تي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو تہ اسان سيني زور زور سان تاڙيون وڄائي کيس داد ڏنو ۽ اهوبہ نہ سوچيو تہ ان قسم جي آزادي تہ هتي اسان کي پنهنجي وطن ۾ تہ حاصل ئي ڪونهي.

رات جو اسين بي بي سي تي 'سر ونٽس چرچل' جون پرجوش تقريرون ٻڌندا هئاسين ۽ اسان جو وارڊن اسان کي جنگ جي تازي صورتحال کان واقف ڪندو هو. بهرحال، سموٽس جون تقريرون، يونيورسٽيءَ ۾ بحث مباحثي جو باعث بڻجي ويون. اسان جو هڪ ڪلاس فيلو خوگيسا ڏاڍو ذهين نوجوان هو. هن جو چوڻ هو تہ: "سموٽس نسل پرست شخص آهي، تنهن ڪري مذمت جي لائق آهي. عجيب ڳالهہ اها آهي تہ اسين پنهنجو پاڻ کي "ڪارو انگريز" سمجهون ٿا. پر ان جي باوجود انگريز باشندا اسان تي ظلم ڪن ٿا ۽ اسان کي "مهذب" بڻائڻ جون ڳالهيون ڪن ٿا. انگريز ۽ جرمن ٻئي ڳورا آهن، ڪين جيئن ئي موقعو مليو، هو ڪارن جي خلاف ٿي ويندا." خوگيسا جا خيال خطرناڪ حد تائين انقلابي هئا. جن اسان کي چرڪائي ڇڏيو هو. هڪ دوست مون کي ٻڌايو تہ خوگيسا اصل ۾ 'آفريقن نيشنل ڪانگريس' جو ميمبر آهي. ان وقت ڪانگريس جي باري ۾ منهنجي معلومات بلڪل سطحي قسم جي هئي. جرمنيءَ جي خلاف جنگ جي اعلان سان گڏ هرٽ زوگ استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ سموٽس وزيراعظم بڻجي ويو.

سياري جي موڪلن ۾ مون پنهنجي ڪاليج جي دوست "پال مهانبي" کي ٽرانسڪي اچڻ جي دعوت ڏني. هن جو پيءُ 'ريورنڊ زيچيو مهانبي' بہ پيرا آفريقن نيشنل ڪانگريس جو صدر رهي چڪو هو. تنهن ڪري هو ڪئمپس ۾ هڪ "باغي" جي حيثيت سان ڄاتو سڃاتو ويندو هو. هڪ ڏينهن اسين ٻئي ٽرانسڪي جي پوسٽ آفيس جي سامهون بيٺا هئاسين، جو هڪ ڳورو مئجسٽريٽ بہ اتي اچي نڪتو. هن پال کي ڪجهہ پئسا ڏيئي پوسٽ آفيس مان ٽڪليون آڻڻ جي لاءِ چيو. پال صاف انڪار ڪري ڇڏيو. مئجسٽريٽ لاءِ اهو انڪار سهپ کان ٻاهر هو. ان زماني ۾ اها هڪ عام ڳالهہ هئي تہ ڪو ڳورو، ڪنهن ڪاري کي ڪوبہ ڪم ڪرڻ جو حڪم ڏي. مئجسٽريٽ ڪاوڙ ۾ چيو تہ: توکي خبر آهي تہ آئون ڪير آهيان؟ پال وراڻيو: منهنجي لاءِ اهو ضروري ڪونهي تہ پڇان تہ تون ڪير آهين. بهرحال مون کي خبر آهي تہ تون ڪهڙي شئي آهين! مئجسٽريٽ تپي باهہ ٿيندي چيو: ڇا مطلب؟ تون ڇا ٿو چوڻ چاهين؟ پال وراڻيو: منهنجو مطلب آهي، تون هڪ نڱ آهين، مئجسٽريٽ ڪاوڙ ۾ ڏڙيندو داڙيندو اهو چئي روانو ٿي ويو تہ: "توکي ان جي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پوندي." ان واقعي مون کي ڏاڍو پريشان ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ مون پال جي جرئت ۽ بي باڪي کي احترام جي نگاهہ سان ڏٺو. پر مون کي ڊپ ورائي ويو هو تہ مئجسٽريٽ مون کي سڃاڻندو آهي ۽ هوضرور بدلو وٺندو. مون محسوس ڪيو تہ جي

آئون پال جي جاءِ تي هجان ها ته بلڪل ائين نه ڪريان ها. منهنجي اندر ۾ اها ايتري جرئت پيدا نه ٿي هئي. پر منهنجي دل ۾ اهو احساس اجاگر ٿيڻ لڳو ته آخر ڪارن ڪي هر روز ان قسم جي واقعن سان دوچار ڇو ٿيڻو پوي. ڪاليج ۾ واپس اچي آئون، امتحان جي تياريءَ ۾ لڳي ويس. آڪٽوبر ۾ اسان جو بي اي جو امتحان هو. مون کي خبر هئي ته اها ڊگري عوامي قيادت کان سواءِ معاشي ڪاميابي جو به پاسپورٽ آهي. اسان جا استاد اڪثر اسان کي ياد ڏياريندا رهندا هئا ته فورٽ هيري جي شاگرد جي حيثيت سان اسين آفريقي معززين جي صف ۾ شامل ٿي چڪا آهيون. مون کي پڪ هئي ته جلد ئي دنيا منهنجي قدمن ۾ جهڪي ويندي. مون سوچيو بي اي کان پوءِ آئون پنهنجي امڙ کي اها عزت ڏياري سگهندس، جيڪا بابا جي وفات کان پوءِ ختم ٿي وئي هئي. ٿونو ۾ هڪ نئون گهر ٺهرائيندس، جنهن ۾ نئون ۽ عمدو فرنيچر هوندو ۽ هڪ باغ به هوندو. پنهنجي ڀينرن کي اهي سڀ شيون آڻي ڏيندس، جن کان هو هيستائين محروم رهيون آهن. بس اهو سپنو جلد ئي ساڀيان ماڻڻ وارو آهي.

ان سال يونيورسٽي جي اعليٰ ترين شاگرد تنظيم "اسٽوڊنٽس ريپريزنٽيٽو ڪونسل" جي لاءِ منهنجو نالو تجويز ڪيو ويو. پر مون کي اها خبر ڪونه هئي ته ان جي چونڊن ۾ حصو وٺڻ جي نتيجي ۾ منهنجي زندگي جو رخ ئي بدلجي ويندو. ٿيو هيئن جو شاگردن جي هڪ اجلاس ۾، هاسٽل ۾ کاڌي پيتي جي معيار کي بهتر بنائڻ ۽ شاگردن کي وڌيڪ اختيار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ويو ۽ فيصلو ڪيو ويو، ته جيستائين اهي ٻئي مطالبا مڃيا نه ٿا وڃن، تيستائين چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو ويندو. مون به ان جي حق ۾ راءِ ڏني. پر مسخري اها ٿي جو جڏهن مقرر وقت تي يونيورسٽي انتظاميا چونڊن جو اعلان ڪيو ته فقط پنجويهن شاگردن ووٽ وڌا. باقي سڀني بائيڪاٽ جاري رکيو ۽ پنهنجو ووٽ استعمال نه ڪيو. انهن پنجويهن شاگردن قاعدن موجب پنهنجن ڇهن نمائندن کي چونڊيو، جن ۾ منهنجو نالو به شامل هو. پر اسان اتفاق راءِ سان فيصلو ڪيو ۽ پنهنجون استعيفائون "ڊاڪٽر ڪر" کي موڪلي ڏنيون، ان ۾ اها به درخواست ڪئي هئي ته جيئن ته شاگردن جي گهڻائي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو آهي، تنهن ڪري اسين پنهنجو پاڻ کي شاگردن جو صحيح ۽ جائز نمائندو نه ٿا سمجهون. "ڊاڪٽر ڪر" ڏاڍو هوشيار شخص هو. هن اسان جون استعيفائون نه منظور ڪري ورتيون، پر گڏوگڏ اهو به اعلان ڪيو ته نيون چونڊون سيائي "ڊائننگ هال" ۾ ماني مهل ٿينديون. مقصد اهو هو ته جيئن ته ان مهل سڀ شاگرد موجود هوندا، تنهن ڪري بائيڪاٽ جي گنجائش باقي نه رهندي. پر نتيجو وري به ساڳيو نڪتو. انهن پنجويهن شاگردن پنهنجا ووٽ وڌا ۽ پهرين ڇهن ئي شاگردن کي پنهنجو نمائندو چونڊيو. پوءِ جڏهن انهن ڇهن نمائندن جو اجلاس ٿيو ته مون راءِ ڏني ته جيئن ته اڪثريت چونڊن ۾ حصو ناهي ورتو، تنهن ڪري اسان کي ٻيهر پنهنجون استعيفائون ڏيئي ڇڏڻ کپن، پر منهنجي باقي پنجن ساٿين مون سان اتفاق نه ڪيو ۽ چيو ته سيئي شاگرد موجود هئا،تنهن ڪري چونڊ قاعدي موجب ٿي آهي. هاڻي اسان کي وڌيڪ احتجاج ڪرڻ جي

ضرورت ڪونهي. بهرحال مون بي پيري بہ پنهنجي استعيفا ڏئي ڇڏي. ٻي ڏينهن مون کي پرنسپال گهرايو ۽ نصحيت پرئي انداز ۾ چيو تہ پنهنجي فيصلي تي نظرثاني ڪيان. منهنجي انڪار تي ، هن مون کي چيو "وچ... هن وقت اهو معاملو ڇڏي ڏي. وڌيڪ غور ڪر ۽ سياڻي مون کي پنهنجي آخري فيصلي کان واقف ڪج." البتہ هن اهو صاف چئي ڇڏيو تہ هو ڪاليج ۾ شاگردن پاران بدنظمي برداشت نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن مان پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيس تہ مون کي ڪاليج مان ڪڍيو ويندو. مون پنهنجي سنگتي 'ڪي ڊي' سان صلاح ڪئي. هن چيو تہ اصولي طور تي تنهنجو فيصلو درست آهي، تنهنڪري ان تي قائم رهو. هاڻي جيتوڻيڪ مون کي پڪ هئي تہ آئون جيڪو ڪجهہ ڪري رهيو آهيان، اهو جائز ۽ درست آهي، پر اهو بہ سوچيندو هئس تہ ڇا منهنجو اهو رويو مستقبل جي لاءِ منهنجي فائدي ۾ هوندو! ڪٿي ائين تہ ڪونهي آئون هڪ ننڍي معاملي جي لاءِ پنهنجو سڄو ڪيريئر تہ تباهہ ڪونہ پيو ڪريان. جيتوڻيڪ مون پنهنجي تعليم جو نقصان نہ ٿي چاهيو، پر مون پختو ارادو ڪري ورتو هو تہ آئون پنهنجي ساٿين جي نظر ۾ فريبي ٿي نہ رهندس ۽ شاگرد برادري جي مفادن کي، پنهنجي ذاتي مفاد تي قربان ٿيڻ نہ ڏيندس. صبح جو آئون پرنسپال جي آفيس ۾ حاضر ٿيس ۽ ٻڌايم تہ آئون پنهنجي ضمير جي خلاف اسٽوڊنٽس ڪائونسل ۾ ميمبر جي حيثيت سان ڪم نہ ٿو ڪري سگهان. پرنسيپال ڏيان سان مون کي ڏٺو ۽ چيو تہ"مسٽر منڊيلا! مون بہ هڪ فيصلو ڪري ورتو آهي هاڻي توکي ڪاليج مان وڃڻو پوندو. تون ايندڙ سال داخلا وٺي سگهين ٿو. بشرطيڪہ اسٽوڊنٽس ڪائونسل جي ميمبرشپ وٺين. تو وٽ سوچڻ لاءِ گرمين جي سڄي منڊ آهي." مون کي ڪجهہ دير جي لاءِ تعجب ٿيو. 'ڊاڪٽر ڪر' هڪ معزز شخص هو. حقيقت ۾ هو "فورٽ هيري" جو باني هو. ان ڳالهہ جي ڪري مون کيس احترام جي نگاهہ سان ڏٺو ٿي تہ هو مون کي ٻيهر يونيورسٽيءَ ۾ اچڻ جو موقعو ڏئي رهيو آهي، پر منهنجي قسمت جو هڪ طرفو فيصلو ڪرڻ تي مون دل ئي دل ۾ هن جي مذمت بہ ڪئي. ڪونسل تان استعيفيٰ ڏيڻ منهنجو حق هو. "ڊاڪٽر ڪر" مون سان بي انصافي ڪئي هئي. هو مون کي هڪ محسن کان وڌيڪ ڊڪٽيٽر نظر آيو. سال جي پڇاڙي تي "فورٽ هيري" مان ويندي مون کي ڏک ٿي رهيو هو.

•

مڪيڪزويني واپس پهچي مون سڄي صورتحال ريجنٽ جي اڳيان رکي. هو ان واقعي تي سخت ناراض ٿيو. هن منهنجو ڪوبہ دليل ٻڌڻ کان نابري واري ۽ مون کي چيو تہ واپس ڪاليج وڃڻو ۽ پرنسپال جي هدايت موجب عمل ڪرڻو پوندو. مون پنهنجي محسن سان وڌيڪ بحث ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ خاموش رهيس. جسٽس بہ ڪلارڪ بري مان فارغ ٿي واپس اچي چڪو هو ۽ انهن ڏينهن ڪيپ ٽائون ۾ رهيو پيو هو. اسين هڪ ٻئي سان ملي ڏاڍا خوش ٿياسين ۽ گهرو معاملن ۾ مشغول ٿي وياسين. ريجنٽ جي وهٽن جي سارسنڀال کان علاوه، ٻين قبائلي سردارن سان هن جي رابطن جي نگراني بہ

منهنجي فرضن ۾ شامل هئي. "فورٽ هيري" جي اها زندگي ڪيڏي نه مختلف هئي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ريجنٽ مون کي ۽ جسٽس کي پاڻ وٽ ويهاريو ۽ ڏاڍي تحمل سان چيو "ڏسو پٽ! آئون شايد گهڻي دير هن دنيا ۾ رهي نه سگهان، پنهنجي ابن ڏاڏن وٽ وڃڻ کان اڳ آئون ضروري ٿو سمجهان ته پنهنجي ٻنهي پٽن جي مناسب طريقي سان شادي ڪريان. مون اوهان ٻنهي جي لاءِ سٺا رشتا ڳولهيا آهن." ريجنٽ، جسٽس جي شادي هڪ معزز ٿمبو شخص جي ڌيءَ سان طئي ڪئي ۽ منهنجي مقامي ٿمبو پادري جي ڌيءَ سان. اها تقريب جلد منعقد ٿيڻ واري هئي. ريجنٽ ٻڌايو ۽ چيو ته شادي جو سمورو خرچ يعني ڪنوارين جي حق مهر سميت ڇوڪرن جو پيءُ يعني ريجنٽ پاڻ ادا ڪندو. جيڪو جانورن جي شڪل ۾ هوندو.

اهو فيصلو اسان جي لاءِ حيران ڪندڙ هو. اسان بي وسي مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. پر زبان مان هڪ لفظ به ڪڍي نه سگهياسين. فيصلو ته اڳ ۾ ٿي ٿي چڪو هو. ڪجهه چوڻ جي گنجائش ته هئي ڪانه. اسين ٻئي ڪنڌ نوائي، مايوسيءَ مان ڪمري مان ٻاهر نڪري آياسين. ريجنٽ جيڪو ڪجهه ڪيو هو، اهو اسان جي قبائلي ريتن ۽ رسمن موجب هو ۽ کيس اهو فيصلو ڪرڻ جو حق حاصل هو. ڪنواريون ڪنهن تصوراتي دنيا جي مخلوق نه پر ساڳئي هڏ ۽ چم جون ٺهيل عام ڇوڪريون هيون. جن کي اسين اڳ ۾ ئي سڃاڻندا هئاسين. پنهنجي لاءِ چونڊيل ڇوڪريءَ جي گهرائي جو مداح هئڻ جي باوجود به اهو غلط ٿيندو ته جيڪڏهن آئون چوان ته هوءَ منهنجي خوابن جي راڻي هئي. هوءَ هڪ معزز ۽ محترم خاندان جي فرد هئي. قبول صورت هئي. پر آئون هن سان پرڻجي نه ٿي سگهيس. مون کي خبر هئي ته هوءَ جسٽس ۾ دلچسپي رکي ٿي. پر ريجنٽ کي ان صورتحال جي خبر ڪانه هئي. آئون اجا سياست کان وڌيڪ سماجي معاملن ۾ ڪردار ادا ڪرڻ بهتر سمجهندو هئس ۽ مون پنهنجي قبيلي جي غلط روايتن جي خلاف بغاوت جو پڪو پهه ڪيو هو. ان جي لاءِ ڪنهن حد تائين ريجنٽ به ذميدار هو. هي اهو ئي شخص هو جنهن مون کي اهڙي تعليم سان روشناس ڪرايو هو، جيڪا پراڻي قبائلي رسم ۽ رواج کي رد ڪرڻ جو باعث بڻي. آئون ڪافي سالن تائين ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي مخلوط تعليمي ماحول ۾ رهي چڱو موچارو رومانويت پسند نوجوان بنجي چڪو هئس ۽ هاڻ پنهنجي شريڪ زندگي جي چونڊ جو اختيار ريجنٽ کي ڏيڻ تي آماده نه هئس.

مون هڪ انوکو طريقو سوچيو. آئون راڻي يعني ريجنٽ جي زال سان مليس ۽ کيس اهو ته ڪونه ٻڌايم ته ڪو ريجنٽ کي منهنجي لاءِ ڪنوار ڳولهڻ جو ڪو به حق حاصل ڪونهي. بلڪ ادب سان گذارش ڪيم ته آئون راڻي جي هڪ ويجهي مائٽ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جو خواهشمند آهيان، جيڪا منهنجي لاءِ وڌيڪ مناسب رهندي. هوءَ شڪل ۽ صورت جي لحاظ کان به وڻندڙ آهي ۽ آئون تعليم مان واندو ٿي ان سان شادي ڪري سگهندس. راڻيءَ منهنجو ساٿ ڏنو. پر هوءَ ريجنٽ کي ان ڳالهه تي راضي ڪري نه سگهي. هو پنهنجو فيصلو بدلائڻ جي لاءِ تيار نه ٿيو. معاملو ڏاڍو ڏکيو هو. آئون ان شادي

لاءِ تيار نہ هئس. پر انڪار ڪري ريجنٽ جي سرپرستي کان محروم ٿيڻ بہ نہ ٿي چاهيم. اهو بہ ٿي سگهيو ٿي تہ قبيلي جي ڪنهن بي "جهوني" ڪي وچ ۾ آڻي، ريجنٽ سان صلح ۽ صفائي ٿي بي سگهي. پر آئون نوجوان هئس ۽ بي صبرو پڻ هئس. هاڻ وڌيڪ اوسيئڙو بيڪار هو. بچاءَ جو فقط هڪ ئي رستو هو... يعني فرار.

جسٽس منهنجي ان فيصليءَ تي ساڻ ڏيڻ جو واعدو ڪيو ۽ اسان سوچيو تہ ان فرار جي لاءِ بهترين هنڌ جوهانسبرگ هوندو. اسان پنهنجي منصوبي کي ڳاڍو ڳجهو رکيو ۽ پڇي نڪرڻ جي لاءِ ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ هئاسين. ريجنٽ عام طور تي جڏهن بہ سفر تي ويندو هو تہ پاڻ سان گڏ، اسان ٻنهي مان ڪنهن هڪ کي، خاص طور تي جسٽس کي وٺي ويندو هو ۽ آئون پويان رهي مڪيڪزويني ۾ هن جي اهم معاملن جي نگراني ڪندو هئس. هو اسان ٻنهي کي گڏ رهڻ جو موقعو گهٽ ڏيندو هو. اسان کي خبر هئي تہ ريجنٽ ٽرانسڪي جي قانون ساز اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ شرڪت جي لاءِ هڪ هفتو محل مان غائب رهندو ۽ ان سفر ۾ اسان ٻنهي مان ڪنهن کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي نہ ويو وڃي. اهو بهترين موقعو هو. اسان هن جي غير موجودگيءَ ۾ جوهانسبرگ وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ريجنٽ صبح جو سوير سفر تي روانو ٿي ويو. اسان پنهنجا مختصر ڪپڙا هڪ سوٽ ڪيس ۾ رکيا ۽ جيئن ئي محل مان ٻاهر نڪتاسين تہ اوچتو اسان کي هن جي ڪار باغ ۾ گهڙندي نظر آئي. اسين ڊوڙي وڻن جي اوٽ ۾ هلياوياسين. شايد ڪيس اسان جي باري ۾ شڪ ٿي پيو هو. هن هڪدم پڇيو "ڇوڪرا ڪٿي آهن؟" جڏهن ڪيس اسان جي موجودگيءَ جو يقين ٿي ويو تہ هو چوڻ لڳو "آئون پنهنجي هڪ دوا گهر وساري ويو هئس. ان لاءِ واپس اچڻو پيو اٿم." حالانڪہ اها لوڻ واري دوا، ڪيس هر هنڌ سولائي سان ملي ٿي سگهي. بهرحال هن جي ڪار جڏهن ٻهاڙن جي پويان غائب ٿي وئي تہ اسان بہ پنهنجو رستو ورتو.

اسان وٽ پئسي ڏوڪڙ جي بہ کوٽ هئي. اسان هڪ مقامي سوداگر سان ملي ساڻس ريجنٽ جي ٻن ٻلن ڏيڻ جو سودو ڪيو. هن سمجهيو تہ اهو اسين ريجنٽ جي مرضي سان ڪري رهيا آهيون، تنهن ڪري هن اسان کي چڱي موچاري رقم ڏني ۽ اسان هڪ ڪار ڀاڙي تي ڪري، جوهانسبرگ ويندڙ ٽرين تي پهچڻ جي لاءِ مقامي اسٽيشن تي پهتاسين. پر اسان جي بدقسمتي تہ ڏسو! ريجنٽ اسان جي ريلوي اسٽيشن تي پهچڻ کان اڳ ئي اتي جي انچارج کي ٻڌائي چڪو هو تہ هنن ٻن ڇوڪرين کي هرگز ٽرين جي ٽڪيٽ نہ ڏني وڃي. ڪين ٽرانسڪي ڇڏڻ جي موڪل ڪونهي. جڏهن اسين منتظم سان ملياسين ۽ ڪيس ٽڪيٽ ڏيڻ جي درخواست ڪئي سين تہ هن انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيو "اوهان جي والد مون کي ٻڌايو آهي تہ اوهين ٻئي پڇڻ ٿا چاهيو." اسين ڇرڪي پياسين. موٽي ڪار واري وٽ آياسين ۽ ڪيس اڳين اسٽيشن تائين هلڻ جي لاءِ چيوسين جيڪا اتان کان پنجاهہ ميل پري هئي. اتي پهچڻ ۾ اسان کي ڪلاڪ کن لڳو. ٽرين تہ ملي وئي، پر اسين رڳو "ڪوئينز ٽائون" تائين وڃي ٿي سگهياسين. جتي هڪ ٻي ڏکيائي درپيش هئي. چاليهہ

واري ڏاڪي ۾، ڪنهن آفريقي ماڻهو جي لاءِ سفر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو معاملو هو. سورنهن سالن جي عمر کان پوءِ هر آفريقي جي لاءِ مقامي معاملن جي کاتي پاران جاري ڪيل هڪ "پاس" جو رکڻ ضروري هو. جنهن کي ڪو به گورو آفيسر، ڪنهن به مهل چيڪ ڪري ٿي سگهيو. نه ته قيد ۽ ڏنڊ جي سزا پوڳڻي پوي ها. ان پاس ۾، جيڪا فقط آفريقي رهاڪن جي لاءِ لازمي هئي، هن جي زندگي جا بي شمار ڪوائف لکيل هوندا هئا.

مون ۽ جسٽس وٽ اهي دستاويز ته موجود هئا، پر آفريقين جي لاءِ هڪ مئجسٽريٽ کان ٻي مئجسٽريٽ جي ضلع ۾ گهڙڻ جي لاءِ ڪيس ملازم رکڻ واري شخص يا سندس سرپرست جو اجازت نامو پيش ڪرڻ به ضروري هو ۽ اهو اسان ٻنهي وٽ ڪونه هو. معاملو خطرناڪ هو. بهرحال اسان "ڪوئينز ٽائون" پهچي، ڪنهن نموني اجازت نامو حاصل ڪرڻ جو منصوبو ناهيو. اسين هڪ مائٽ جي گهر وياسين، اتي اتفاق سان اسان کي ريجنٽ جو ڀاءُ "چيف مپوندومر بيني" ملي ويو. هو اسان کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اسان جو پرجوش آڌر ڀاءُ ڪيائين. اسان ڪيس ڪوڙ ڪري ٻڌايو ته اسين ريجنٽ جو هڪ نياپو پهچائڻ جي لاءِ سفر ڪري رهيا آهيون ۽ اسان کي مقامي مئجسٽريٽ ڪٽان موڪل نامو گهرجي. ڪيس اسان جي ڪوڙ تي ڪو به شڪ نه ٿيو. هو هڪ رٽائر سرڪاري ترجمان هو ۽ مئجسٽريٽ سان واقفيت هئس. هو اسان کي مئجسٽريٽ جي آفيس وٺي ويو ۽ مقصد بيان ڪيو. مئجسٽريٽ جلدي ڪاغذ تيار ڪرايا ۽ انهن تي پنهنجي مهر هنئي. مون ۽ جسٽس هڪ ٻئي ڏانهن ڏنو ۽ مرڪي پياسين. هو اسان کي دستاويز ڏيڻ وارو هو، جو هن سوچيو ته اخلاقي طور تي ان ڳالهه جي سڌ امٽاٽا جي چيف مئجسٽريٽ کي به ڏيڻ کپي. هن ٽيليفون تي چيف مئجسٽريٽ سان گفتگو شروع ڪئي، اها اسان جي بدقسمتي هئي، جو ان وقت ريجنٽ امٽاٽا جي چيف مئجسٽريٽ سان ملاقات جي لاءِ اتي ئي موجود هو. جيئن ئي مئجسٽريٽ، چيف مئجسٽريٽ کي اسان جي معاملي کان واقف ڪيو ته هن چيو "هنن جو پيءُ ته هن وقت مون وٽ موجود آهي." اهو چئي فون، هن ريجنٽ کي ڏنو. مئجسٽريٽ ريجنٽ کي سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي ته هو ڪاوڙ مان ڇڻ ڦاٽي پيو "انهن ڇورن کي گرفتار ڪيو." هن جو آواز ايترو ته وڏو هو، جو اسين به ٻڌي رهيا هئاسين، "ڪين جلهي هڪدم هيڏانهن موڪلي ڏي." مئجسٽريٽ فون رکيو ۽ اسان کي چيو "اوهين ٻئي چور ۽ ڪوڙا آهيون، اوهان مون کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، آئون اڄهو ٿو اوهان کي گرفتار ڪرايان".

فورٽ هيري ۾ مون قانون جي تعليم مان ڪجهه سکيو هو، ان مان فائدو وٺندي پنهنجو دفاع ڪندي چيم "اهو صحيح آهي ته اسان اوهان سان غلط بياني ڪئي آهي. پر اسان ڪنهن به قانون جي خلاف ورزي نه ڪئي آهي ۽ نه وري ڪو ڏوهه ڪيو اٿئون. اسان کي رڳو ڪنهن قبائلي سردار جي چوڻ تي پوءِ اهو اسان جو پيءُ ڇو نه هجي، گرفتار نه ٿو ڪري سگهجي." مئجسٽريٽ اسان کي گرفتار ته نه ڪيو، پر هڪدم پنهنجي آفيس مان نڪري وڃڻ جي لاءِ چيو ۽ اهو به چيو ته ٻيهر هتي اچڻ جي جرئت نه ڪجو. "چيف

ميونڊمر بيني" ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ اسان کي اسان جي حال تي ڇڏي روانو ٿي ويو. جسٽس کي ياد آيو تہ هتي سنڌس هڪ دوست بہ رهندو آهي، جيڪو ڪنهن وڪيل جي آفيس ۾ نوڪري ڪندو آهي، تنهن ڪري اسين سنڌس دوست سڌني سان وڃي ملياسين ۽ ڪيس پنهنجو مسئلو ٻڌايوسين. وڪيل اسان کان پندرهن پائونڊ في ورتي ۽ چيو تہ سنڌس والد پنهنجي ڪار ۾ جوهانسبرگ وڃي رهيو آهي. آئون سائس گڏ اوهان جي سفر جو بندوبست ڪريان ٿو. پندرنهن پائونڊ تمام گهڻا پئسا هئا، پر اسان وٽ ان کان سواءِ ٻي ڪا واهہ بہ ڪانہ هئي. ائين اسين ڪار جي پوئين سيٽ تي ويهي جوهانسبرگ روانا ٿي وياسين.

رات جو ڏهين بجي ڌاري اسان کي پري کان چئني طرفن کان جڳمڳ ڪندڙ روشنين جا دائرا نظر آيا. بجلي هميشہ کان منهنجي لاءِ هڪ انوکي ۽ دلڪش شئي رهي آهي ۽ هاڻي منهنجي سامهون هڪ وشال عڪس، هڪ سڄو سارو شهر هلندو پي آيو. آئون ان خوبصورت شهر کي پنهنجي سامهون ڏسي ڏاڍو جذباتي ٿي رهيو هئس. جنهن جي باري ۾ آئون ننڍپڻ کان ٻڌندو پي آيس. جوهانسبرگ کي مون سدائين خوابن جو شهر سمجهيو. جتي هڪ غريب ڳوٺاڻو امير ڪبير شخص بنجي ٿي سگهيو. اهو شهر خطري ۽ فائدي ٻنهي جو شهر هو. اوچيون عمارتون، مختلف زبانون ڳالهائيندڙ انسانن جو هجوم، جاذب نظر ڪارون، خوبصورت انساني مجسمن ۽ خوش باش ڏاڙيلن جو، سون سان لڏيل شهر، جتي آئون جلد پنهنجو گهر اڏيندس. مون سوچيو.

جيئن جيئن اسين شهر جي ويجهو ٿيندا وياسين، ٽريفڪ جو هجوم وڌندو ويو. مون اڄ سوڌي گاڏين جو ايڏو وڏو هجوم نہ ڏٺو هو. امتاتا ۾ رستي تي ڪڏهن ڪڏهن ڪا گاڏي نظر ايندي هئي. پر هتي تہ هزارين ڪارون نظر اچي رهيون هيون، رستن جي ٻنهي پاسن مختلف شين جا چمڪندڙ سائن بورڊ لڳل هئا. عجب نظارو هو. شاهاڻيون حويليون ايترو تہ عظيم الشان هيون جو اسان جي ريجنٽ جي محل جو انهن سان ڪو بہ مقابلو نہ هو. انهن جي سامهون وڏا وڏا خوبصورت باغيچا ۽ وڏا لوهہ جا دروازا هئا. ايتري ۾ ڪار معزز خاتونءَ جي ڊيءَ جي گهر ۾ داخل ٿي. اسان کي سرونٽ ڪوارٽر ۾ رهايو ويو. جيتوڻيڪ اسين هيٺ پٽ تي ستاسين، پر جوهانسبرگ جي قيام جو تصور ايترو تہ خوش ڪندڙ هو، جو مون سمجهيو تہ رات ڪنهن نرم بستري تي گذاري آهي. ممڪنات جي ڪا بہ حد نہ هئي. آئون جڻ هڪ ڊگهي سفر جي آخري حد کي ڇهي رهيو هئس. پر حقيقت ۾ اهو هڪ بيحد ڊگهي ۽ ٿڪائيندڙ سفر جي شروعات ٿي رهي هئي. جنهن جي دوران مون کي بيشمار آزمائش سان منهن ڏيڻو هو. انهن جو ڪڏهن منهنجي تصور مان بہ گذر نہ ٿيو هو. ●

# باب پيو

# جوهانسبرگ

اسين صبح جو سوير "ڪرائون مائنز" پهچي وياسين. جوهانسبرگ جو بنياد 1886ع ۾ سون جي کاڻ جي دريافت ڪرڻ وقت رکيو ويو هو ۽ سون جي ان شهر ۾ سون جي اها سڀ کان وڏي کاڻ هئي، پر ان جون آفيسون معمولي قسم جون هيون. جڏهن ته منهنجو تصور هو ته اها هڪ نهايت شاندار عمارت هوندي. سون جي کاڻ ڪو جادوگر نه هوندو آهي. بنجر زمين، هر طرف ڌوڙ ۽ لٽ، چئني طرفن لوهه جون تارون وچايل، ڪٿي ڪو به وڻ جو چانورو نه هو. ايئن سمجهو ته ڪنهن ميدان ڪارزار جو پوائنٽو ماحول سامهون آهي. ڊرلنگ مشينن ۽ ڊائنامينٽ جي گوڙ ۽ شور سبب جڻ ڪن جا پردا ٽي ڦاٽا. جيستائين منهنجي نظر ٽي وئي، مٽي ۾ پيوت، ٽڪل ٽتل، جهڪيل چيلهه وارا شيدي مزدور نظر آيم. اهي کاڻ جي اندر ئي سنسان بارڪن ۾، ڪنڪريٽ جي نهيل، ٿلهن تي سمهندا هئا. اها ئي هنن جي مستقبل رهائش هئي. هتي سون ڪچي ڌاتوءَ جي صورت ۾ ڏاڍائي اونهائيءَ ۾ ٽي مليو. پر کاڻ مالڪن جي لاءِ اهو هند ڏاڍو فائدي مند هو. چو ته کين آفريقي پورهيت گهٽ پگهار تي ملي ويندا هئا، جن جا ڪي به حق نه هئا. ڏکڻ آفريقا ۾ سرمائيداري جو اهو نظارو، آئون پهريون ڀيرو ڏسي رهيو هئس. اهو به جڻ منهنجي تعليم جوئي هڪ حصو هو.

اسين سڌو کاڻ جي هيڊ مين 'بي ليسو' وٽ پهتاسين. ڪجهه عرصو اڳ ريجنٽ کيس درخواست ڏني هئي. تنهنڪري هو جسٽس کي سڃاڻندو هو. جسٽس کيس ٻڌايو ته آئون سندس ڀاءُ آهيان. پي لسو ٿوري ٻڌتر کان پوءِ، کاڻ ۾ مون کي پوليس مين طور ڀرتي ڪري ورتو ۽ چيو ته جيڪڏهن منهنجي ڪارڪردگي سٺي هوندي ته ٽن مهينن کان پوءِ مون کي به ڪلارڪ طور ڀرتي ڪيو ويندو. ريجنٽ جو نالو اسان ڪيُ ڏاڍو ڪم آيو ۽ اسان ٻنهي "ڪرائون مائنز" ۾ پنهنجو پنهنجو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. کاڻين جا منتظم آفريقي سردارن جو گهڻو قدر ڪندا هئا. چو ته اهڙي طرح کين آفريقي ڪارڪنن جون خدمتون سولائيءَ سان ميسر ٿي وينديون هيون ۽ هو جڏهن به شهر ايندا هئا ته کاڻين جي انتظاميا پاران کين خصوصي رهائش مهيا ڪئي ويندي ۽ ريجنٽ جي ڪري اسان ٻنهي کي خصوصي ڌيان جو حقدار سمجهيو ويو.

مائنز ۾، مختلف آفريقي قبيلن جا رهاڪو ڌار ڌار بارڪن ۾ رکيا ويندا هئا. اهڙي طرح کين پاڻ ۾ متحد ٿيڻ کان روڪڻ جي رٿا تي عمل ڪيو ويندو هو. تنهن جي باوجود

بہ نسلي طور تي مختلف خاندان ۽ برادرين سان واسطو رکندڙ ڪارڪن ۾جهيڙو جهڳڙو ٿيندو رهندو هو. ڪمپنيءَ جا ماڻهو انهن جا اختلاف ختم ڪرڻ ۾ گهڻي دلچسپي نہ وٺندا هئا. ٿمبولينڊ سان تعلق رکندڙ ڪارڪن جسٽس کي پنهنجو سردار سمجهندا هئا، هن جي عزت ڪندا ۽ آفريقي رواج موجب روڪ جي شڪل ۾ سوڪڙيون پاڪڙيون بہ ڏيندا هئا. منهنجو پگهار گهٽ هو. تنهن ڪري جسٽس مون کي ٿوري گهڻي پئسن جي مدد ڏيندو رهندو هو ۽ ايئن مون پنهنجو پاڻ کي لک پتي سمجهڻ شروع ڪري ڏنو. مون سوچيو، اڳ ۾ جيڪڏهن ڪاليج ۾ پنهنجو وقت نہ وڃايان ها تہ ڪر هڻ مهل تائين هڪ شاهوڪار شخص بنجي چڪو هجان ها. مون کي خبر ڪونہ هئي تہ قسمت منهنجي آسپاس ڪيترا چار وڇائڻ ۾ مصروف آهي.

مون رات جي چوڪيدار جي حيثيت سان پنهنجي نوڪريءَ جي شروعات ڪئي. سرڪاري يونيفارم، پيرن ۾ نوان بوٽ، مٿي تي ٽوپلو، وات ۾ سيٽي، هڪ هٿ ۾ ٽارچ ۽ ٻي هٿ ۾ ڪاٺ جو ٿلهو ڏنڊو هوندو هئم. منهنجي فرض ۾ اها ڳالهہ بہ شامل هئي تہ ڪاڻ جي ان وڏي دروازي تي بيهي رهان، جتي هڪ وڏي نوٽيس بورڊ تي لکيل هو "خبردار! هتي مقامي ماڻهن جي داخل ٿيڻ تي پابندي آهي." ۽ اينڊز ويندڙ ڪارڪن جي جهڙتي وٺان. اها نوڪري بيحد سولي هئي ۽ مون کي ڪا ڏکيائي پيش نہ آئي.

ڪاميابي جي ان نشي ۾ سرشار، مون ۽ جسٽس پنهنجي اها سڄي چالاڪي پنهنجي علائقي جي هڪ دوست کي ٻڌائي ڇڏي، جيڪو ان علائقي ۾ ڪم ڪندو هو ۽ ڪائنس قسم ورتوسين تہ هو اها ڳالهہ پاڻ تائين رکندو. پر هو سڌو"پي ليسو" وٽ ويو ۽ اسان جو سڄو راز کيس ٻڌائي ڇڏيائين. ٻي ڏينهن هن اسان ٻنهي کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو ۽ پڇيو تہ تنهنجي هن پاڻ جي نوڪري جو موڪل نامو ڪٿي آهي. جيڪو ريجنٽ توکي ڏنو هو. جسٽس وراڻيو "اهو ريجنٽ ٽپال ذريعي اوهان کي موڪليو آهي." پي ليسو، پنهنجي ميز جي خاني مان هڪ ٽيلي گرام ڪڍي ۽ چيو تہ "ريجنٽ صاحب جو نياپو آهي تہ ڇوڪرن کي هڪدم واپس گهر موڪليو وڃي." پي ليسو سخت ناراض ٿيو. "اوهان ريجنٽ جو نالو غلط نموني استعمال ڪيو آهي ۽ ناجائز فائدو ورتو آهي. آئون اجهو ٿو اوهان کي ريل تي چاڙهي ٽرانسڪي واپس اماڻيان." جسٽس احتجاج ڪيو تہ اسين هتي ڪم ڪرڻ آيا آهيون ۽ پنهنجو فيصلو پاڻ ڪرڻ جو اختيار اٿئون. پر هن نہ مڃيو ۽ اسين اتان پشيماني مان اٿي هليا آياسين.

هاڻ اسان ٻنهي هڪ نئين رٿ رٿي. جوهانسبرگ جي هڪ معزز 'ڊاڪٽر زوما' جي خدمت ۾ حاضر ٿياسين. جيڪو ٽرانسڪي جو رهاڪو ۽ ريجنٽ جو دوست هو. هو 'آفريقين نيشنل ڪانگريس' جو صدر بہ هو. اسان کيس هڪ جڙتو ڪهاڻي ٻڌائي ۽ چيو تہ نوڪري ڪرڻ ٿا چاهيون. هو اسان سان ملي ڏاڍو خوش ٿيو. مڪيڪزويني جون حالتون پڇائي. گهر وارن جي خيرت پڇي، پوءِ چيمبر آف مائنز جي هڪ عهديدار کي فون ڪري اسان جي باري ۾ ٻڌائين تہ اسين ڪنهن معزز ۽ محترم گهراڻي جا سپوت آهيون، اسان جي

لاءِ ڪنهن نوڪري جو بندوبست ڪيو وڃي. تنهن ڪري اسين "چيمبر آف مائنز" جي آفيس وياسين ۽ مسٽر ويل سان ملياسين. مون کيس ٻڌايو تہ دراصل آئون تعليم حاصل ڪرڻ جي لاءِ جوهانسبرگ آيو آهيان ۽ "يونيورسٽي آف وٽ واٽرز رينڊ" ۾ داخلا جو خواهشمند آهيان. هو منهنجي جڙتو ڪهاڻيءَ کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ چيو "آئون اوهان کي "ڪرائون مائنز" جي مئنيجر ٻي ليسو ڏانهن موڪليان ٿو. هن سان منهنجي پراڻي شناسائي آهي." اسين خوش خوش مسٽر ويل جو خط کڻي ڪرائون مائنز پهتاسين، پر ٻي ليسو، اسان کي ڏسندي ئي ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو "ڇوڪرا اوهين وري هتي اچي ويا. ڇا ڳالهہ آهي." جسٽس چيو "اسان کي مسٽر ويل اوهان ڏانهن موڪليو آهي". هن پڇيو "ڇا اوهان کيس اهو ٻڌايو تہ اوهين گهران ڀڄي آيا آهيون؟. منهنجي کاڻ ۾ اوهان جي لاءِ ڪا بہ نوڪري ڪونهي منهنجي اکين اڳيان ٽري وڃو." اتان اسان کي ڪالهہ کان بہ وڌيڪ خوار ۽ خراب ٿي نڪرڻون پيو.

هاڻي اسان جي بدقسمتي جي حد نہ هئي. صفا بيڪار هئاسين. رهڻ جي لاءِ ڪا جڳهہ نہ هئي. آئينده جو ڪو بہ پتو ڪونہ هو. منهنجو سوٽ ڪيس اڃا سوڌي، ٻي ليسو جي گهر، کاڻ جي احاطي ۾ پيو هو. مون اهو ڪنيو ۽ پنهنجي هڪ دوست بيڪششا کي چيو تہ هو وڏي دروازي تائين کڻي هلڻ ۾ منهنجي مدد ڪري. جتي هڪ ٻي مصيبت اسان جي اوسيئڙي ۾ هئي. هڪ چوڪيدار اسان جي جهڙتي وٺڻ چاهي تہ بيڪششا کيس چيو "هن ۾ ڪا بہ مشڪوڪ شئي ڪونهي." پر چوڪيدار نہ مڃيو ۽ چيو تہ اها منهنجي روز جي ڊيوٽي آهي. تنهن ڪري هن منهنجي سوٽ ڪيس جي جهڙتي ورتي ۽ ناهي نوڪي ورتي ۽ ان مان اها شئي ڳولهي ڪڍيائين، جيڪا هيستائين مون احتياط سان لڪائي رکي هئي. اها منهنجي ڪپڙن ۾ ويڙهيل ، سڀ کان هينين تهہ ۾ رکيل هئي. يعني گولين سان ڀريل ريوالور. چوڪيدار منهنجي دوست کي چيو "تون گرفتار آهين." پوءِ هن سيٽي وڄائي پنهنجي ماڻهن کي سڏيو ۽ کيس ٿاڻي روانو ڪيو. آئون ڏاڍو پريشان ۽ ٿڪو ٿيس تہ منهنجي ڪري ئي بيڪششا ان مصيبت ۾ ڦاٿو آهي. تنهن ڪري آئون پاڻ ان جي پويان پويان ٿاڻي تي پهتس. پراڻو ريوالور منهنجي ڀيءُ جو هو. جيڪو مون کي ورثي ۾ مليو هو. اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن بہ استعمال نہ ڪيو هو. پر احتياط طور پاڻ سان گڏ کڻي آيو هئس. ٿاڻي وڃي آئون واسطيدار آفيسر سان مليس ۽ کيس ٻڌايم تہ ريوالور دراصل منهنجوآهي، جيڪو منهنجي ڀيءُ مون کي ڏنو هو. آئون ٽرانسڪي جو رهاڪو آهيان. فورٽ هيري ۾ پڙهندو آهيان ۽ عارضي طور تي جوهانسبرگ آيو آهيان. ريوالور احتياطاً ٺڳن ۽ ڦورن جي ڊپ سبب کڻي آيو آهيان. آفيسر مهرباني ڪئي ۽ منهنجي دوست کي ڇڏي ڏنو. پر مون کي چيو "آئون توکي گرفتار نہ ٿو ڪريان، پر سومر جي ڏينهن توکي عدالت ۾ حاضر ٿي پنهنجي خلاف الزام جي صفائي پيش ڪرڻي پوندي." مون سندس مهرباني مڃي ۽ حاضري جو واعدو ڪيو ۽ سومر جي ڏينهن عدالت ۾ پيش ٿيس. مون کي معمولي ڏنڊ ادا ڪرڻ تي ڇڏي ڏنو ويو.

هاڻ آئون پنهنجي هڪ سئوٽ گارلڪ ميبڪنيڪي سان گڏ رهڻ لڳس. هو ’جارج گوچ‘ ۾ هڪ ننڍي گهر ۾ رهندو هو ۽ ڪپڙي جو ڪاروبار ڪندو هو. مون کيس ٻڌايو ته آئون وڪيل ٿيڻ ٿو چاهيان . اها منهنجي دلي تمنا آهي. هن منهنجي خواهش کي واکاڻيو ۽ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مون کي مارڪيٽ اسٽريٽ وٺي ويو ۽ چيو ”اچ توکي آئون جوهانسبرگ جي هڪ بهترين انسان سان ملائيندس.“ اهو هڪ گهٽيل آبادي وارو علائقو هو. رستن تي ٽرامون هلي رهيون هيون ۽ هر طرف ماڻهو خريد و فروخت ۾ مصروف هئا. جوهانسبرگ ان زماني ۾ هڪ سرحدي ڳوٺ ۽ هڪ جديد شهر جو گڏيل سڏيل نالو هو. آفيسن جي خوبصورت عمارتن هيٺان رستن تي ڪاسائي گوشت وڏي ڪَٽي رهيا هوندا هئا. پرهجوم دڪانن سان گڏوگڏ ننڍن ۾ واپاري سامان به موجود هوندو هو. وڏين وڏين اوچين عمارتن جي ويجهو عورتون ڪپڙا ڌوئي سڪائڻ جي لاءِ ٻاهر وجهنديون هيون. صنعت و حرفت به ترقي ڪري رهي هئي. ڏکڻ آفريقا، ’برطانوي دولت مشترڪ‘ جو ميمبر هئڻ جي ناتي نوجوان به موڪليندو هو ته ساز ۽ سامان به. آئون 1941ع ۾ جوهانسبرگ آيو هوس. 1946ع تائين شهر جي آبادي ٻيڻي ٿي وئي هئي. هر روز صبح جو اٿي اهو محسوس ٿيندو هو ته شهر ڪالهه جي ڀيٽ ۾ ٻيڻون وڌو ٿي ويو آهي. ماڻهن کي ڀرپاسي جي آبادين ۾ سولائيءَ سان نوڪريون ملي وينديون هيون ۽ رهڻ جي لاءِ ننڍا ننڍا گهر به ملي ويندا هئا.

آئون ۽ گارلڪ هڪ اسٽيٽ ايجنٽ جي آفيس ۾ وڃي ويٺاسين، جتي هڪ آفريقن ڇوڪري ٽائيپ ڪري رهي هئي. مون اڄ ڏينهن سوڌي ڪنهن آفريقي رهاڪوءَ کي ٽائيپ ڪندي نه ڏٺو هو. امتاتا ۽ فورٽ هيري ۾ ٽائيسپٽ به سفيد فام مرد هئا. آفيس ڏاڍي خوبصورت هئي، جنهن مان اندازو ٿيو ته ان جو مالڪ چڱو موچارو خوشحال شخص آهي. ٿوري دير کان پوءِ اسان کي اندر گهرايو ويو. مون ڏٺو ته اتي هڪ خوبصورت ، سٺي لباس ۾ نوجوان ويٺو هو.هو منهن مهانڊي ۽ آفيس جي رک رکاءِ مان چڱو موچارو ذهين ۽ مهربان قسم جو ڏسڻ ۾ پي آيو. هو ٽرانسڪي جو رهاڪو هو ۽ ڏاڍي رواني سان انگريزي ۾ ڳالهائي رهيو هو. نوجوان هئڻ جي باوجود به چڱو موچارو تجربيڪار شخص هو. هن جو نالو والٽر سيسولو هو. هو آفريقي رهاڪن جي لاءِ جائيداد جي خريد و فروخت جو ڪم ڪندو هو. 1940ع ۾ جوهانسبرگ جي ڪجهه علائقن ۾ آفريقين کي جائيداد جي خريد و فروخت جا حق حاصل هئا. جڏهن ته سٽي ڪونسل جي علائقن ۾ هو فقط مسواڙ جي گهرن ۾ رهي سگهندا هئا.

سيسولو آفريقي آبادي ۾ هڪ واپاري ۽ مقامي اڳواڻ جي حيثيت سان چاتو سڃاتو ويندو هو. هو پنهنجي ماڻهن جي لاءِ هڪ سگهارو شخص سمجهيو ويندو هو. مون کيس ’فورٽ هيري‘ ۾ پنهنجي تڪليفن کان واقف ڪيو ۽ کيس ٻڌايو ته آئون ’يونيورسٽي آف سائوٿ آفريڪا‘ ، جتي خط و ڪتابت ذريعي ڊگري حاصل ڪري سگهجي ٿي. تعليم جو خواهشمند آهيان، پر مون کيس پنهنجي جوهانسبرگ ۾ پنهنجي اچڻ جي پوري ڪهاڻي ته

ٻڌائي. هن ڏاڍي ڏيان سان منهنجون ڳالهيون ٻڌيون ۽ چوڻ لڳو "هتي هڪ ڳورو وڪيل لازار رهي ٿو. آئون هن سان تنهنجي باري ۾ ڳالهائيندس. هو آفريقي رهاڪن جي تعليم ۽ تربيت ۾ دلچسپي رکي ٿو."

منهنجو خيال هو ته جوهانسبرگ ۾ واپاري ماڻهو اعليٰ تعليم يافته هوندا، ان ڪري هو رواني سان انگريزي ڳالهائيندا آهن، پر مون کي اهو ڄاڻي سخت حيرت ٿي ته سيسولو فقط ڇهه درجا پڙهيل آهي. ۽ جوهانسبرگ جي اڪثر آفريقي اڳواڻن ڪڏهن يونيورسٽيءَ جو منهن به نه ڏٺو هو. ڪجهه وقت آئون پنهنجي سئوٽ سان رهڻ کان پوءِ ٿمبو قبيلي جي هڪ پادري "جي مبوٽو" جي گهر منتقل ٿي ويس، جيڪو اسان جو خانداني دوست ۽ نهايت شريف ۽ خدا ترس انسان هو. هن منهنجي ڪفالت جو ذمو کنيو. هن جي زال ڏاڍي مهربان ۽ شفيق هئي. پر افسوس جو مون "ڪرائون مائنز" جي حادثي مان ڪو به سبق نه سکيو هو. "ريورنڊ مبوٽو" کي ٽرانسڪي ڇڏڻ کان پوءِ جي حادثن کان واقف نه ڪيو هو. جنهن جو ڏاڍو خراب نتيجو نڪتو. هڪ ڏينهن اسين ڇانهه پي رهيا هئاسين جو "چيمبر آف مائنز" جو مئنيجر فيسٽائل اتي اچي نڪتو. ڪيس منهنجي ۽ جسٽس جي حالتن جي چڱي ڄاڻ هئي. سائس عليڪ سليڪ ٿي، جيتوڻيڪ ان وقت ڪرائون مائنز جي واقعي جو ڪو ذڪر نه ٿيو. پر ٻي ڏينهن ريورنڊ مبوٽو مون کي پاسيرو سڏي چيو ته هاڻي آئون وٽس رهي نه ٿو سگهان. مون سوچيو، لعنت هجي مون تي، ڪاش! مون سيني حالتن کان ريورنڊ کي باخبر رکيو هجي ها ته شايد هو دل ۾ نه ڪري ها. پر جڏهن فيسٽائل جي زباني ڪيس سڀ ڪجهه معلوم ٿيو ته هن سمجهيو مون ڪيس دوکو ڏنو آهي. جوهانسبرگ ۾ رهائش جي ان مختصر عرصي دوران آئون اهڙن ڪيترن ئي واقعن سان دوچار ٿيس ۽ هر ڀيري غلطي منهنجي هئي. هاڻي خبر پيم ته آئون ڪيترو نه بي وس ۽ لاچار آهيان، آئون پنهنجي نئين زندگي ۾ صحيح راهه کان ڀٽڪي چڪو آهيان. هاڻ ڇا ٿي ٿي سگهيو؟ بهرحال ريورنڊ مبوٽو مون تي رحم ڪاڏو ۽ مون کي پنهنجي پاڙي ۾ زهوما گهراڻي ۾ رهائش ڏياري. مسٽر زهوما اليگزينڊرا جي علائقي جي انهن ڪجهه آفريقي ماڻهن مان هو، جن جو پنهنجو گهر هو، هن جا ڇهه ٻار هئا. گهر ۾ هڪ ورانڊو ۽ ننڍو باغيچو به هو. هن گهر جي پٺيءَ پاسي مسواڙ تي ڏيڻ جي لاءِ ٽين جي ڇت وارو هڪ ڪمرو اڏايو هو. جنهن جو فرش ڪچو هو. اتي نه گرم پاڻي جو بندوبست هو نه ٽڏي جو، روشني جو بندوبست به نه ٿيل هو. بس هڪ ننڍو قيد خانو هو. پر اهو منهنجو پنهنجو ته ڪمرو هو. تنهن ڪري آئون ڏاڍو خوش ٿيس. ان دوران والٽر سيسولو جي گذارش تي 'لازارسائيڊ اسڪائي' مون کي پنهنجي فرم ۾ ڪلارڪ طور ڀرتي ڪري ورتو ۽ مون رات واري وقت يونيورسٽيءَ جي خط ۽ ڪتابت ڪورس ۾ داخلا به ورتي. عملي طور وڪالت جو پيشو اختيار ڪرڻ جي لاءِ بي اي جي ڊگري ۽ ڪنهن وڪيل سان گڏ ڪم ڪرڻ جو ڪيترن سالن جو عملي تجربو هئڻ ضروري هو.

اها فرم قانوني صلاحن کان سواءِ آفريقي رهاڪن جي لاءِ جائيداد جي ليڻ ڏيڻ جو

ڪاروبار بہ ڪندي هئي. والٽر انهن جي لاءِ گراهڪ ڳولهي ايندو هو ۽ انهن کان ڪميشن وٺندو هو، جيڪا تمام گهٽ هوندي هئي. پر هتي اهو بہ رواج هو تہ آفريڪين کي بنهہ گهٽ معاوضو ڏنو ويجي. ان جي باوجود بہ يهودين جي ملڪيت اها فرم ڏاڍي فراخدل ۽ تعصب کان پاڪ هئي. سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون انهن يهودين کي نسلي ۽ سياسي معاملن ۾ ٻين ڳورن جي ڀيٽ ۾ وڏي نظر وارو ڏٺو . شايد ان جو هڪ سبب اهو بہ هجي تہ هو پاڻ بہ تعصب ۽ تنگ نظريءَ جو شڪار رهي چڪا آهن. خاص ڪري لازار، جيڪو ان فرم ۾ ڀائيوار هو. نوجوان آفريڪين کي ڪلارڪ طور ڀرتي ڪري وٺندو هو. جيڪا ان وقت واقعي غير متوقع ڳالهہ هئي. لازار منهنجو گهڻو خيال رکندو هو ۽ سٺو ورتاءُ ڪندو هو. هو آفريڪي رهاڪن جي تعليم ۾ گهري دلچسپي وٺندو هو ۽ انهن جي مالي مدد بہ ڪندو هو. هو مون کي سدائين سخت محنت سان ڪم ڪرڻ جي نصيحت ڪندو هو. سندس چوڻ هو تہ، فقط عوامي سطح تي تعليم ئي اسان جي ماڻهن کي حريت ۽ آزادي سان همڪنار ڪري سگهي ٿي. ڇو تہ پڙهيل لکيل انسان کي دٻائي نہ ٿو سگهجي. انهيءَ وٽ غور ۽ فڪر جي سگهہ هوندي آهي، تون پنهنجي ديس واسين جي بهترين خدمت هن نموني ڪري سگهين ٿو تہ هڪ سٺو قانون دان بڻجي وڃ ۽ هڪ ڪامياب مثالي شخصيت ٿي.

فرم ۾ منهنجي ڪيترن ئي ڪارڪنن سان ملاقات ٿي. انهن مان هڪ آفريڪي گورا ڊيبي بہ هو. منهنجو ۽ هن جو ڪمرو گڏيل هو. هو ڪلارڪ، ترجمان ۽ پيغام رسائيندڙ، سڀ ڪجهہ هو. عمر ۾ مون کان وڏو هو. خوش باش، صحت مند ۽ ڀراعتماد. آفريڪي زبانن کان علاوہ انگريزي بہ سٺي ڄاڻندو هو ۽ مدلل گفتگو ڪندو هو. جوهانسبرگ جي ڪارن ماڻهن ۾ هن جي شخصيت ڏاڍي مشهور ۽ ڄاتل سڃاتل هوندي هئي. صبح جو آفيس کلڻ سان، هڪ نوجوان ڳوري سيڪريٽري 'مس لائبر مين' مون وٽ آئي ۽ رازدارانہ انداز ۾ چوڻ لڳي "نيلسن! هن لا فرم ۾ ڪنهن بہ قسم جي نسلي متڀيد ڪانهي. اسين سڀ گڏجي چانهہ پيئندا آهيون. اڄ اسان تنهنجي اعزاز ۾ چانهہ جا بہ نوان ڪوپ خريد ڪيا آهن. هڪ تنهنجي لاءِ ۽ ٻيو گور جي لاءِ. جڏهن چانهہ آڻيندڙ ڇوڪرو ٽري کڻي اچي تہ تون ۽ گور اهي بہ نوان ڪپ کڻي وٺجو. باقي آفيسرن کي اسين ٻيا ڪوپ پيش ڪنداسين. گور کي اها ڳالهہ ٻڌائي ڇڏج. مون ان نيڪ صلاح جو ٿورو مڃيو. پر آئون اهو سمجهي ويس تہ چانهہ جو نئون ڪوپ رنگ ۽ نسل جي فرق جي ڪليل نشاني آهي. سيڪريٽري اسان سان گڏ چانهہ تہ ضرور پيئندا. پر اسان جا ڪوپ ڌار ڌار هوندا.

مس لائبر مين جيڪو ڪجهہ چيو هو. مون گور کي ٻڌايو، هن جي منهن جو رنگ ئي بدلجي ويو. هن وراڻيو "نيلسن! پرواهہ متان ڪرينءَ، بس جيڪو ڪجهہ آئون ڪريان، اهو تون بہ ڪج." يارهين وڳي مس لائبرمين اطلاع ڏنو تہ چانهہ اچي وئي آهي. گور اڳيان وڌيو ۽ سيڪريٽرين ۽ ٻي عملي جي موجودگي ۾ ڄاڻي ٻجهي نئون ڪوپ کڻڻ جي بدران، هڪ پراڻو ڪوپ کنيو. ان ۾ چانهہ، کير ۽ کنڊ وجهي نهايت اطمينان سان چسڪيون ڀري پيئڻ لڳو. سڀ هن ڏانهن ڏسڻ لڳا. پوءِ هن مون ڏانهن هڪ خاص انداز ۾ ڏٺو، ڄڻ چئي

رهيو هجي "هاڻ تنهنجو وارو آهي!" آئون ٻڌتر ۾ پئجي ويس. مون نہ ڳورن سيڪريٽريين کي ناراض ڪرڻ ٿي چاهيو نہ وري پنهنجي آفريقي ساٿي کي . تنهن ڪري مون اهو چئي چانهہ پيئڻ کان انڪار ڪيو تہ هن مهل مون کي چانهہ جي طلب ڪونهي.

ان وقت منهنجي عمر فقط ٽيويهہ سال هئي. آئون اجا عملي زندگي ۾ نئون گهڙيو هئس. جوهانسبرگ جونئون رهاڪو ۽ هڪ ڳوري فرم جو ملازم هئس. مون ان وچٽري وات کي اختيار ڪرڻ مناسب سمجهيو. ان کان پوءِ آئون چانهہ پيئڻ جي وقفي ۾ رڌٽي ۾ هليو ويندو هئس ۽ اڪيلو چانهہ پي وٺندو هئس. اهڙا ڪئين واقعا ٿيندا رهندا هئا. هڪ ڏينهن ٽيهري جو بس ۾ آئون واپس گهر موٽي رهيو هئس. ٻي سيٽ تي مون سان گڏ منهنجو هڪ هم عمر نوجوان ويٺو هو. جنهن کي آمريڪي اداڪارن جهڙو عمدو سبيل لباس پاتل هو. ڪنهن ڪنهن مهل منهنجا پراڻا ڪپڙا هن جي نئين جيڪٽ سان ڇهي ٿي ويا. هو اتان اٿي ٻي سيٽ تي وڃي ويٺو تہ جيئن هن جا نوان ڪپڙا ميرا نہ ٿين. هن جي ان حرڪت مون کي بيحد ڏک رسايو.

ڳوريون سيڪريٽريز کي گهٽيون مروت واريون نہ هيون. ڪجهہ وقت کان پوءِ بہ تجربيڪار ٿي ويس. جيئن ڪو ڳورو گراهڪ فرم ۾ ايندو هو. آئون سيڪريٽري کي معاهدي جا شرط ٻڌائڻ شروع ڪندو هئس. هوءَ چڙي ويندي هئي تہ هڪ آفريقي ڪيس هدايت ڏئي رهيو آهي، تنهن ڪري هوءَ پرس مان پئسا ڪڍندي هئي ۽ مون کي چوندي هئي "نيلسن! منهنجي لاءِ شيمپو تہ وٺي اچ!" ۽ آئون شيمپو وٺڻ هليو ويندو هئس.

شروع شروع ۾ منهنجو ڪم عام قسم جو هو. آئون ڪلارڪ ۽ نياپو آڻڻ ۽ نيڻ، مختلف فائيلن کي ترتيب ڏيڻ ۽ جوهانسبرگ ۾ فرم جا خط پهچائڻ جو ڪم ڪندو هئس. پوءِ مون کي آفريقي گراهڪن سان رابطي جو ڪم سونپيو ويو. مسٽر سائيڊل سڪائي لڳاتار منهنجو استاد رهيو. هو معمولي کان معمولي ڪم جي حڪمت بہ مون کي سمجهائيندو هو ۽ قانوني نقطن جي وضاحت ڪندو هو. هو مون کي لڳاتار سياست کان پري رهڻ جي تلقين ڪندو هو. هن جو چوڻ هو تہ سياست ڏاڍي خراب شئي آهي. سيني انساني مصيبتن ۽ ڪرپشن جي جڙ آهي. تنهن ڪري ان کان هر قيمت تي پري رهڻ کپي. هومنهنجي سياست ۾ حصو وٺڻ جي صورت ۾ هڪ پوائنٽو خاڪو چڪيندو هو ۽ مون کي خاص طور تي گوراڊيبي ۽ والٽر سيسولو جهڙن ماڻهن جي صحبت کان پري رهڻ جي هدايت ڪندو هو. هو انهن ٻنهي جي قابليت جو تہ قائل هو، پر هنن جي سياسي سرگرمين کان سخت بيزار هوندو هو.

پوءِ مون کي خبر پئي تہ گور واقعي تڪليفون پيدا ڪندڙ شخص هو. آفريقي آبادي ۾ هن جو چڱو موچارو اثر ۽ رسوخ هو. مقامي آبادي جي صلاحڪاري بورڊ ۽ آفريقن نيشنل ڪانگريس جو اهم رڪن هئڻ کان سواءِ، ڪميونسٽ پارٽي سان بہ سندس لاڳاپا هئا. هو ڪڏهن آفيس ۾ ڳورن سان بحث ۾ لڳي ويندو هو. "اوهان ماڻهن اسان کان اسان جي ڌرتي کسي ورتي. اسان کي غلام بڻايو ۽ هاڻ اسان کي ڪوڏي ڪوڏي جو

محتاج بڻايو وڃنا آهيو." هو چوندو هو. هڪ ڏينهن جڏهن آئون فرم جا خط وغيره پهچائي واپس وريس ته گور، مسٽر سائيڊ اسڪائي وٽ ويٺو هو. مون کي ڏسي چوڻ لڳو "مسٽر سڪائي! تون هت مزي سان ڪنهن لارڊ جيان ويٺو هوندو آهين ۽ منهنجو هي چيف سڄي شهر ۾ تنهنجا نياپا پهچائيندو وتي. حالانڪ معاملو ابتڙ هئڻ کپي ۽ هڪ نه هڪ ڏينهن ايئن ضرور ٿيندو. اسين اوهان سڀني کي ڪٽي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪنداسين".

گور، بي اي ڪونه هو، پر ڪيترن ئي ڊگري يافته ماڻهن کان وڌيڪ ڄاڻ رکندو هو. مون سندس صحبت ۾ رهي اهو سکيو ته فقط ڊگري، قيادت جي ضمانت بڻجي نه ٿي سگهي. قيادت ته عوام ۾ رهي، انهن جي خدمت ڪري حاصل ڪري ٿي سگهجي. فرم ۾ هڪ ڳورو 'نات بريگمن' منهنجو دوست هو. هو ڏاڍي عمدي شخصيت جو مالڪ، چڱو موچارو پڙهيل لکيل، رنگ ۽ نسل کان متاهون ماڻهو هو. آئون اڪثر قانون ۽ آفيس جي معاملن ۾ هن کان صلاح وٺندو هئس. هڪ ڏينهن ماني مهل هن هڪ پيڪٽ مان هڪ سينڊوچ ڪڍيو ۽ چيو ته "هن مان اڌ تون کاءُ" مون ائين ئي ڪيو ۽ سينڊوچ کائڻ لڳس. هن چيو ته "نيلسن! ڏس هي ڪميونزم جو فلسفو آهي." هن مون کي ٻڌايو ته هو ڪميونسٽ پارٽي جو ميمبر آهي. هن مون کي پارٽي ۾ شموليت جي دعوت ڏني. پر آئون مسٽر سڪائي جي هدايت تحت ڪنهن به سياسي پارٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ جي لاءِ تيار نه هئس. ٻيو ته آئون چڱو خاشو مذهبي ماڻهو هئس ۽ مذهب جي خلاف ڪميونزم جي خيالن کان واقف هئس. بهرحال نات جي طرفان اڌ سينڊوچ ۾ حصيداريءَ جو جذبو مون کي ڏاڍو وڻيو. مون کي ڪيترا ڀيرا نات سان گڏ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اجلاس ۾ شرڪت جو موقعو به مليو. آئون فقط ڄاڻ جي واڌاري خاطر اتي ويندو هئس. آئون پنهنجي وطن ۾ ڳوري ڏاڍ ۽ جبر جي تاريخ کان واقف ٿي چڪو هئس ۽ ان کي خالص نسل پرستي جو نتيجو سمجهندو هئس. پر ڪميونسٽ ان مسئلي کي طبقاتي ڇڪتاڻ جي عينڪ سان ڏسندا هئا. هنن جي ويجهو معاملو دولت منديءَ ۽ غربت، امير جو غريب تي تسلط ۽ دٻدٻي جو هو. ممڪن آهي ته روس، جرمني يا انگلستان جي معاشري تي ان فلسفي جو اطلاق صحيح هجي. پر ڏکڻ آفريقا جي مسئلي سان ان جو ڪوبه تعلق نه هو. بهرحال آئون هنن جون ڳالهيون ٻڌندو هئس ۽ منهنجي ڄاڻ ۾ واڌارو ٿيندو هو. پارٽي جي جلسن ۾سفيد فام، رنگدار آفريقي ۽ هندستاني هڙئي شريڪ ٿيندا هئا. انهن ۾ گهڻا پڙهيل ڪڙهيل ۽ پختن خيالن وارا ماڻهو هئا. هتي ئي منهنجي ملاقات مائيڪل هارميل سان ٿي جيڪو 'رهوڊز يونيورسٽي' مان انگريزي ادب ۾ ايم اي هو. آئون هن جي ڊگري مان ڏاڍو متاثر ٿيس، پر مون سوچيو ته هي ڪهڙو ايم اي آهي، جيڪو ٽائي به ڪونه ٿوپائي. خود فورٽ هيري ۾ مون کي به ٽائي لڳائڻ جي عادت هئي. اڳتي هلي اسين ٻئي گهاٽا سنگتي بڻجي وياسين. هو هڪ مشهور ليکڪ به هو ۽ جيڪڏهن چاهي ها ته سٺي ۽ شاندار زندگي گذاري ٿي سگهيو. پر هو عام آفريقي انداز ۾ رهندو هو.

جوهانسبرگ جي ان غير يورپي آبادي، اليگزينڊرا ۾ زندگي ڏاڍي خوشگوار ۽ ڪليل هئي. پر هڪ لحاظ کان خطرناڪ ۽ تشويشناڪ به هئي. ماحول، زندگي سان ڀرپور، حوصلي ڏيارڻ تي ڀڙڪڻ وارو، ان جا رهواسي پنهنجي پنهنجي ڪمن ۾ ماهر ۽ باتدبير، پر جديد سهوليتن جي لحاظ کان انهيءَ جي حالت خراب هئي. جيتوڻيڪ ڪجهه سٺيون عمارتون به موجود هيون. پر عمومي طور تي اهو شهر جو گندو علائقو ڄاتو سڱهجي ٿو. واسطيدار عملدارن جي نظر ان علائقي تي گهٽ پوندي هئي. رستا ڪچا ۽ مٽڙ وارا هوندا هئا. جن تي بکيا ۽ اڌ اگهاڙا ۽ غذا جي کوٽ جي شڪار ٻارن جو ميڙ نظر ايندو هو. فضا ڪوئلي جي دُنهن ۾ ورتل هوندي هئي ۽ هڪ نل ڪيترن ئي گهرن جي ضرورت پورو ڪندو هو. اليگزينڊرا "اونداهي بستيءَ" جي نالي سان مشهور هو. ڇو ته هتي بجلي جو ڪو به بندوبست نه هو. رات جو ان پاسي اچ وڃ نهايت خطرناڪ هوندي هئي. ڪنهن ڪنهن مهل خاموشيءَ ۾ ڪو ٺهڪ يا بندوق جو آواز ٻرندو هو. ان جي ڀيٽ ۾ منهنجو اباڻو شهر ٽرانسڪي ڪافي بهتر هو.

اليگزينڊرا ٽائون ڳتيل آبادي وارو علائقو هو. چئني طرف ڪچا پڪا گهر هئا، جن جون ڇتيون گهٽو ڪري ٽين جون هونديون هيون، زمين جي هڪ ٻاڙي به خالي نظر نه ٿي آئي ۽ جيئن عام طور تي اهڙن غير ترقي يافته علائقن ۾ هوندو آهي. اهو سماج جي بدترين ٻاڻاريدارن جو اڏو به هو. هتي زندگي ڏاڍي سستي هئي. رات جو چاقو ۽ بندوق جو راڄ هوندو هو. لچ لوفر قسم جا نوجوان ڊوڙندا ڦرندا هئا. ڊبل بريسٽ سوٽ ۽ شوخ رنگ جي ٽائي ۾ آمريڪي اداڪارن جو نقل ڪندي نظر ايندا هئا. هن وسندي ۾ اڪثر پوليس جي اچ وڃ به نظر ايندي هئي. جيڪا ماڻهن کي راهداري جو اجازت نامو نه رکڻ، چنگي جي عدم ادائيگي يا غير قانوني شراب رکڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪندي رهندي هئي.

انهن سڀني خرابين جي باوجود به اليگزينڊرا هڪ لحاظ کان آفريقي ماڻهن جي لاءِ جنت جو نمونو هو. اهو جوهانسبرگ جي انهن علائقن مان هو جتي آفريقين کي جائيداد جي ملڪيت جو حق حاصل هو ۽ جتي هو ڳورن آفيسرن جي ڏاڍ جو نشانو بنجڻ کان سواءِ پنهنجي معاملن جا خود مالڪ هئا. اها آبادي مقامي رهاڪن کي ڳوٺن مان نڪري، مستقل شهري زندگي گذارڻ جو سٺو موقعو فراهم ڪندي هئي. جڏهن ته ڳوري حڪومت جي عام طور تي اها ڪوشش هوندي هئي ته هو ڏورانهن ڳوٺن ۾ رهيا پيا هجن يا جي پلا شهر اچن به سهي ته به رڳو ڪاٺين ۾ هلڪا ڦلڪا ڪم ڪندا رهن. مقصد اهو ظاهر ڪرڻ هو ته آفريقي ماڻهو فطري طور تي ڳوناڻا آهن ۽ شهري زندگي سان مطابقت نه ٿا رکن. پر اليگزينڊرا جا آفريقي رهاڪو حڪومت جي ان دعويٰ جي ترديد ڪندا هئا. هتي مختلف قبيلن سان واسطو رکندڙ ۽ مختلف مقامي زبانون ڳالهائيندڙ ماڻهو رهندا هئا. جيڪي شهري ريتن رسمن کان واقف ۽ سياسي طور تي سجاڳ هئا ۽ قبائلي اختلافن کي ڪر کڻڻ جو موقعو نه ڏيندا. نتيجو اهو نڪتو جو ان هنڌ تي حڪومت جي "ويڙهايو ۽ حڪومت

ڪريو" جي پاليسي ناڪام رهي ۽ قبائلي ڏيرن مان ڪوبہ فائدو حاصل ڪري نہ سگهي.

اهو ئي سبب آهي جو منهنجي دل ۾ سدائين اليگزينڊرا جي ياد تازي رهي آهي. هي اهو پهريون هنڌ آهي جتي مون پنهنجي ابائي علائقي مان ٻاهر وڃي رهائش اختيار ڪئي ۽ جنهن کي آئون پنهنجو گهر سمجهندو رهيس. جيتوڻيڪ هتي منهنجو پنهنجو ڪوبہ گهر نہ هو. اليگزينڊرا ۾ رهائش جي دوران مون کي ڏونو کان وڌيڪ غربت جو احساس ٿيو. هتي مون کي تمام گهڻ آمدني تي گذارو ڪرڻو پيو. ڪمپني هفتي ۾ فقط ٻہ پائونڊ پگهار ڏيندي هئي. ان پگهار مان مون کي ڪمري جي مسواڙ، يونيورسٽيءَ جي في، آفريقين جي لاءِ مخصوص بسن جو ڀاڙو ۽ ماني ٽڪي جو خرچ برداشت ڪرڻون پوندو هو. تيل وارو لئمپ خريد ڪرڻ جي مون ۾ سگهہ نہ هئي. تنهن ڪري ميڻ بتي منهنجي گهرج هئي ۽ رات جو دير تائين پڙهڻ ۾ ميڻ بتي ئي منهنجي ساٿي هوندي هئي. مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ منهنجي کيسي ۾ فقط ڪجهہ پينس وڃي بچندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهو ڀاڙو بچائڻ جي لاءِ ڇهہ ميل پنڌ ڪري ويندو هئس ۽ ڇهہ ميل پنڌ ڪري واپس موٽندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن تہ فقط نالي ماتر ماني کائيندو هئس ۽ ڪيترا ڏينهن ڪپڙا بہ نہ بدلائيندو هئس. منهنجي محسن سائيڊل اسڪائي هڪ پيرو مون کي پنهنجو هڪ پراڻو سوٽ بہ عنايت ڪيو. اهو سوٽ آئون لڳاتار پنجن سالن تائين پائيندو رهيس. آخر ۾ اهو اصل ڪپڙي جي جاءِ تي چتين جو هڪ سٺو نمونو رهجي ويو هو.

غربت جي حق ۾ ڪجهہ چوڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. پر سچي دوستي جو اندازو تہ غربت جي حالت ۾ ئي لڳائي سگهجي ٿو. اميريءَ ۾ تہ اوهان جا بي شمار دوست هوندا، پر غربت جي حالت ۾ تمام گهڻ اوهان جو ساٿ ڏئي سگهندا. اميري وڏي ڪشش آهي تہ غربت نفرت انگيز شئي. پر ڪڏهن ڪڏهن غربت ئي ٻين جي لاءِ اوهان جي دل ۾ رحم جو جذبو اُڀارڻ جو سبب بنجي وڃي ٿي. هڪ ڏينهن آئون پنڌ وڃي رهيو هئس تہ پري کان هڪ نوجوان عورت کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺم. هن جو نالو فلس ماسيڪو هو ۽ فورٽ هيري ۾ اسان گڏ رهي چڪا هئاسين. مون کي پنهنجي ميرن ۽ خراب ڪپڙن تي شرم اچڻ لڳو ۽ آئون چاڻي واڻي رستي جي ٻي پاسي تي ويس تہ جيئن هوءَ مون کي سڃاڻي نہ سگهي. پر هن مون کي سڏ ڪيو "نيلسن، نيلسن" آئون وري رستو ٽپي هن ڏانهن ويس، پر ظاهر ائين ڪيم ڄڻ مون ڪيس ڏٺو ئي ڪونہ هو. هوءَ ان ملاقات تي ڏاڍي خوش ٿي، پر هن ڏٺو تہ آئون پراڻن ۽ ڦاٽل ڪپڙن ۾ هئس. هن مون کي پنهنجو ڏس پتو ڏنو ۽ چيو تہ وٽس ضرور اچان. مون پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ بي عزتو ڪرڻ نہ ٿي چاهيو، پر هڪ ڏينهن مون کي سخت بک لڳي رهي هئي تہ آئون سندس رهائشگاهہ تي پهتس. هن مون کي بيحد سٺي ماني کارائي. پر منهنجي خراب حالت ڏانهن ڪوبہ اشارو نہ ڪيو. تنهن کان پوءِ آئون بنا ڪنهن حجاب جي هن جي گهر هليو ويندو هئس. منهنجو گهر ڏٺي زهوما، جو ايترو تہ امير ڪونہ هو، پر دل جو سخي هو. هو ۽ سندس زال هر آچر تي منجهند جو مون کي ماني تي گهرائيندا هئا ۽ آئون گوشت ۽ ڀاڄين مان لطف اندوز ٿيندو

هئس. نہ تہ سڄو هفتو منهنجو گذارو فقط ماني جي ڪجهہ پورن تي ٿيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن آفيس جون سيڪريٽري ڇوڪريون مون کي کائڻ جي لاءِ ڪجهہ ڏئي ڇڏينديون هيون.

هڪ ڏينهن آئون شهر مان واپس اليگزينڊرا اچي رهيو هئس. مون کي سخت بک لڳي رهي هئي، شيشي جي پويان مون گوشت جو هڪ وڏو ٽڪرو لڙڪيل ڏٺو. اتي وڃي مون مئنيجر کي چيو تہ ان مان هڪ ننڍو ٽڪر مون کي وڍي ڏي. هن گوشت جو هڪ ٽڪر وڍيو ۽ ڪاغذ ۾ ويڙهي منهنجي حوالي ڪيو. آئون ڏاڍو خوش ٿيس تہ اڄ شاندار ڊنر ٿيندي. گهر اچي مون زهوما جي ننڍي ڌيءَ کي سڏيو ۽ کيس گوشت جو اهو ٽڪر ڏيندي چيم تہ پنهنجي وڏي ڀيڻ کي ڏي تہ اهو رڌي وٺي. مون محسوس ڪيو تہ اها ٻارڙي هلڪو مرڪي رهي هئي. مون ڪائنس پڇيو "مون کان ڪا غلطي ٿي وئي آهي!؟" جواب ۾ هن ادب سان وراڻيو: "هي پڪل گوشت آهي ۽ ان ئي حالت ۾ کاڌو ويندو آهي." منهنجي لاءِ اهو عجوبو هو. بهرحال مون ان ٻارڙي جي سامهون شرمندگي کان بچڻ جي لاءِ "ٺيڪ آهي، پر آئون چاهيان ٿو تہ تون اهو گرم ڪري کڻي اچ." هوءَ حقيقت حال سمجهي وئي ۽ جلدي گرم ڪري کڻي آئي. گوشت ڏاڍو لذيذ هو.

مون کي اڃا تائين پنهنجي جهالت ۽ ناداني جي پردي پوشي ڪرڻ جي اهميت جو احساس نہ هو. اهڙو ئي هڪ واقعوڪافي سال اڳ جو مون کي ياد آهي. جڏهن مون هڪ ڏينهن پنهنجي سنگتي ميٽونا کان پڇيم "اها بي اي ڪهڙي شئي هوندي آهي؟" هن پوري سنجيدگيءَ سان وراڻيو هو "بي- اي هڪ ٿلهو ۽ ڏکيو ڪتاب آهي." ۽ مون هن جي ڳالهہ تي تر جيترو بہ شڪ نہ ڪيو هو.

اليگزينڊرا ۾ ئي منهنجي ملاقات "ايلن نڪابنڊي" سان ٿي، اسين ٻئي 'هيلڊ ٽائون' کان ئي هڪ ٻي کي ڄاڻندا سڃاڻندا هئاسين. هوءَ هڪ ڳوٺائي اسڪول ۾ پڙهائيندي هئي. اسان هڪ ٻئي ۾ دلچسپي وٺڻ لڳاسين. ايلن، سوازي قبيلي سان تعلق رکندي هئي. ان وقت تائين اڃا قبائلي تفرقا ختم ڪونہ ٿيا هئا. دوستن ناراضگي جو اظهار ڪيو. ريورنڊمبوٽو جي زال بہ ايلن کي رڳو ان ڪري نظرانداز ڪيو، جو هوءَ سوازي هئي. هڪ ڏينهن هن اهو بہ چيو تہ شايد ان ڇوڪري جو واسطو شنگان قبيلي سان آهي. حقيقت ۾ اهي ماڻهو نهايت معزز قبيلي جا هئا، پر الائجي ڇو ٻيا ماڻهو انهن کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. مون کي مسز مبوٽو جي اها ڳالهہ ڏاڍي خراب لڳي. مون چيو "هوءَ شنگان نہ پر سوازي آهي." مسز مبوٽو جو زور هو تہ مون کي فقط هڪ زهوسا ڇوڪريءَ جي چونڊ ڪرڻ کپي. ايلن ڏاڍي سٺي ڇوڪري هئي. آئون هن جو احترام ڪندو هئس. بلڪ مون کي ان ڳالهہ تي فخر هو تہ منهنجي هڪ اهڙي ڇوڪري سان دوستي آهي، جيڪا زهوسا ڪونهي. آئون شهر ۾ اڪيلو هئس. ايلن منهنجو هر طرح جو خيال رکندي هئي، منهنجي هر قسم جي مدد ڪندي هئي. هن مون کي اعتماد، قوت ۽ اميد جو سهارو ڏنو. دراصل هوءَ مون تي ڏاڍي مهربان هئي. افسوس جو ڪجهہ مهينن کان پوءِ هوءَ ڪنهن

ٻئي هنڌ منتقل ٿي ويئي ۽ اسان جو هڪ ٻئي کان رابطو ڪٽجي ويو.

زهوما گهراڻي جون پنج ڌيئرون هيون. سڀ قبول صورت هيون، پر سڀني کان وڏي ڊيڊي وڏيڪ سٺي هئي. هوءَ جوهانسبرگ جي ڀر واري ڳورن جي وسندي ۾ ڪنهن گهر ۾ ڪم ڪار ڪندي هئي. هر آچر تي گهر ايندي هئي. مون چاهيو ٿي ته ڪيس پنهنجي زندگي جو ساٿي بڻايان. پر شايد هوءَ هڪ امير آفريقي ڇوڪري سان پرڻجڻ جي خواهشمند هئي، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن ساڻس گڏ ايندو هو. ڪڏهن منهنجي هن سان ملاقات ٿيندي هئي ته آئون کيس چوندو هئس "تو اسڪول ڇو ڇڏيو، توکي وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ کپي. اها تنهنجي آئيندي جي لاءِ فائديمند آهي." پر مٿس انهن ڳالهين جو ڪو به اثر نه ٿيندو هو. هو چپ چاپ ٻڌندي رهندي هئي. آئون سندن گهر ۾ لڳ ڀڳ هڪ سال رهيس. اتان وڃڻ مهل مون ڊيڊي سميت سڀني مائٽن جو ٿورو مڃيو. تنهن کان پوءِ مون ڪيترن سالن تائين کيس نه ڏٺو. ڪيتري عرصي کان پوءِ جڏهن آئون جوهانسبرگ ۾ وڪالت جو پيشو اختيار ڪري چڪو هئس. هڪ نوجوان عورت منهنجي آفيس ۾ آئي. ساڻس گڏ هڪ ننڍڙو ٻارڙو به هو. اها ڊيڊي هئي. پر هاڻ سندس دوست کيس پنهنجو ڪرڻ جي لاءِ تيار نه هو. هن ان جي خلاف ڪيس داخل ڪرڻ ٿي چاهيو. ڪيس پراڻا ڪپڙا پاتل هئا ۽ ڏاڍي ڪمزور نظر اچي رهي هئي. مون سوچيو "ڪاش! واقعن جو ظهور مختلف صورت ۾ ٿئي ها." هوءَ هلي وئي ۽ پوءِ وري ڪڏهن به منهنجي آفيس ڪانه آئي.

ذاتي خامين جي باوجود به، مون هوريان هوريان شهري زندگي سان هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مون سوچيو آئون اهو سڀ ڪجهه پنهنجي جدوجهد سان حاصل ڪري سگهان ٿو. جنهن جو تصور ڳوناڻي معاشري ۾ ممڪن نه هو. هاڻ مون کي ٿمبو قبيلي جي شاهي گهراڻي سان پنهنجي نسلي لاڳاپي ۽ قبائلي مدد کان الڳ ٿي نين حالتن ۾ پنهنجن پيرن تي بيهڻون پوندو. غريباڻون ئي سهي، پر هاڻي هتي منهنجو پنهنجو گهر هو ۽ آئون پنهنجي ذات تي ڀروسو ڪرڻ سکي رهيو هئس.

1941ع جي پڇاڙي جي ويجهن ڏينهن ۾ مون کي نياپو مليو ته ريجنٽ جوهانسبرگ اچي رهيو آهي ۽ مون سان ملڻ جو خواهشمند آهي. آئون پريشان ته ٿيس، پر ريجنٽ سان منهنجو ملڻ لازمي هو. آئون مقامي 'ليبر ايسوسي ايشن' جي آفيس ويس. جتي هو ريسٽ هائوس ۾ ٽڪيل هو. هو هڪ بدليل انسان هو يا شايد بدلجي چڪو هو. هن منهنجي فورٽ هيري مان فرار يا ٺٽي ٿيل شادي کان انڪار جو ڪو به ذڪر نه ڪيو. بلڪه ڏاڍي خوش اخلاقي سان پيش آيو ۽ پدرانه انداز ۾ منهنجي تعليم ۽ مستقبل جي منصوبن جي باري ۾ پڇندو رهيو. هن مڃيو ته منهنجي ان شهري زندگي جي شروعات، ان رستي کان بلڪل مختلف آهي، جنهن جي هن رٿابندي ڪئي هئي. پر هن منهنجي واپسي جي ڪا به تقاضا نه ڪئي. مون ان نوازش تي دل جي گهراين سان سندس مهرباني مڃي. ريجنٽ سان ان ملاقات جا مثبت اثر پيدا ٿيا. منهنجي دل ۾ هن جي شخصيت ۽ ٿمبو جي شاهي گهراڻي جي لاءِ عزت ۽ احترام جو سمنڊ ڇوليون هڻڻ لڳو. آئون هڪ اهڙي دنيا کي پٺتي ڇڏي

آيو هئس. جنهن سان مون کي محبت هئي ۽ جنهن جي جدائي جو ڏک اڃا سوڌو منهنجي دل ۾ هو. من ۾ آيم تہ هڪ ڀيرو ٻيهر ريجنٽ جي گرم ڀاڪرن ۾ پناهہ وٺان.

1942ع جي شروع ۾، آئون وٽ والٽرز رينڊ جي ڳوٺاڻي ليبر ايسوسيئيشن (WNLA) جي احاطي ۾ منتقل ٿي ويس. منهنجو مقصد هڪ تہ پئسا بچائڻ هو ۽ ٻيو جوهانسبرگ شهر جي مرڪز ۾ رهڻ هو. ان سلسلي ۾ مسٽر فيسٽائل منهنجي ڪافي مدد ڪئي ۽ مون کي ڪمپني جي مرڪزي آفيس ۾ بنا مسواڙ جي رهائش جي لاءِ هڪ ڪمرو ڏنو. اهو هنڌ مختلف آفريقي قبيلن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جو هڪ وڏو ميڙ هو. هتي سوٿو، تسوانئي، ونيدا، زولو، پيڊي، شنگان، نيميپيئن، موزمبيقي، سوازي، زهوسا مطلب تہ ڏکڻ آفريقا جا سڀ رهاڪو ملي ويندا هئا. انهن مان تمام گهٽ انگريزي ڄاڻندا هئا. عام طور تي رابطي جي ڪيترن ئي زبانن جو مجموعو فيناگيلو هئي. هتي مون نہ رڳو نسلي تعصب ۽ نفرت جو مظاهرو ڏٺو، پر مختلف پس منظر جي حامل ماڻهن جي باهمي دوستي جو نظارو بہ ڏٺو.

پر، آئون پنهنجو گهڻو ٽائو وقت تعليم جي حصول ۽ هڪ قانوني فرم ۾ نوڪري ڪندي گذاريندو هئس. قبائلي معاملن تي تمام گهٽ ويچاريندو هئس. هتي آفريقي قبائلي سردار بہ جوهانسبرگ جي دوري جي موقعي تي رهائش اختيار ڪندا هئا ۽ اهڙي طرح مون کي انهن اڳواڻن سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيندو رهيو. مون کي باسوٽوليند، جنهن کي هاڻ ليسوٿو سڏين ٿا، جي قائم مقام راڻي "موشويش وي" سان ملاقات جو واقعو اڃا سوڌي ياد آهي. ساڻس گڏ بہ قبائلي سردار بہ هئا. آئون جيتري دير انهن سان گڏ رهيس، اٿين لڳم جڻ واپس ٿمبوليند پهچي ويو آهيان.

قائم مقام راڻي منهنجي حالت ۾ خصوصي دلچسپي ورتي ۽ سڌو سنئون مون سان مخاطب ٿي. هوءَ ٽرانسوال وغيره ۾ رهندڙ سوٿو ۽ تسوانہ ماڻهن جي زبان "سي سوٿو" ۾ ڳالهائي رهي هئي ۽ آئون ان زبان جي ڪجهہ لفظن کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ ڄاڻندو هئس. هن مون ڏانهن ڏيان سان ڏٺو ۽ انگريزي ۾ چيو "تون ڪهڙو وڪيل ۽ اڳواڻ آهين، جيڪو پنهنجي عوام جي زبان کان بہ واقف ناهين." مون وٽ ان سوال جو ڪو بہ جواب نہ هو. آئون ڏاڍو پشيمان ٿيس. پر غير شعوري طور تي منهنجي دل ۾ اهو خيال اُڀريو تہ سفيد حڪومت ڪهڙي نموني اسان کي نسلي طور تي ورهائي رکيو آهي، جو اسين پنهنجي ڀينرن ۽ ڀائرن سان ڳالهائڻ کان قاصر آهيون. مون محسوس ڪيو تہ زبان کان واقف ٿيڻ کان سواءِ، نہ رڳو اهو تہ اسين عوام سان ڳالهائي نہ ٿا سگهون، پر انهن سان صحيح معنيٰ ۾ واقف بہ ٿي نہ ٿا سگهون. انهن جي گيتن ۽ دلي فڪر کان شناسائي جا حقدار ٿي نہ ٿا سگهون. مون کي اهو بہ احساس ٿيو تہ اسين مختلف زبانون ڳالهائيندڙ مختلف قومن جا ماڻهو نہ پر، مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ هڪ قوم آهيون.

1942ع جي سردين جي منڊ ۾ اخبارن ذريعي اسان کي خبر پئي تہ جسٽس جو ٻيءَ ۽ اسان جو ريجنٽ گذاري ويو آهي. ڇهہ مهينا اڳ جوهانسبرگ ۾ ملاقات جي موقع تي

مون کيس ٽڪل ڏنو هو. تنهن ڪري اهو افسوسناڪ خبر منهنجي لاءِ گهڻو تعجب جو سبب نہ بڻي. آئون ۽ جسٽس هڪدم ٽرانسڪي روانا ٿي وياسين. پر جڏهن اسين اتي پهتاسين تہ ريجنٽ دفن ٿي چڪو هو. مون کي هن جي تدفين ۾ شامل نہ ٿيڻ تي بيحد افسوس ٿيو. پر آئون مطمئن بہ هئس تہ وفات کان اڳ منهنجي باري ۾ هن جي دل صاف ٿي چڪي هئي. مون کي اڳ ۾ ئي خبر هئي تہ مون کي سڀ ماڻهو چڙي سگهن ٿا، پر ريجنٽ مون کي ڪڏهن بہ پاڻ کان جدا نہ ٿو ڪري سگهي ۽ سچي ڳالهہ اها هئي تہ آئون ئي کيس ڇڏي هليو ويو هئس. بهرحال، ريجنٽ جي موت، هڪ اهڙي شخصيت کي منظرعام تان هٽائي ڇڏيو. جنهن مختلف پس منظر جي قبائلي عوام کي گڏ ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. سڀ ماڻهو هن جا فرمانبدار هئا. ان ڪري بہ تہ، هو سيني جي ڳالهہ ڌيان ڌري ٻڌندو هو ۽ هر ڪنهن جي راءِ کي احترام جي نظر سان ڏسندو هو. هن وڏن اڳواڻن جا طور طريقا اختيار ڪيا هئا. هو ڏاڍو روشن خيال ۽ باعزم انسان هو. آئون سڄو هفتو مڪيڪزويني ۾ رهيس ۽ ڪيٽربون ئي نيون شيون منهنجي مشاهدي ۾ آيون . ڪنهن اهڙي هنڌ تي وڃڻ، جتي ڪا بہ شئي نہ بدلي هجي. پر انسان جا رويا بدلجي چڪا هئا. ڏاڍو عجب نظر بي آيو. مڪيڪزويني جو محل اهڙوئي هو، جهڙو اسان جي تنديڻ جي زماني ۾ هو. هن جي پرپاسي ڪا بہ تبديل ڪانہ آئي هئي. پر مون کي اهو احساس ٿيو تہ منهنجو فڪر ۽ منهنجو نقطہ نظر بدلجي چڪو آهي. هاڻي مون کي سول سروس يا گهرو کاتي ۾ نوڪريءَ سان ڪا بہ دلچسپي نہ رهي هئي. آئون پنهنجو مستقبل رڳو ٿمبولينڊ يا ٽرانسڪي تائين محدود ڪري نہ ٿي سگهيس. جوهانسبرگ ۾ منهنجي زندگي جو رخ ئي بدلجي چڪو هو. قانوني اداري ۾ ڪم ڪندي منهنجي فڪر ۽ نظريي ۾ انقلابي تبديلي اچي چڪي هئي. مون پويان مڙي ان سادي سوڌي ڳوٺائي ڇوڪري طرف ڏٺو، جيڪو مڪيڪزويني مان پڃي نڪتو هو. پر کيس دنيا جي باري ۾ ڪا بہ خبر چار ڪانہ هئي. هاڻي مون کي پڪ ٿي وئي هئي تہ آئون شين جي حقيقت کان چڱي طرح واقف ٿي چڪو آهيان. پر اهو احساس خود بہ هڪ سراب ئي تہ هو!.

منهنجي دل ۽ دماغ جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جاري هئي. منهنجي دل چئي رهي هئي تہ آئون هڪ ٿمبو آهيان. منهنجي پرورش ۽ تعليم ان جي لاءِ ٿي آهي تہ آئون بادشاهت جي تسلسل ۾ پنهنجو مخصوص ڪردار ادا ڪري سگهان. ڇا مرڻ وارن جو مون تي ڪو بہ حق ڪونهي؟. منهنجي پيءَ، جنهن مون کي ريجنٽ جي تحويل ۾ ڏنو ۽ خود ريجنٽ جنهن مون کي پالي تاتي وڏو ڪيو هو. پر منهنجي دماغ مون کي ٻڌايو تہ هر شخص کي پنهنجي خواهش موجب پنهنجو مستقبل سنوارڻ ۽ سڄي زندگي جي رٿابندي جو حق حاصل آهي. ڇا مون کي پنهنجي خواهشن، آسن ۽ امنگن جي تڪميل جي اجازت نہ آهي؟

جسٽس جو معاملو مون کان مختلف هو. ريجنٽ جي وفات کان پوءِ کيس فطري طور تي نين ذميدارين سان منهن ڏيڻون پيو. کيس قبيلي جو چيف بڻجڻو هو. تنهن ڪري هن مڪيڪزويني ۾ رهڻ ۽ پنهنجا حق ۽ فرض ادا ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. مون کي بهرحال

واپس جوهانسبرگ اچڻو هو. تنهن ڪري آئون جسٽس جي ”تخت نشيني“ ۾ شرڪت نہ ڪري سگهيس.

1942ع ۾ مون بي. اي جو امتحان پاس ڪيو. آئون ڏاڍو خوش هئس تہ مون هڪ عظيم معرڪو سر ڪيو آهي. منهنجو ڳاٽ فخر کان اوچو ٿي ويو، پر مون کي اهو بہ پتو هو تہ فقط ڊگري حاصل ڪرڻ ڪنهن ڪاميابي جي ضمانت بنجي نہ ٿي سگهي. ڪمپني جي اندر مسٽر سائيڊل سڪائي جي تنبيهہ جي باوجود بہ آئون گور جي گهڻو ويجهو ٿي چڪو هئس. گور چوندو هو تہ اسان جي ماڻهن جي ترقي جي لاءِ تعليم تمام ضروري آهي، پر اڄ ڏينهن سوڏي ڪنهن بہ قوم فقط، تعليم جي سهاري آزادي نہ ماڻي آهي. تعليم ڏاڍي عمدي ۽ سٺي شئي آهي. پر جيڪڏهن اسين رڳو تعليم حاصل ڪرڻ تي ڀاڙيندا سين تہ اسان کي پنهنجي آزادي جي لاءِ هڪ هزار سال اوسيئڙو ڪرڻو پوندو. اسين غريب ماڻهون آهيون. اسان جي ملڪ ۾ استاد ڏاڍا گهٽ آهن ۽ انهن کان بہ گهٽ تعليمي ادارا آهن. اسان وٽ تہ پنهنجي ماڻهن کي تعليم يافتہ بنائڻ جي لاءِ وسيلا بہ ڪونہ آهن. گور، نظريي کان وڌيڪ عمل ۾ يقين رکندو هو. هن جي نظر ۾ تبديلي آڻڻ جي بهترين محرڪ ’آفريقن نيشنل ڪانگريس‘ هئي. هو ان جي پاليسين کي سياسي سگهہ جي حاصلات لاءِ بهترين ذريعو سمجهندو هو. ڪانگريس جو جو قيام 1912ع ۾ عمل آيو هو. اهڙي طرح اهو ملڪ جو قديم قومي ادارو هو. جنهن جي پويان جدوجهد جي هڪ ڊگهي تاريخ هئي. هن جو منشور نسل پرستي جي نفي ڪندڙ هو. هن جي صدرن جو واسطو مختلف قبائلي گروهن سان رهيو هو ۽ اها جماعت ڏکڻ آفريقا ۾ مقامي رهاڪن جي مڪمل شهريت جي حق جي دعويدار هئي. گور رسمي تعليم جي لحاظ کان مون کان ڪافي پٺتي هو. پر جاڻ ۾ مون کان ڪافي اڳيرو هو. منجهند جي ماني مهل مون کي ليڪچر ڏيندو هو، پڙهڻ جي لاءِ ڪتاب مهيا ڪندو هو. اهم شخصيتن سان منهنجي ملاقاتن ۽ ميڙن ۾ شرڪت جو بندوبست ڪندو هو. فورٽ هيري ۾، جديد تاريخي جي مطالعي، مون کي ڪيترين ئي تاريخي حقيقتن کان واقف ڪيو هو. پر گور، مختلف واقعن، قومن ۽ شخصيتن جي حالتن جي وضاحت اهڙي تہ انداز ۾ ڪندو هو، جو مون کي محسوس ٿيندو هو تہ آئون ۽ تاريخ جو نئين سري کان درس وٺي رهيو آهيان. آزادي جي جدوجهد سان گور جي مڪمل وابستگي مون کي بيحد متاثر ڪيو. هن جو جيئڻ ۽ مرڻ قومي تحريڪ جي لاءِ هو. هو ڏينهن ۾ ڪيترن ئي ميڙن کي خطاب ڪندو هو. انقلاب کان سواءِ ڪيس بي ڪنهن بہ شئي سان دلچسپي نہ هئي. آئون بہ اڪثر هن سان گڏ ٽائون شپ ايڊوائزري بورڊ ۽ نيشنل ڪانگريس جي گڏجاڻين ۾ مبصر جي حيثيت سان شريڪ ٿيندو هئس. خاموش ويٺو، حاضرين جون ڳالهيون ٻڌي، بحث هيٺ مسئلن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي، انهن جي قابليت ۽ ذهانت مان لطف اندوز ٿيندو هئس. نيشنل ڪانگريس جي ميڙن ۾ زندگي جاڳندل هوندي هئي. پارليامينٽ ۾ پاس ٿيندڙ قانونن، مسواڙي معاملن، بسين جي ڀاڙن، مطلب تہ آسمان جي هيٺان ٿيندڙ هر ان معاملي تي ڀرپور بحث ٿيندو هو،

جنهن جو واسطو آفريقي عوام سان ٿي سگهيو ٿي.

آگسٽ 1943ع ۾ مون "اليگزينڊرا بيس بائيڪاٽ" ۾ هزارين ماڻهن سان گڏ مارچ ۾ حصو ورتو. اهو مارچ بسن جو ڀاڙو چئن پينس مان وڌائي پنج پينس ڪرڻ جي فيصلي خلاف ٿيو هو. گور ان مهم جو هڪ اهم اڳواڻ هو. اهو بائيڪاٽ نوَ ڏينهن جاري رهيو ۽ ان دوران خالي بسيون رستن تي هلنديون رهيون ۽ نيٺ ڪمپني چار پينس ڀاڙو بحال ڪرڻ تي مجبور ٿي پئي. ان مهم مون کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ مون مبصر جو ڪردار ڇڏي عملي ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو. مون محسوس ڪيو ته پنهنجي قوم سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي جدوجهد ڪرڻ سان ڪيتري نه خوشي ۽ روح کي راحت نصيب ٿئي ٿي.

آفيس ۾ گور کان سواءِ به ڪجهه ٻين ماڻهن سان ڪچهري ٿيندي هئي. انهن مان هڪ ڳورو اسٽيٽ ايجنٽ هينز ملر هو. جيڪو مسٽر 'سائيڊبل سڪائي' سان گڏ ڪم ڪندو هو. هو صحيح معنيٰ ۾ هڪ بزنس مين هو ۽ دنيا کي فقط طلب ۽ رسد جي نظر سان ڏسندو هو. هڪ ڏينهن هن مون کي چيو "نيلسن! هن دريءَ کان ٻاهر ڏس، رستي تي ماڻهن جو ميڙ آهي، مرد ۽ زالون تيز تيز اچي ۽ وڃي رهيون آهن. آخر هي ڪهڙي شئي جي ڳولا ۾ آهن؟ ڪين ڇا گهرجي؟ آئون توکي ٻڌايان ٿو. هي سڀ پئسي ۽ دولت جي ڳولا ۾ آهن. جو ته دولت جو مطلب خوشحالي ۽ خوش نصيبي آهي. توکي به ان لاءِ جدوجهد ڪرڻ کپي. ان کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. دولت جي اچڻ کان پوءِ توکي زندگي ۾ ڪنهن به شئي جي کوٽ محسوس ڪانه ٿيندي".

آفيس ۾ هڪ رنگدار ڪاروباري همراهه 'ويلم سمٿ' جو اچڻ وڃڻ به ٿيندو هو. هن جو صنعتي ۽ واپاري ڪارڪنن جي تنظيم سان گهرو واسطو رهي چڪو هو. جيڪا ڏکڻ آفريقا ۾ ڪارن جي اولين ٽريڊ يونين هئي. پر هاڻي سمٿ جا خيال بدلجي چڪا هئا. هو چوندو هو "نيلسن! آئون ڏهن عرصي تائين سياسي مامرن ۾ الجهيل رهيو آهيان، پر مون کي ان دور ۾ گذاريل هڪ هڪ گهڙي تي افسوس آهي. مون زندگي جا بهترين سال، خود پسند ۽ مطلب پرست اڳواڻن جي خدمت ۾ گذاري ڇڏيا هئا. جيڪي سدائين پنهنجي مفادن جي لاءِ ڪم ڪندا هئا. منهنجي تجربي موجب سياست، بديانتي جو هڪ اهڙو ڪاروبار آهي، جنهن جو مطلب غريبن کان دولت ڪسڻ آهي".

سائيڊبل سڪائي سياست، بحث ۽ مباحثي کان ٽارو ڪندو هو. هو سمجهندو هو ته سياست تي بحث ڪرڻ به وقت جو اهڙو ئي زيان آهي. جهڙو خود سياست ۾ حصو وٺڻ. هو مون کي سدائين سياسي معاملن ۾ منجهڻ کان منع ڪندو هو. هڪ ڏينهن هن مون کان پڇي "ڇا تون هڪ سٺو ۽ ڪامياب وڪيل بنجڻ چاهين ٿو؟" مون هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو ته هن جواب ۾ وراڻيو "ڏس نيلسن! جيڪڏهن تون سياست ۾ حصو وٺندين ته تنهنجي پريڪٽس کي نقصان پهچندو. وقت جي حاڪمن سان تنهنجي ويڙهه ٿيندي ۽ تون مشڪل ۾ ڦاسي ويندين. ڪوبه مؤڪل تو وٽ ڪونه ايندو. تنهنجو ڏيوالو نڪري ويندو. پاڻ به جيل ويندي ۽ پنهنجي گهراڻي کي به برباد ڪري ڇڏيندين. اهي اٿئي سياست جا ڪرشما".

آئون سڀ ڳالهيون ٻڌندو ۽ انهن کي عقل جي ساهمي ۾ توريندو هئس. هر هڪ جي دليل ۾ ڪجهه نہ ڪجهه وزن ضرور هوندو هو. بهرحال آئون هوريان هوريان سياست طرف مائيل ٿيندو ويس. پر اڃا رستي جي ڪناري سان هلي رهيو هئس. ڪوبہ فيصلو ڪري نہ ٿي سگهيس. جيستائين منهنجي نوڪريءَ جو تعلق هو تہ گور سدائين منهنجي مدد ڪندو هو. مون کي اداري ۾ ڪم ڪندي ٻہ سال ٿي رهيا هئا تہ هڪ ڏينهن هن مون کي چيو"ٻڌ ڇوڪرا! جيستائين آئون هتي آهيان، هي ماڻهو توکي مستقل قانوني ذميداري نہ سونپيندا. ڀوءِ ڀلي تون ڪيڏي بہ وڏي سند حاصل ڪري ڇو نہ وٺين. هو ڇوندا گور اسان جي لاءِ گراهڪ ڳولهيو پيو اچي. ساڻن قانوني ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪريو وٺي، تنهن ڪري اسان کي ڪنهن ٻي نوڪر جي گهرج ڪونهي. آئون سمجهان ٿو تہ اسان جي آئينده سياسي جدوجهد جي لاءِ ضروري آهي تہ تون هڪ ڪامياب وڪيل بنجين. تنهن ڪري مون فيصلو ڪيو آهي تہ آئون هن اداري مان استعيفيٰ ڏئي پنهنجو ذار ڪاروبار شروع ڪريان. جڏهن آئون هتي نہ هوندس تہ هي ماڻهو جملي قانوني معاملا تنهنجي حوالي ڪري ڇڏيندا." مون ڪيس ڏاڍو سمجهايو پر هو پنهنجي فيصلي تان تر جيترو بہ نہ ڇُريو ۽ سندس وڃڻ ڪان پوءِ واقعي منتظمين مون کي هن جا فرض سونپي ڇڏيا. گور ڪيڏو نہ مخلص ماڻهو هو!.

اسان جي زبان ۾ هڪ چوڻي آهي تہ"آئون مشهور، درياءَ اُڪري چڪو آهيان" ان جو مطلب آهي تہ هڪ شخص ڏکيو سفر اختيار ڪيو. وڏا وڏا تجربا ڪيا ۽ نيٺ انهن تجربن جي روشني ۾ ڪجهہ عقل ۽ شعور جو مالڪ بنيو. حقيقت ۾ مون 1934ع کان وٺي هيستائين، پنهنجي ملڪ جا ڪيترن ئي مشهور دريائن ماشي، گريٽڪي، اورنج ۽ وال کي عبور ڪيو هو. پر اڃان ٻيا ڪيترائي درياءَ اُڪرڻا هئا.

1943ع ۾، مون 'يونيورسٽي آف سائوٿ آفريقا' مان خط ۽ ڪتابت ذريعي امتحان پاس ڪري ورتو ۽ گريجوئيشن جي تقريب ۾ شامل ٿيڻ جي لاءِ واپس فورٽ هيري وڃڻ جو سوچيو. اتي وڃڻ کان اڳ مون هڪ نئون سوٽ خريد ڪيو ۽ ان جي لاءِ سيسولو کان اُڌارا پئسا ورتم. ان کان اڳ ريجنٽ، فورٽ هيري ۾ منهنجي داخلا مهل هڪ سوٽ خريد ڪري ڏنو هو. گريجوئيشن جي لاءِ مخصوص علمي جبو بہ پنهنجي هڪ دوست کان اڌارو ورتم. سرٽيفڪيٽ ورهائڻ ۾ واري تقريب ۾ منهنجو پائيتو ڀي متنزيما، جيڪو اتان جو سنديافتہ هو. منهنجي امڙ ۽ ريجنٽ جي زال کي بہ تقريب ۾ شرڪت جي لاءِ وٺي آيو هو. پنهنجي امڙ کي ان ميڙ ۾ ڏسي آئون ڏاڍو خوش ٿيس. پر بيگم ريجنٽ جي موجودگي ۾ ائين محسوس ٿيم ڄڻ ريجنٽ پاڻ ان موقعي تي موجود هجي ۽ منهنجي عزت افزائي ڪري رهيو هجي. جوهانسبرگ ورڻ کان اڳ مون ڪجهہ ڏينهن (ڊالي وونگا کي ڀي جو قبائلي نالو) سان گڏ قماتا ۾ گذاريا. هو پنهنجي ابائڻ فرضن کي انجام ڏيڻ جي تياري ڪري رهيو هو. ڪيس هڪ نہ هڪ ڏينهن ٿمبوليند جو چيف بنجڻو هو. هن مون تي گهڻو زور ڀريو تہ آئون وڪالت جو امتحان پاس ڪري واپس امتاتا اچان. "اوهين جوهانسبرگ ۾ ڇو

ٽا رهڻ گهرو. اوهان جي هتي وڏيڪ گهرج آهي." هن چيو. سندس ڳالهه مناسب هئي. ٽرانسول ۾، ٽرانسڪيءَ کان وڌيڪ آفريقي وڪيل موجود هئا. مون ڊالي وونگا کي چيو ته سندس رٿ وقت کان اڳ جي آهي. پر حقيقت اها هئي ته آئون پنهنجي لاءِ هڪ ٻي راهه اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪو هئس. منهنجي سوچ اها هئي ته مون کي مستقبل ۾ ڪنهن مخصوص طبقي يا گروهه بدران سڄي آفريقي سماج جي خدمت ڪرڻي آهي. آئون محسوس ڪري رهيو هئس ته زندگيءَ جو تيز وهڪرو مون کي ٽرانسڪي مان ڪڍي ڪنهن ٻي مرڪز طرف وٺي پيو وڃي. جتي علائقائي، نسلي ۽ قبائلي وفادارين جي بدران گڏيل قومي مفادن جو پڙاڏو هوندو.

فورٽ هيري مان ڊگري وٺڻ کان پوءِ مون کي پنهنجي پراڻي فڪر جو، نون تجربن جي روشنيءَ ۾ جائزو وٺڻ جو موقعو مليو. مون پنهنجي دماغ مان اهو خيال ڪڍي ڇڏيو ته فقط گريجوئيشن ڪرڻ سان آئون وڏو ليڊر بنجي ويندس يا ٿمبو جي حڪمران قبيلي سان لاڳاپي هئڻ جي ڪري مون کي عزت ۽ احترام حاصل ٿيندو. هاڻي ڪنهن وڏي عهدي ۽ سٺي پگهار جي خواهش منهنجي زندگي جو مقصد نه رهيو هو. آئون پنهنجي شخصيت کي قومي سياست ۾ جذب ٿيندو ڏسي رهيو هئس. پراڻا خيال منهنجي لاءِ تسلي جوڳا نه هئا. جوهانسبرگ ۾ منهنجو انهن حلقن ۾ اچڻ وڃڻ ٿيڻ لڳو هو، جتي تعليمي قابليت کان وڌيڪ عملي تجربي، شعور ۽ ڄاڻ کي اهميت ڏني ويندي هئي. گريجوئيٽ هئڻ جي باوجود به مون ڏٺو ته نئين ماحول موجب مون يونيورسٽي مان ڪجهه به ناهي سکيو. يونيورسٽيءَ جا استاد نسلي متڀيد، آفريقي عوام جي محرومين ۽ ڪارن انسانن جي حقن سان تضاد ۾ ايندڙ احڪامن ۽ قانون تي هڪ لفظ به نه ڳالهائيندا هئا. جڏهن ته جوهانسبرگ ۾ مون کي هر روز انهن مسئلن سان منهن ڏيڻو پوندو هو. نسلي تعصب جي خاتمي جي تعليم مون کي ڪنهن خاص حلقي نه ڏني هئي. مون اهو سڀ ڪجهه عملي طور تي ٿيندي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو.

1943ع جي شروع ۾، مون جوهانسبرگ واپس اچي قانون جي تعليم جي لاءِ "يونيورسٽي آف وٽ واٽرز ريئنڊ" ۾ داخلا ورتي. اها يونيورسٽي جيڪا عام طور تي "وٽس" جي نالي سان مشهور هئي. مرڪزي جوهانسبرگ جي اترين علائقي "برام فونٽين" ۾ آهي ۽ ڏکڻ آفريقا ۾ انگريزي ڳالهائيندڙن جي سڀ کان وڏي درسگاهه سمجهي ويندي آهي.

قانوني اداري ۾ ڪم ڪنديً مون کي پهريون ڀيرو سفيد فام رهاڪن سان ميل جول جو موقعو مليو. يونيورسٽي ۾ اچي ڪيترن ئي پنهنجي هم عمر سفيد فام نوجوانن سان واقفيت ٿيم. ڪڏهن ڪڏهن فورٽ هيري ۾ گراهم ٽائون جي رهوڊز يونيورسٽي جي شاگردن سان رابطو ٿيندو هو. پر 'وٽس' ۾ انهن سان گڏ ويهي باقاعده تعليم حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو. اها انهن جي لاءِ ۽ پڻ منهنجي لاءِ به هڪ نئين ڳالهه هئي. ڇو ته آئون ان وقت "لا-فيڪلٽي" ۾ اڪيلو آفريقي شاگرد هئس.

ڏکڻ آفريڪا جا انگريزي تعليمي ادارا آزادي جي فڪر جي جراثيمن جي پرورش جا سٺا ادارا هئا. تنهن جي باوجود به مون پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور تي سکيو ڪونه ڏٺو. مون کان سواءِ هتي بيا آفريڪي رهاڪو فقط اهي هئا، جيڪي معمولي ۽ ادنيٰ قسم جي خدمت جي لاءِ نوڪر رکيا ويا هئا. منهنجي لاءِ اهو ڪو سٺو تجربو ڪونه هو. هر طرف کان منهنجي مٿان نظر رکي ويندي هئي. هتي مون کي عداوت ۽ تعصب، فراخدلي ۽ سخاوت، ٻنهي سان منهن ڏيڻو پيو. جيتوڻيڪ 'وٽس' ۾ مون کي اهڙا سفيد فام به مليا جيڪي همدردانه رويو رکندا هئا. منهنجا دوست ۽ اڳتي هلي هم پيشه به بڻيا. پر انهن جي گهڻائي آزاد خيال، رنگ ۽ نسل کان مٿاهين ڪانه هئي. مون کي ياد آهي ته هڪ ڏينهن آئون ڪلاس روم ۾ ڪجهه منٽ دير سان پهتس ۽ سيل ٿائي (جيڪو پوءِ يونائيٽيڊ پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي پارليامينٽ جو ميمبر به ٿيو) جي ڀر واري خالي سيٽ تي ويهي رهيس. جيتوڻيڪ ليڪچر شروع ٿي چڪو هو ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ خالي ڪرسيون نظر اچي رهيون هيون، پر سيل ٿائي پنهنجا ڪتاب ۽ ڪاپيون کنيون ۽ مون کان پري هڪ ٻي سيٽ تي وڃي ويٺو . ان قسم جا واقعا گهڻو تڻو نظر ايندا رهندا هئا. ڪنهن منهنجي لاءِ"ڪافر" لفظ ته استعمال ڪونه ڪيو، پر حاضرين جي خاموش عداوت کي چڱي طرح سمجهي ٿي سگهيس.

اسان جو قانون جو پروفيسر هيهلو،سخت مزاج فلسفي قسم جو انسان هو. هو شاگردن جي گهڻي آزادي سهي نه سگهندو هو. عورتن ۽ آفريڪين جي لاڳاپي جي حوالي سان، قانون جي باري ۾ هن جو نظريو انوکو هوندو هو. سندس چوڻ هو ته اهي ٻئي گروهه وڪيل بڻجڻ جي لاءِ پيدا نه ڪيا ويا آهن. قانون هڪ سوشل سائنس آهي ۽ عورتون ۽ آفريڪي انهن جي مونجهارن کي حل ڪرڻ جي اهميت نه ٿا رکن. هڪ ڀيرو هن سنئون سڌو مخاطب ٿي مون کي صلاح ڏني ته مون کي 'وٽس' ۾ رهڻ نه کپي. بلڪ ان جي بدران 'يونيورسٽي آف سائوٿ آفريڪا' مان خط و ڪتابت جي ذريعي ڊگري حاصل ڪرڻ کپي. جيتوڻيڪ، مون پروفيسر جي صلاح سان اتفاق نه ڪيو، پر مون وٽ اها صلاح رد ڪرڻ جا سبب به گهٽ هئا. ڇو ته قانون جي شاگرد جي حيثيت سان منهنجي ڪارڪردگي بيحد خراب هئي. وٽس ۾ مون کي اهڙا دوست ملي ويا، جن آزادي جي جدوجهد ۾ هر موقعي تي منهنجو ساٿ ڏنو ۽ جن کان سواءِ آئون پنهنجن مقصدن جي حاصلات ۾ ڏاڍي ڏکيائي سان ڪامياب ٿي سگهان ها. ڪيترن ئي سفيد فام شاگردن عام رويي کان هٽي ڪري، مون کي خوش آمديد چيو. پهرين سال ئي منهنجي ملاقات "جوسلوو" ۽ سندس مستقل جي شريڪ حيات "روٿ فرسٽ" سان ٿي. اڄ جيان ان وقت به هو نهايت ذهين ۽ لائق شخص هو. هن جهڙن دماغي صلاحيتن وارا ماڻهو مون تمام گهٽ ڏٺا آهن. هو ڏاڍو پر جوش اشتراڪي هو. روٿ به ڏاڍي ذهين ۽ سٺي ليکڪا هئي. ٻئي ڏکڻ آفريڪا ۾ لڏي ايندڙ يهودي والدين جو اولاد هئا. جارج بزاس ۽ برام فشر سان منهنجي سڄي عمر جي دوستي جي شروعات به هتان ئي ٿي. جارج، لڏ پلاڻ ڪندڙ يوناني

گهرائي جو هڪ ذهين ۽ همدرد پٽ ۽ برام فشر جز وقتي ليڪچرار ۽ هڪ نهايت معزز يورپي نسل جي آفريقي خاندان جو چشم ۽ چراغ هو. سندس ڏاڏو، اورينج ريور ڪالوني جو وزيراعظم بہ رهي چڪو هو ۽ پيءُ اورنج فري اسٽيٽ جو چيف جسٽس. جيتوٽڪ هو ڏکڻ آفريقا جو وزيراعظم بنجي ٿي سگهيو، پر منهنجي ڄاڻ موجب، هو آزاديءَ جي جنگ جي زبردست حامين ۽ دوستن منجهان هڪ هو. هتي ئي منهنجي ٻن انقلابي سياستدانن ٽوني ڊائونڊ ۽ هيرلپ وولپ ۽ نسل پرستي جي ٻن زبردست مخالفن جوليسس براٿوڊي ۽ سندس زال سان واقفيت ۽ دوستي جي شروعات ٿي.

’وٽس‘ ۾ ئي منهنجي ڪن هندستاني شاگردن سان گهري دوستي جي شروعات ٿي. جيتوڻيڪ فورٽ هيري ۾ بہ ڪجهہ هندستاني شاگرد پڙهندا هئا، پر هو هڪ ڌار هاسٽل ۾ رهندا هئا. تنهن ڪري منهنجو انهن سان رابطو تمام گهٽ رهيو. وٽس ۾ ئي منهنجي اسماعيل مير، جي اين سنگهہ، احمد پولا ۽ رام لعل پوليا سان ملاقات ٿي. اسين پڪا دوست بنجي وياسين. اسان جي ان ننڍڙي پر مستحڪم برادري جو مرڪزي هنڌ شهر جي وچ ۾ اسماعيل مير جو فليٽ هو. هتي ئي اسين لڪندي پڙهندي بحث ۽ مباحثا ڪندي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سڄيون سڄيون راتيون نچندي ٽپندي گذاريندا هئاسين. هڪ لحاظ کان اهو گهر نوجوان آزادي پسندن جو هيڊ ڪوارٽر بڻجي چڪو هو. جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن رات جو واپس اورينڊو وڃڻ ۾ دير ٿي ويندي هئي تہ آئون اتي ئي سمهي پوندو هئس. ڏاڍو ذهين ۽ سنجيده اسماعيل مير، جنهن جي پيدائش نٽال ۾ ٿي ۽ ’وٽس‘ ۾ ”لا-ڪاليج“ جي تعليم جي دوران هو ٽرانسوال انڊين ڪانگريس جو اهم ميمبر بڻيو. جي اين سنگهہ ڇاتل سڇاتل سهڻي صورت وارو نوجوان هو، جنهن جي سيني رنگ جي ماڻهن سان دوستي هئي.

هڪ ڏينهن اسماعيل، جي اين سنگهہ ۽ آئون ڏاڍا تڪڙا هئاسين. تنهن ڪري اسين هڪ اهڙي ٽرام ۾ ويهي رهياسين، جنهن ۾ هندستاني تہ سفر ڪري ٿي سگهيا، پر آفريقين جي لاءِ ان ۾ ويهڻ جي منع هئي. ٽرام اڃا ٿورو مس هلي جو ڪنڊيڪٽر اچي پهتو. هن مقامي آفريقي ٻولي ۾ اسماعيل مير ۽ جي اين سنگهہ کي چيو تہ ”اوهان جي هن ”ڪافر دوست“ کي هن ٽرام ۾ سفر ڪرڻ جي موڪل ڪونهي.“ اهو ٻڌي هو ٻئي بگڙي پيا ۽ هنن سختي سان ڪنڊيڪٽر کي چيو ”تو کي خبر آهي تہ ان لفظ جو مطلب ڪهڙو آهي؟ تون اسان جي دوست کي جنهن نالي سان سڏيو آهي، اهو ڏوهہ آهي.“ ڪنڊيڪٽر هڪدم ٽرام روڪرائي ۽ هڪ پوليس واري کي سڏي اسان کي گرفتار ڪرايو. پوليس وارو اسان کي ٿاڻي ۾ وٺي ويو ۽ اسان تي فرد جرم عائد ڪئي وئي. اسان کي حڪم ڏنو ويو تہ اسين ٻي ڏينهن عدالت ۾ پيش ٿيون. رات جو اسماعيل مير ۽ جي اين سنگهہ، برام فشر کي عدالت ۾ اسان جي دفاع جي لاءِ تيار ڪيو. ٻي ڏينهن مئجسٽريٽ، برام جي خانداني لاڳاپن کان مرعوب نظر آيو ۽ اسان کي هڪدم ڇڏيو ويو. مون پهرين ئي نظر ۾ ڏسي ورتو تہ انصاف صفا انڌو بہ ڪونہ هوندو آهي.

'وٽس' منهنجي سامهون هڪ نئين دنيا جو دروازو کولي ڇڏيو. فڪر ۽ نظري، سياسي عقيدن ۽ مناظري جي دنيا. هڪ اهڙي دنيا جتي ماڻهو سياست جي باري ۾ جذباتي ٿيو وڃن. هتي مون کي پنهنجي هم عمر سفيد فام ۽ باشعور هندستاني نوجوانن جي ساٿ ۾ گذارڻ جو موقعو مليو. جن ويجهڙائيءَ ۾ اهم سياسي تحريڪن ۾ هر اول دستي طور ڪم ڪيو. مون زندگي ۾ پهريون ڀيرو اهڙن هم عمرن کي ڳولهي لڌو، جيڪي آزاديءَ جي جنگ سان گهري وابستگي رکندا هئا. اهي نوجوان رعايت حاصل هئڻ جي باوجود به پنهنجو پاڻ کي محڪوم ۽ مظلوم طبقن جي خاطر قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار هئا. ●

## باب ٽيو

# آزاديءَ جي سپاهيءَ جو جنم

آئون ان حقيقي گهڙي جي نشاندهي نٿو ڪري سگهان، جڏهن مون سياسي شخصيت جو روپ ڌاريو ۽ فيصلو ڪيو ته مون کي پنهنجي زندگي آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ ارپڻي آهي. ڏکڻ آفريڪا ۾، آفريقي هئڻ جو مطلب هي هو ته هر شخص شعوري يا غير شعوري طور تي پنهنجي پيدائش جي وقت کان سياسي رنگ ۾ رنگجي ويو. آفريقي ٻار جي پيدائش "اسپتال: فقط واسطي آفريقي عوام لاءِ" ۾ ٿيندي هئي. هو "بس: فقط آفريقي عوام لاءِ" ۾ گهر نيو ويندو هو. "فقط: آفريقي عوام جي علائقي" ۾ هن جي پرورش ٿيندي هئي ۽ جيڪڏهن خوش قسمتي سان ڪيس تعليم جو موقعو ملي ويندو هو ته ڪيس "فقط: آفريقي ٻارن جي لاءِ اسڪول" ۾ داخلا ملندي هئي. جوان ٿيڻ تي ڪيس نوڪري "نوڪري: فقط آفريقي عوام جي لاءِ" ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو. "ٽائون شپ: فقط آفريقي عوام جي لاءِ" ۾ ڪيس مسواڙي گهر ملندو هو ۽ ڪيس "ٽرين: فقط آفريقي عوام جي لاءِ" ۾ سفر ڪرڻو پوندو هو. پر هو رات يا ڏينهن جي ڪنهن به گهڙي ۾ ڪٿي به روڪي سگهجيو ٿي ۽ ڪيس پاس ڏيکارڻ جو حڪم ملي سگهيو ٿي. ان "اجازت نامي" کان سواءِ ڪيس گرفتار ڪري جيل ۾ وجهي سگهجيو ٿي. هن جي زندگي نسل پرستي وارن قانونن ۽ حدن ۾ جڪڙيل هوندي هئي. جيڪا هن جي نشوونما ۾ رڪاوٽ هوندي هئي ۽ سندس فطري صلاحيتن کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيندي هئي. ۽ اها هئي اصلي حقيقت ۽ اسان کي انهن اڻ ڳڻين رستن سان منهن ڏيڻو پوندو هو.

آئون ڪنهن ڏندڪٿائي صلاحيتن جو مالڪ ڪونه آهيان. پنهنجي اندر ڪا غيبي قوت ڪونهي. مون کي الهام ڪونه ٿيندو آهي. پر هزارين نفرتن ۽ بي عزتي وارن واقعن ۽ هزارين فراموش نه ٿيندڙ گهڙين جي هڪ لڳاتار انبار منهنجي اندر ڪاوڙ، گهري بغاوت ۽ هن نظام جي خلاف جهاد جي جذبي کي جنم ڏنو. جنهن اسان جي عوام کي غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙي رکيو هو. منهنجي زندگي ۾ ڪا به اهڙي خاص گهڙي ڪانه آئي. جڏهن مون اهو سوچيو ته اڄ کان آئون پنهنجي زندگي قومي آزادي جي حاصلات لاءِ ارپي ڇڏيندس. بلڪ ٿيو هيئن ته مون پنهنجو پاڻ کي پائمرادو ان مقصد جي لاءِ تيار ڏٺو. ان کان علاوه آئون ٻيو ڪجهه سوچي به نه ٿي سگهيس.

آئون ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن جو ذڪر ڪري چڪو آهيان، جن مونکي متاثر ڪيو هو. پر جنهن شخص جي سڀ کان وڌيڪ دانشمندانه سرپرستي مون کي حاصل رهي، اهو

والٽر سيسولو هو. هو نهايت مضبوط اعصابن وارو، عقلمند، عملي ۽ مخلص انسان هو. ڪنهن به بحراني حالت ۾ هن جا حوصلا خطا نه ٿيندا هئا. جڏهن بيا رڙيون ڪندا هئا ته هو خاموش رهندو. ڪڏهن ڪنهن تنظيم يا اداري سان لاڳاپيل ماڻهن جي ڪردار کي ڏسي فيصلو ڪري سگهجي ٿو. مون کي اُن تنظيم سان لاڳاپو پيدا ڪري فخر محسوس ٿيو. جنهن جو والٽر سيسولو ميمبر هو. آفريڪين نيشنل ڪانگريس ٿي اها چپر ۽ ڇانوَ هئي، جنهن جي هيٺان سڀ آفريڪي پناهه وٺي ٿي سگهيا.

تبديليءَ جي هوا هلڻ شروع ٿي چڪي هئي. 1941ع ۾ "ائٽلانٽڪ چارٽر" جنهن تي روز ويلٽ ۽ چرچل صحيحون ڪيون هيون، مڙني انسانن جي احترام جي توثيق ڪئي ۽ ڪيترن ئي جمهوري اصولن جو پڙاڏو بڌڻ ۾ آيو. اولهه ۾ ڪيترن ئي ماڻهن ان چارٽر کي خالي وعدن سان پيٽيو، پر آفريڪا ۾ معاملو مختلف هو. ائٽلانٽڪ چارٽر ۽ ظلم ۽ جبر جي خلاف مغربي اتحادين جي جنگ کان متاثر ٿي نيشنل ڪانگريس پنهنجو هڪ چارٽر "آفريڪي مطالبن" جي نالي سان تخليق ڪيو. جيڪو سيني آفريڪي رهاڪن جي مڪمل شهري حقن، زمين جي خريد ۽ فروخت جي حق ۽ امتيازي قانونن جي خاتمي جو دعويدار هو. اسان کي اميد هئي ته حڪومت ۽ عام سفيد فام رهاڪو به محسوس ڪندا ته اهي اصول جن جي لاءِ هو يورپ ۾ ويڙهاند ڪري رهيا هئا يا آهن ۽ اسان جا مطالبا بلڪل هڪجهڙا آهن. والٽر جو گهر آزادي جي مجاهدن جو قبلو هو. گرم جوش ۽ هر هڪ کي خوش آمديد چوڻ وارو گهر، جتي سيني جي لاءِ هن جي امڙ پاڻ ماني تيار ڪندي هئي.

1943ع جي هڪ رات، ان گهر ۾ مون هڪ مقناطيسي شخصيت کي تقرير ڪندي ٻڌو. اهو 'انسٽن ليم بيدي' هو. سڄي ملڪ جي ڪجهه آفريڪي وڪيلن مان هڪ. هن جي سوچ طبعزاد ۽ ولولانگيز هئي. هو نيشنل ڪانگريس جي باني شخصيتن مان هڪ محترم شخصيت "ڊاڪٽر پڪسلي سيمي" جو ساٿي هو. هن پنهنجي خطاب ۾ چيو "آفريڪا ڪارن انسانن جو ڪنڊ آهي، جن کي نئين سر پنهنجي سڃاڻپ ڪرائڻي آهي ۽ پنهنجي حقن کي آجو ڪرائڻو پوندو. منهنجي چمڙي جو ڪارو رنگ، مادر وطن جي ڪاري مٽي جيان سهڻو آهي." هن ڪاري احساس ڪمتري جي تصور، مغرب جي غلامي ۽ مغربي فڪر جي پرستش کي حقارت مان ٺڪرائڻي ڇڏيو ۽ چيو ته "احساس ڪمتري آزاديءَ جي راهه ۾ سڀ کان وڏي رڪاوٽ آهي." سندس چوڻ هو ته جڏهن به جتي به موقعو مليو ته آفريڪي ماڻهو ڳوري ماڻهوءَ کان وڌي چڙهي پنهنجي مهارت ۽ صلاحيت جون مظاهرو ڪيو آهي. هن ڪيترن ئي آفريڪي سورمن ۽ هيرن جا نالا ورتا. هن خود اعتمادي ۽ ثابت قدمي جو ڏرس ڏنو ۽ پنهنجي فڪر کي "آفريڪن ازم" جي نالي سان سڏيو.

'ليم بيدي' جو واسطو نٽال سان هو. سندس پيءُ هڪ اڻپڙهيل هاري هو. پر هن پاڻ هڪ آمريڪي تعليمي اداري ايڊمز ڪاليج ۾ تعليم پرائي ۽ ايم - اي ۽ قانون جي ڊگري حاصل ڪئي. هو ڪيترا ئي سال "اورينج فري اسٽيٽ" ۾ پڙهائيندو رهيو. هو سيني آفريڪي رهاڪن جي اتحاد جو قائل هو ۽ قبائلي ٽوٽ ۽ تفرقي جو سخت مخالف هو.

هن نٽال جي هڪ آفريقي رسالي ۾ قومپرستي جي تائيد ۾ نهايت زوردار مقالو لکيو هو. جنهن جو تت هي هو تہ 'بينڪي نظام جو سڀ کان اهم توڙ قومپرستي آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو سيٺي جابر قوتون، ان جون مخالف آهن ۽ پنهنجيءَ قبضي هيٺ آيل ملڪن ۾ قومپرستن جي مقابلي ۾ پنهنجن چاڙتن کي دولت ۽ عهدي جون لالچون ڏئي، پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪن ٿيون ۽ پنهنجو پاڻ کي ترقي پسند سڏرائين ٿيون.' ليم بيدي جي خيالن منهنجي اندر ۾ هلچل مچائي ڇڏي. مون کي اڳ ۾ برطانوي بينڪيٽ ۽ ڳورن جي تهذيب جي دعويٰ تي شڪ هو. پر ريجنٽ ۽ سائيدل سڪائي جي اثر هيٺ پنهنجو پاڻ کي ان ڪاري معزز طبقي جو رڪن سمجهندو هئس، جيڪو برطانوي حڪومت آفريڪا ۾ تخليق ڪري رهي هئي. هاڻي خبر پيم تہ لها خودفريبي آهي ۽ اُن جو توڙ انقلابي انداز جي آفريقي قومپرستي ئي ٿي سگهي ٿو. ليم بيدي جو دوست 'پيٽر مدا' بہ ان قسم جو هڪ انقلابي، پر ٿڌي دل ۽ دماغ وارو سائنسي انداز جو اڳواڻ هو. اسان جي محفلن ۾ ٻيا بہ ڪيترائي نوجوان شرڪت ڪندا هئا. جيڪي آزاديءَ جي جنگ ۾ دلچسپي رکندا هئا ۽ جن زبردست قربانيون ڏنيون. انهن ۾ هيلڊ ٽائون ۾ منهنجو اڳوڻو استاد وڪٽر مبوبو ۽ سڀ کان وڏي آفريقي روزنامي "بنتو ورلڊ" جو خاطو مشهور صحافي "ياردن نگوبني" بہ شامل هو. ان اجلاس ۾ 'ڊاڪٽر ماجر بوزي' رٿ پيش ڪئي تہ نوجوانن کي متحرڪ ڪرڻ خاطر نيشنل ڪانگريس جي ماتحت يوٿ ليگ جو قيام عمل ۾ آندو وڃي. اسان اي اين سي(آفريقن نيشنل ڪانگريس) جي صدر ڊاڪٽر زوما سان ان مسئلي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. جنهن ڌيمي انداز ۾ ان جي مخالفت ڪئي. بهرحال وليم نڪومو جي سرپرستي هيٺ ڊسمبر 1943ع ۾ اي اين سي جي ساليانيءَ ڪانفرنس جيڪا 'بلوم فونٽين' ۾ ٿي. يوٿ جي هڪ عارضي ڪميٽي جوڙي وئي ۽ هڪ سال کان پوءِ ان جي باقاعده جوڙجڪ ڪئي وئي. ان موقعي تي ڪيترن ئي تعليم يافتہ، دانشمند آفريقي نوجوانن شرڪت ڪئي. جن ۾ هيلڊ ٽائون جا گريجوئيٽ بہ شامل هئا. ڪي تہ ڏورانهن علائقن، پريٽوريا کان بہ ڪهي اُن اجلاس ۾ شرڪت جي لاءِ آيا هئا. ان موقعي تي 'ليم بيدي' عالمي تاريخ ۽ قديم يونان کان وٺي جديد يورپي بينڪي راڄ تائين، ڪيترن ئي موضوعن تي ليڪچر ڏنا. هن آفريقي تاريخ جي خاص خاص دورن جو بہ ذڪر ڪيو ۽ ڳورن ماڻهن جي ان تصور کي احمقاڻون قرار ڏنو تہ هو ڪا چونڊيل قوم آهن يا ڪنهن اعليٰ نسل سان لاڳاپو رکن ٿا.

ان اجلاس ۾ ٻين بہ ڪيترن ئي دوستن تقريرون ڪيون. ليم بيدي يوٿ ليگ جو صدر، اوليوز ٽمبو سيڪريٽري ۽ والٽر سيسولو خزانچي چونڊيا ويا. ڪاروباري ڪميٽي ۾ جنهن جو آئون بہ ميمبر هئس. تنهن ۾ ڪيترن ئي نوجوان ڊاڪٽرن، مزدور اڳواڻن ۽ پرجوش شاگردن کي شامل ڪيو ويو. سيني صوبن ۾ ان جون شاخون قائم ڪيون ويون. يوٿ ليگ جي بنيادي پاليسي نيشنل ڪانگريس جي دستور کان مختلف نہ هئي. بلڪ اسان انهن مان ڪيترن ئي مامرن جو نئين سر جائزو وٺي انهن کي ميدانن ۾ آڻڻ ٿي چاهيو. جيڪي پس منظر ۾ هليا ويا هئا. اسان جي جدوجهد جو بنيادي نقطو آفريقي قومپرستي

هو. مختلف قبيلن جي سهڪار سان هڪ متحده قوم تخليق ڪرڻ، سفيد فام غلبي جو خاتمو آڻڻ ۽ هڪ حقيقي جمهوري حڪومت جو قيام اسان جي منزل يا مقصد هو. اسان جي منشور ۾ لکيل هو تہ"اسان دل جي گهراين سان سمجهون ٿا تہ آفريقي رهاڪن جي قومي آزادي جو حصول خود سندن جدوجهد تي مدار رکي ٿو. يوٿ ليگ ڪي قومي جذبن جي اظهار جو مرڪز ۽ محور بنجڻ کپي." ان منشور ۾ ٽرسٽي شپ جي تصور کي مڪمل طور تي رد ڪيو ويو هو. جنهن جو مقصد ڳورن جي حڪومت کي آفريقي مفادن جو نگران قرار ڏيڻ هو. ان سلسلي ۾ اسان گذريل چاليهن سالن جي ڪيترن ئي قانونن جو ذڪر ڪيو، جن اسان جي عوام کي لولو لنگڙو بنائي ڇڏيو هو. مثال طور لينڊ ايڪٽ، جنهن جي ڪري ڪارا ماڻهو پنهنجي ابن ڏاڏن جي ستاسي سيڪڙو زمين تان بي دخل ڪيا ويا. 'اربن ايريا ايڪٽ'، جنهن تحت"مقامي آبادين' جو وجود عمل ۾ آندو ويو، جيڪي حقيقت ۾ اهڙا ڪنا اونداها ڀاڙا ثابت ٿيا، جتي سفيد فام صنعت ۽ حرفت کي سستو شيدي ليبر مهيا ٿيندو هو. "ڪلر بار ايڪٽ" جنهن جي ذريعي مقامي آفريقي ماڻهن کي مخصوص ڏنڌن ۾ حصو وٺڻ کان روڪيو ويو. 'بنٽو ايڊمنسٽريٽريشن ايڪٽ' جنهن آفريقي قبائلي سردارن جي جاءِ تي تاج برطانيا کي سڀني علائقن جو حاڪم اعليٰ قرار ڏنو ويو ۽ مقامي پنچائتي ايڪٽ، جنهن جي آڌار تي آفريقي رهاڪن کي ووٽرن جي لسٽ مان خارج ڪيو ويو ۽ اهڙي طرح ڳورا پاڻ ئي سندن قسمت جا مالڪ بنجي ويهي رهيا.

اسين ڪميونزم جي باري ۾ ڏاڍو محتاط هئاسين، اسان جي منشور ۾ وضاحت ڪئي وئي هئي تہ: "اسين پرڏيهي فڪر ۽ نظريي مان فائدو ضرور حاصل ڪنداسين، پر انهن نظرين کي ڪلي عام آفريقا ۾ آڻڻ کي رد ٿا ڪريون." ان ۾ مبهم طور تي ڪميونسٽ پارٽي جي لاءِ ملامت هئي. جنهن کي"ليمبيدي" سميت ڪيترائي ماڻهو جن ۾ آئون بہ شامل هئس، آفريقي حالتن موجب اڻ نهڪندڙ پرڏيهي نظريو سمجهندا هئاسين. ليمبيدي جو خيال هو تہ ان پارٽي تي ڳورن جو غلبو آهي ۽ اها ڳالهہ آفريقي خود اعتمادي ۽ پيش قدمي جي لاءِ نقصان ڪار آهي. يوٿ ليگ جو اصل مقصد اي اين سي کي سياسي آزادي جي حصول لاءِ صحيح واٽ ڏيکارڻ هو. آئون جيتوڻيڪ انهن مقصدن جو مڪمل حامي هئس، پر پنهنجي عملي ڪردار جي باري ۾ ڪا بہ حد مقرر ڪري نہ سگهيو هئس. آئون اڃا نوڪري ۽ جزوي طور تي تعليمي سرگرمين ۾ رڌل هئس. تنهن ڪري ٻين ڪمن جي لاءِ مون وٽ وقت جي ڪمي هئي. ٻيو تہ سياسي ميدان ۾ والٽر، ليمبيدي ۽ مدا جي ڀيٽ ۾ آئون پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ بہ سمجهندو هئس. هو پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي چڪا هئا. جڏهن تہ آئون ان ميدان ۾ اڃا نئون هئس. هڪ مقرر جي حيثيت سان مون ۾ اعتماد جي کوٽ هئي ۽ پنهنجي ڪيترن ئي دوستن جي فصاحت ۽ بلاغت کان ڊنل رهندو هئس.

ليمبيدي جي "آفريقن ازم" جا سڀ ماڻهو حامي نہ هئا. ڪيترائي دوست ان کي بہ نسل پرستي وارو رويو قرار ڏيندا هئا. هنن جو خيال هو تہ اسان کي پنهنجي مقصد جي

حاصلات جي لاءِ آفريقي قومپرستي سان همدردي رکندڙ گورن کي بہ پنهنجي جدوجهد ۾ شامل ڪرڻ کپي. پر ڪيترن ئي ميمبرن جي اها راءِ هئي تہ اهڙي طرح اسين سفيد فام تهذيب کان مغلوب ۽ احساس ڪمتري جو شڪار رهنداسين. آئون بہ گورن ۽ اشتراڪين جي يوٿ ليگ ۾ شموليت جو سخت مخالفت هئس. واٽر سيسولو جي گهر ۾ هر وقت ميڙا متا پيا هوندا ۽ هر گهڙي سياست تي ڳالهيون ٿينديون رهنديون هيون. آئون ڪيترن ئي سالن کان اتي رهندو هئس. والٽر جي زال البرٽنا عقلمند عورت هئي ۽ سياسي مامرن ۾ پنهنجي مڙس جي سهڪاري ۽ مددگار هوندي هئي. سندن شادي جي موقعي تي ليم بيدي کيس چيو هو"البرٽنا! تو هڪ اهڙي مرد سان شادي ڪري رهي آهين، جيڪو اڳ ۾ سياست سان پرڻيل آهي." ان ئي گهر ۾ منهنجي ايولين ميسيءَ سان ملاقات ٿي، جيڪا منهنجي پهرين زال بڻي، هوءَ ٽرانسڪيءَ جي هڪ ڳوٺ سان واسطو رکندي هئي، هوءَ هڪ سنجيده ۽ قبول صورت ڳوٺاڻي ڇوڪري هئي ۽ ان وقت البرٽنا ۽ پيٽرمدا جي زال روز سان گڏ جوهانسبرگ جي غير يورپي جنرل اسپتال ۾ نرس جي حيثيت ۾ تربيت حاصل ڪري رهي هئي. سندس پيءُ کاڻ ۾ مزدوري ڪندو هو، جيڪو سندس ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو هو ۽ اجا ٻارنهن سالن جي مس هئي تہ ماڻهنس بہ گذاري وئي. ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان ڪاميابي کان پوءِ کيس وڌيڪ تعليم جي لاءِ جوهانسبرگ جي هڪ هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو.

ايولين جو ڀاءُ بہ سيسولو گهراڻي سان گڏ رهندو هو. والٽر جي امڙ هن ٻنهي جي ماسي هئي ۽ ايولين کي پنهنجي ڌيءَ جيان پالينندي هئي. ڪجهہ مهينن کان پوءِ مون کيس شادي جي آڇ ڪئي، جيڪا هن قبول ڪري ورتي. اسان مقامي مئجسٽريٽ جي عدالت ۾ وڃي سول ميرج جي رسم ادا ڪئي.(جنهن ۾ فقط اسان جي صحيحن ۽ هڪ شاهد جي ضروت هئي) سبب اهو هو تہ اسين روايتي انداز ۾ شادي جي تقريب جو خرچ برداشت ڪري نہ ٿي سگهياسين. هاڻي اسان جو سڀ کان اهم مسئلو رهائش جو هو. اسين پهرين ايولين جي ڀاءُ سان گڏ 'اورينڊو ايسٽ' ۾ رهياسين ۽ پوءِ سندس پيڻ وٽ"سٽي مائنز" ۾ هليا وياسين. جتي سندس پيٽيو ڪلارڪ هو.



1942ع ۾ ڪيترائي اهڙا واقعا ٿيا، جن منهنجي سياسي نظرين ۽ جدوجهد کي صحيح رخ عطا ڪيو. سڄي ملڪ ۾ ستر هزار 'کاڻ مزدورن' جي هڙتال مون کي بيحد متاثر ڪيو. چاليهہ واري ڏهاڪي ۾ جي بي مارڪس، گور ۽ ٻين ڪيترن گڏجي آفريقي مائن ورڪرز يونين (AMWU) جو بنياد رکيو هو. ريف ۾ کاڻين ۾ چار لک مزدور ڪم ڪندا هئا. جن مان گهڻن کي هر روز ٻہ شلنگ مزدوري ملندي هئي. يونين جي اڳواڻن ڪيترائي پيرا چيمبر آف مائنز کان ڏهن شلنگن تائين مزدوري وڌائڻ ۽ ڪارڪنن جي لاءِ فيملي ڪوارٽرس ۽ ٻن هفتن جي پگهار سميت موڪل جو مطالبو ڪيو. جيڪو رد ڪيو ويو. اها هڙتال سڄو هفتو پوري جوش ۽ جذبي سان جاري رهي ۽ آفريقا جي تاريخ ۾ شايد

اها سڀ کان وڏي احتجاجي تحريڪ هئي. حڪومتي انتقام نهايت وحشيانو هو. سموري قيادت کي گرفتار ڪيو ويو هو. يونين جون آفيسون تباهه ڪيون ويون. پوليس ڪا به شئي پنهنجي جاءِ تي رهڻ نه ڏني. مزدورن جي جلوس کي ظالمانه طريقي سان منتشر ڪيو ويو ۽ بارنهن جانيون زيان ٿيون. ايتري قدر جو مقامي پنچائتي ڪائونسل به پنهنجو اجلاس احتجاجي طور ملتوي ڪري ڇڏيو. ان وقت 'جي بي مارڪس' ڪاٺين جي مزدور يونين جو صدر هو. هو ٽرانسوال جي گڏيل نسل واري ماءُ پيءُ جو اولاد هو. هن جي شخصيت وڏي ڪرشمي ساز هئي. مون کي هن سان گڏ ڪيترا ڀيرا هڙتالي مزدورن سان ملاقات جو موقعو مليو ۽ اسين آئنده جي رٿابندي ڪندا رهياسين. هو صبح کان وٺي شام تائين ٿڌي دل سان معاملن کي نبيريندو رهندو هو. ان رٿوچاڻ جي موقعي تي يونين جي قيادت جنهن تدبر ۽ تنظيمي گڏجاڻي جو مظاهرو ڪيو. ان منهنجي دل ۽ دماغ تي گهرا اثر ڇڏيا. بهرحال، حڪومت جي ڏاڍاين ۽ مختلف حربن سبب هڙتال کي ناڪام بنايو ويو ۽ يونين کي ڪچليو ويو.

هتان کان مارڪس سان منهنجي گهرن ناتن جي شروعات ٿي. آئون اڪثر هن جي گهر هليو ويندو هئس ۽ ڪميونزم جي مخالفت تي هن سان ڪلاڪن ڌير تائين بحث ڪندو هئس. جيتوڻيڪ هو پارٽيءَ جو مضبوط ميمبر هو، پر منهنجن خيالن کي هڪ نوجوان جي قوم‌پرستانه جذبن سان گمان ڪندو هو. هن کان سواءِ ٻين اشتراڪي اڳواڻن جهڙڪ موزز ڪوتاني ۽ يوسف ڏادوءَ سان به ان قسم جا بحث ۽ مباحثا ٿيندا رهندا هئا. البت هيٺين درجي جا اشتراڪي ڪانگريس جا ميمبر اسان جي نظرين کي حقارت سان ڏسندا هئا. آئون بهرحال آفريقي قوم‌پرستيءَ جي انتها پسندي واري انقلابي رويي سان همدردي رکندو هئس. آئون نسل پرستيءَ کان نه پر سفيد ماڻهوءَ کان ناراض هئس. آئون ڳوري ماڻهوءَ کي سمنڊ ۾ ڌڪو ڪرڻ جو ته قائل نه هئس. پر مون کي خوشي ٿئي ها جيڪڏهن هو پنهنجي ٻي جهاز ۾ چڙهي اسان جي ڪنڌ کي خدا حافظ چئي وڃن.

هڙتال جي پڄاڻي تي مارڪس ۽ ڪوتاني سميت پنجاهه کان به وڌيڪ ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿن مزدورن کي ڀڙڪائڻ ۽ بغاوت جي الزام جو ڪيس هلايو ويو. انهيءَ سال هڪ ٻي واقعي منهنجي سياسي نظرين جي جوڙجڪ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. سموٽس، جي حڪومت "ايشياٽڪ لينڊ ايڪٽ" منظور ڪيو. جنهن جي آڌار تي هندستاني رهاڪن جي چرپر تي ڪي پابنديون وڌيون ويون. سندن رهائشي ۽ واپاري علائقن جي حد بندي ڪئي وئي ۽ هنن جي لاءِ ملڪيت جي خريد ۽ فروخت تي بندش وڌي وئي. پر انهيءَ جي بدلي ۾ ڪين پارليامينٽ ۾ نمائندگي جي آڇ ڪئي وئي. 'ٽرانسول انڊين ڪانگريس' جي صدر ڊاڪٽر دادوءَ انهن پابندين تي زبردست تنقيد ڪئي ۽ پارليامينٽ جي نمائندگي کي حڪومت جي رياڪاري جو ڪرشمو قرار ڏيئي رد ڪري ڇڏيو. حقيقت ۾ اهو قانون جيڪ 'گيٽو ايڪٽ' جي نالي سان مشهور ٿيو، سموري هندستاني برادري جي زبردست توهين جو باعث ۽ گروپ ايريا ايڪٽ جو پيش خيمو هو. جنهن جي ذريعي

سيني رنگدار رهاڪن جي آزادي جي حق تي پابندي وڌي وئي.

هندستاني نسل جي سيني ماڻهن ان قانون جي خلاف پنهنجي سخت ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ۽ حڪومتي قدمن جي خلاف هڪ زوردار تحريڪ شروع ڪئي. ڊاڪٽر دادو ۽ ڊاڪٽر نيڪر جي سرپرستي هيٺ هلندڙ ان تحريڪ اسان کي بيحد متاثر ڪيو. هن جي تنظيم ۽ بي لوثي ساراهه جوڳي هئي. گهريلو عورتون، مذهبي ماڻهو، ڊاڪٽر، وڪيل، شاگرد، واپاري ۽ مزدور هڙئي ان جي مهڙ واري دستي ۾ شامل هئا. ماڻهن ٻن سالن تائين پنهنجي روزاني جا معاملا ڇڏي ان ويڙهه ۾ حصو ورتو. عوامي ريليون ڪوٺايون، سفيد فامن جي مخصوص علائقن ۾ جلسا ڪيا ويا ۽ ڪيترن ئي علائقن تي قبضو ڪيو ويو. ٻن هزارن کان به وڌيڪ ڪارڪنن کي قيد ڪيو ويو ۽ ڊاڪٽر دادو ۽ ڊاڪٽر نيڪر کي ڇهه مهينا سخت پورهئي سان ٽيپ ڏني وئي. جيتوڻيڪ ان تحريڪ ۾ فقط هندستاني طبقي جي ماڻهن جي شرڪت ڪئي، پر ان جي باوجود ڊاڪٽر زوما ۽ ٻين آفريقي اڳواڻن ڪيترن ئي جلسن کي خطاب ڪيو ۽ يوٿ ليگ سان گڏجي هندستاني برادريءَ جي ان جدوجهد ۾ سندن پوري اخلاقي مدد ڪئي. حڪومت ان تحريڪ کي سختي سان ڪچلي ڇڏيو. اسان آفريقين محسوس ڪيو ته هندستاني ماڻهن نسل پرستيءَ جي خلاف جنهن منظم انداز سان تحريڪ هلائي، اسان اڃا سوڌي ان کان گهڻو پٺتي آهيون. اسماعيل مير ، جي اين سنگهه ۽ احمد ڪيٿرادا پنهنجي تعليم کي اڌ ۾ ڇڏي جيل جي سيخن جي پويان هليا ويا. آئون گهڻو ڪري 'امينا پهاڊ' وٽ منجهند جي ماني کائيندو هئس. هڪ ڏينهن اوچتو خبر پئي ته اها نوجوان عورت، پنهنجي رڌڻي کي ڇڏي سڌو وڃي جيل پهتي. ان قسم جي همت اسان ۾ اڃا سوڌي اچي نه سگهي هئي.

اسين يوٿ ليگ جا ڪارڪن دراصل ان قسم جي احتجاجي رويي جا قائل هئاسين ۽ هندستانين جي تحريڪ اسان جي لاءِ ماڊل بڻجي وئي. ان تحريڪ عام ماڻهن ۾ بغاوت ۽ انقلاب جو روح ڦوڪي ڇڏيو ۽ قيد ۽ بند جو ڊپ دلين مان ڪڍي ڦٽو ڪيو. هن اسان کي اهو پيغام ڏنو ته فقط تقريرون ڪرڻ، جلسا ۽ جلوس ڪرڻ، قراردادون پاس ڪرڻ ۽ وفد ترتيب ڏيڻ سان آزادي جي جنگ کٽي نه ٿي سگهجي. بلڪه ان جي خاطر نهايت محتاط تنظيم، مجاهدانه عوامي ڪردارن ۽ ان کان به وڌيڪ جان جي قرباني پيش ڪرڻ جي گهرج آهي. هن تحريڪ 1913ع واري ان مزاحمتي تحريڪ جي ياد تازي ڪري ڇڏي، جنهن ۾ مهاتما گانڌي جي اڳواڻي هيٺ هندستانين جو هڪ وڏو جلوس نعرا هڻندو قانوني پابندين جي باوجود به نٽال جي سرحد اُڪري ٽرانسوال ۾ داخل ٿي ويو هو. اها تاريخ جي ڳالهه هئي. هاڻي آئون سڀ ڪجهه پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو هئس.

•

1946ع جي شروع ۾ اورينڊو ويسٽ واري علائقي ۾ ٻن ڪمرن تي مشتمل پنهنجي گهر ۾ منتقل ٿي وياسين ۽ پوءِ هڪ وڌيڪ وڏي گهر ۾ جيڪو 'اورلينڊو ويسٽ' جي ڪچي علائقي ۾ هو، هليا وياسين. ان علائقي کي مقامي رهاڪو، هڪ ويجهي

خوبصورت ڳوري وسندي نارٿ ڪلف جي مقابلي ۾ ويسٽ ڪلف چئي سڏيندا هئا. اسان جي گهر جي مسواڙ اٽڪل سترنهن شلنگ ماهوار هئي. اهو گهر بہ ٻين سوين گهرن وانگر، ڪچي رستي تي هڪ ننڍي پلاٽ تي اڏيو ويو هو. ٽين جي ڇت، سيمينٽ جو فرش، نهايت ننڍڙو رڌڻو ۽ ٻنين پاسي هڪ بالٽي نما ڪاڪوس خانو، اها هئي ڪل ڪائنات. سمهڻ وارو ڪمرو ايترو تہ ننڍو هو جو ان ۾ ڊبل بيڊ بہ ڏاڍي ڏکيائي سان اچي ٿي سگهيو. اهي گهر ميونسپل عملدارن شهر جي ويجهو رهائش جي خواهشمند مزدورن جي لاءِ اڏيا هئا. ڪي باذوق ماڻهو انهن گهرن ۾ گل ٻوٽا پوکيندا هئا يا دورازن تي تيز رنگ جو پينٽ ڪري ڇڏيندا هئا. اهو ڪنهن وڏي گهر جو بلڪل ضد هو. پر حقيقت ۾ اهو منهنجو پهريون گهر هو، ۽ مون کي ان احساس تي گهڻو فخر ٿيو. ڪو بہ انسان صحيح معنيٰ ۾ انسان نہ ٿو ٿئي، جيستائين هن جو پنهنجو گهر نہ هوندو آهي. ايندڙ ڪيترن ئي سالن تائين، اهو منهنجو واحد ٺڪاڻو بنيو رهيو. ان گهر ۾ اسين ٽي ڄڻا رهيل هئاسين. آئون، ايولين ۽ اسان جو پٽ 'ماديبا ٿمبي ڪانيلي.' هو پيءُ کان وڌيڪ ماءُ جو هم شڪل هو. هاڻي مون وٽ هڪ مستقل ٺڪاڻو هو ۽ ان جي بدران تہ آئون ٻين وٽ مهمان بنجي وڃان. ماڻهو منهنجي گهر مهمان بنجي ايندا هئا. منهنجي ڀيڻ ليبي بہ اسان وٽ اچي وئي ۽ مون کيس هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو. اسان جي سماج ۾ ڪنهن شخص جي گهراڻي جي سيني ياتين کي اهو حق حاصل هوندو آهي تہ هو ان جي گهر ۾ بنا ڪنهن تڪليف جي خدمت چاڪريءَ جي توقع رکن، تنهن ڪري مهمانن جي گهڻائي هڪ فطري ڳالهہ هئي. جيتوڻيڪ مون وٽ وقت جي گهٽي کوٽ هئي. پر آئون گهريلو زندگي مان لطف اندوز ٿيندو هئس. ٿمبي سان راند روند ۾ مون کي گهڻو مزو ايندو هو. آئون کيس وهنجاريندو هئس. کير پياريندو هئس ۽ بستري ۾ سمهاري کيس ڪهاڻيون ٻڌائيندو هئس. حقيقت اها آهي تہ ٻارن سان راند روند ۽ گپ شپ مون کي سدائين محبوب رهي آهي. ان سان مون کي گهڻو سڪون ملندو آهي. گهر ۾ آئون آرام ڪري خوش ٿيندو هئس ۽ خاموشي سان مطالعو ڪندو هئس ۽ رڌڻي ۾ پچندڙ شين جي سرهي خوشبو ڏاڍي وڻندي هئي. پر ان سرور ۽ خوشي جي لاءِ آئون گهر ۾ تمام گهٽ موجود رهندو هئس. هڪ پيرو انگلستان جي ڪليسا جو هڪ پادري مائيڪل اسمارٽ اسان جي گهر اچي ٽڪيو. هو آفريقي حقن جو زبردست حامي هو. هڪ آفريقي پادر دلاميني بہ اسڪاٽ سان گڏ، پنهنجي زال ۽ ٻارن سميت اسان جي ننڍي گهر ۾ ٽڪيل رهيو. هو هر روز اسان جي غربياڻي مانيءَ جي شڪايت ڪندو هو ۽ چوندو هو، "منڊيلا! تنهنجي زال سٺو کاڌو رڌڻ نٿي ڄاڻي."

1947ع جي شروع ۾ سائيڊل سڪائي فرم ۾ منهنجو ٽن سالن جي لازمي عملي تجربو تڪميل تي پهتو ۽ مون قانون جي ڊگري جي لاءِ ڪل وقتي شاگرد بنجڻ جو ارادو ڪيو. پر اهڙي طرح ڏهن پائونڊن ۽ اٺن شلنگن جي ماهوار پگهار جو نقصان سهڻو پيم. تنهن ڪري مون 'بنتو ويلفيئر ٽرسٽ' کي درخواست ڏني تہ مون کي قانون جي تعليم مڪمل ڪرڻ جي لاءِ ادائي سئو پائونڊ قرض ڏنو وڃي. پر هنن فقط ڏيڊ سئو پائونڊن جي

منظوري ڏني. ٽن مهينن کان پوءِ مون ٻيهر گذارش ڪئي تہ منهنجي زال ويمر جي موڪل وڌي رهي آهي ۽ اسان کي ماهوار سترنهن پائونڊ وڏيڪ نقصان آهي. منهنجي درخواست منظور ڪئي وئي، پر حالتن جي سنگيني اڃا بہ وڌي رهي هئي. اسان جي نئين ڄميل ڌيءَ مڪازيو شروع کان ئي ڪمزور ۽ بيمار هئي. ڊاڪٽر هن جي بيماري جو پتو لڳائي نہ سگهيا. مون ۽ ايولين ڪيترين ئي راتيون اوجاڳا ڪري هن جي سار سنڀال ڪئي. خاص ڪري هڪ ماءُ ۽ نرس جي حيثيت سان ايولين هن جي ڏاڍي سار سنڀال تهل ٽڪور ۽ خدمت چاڪري ڪئي. پر فقط نون مهينن کان پوءِ مڪازيو پنهنجي رب کي وڃي پرتي. ان حادثي سبب ايولين گهڻي ڏکي ۽ مايوس ٿي. پر نہ رڳو آهستي آهستي هن پنهنجو پاڻ کي دلداري ڏني، پر منهنجو غم بہ هلڪو ڪيو.

رٿابندي پنهنجي جاءِ تي، پر سياست ۾ حالتون ۽ واقعا اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. 1947ع ۾ هڪ اجلاس جي دوران اسان جو نهايت ئي پيارو ۽ ويجهو متحرڪ ساٿي ليمبيدي پيٽ ۾ سور پوڻ سبب غش ٿي ويو. کيس ڪارونيشن اسپتال نيو ويو، پر هو بچي نہ سگهيو. ان وقت هن جي عمر فقط 33 سال هئي.هن جي غير موجودگي آزادي جي تحريڪ جي لاءِ نقصان جو باعث هئي ۽ اسين سڀ هن کان گهڻو متاثر هئاسين. هو فڪر ۽ عمل جو سرچشمو هو. 'پيٽر مداليمر' هن جو جانشين بڻيو.پنهنجي گهري سياسي مهارت، صاف پرسادي ڳالهہ ٻولهہ ۽ عملي تجربي جي آڌار تي هو جلد ئي هڪ وڏو سياسي ڪارڪن ۽ يوٿ ليگ جو اهم اڳواڻ بڻجي ويو. هو مختصر ڳالهائيندو هو ۽ اختلاف راءِ ڪشاده دلي سان برداشت ڪندو هو، مدا، چاهيو ٿي تہ يوٿ ليگ، نيشنل ڪانگريس جي اندر هڪ پريشر گروپ طور ڪم ڪري، جيڪو آزادي جي تحريڪ جي لاءِ مهميز جو ڪم ڏي. ان وقت ڪانگريس وٽ هڪ بہ ڪل وقتي ڪارڪن نہ هو. هن جي تنظيم ڪمزور هئي. 'والٽر سيسولو' پهريون نوجوان هو، جيڪو معمولي وظيفي تي ڪانگريس جو ڪل وقتي اسٽاف ميمبر بڻيو. مدا، جلد ئي نورٿ هيري ۾ يوٿ ليگ جي شاخ قائم ڪري ورتي. ڪيترائي شاگرد، بلڪہ نوجوان ليڪچرار بہ هن جا ڪارڪن بڻيا. پروفيسر ميٿيوز جو ذهين پٽ 'جو' ۽ جادو بيان مقرر، تيز سيا وارو دانشور 'سبڪ وي' بہ انهن ماڻهن ۾ شامل هئا. خود مدا ليمر، بيدي جي پيٽ ۾ اعتدال پسند ماڻهو ۽ سندس فڪر ۾ نسلي جذبن جي ڪا بہ ملاوٽ نہ هئي. هو ڳورن جي ظلم، جبر، ڏاڍ، انهن جي غلبي ۽ قبضي جو مخالف هو. نہ ڪي ڳورن انسان جو. هو ليمر بيدي ۽ خود منهنجي پيٽ ۾ ڪميونسٽ پارٽي جو گهڻ مخالف هو. آئون يوٿ ليگ جي انهن ميمبرن مان هئس، جيڪي ڳوري ڪاپي ڌر جي باري ۾ شڪ ۽ شبها رکندا هئا. جيتوڻيڪ منهنجي ڪيترن ئي سفيد فام اشتراڪين سان دوستي بہ هئي. آئون نيشنل ڪانگريس ۾ سفيد فام غلبي ۽ سهڪار سان تحريڪ هلائڻ جو مخالف هئس. مون کي پڪ هو تہ ڪميونسٽ گڏيل جدوجهد جي نالي تي اسان جي تحريڪ تي قبضو ڪرڻ ٿا چاهين. منهنجو نظريو هي هو تہ

نج آفريقي قومپرستي ئي اسان کي آزادي ڏياري سگهي ٿي، نہ کي مارڪسزم يا گهڻ نسلي طرف داري. حد تہ اها هئي جو اسان دوستن ڪميونسٽ پارٽي جي اجلاس کي اسٽيج تي پٽربازي ڪري منتشر ڪري ڇڏيو. انهن جا سائن بورڊ ٽوڙي اُڇلي ڇڏيا ۽ مائيڪرو فون تي قبضو ڪري ورتو. اسان هڪ اجلاس ۾ اهو بہ ٺهراءُ پيش ڪيو تہ ڪانگريس مان انهن سيني ماڻهن کي ڪڍيو وڃي، جيڪي ڪميونسٽ پارٽي جا ميمبر آهن. 1946ع جي تحريڪ جي سٺي تاثر جي باوجود بہ، هندستانين جي باري ۾ منهنجو اهو ئي احساس هو تہ هو پنهنجي بهتر تعليمي اهميت، ڏگهي سياسي تجربي ۽ تربيت جي آڌار تي آفريقي نيشنل ڪانگريس تي ڇانئجي ويندا.

1947ع ۾ مون کي آفريقي نيشنل ڪانگريس ٽرانسوال شاخ جي انتظامي ڪميٽي جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ مون ان جي صدر "سي ايس راموهينوئي" جي قيادت هيٺ سياسي ميدان ۾ عملي حصو وٺڻ شروع ڪري ڏنو. ڪانگريس ۾ اها منهنجي پهرين ذميداري هئي. ان کان اڳ منهنجي سياست جز وقتي هئي. جيڪا رات جو دير سان گهر وڃڻ يا موڪل واري ڏينهن جلسن ۽ جلوس ۾ حصو وٺڻ تائين محدود هئي. تنهن ڪري مون کي ڪنهن مجاهد آزادي کي درپيش حقيقي تڪليفن جو پتو نہ هو ۽ آئون ان مقصد خاطر قرباني کان اڻ ڄاڻ هئس.

تحريڪ آزادي جي ڪم ۾ عملي حصو وٺڻ سبب، رات جو گهر دير سان وڃڻ تي هڪ ڳالهہ ياد اٿم تہ هڪ ڏينهن منهنجي زال ٻڌايو تہ اسان جو وڏو پٽ ٿمبي، جيڪو ان وقت پنجن سالن جو هو. پڇي رهيو هو "اسان جو بابا ڪٿي رهندو آهي؟" ڳالهہ هيءَ هئي تہ آئون رات جو دير سان گهر موٽندو هئس، جڏهن ٻارڙا سمهي پوندا هئا ۽ صبح جو انهن جي جاڳڻ کان اڳ گهر مان نڪري ويندو هئس. مون کي ٻارڙن کان جدا رهي ڪا خوشي نہ ٿيندي هئي. بهرحال، انهن ڏينهن آئون هنن جي ساٿ کان محروم رهندو هئس. پر مون کي اها خبر نہ هئي تہ مستقل ۾، مون کي هنن کان ڪيترن ئي ڏهاڪن جي لاءِ جدا رهڻو پوندو.

مون 'رامو هينوئيءَ' مان گهڻو ڪجهہ سکيو. هو پرجوش قومپرست ۽ اعليٰ درجي جو منتظم ۽ مختلف قسم جي راين مان سٺا نتيجا اخذ ڪرڻ جو ماهر هو. ڪيس ڪميونسٽن سان ڪابہ همدردي نہ هئي. تنهن جي باوجود بہ هو سائن گڏجي ڪم ڪري ٿي سگهيو. سندس خيال هو تہ اي اين سي هڪ قومي تنظيم آهي، تنهن ڪري ان جي مقصد سان همدردي رکندڙ هر شخص کي پليٽفارم چوڻ کپي.

انهيءَ سال آفريقي نيشنل ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر زوما، ٽرانسوال انڊين ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر دادو ۽ نٽال انڊين ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر نيڪر، گڏيل دشمن جي خلاف باهمي اتحاد جي هڪ ناهہ تي صحيحون ڪيون. جيڪو "ڊاڪٽرز پيڪٽ" جي نالي سان مشهور ٿيو. انهن اڳوائن گڏيل مقصدن ۾ هڪ ٻئي جي سهڪار کي ترجيح ڏني. بعد ۾ هڪ خالص رنگدار تنظيم، 'آفريقي پيپلز آرگنائيزيشن' (APO) بہ ان اتحاد ۾ شامل ٿي وئي. جيتوڻيڪ آفريقا ۾ هندستاني رهاڪن ۽ رنگ دار ماڻهن جا مسئلا

ڪنهن حد تائين مختلف هئا ۽ ڪيترائي قانون، ڪنهن هڪ نسل جي ماڻهن تي ٿي اثر انداز ٿيندا هئا. پر 'ڊاڪٽرز پيڪٽ' سيني ماڻهن جي وچ ۾ يڪجهتي جو بنياد رکي ڇڏيو. اهڙي طرح سڄي ملڪ ۾ آفريقين ۽ هندستانين ۾ حڪومت جي خلاف غير نسلي بنيادن تي تحريڪن جي شروعات ٿي. ان سلسلي ۾ پهريون قدم 'ٽرانسوال اورينج فري اسٽيٽ اسيمبلي' ۾ "ووٽ سيني جي لاءِ" جي تحريڪ هئي. ان ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڊاڪٽر زوما منهنجي صدارت هيٺ ٿيل اجلاس ۾ ڪيو. جڏهن اسان کي پتو پيو ته تحريڪ ۾ اي اين سي کي قائدانه ڪردار نه ملندو ته اسان پنهنجو فيصلو واپس وٺي لاٿو. اسان چاهيو ٿي ته فقط انهن معاملن ۾ حصو ورتو وڃي، جن ۾ قيادت اسان جي پارٽيءَ کي ملي. منهنجي دلچسپي ان ڳالهه ۾ هئي ته ان جو ڪريڊٽ ڪنهن کي ٿو ملي.

ان جي باوجود، ٽرانسوال ڪانگريس جي صدر راموهينوئي پنهنجي هڪ بيان ۾ آفريقي رهاڪن کي "ووٽ سيني جي لاءِ" تحريڪ ۾ حصو وٺڻ جي لاءِ چيو. اها انتظامي ڪميٽي جي فيصلي جي سڌي سنئين ڀڃڪڙي هئي. هڪ خصوصي اجلاس ۾ مون کي هدايت ڪئي وئي ته آئون هينوئي جي خلاف بي اعتمادي جي رٽ پيش ڪريان. آئون فرض ۽ ذاتي فرمانبرداري، تنظيمي ذميداري ۽ دوستي جي وچ ۾ زبردست ڇڪتاڻ ۾ مبتلا هئس. مون کي هڪ اهڙي انسان جي مذمت ڪرڻي هئي، جنهن جي ديانت ۽ خلوص تي مون کي ڪو به شڪ نه هو ۽ جنهن جون قوم جي آزادي جي لاءِ خدمتون مون کان تمام گهڻيون هيون. مون کي خبر هئي ته سندس اعلان درحقيقت هڪ نيڪ مقصد جي بجا آوري جي لاءِ هو. هن چاهيو ٿي ته آفريقي پنهنجي هندستاني ڀائرن جي مدد ڪن. پر رامو هينوئي جي "نافرماني" هڪ ڳنڀير مامرو هو. پارٽي جا حق، انفرادي حقن کان مٿانهان هوندا آهن. تنهن ڪري پارٽي جي وفاداري فرد جي وفاداريءَ کان وڌيڪ اهم شئي آهي. مون مذمت جي قرارداد پيش ڪرڻ جي حامي ڀري، جنهن جي تائيد اوليور ٽيمبو ڪئي. اها قرارداد ايوان ۾ زبردست بدنظمي، صدر ۽ انتظاميا ڪميٽي جي حامين جي وچ ۾ گهري تڪرار جو باعث بڻي ۽ اجلاس هل بکيڙي جي نذر ٿي ويو.

جيتوڻيڪ، آفريقين کي ووٽ جو حق حاصل نه هو. پر ان جو مطلب اهو به ڪونه هو ته ڪو اسين چونڊن ۾ ڪنهن به پارٽي جي هار جيت کان لاتعلق رهندا هئاسين. 1948ع جي چونڊن ۾ برسر اقتدار 'يونائيٽيڊ پارٽي' جنهن جو صدر جنرل سموٽس هو، جو مقابلو نيشنل پارٽي سان هو. ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ سموٽس ڏکڻ آفريقا کي اتحادين سان کلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهاريو هو. جڏهن ته نيشنل پارٽيءَ نازي جرمني سان کلم کلا همدردي جو اظهار ڪيو. نيشنل پارٽي جي مهم جو محور "ڪارو خطرو" هو. هن جو نعرو هئو "ڪارن کي پنهنجي اصلي هنڌ تي رکو" ۽ "قلين کي ٻاهر ڪڍو!" قلين مان سندن مطلب هندستاني هئا. اهو لفظ هنن جي لاءِ نفرت طور استعمال ڪيو ويندو هو. نيشنل پارٽي جي حامين جو چوڻ هو ته ڳوري ماڻهوءَ کي لازمي طور تي "مالڪ" هئڻ کپي. نسيل متيبد جي ان پاليسي کي ڊچ چرچ جي تائيد ۽ حمايت حاصل هئي. جنهن مذهبي طور تي اهو قرار

ڏئي ڇڏيو هو تہ آفريڪنرز(يورپي نسل جا آفريقي گورا) خدا تعاليٰ طرفان چونڊيل ماڻهو آهن ۽ ڪارن جو واسطو هڪ گهٽ درجي جي انساني نسل سان آهي. ولنديزين جي عالمي تصور ۾ نسلي ويڇو ۽ چرچ هٿ ۾ هٿ ڏيو هلن ٿا.

نيشنل پارٽيءَ جي اڳواڻ ولنديزي چرچ جي اڳوڻي پادري ۽ هڪ روزاني اخبار جي ايڊيٽر ڊاڪٽر ڊينئل ملان جي هٿ ۾ هئي. اهي ماڻهو ٻني نفرت جا مالڪ هئا. انگريزن کان نفرت، جو تہ هو کين ڪمتر سمجهندا هئا ۽ آفريقين کان نفرت. جو تہ سندن خيال ۾ هو نون آفريقين (يورپي ماڻهن) جي تهذيب ۽ خوشحالي جي لاءِ خطرو آهن. آفريقي رهاڪو 'جنرل سموٽس' جا وفادار نہ هئا، پر کين نيشنل پارٽي سان بہ ڪا همدردي نہ هئي.

ملان جو منشور نسلي متڀيد(Aporthied) تي مبني هو. ان فرق ۽ ويڇي، صدين کان هڪ جابرانہ نظام تحت آفريقي ماڻهن کي قانوني طور تي ڳورن ماڻهن جي مقابلي ۾ گهٽ درجي جو انسان بنائي رکيو هو. انساني نسل جي جدائي جو اهو تصور ٽن سئو سالن کان آفريقا تي ٿاڦيل هو ۽ ان ظالماڻي نظام مان جند ڇڏائڻ جي ڪا بہ واٽ نظر نہ ٿي آئي. نسلي متڀيد جو منطقي نتيجو هي هو تہ ڳورا ماڻهو آفريقي، هندستاني ۽ ٻيا رنگدار ماڻهن کان اُتم ۽ مٿانهان آهن. تنهن ڪري ڳورن جي برتري کي هميشہ جي لاءِ محفوظ بڻايو وڃي.

چونڊن ۾ نيشنل پارٽي جي سوڀ انگريزن ۽ انگريزن جي زبان جي خاتمي جي شروعات هئي. ولنديزين جي لاءِ اها فتح اهڙي هئي جيئن اسرائيلين جي لاءِ ارض موعوده(وعدو ڪيل سرزمين) جو سفر. هنن جو نعرو هو"اسان جي قوم، اسان جي زبان، اسان جو ملڪ." جنهن هاڻ خدا طرفان واعدو پورو ٿي رهيو هو. جيڪو هنن جي ان دعويٰ جي سچائي جو مظهر هو تہ ڏکڻ آفريقا کي هميشہ جي لاءِ ڳورن جو ملڪ قرار ڏئي ڇڏڻ کپي. اسان جي لاءِ اها ڳالهہ صدمي جو باعث هئي. چونڊن واري ڏينهن جوهانسبرگ ۾ هڪ اجلاس ۾ موجود هئاسين، جيڪو سڄي رات جاري رهيو. اسان کي نيشنلسٽن جي فتح جي ڪابہ اميد نہ هئي. پر صبح جو سوير اخبارون ان ڳالهہ جو اعلان ڪري رهيون هيون. آئون حيران ۽ پريشان ٿي ويس. پر اوليور ٽمبو جو رد عمل ٿورو مختلف هو. هو چئي رهيو هو "مون کي اها ڳالهہ ڏاڍي سني لڳي آهي. هاڻي اسين صحيح نموني ڄاڻي سگهنداسين تہ اسان جو اصل دشمن ڪير آهي ۽ اسين ڪٿي بيٺا آهيون." خود جنرل سموٽس بہ خطرو محسوس ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو. هن نسلي فرق جي مذمت ڪندي، ان کي چريائپ جهڙي حرڪت قرار ڏنو، جنهن جو بنياد نفرت ۽ ڊپ تي رکيو ويو هجي. اسان سمجهي ورتو تہ اسان جو وطن اڄ کان ڇڪتاڻ ۽ فسادن جو ڳڙهہ بڻجي ويندو. ڏکڻ آفريقا جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو نج يورپي نسل جي پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿي رهي هئي. ملان پنهنجي فاتحانہ تقرير ۾ صاف صاف چئي ڇڏيو تہ "هڪ ڀيرو ٻيهر ڏکڻ آفريقا اسان جو بڻجي ويو آهي." انهي سال يوٿ ليگ پنهنجي پاليسي دستاويز جو اعلان ڪيو، جيڪو مدا لکيو هو. ان منشور ۾ سڀني قومپرست نوجوان کي ڳوري غلبي کي ڊاهڻ جي ترغيب ڏني وئي هئي. پر اسان اشتراڪين جي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو تہ

آفريقي ماڻهو بنيادي طور تي معاشي مسئلن جي آڌار تي مغلوب آهن. اسان جو چوڻ هو ته اسان کي اهڙي سگهاري، قومپرست تحريڪ آزادي منظم ڪرڻي پوندي. جيڪا آفريقي نيشنلزم تي ٻڌل هجي ۽ جنهن جي قيادت خود آفريقي هٿن ۾ هجي. ان منشور ۾ انصاف جي بنياد تي زمين جي ٻيهر ورهاست، هنر وارن ڌنڌن کي اختيار ڪرڻ ۾ آفريقين سان امتيازي سلوڪ ۽ رنگ ۽ نسل جي پابندين جو خاتمو ۽ مفت لازمي تعليم تي زور ڏنو ويو هو. اسان انتها پسندي کان پاسو ڪندي، اعتدال واري نظريي جو اعلان ڪيو ته ڏکڻ آفريقا هڪ گهڻ نسلي مملڪت آهي. هندستاني رهاڪن ۽رنگدار ماڻهن سان يوٿ ليگ جو رويو نسبتاً دوستاڻو هو. ڇو ته هو به آفريقين جيان ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار هئا. پر ٻنهي ۾ هڪ فرق هو. هندستانين کي پنهنجو هڪ وطن هو، جنهن جي طرف هو اميد جي نظر سان ڏسي ٿي سگهيا. جڏهن ته رنگدار ماڻهن جو آفريقا کان سواءِ ٻيوڪو به وطن نه هو. آئون انهن ڏينهن ۾ ٻنهي جنسن کي قبولڻ لاءِ تيار هئس. پر شرط اهو هو ته هو اسان جي پاليسين کي مڃين. پر هنن جا مفاد اسان جي مفادن کان مختلف هئا. تنهن ڪري مون کي شڪ هو ته ڇا هو اسان جي مقصدن جو صحيح طور تي ساٿ ڏئي سگهندا؟.

ملان جلد ئي پنهنجي تباهه ڪندڙ منصوبي تي عمل شروع ڪري ڏنو. نيشلنسٽ حڪومت روبي ليرانٽ کي آزاد ڪري ڇڏيو. جنهن نازي جرمني جي حق ۾ تحريڪ منظم ڪئي هئي. هن ٽريڊ يونين تحريڪ تي پابندي هڻڻ، هندستانين، رنگدار ماڻهن ۽ آفريقي ماڻهن کي مليل راءِ جي محدود حق جي خاتمي جو ارادو ظاهر ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ پارليامينٽ ۾ انهن جي نمائندگي جڙ ختم ٿي وئي. 1949ع ۾ مخلوط شادين تي پابندين جو ايڪٽ لاڳو ڪيو ويو ۽ سفيد فام ۽ غير سفيد فام جي جنسي لاڳاپن کي غير قانوني قرار ڏنو ويو. 'پاپوليشن اينڊ رجسٽريشن ايڪٽ' جي ذريعي رنگ ۽ نسل کي سڃاڻپ جو واحد نشان قرار ڏنو ويو ۽ گروپ ايرياز ايڪٽ تحت، جنهن کي ملان "نسلي فرق جو اصلي روح" چئي سڏيو. هر نسلي گروپ جي لاءِ شهرن ۾ ڌار ڌار علائقا مخصوص ڪيا ويا. هن کان اڳ به ڳورا زمينن تي زوري ۽ زبردستي قبضو ڪري وٺندا هئا، پر هاڻي ڪين انهيءَ جوقانوني حق حاصل ٿي ويو.

انهن خطرناڪ حالتن ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس غير معمولي تاريخي قدم کڻڻ جو فيصلو ڪيو. 1949ع ۾ ڪانگريس، يوٿ ليگ جي تربيت واري پروگرام جي روشني ۾ پنهنجو پاڻ کي صحيح عوامي تنظيم ۾ بدلائڻ جو اعلان ڪيو. ان جو اهم مقصد عام ماڻهن جي جذبن کي حرڪت ۾ آڻڻ هو. بلوم فونيٽن ۾ ٿيل ساليانى ڪانفرنس ۾ بائيڪاٽ، هڙتالن، احتجاجي مظاهرن، حڪومت سان عدم تعاون ۽ ان قسم جي ٻي عوامي رد عمل جو فيصلو ڪيو. اها هڪ انقلابي تبديلي هئي. نه ته ڪانگريس سدائين قانون جي دائري ۾ رهڻ جي پاليسي تي هلندڙ هئي. اسين قانوني ۽ دستوري ذريعن جي ناڪامي جو مظاهرو ڏسي چڪا هئاسين ۽ هاڻي وڌيڪ سرگرميءَ سان ميدان ۾ لهي رهياسين هئاسين. اسان ڊاڪٽر زوما سان به ملاقات ڪئي ۽ ڪيس ٻڌايو ته هاڻي هندستان ۾ گانڌي

جي پرامن احتجاج ۽ 1946ع جي مزاحمتي تحريڪ جي طرز تي عوامي تحريڪ شروع ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي . ڪانگريس جي اڳواڻن کي قانون جي خلاف ورزي ڪرڻ ۽ پنهنجي مقصد جي خاطر جيل ۾ وڃڻ لاءِ تيار رهڻ کپي.

’ڊاڪٽر زوما‘ اسان جي نظرين جي تائيد نہ ڪئي ۽ چيو تہ اهو قدم وقت کان اڳ جو آهي ۽ اهڙي طرح حڪومت جي لاءِ اي اين سي کي چٿڻ جو بهانو هٿ اچي ويندو. اهڙن قدمن جي يقيني گهرج پوندي. پر في الحال، اهو قدم مهلڪ هوندو . هن پڌري پٽ چيو تہ هڪ ڊاڪٽر جي حيثيت سان هن جي وسيع پرڪٽش پرئڪٽس آهي، جنهن کي هو جيل وڃي تباهہ ڪرڻ نہ ٿو چاهي. اسان ڊاڪٽر زوما کي الٽيميٽم ڏنو تہ هو جيڪڏهن ايندڙ چونڊن ۾ صدر بنجڻ جو خواهشمند آهي تہ ڪيس اسان جي منصوبي تي راضي ٿيڻو پوندو، نہ تہ ڪيس اسان جا ووٽ نہ ملندا. ان تي هو ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ اسان تي بليڪ ميلنگ جو الزام هنيو. هن چيو تہ اوهين گستاخ نوجوان منهنجي بي عزتي ڪري رهيا آهيو. اسان ڪيس سمجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ڪو بہ فائدو نہ ٿيو. هن رات جو يارهين وڳي اسان کي پنهنجي گهر مان ڪڍي ڇڏيو. اورليندو، صوفيا ٽائون کان ڪافي پري هو. رات بہ اونداهہ هئي، ڪا بہ ٽرانسپورٽ نہ هئي، اوليور چيو”گهٽ ۾ گهٽ ڊاڪٽر زوما کي اسان جي واپسيءَ جو ڪو بندوبست ڪرڻ کپي ها.“ اسان والٽر جي هڪ دوست جي گهر ۾ وڃي پناهہ ورتي ۽ رات ٽڪياسين. ان سال ڊسمبر ۾ اسان ڊاڪٽر زوما کي ڪانگريس جي چونڊن ۾ شڪست ڏيڻ جو ارادو ڪيو. اسان هن جي جاءِ تي پروفيسر ميٿيوز کي صدر جي حيثيت سان اڳيان آڻڻ ٿي چاهيو. پر هن اسان کي ساڃو سوڊو، انتها پسند انقلابي ۽ اسان جي پروگرام کي عمل نہ ٿيڻ جوڳو قرار ڏنو ۽ چيو تہ وقت گذرڻ سان گڏوگڏ اوهين ٿڌا ٿي ويندا. هاڻي اسان جي نظر ’ڊاڪٽر جي ايس موروڪا‘ تي هئي. هو اجا تائين اي اين سي جو ميمبر نہ هو. هن جو واسطو ’آل آفريڪن ڪنوينشن‘ سان هو. هو وڏيڪ متحرڪ شخصيت جو مالڪ بہ نہ هو. پر زوما جيان هو بہ ڊاڪٽر هو. هن جون ڏاڍو احترام ڪيو ويندو ۽ هو ڏکڻ آفريڪا جي امير شيدين ۾ ڳڻيو ويندو هو. هن ايڊنبرا ۽ ويانا ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ سندن پڙ ڏاڏو اوربنج فري اسٽيٽ جو هڪ وڏو سردار هو، جنهن اڻويهين صدي ۾ يورپي ماڻهن کي ڪشاده دلي سان پليڪار چئي ۽ کين پنهنجي زمين سوڪڙي طور ڏني. پر ڳورن هن سان بي وفائي ڪئي. جڏهن ڊاڪٽر موروڪا، ڊاڪٽر زوما جي خلاف چونڊ ورهڻ تي راضي ٿي ويو تہ اسان ڪيس ڪانگريس جو ميمبر بنائي ورتو. زوما کي شڪست ملي ۽ موروڪا ڪانگريس جو پريزيڊنٽ جنرل چونڊجي ويو. والٽر سيسولو نئون سيڪريٽري جنرل ۽ اوليور ٽيمو نيشنل ڪونسل جو ميمبر بنيو.



سالياني ڪانفرنس ۾ منظور ٿيل منصوبي ۾ حڪومت جي نسل پرستي ۽ رجعت پرست پاليسي جي خلاف قومي سطح تي ”ڪم روڪي ڇڏيو“ جو هڪ ڏينهن ملهائڻ جي

اپيل بہ ڪئي وئي هئي. يوٿ ليگ جا ميمبر انقلابي رستي تي گامزن هئا. جڏهن تہ پراڻا ليڊر ان ويڙهاند واري دور ۾ ٿڌا ٿيندا پي ويا. آئون خود بہ يوٿ ليگ جي سوچ جو ٿورو پري ويهي نظارو ڪري رهيو هئس. آئون هڪ نئين لا-فرم ۾ نوڪري ڪري رهيو هئس، هنن مون کي 'بلوفونٽين ڪانفرنس' ۾ شرڪت جي موڪل نہ ڏني. جيتوڻيڪ اهي ماڻهو لبرل قسم جا هئا. پر مون کان وڌيڪ محنت جا گهرجاؤ ۽ سياست کان پري رهڻ جا خواهشمند هئا. آئون پنهنجي نوڪري ڇڏي ئي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي سگهيس ٿي. پر پنهنجي حالتن جي ڪري منهنجي لاءِ ايئن ڪرڻ ممڪن نہ هو.

سياسي سرگرميون زور ۽ شور سان جاري رهيون، پر مون کي اشتراڪيت ۽ هندستانين جي سهڪار جي باري ۾ شڪ هو. مارچ 1950ع ۾ ٽرانسوال انڊين ڪانگريس، ٽرانسوال آفريقي نيشنل ڪانگريس، آفريقي پيپلز آرگنائيزيشن ۽ ڪميونسٽ پارٽي گڏجي جوهانسبرگ جي مارڪيٽ اسڪوائر ۾ هڪ گڏيل ڪنوينشن ڪوٺايو جنهن ۾ ڏهہ هزار ماڻهن حصو ورتو. ڊاڪٽر موروڪا، ايگزيڪيوٽو جي صلاح کان سواءِ ئي ان ڪنوينشن جي صدارت ڪئي. جيڪا چڱي خاشي ڪامياب رهي. ڪنوينشن ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۽ انڊين ڪانگريس جي دٻاءُ تي پهرين مئي تي "يوم آزادي" جي نالي تي هڪ ڏينهن جي عام هڙتال جو اعلان ۽ امتيازي قانونن کي ختم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو. جيتوڻيڪ مون کي انهن مقصدن سان اتفاق نہ پر هو، پر مون کي پڪ هئي تہ اهڙي طرح ڪميونسٽ، ڪانگريس جي "يوم احتجاج" جي رٿ تي ڌاڙو هڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. مون يوم مئي جي ان آڌار تي مخالفت ڪئي تہ اها مهم ڪانگريس جي تجويز ڪيل ڪونهي ۽ اسان کي پنهنجي تجويز ڪيل پروگرام تي ئي ڌيان ڌرڻ کپي.

احمد ڪيٿراڊا ، جنهن جي عمر ٻاويهہ سال هئي. ٽرانسوال انڊين يوٿ ليگ ڪانگريس جو جوشيلو ڪارڪن هو. هن ٻڌو هو تہ آئون "يوم مئي" جي هڙتال جو مخالف آهيان. هڪ ڏينهن ڪمشنر اسٽريٽ ۾ آئون ۽ احمد آمهون سامهون ٿي وياسين. هن ڏاڍي ڪاوڙ ۾ مون تي الزام هنيو تہ آئون يوٿ ليگ، هندستانين ۽ رنگدار ماڻهن سان گڏجي ڪم ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. هن مون کي اهو چئي وڙهڻ جي دعوت ڏني تہ "تون هڪ آفريقي اڳواڻ آهين ۽ آئون هڪ هندستاني نوجوان. مون کي يقين آهي تہ آفريقي عوام کي هڙتال جي فيصلي سان اتفاق آهي. آئون توکي چئلينج ٿو ڪريان تہ تون ڪنهن بہ آفريقي آبادي جي چونڊ ڪر. هو ضرور اسان جي تائيد ڪندا".

جيتوڻيڪ اهو هڪ ٺلهو چئلينج هو، پر ان مون کي سخت ڪاوڙائي ڇڏيو ۽ مون ان جي شڪايت گڏيل اجلاس ۾ ڪئي، پر اسماعيل مير اهو چئي منهنجي ڪاوڙ ٿڌي ڪئي تہ "نيلسن! هو تہ هڪ جوشيلو نوجوان آهي، پر تون ڇو هن جو نقل ڪرڻ ٿو چاهين." مون بہ ڪجهہ بزدلي ڏيکاري ۽ پنهنجي شڪايت واپس وٺي ورتي. جيتوڻيڪ مون کي ڪيٿراڊا جي نظريي سان اتفاق نہ هو. پر آئون سندس جذبي جو قدر دان هئس. بعد ۾ اسين اهو واقعو ياد ڪري ڏاڍو کلندا هئاسين.

آفريقي نيشنل ڪانگريس جي عدم شرڪت جي باوجود هڙتال ٿي. احتياط طور حڪومت 'پهرين مئي' تي هر قسم جي ميڙن تي پابندي هڻي ڇڏي. مزدورن ۽ ڪارڪنن جو وڏو تعداد گهرن ۾ ويٺو رهيو. رات جو آئون ۽ والٽر، اورلينڊ ويسٽ ۾ حڪومتي پابندين جي باوجود عوامي جوش ۽ جذبي جو نظارو ڪندا رهياسين. چاندوڪي رات هئي ۽ اسين احتجاجي جلوس کي چڱي طرح ڏسي ٿي سگهياسين. ٿورو پرڀرو پوليس جو هڪ جٿو بہ تيار بيٺو هو. هُن اسان جي طرف فائرنگ شروع ڪري ڏني ۽ اسان پيٽ تي ليٽي جانيون بچايون. ايتري ۾ پوليس عوام تي ڪڙڪي پئي، لاٺي چارج ڪيائون ۽ گوليون وسايائون. اسان هڪ ويجهڙائي ۾ نرس هاسٽل ۾ وڃي پناهہ ورتي. پوليس جي انهي انڌاڌنڌ واري ڪارروائي ۾ ارڙهن آفريقي مارجي ويا بي شمار زخمي ٿي پيا.

ان جي باوجود بہ نيشنل پارٽي جي حڪومت جي ڪن تي جونءِ بہ ڪانہ سُري. بلڪہ هن جبرجي زنجيرن کي وڌيڪ چڪي سوڙهو ڪيو. ڪجهہ هفتن کان پوءِ "ڪميونزم کي روڪڻ واور ايڪٽ" لاڳو ڪيو ويو. جنهن تحت ڏکڻ آفريقا ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي غيرقانوني قرار ڏنو ويو ۽ ان جي ميمبر شپ حاصل ڪندڙ يا ڪميونزم جي لاءِ ڪم ڪندڙ شخص جي لاءِ ڏهہ سال سخت پورهئي سان ٽيپ جي سزا رکي وئي. پر درحقيقت ان ايڪٽ جو عملي نفاذ ڪجهہ هيئن ٿيو تہ حڪومت جي خلاف ننڍي کان ننڍو احتجاج بہ قانون جي خلاف ورزي سمجهيو ويو ۽ هر ان نظريي کي ڏوهہ تصور ڪيو ويو، جيڪو سياسي، صنعتي، سماجي ۽ اقتصادي تبديلي جو دعويدار هو. ان جي نتيجي ۾ حڪومت کي هر ان تنظيم يا فرد جي خلاف قدم کڻڻ جو قانوني حق حاصل ٿي ويو، جيڪو سندس پاليسيءَ جي مخالفت ڪري.

حڪومت جي انهن قدمن تي ويچارڻ جي لاءِ هڪ ڪل جماعتي اجلاس ڪوٺايو ويو. ڊاڪٽر دادو ۽ ٻين ڪيترن ئي مقررن پنهنجي خطاب ۾ چيو تہ موجوده حالتن ۾ ماضي جي اختلافن کي حڪومت جي خلاف گڏيل تحريڪ جي رستي ۾ رڪاوٽ بنجڻ ڏيڻ، چريائپ وارو عمل هوندو. مون پنهنجي تقرير ۾ ان ڳالهہ جي تائيد ڪئي ۽ واضع ڪيو تہ ڪنهن هڪ سياسي گروپ جي خلاف حڪومتي جبر کي سيني "حريت پسند" ماڻهن جي خلاف ظلم سمجهڻ کپي. ان موقعي تي اوليور مستقل تي نظر وجهندي چيو هو "اڄ ڪميونسٽ پارٽي جي خلاف قدم کنيو ويو آهي، سڀاڻي اسان جي ٽريڊ يونين، اسان جي انڊين ڪانگريس، اسان جي آفريقي پيپلز آرگنائيزيشن، اسان جي آفريقي نيشل ڪانگريس جو وارو ايندو." تنهن ڪري سيني پارٽي اتفاق راءِ سان 26 جون 1950ع واري ڏينهن کي ارڙهن آفريقي رهاڪن جي قتل ۽ "ڪميونزم کي روڪڻ واري ائڪٽ" جي خلاف جذبي جي اظهار لاءِ "قومي احتجاج جو ڏينهن" ڪري ملهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. منهنجو خيال هو تہ هاڻي ظلم ۽ جبر جو خطرو ايترو تہ وڌي ويو آهي، جو اسان کي پنهنجي هندستاني ۽ اشتراڪي دوستن سان سهڪار جو هٿ وڌائڻ کپي.

ان سال، ڊاڪٽر زوما جي جاءِ تي مون کي ڪانگريس جي "قومي انتظامي

ڪميٽيءَ" جو ميمبر چونڊيو ويو. ڊاڪٽر زوما صدارتي چونڊن ۾ پنهنجي هار کان پوءِ ڪميٽي جي ميمبريءَ تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي هئي. مون کي بهرحال ان ڳالهه جو احساس رهيو ته اهو ڊاڪر زوما ئي هو، جنهن ڏهه سال اڳ جوهانسبرگ اچڻ تي، نوڪري جي سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪئي هئي. ان وقت سياست ۾ حصو وٺڻ جو خيال منهنجي وهم ۽ گمان ۾ به نه هو. هاڻي مون کي پارٽيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻو هو، جيڪو هڪ ڏکيو مسئلو هو. جڏهن انسان تي ڪا ذميواري عائد ٿيل نه هوندي آهي ته اختلاف ڪرڻ سولو هوندو آهي. پر هاڻي "انتظامي ڪميٽي" جي هڪ ميمبر جي حيثيت سان مون کي پنهنجي هر قدم ۽ فيصلي کي "ساهميءَ" ۾ تورڻو ۽ پاڻ جهڙن بين "باغي" ميمبر جي تنقيد کي منهن ڏيڻون هو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ عوامي ايڪشن هڪ خطرناڪ شئي هئي. هڙتال ڪرڻ ڏوهه سمجهيو ويندو هو. تقرير جي آزادي ۽ چرپر جي آزادي کي بي رحمي سان دبايو ويو هو. ڪو آفريقي هڙتال ڪرڻ جي ڏوهه ۾ نه رڳو پنهنجي نوڪري ۽ گذر سفرجي وسيلن تان هٿ ڌوئي ويهي ها، بلڪ مخصوص علائقن ۾ رهائش جو حق به ڪاٽس ڪسيو ويندو هو. منهنجو تجربو آهي ته سياسي معاملن جي لاءِ ڪيل هڙتال، اقتصادي معاملن جي مقابلي ۾ تمام گهڻي خطرناڪ نتيجن جي حامل ٿئي ٿي. اهو نهايت نازڪ مامرو آهي ۽ ان جي لاءِ گهڻي باصلاحيت ۽ اثرائتي تنظيم جي گهرج پوندي آهي. 26 جون جي مجوزه هڙتال "قومي احتجاج جي ڏينهن" جي لاءِ ڏاڍي زور ۽ شور سان تياري جاري رهئي. والٽر سجي ملڪ جي دوري تي ويل هو ۽ هن جي غيرموجودگيءَ ۾ آفيس جي سجي چارج مون وٽ هئي. هر روز مختلف اڳواڻ حالتن جو جائزو وٺڻ جي لاءِ ايندا هئا. انهن ۾ ڊاڪٽر دادو، يوسف ڪچاليا، سندس ياءُ مولوي، موزاس ڪوتاني، دليزامجي، جي. بي مارڪس، مائيڪل هارمل پيٽرو رابروڪ، نٽاٽو موٽلانه ۽ گور سپ شامل هوندا هئا. سجي ملڪ ۾ رابطن جي ذميداري مون تي هئي ۽ آئون ٽيليفون وسيلي علائقائي اڳوائن سان ڳالهائيندو رهندو هئس. وقت تمام گهٽ هو. تنهن ڪري رٿابندي جي لاءِ تيز رفتاريءَ جي گهرج هئي.

احتجاج جو ڏينهن عمومي طور تي ڪامياب رهيو. 'آفريقي نيشنل ڪانگريس' جي ملڪي سطح تي اها پهرين هڙتال هئي. شهرن ۾ مزدورن جي گهڻائي ڪم تي نه وئي ۽ ڪارن سمورو ڪاروبار بند رکيو. بيٿال ۾، گرٽ سيباندي، جيڪو اڳتي هلي ٽرانسوال ڪانگريس جو صدر ٿيو. پنج هزار ماڻهن تي مشتمل هڪ جلوس جي اڳواڻي ڪئي. جيڪو سجي ملڪ جي وڏين وڏين اخبارن جي سرخين جي زينب بڻيو. احتجاج واري ڏينهن سان اسان جا حوصلا بلند ٿي ويا ۽ اسان کي پنهنجي سياسي سگهه جو اندازو ٿيو. ملان جي حڪومت کي به خبر پئجي وئي ته اسين نسلي متييد جي مقابلي ۾ رڳو اٿي تي چٽي ٿيو نه وينا آهيون. 26 جون آفريڪا جي آزادي جي تحريڪ ۾ پيڙهه جو پٿر ثابت ٿيو ۽ اهو سدائين "آزادي جي ڏينهن" طور ملهايو ويندو آهي.

اهو پهريون موقعو هو، جو مون قومي سطح جي ڪنهن مهم ۾ حصو ورتو ۽ مون کي

ان خوشي جو احساس ٿيو، جيڪا دشمن جي خلاف بهترين رٿابندي ۽ باهمي سهڪار ۽ ٻڌي سان وڙهيل جنگ ۾ حاصل ٿيندي آهي. اها ويڙهه ڪُل وقتي جدوجهد جي تقاضا ڪري رهي هئي. ان جنگ ۾ رڌل هر شخص کي گهر جو آرام ۽ آسائش وساري ڇڏڻي پوندي آهي. احتجاج جي ڏينهن، منهنجي ٻي پٽ 'ميڪ گاٿوليوانيڪا' جو جنم ٿيو. آئون فقط ڪجهه گهڙين جي لاءِ اسپتال ۾ ايولين وٽ ترسيس. منهنجون قومي مصروفيتون ان کان وڌيڪ وقت جي اجازت ڏئي نه ٿي سگهيون. ان جو نالو ميڪ گاٿو، اي اين سي جي ٻي صدر جي نالي تي رکيو ويو، جيڪو 1917ع کان 1924ع تائين اي. اين. سي جو صدر رهيو. جنهن پريٽوريا جي رستن تي آفريڪين جي آمدرفت تي لڳل پابندي واري حڪم جي خلاف ڪارڪنن جي هڪ وڏي جلوس جي قيادت ڪئي هئي. ليوانيڪا، زيمبيا جي هڪ مشهور قبائلي سردار جو نالو هو. مون کي ان نالي ۾ اڏولتا ۽ جرئتمندي جو جهلڪ نظر ٿي آئي.



ان زماني ۾ مون کي ڪميونزم جو مطالعو ڪرڻ جو به موقعو مليو. موزز ڪوتاني جيڪو ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري جنرل ۽ ڪانگريس جي انتظامي ڪميٽي جو ميمبر به هو. منهنجي گهر ايندو هو ۽ اسين رات جو دير دير تائين ڪچهري ڪندا هئاسين. هو صاف ذهن جو ماڻهو هو. هڪ ڏينهن هن پڇيو "نيلسن! تون اسان جي خلاف ڇو آهين؟ اسين سڀ هڪ گڏيل دشمن جي خلاف وڙهي رهيا آهيون، اسان ڪانگريس تي غلبي جا قائل نه آهيون. اسين به آفريقي قومپرستي جي پس منظر ۾ وڙهي رهيا آهيون." آئون پنهنجي ٻين سنگتين اسماعيل مير ۽ روٿ وغيره جي قربانين کان به انڪار ڪري نه ٿي سگهيس. اهي سڀ آزادي جي تحريڪ جا ڪارڪن هئا. ڊاڪٽر دادو، 1964ع جي مزاحمتي تحريڪ جو اڳواڻ، انساني حقن جو علمبردار ۽ سيني گروپن ۾ هر دلعزيز هو. آئون هن جي خلوص ۽ نيت تي به شڪ ڪري نه ٿي سگهيس. پر بهرحال، مون کي مارڪسزم جي فلسفي سان اختلاف هو. پر اشتراڪيت جي باري ۾ منهنجي معلومات تمام گهٽ هئي ۽ پنهنجي اشتراڪي دوستن سان بحث مباحثي ۾ مون کي پنهنجي ڪم علمي جو احساس ٿيندو هو. تنهن ڪري مون مارڪس، اينگلس، لينن، اسٽالن، مائوزيتنگ وغيره جي خيالن، خاص ڪري جدلياتي فلسفي،ماديت جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي لاءِ انهن جي ڪتابن جو اڀياس شروع ڪيو. غير طبقاتي سماج جي نظريي مون کي بيحد متاثر ڪيو. اهو نظريو مون کي آفريقي ڪلچر سان ملندڙ لڳو. جنهن ۾ سڀ ماڻهو گڏيل طور تي حصو وٺندا "هر ڪنهن کان سندس صلاحيت موجب ۽ هر ڪنهن کي سند گهرج موجب." جو تصور به مون کي گهڻو وڻيو. جدلياتي ماديت، نسلي ڏاڍ ۽ جبر جي ڪاري رات ۾ مون کي روشني جو ڪرڻو محسوس ٿي ۽ هڪ اهڙو آواز جنهن کي اسين نسل پرستي جي خلاف استعمال ڪري ٿي سگهياسين. اقتصادي ميدان ۾ مون ڏٺو نه حڪمران طبقو، آفريقي مزدورن کي محدود اجورو ادا ڪري پاڻ حد حساب کان وڌيڪ

نفعو حاصل ڪندو هو. اهو نظريو بہ متاثر ڪندڙ هو تہ تاريخ جدوجهد سان اڳيان وڌي ٿي ۽ تبديلي انقلابي قدمن جي ذريعي اچي ٿي. مارڪسزم، دنيا جي ڪيترن ئي قومي آزادي جي تحريڪن ڏانهن ڌيان ڏنو هو، سويت يونين، ڪيترن ئي غلام قومن جي جدوجهد ۾ سندن ساٿ ڏنو هو. انهن سڀني جي آڌار تي مون پنهنجي فڪر کي ڪافي حد تائين بدلايو ۽ نيشنل ڪانگريس ۾ مارڪسٽن جي شموليت کي قبوليو.

هڪ ڀيري منهنجي هڪ دوست پڇيو "تون پنهنجي آفريقي قومپرستي جي نظريي ۽ جدلياتيماديت جي عقيدي ۾ ڪيئن هڪ جهڙائي ڪندين؟" منهنجي ويچهو ٻنهي ۾ ڪو بہ تضاد نہ هو، بنيادي طور تي آئون هڪ آفريقي قومپرست هئس. جيڪو اقليتي حڪومت کان آزادي ۽ پنهنجي قسمت جو مالڪ پاڻ بڻجڻ جي لاءِ وڙهي رهيو هئس. پر ان سان گڏ آفريقا کنڊ، وشال دنيا جو هڪ حصو بہ هو. اسان جا مسئلا خصوصي نوعيت جا حامل هئڻ جي باوجود بہ صفا منظر تان غائب نہ هئا. هڪ نظريو جيڪو انهن مسئلن کي عالمي ۽ تاريخي پس منظر ۾ ڪٺي اچي، اسان جي لاءِ اهميت جوڳو هو. آئون پاڻ پنهنجي مقصد جي حاصلات واسطي، انهن سڀني ذريعن کان فائدو وٺڻ جو حامي هئس. جيڪي اسان جي مطلب جي لاءِ مفيد هجن. ڪميونسٽن سان گڏ ڪم ڪرڻ جو مطلب اهو ڪونہ هو تہ ڪو آئون پاڻ ڪميونسٽ بڻجي ويحان. ڪيترائي خشڪ مزاج ماڻهو چون ٿا تہ ڪميونسٽ اسان کي استعمال ڪري رهيا آهن. پر ڪير چئي سگهي ٿو تہ اسين کين استعمال نہ ڪري رهيا هئاسين!.

•

نيشنل پارٽي جي باري ۾ جيڪڏهن اسان جون ڪي سٺيون توقعات هيون تہ اهي بہ جلد ئي دم ٽوڙي ويون. "ڪافر" کي پنهنجي اصلي هند تائين محدود ڪرڻ جو ڏڙڪو، فقط ڌمڪي نہ هئي. 1950ع ۾ بہ ٻيا قانون لاڳو ڪيا ويا، جيڪي نسل امتياز جي سلسلي ۾ بنيادي پٿر ثابت ٿيا. اهي نوان قانون پاپوليشن رجسٽريشن ايڪٽ ۽ گروپ ايرياز ايڪٽ هئا. پاپوليشن ايڪٽ حڪومت کي اهو اختيار ڏئي ڇڏيو هو تہ سڀني ڏکڻ آفريقي رهاڪن جي نسلن بنيادن تي درجي بندي ڪئي وڃي. ڪاري کي رنگدار کان ۽ رنگ دار کي ڳوري کان جدا ڪرڻ جا ٻي معنيٰ ۽ يڪ طرفا قدم کنيا ويا. ان جي نتيجي ۾ عجيب ۽ غريب المناڪ واقعا ٿيا. اڪثر هيئن ٿيو جو هڪ ئي گهراڻي کي مختلف درجن ۾ ورهايو ويو. مثلاً: هي ڏنو ويو تہ ڪنهن ٻار جو رنگ وڌيڪ ڪارو آهي يا گهٽ آهي. ڪنهن جي رهائش ۽ ڪم جي نوعيت ان جي گهنڊيدار وارن يا چپن جي سائز کي قرار ڏنو ويو.

گروپ ايرياز ايڪٽ رهائش جي سلسلي ۾ نسلي فرق جو بنياد بڻيو. ان موجب هر نسلي گروپ فقط پنهنجي لاءِ مخصوص ڪيل علائقن ۾ رهائش رکي ٿي سگهيو. يا ڪاروبار ڪري ٿي سگهيو. هندستاني هجي يا آفريقي ۽ رنگدار، مخصوص علائقن ۾ رهڻ جا حقدار هئا. پر ڳورا ڪنهن ٻي گروپ جي زمين يا گهر جا خواهشمند هجن تہ فقط ايترو ئي ڪافي هو تہ ان علائقو کي ڳورو علائقو قرار ڏنو وڃي ۽ هو ان تي قبضو ڪري وٺن. ان قانون

جي لاڳو ٿيڻ تي مقامي ماڻهن جي زوري لڏپلاڻ جو سلسلو شروع ٿيو. ڳورن، زبردستي ڪارن جي شهرن ۽ ڳوٺن تي قبضا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. فقط ان آڌار تي ته هو پنهنجي آسپاس آفريقين جي موجودگي پسند نه ڪندا هئا يا انهن جي زمين کين وڻي ويندي هئي. ان قانون جي وَٽ ۾ سڀ کان پهرين 'صوفيا ٽائون' آيو. اها جوهانسبرگ ۾ ڪارن جي قديم ترين وسندي هئي. اها غربت جي باوجود، آفريقي ڪلچر، ريتن، رسمن ۽ رواجن جو خوبصورت مرڪز هئي. افسوس جو پنجاهه هزارن کان به وڌيڪ آفريقي رهاڪن کي پنهنجي گهرن مان بي دخل ڪيو ويو.

ٻي سال وڌيڪ ٻن قانون کي لاڳو ڪيو ويو. جنهن جو آفريقي ۽ رنگدار ماڻهن جي حقن تي گهرو اثر پيو. ووٽرن جي ڌار نمائندگي جو ايڪٽ، جنهن جو مقصد رنگدار ماڻهن جي ڌار ووٽر لسٽ جاري ڪرڻ، کين انهن حقن کان محروم ڪرڻ هو، جيڪي کين هڪ صدي کان به وڌيڪ عرصي کان حاصل هئا. 'بنٽو اٿارٽيز ايڪٽ' مقامي نمائندن جي ڪونسل جو خاتمو ڪري ڇڏيو. جيڪا قومي سطح تي آفريقي رهاڪن جو نمائندا ادارو هو. ان جي بدران قبائلي سردارن تي مشتمل هڪ نئين سسٽم کي جاري ڪيو ويو. جنهن لاءِ مقرريون حڪومت کي ڪرڻيون هيون، ان جو مقصد فقط هي هو ته پراڻي طرز جي قبائلي سردارن تي مشتمل اهڙي اداري کي طاقتور بنايو وڃي، جيڪو انهن نسلي اختلافن کي جيئرو ڪري سگهي، جيڪي هوريان هوريان ختم ٿي رهيا هئا. عوام جي حقن کي تباهه ڪندڙ انهن قانونن کي حقن کي جيئرو ڪرڻ جو نالو ڏنو ويو.

رنگدار ماڻهن ڌار ووٽر ايڪٽ جي خلاف پنهنجي جذبن جو اظهار ڪرڻ لاءِ مارچ 1951ع ۾ ڪيپ ٽائون ۾ زبردست جلوس ڪڍيو ۽ پوءِ اپريل ۾ هڙتال جو بندوبست ڪيو، جنهن دوران سمورو ڪاروبار بند رهيو ۽ ٻارڙا اسڪولن ۾ وڃي نه سگهيا. هندستانين، رنگدار ماڻهن ۽ آفريقي ماڻهن جي ان جاندار تحريڪ جي نتيجي ۾ والٽر سيسولو سيني گروپن جي سهڪار سان قومي سطح تي سول نافرماني جي تحريڪ جو نظريو پيش ڪيو، جنهن موجب خاص خاص والنٽير جاڻي ٻُجهي قانون جي سرعام نافرماني ڪندا ته جيئن حڪومت کين گرفتار ڪري سگهي. اسان سيني کي ان نظريي گهڻو متاثر ڪيو، پر مون سيسولو سان سيني گروپن جي شرڪت تي اختلاف ڪيو. مون ان تحريڪ کي فقط آفريقي رهاڪن تائين محدود رکڻ ٿي چاهيو. منهنجو خيال هو ته آفريقي ماڻهو اڃان رنگدار ۽ هندستاني نسل جي ماڻهن سان سهڪار جي لاءِ تيار نه آهن. ڪميونزم جي باري ۾ منهنجي خيالن ۾ ڪافي ڦيرو آيو هو. پر هندستاني اثرن کان اڃا تائين ڊنل هئس. اسان جي ڪيترن ئي دوستن کي شڪايت هئي ته هندستاني دڪاندار ۽ واپاري هندستاني مزدورن جو استحصال ڪن ٿا.

والٽر سيسولو منهنجي راءِ سان اتفاق نه ڪيو. سندس چوڻ هو ته: "ٽئي گروپ پاڻ ۾ گڏيل آهن، کين هڪ ٻي کان ڌار ڪرڻ سولو ڪونهي." نيٺ معاملو ايگزيڪيوٽو ڪميٽي تائين وڃي پهتو. جتي منهنجي دليل کي رد ڪيو ويو. ايتري قدر جو ڪن انتها

پسند قومپرستن به منهنجي خلاف ووٽ ڏنو. آئون پوءِ به پنهنجي راءِ تي قائم رهيس ۽ مون ڊسمبر 1951ع جي نيشنل ڪانفرنس جي موقعي تي اهو سوال ٻيهر اٿاريو ۽ هتي به شرڪت ڪندڙن منهنجي راءِ سان اتفاق نه ڪيو. مون ڪانگريس جي ان اعليٰ اداري جي سامهون، پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو. ان وقت آئون يوٿ ليگ جو قومي صدر بڻجي چڪو هئس.

ڊاڪٽر موروڪا، والٽر سيسولو، جي بي مارڪس، يوسف دادو ۽ يوسف ڪچاليا، تي مشتمل "جوائنٽ پلاننگ ڪونسل" جي تجويز موجب آفريڪي نيشنل ڪانگريس هڪ قرارداد جي منظوري ڏني. جنهن ۾ حڪومت کان گهر ڪئي وئي هئي ته نسلي متڀيد وارا هڙئي قانون رد ڪيا وڃن. ڪونسل واضح ڪري ڇڏيو ته هوءَ 6 اپريل 1952ع تي انهن برابري وارن انهن قانون جي خلاف مظاهري جو بندوبست ڪندي. ان ڏينهن تي ڳورن ماڻهن ڪيپ ٽائون ۾، 'جان وان ربيڪ' جي آمد جو ٽي سئو سالہ جشن ملهائڻو هو. 6 اپريل هڪ عجيب ۽ غريب ڏينهن آهي. ان ڏينهن تي هر سال ڏکڻ آفريڪا جا ڳورا پنهنجي مملڪت جي بنياد پوڻ جون خوشيون ملهائيندا آهن ۽ آفريڪي پنهنجي صدين تي محيط غلامي جي ان شروعات تي، ڪين پٽيندا ۽ گاريون پيا ڏيندا آهن.

ان سلسلي ۾ ڪائونسل، وزيراعظم جي نالي جيڪو خط تيار ڪيو هو، ان ۾ انهن قانون کي رد ڪرڻ جي ڏينهن مقرر ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي هئي. ان خط تي ڊاڪٽر موروڪا جي صحيح ٿيڻي هئي. پر هو ان وقت جوهانسبرگ ۾ موجود نه هو. تنهن ڪري اها ذميداري منهنجي حوالي ڪئي وئي ته آئون "اورينج فري اسٽيٽ" ۾ هن جي گهر ٿمبانچو وڃي ڪاغذ ان تي صحيح ڪرايان. اهو هڪ قدامت پسند علائقو هو ۽ مون ڪڏهن به اتي وڃي موروڪا سان ملاقات جو سوچيو به نه هو.

ان سفر کان ڪجهه ئي هفتا اڳ مون ڊرائيونگ ٽيسٽ جي تياري ڪئي هئي. انهن ڏينهن ڪنهن آفريڪي جي لاءِ ڊرائيونگ لائسنس حاصل ڪرڻ غير معمولي ڳالهه هئي. تمام گهٽ ڪارا ڪارن جا مالڪ هوندا هئا. آئون پنهنجي باري ۾ چڱو موچارو خوش فهمي ۾ هئس. تنهن ڪري مون هڪ ڪار ڀاڙي تي ورتي ۽ اها تيز هلائيندو ٽيسٽ واري هنڌ ڏانهن روانو ٿي ويس. آئون جيئن ئي هڪ ننڍي گهٽي مان نڪري وڏي رستي تي آيس، بدحواسي ۾ پنهي پاسن ڏسڻ وساري وينس ۽ ٻي طرف کان ايندڙ ڪار سان وڃي ٽڪريس. ان ڪار جو ڊرائيور مناسب ماڻهو هو. اسان پنهنجي پنهنجي نقصانن جو پاڻ ئي ٽلائي ڪرڻ تي راضي ٿي وياسين. جڏهن آئون ٽيسٽ اسٽيشن پهتس ته انسپيڪٽر هڪ ڳوري عورت جي ٽيسٽ وٺي رهيو هو. ان عورت ڏاڍي احتياط سان ڪار ڊرائيور ڪئي. پر آخر ۾ هڪ ننڍي غلطيءَ جي ڪري انسپيڪٽر ڪيس امتحان ۾ فيل ڪري ڇڏيو ۽ چيو "مئڊم! اوهان ٻيهر ٽيسٽ جي لاءِ اچجو!" آئون پريشان ٿي ويس، جيڪڏهن اهو شخص ڳوري عورت کي ٽيسٽ ۾ ناڪام قرار ڏئي سگهي ٿو. پوءِ آئون ڪاميابيءَ جي اميد ڪيئن ٿو رکي سگهان. پر مون ڏاڍي سٺي نموني ٽيسٽ ڏني ۽ ڪار ايتري ته احتياط سان هلائي جو مون کي ڊپ ٿيو ته متان انسپيڪٽر مون کي تمام آهستي ڊرائيونگ

جي ڪري فيل نہ ڪري ڇڏي.

هاڻي آئون قانوني طور تي ڪار هلائي ٿي سگهيس. اهو سفر مون کي ڏکيو نظر نہ پيو آيو. مون کي ڪار جي شيشي مان ٻاهر جانچڻ ڏاڍو سٺو لڳندو هو. شهر کان ٻاهر ڊرائيونگ ڏاڍو مزو ڏيندي هئي. دريءَ مان هوا جا جهونڪا سرسراهٽ پيدا ڪري رهيا هوندا هئا. ۽ اهو ئي منهنجي بهترين تصورن جي تخليق جو موقعو هوندو هو. ٽمباٽچو ويندي، منهنجو "ڪرون سٽڊ" مان لنگهڻ ٿيو. هتي هڪ عجيب واقعو پيش آيو. جابلو علائقي ۾ ڪار هلائيندي اوچتو ٻہ ڳورا ڇوڪرا سائيڪل هلائيندا منهنجي سامهون اچي ويا. انهن مان هڪ ڇٽي اشارو ڏيڻ کان سواءِ موڙ ڪاٽيو تہ هن جي سائيڪل منهنجي ڪار سان ٽڪرائجي آهستي ڪري پئي. آئون ڇوڪري کي اٿارڻ لاءِ اڳتي وڌيس تہ هڪ ٽرڪ اچي پهتي ان جي ڳوري ڊرائيور ٻاهر نڪري، هڪل ڪري مون کي ڇوڪري کي ڇهڻ کان روڪيو. ڇوڪري بہ هٽ پويان هٽائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ ڪيس معمولي ڌڪ لڳو هو. پر ٽرڪ ڊرائيور ڪيس ويجهي ٿاڻي ۾ وٺي ويو ۽ ٿوري دير کان پوءِ پوليس اچي وئي، ڳوري سارجنٽ مون ڏانهن ڏٺو ۽ مون کي ڪافر چئي نامناسب ڳالهيون ڪيون. آئون اڳ ۾ ئي حادثي جي ڪري پريشان هئس. مٿان وري سارجنٽ جي نامناسب رويي مون کي ڪاوڙ ڏياري ۽ مون ساڳئي انداز ۾ کيس جواب ڏنو. يورپي نسل جو آفريقي پوليس وارو حيران ٿي ويو تہ ڪو ڪارو انگريزي ۾ ڳالهائي سگهي ٿو ۽ وڌيڪ اهو تہ هن جي رويي تي اعتراض ڪري . سارجنٽ پنهنجو نوٽ بوڪ ڪڍيو ۽ منهنجو نالو وغيره لکڻ لڳو. پوءِ هن منهنجي ڪار جي جڙتي ورتي. ڪاٻي ڌر جو، رسالو هفتيوار "گارجين" کيس هٿ لڳو. هن پرچي کي هوا ۾ لهرايو ۽ چيو" هڪ ڪميونسٽ جلهجي پيو!" (ڊاڪٽر موروڪا وارو خط مون پنهنجي قميص جي اندر لڪائي ڇڏيو هو) ٿاڻي وڃي، هو هڪ ٻي يورپي نسل جي سارجنٽ کي وٺي آيو. رات ٿي چڪي هئي ۽ نئون سارجنٽ واردات جو نقشو ناهڻ تي هوڏ ٻڌيو بيٺو هو. مون اعتراض ڪيو تہ حادثو ڏينهن جي روشني ۾ ٿيو آهي. هينئر رات جي وقت نقشو ناهڻ زيادتي ٿيندي. هن منهنجو نالو وٺي چيو"نيلسن! آئون تنهنجي مدد ڪرڻ ٿو چاهيان. پر جي تو ڪا رڪاوٽ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ خود اهو تنهنجي لاءِ بہ خراب ٿيندو. آئون توکي سڄي رات لاڪپ ۾ بند ڪري ڇڏيندس." ان دڙڪي جي ڪري ماٺ ٿي ويس ۽ کيس پنهنجو ڪم ڪرڻ ڏنم.

مون سڄي رات پنهنجو سفرجاري رکيو ۽ ٻي ڏينهن صبح جو ايڪسليشئير ضلع مان لنگهي رهيو هئس، جو اوچتو منهنجي ڪار بند ٿي وئي. پيٽرول ختم ٿي چڪو هو. مون هڪ ويجهي فارم ۾ وڃي هڪ ڪراڙي ڳوري مائي کي انگريزي ۾ ملهہ وٺي پيٽرول ڏيڻ جي گذارش ڪئي. هن دروازو بند ڪندي چيو "مون وٽ تنهنجي لاءِ پيٽرول ڪونهي." آئون بہ ميل پريان هڪ ٻي فارم تي پهتس ۽ ڳوري هاري کي چيم تہ منهنجي"مالڪ" جي گاڏي جو پيٽرول ختم ٿي ويو آهي . هن جو رويو دوستاڻو هو. هن منهنجي مدد ڪئي . منهنجو خيال آهي تہ جي آئون ٿوري غلط بياني نہ بہ ڪريان ها، تہ بہ هو مون کي ضرور

پيٽرول ڏي ها.

ڊاڪٽر موروڪا سان ملاقات خوشگوار رهي. هن سولائي سان خط جي منظوري ڏيئي ڇڏي ۽ آئون واپس جوهانسبرگ روانو ٿي ويس. وزيراعظم جي نالي ان خط ۾ لکيل هو ته ’اي اين سي پنهنجي جائز حق کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ سيئي دستوري ذريعا استعمال ڪري چڪي آهي. پر نتيجو ٻُڙي نڪتو آهي. اسين 29 فيروري 1952ع تائين ڇهن اڻ برابري وارن قانونن کي رد ڪرڻ جو مطالبو ٿا ڪريون. ٻي حالت ۾ دستور کان هٽي ڪري قدم کڻڻ تي مجبور ٿي پونداسين.‘ ملان پنهنجي جوابي خط، جنهن تي سندس پرائيويٽ سيڪريٽري جي صحيح هئي. سختي سان چيو هو ته ڳورن کي مستقل قوم طور پنهنجي سڃاڻپ جو نطري حق آهي. هن ڌمڪي ڏني هئي ته جيڪڏهن اسان پنهنجو احتجاج جاري رکيو ته حڪومت بدامني کي روڪڻ جي لاءِ طاقت جي ڀرپور استعمال ۾ ڪا به هٻڪ محسوس نه ڪندي.

ملان جي ان ٺپ انڪار کي اسان اعلان جنگ سمجهيو. هاڻ اسان وٽ سول نافرماني کان سواءِ ٻي ڪا به واهه نه هئي. تنهن ڪري اسان ان جي تياري شروع ڪري ڏني. سڀ کان اهم ڪم رضاڪارن جي ڀرتي ۽ انهن جي سکيا هئي. جنهن تي اسان جي سڄي ڪاميابيءَ جو دارومدار هو. 6 اپريل تي جوهانسبرگ، پريٽوريا، پورٽ ايلزبيٿ، ڊربن ۽ ڪيپ ٽائون ۾ مظاهرا ٿيا. ڊاڪٽر موروڪا جوهانسبرگ جي ”فريڊ اسڪوائر“ ۾ هڪ ميڙ کي خطاب ڪيو. جڏهن ته مون گارمينٽ ورڪرز يونين جي جوشيلن رضاڪارن جي هڪ ميڙ ۾ تقرير ڪئي. جنهن ۾ سڀني نسلن سان لاڳاپيل ماڻهو شامل هئا. مون کين ٻڌايو ته سندن فرض نه فقط ڏکيو بلڪ خطرناڪ آهي. سرڪاري عملدار سندن بي عزتيون ڪندا. مٿن حملا ڪندا، کين قيد به ڪندا، پر رضاڪارن کي هر حالت ۾ پرامن رهڻ کپي. نه ته اسان جي جدوجهد کي نقصان پهچي سگهي ٿو. اسان کي تشدد جو جواب عدم تشدد سان ڏيڻ ۽ هر حال ۾ امن قائم رکڻو پوندو.

31 مئي تي آفريقي ڪانگريس ۽ ڏکڻ آفريقي انڊين ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ اعلان ڪيو ته 26 جون کان تحريڪ جي شروعات ٿيندي. هڪ نيشنل ايڪشن ڪميٽي ۽ نيشنل والنٽيئر بورڊ جو قيام به عمل ۾ آندو ويو. مون کي ’والنٽيئر ان چيف‘ کان سواءِ، انهن ٻنهي ادارن جو چيئرمين به مقرر ڪيو ويو. سڄي مهم جي تنظيم، علائقائي شاخن سان رابطا، رضاڪارن جا معاملا ۽ فنڊ گڏ ڪرڻ، اهي سڀ منهنجي فرضن ۾ شامل هئا. مهاتما گانڌي جي اصول عدم تشدد يا ستياگره تي به بحث ٿيو. ڪن ميمبرن راءِ ڏني ته اخلاقي لحاظ کان اهنسا باقي سڀني ذريعن کان سٺو آهي، ان تي عمل ڪرڻ کپي. انڊين ڪانگريس جي مشهور ميمبر ۽ ”انڊين اوپينين“ جي ايڊيٽر مهاتما گانڌي جي پٽ مني لال گانڌي ان نظرئي جي پرجوش تائيد ڪئي ۽ چيو ته ”اسان جي تحريڪ هندستان ۾ سندس ٻيءَ جي انداز ۾ هلائڻ کپي.“ ڪن ٻين ميمبر جو خيال هو ته اسان کي ڪنهن خاص طرز عمل بدران فقط اهو ڏسڻ کپي ته حالتن جون تقاضائون ڪهڙيون آهن ۽ دشمن

کي شڪست ڪيئن ٿي ڏئي سگهجي. جيئن تہ موجوده حالتن ۾ اسان جو مقابلو انتهائي سگهاري ڌر سان آهي ۽ جيڪا ڪنهن بہ پرتشدد تحريڪ کي ڪچلڻ جي سگهہ رکي ٿي. تنهن ڪري عدم تشدد اسان جي عملي ضرورت آهي. منهنجي بہ راءِ اهائي هئي. آئون سمجهندو هئس تہ عدم تشدد ڪو لازمي عمل جهڙو اصول ڪونهي. بلڪہ ڪيس موقعي جي مناسبت سان هڪ عملي چال طور اپنائڻ کپي. اسين عدم تشدد جو اصول ايستائين اپنائينداسين، جيستائين اهو اثرائتو رهندو. مني لال جي زوردار اعتراضن جي باوجود بہ منهنجي راءِ غالب رهي.

رٿابندي ڪائونسل، عدم تعاون ۽ عدم تشدد تي ٻڌل تحريڪ جا ٻہ مرحلا تجويز ڪيا. پهرين مرحلي ۾ ننڍين ننڍين جٿن تي مشتمل تربيت يافتہ رضاڪارن کي شهري علائقن ۾ ڪن مخصوص قانون جي خلاف ورزي ڪرڻي هئي. مثال طور: منع ڪيل علائقن ۾ بنا اجازت جي داخلا، فقط ڳورن جي لاءِ مخصوص سهوليتن يعني ٽائليٽ وغيره جو استعمال وغيره. فقط ڳورن جي لاءِ ريلوي جي ڊبن، آرام گاهن ۽ ٽپال گهرن ۾ گهڙڻ ۽ ڪرفيو جي باوجود جاڻي ٻجهي شهر ۾ موجود رهڻ. هر گروپ اڳواڻ جو فرض هو تہ پنهنجي قدمن جو اڳواٽ پوليس کي اطلاع ڏي تہ جيئن پوليس کين گرفتار ڪري سگهي ۽ وڏيڪ هُل بکيڙو نہ ٿئي. ٻيو مرحلو عوامي سطح تي قانون جي خلاف ورزي جو هو. جنهن جي دوران سڄي ملڪ ۾ عام هڙتال صنعت ۽ واپار کي جامد ڪرڻ جهڙا عمل ڪرڻا هئا.

قانون جي ڀڃڪڙي واري تحريڪ جي شروعات کان اڳ 22 جون تي ڊربن ۾ "رضاڪارن جو ڏينهن" جي نالي سان هڪ ريلي ٿي، جنهن ۾ نٽال آفريقي ڪانگريس ۽ نٽال انڊين ڪانگريس جي اڳواڻن خطاب ڪيو. ان موقعي تي آئون مرڪزي مقرر هئس. اٽڪل ڏهن هزارن جي لڳ ڀڳ ماڻهو هئا. اڳ ۾ ڪڏهن بہ ايڏي وڏي ميڙ کي مون خطاب نہ ڪيو هو. ڏاڍو دل لڀائيندڙ نظارو هو. مون پنهنجي تقرير ۾ چيو: "خلاف ورزي جي تحريڪ مظلوم آفريقي عوام جي جدوجهد ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي. اهو تاريخ ساز ڏينهن هوندو ۽ دنيا جو ڌڪڻ آفريقا ۾ نسلي متڀيد ڏانهن ڌيان ڇڪبو. جو تہ ڪارن ماڻهن، آفريقي، هندستاني ۽ رنگدار ماڻهن جو اتحاد هڪ حقيقت بنجي اجاگر ٿيو آهي."

مقرر وقت تي نوجوان پوري همت، جوش ۽ جذبي ۽ ذميداري جي احساس سان تحريڪ جي شروعات ڪئي. تحريڪ صبح جو سوير پورٽ ايلزبيٿ کان شروع ٿي. ٽيتهہ نوجوان ڳورن جي لاءِ مخصوص ڪيل گيٽ مان ريلوي اسٽيشن ۾ داخل ٿيا ۽ گرفتار ڪياويا. هو آزاديءَ جا گيت ڳائي رهيا هئا. رستي ۾ بينڊ مٿ مائٽ ۽ يار دوست زوردار تاڙيون وڄائي سندن آڌر ڀاءُ ڪري رهيا هئا. سيني ماڻهن جو هڪ ئي نعرو هو"آفريقا اسان کي واپس ڪريو" آئون ان وقت ڪانگريس جي آفيس ۾ مظاهرن جي نگراني ڪرڻ تي هئس. ٽرانسوال جي رضاڪارن کي پنهنجي مهم جي شروعات "باڪس برگ" کان ڪرڻي هئي ۽ 'ريورينڊ ٽانسي' جي اڳوائي ۾ بنا موڪل جي "ٽائون شپ" ۾ داخل ٿي گرفتاري

ڏيئي هئي. ٽاٽسي ميٿو ڊسٽ چرچ جو جهونو پادري ۽ ٽرانسوال ڪانگريس جو قائم مقام صدرهو. آئون آفيس ۾ ڪانگريس جو قائم مقام صدر هئس. آئون آفيس ۾ وينو پريٽوريا ڪان ريورينڊ جي اچڻ جو اوسيئڙو ڪري رهيو هئس، جو اوچتو هن جي فون آئي. هن ٻڌايو ته ڊاڪٽر ڪيس مظاهري ۾ شرڪت ۽ جيل نه وڃڻ جي هدايت ڪئي آهي.

مون ڪيس پڪ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي ته اسين ڪيس گرم ڪپڙا مهيا ڪنداسين ۽ ڪيس فقط هڪ رات جي لاءِ قيد رهڻو پوندو. پر منهنجي ان گذارش جو مٿس ڪو به اثر نه ٿيو. اهو بيحد مايوس ڪندڙ مرحلو هو. ريورينڊ ٽاٽسي هڪ معزز ۽ محترم شخص هو ۽ ان جي چوڻ حڪمرانن کي اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش هئي ته اسان فقط ڇڙواڳ نوجوان جو ميڙ نه آهيون. اسان تڙ تڪڙ ۾ سنڌس ئي جهڙي هڪ ٻي شخصيت ڳولهي. اهو نانا سيتا ٽرانسوال انڊين ڪانگريس جو صدر هو. جيڪو اڳ ۾ 1946ع جي احتجاجي تحريڪ ۾ حصو وٺي هڪ مهينو قيد ڪاٽي چڪو هو. نانا سيتا پنهنجي وڏپڻ ۽ بيماري جي باوجود اسان جي درخواست قبول ڪري ورتي.

پوئين پهر، جڏهن اسين"باڪس برگ" وڃڻ جي لاءِ تيار بيٺا هئاسين. ته مون ڏٺو ته ٽرانسوال برانچ جو سيڪريٽري، جنهن کي 'نانا سيتا' سان گڏ جلوس ۾ شرڪت ڪرڻي هئي، سو گم هو. اهو نئون بحران هو.مون والٽر کي چيو"هاڻي توکي وڃڻو پوندو." ٽرانسوال ۾ اها اسان جي ڀهرين مهم هئي. تنهن ڪري ان ۾ ڇاٽل سڃاٽل شخصيتن جي شرڪت ضروري هئي، نه ته ڪارڪنن کي اڪيلو ئي سزا ڀوڳڻي پوي ها. جيتوڻيڪ والٽر کي منتظم جي حيثيت سان مهم جي آخر ۾ شريڪ ٿيڻو هو، پر هو هڪدم راضي ٿي ويو. ڪيس ان مهل سوٽ پاتل هو. اسان هن جي لاءِ پراڻن ڪپڙن جو بندوبست ڪيو.

آئون ۽ يوسف ڪچاليا 'باڪس برگ' جي مئجسٽريٽ وٽ پهتاسين. اسان کي ڪيس اهو خط ڏيڻو هو. جنهن ۾ اطلاع ڏنو ويو هو ته اسان جا پنجاهه رضاڪار بنا اجازت جي ٽائون شپ ۾ داخل ٿيندا. ڪيترائي فوٽو گرافر ۽ اخباري خاطو اڳ ۾ ئي اتي موجود هئا. اسان جيئن ئي خط مئجسٽريٽ کي ڏنو ته فوٽو گرافرن پنهنجو ڪم شروع ڪري ڏنو. مئجسٽريٽ ڪئميرائن ڪان پنهنجو منهن لڪايو ۽ ڳالهه ٻولهه لاءِ اسان کي پنهنجي چيمبر ۾ گهرايائين. هو مناسب ماڻهو هو. هن چيو ته سنڌس آفيس هر وقت اسان جي لاءِ کليل رهندي. پر گهٽي پبلسٽي نقصان ڏيندي. هتان ڪان اسين سڌو "ٽائون شپ" وياسين، جتي مظاهري جي شروعات ٿي رهي هئي. اڌ ميل پري کان رضاڪارن جي گيتن جو آواز ٻڌڻ ۾ پي آيو. تمام گهڻا ماڻهو ڪين ڊاڍ ڏيڻ جي لاءِ گڏ ٿيل هئا. ٽائون شپ جا لوهي دروازا بند هئا ۽ رضاڪار جوشيلي انداز ۾ ٻاهر بيٺا اندر گهڙڻ جو اوسيئڙو ڪري رهيا هئا. انهن ٻاونجاهه هندستاني ۽ آفريقي رضاڪارن جي اڳيان اڳيا والٽر هو. پر مظاهري جو اصل روح روان 'نانا سيتا' هو. جيڪو سنڌن جي تڪليف جي باوجود به رضاڪارن ۾ هلي ٿري ڪين ڏڍ ڏيئي، ڪين حوصلا بلند رکڻ جي تلقين ڪري رهيو هو. ڪلاڪ کن هو ايئن بيٺا رهيا. پوليس به پنهنجي عمومي رويي جي ابتڙ چپ چاپ بيٺي هئي. ان تي اسان کي ڏاڍو تعجب

ٿيو. ڇا سندن اهو رويو رضاڪارن کي ٿڪائڻ جي هڪ چال هو؟ ڇا هو صحافتي نمائندن جي منظر تان هٽي وڃڻ جي انتظار ۾ هئا؟. ڇا سندن ارادو اونداهه ٿيڻ کان پوءِ ڪاروائي ڪرڻ جو هو؟. يا هو اسان کي گرفتار نه ڪري اسان جي مقصد جي بجا آوري کان پري رکڻ ٿي چاهيائون؟ بهرحال هو ضرور ڪنهن بڌتر ۾ گرفتار هئا. پر اوچتو صورتحال بدلجي ويئي. ٽائون شپ جا تالا کولڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ رضاڪار هڪ گهڙي ۾ قانون ٽوڙيندي اندر داخل ٿي ويا. هڪ آفيسر سيٽي وڄائي ۽ پوليس بنا ڪنهن دير جي گهيرو ڪري رضاڪارن کي گرفتار ڪري ورتو. هنن کي ٿاڻي تي نيو ويو ۽ مٿن فرد جرم عائد ڪيو ويو.

شام جو ائڪشن ڪميٽي جي اڳواڻن جو اجلاس ٿيو. جنهن ۾ مون سميت اوليور ٽيمبو ۽ يوسف ڪچاليا موجود هئا. ان اجلاس ۾ سڄي ڏينهن جي واقعن ۽ ايندڙ هفتي جي منصوبن تي غور ويچار ٿيو. ويجهو ئي رضاڪارن جو ٻيو دستو ڪرفيو جي خلاف ورزي ڪري گرفتاريءَ جي لاءِ تيار بيٺو هو. هو سڀ، هٽ، هٽ ۾ ڏيو رستي تي مارچ ڪري رهيا هئا. اسين سڀ اڌ رات جو ٻاهر نڪتاسين، آئون ڏاڍو ٿڪل هئس. ماني کائي آرام ڪرڻ ٿي چاهيم. تنهن ڪري جلسي ۾ شرڪت جي بدران گهر وڃڻ جو ارادو هئم. ايتري ۾ هڪ پوليس وارو اسان وٽ آيو ۽ منهنجو نالو وٺي چوڻ لڳو "هاڻي تون ڀڄي نه ٿو سگهين!"

هن پنهنجي لٺ سان پرسان بيٺل وين ڏانهن اشارو ڪري چيو، "هن ۾ ويهه!" دل ۾ آيم چوانس، "آئون هن تحريڪ جو انچارج آهيان في الحال قانون جي پڇڪڙي نه ڪندس، بلڪ سيني کان آخر ۾ گرفتاري ڏيندس." پر شايد اها بيوقوفي واري ڳالهه ٿئي ها. مون ڏٺو ته هو يوسف ڪچاليا کي به جهلي رهيو هو ۽ يوسف حالتن جي ستم ظريفي تي ٺهڪ ڏئي رهيو هو. ڏاڍو پيارو منظر هو. پوليس، يوسف کي گرفتار ڪري وٺي وڃي رهي هئي ۽ هو مرڪي رهيو هو. ٿوري دير کان پوءِ اسان پنهنجو پاڻ کي پنجاهه رضاڪارن سان گڏ "مارشل اسڪوائر" ٿاڻي ۾ ڏٺو. آئون ۽ يوسف ڪافي بي چين هئاسين ته هاڻ تحريڪ جو ڇا ٿيندو ۽ اسان جي غير موجودگي ۾ ماٿهو ڇا محسوس ڪندا. پر سڀني جا حوصلا بلند هئا. جيل ويندي وين ۾ اسان رضاڪارن جا نعرا چڱي طرح ٻڌي پئي سگهياسين. هو زور زور سان خوبصورت قومي ترانو "خدا آفريقا کي خوش رکي" ڳائي رهيا هئا.

لاڪ اپ ۾ پهرين رات هڪ ڳوري واردن اسان جي هڪ ساٿي کي ڏاڪڻ تان اهڙو ته زور سان ڌڪو ڏنو، جو هن جو گوڏو ڀڄي پيو. مون احتجاج ڪيو ته هن به چار لتون مون کي به وهائي ڪڍيون. اسان پنهنجي ساٿي جي علاج جو مطالبو ڪيو ته چيو ويو ته جيڪڏهن زخمي چاهي ته سڀاڻي ڊاڪٽر سان ملڻ جي درخواست ڪري سگهي ٿو. اسين سڄي رات هن جي سور جي ڪري بي چين رهياسين. مختصر عرصي جي لاءِ آئون اڳ ۾ به ڪافي ڀيرا جيل وڃي چڪو هئس. پر اجتماعي قيد جو اهو منصوبو پهريون تجربو هو، اهو لاڪ اپ هڪ ننڍي، اونداهي ۽ گندي جڳهه هئي. پر جيئن ته اسين سڀ

هتي گڏ هٿاسين، تنهن ڪري ڪنهن جو به ماحول جي طرف ڌيان نه ويو ۽ به ڏينهن ڏاڍي تيزي سان گذري ويا.

تحريڪ جي پهرين ڏينهن سڄي ملڪ مان اڍائي سئو کان به وڌيڪ رضاڪار جيل ويا. شروعات ڏاڍي سٺي هئي. اسان جي "فوج" منظم، مرتب ۽ حوصلي مند هئي. ايندڙ پنجن مهينن جي دوران ساڍا اٺ هزار ماڻهو جن ۾ ڊاڪٽر، وڪيل، صنعتي ڪارڪن، استاد، شاگرد ۽ مذهبي اڳواڻ شامل هئا، قيد ڪيا ويا. سڀئي گڏجي نعرو هڻندا هئا "ملان! جيل جا دروازا کول اسين اندر ويندا سين." سڄو ملڪ تحريڪ جي وڪڙ ۾ هو. ايتريقدر جو ڀهراڙي جا علائقا به ان کان آجا نه هئا. تحريڪ کي وڏي پيماني تي مشهوري ملي ۽ ڪانگريس جي ميمبر شپ ڇهن لکن تائين وڃي پهتي. ان عرصي ۾ مون سڄي ملڪ جو دورو ڪيو. آئون عام طور تي ڪار تي سفر ڪندو هئس ۽ صبح جو سوير روانو ٿي ويندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن مون کي گهر گهر وڃي ماڻهن کي تحريڪ جي مقصدن کان روشناس ڪرائڻو پوندو هو. ان زماني ۾ عام رابطي جا ذريعا تمام گهٽ هئا. تنهن ڪري هڪ هڪ شخص سان ملڻو پوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مقامي ڪارڪنن جي اختلافن جو مون کي نبيرو ڪرائڻو، منجهن ٺاهه ڪرائڻو پوندو هئو. مون کي اهڙين حالتن مان به گذرڻو پيو. جڏهن عوام پڙهيل لکيل ماڻهن جي بدران، اڻ پڙهيل، پر محنتي ۽ مخلص ڪارڪنن کي پنهنجو اڳواڻ چونڊيو ۽ اهي ڪاميابي سان تحريڪ هلائي رهيا هئا. اهڙن ئي موقعن تي مون کي تجربو ٿيو ته عوام جي خواهش جي ابتڙ ڪو قدم کڻڻ، چريائپ ئي ٿي سگهي ٿو. ڪو اهڙو فيصلو، جنهن جي مخالفت عام ماڻهو ڪري رهيا هجن، فائدي وارو نه هوندو آهي. چو ته اهو لاڳو ٿيڻ ناممڪن آهي. حڪومت اسان جي تحريڪ کي پنهنجي سلامتي ۽ نسلي متڀيد جي پاليسي جي لاءِ خطرو محسوس ڪيو. هن جي نظر ۾ سول نافرماني احتجاج نه پر ڏوهه هو. حڪومت کي آفريقي ۽ هندستاني اتحاد تي به تشويش هئي. نسلي امتياز جو مقصد هي هو ته ماڻهن کي مختلف گروهن ۾ ورهايو وڃي. پر اسان ثابت ڪري ڏيکاريو ته اسين سڀ گڏجي ڪم ڪري سگهون ٿا. آفريقي ۽ هندستاني، اعتدال پسند ۽ انقلابي، انهن سڀني جو 'متحده محاذ' حڪومت کي چيڙائي رهيو هو. هن جي خيال ۾ تحريڪ کي ڪميونسٽن جي هُشي هئي ۽ اهي ئي تحريڪ جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا. انصاف واري وزير اعلان ڪيو ته هو جلد ئي قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙن کي پڄندو. تنهن ڪري پارليامينٽ کان به قانون منظور ڪرايا ويا. هڪ پبلڪ سيفيٽي ايڪٽ، جنهن موجب حڪومت کي مارشلا هڻڻ ۽ ڪنهن شخص کي ڪيس هلائڻ کان سواءِ نظربند ڪرڻ جو اختيار حاصل ٿي ويو ۽ ٻيو تعزيراتي ترميم جو ايڪٽ، جنهن موجب حڪومت جسماني سزا ڏئي ٿي سگهي.

تحريڪ کي ٽوڙڻ جي لاءِ حڪومت ڪجهه ڳجها قدم به کنيا. جيئو ويو ته اڳواڻ گهرن ۾ آرام ڪري رهيا آهن. جڏهن ته عوام جيلن ۾ سڙي رهيو آهي. حڪومت اسان جي تنظيم ۾ پنهنجا ڪي ڄاڙتا به داخل ڪري ڇڏيا. ايتري قدر جو رضاڪارن ۾ به ڪي

پوليس وارا شامل ٿي ويا. اسان ڪجهه ايجنٽن کي سڃاڻي ورتو. انهن مان ڪيترن پوءِ اسان کي ٻڌايو تہ هو پئسي جي خاطر ايئن ڪري رهيا هئا. انهن جي ابتڙ ڪي پوليس وارا ۽ آفيسر سچي دل سان اسان سان گڏ هئا ۽ اسان کي بروقت حڪومتي قدمن کان واقف ڪندا رهندا هئا. هو فقط پنهنجي ٻارن جو پيٽ پالڻ خاطر حڪومت ۾ نوڪري ڪري رهيا هئا ۽ قومپرستي جي جذبي تحت پنهنجي نوڪري کي خطري ۾ وجهڻ کان بہ نہ ٿي گُسنا.

اسان جي رستي ۾ فقط حڪومت ئي رڪاوٽ نہ هئي. پر ٻيا بہ ڪيترائي عنصر جن کان اسان کي مدد جي توقع هئي، اسان جي مزاحمت ڪندا رهيا. ظالمانہ قانون جي خلاف اسان جي تحريڪ جي بلڪل جوبن مهل 'يونائيٽيڊ پارٽي' نياپو موڪليو تہ جيڪڏهن اسين سندن اڳواڻ مسٽر اسٽراس جي تجويز موجب پنهنجي تحريڪ تان دستبردار ٿي وڃون تہ هو ايندڙ چونڊن ۾ نيشنل پارٽي جي خلاف اسان جي مدد ڪندا. اسان ان رٿ کي رد ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ يونائيٽيڊ پارٽي بہ اسان جي خلاف اهڙي ئي تعصب جو مظاهرو ڪرڻ لڳي. جهڙو نيشنل پارٽي ڪري رهي هئي. ڪانگريس جي هڪ گروپ، جيڪو مرڪزي ڪميٽيءِ جي اڳوڻي ميمبر 'ٽي ما' جي قيادت هيٺ ڪم ڪري رهيو هو. تحريڪ جي زبردست مخالفت ڪرڻ شروع ڪري ڏني. ٽي ما "بنٽو ورلڊ" جو ايڊيٽر هو. هن ان تحريڪ تي زبردست تنقيد ڪئي ۽ ان کي اشتراڪي ۽ هندستاني اثرن جو تسلسل قرار ڏنو. يوٿ ليگ جي ڪن انتها پسند ميمبرن بہ هن جي خيالن سان همدردي جو اظهار ڪيو.

انهيءَ سال مئي مهيني ۾ ڪانگريس جي ٽرانسوال شاخ جي صدر جي بي مارڪس کي "ڪميونزم کي روڪڻ واري ايڪٽ" تحت سياسي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ کان روڪيو ويو. اهو هڪ قسم جو "هلندڙ ڦرندڙ" قيد هو. ان جي لاءِ حڪومت کي ڪنهن بہ قسم جي شاهدي يا ڏوهہ جي تصديق جي ضرورت نہ هئي. بس قانون واري وزير جو حڪم جاري ڪرڻ ئي ڪافي هوندو هو ۽ انسان بي وس ٿي ويندو هو. ٽرانسوال ڪانگريس جي اجلاس ۾ مارڪس جي پنهنجي رٿ تي صدارت جي لاءِ منهنجو نالو پيش ڪيو ويو. آئون ان وقت يوٿ ليگ جو نيشنل پريذيڊنٽ بہ هئس. سابق ڪميونسٽن تي مشتمل هڪ گروپ ان تجويز جي مخالفت ڪئي. انهن جي اڳواڻي اورلينڊو شاخ جو چيئرمين ماسيڪو ۽ چيف والنٽيئر مارونگ ڪري رهيا هئا. ٻئي پاڻ صدارت جا اميدوار هئا. اهو انتها پسند گروپ هندستانين سان قطع تعلق ۽ حڪومت جي خلاف کلم کلا مقابلي جو قائل هو. مارونگ هڪ سٺي شورش انگيز مقرر جي حيثيت سان سڃاتو ويندو هو. هو فوجي انداز جي خاڪي وردي پائيندو هو.جنهن ۾ سون جا بٽڻ لڳل هوندا هئا. فيلڊ مارشل منٽگمري جو نقل ڪندو هو ۽ اجلاس جي دوران اُٿي بيهندو هو ۽ چوندو هو "آئون آزادي جي حصول جي لاءِ وڌيڪ انتظار ڪري نہ ٿو سگهان. مون کي آزادي ڪٻي ۽ هتي ئي! آئون شهر جي چوڪ ۾ ملان سان ملندس ۽ کيس ٻڌائيندس تہ منهنجو ارادو

ڪهڙو آهي. آئون هينئر ۽ هتي ئي آزادي جو طلبگار آهيان." مزاحمتي تحريڪ جي دوران هو پنهنجي ان قسم جي تقريرن جي آڌار تي ڪافي مقبول ٿي رهيو هو ۽ سندس خيال هو ته هو ان مقبوليت جي آڌار تي ڪانگريس جي صدارت حاصل ڪري وٺندو. پر فقط مشهوري، چوندڻ ۾ ڪاميابي جو سبب نه بڻجندي آهي. چوندڻ کان اڳ آئون سائس مليس ۽ کيس پاڻ ۾ گڏجي سڄي آزادي جي تحريڪ کي زور وٺرائڻ جو چيو. هن منهنجي دعوت کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. بهرحال، هن جا اندازا غلط ثابت ٿيا ۽ مون زبردست اڪثريت سان ڪانگريس جي صدارت کٽي ورتي.

30 جون 1952ع تي مون کي منهنجي آفيس مان "ڪميونزم جي روڪڻ واري ايڪٽ" تحت گرفتار ڪيو ويو ۽ بلڪل انهي مهل جوهانسبرگ، پورٽ ايلزبيٿ وغيره ۾ به تحريڪ جي ٻين اڳواڻن جي گرفتاري عمل ۾ آندي وئي. انهن گرفتاري کان هڪ مهينو اڳ پوليس سڄي ملڪ ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ انڊين ڪانگريس جي اڳواڻن جي گهرن ۽ آفيسن تي ڇاپا هڻي چڪي هئي ۽ دستاويزن تي قبضو ڪري ورتو هئائين. ان قسم جا ڇاپا پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان هڪ نئين ڳالهه هئي. ان کان پوءِ غيرقانوني جهڙتيون حڪومت جو مستقل رويو بڻجي سامهون آيون. ان موقعي تي مون سميت ايڪهٺ آفريقي ۽ هندستاني اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو. جن ۾ ڊاڪٽر موروڪا، والٽر سيسولو، جي بي مارڪس، ڊاڪٽر دادو، يوسف ڪچاليا ۽ ڊاڪٽر احمد ڪيٽراڊا شامل هئا. سيپٽمبر ۾ جوهانسبرگ ۾ اسان جي ڪيس جي ڪاروائي شروع ٿي. عدالت ۾ اسان جي حاضري زبردست سياسي جوش ۽ جذبي جو سبب بڻي. مظاهرين جا جٿا رستن تي مارچ ڪندا سڌي مئجسٽريٽ جي عدالت ۾ پهچي رهيا هئا. انهن ۾ تعليمي ادارن جا ڳورا ۽ هندستاني شاگرد به شامل هئا. عدالت جي احاطي ۾ هن کان اڳ ايڏو وڏو هجوم ڪڏهن به ڏسڻ ۾ نه آيو هو. عدالت جو ڪمرو به مظاهرين سان ڀرجي ويو، جيڪي زبردست نعري بازي ۾ مصروف هئا.

هئڻ ته ائين کپندو هو ته ان آزمائش جي گهڙي جي موقعي تي اتحاد ۽ يڪ جهتي جو مظاهرو ٿئي ها. پر اسان جي صدر 'ڊاڪٽر موروڪا' اسان جي اعتماد کي پچي پور ڪري ڇڏيو. هن ڪيس وڙهڻ لاءِ پنهنجو ڌار وڪيل مقرر ڪيو ۽ اسان جي ڪوشش جي باوجود به اسان جو ساٿ نه ڏنو. آئون پاڻ به هن سان اڪيلائي ۾ مليس ۽ کيس گذارش ڪيم ته هو اسان کان جدا نه ٿئي. پر هو شڪايتن جا دفتر کولي ويهي رهيو ۽ چيو ته تحريڪ جي رٿابندي ۾ کيس نظرانداز ڪيو ويو آهي. الڳ ڪيس وڙهڻ جو هڪ سبب هن اهو به ٻڌايو ته جيڪڏهن آئون سيني سان گڏ ڪيس جي پيروي ڪندس ته گويا اهو ڪميونسٽن سان سهڪار ٿيندو. مون کيس ياد ڏياريو ته ڪانگريس ۾ اها روايت آهي ته جيڪو نسلي متڀيد جو مخالف آهي، تنهن سان سهڪار ڪرڻ کپي. پر هن نه مڃيو. اسان کي سڀ کان وڏو ڌڪ ان وقت لڳو. جڏهن ڊاڪٽر موروڪا جج جي سامهون ان اصل بنياد کي ئي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو. جنهن تي آفريقي نيشنل ڪانگريس جي عمارت اڏي

وئي هئي. هن کان پڇيو ويو "ڇا تنهنجي خيال ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪارن ۽ گورن ۾ برابري هئڻ کپي؟" هن جو جواب هو "ايئن ٿيڻ ممڪن ڪونهي!" اسين پنهنجي پنهنجي جاين تي وينا نااميدي جي اٿاهه گهراين ۾ گم ٿي وياسين. پوءِ ڪائنس پڇيو ويو "ڇا مدعا ۾ ڪجهه ڪميونسٽ به آهن؟" موروڪا ڪن ماڻهن ڏانهن آڱر جي اشاري سان نشاندهي ڪرڻ چاهي، پر جج کيس اهو چئي روڪي ڇڏيو ته ان جي ضرورت ڪونهي.

موروڪا جو اهو ڪردار سڄي تنظيم جي لاءِ ڪاپاري ڌڪ هو. هن ذاتي مفاد تي عوام ۽ تحريڪ جي مفادن کي قربان ڪرڻ جو عظيم ڏوهه ڪيو هو. هو پنهنجي ميڊيڪل پريڪٽس ۽ دولت کي خطري ۾ وجهي نه سگهيو ۽ اهڙي طرح پنهنجي طويل سياسي خدمتن کي تباهه ڪري ڇڏيائين. اهو وڏو الميو هو. ان سان تحريڪ کي نقصان پهچڻ جو انديشو هو. مون سوچيو، هڪ انسان جيڪو آزادي جي تحريڪ واسطي سڄي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦرندو رهيو، هاڻي ڪيئن نه خراب نموني ان تان دستبردار ٿي رهيو آهي.

3 ڊسمبر تي عدالت اسان سيني کي "قانوني طور تي ڪميونسٽ" هئڻ جو ڏوهاري قرار ڏنو. لاڳاپيل ايڪٽ هر اُن شخص کي قانوني طور تي ڪميونسٽ قرار ڏيندو هو، جيڪو ڪنهن به سلسلي ۾ حڪومت جو مخالف رهيو هجي. پوءِ ڀلي هو ڪڏهن به ڪميونسٽ پارٽي جو ميمبر به نه رهيو هجي. جج ڏاڍو صاف دل ۽ معقول انسان هو. هن چيو ته جيتوڻيڪ اوهان جا ڪيترائي قدم بغاوت جي دائري ۾ اچن ٿا، جهڙوڪ قانون جي ڀڃڪڙي. پر آئون مڃان ٿو ته اوهان ڪارڪنن کي پرامن رهڻ جي تلقين ڪئي ۽ تڏي فساد کان پاسو ڪيو. اسان کي نوَ نوَ مهينا سخت پورهئي سان ٽيپ جي سزا ٻڌائي وئي. پر سزا جي شروعات ٻن سالن جي لاءِ معطل ڪئي وئي.

اسان ڪيترين ئي غلطين ڪيون هونديون، پر هتان کان آزادي جي تحريڪ جو نئون باب کليو. جن ڇهن ظالمانه قانون جي خلاف اسان آواز اٿاريو هو، اهي رد نه ٿيا. اسان کي انهن جي اميد به نه هئي. پر اسان جو مقصد اهو پڌرو ڪرڻ هو ته اهي قانون عوام جي زندگي جي لاءِ ڪيترا نه بوجهه بنيل آهن. اسان وڌ کان وڌ ماڻهن کي جدوجهد ۾ شامل ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ پڪ سان ان ۾ ڪامياب رهياسين. هن کان اڳ ڪانگريس جو ڪو به عملي ميدان نه هو. ڪا خاص تنظيم نه هئي. ڪارڪن فقط زباني خدمت تي اڪتفا ڪندا هئا. پر هاڻي ڪانگريس ملڪ جي حقيقي عوامي تنظيم بنجي اُڀري. ان جي ميمبر شپ لکن تائين پهچي وئي. وٽس تجربيڪار ۽ بهادر نوجوانن جي فوج موجود هئي. جيل وڃڻ جو ڊپ دلين مان دور ٿي ويو ۽ قيد ڪاٽڻ آفريڪي ماڻهن جي لاءِ فخر ۽ شان جو تغمو بنجي ويو. اها اهم ڪاميابي هئي. ڇو ته جيل وڃڻ جو ڊپ ئي ڪنهن آزادي جي تحريڪ جي لاءِ سڀ کان وڏي رڪاوٽ هوندو آهي.

اسان کي ان ڳالهه تي فخر هو ته تحريڪ جي ڇهن مهينن واري عرصي جي دوران اسان جي طرفان تشدد جو هڪ به واقعو نه ٿيو. اسان مڪمل ڊسيپلين برقرار رکيو، پورت

ايلزبيٿ، ايسٽ لنڊن ۾ جيڪي ڦڏا فساد ٿيا، تن جو اسان جي تحريڪ سان ڪو بہ واسطو نہ هو. پر حڪومت انهن کي اسان جي خلاف استعمال ڪيو ۽ ڪيترن ئي سفيد فام ذهنن ۾ اسان جي خلاف زهر پري ڇڏيو، نہ تہ اڳ ۾ انهن جون همدرديون اسان سان هيون. ڪن دوستن جو خيال هو تہ اسان کي حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ تائين تحريڪ جاري رکڻ کپي. پر اهو خيال حقيقت تي بدل نہ هو. مون کين ٻڌايو تہ حڪومت ڏاڍي مضبوط ۽ ظالم آهي. ان کي فقط هڪ سول نافرماني جي تحريڪ وسيلي هٽائي نہ ٿو سگهجي. اڃا گهڻو ڪم ڪرڻ ۽ گهڻن تائين پيغام پهچائڻ جي ضرورت هئي.

بهرحال، آئون خاصي حد تائين مطمئن هئس. مون کي پڪ هئي تہ اسين هڪ سٺي مقصد جي خاطر عمل جي ميدان ۾ آهيون. ان تحريڪ مونْ کي هر قسم جي احساس ڪمتري مان ڇوٽڪارو ڏياري ڇڏيو. آئون ڳورن انسانن جي بالاتر قوت ۽ انهن جي اڏول ۽ فتح نہ ٿيندڙ تصور کان آزاد ٿي ويس. ان جي برعڪس هاڻي ڳورو منهنجي مُڪ جي طاقت کي چڱي طرح محسوس ڪري رهيو هو. هاڻي آئون هڪ مرد وانگر ڪنڌ مٿي ڪٽي ڳالهائي ٿي سگهيس. آئون هڪ معزز ماڻهو هئس، جيڪو ڪنهن بہ ڊپ ۽ ڏاڍ جي سامهون ڪنڌ جهڪائڻ جي لاءِ تيار نہ هو. آئون آزادي جي لاءِ مجاهد جي حيثيت سان بالغ ٿي چڪو هئس. ●

## باب چوٿون

# منهنجي زندگيءَ جي جدوجهد

1952ع جي پڇاڙيءَ تي، اي. اين. سي جي ساليانيءَ ڪانگريس، نين حالتن موجب، پنهنجو نئون ۽ وڌيڪ متحرڪ صدر چونڊيو. اهو ڏکڻ آفريڪا سان واسطو رکندڙ قبائلي سردار البرٽ لوٿولي هو. سندس پيءُ پادري هو ۽ خود هن ڏهن سالن جي ايڊمز ڪاليج ۾ استاد جي حيثيت سان تربيت حاصل ڪئي هئي. مون کي ڪانگريس جو فرسٽ ڊپٽي صدر چونڊيو ويو.

لوٿولي وڏين خوبين جو مالڪ هو. هن جي شخصيت ۾ پاڻ پروسي جو عنصر غالب هو. هو انهن ڪجهه قبائلي سردارن ۾ ڳڻيو ويندو هو، جيڪي نيشنل ڪانگريس ۾ عملي ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. منهنجي ساڻس پهرين ملاقات 1942ع ۾ ٿي. جڏهن هو "مقامي رهاڪن جي پنچائتي ڪائونسل" جو ميمبر هو. حڪومت کيس الٽيميٽم ڏنو ته کيس پنهي ڳالهين مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي پوندي يا ته هو ڪانگريس جي ميمبري تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي ۽ مزاحمتي تحريڪ کان ڌار ٿي وڃي يا وري "پنچائتي ڪونسل" جي ميمبري ۽ قبائلي چيف جي حيثيت سان سرڪاري وظيفي تان هٿ کڻڻ جي لاءِ تيار رهي. لوٿولي "نسلي متڀيد" جي قانون جو زبردست مخالف هو. هو هڪ سٺو استاد، پڪو مسيحي ۽ خود اعتماد زولو سردار هو. هن ڪانگريس جي ميمبر شپ ڇڏڻ کان نابري واري، جنهن جي نتيجي ۾ حڪومت سندس هڙئي رعايتون ختم ڪري ڪيس ان سرڪاري عهدي تان هٽائي ڇڏيو. ان موقعي تي هن هڪ زوردار بيان جاري ڪيو، جنهن جو سرو هو "آزاديءَ جو رستو ڦاسي جي تختي تان ٿي گذري ٿو". هن چيو ته "ان حقيقت کان انڪار ڪير ٿو ڪري سگهي ته مون عمر عزيز جا ٽيهه سال صبر ۽ استقامت سان سگهاري لوهي ڪلف واري دروازي کي کولڻ جي ڪوشش ۾ گذاريا آهن".

آئون سردار لوٿولي جو زبردست حامي هئس. پر ساليانيءَ ڪانگريس ۾ شرڪت کان محروم رهيس. ڪانفرنس جي شروعات کان ڪجهه ڏينهن اڳ ڏکڻ آفريڪا جي ٻاونجاهه سياسي اڳواڻن کي ڇهن مهينن جي لاءِ هر قسم جي سياسي ميڙن ۽ اجلاسن ۾ شرڪت ڪرڻ کان قانوني طور تي روڪيو ويو. انهن اڳواڻن ۾ منهنجو نالو به شامل هو. منهنجي چرپر فقط جوهانسبرگ ضلع تائين محدود ڪئي وئي. منهنجي خلاف حڪومتي پابندين جي انتها هيءَ هئي ته منهنجي پٽ جي سالگرهه ۾ منهنجي موجودگي به قانون جي ڀڃڪڙي سمجهي وئي. هڪ ئي وقت ۾ هڪ کان وڌيڪ ماڻهن سان منهنجي ڳالهه ٻولهه جواب

طلبي سمجهي ويندي هئي. اهو سڀ ڪجهه سياسي شخصيتن کي نسلي متيبد جي خلاف قدم کڻڻ کان پري رکڻ ۽ عملي طور تي ٻين بي وس ڪرڻ جي لاءِ ڪيو پي ويو. اها انهن ظالمانه ۽ جابرانه قدمن جي شروعات هئي. جنهن جو نتيجو ڪجهه سال پوءِ منهنجي آزادي کان ڊگهي محرومي نڪتو.

ڪنهن انسان جي نظربندي، رڳو ڪيس جسماني طور تي قيد نه ٿي ڪري، پر ان جي روح کي به قيد ڪرڻ جي هڪ ڪوشش هوندي آهي. نظر بندي نفسياتي طور تي ماڻهوءَ جي اندر ۾ گهٽ جو هڪ ڊپ پيدا ڪرڻ جو سبب بنجي ٿي. جيڪا نه رڳو چرپر جي آزادي، بلڪ روحاني فرار جي خواهش کي به جنم ٿي ڏي. اهو نظربندي جو حڪم نهايت خطرناڪ راند هئي. ان ۾ هٿڪڙيون، بيڙيون ۽ جيل جهڙيون سيخون اصل شئي نه آهن. پر اهي قانون ۽ ضابطا هئا. جن کي حڪومت ڪنهن به مهل غير منصفاڻي نموني استعمال ڪري ٿي سگهي. ڪو شخص وقتي طور تي ته انهن قانوني ضابطن کان بچي سگهي ٿو ۽ آزادي جي عارضي فريب ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو. پر غير محسوس طور تي ان جو اهو اثر ٿئي ٿو ته هڪ موقعو اهڙو به اچي وڃي ٿو. جتي پهچي هو سوچڻ شروع ٿو ڪري، ته ستمگر ٻاهر نه، پر ڪٿي سندس اندر ۾ ته لڪو ڪونه وينو آهي.

جيتوڻيڪ 1952ع جي ساليانی ڪانفرنس ۾ حڪومت زبردستي مون کي شرڪت کان روڪي ڇڏيو هو. پر ان ۾ ڪيل اهم فيصلن کان ڪانگريس مون کي آگاهه ڪندي رهي. انهن ۾ هڪ فيصلو اهڙو به هو جيڪو ڳجهو رکيو ويو ۽ اخبارن کي جاري نه ڪيو ويو. اسان کي پڪ ٿي وئي هئي ته حڪومت جلد ئي آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ ڏکڻ آفريقا انڊين ڪانگريس تي پابندي هڻي ڇڏيندي. هوءَ اسان کي گهڻي دير تائين آزاد ڇڏڻ تي آماده نظر نه پئي آئي. مون 'نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي' کي رٿ پيش ڪئي ته اسان کي حڪومت جي ڪنهن به ڪاپاري ڌڪ کان بچڻ خاطر پنهنجو پروگرام تيار ڪرڻ کپي. تنهن ڪري مون کي ڪنهن اهڙي منصوبي جي تياري جي هدايت ڪئي وئي. جنهن جي آڌار تي زير زمين رهي به آزادي جي جدوجهد کي جاري رکي سگهجي. اهو منصوبو بعد ۾ "منڊيلا پلان" يا "ايم پلان" جي نالي سان مشهور ٿيو.

اسان جو مقصد هي هو ته ڪانگريس ۾ مٿينءَ سطح تي ڪيل فيصلا، عام اجلاس سڏائڻ کان سواءِ عمل ۾ اچن ۽ هيٺين سطح جي تنظيمن کي فوري طور تي انهن جي ٻاري ۾ سڌ ڏني وڃي. اهڙي طرح پابندي جي حڪم هيٺ آيل اڳواڻ، پارٽي جي قيادت جو فرض بدستور ادا ڪرڻ جي قابل هجن ۽ جيڪڏهن پارٽي تي پابندي وڌي به وڃي ته به اهي بدستور پنهنجون ڪارروايون جاري رکي سگهن. "ايم پلان" جو مطمع نظر نون ميمبرن جي پارٽي ۾ شموليت، مقامي ۽ قومي سطح جي مسئلن ڏانهن ڌيان ڏيڻ ۽ عام ميمبر ۽ زير زمين قيادت ڪندڙن جي وچ ۾ رابطو برقرار رکڻ هو.

ان سلسلي ۾ تفصيل طئي ڪرڻ جي لاءِ مون ڪيترائي مهينا لڳايا ۽ سينئي اهم اڳواڻن سان ڳجهي نموني صلاح مصلحت ڪندا رهيس. جنهن جي نتيجي ۾ اسين هڪ

سنو، قابل عمل تنظيمي ڍانچو ترتيب ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿياسين.

ان تنظيم جو سڀ کان ننڍو درجو "سيل" هو، جيڪو شهري آباديءَ ۾ ڪنهن گهٽي ۾ ڏهن گهرن تي مشتمل هو. هر سيل جو هڪ منتظم هو. جنهن کي "سيل اسٽيورڊ" سڏبو. جيڪڏهن ڪنهن گهٽي ۾ ڏهن کان وڌيڪ گهر هوندا ته انهن جي لاءِ ڌار سيل ترتيب ڏنو ويندو ۽ اهي سڀ هڪ "اسٽريٽ اسٽيورڊ" جي نگراني ۾ ڪم ڪن ها. ڪيترين ئي گهٽين هڪ زون تي مشتمل هونديون، جن جو انچارج "چيف اسٽيورڊ" هوندو ۽ اهو ڪانگريس جي مقامي شاخ جي سيڪريٽريٽ جي سامهون جوابدار هوندو. مقامي سيڪريٽريٽ ۾ هڪ سب ڪميٽي ڪم ڪري ها، جيڪا مڙني معاملن جي سڌ صوبائي سيڪريٽري کي ڏيندي. منهنجو تصور هي هو ته هر سيل يا زون جو اسٽيورڊ اهڙو شخص هئڻ کپي، جيڪو پنهنجي گهٽي يا علائقي جي هر فرد ۽ هر گهراڻي کان چڱي طرح واقف هجي. سڀ ماڻهو مٿس ڀروسو ڪندا هجن ۽ هو به ڄاڻندو هجي ته ڪيس مختلف سياسي معاملن ۾ ڪهڙن ماڻهن تي ڀروسو ڪرڻون پوندو. سيل اسٽيورڊ جو ڪم اجلاس ڪوٺائڻ، سياسي ليڪچرن جو بندوبست ڪرڻ ۽ چندو گڏ ڪرڻ هو. حقيقت ۾ اهو ئي ان سڄي منصوبي جو ٿنڀ يا توڙي هو. اها رٿا شهرن کان سواءِ ڳوٺن ۾ به عمل ۾ آڻي ٿي سگهجي.

نيشنل ايگزيڪيوٽو "ايم پلان" کي منظور ڪري ورتو ۽ اهو فوري طور تي لاڳو ڪري ڇڏيو. ان موجب ڪانگريس سڄي ملڪ ۾ پنهنجي ميمبرن جي لاءِ سياسي ليڪچرن جو بندوبست ڪيو. جنهن جو مقصد نه رڳو ماڻهن جي سياسي تربيت، بلڪ تنظيم کي هڪ رکڻ به هو. پارٽي جي هر شاخ جا اڳواڻ ڳجهي نموني ميمبرن سان خطاب ڪندا هئا. اهي ميمبر پوءِ پنهنجي پنهنجي گهرن ۽ برادري جي ماڻهن تائين پيغام پهچائيندا هئا. جلد ئي انهن خطبن جي لاءِ باقاعده هڪ نصاب به ترتيب ڏنو ويو. جيڪو ٽن مرحلن تي ٻڌل هو.

1- دنيا، جنهن ۾ اسين رهون پيا.
2- اسان تي حڪومت ڪيئن پئي ڪئي وڃي. ۽
3- انقلاب جي ضرورت آهي.

انهن ليڪچر ۾ سياسي ۽ اقتصادي حالتن، سرمائيداري ۽ اشتراڪيت، ڪارن رهاڪن جي نسلي ۽ معاشي غلامي ۽ انهن تي ڏاڍ ۽ جبر جهڙن موضوعن تي ڳالهايو ويندو هو. مقرر گهڻو ڪري اهي اڳواڻ هوندا هئا، جن تي حڪومت جي پابندي مڙهيل هوندي هئي. آئون به وقت بوقت پوئين پهر ۾ خطاب ڪندو هئس. ان تنظيم جو فائدو اهو ٿيو ته "پابند اڳواڻ" به عمل ۾ رڌل رهندا هئا ۽ پارٽي جي عام ميمبرن کي ساڻن رابطي جو موقعو ملندو رهندو هو.

ان دوران پابند قيادت وقتي وقتي سان، پر ڳجهي نموني پنهنجون گڏجاڻيون ڪندي رهندي هئي. آزاد ميمبرن سان به سندن ملاقاتون جاري رهيون ۽ گڏيل فيصلا ٿيندا رهيا.

ڪڏهن ڪڏهن ايئن محسوس ٿيندو هو تہ حالتون معمول موجب هلي رهيون آهن. فقط اسين اڪيلائي ۾ ملاقاتون ڪندا آهيون.

"ايم پلان" نيڪ نيتي سان ترتيب ڏنو ويو هو. پر اهو محدود پئماني تي ڪم ڪري سگهيو. البتہ اولهندي ڪيپ ۽ پورٽ ايلزبيٿ ۾ ان جا ڪافي سنا نتيجا نڪتا. ڪيپ (CAPE) ۾ مزاحمتي تحريڪ جو روح ڪافي دير تائين ڪم ڪندو رهيو ۽ ان جي ميمبرن "ايم پلان" کي حڪومت جي مخالفت جي سلسلي جي هڪ ڪڙي طور جاري رکيو.

ان منصوبي کي ڪيترن ئي مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو. ميمبرن تائين ان جي صحيح انداز جي وضاحت ٿي نہ سگهي. اسان وٽ مستقل طور تي ڪل وقتي ڪارڪنن جي کوٽ هئي. تنهن کان سواءِ ڪن صوبائي اڳواڻن ان کي پنهنجي اختيارن ۾ مرڪز جي دخل اندازي قرار ڏنو. ڪيترائي اڳواڻ اهو سمجهندا هئا تہ ويجهڙ ۾ حڪومت جو ڪانگريس تي هٿ کڻڻ جو ڪوبہ پروگرام نظر نہ ٿو اچي. تنهن ڪري هو ان رٿا ۾ گهڻي جوش ۽ خروش جو مظاهرو ڪري نہ سگهيا. اهو ئي سبب هو جو جڏهن حڪومت پنهنجو فولادي وار اسان تي ڪيو تہ اسان مقابلي جي لاءِ تيار نہ هئاسين، فوري طور تي بچاءُ ڏاڍو ڏکيو هو.



مزاحمتي تحريڪ جي دوران منهنجي زندگي ٻن مختلف راهن تي هلندڙ هئي. آزادي جي جدوجهد ۾ منهنجي شموليت ۽ پيٽ گذر جي لاءِ وڪالت جو ڌنڌو. مون اجا سوڌي ڪانگريس ۾ ڪل وقتي منتظم جي حيثيت سان حصو نہ ورتو هو. آئون فقط ايترو وقت ڪانگريس کي ڏيندو هئس، جيترو منهنجي وڪالت جي مصروفيتن مان بچندو هو. 1951ع ۾ سائيڊل اسڪائي فرم ۾ پنهنجي ڪم جي تڪميل کان پوءِ مون "ٽربلانچ اينڊ لبرگشن" ۾ ڪم جي شروعات ڪئي ۽ قانون جي سند جي لاءِ وڌيڪ عملي تربيت ۾ مصروف رهيس. آئون اجا سوڌي مڪمل وڪيل نہ بنيو هئس. بلڪہ رڳو عدالتي ڪاروائين ۽ فيصلن جي حصول، شاهدن کي ضروري اطلاع پهچائڻ ۽ ڪانئن انٽرويو وٺڻ جو فرض سرانجام ڏيندو هئس. گويا، عدالت ۾ ڪنهن ڪيس جي پهچڻ کان اڳ سيني معاملن کي، مون کي ئي منهن ڏيڻو پوندو هو.

'سائيڊل اسڪائي فرم' کي ڇڏڻ کان اڳ، مون قانون جي ڌنڌي سان لاڳاپيل ڪيترن ئي گورن ادارن جي معاملن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي. اهو ڏسي مون کي سخت حيرت ۽ ڏک ٿيو تہ ان قسم جو ڪو بہ آفريقي ادارو هن وقت تائين موجود نہ هو. اهي سڀ ادارا غريب آفريقي عوام کان عام ديواني ۽ فوجداري ڪيسن جي سلسلي ۾، شاهوڪار گورن باشندن جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻي في وٺندا هئا. هڪ سال کان پوءِ مون "هيلمن اينڊ مائيڪل" جي قانوني اداري ۾ خدمتون انجام ڏيڻ شروع ڪيون. اهي سنا ماڻهو هئا ۽ آفريقي مؤڪلن کان مناسب في وٺندا هئا. هو آفريقي ٻارن جي تعليم جي لاءِ بہ ڪم

ڪندا ۽ دل کولي چندو ڏيندا هئا ۽ ان تي فخر محسوس ڪندا هئا. ان اداري جو سينئر ميمبر مسٽر هيلمن آفريقي مقصد جي لاءِ ڪم ڪرڻ جي سلسلي ۾، ان وقت تائين ڪافي شهرت رکندو هو. جڏهن اڃا اهڙن قدمن کڻڻ جو رواج عام نه هو. اداري جو ٻيو ميمبر مسٽر مائيڪل به آزاد خيال انسان هو. هو مهاڀاري جنگ ۾ پائيلٽ رهي چڪو هو ۽ هن نيشنل ڪانگريس جي ڪيترن ئي ميمبرن کي ڏکڻ آفريقا مان ٻاهر موڪلڻ جو بندوبست ڪيو هو. منجهس هڪ خراب عادت هئي ته هو هر وقت سگريٽ ڦوڪيندو رهندو هو. ڏينهن جي ڪنهن به گهڙي ۾ ڪيس سگريٽ جي دُنهن جا ڇلا فضا ۾ تحليل ڪندي ڏسي سگهبو هو.

•

مون انهن ماڻهن سان ڪجهه مهينا ڪم ڪيو. هاڻي مون پنهنجو گهڻو ٿڌو وقت مطالعي کي ڏيڻ ٿي چاهيو ته جيئن امتحان ۾ ڪاميابي ڪان پوءِ ڪل وقتي وڪيل بڻجي وڃان. آئون يونيورسٽيءَ ۾ ايل ايل بي جي امتحان ۾ ڪيترائي ڀيرا ناڪام رهيو هئس. منهنجي ڀيڻ مون سان رهي پئي هئي. پوءِ امڙ به ڪجهه وقت اسان سان گڏ گذارڻ جي لاءِ جوهانسبرگ اچي وئي هئي. اسان جي آمدني محدود هئي ۽ سيني جي ڪاڏي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي جو بندوبست ڏکيو ٿي رهيو هو. بهرحال مون وڪالت ۾ داخلا جو امتحان پاس ڪري ورتو ۽ ايچ ايم بيسزفرم ۾ مڪمل وڪيل جي حيثيت سان پنهنجي ڪم جي شروعات ڪئي. مسٽر بيسز، سينيٽ ۾ آفريقي نمائندو رهي چڪو هو. هو اشتراڪي پارٽي جو ميمبر ۽ آفريقي حقن جو زبردست حامي هو. وڪيل جي حيثيت سان هو آفريقي سياستدانن ۽ ٽريڊ يونين اڳواڻن جو بچاءُ ڪرڻ ۾ مشهور هو. مون خود به اداري جي نمائندي جي حيثيت سان ڪيترن ئي آفريقي مؤڪلن جا ڪيس وڙهيا. مسٽر بيسز ڏاڍو سنو "باس" هو. هن سدائين منهنجي سياسي ڪردار کي واکاڻيو. مون هن جي اداري ۾ رهي وڏو تجربو حاصل ڪيو ۽ پنهنجو پاڻ کي دائمي طور تي قانوني پيشي جي لاءِ تيار ڪيو.

آگسٽ 1952ع ۾، مون پنهنجي "لا- آفيس" قائم ڪئي. شروع واري وقت ۾ منهنجي ڪاميابي جو سچو سهرو زبيده پٽيل تي هو. سائس منهنجي ملاقات "ايچ - ايم بيسز" ۾ ٿي هئي. هيئن ٿيو جو، منهنجي ولنديزي سيڪريٽري 'مس ڪوچ' مون سان گڏ ڪم ڪرڻ کان نابري واري ۽ ان جي جاءِ زبيده کي سنيالڻي پئي. هو منهنجي سنگتي قاسم پٽيل جي وني هئي. جيڪو انڊين ڪانگريس جو اهم رڪن هو. هو هر قسم جي نسلي متڀيد کان مٿاهين عورت هئي. هن جي دوستن جو وسيع حلقو هو ۽ قانوني ميدان ۾ سندس ڪافي سٺي نموني تعارف ٿيل هو. جڏهن مون، مستقل طور تي پنهنجي ڏار آفيس قائم ڪئي ته هن مون سان گڏ ڪم ڪرڻ تي پنهنجي راضپي جو اظهار ڪيو ۽ هن جي ڪري ئي منهنجي ڪاروبار کي چڱي موچاري ڪاميابي حاصل ٿي.

انهن ڏينهن اوليور ٽيمبو هڪ ٻي اداري ۾ ڪم ڪري رهيو هو. اسين ٻئي گهرا

دوست هئاسين. آئون اڪثر منجهند مهل هن جي آفيس ۾ هليو ويندو هئس. ۽ ڳورن جي لاءِ مخصوص آڌر ڀاءُ واري ڪمري ۾ ڳورن جي لاءِ رکيل مخصوص ڪرسي تي ويهڻ نه وساريندو هئس. ماني کائڻ مهل اسين گهٽو ڪري آفريقي نيشنل ڪانگريس جي باري ۾ ڳالهيون ڪندا هئاسين. اسين فورٽ هيري ۾ به گڏ رهي چڪا هئاسين. اتي آئون سندس زبردست ذهانت ۽ بحث و مباحثي ۾ مڪمل مهارت کان متاثر ٿيو هئس. هن جي سوچڻ ۽ ڳالهائڻ جو انداز ڏيهو، پر منطقي هو. جيڪو عدالت جي ڪمري ۾ نهايت فائديمند ٿيندو آهي. هن جي پرسڪون طبعيت ۽ بامقصد واقعن جو بيان، مسئلن جي حل ۾، منهنجي جذباتي رد عمل جي مقابلي ۾ عام طور تي ترياق جو ڪم ڏيندو هو. اوليور بيحد مذهبي قسم جو انسان هو. هن ڪيترا ڀيرا مشنري بنجڻ جو ارادو به ظاهر ڪيو. اسين ٻئي پاڙيسري به هئاسين. هن جو اباڻو گهر بزانا به ٽرانسڪي جي علائقي ۾ هو. سندس شخصيت ۾ سندس خاص قبائلي رنگ نمايان هو. منهنجي خواهش هئي ته اسين ٻئي گڏجي قانوني ادارو هلايون. تنهن ڪري هن منهنجي درخواست قبول ڪري ورتي ۽ جيئن ئي نوڪري مان واندو ٿيو، اسان ٻنهي گڏجي جوهانسبرگ شهرجي وچ ۾ پنهنجي آفيس قائم ڪري ورتي.

چانسلر هائوس ۾، اسان جي آفيس تي "منڊيلا اينڊ ٽيمبو" جو اسٽيل جو ٺهيل بورڊ لڳل هو. اها ننڍي عمارت شهر جي وچين علائقي ۾ عدالت جي سامهون سنگ مرمر جي لڳل "انصاف جي مورتيءَ" جي لڳ رستي تي هئي. اها هندستاني ماڻهن جي ملڪيت ۽ انهن ايڪڙ ٻيڪڙ عمارتن مان هڪ هئي، جن ۾ آفريقي رهاڪو مسواڙ تي آفيس وٺي ٿي سگهيا.

جلدئي "منڊيلا اينڊ ٽيمبو" مؤڪلن جي آماجگاهه بنجي وئي. ڏکڻ آفريقا ۾ رڳو اسين به آفريقي وڪيل نه هئاسين، پر آفريقي وڪيلن تي مشتمل ادارو فقط اسان جو ئي هو. تنهن ڪري ڪارن ماڻهن جي قانوني معاملن ۾ پهرين ترجيح اسان هوندا هئاسين. اسان جا وراندا، ڏاڪڻيون ۽ ننڍو آڌر ڀاءُ وارو ڪمرو صبح جو سوير ئي ماڻهن سان پرجي ويندو هو ۽ اسان کي ان ميڙ مان لنگهي آفيس ۾ گهڙڻون پوندو هو.

آفريقي رهاڪو انصاف ملڻ جي سلسلي ۾ سرڪاري عمارتن کان سخت مايوس هئا. ڪين ڪتان به ڪا قانوني امداد نه ٿي ملي. ڳورن جي مخصوص دروازن مان لنگهڻ ڏوهه هو. ڳورن جي لاءِ مخصوص ڦوهاري مان پاڻي پيئڻ ڏوهه هو. ڳورن جي لاءِ سمنڊ جي مخصوص ڪيل ڪنڌيءَ تي هلڻ ڦرڻ ڏوهه هو، رات جو يارهين وڳي کان پوءِ رستن ۽ گهٽين ۾ ڪنهن آفريقي جي موجودگي ڏوهه سمجهي ويندي هئي. "اجازت نامي" جو ڪيسي ۾ نه هئڻ ڏوهه هو ۽ صحيح ۾ توري غلطي به ڏوهه سمجهي ويندي هئي. بيروزگار به ڏوهه هئي ته ڪنهن غلط هنڌ تي نوڪري ڪرڻ به ڏوهه هوندو هو. ڪن خاص هنڌن تي رهائش به ڏوهه هوندو هو، ته رهائش جو نه هئڻ به ڏوهه هوندو هو.

اسين هر هفتي ڳوٺن جي جهونن سان ڪچهرين ڪندا هئاسين، جيڪي اسان کي

ٻڌائيندا هئا تہ سندن گهراڻا ستن پيڙهين کان انهن ئي پَٽَن تي رهندا هئا ۽ آباد ڪندا پيا اچن. پر هاڻ ڪين انهيءَ زمين تان زور ۽ زبردستيءَ سان بيدخل ڪيو پيو وڃي. اسين ڪراڙين ماين جون ڳالهيون ٻڌندا هئاسين. جيڪي پنهنجي ڪٽنب جي آمدني وڌائڻ جي لاءِ مختلف مشروبن جو عرق ڪڍنديون هيون . پر هاڻ ڪين جيل جي هوا کائڻي ٿي پئي. مٿن وڏا وڏا ڏنڊ بہ وڌا ويندا هئا. جن جي ادائيگي هنن جي وس ۾ نہ هوندي هئي. اسان کي اهڙا ڪيترائي ماڻهو مليا، جيڪي ڪنهن گهر ۾ گذريل ڪيترن ئي ڏهاڪن کان رهيا پيا هئا ۽ پوءِ اوچتو کين خبر پوندي هئي تہ سندن علائقو "سفيد علائقو" قرار ڏنو ويو آهي، ۽ کين پنهنجو گهر بنا معاوضي جي خالي ڪرڻون پوندو. اسان کي هر روز عام آفريقي ماڻهن کان هزارين توهين آميز واقعا ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي لاءِ ملندا هئا. جيڪي سندن زندگي ۾ تلخيون گهوٽي رهيا هئا.

اوليور اڻ ٿڪ قسم جو ماڻهو هو. هو نہ رڳو پنهنجي مؤڪلن جا ڪيس وڙهندو هو، پر سندن نجي زندگي ۾ بہ دلچسپي وٺندو هو. هو عوامي ڏکن جا واقعا ٻڌي ڏاڍو متاثر ٿيندو هو. مون کي جلد ئي ان ڳالهہ جو احساس ٿي ويو تہ آفريقين جي لاءِ "منڊيلا اينڊ ٽيمبو" ڪهڙي حيثيت رکي ٿي. اهو ادارو انهن جي لاءِ هڪ اهڙو هنڌ هو، جتي سندن ڳالهہ همدردي سان ٻڌي ويندي هئي. جتي کين ڪوبہ شخص زور ۽ زبردستي ٻاهر ڪڍي نہ ٿي سگهيو ۽ نہ ئي کين دوکو ڏيئي ٿي سگهيو. هتي اچي هو فخر محسوس ڪندا هئا تہ هو اهڙن ماڻهن وٽ اچن ٿا، جن جي چمڙي جو رنگ خود هنن جهڙو آهي. آئون جلد ئي هڪ سٺو وڪيل بنجي ويس ۽ مون کي محسوس ٿيو تہ مون صحيح ڌنڌي جي چونڊ ڪئي آهي.

اسين صبح جو ماڻهن جا ڪيس تيار ڪندا هئاسين ۽ سڄو ڏينهن عدالتن ۾ "ويڙهہ" ۾ رڌل رهندا هئاسين. ڪن هنڌن تي اسان جي ڏاڍي عزت ٿيندي ڪئي ويندي هئي تہ ڪٿي وري اسان کي بي عزتو ڪيو ويندو هو. پر هڪ ڳالهہ پڌري پٽ هئي، سا اها تہ اسين يلي ڪيتري بہ محنت ڪيون، مٿاڪُٽ ڪيون، پر اسين ڪڏهن بہ سرڪاري وڪيل، مئجسٽريٽ ۽ جج بنجي نہ ٿي سگهياسين. اسان جو جن عملدارن سان هر روز واسطو پوندو هو، اهي ڪنهن بہ لحاظ کان اسان کان وڌيڪ لائق ۽ قابل نہ هئا. پر انهن جي اقتدارجا بنياد، سندن جسم جي رنگ تي قائم هئا ۽ اهو رنگ ئي دراصل سندن محافظ هو.

عدالتن ۾ عام طور تي اسان کي تعصب کي منهن ڏيڻون پوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڳورا شاهد، ڪاري وڪيل جي سوال جا جواب ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا هئا ۽ عدالتي عملدار کين توهين عدالت جو ڏوهاري قرار ڏيڻ بدران، خود ئي سندن سوال ورجائيندا هئا. معمول موجب آئون پوليس وارن کي "ڪٽهڙي" ۾ بيهاري کائن سوال ۽ جواب ۽ جرح ڪندو هئس. پر هو مون کي هڪ "ڪافر وڪيل" کان وڌيڪ اهميت نہ ڏيندا هئا.

مون کي چڱي طرح ياد آهي ته هڪ ڀيري، ڪيس جي ڪاروائي شروع ٿيندي ئي مون کي پنهنجي سجاڻپ ڪرائڻ جي لاءِ چيو ويو. اها معمول جي ڳالهه هئي. تنهن ڪري مون چيو "آئون نيلسن منڊيلا آهيان ۽ فلاڻي جوابدار طرفان پيش ٿي رهيو آهيان." مئجسٽريٽ ورائيو "آئون توکي نٿو سڃاڻان، تنهنجو اجازت نامو ڪٿي آهي؟" اجازت نامو هڪ اهڙي شئي آهي جيڪو ڪوبه وڪيل هر وقت پاڻ سان گڏ ڪٿي ڪونه ٿو ڦري. اهو ته شيشي جي فريم ۾ آفيس ۾ ٽنگيل هوندو آهي. اهو ته ايئن هو، جيئن گهمندي ڦرندي ڪنهن انسان کان پڇيو وڃي "تنهنجو يونيورسٽي وارو سرٽيفڪيٽ ڪٿي آهي؟" مون گذارش ڪئي ته ڪيس جي ڪارروائي شروع ڪئي وڃي. سرٽيفڪيٽ پوءِ ڏيکاري ڇڏيندس. پر مئجسٽريٽ ڪيس ٻڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ هڪ اردلي کي چيو ته مون کي عدالت جي ڪمري مان ٻاهر ڪڍي ڇڏي. اها انتها هئي ۽ عدالتي طريقي ڪار جي خلاف ورزي هئي. اسين ان مسئلي کي سپريم ڪورٽ کڻي وياسين ۽ منهنجي دوست جارج بزاس اتي منهنجي ڪيس جي پيروي ڪئي. سپريم ڪورٽ جي جج مئجسٽريٽ جي رويي تي تنقيد ڪئي ۽ حڪم ڏنو ته ڪو ٻيو مئجسٽريٽ ڪيس ٻڌي.

مون کي جڏهن جوهانسبرگ کان ٻاهر ڪنهن ڪيس جي سلسلي ۾ وڃڻون پوندو هو ته حڪومت کي عارضي طور تي پابندي هٽائڻ جي درخواست ڪرڻي پوندي هئي. هڪ ڀيرو مون کي اوير ٽرانسوال جي شهر ڪيرولينا ۾ هڪ ڪيس جي پيروي ڪرڻي هئي. منهنجي اتي پهچڻ شرط هڪ طوفان اچي ويو. ماڻهن هن کان اڳ ڪو به آفريقي وڪيل نه ڏٺو هو. عدالت جي ڪمري ۾ مئجسٽريٽ ۽ سرڪاري وڪيل مون کي گرمجوشي سان خوش آمديد چيو. ڪيس جي ڪاروائي ڪافي دير سان شروع ٿي، جو ته هو ٻئي منهنجي زندگي ۽ حالتن جي باري ۾ معلوم ڪندا رهيا. ڪين خاص طور تي ان ڳالهه تي حيرت هئي ته آئون وڪيل ڪيئن بنجي ويس؟ عدالت ۾ هر طرف ماڻهن جو ميڙ هو.

هڪ سال جي اندر ئي اسان کي پتو پئجي ويو ته اسين 'اربن ايريا ايڪٽ' موجب وزارتي موڪل نامي کان سواءِ شهر جي ان علائقي ۾ پنهنجي موجوده هنڌ تي ڪاروبار جاري رکي نه ٿا سگهون. ان جي بدران اسان کي گروپ ايريا ايڪٽ تحت عارضي پرمٽ جاري ڪئي وئي. جنهن جي خاتمي تي ان جي تجديد کان به انڪار ڪيو ويو ۽ اسان کي حڪم ڏنو ويو ته اسين پنهنجي آفيس آفريقي آبادي ۾ منتقل ڪيون، جيڪا شهر کان ڪيترا ميل پري ۽ پهچ کان ٻاهر هئي. اسين سمجهي وياسين ته واسطيدار عملدار اسان جي ان قانوني اداري کي بند ڪرڻ ۽ اسان جي آفيس تي غيرقانوني قبضو ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا. اسان جي مٿان هر وقت جبري بي دخلي جي تلوار لڙڪندي رهندي هئي.

ڏکڻ آفريقا ۾ عدالتي طريقي ڪار ڏاڍو ذلت وارو هو. جنهن جي سڀ کان بڇڙي شڪل 'پاپوليشن رجسٽريشن ايڪٽ' هو. هڪ رنگدار شخص، جنهن ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران، اتر آفريقا ۽ اٽلي ۾ فوجي خدمتون سرانجام ڏنيون هيون، اهو جڏهن ڏکڻ آفريقا موٽيو ته ڪيس سفيد فام بيورو ڪريسي "رنگدار" بدران "آفريقي" قرار ڏئي ڇڏيو.

جڏهن تہ هو آفريقي نہ هو. هن ان فيصلي جي خلاف عدالت ڏانهن رخ ڪيو ۽ مون کي پنهنجو وڪيل مقرر ڪيو. جيتوڻيڪ آئون رجسٽريشن ايڪٽ جو منڊ ڪان ئي مخالف هئس، پر مون هن جي وڪالت ڪرڻ جي حامي ڀري. دراصل "آفريقي" بدران رنگدار هئڻ ۾ ڪيترائي فائدا هئا. سيني کان اهم اهو تہ رنگدار ماڻهن کي آفريقين جيان "اجازت نامو" رکڻ جي ضرورت نہ هئي.

بهرحال، مون پنهنجي مؤڪل پاران، ٽن ڄڻن تي مشتمل بورڊ ۾ اپيل داخل ڪئي. جنهن ۾ هڪ مئجسٽريٽ بہ هو. اهي سڀ گورا هئا. اپيل سان گڏ سڀ ضروري دستاويز بہ شامل هئا. سرڪاري وڪيل بہ اهو چئي ڇڏيو تہ هو ان اپيل جي مخالفت ڪرڻ نہ ٿو چاهي. پر مئجسٽريٽ انهن مڙني شاهدين کان بي نياز هو. هن منهنجي مؤڪل کي منهن ٻي طرف ڪري بيهڻ جي هدايت ڪئي تہ جيئن هو سندس پٺ ڏسي سگهي. پوءِ هن، ان جي ٻنهي ڪلهن جي جانچ پڙتال ڪان پوءِ، باقي ٻنهي ميمبرن سان صلاح ڪري اپيل منظور ڪئي. گورن جي نظر ۾ جهڪيل ڪلها "رنگدار" ماڻهن جي نشاني هئي. مطلب تي مئجسٽريٽ دستاويزي ثبوتن ۽ قانوني شاهدين تي ڀروسو ڪرڻ جي بدران، ان شخص جي ڪلهن جي بناوت تي پنهنجي راءِ قائم ڪئي ۽ فيصلو ٻڌايو.

هڪ ڀيرو مون کي، هڪ ڳوٺ ۾ هڪ مقامي سياڻي (حڪيم) جو ڪيس وڙهڻو پيو. جنهن تي جادو ۽ ٽوٽڪي ٽيٽڪي جو الزام هو. هتي بہ هڪ ميڙ گڏ ٿي ويو. هنن ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ ڇا گورن ماڻهن جا قانون ڪنهن جادوگر تي لاڳو ٿي سگهن ٿا؟ ان شخص جو آسپاس جي علائقي جي ماڻهن تي ڪافي اثر ويٺل هو. هو ڪيس ديوتا سمجهي ڪائنس ڊڄندا هئا. عدالتي ڪارروائي جي دوران هن هڪ ڀيرو هن زور سان "ڇڪ" (نڇ) ڏني ۽ عدالت جي ڪمري ۾ ڀڄ ڊڪ مچي وئي. عام ماڻهن کي پڪ هئي تہ هو ڪو منتر ڦوڪي رهيو آهي. آخر ۾ عدالت ڪيس بي ڏوهي قرار ڏئي ڇڏيو. پر ماڻهو اها منهنجي وڪيلانہ مهارت بدران خود ان "سياڻي" جي غيبي قوت جو ڪرشمون سمجهندا رهيا.

پوليس جي پاران ٿيندڙ ظلمن جي خلاف اسان جي ڪاميابي جو سيڪڙو گهٽ هو. اهي ڏاڍا چالاڪ هوندا هئا. جوابدارن کي گهڻو مار موچڙو ڪندا ۽ گهرن زخمن جي ڇٽڻ تائين ڪيس ٽائي جي لاڪ اپ مان ٻاهر اچڻ نہ ڏيندا هئا. وري عدالت ۾ بہ پوليس جي ئي ڳالهہ مڃي ويندي هئي. جوابدارن جي شڪايت تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو ويندو هو. فطري طور تي مئجسٽريٽ پوليس جو ساٿ ڏيندا هئا. پوليس جي تحويل ۾ ڪنهن بہ شخص جي موت تي جاچ آفيسر جو اهو لکڻ ڪافي هوندو هو تہ "مختلف سببن جي ڪري موت ٿيو آهي." ۽ پوليس وارن جي جند ڇٽي ويندي هئي.

هڪ وڪيل جي حيثيت سان آئون عدالت ۾ عجوبو بنجي ٿي سگهيس. پر مون ڪڏهن بہ اهو محسوس ٿيڻ نہ ڏنو تہ آئون هڪ ڪارو وڪيل، ڪنهن گوري حاڪم جي عدالت ۾ پيش رهيو آهيان. عدالتي ڪاروائي جي دوران آئون عام طور تي ادبي چاشني ۽ اثرائتي ڳالهہ ٻولهہ کان ڪم وٺندو هئس.

آئون عدالتي ضابطن جو پورو پورو خيال رکندو هئس. پر ڪڏهن ڪڏهن شاهدن سان چالاڪي به ڪري ويندو هئس. شاهدن تي جرح ڪرڻ ۾ مون کي ڏاڍو مزو ايندو هو. ڪڏهن ڪڏهن آئون تفرقي مان به فائدو وٺندو هئس. ماڻهو وڏي تعداد ۾ ڪيسن جي ڪارروائي ٻڌڻ ايندا هئا. هنن جي لاءِ اها به هڪ قسم جي ”وندر“ هئي. هڪ واقعو اڃا سوڌي منهنجي ذهن ۾ تازو آهي. آئون هڪ آفريقي عورت جو ڪيس وڙهي رهيو هئس. جيڪا هڪ ڳوري عورت وٽ گهريلو ڪم ڪار لاءِ نوڪرياڻي هئي. ۽ مٿس ”ميڊم“ جا ڪپڙا چوري ڪرڻ جو الزام هو. جيڪي عدالتي ڪمري ۾ هڪ ميز تي رکيل هئا. ميڊم جي بيان کان پوءِ، مون مٿس جرح شروع ڪئي. آئون ڪپڙن وارن ميز تائين ويس ۽ پينسل جي نوڪ سان هڪ انڊر ويئر کڻي، فضا ۾ بلند ڪيم ۽ ”ميڊم“ کي ڏيکاري فقط ايترو پڇيم ”ميڊم ڇا هي انڊر ويئر اوهان جي آهي؟، هن هڪدم وراڻيو ”نه“ هوءَ ايترو نه حوصلا ڇڏي وئي هئي، جو هن پنهنجي ڪپڙن جي ملڪيت کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو ۽ نتيجو اهو نڪتو جو مئجسٽريٽ ڪيس خارج ڪري ڇڏيو.



شهر جي مرڪز کان چار ميل اولهه طرف، ٿورو مٿاهين هنڌ تي آفريقي رهاڪن جي وسندي ’صوفيا ٽائون‘ آهي. ان کي ڪي ماڻهو اٽلي جي جابلو ڳوٺن سان ڀيٽيندا آهن ۽ واقعي به پري کان اهو نظارو ڏاڍو من موهيندڙ هو. هڪ ٻئي جي ڀرسان ٺهيل ڳاڙهين ڇتن وارا گهر، انهن مان نڪرندڙ ور وڪڙ کائيندڙ دُنهن، ڊگها نازڪ بانس جا وڻ. پر اندر وڃي ڏسڻ مان پتو پوندو هو ته اها غريبن جي وسندي آهي. سوڙهين ۽ ڪچين گهٽين ۾ زمين جي هڪ ٽڪري تي ڪيترين ئي جهوپڙين اڏيون ويون هيون.

صوفيا ٽائون، دراصل ’ويسٽرن ايريا ٽائون شپ‘ جو هڪ حصو هو، جيڪو ڳورن جي لاءِ مخصوص هو. هتي هڪ ٺيڪيدار ڳورن جي لاءِ ڪيترائي گهر اڏيا هئا. پر علائقي ۾ ميونسپل جو هڪ گند ڪچري جو ڊيپو هو، جنهن جي آڌار تي هن رهائش اختيار نه ڪئي ۽ ٺيڪيدار کي مجبوري جي حالت ۾ اهي گهر آفريقين کي وڪڻڻا پيا. 1923ع ۾ صوفيا ٽائون، ٽرانسوال ۾ انهن ڪجهه هنڌن ۾ ڳڻيو ويندو هو، جتي آفريقي رهاڪو زمين خريد ڪري ٿي سگهيا. جيئن جيئن جوهانسبرگ ۾ انڊسٽري ترقي ڪندي وئي، تيئن صوفيا ٽائون جي آبادي ۾ آفريقي ڪارڪنن جو واڌارو ٿيندو ويو. پراڻين ۽ وڏن گهرن جي احاطن ۾ ننڍيون ننڍيون جهوپڙيون اڏجي ويون. جتي مزدور رهڻ لڳا. هڪ هڪ جهوپڙي ۾ ڪيترائي گهراڻا گڏجي رهندا هئا. هڪ نلڪو چاليهن ماڻهن جي استعمال ۾ ايندو هو.

عام ماڻهن جي غربت جي باوجود صوفيا ٽائون جوهانسبرگ ۾ آفريقين جي لاءِ پئرس جو ”ليفٽ بئنڪ“ يا نيويارڪ جون ”گرين وچ وليج“ سمجهيو ويندو هو. جتي پڙهيل ڳڙهيل آفريقي ماڻهو، ليکڪ ۽ دانشور، ڊاڪٽر، وڪيل ۽ فنڪار رهندا هئا. هتي ڊاڪٽر زوما جهڙو ناليوارو ۽ مشهور ڊاڪٽر به هو ۽ آفريقي رولاڪ به، جيڪي آمريڪي فلمي

اداڪارن جي نقل ڪرڻ ۾ مشهور هئا. ايتري قدر جو نالا به انهن جهڙا رکندا هئا. جوهانسبرگ جي آفريقي ٻارن جو اڪيلو "ترڻ جو تلاءُ" به هتي ئي هو.

"ويسٽرن" ايريا اسڪيم جو مطلب هي هو ته 'صوفيا ٽائون' ۽ ڪجهه ويجهيون وسنديون، جتي هڪ لک جي لڳ ڀڳ آفريقي رهيا پيا هئا. زوري خالي ڪرايون ويون. 1953ع ۾ نيشنل پارٽي جي حڪومت شهر کان تيرنهن ميل پري "ميڊولين" جي نالي سان زمين خريد ڪئي. جتي آفريقي رهاڪن کي ستن مخلف نسلي گروهن ۾ ڌار ڌار آباد ڪرڻو هو. بهانو هي ڪيو ويو ته شهر کي ڪنين ۽ اونداهين وسندين مان نجات ڏياري وڃي. پر اصل مقصد هي هو ته سيني شهري علائقن کي آفريقين کان خالي ڪرائي، ڳورن جي لاءِ مخصوص ڪيو وڃي. جوهانسبرگ ۾ ڪجهه اهڙا به علائقا هئا، جت ڪجهه غريب ڳورا رهندا هئا. اهي حڪومت جا حامي هئا. تنهن ڪري هنن جو حڪومت تي دٻاءُ هو. ڳورا ڪارڪن صوفيا ٽائون ۾ اڏيل ڪارن ماڻهن جي ملڪيت وارن ڪجهه سهڻن گهرن کي رشڪ جي نظر سان ڏسندا هئا. حڪومت به آفريقي ماڻهن جي چرپر کي محدود ڪرڻ ٿي چاهيو. پر نون آباد ٿيل شهري علائقن ۾ انهن جي موجودگي، آزادانه اچ وڃ ۾ رڪاوٽ بنيل هئي. جتي اچ وڃ جي لاءِ خصوصي اجازت نامي جي گهرج به نه هئي. هو گذريل پنجاهه سالن کان صوفيا ٽائون ۾ زمين ۽ ملڪيت جا مالڪ رهندا پي آيا ۽ هاڻي حڪومت جي اها رٿا هئي ته ڪين ڪنهن "ڪاري وسندي" ۾ منتقل ڪيو وڃي. ڳوري حڪومت جي بدمزاجي جي حد ته اها هئي جو نئين "ٽائون شپ" ۾ اڃان اڏاوت جو ڪو به ڪم شروع نه ٿيو هو ۽ آفريقي آبادي جي منتقلي جو منصوبو تيار هو. مزاحمتي تحريڪ کان پوءِ اي اين سي ۽ سنڌس ساٿاري پارٽين جي لاءِ صوفيا ٽائون جي لڏپلاڻ، سنڌن سياسي سگهه جي زبردست آزمائش هئي.

آفريقي ڪانگريس، ٽرانسوال انڊين ڪانگريس ۽ مقامي ٽيڪس ڏيندڙن جي ايسوسيئيشن جي ماڻهن کي مزاحمت جي لاءِ تياري ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. جون 1953ع ۾ ٽنهي وڏين پارٽين پاران 'صوفيا ٽائون' جي سئنيما هال ۾ عوامي ميڙ جو اهتمام ڪيو ويو. هال ۾ تر ڇڻڻ جي به جاءِ نه هئي ۽ ماڻهو هٿياربند پوليس جي موجودگي جي باوجود وڏي تعداد ۾ جلسي گاهه ڏانهن اچي رهيا هئا. ڪجهه ڏينهن اڳ منهنجي ۽ والٽر جي نظربندي جي مدت ختم ٿي هئي. جنهن جو مطلب هي هو ته اسين ميڙن ۾ شرڪت ڪري انهن کي خطاب ڪري ٿي سگهياسين.

گڏجاڻي شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ هڪ پوليس آفيسر مون سان ۽ والٽر سان اچي مليو. آبادي جي لڏ پلاڻ جو زبردست مخالف فادر هڊلسٽن به اتي موجود هو. پوليس آفيسر اسان ٻنهي کي چيو، جيئن ته اوهين نظربند آهيو، تنهن ڪري هن ميڙ ۾ شريڪ ٿي نه ٿا سگهو ۽ ان سان گڏ هن پنهنجي ماڻهن کي اسان کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پر اسان کيس دڙڪو ڏنو ته هو اڳواٽ ان ڳالهه جي پڪ ڪري وٺي ته اسين واقعي اڃا به نظر بند آهيون يا نه. نه ته غيرقانوني گرفتاري جا نتيجا سٺا نه نڪرندا.

صحيح رڪارڊ رکڻ ۾ ڏکڻ آفريقا جي پوليس جي ساک خراب هئي. پوليس آفيسر اسان جي ڳالهہ سمجهي ويو ۽ هُن پنهنجي ماڻهن کي پويان هٽائي ڇڏيو ۽ اسين هال ۾ داخل ٿي وياسين، هال جي اندر بہ هٿياربند پوليس موجود هئي. هو ماڻهن کي ڏاڍي بدتميزي سان هيڏانهن هوڏانهن ڌڪي رهيا هئا. هنن جي ڳالهائڻ ۾ بہ ڏاڍي بدتميزي هئي. آئون ٻين ڪيترن ئي اڳواڻن سان گڏ اسٽيج تي ويٺو هئس. ايتري ۾ مون ڏٺو تہ ميجر پرنسلو ڪيترن ئي هٿياربند آفيسرن سان گڏ ڦونڊ ۾ پريو پي آيو. ان وقت يوسف ڪڇاليا تقرير شروع ڪري چڪو هو. ميجر چبوتري تي چڙهي آيو ۽ پنهنجي ماڻهن کي گرفتاري جو حڪم ڏنائين. هنن يوسف کي ٻانهن مان جهليو ۽ گهلي وٺي وڃڻ لڳا. هال کان ٻاهر رابرٽ ريشا ۽ احمد ڪيترادا اڳ ۾ ئي گرفتار ٿي چڪا هئا.

ماڻهن جو ميڙ پوليس تي هوڪريا ڪري رهيو هو ۽ زور زور سان نعرا هڻي رهيو هو. ماحول بيحد ڇڪتاڻ وارو هو. مون سوچيو تہ جيڪڏهن هن وقت هجوم تي قابو نہ پاتو ويو تہ معاملو بگڙي سگهي ٿو. ڊپ هو تہ متان پوليس هال جي اندر ئي گولي هلائي نہ ڇڏي. آئون ٽپ ڏيئي چبوتري تي چڙهي بيٺس ۽ هڪ مزاحمتي گيت ڳائڻ شروع ڪري ڇڏيم. هال منهنجي آواز سان آواز ملائي رهيو هو.

هاڻي ڪانگريس جي اهتمام هيٺ هر آچر جي شام جو "فريڊم اسڪوائر" ۾ جلسن جو بندوبست ڪيو ويندو هو، جن ۾ ماڻهو وڏي تعداد ۾ گڏ ٿي گيت ڳائيندا هئا "صوفيا ٽائون اسان جو آهي، جيڪو اسان کي ڇڏي ڪيڏانهن وڃڻو ناهي." انهن جلسن ۾ معاشري جي مختلف طبقن جون اهم شخصيتون خطاب ڪنديون هيون. فادر هڊلسٽن پوليس جي ان تنبيهہ جي باوجود بہ 'هو پنهنجو پاڻ کي چرچ جي معاملن تائين محدود رکي'، تقرير ڪندو هو.

اهڙي ئي هڪ جلسي ۾، منهنجو تقرير ڪرڻ جو ارادو هو. ماڻهو ڏاڍي جوش ۾ هئا ۽ آئون ڏاڍو متاثر ٿي رهيو هئس. ميڙ ۾ نوجوانن جو وڏو تعداد موجود هو. جيڪي سي ميچريل ۽ ڪنهن قدم کڻڻ جا خواهشمُند هئا. معمول موجب هٿياربند پوليس بہ اتي موجود هئي ۽ انهن جا ماڻهو تقريرن جا نوٽس وٺي رهيا هئا. اسان جي ڪوشش بہ اها هئي تہ اڄ کلي ڳالهائجي ۽ ڪا ڳالهہ لڪائي نہ رکي وڃي.

مون پنهنجي تقرير جي شروعات، حڪومت جي ڏاڍاين جي بيان سان ڪئي ۽ چيو تہ "حڪومت هاڻي آفريقي عوام جي سگهہ ۽ قوت کان ڊڄي وئي آهي." آئون جيئن جيئن اڳيان وڌندو ويس، تيئن منهنجي لهجي ۾ سختي ايندي ويئي. انهن ڏينهن ۾ آئون هڪ شعلا بيان مقرر هئس ۽ ماڻهن جي سياسي جذبن کي ڀڙڪائڻ جي لاءِ تيار هوندو هئس. مون حڪومت جي ڏاڍ ۽ غيرقانوني قدمن جي مذمت ڪئي ۽ پوءِ جذباتيت جي انتها کي ڇهڻ لڳس. آئون چئي رهيو هئس "زباني مقابلي ۽ مزاحمت جو دور ختم ٿي چڪو آهي، اهنسا هڪ بيڪار شئي آهي ۽ اها هن ڳوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪري نٿي سگهي. جيڪا هر حالت ۽ قيمت تي پنهنجو اقتدار بچائڻ ٿي چاهي. اڄ کان پوءِ تشدد ئي اسان جو

هٿيار هوندو. جيڪو نسلي متيبد کي پيچي پورا پورا ڪري ڇڏيندو. اسان کي اهو هٿيار استعمال ڪرڻ جي لاءِ ويڙهاڪيءَ ۾ تيار رهڻ کپي." ميڙ ۾ اشتعال پکڙجندو پي ويو. خاص ڪري نوجوان زور زور سان تاڙيون وڄائي رهيا هئا ۽ مون کي داد ڏئي رهيا هئا. هو فوري طور تي منهنجي تقرير موجب عملي قدم کڻڻ جي لاءِ تيار هئا. ان موقعي تي مون "آزادي جو گيت" ڳائڻ شروع ڪري ڏنو "دشمن اسان جي سامهون آهي، اچو هٿيار کڻون ۽ مٿس حملو ڪريون." آئون ڳائيندو رهيس ۽ ميڙ منهنجو ساٿ ڏيندو رهيو. جڏهن گيت پورو ٿيو ته مون پوليس طرف اشارو ڪري چيو "هو ڏسو! اسان جو دشمن اسان جي سامهون بيٺو آهي." ميڙ وري نعرا هڻڻ شروع ڪري ڏنا ۽ پوليس خلاف تشدد وارا اشارا ڪرڻ شروع ڪيا. پوليس به مشتعل ٿي رهي هئي ۽ انهن جا آفيسر مون ڏانهن ايئن تڪي رهيا هئا، ڄڻ چئي رهيا هئا هجن "منڊيلا! اسان توکي پڇي پونداسين." پر آئون نتيجن کان بي پرواهه جوش ۽ جذبي ۾ اسٽيج تي بيٺو هئس.

مون کي پڪ هئي ته نيشنلسٽ حڪومت جلد ئي آفريقي عوام جي جائز ۽ قانوني تحريڪ کي چٿي ڇڏيندي. سڄو ملڪ پوليس اسٽيٽ بڻجندو نظر پي آيو. اهڙين حالتن ۾ قانوني احتجاج جي ڪابه گنجائش نه ٿي رهي. هندستان ۾ گانڌي کي هڪ اهڙي پرڏيهي حڪومت سان واسطو پيو هو، جيڪا بهرحال حقيقت پسند ۽ دور انديش هئي. پر ڏکڻ آفريقا جي يورپي نسل جي حڪومت جو معاملو بلڪل مختلف هو. پُرامن جدوجهد ان وقت تائين ڪارآمد هوندي آهي، جيستائين اوهان جو مخالف به اهڙي ئي انداز ۾ اوهان سان منهن ڏيندو هجي. پر جڏهن پُرامن احتجاج جو جواب تشدد ۽ ظلم هجي ته ان جي اهميت ۽ افاديت ختم ٿي وڃي ٿي. منهنجي نظر ۾ عدم تشدد هڪ اخلاقي ضابطو آهي. مستقل حڪمت عملي نه، بي اثر هٿيار جو استعمال پنهنجي اندر ڪا خوبي نه ٿو رکي. منهنجا نظريا اهي ئي هئا، پر ممڪن آهي ته مون انهن جو اظهار وقت کان اڳ ڪري ڇڏيو هجي. ڪانگريس جي نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جو به اهو ئي خيال هو. هنن طئي ٿيل پاليسي کان هٽي اهڙن انقلابي نظرين جي کلي عام تشهير ڪرڻ تي مون کي تنبيهه ڪئي. جيتوڻيڪ ڪجهه ميمبرن منهنجي مشاهدن کي تحسين جوڳو قرار ڏنو. پر منهنجي غير اعتدال پسندي واري خطابت جي ڪنهن به تائيد نه ڪئي. سڀني جو خيال هو ته منهنجي هيجان انگيز پاليسي نه رڳو واتراپ واري، پر خطرناڪ به آهي.

مون کي تنبيهه ڪئي وئي ته اهڙيون تقريرون اسان جي تنظيم جي تباهي جو باعث بڻجي سگهن ٿيون. ڇو ته اسين اڃا ڪمزور ۽ دشمن مضبوط ۽ سگهارا آهي. مون ان تنبيهه کي تسليم ڪيو ۽ پوءِ جي ميڙن ۾ عدم تشد جي منظور ڪيل پاليسي جو بچاءُ ڪندو رهيس. پر منهنجي دل ساک ڏيندي هئي ته اهو ظلم جو صحيح جواب ڪونهي.

بهرحال منهنجا ايگزيڪيوٽو ڪميٽي سان تعلقات منجهيل رهيا. انهن ڏينهن هڪ سفيد نام گروپ، جيڪو لبرل پارٽي جي قيام جي ڪوشش ۾ رڌل هو. نيشنل ڪانگريس جي ڪن اعليٰ عهديدرن کي صلاح مصلحت جي لاءِ هڪ اجلاس ۾ شرڪت

جي دعوت ڏني. انهن ۾ چيف لوٿولي ۽ پروفيسر ميٿيوز به شامل هئا. ڪميٽي جي هڪ گڏجاڻي ۾ ڪن دوستن ڪانئن مطالبو ڪيو ته گورن سان ٿيل اجلاس جي رپورٽ پيش ڪئي وڃي. پر هن اهو چئي مطالبو رد ڪري ڇڏيو ته هو ان اجلاس ۾ ڪانگريس جي نمائندي جي حيثيت سان نه، پر ذاتي حيثيت سان مدعو ڪيا ويا هئا. جڏهن اسان وڌيڪ زور ڀريو ته پروفيسر ميٿيوز جيڪو هڪ لائق وڪيل به هو، چيو ته اها اسان جي استحقاق جي ڳالهه آهي. ضروري ڪونهي ته سڀني کي اطلاع ڏنو وڃي. آئون ڪاوڙ ۾ اچي ويس ۽ چيم "اوهين ڪهڙا اڳواڻ آهيو، جيڪي گورن سان ڳالهايو ٿا، پر پنهنجي ساٿين کي ان کان واقف ڪرڻ ضروري نه ٿا سمجهو. اوهان سان مسئلو هي آهي ته اوهين گوري ماڻهو کان ڊڄو ٿا ۽ دوستن جي پيٺ ۾ گورن سان گڏ ويهڻ کي ترجيح ٿا ڏيو".

منهنجي ان سراسر جذباتي ڳالهين پروفيسر ميٿيوز ۽ چيف ٻنهي کي چيڙائي وڌو. پروفيسر ميٿيوز چيو "منڊيلا! تون گورن جي باري ۾ ڇا ٿو ڄاڻين!. توکي ايتري ئي خبر آهي جيترو اسان توکي ٻڌايو هو. پر حقيقت ۾ تون اڃا اڻ ڄاڻ آهين ۽ پنهنجي شاگردي واري يونيفارم مان ٻاهر نه نڪتو آهين." لوٿولي ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي رهيو هو. هن چيو "ڏاڍو سٺو، جو تو مون کي گورن کان ڊڄڻ جو طعنو ڏنو آهي، جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته آئون هينئر ئي ڪانگريس تان استعيفيٰ ٿو ڏيان". هن جي ڌمڪين مون کي ڊيڄاري ڇڏيو. مون شايد جذبات ۾ اچي بنا سوچڻ سمجهڻ جي پنهنجو مطلب واضح ڪري ڇڏيو هو. مون کي افسوس هو. مون هڪدم پنهنجا لفظ واپس ورتا. ۽ معذرت ڪيم. آئون بهرحال هڪ نوجوان هئس ۽ پنهنجي ڪم علمي جي تڪميل پنهنجي مجاهدانه ڪردار سان ڪرڻ ٿي چاهيم. ان زماني ۾ والٽر سيسولو کي بخارسٽ ۾ "نوجوان ۽ شاگردن جي بين الاقوامي ميلي، واسطي امن ۽ دوستي." ۾ مهمان خاص جي حيثيت سان شرڪت جي دعوت ملي هئي. نيشنل ايگزڪيوٽو ڪميٽي سان صلاح مصلحت لاءِ وقت تمام گهٽ هو.

منهنجي خواهش هئي ته سيسولو ان عالمي ميڙ ۾ ضرور شرڪت ڪري، تنهن ڪري تڙ تڪڙ ۾ هن جا سفري ڪاغذ تيار ڪيا ويا. حڪومت عام طور تي پاسپورٽ جاري ڪرڻ جي لاءِ ڪڏهن به راضي نه ٿئي ها. تنهن ڪري اسان ٻجهو طريقو اختيار ڪيو. سيسولو ۽ سائس گڏ ويندڙ وفد جو حلفيه بيان جنهن فضائي ڪمپنيءَ قبول ڪيو، اها فقط "اسرائيلي ايئر لائينز" ئي ٿي سگهي ٿي ۽ ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي تنبيهه جي باوجود به مون کي پڪ هئي ته حڪومت جلد ئي اسان جي عدم تشدد واري پاليسي کي بي اثر بنائي ڇڏيندي. سيسولو منهنجو رازدار هو. بخارسٽ وڃڻ کان اڳ مون کيس صلاح ڏني ته هو عوامي جمهوريه چين جو به ضرور دورو ڪري ۽ هٿياربند جدوجهد ۾ هٿيارن جي فراهمي جي امڪان تي چين جي اڳواڻن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري. والٽر سيسولو کي منهنجو اهو نقطي نظر ڏاڍو پسند آيو. هن وعدو ڪيو ته هو ان سلسلي ۾ پوري ڪوشش ڪندو. اهو خيال منهنجي ذهن جي پيداوار هو. منهنجا طور طريقا "آزاد خيالي"

طرف مائل ٿيندا پئي ويا. آئون هڪ اهڙو انقلابي بڻبو پئي ويس، جيڪو ضابطي کان وڌيڪ عملي ڪردار جو قائل هو. منهنجي عمل ۽ ڪردار ۾ ان شخص جي جهلڪ نمايان هئي، جيڪو نسلي متڀيد جي اخلاقي جواز ۽ حڪومت پاران ان کي تحفظ ڏيڻ جي حڪمت عملي کان بي حد مايوس ۽ ناراض هو.

نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي کي جڏهن والٽر سيسولو جي بخارسٽ جي دوري جي خبر پئي ته هڪ طوفان برپا ٿي ويو. سيني ميمبرن ان کي ضابطا اخلاق جي خلاف ورزي قرار ڏنو. مون هن جي پاران هزارين معذرتون پيش ڪيون، پر ڪنهن به ڌيان نه ڏريو، ڪنهن اشتراڪي ملڪ جي دوري ۽ والٽر جي نيت جي باري ۾ ڪين شڪ هو. اسان چين جي دوري بابت ڪين ڪڙڪ به پوڻ نه ڏني. ڪيترن ئي ميمبرن اسان ٻنهي جي مذمت ڪرڻ جي ارادي سان قرارداد پيش ڪرڻ ٿي چاهي.

حقيقت ۾ والٽر چين به ويو هو. جتي سندس پرجوش آڌر ڀاءُ ڪيو ويو. چيني اڳواڻن اسان جي آزادي جي جنگ جي تائيد ته ڪئي. پر هٿياربند جدوجهد جي باري ۾ هو گهڻو محتاط هئا. ڪين شڪ هو ته ڇا واقعي اسان جي جدوجهد ان موڙ تي پهچي چڪي آهي. جو هاڻ هٿيار کنيا وڃن. والٽر حوصلي مندي سان ٻنا هٿيارن جي واپس وريو.



هيستائين آئون جوهانسبرگ جو معزز شهري بڻجي چڪو هئس. سليقي جا ڪپڙا پائيندو هئس. سٺي گاڏي ۾ ويهندو هئس. شهر جي سيني رستن جو واقف هئس. هر روز مرڪزي علائقي ۾ پنهنجي آفيس ويندو هئس. پر حقيقت ۾ دل ۽ دماغ جي لحاظ کان آئون اڃا به هڪ ڳوٺاڻو ڇوڪرو هئس. تنهن ڪري آرام جي خاطر مون شهر جي هُل بکيڙي کان ٻاهر نڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ اورينج فري اسٽيٽ جي هڪ ننڍي ڳوٺ 'ويليئرز' جو رخ ڪيو.

هڪ ڏينهن مون ڏٺو ته هڪ پوڙهي اڇي مائي جي ڪار رستي تي ٻن گاڏين جي وچ ۾ ڦاسي پئي آهي. آئون هڪدم اتي پهتس ۽ مائي جي ڪار کي وچ مان ڪڍي آيس. مائي انگريزي زبان ۾ مون کي مخاطب ٿيندي چيو "جان! تنهنجي وڏي مهرباني!" اڇا ماڻهو هر ان آفريقي ماڻهو کي جان چئي سڏيندا هئا، جن جي نالي جي ڪين خبر نه هوندي هئي. پوءِ مائي ڇهه پينس جو سڪو مون ڏانهن وڌايو، جيڪو مون نرميءَ سان واپس ڪري ڇڏيو. هن ٻيهر ڪوشش ڪئي ته مون وراڻيو "نه سائڻ مهرباني!" اهو ٻڌي هن رڙ ڪري چيو"تون ڇهه پينس وٺڻ نه ٿو چاهين ته نه وٺ، پر هڪ شلنگ توکي آئون ڪڏهن به نه ڏينديس." اهو چئي هن سڪو مون ڏانهن اڇلايو ۽ ڪار ۾ چڙهي هلي وئي.

آئون شروع کان صبح جو سوير اٿڻ جو عادي آهيان، ان سفر جي شروعات رات جي پوئين پهر، ٽين بجي ڌاري ڪيم. ان مهل رستا خالي هوندا آهن. چوڌاري خاموشي ڇانيل هوندي آهي ۽ انسان سان سندس ڳڻ فڪر ۽ تصور موجود هوندو آهي. آئون پنهنجي سياءَ ۾ فطرت کي ويجهو ڏسڻ جو شوقين آهيان. پرهه ڦٽي، ڏينهن ۽ رات جو بدلجندڙ سمو

مون کي بيحد وڻندو آهي. بيو ته رات جي ان حصي ۾ پوليس ڪٿي به نظر نه ايندي آهي.

اورينج فري اسٽيٽ ۾ پنهنجي موجودگي منهنجي لاءِ سدائين جادو ڪندڙ رهي آهي. جيتوڻيڪ ڪجهه نسل پرست اڇا ان کي پنهنجو خصوصي گهر سمجهندا رهيا آهن. هن جا پري پري تائين پکڙيل ميدان، مٽي وشال آسماني ڇت، مڪئي جون نه ڪٽندڙ ہنيون ۽ نيڻ نهار تائين پکڙيل ساوڪ، اهي سڀ منهنجي جذبن ۽ اڌمن کي تازو ڪري ڇڏيندا آهن. آئون جڏهن به هن علائقي ۾ آيو آهيان، مون محسوس ڪيو آهي ته مون کي دنيا جي ڪابه طاقت پابند نه ٿي ڪري سگهي. منهنجي تصورن جي دنيا ڏاڍي وسيع آهي. منهنجو فڪر آسمان تائين آزادي سان گهمي ڦري سگهي ٿو.

مون کي نالبرو بوئر جنرل 'ڪرسچين ڊي ويٽ' ياد اچڻ لڳو. جيڪو اينگلو. بوئر ويڙهه جي دوران هن علائقن ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي جمي بيهي انگريزن سان وڙهيو ۽ مٿن سوڀ حاصل ڪيائين. مون سوچيو "ڪاش! جنرل ڊي ويٽ رڳو پنهنجن هم وطن بدران ڏکڻ آفريڪا جي سيني رهاڪن جي حقن لاءِ جنگ ڪئي هجي ها ته هو پڪ سان منهنجو پسنديده هيرو هجي ها". آئون ڪار هلائيندو رهيس ۽ اهي سيئي هنڌ منهنجي ذهن ۾ گهمي رهيا هئا. جتي 'جنرل ڊي ويٽ' جا فوجي جوان لڪل هئا. مون سوچيو، ڇا هڪ ڏينهن اهڙو به ايندو جڏهن اهي هنڌ آفريقي آزادي جي مجاهدن کي پناهه ڏئي سگهندا.!

'ويليئرز' جو سفر منهنجي لاءِ گهڻو خوش ڪندڙ هو. آئون ٽين سيپٽمبر جي صبح جو پنهنجي ننڍي رهائشگاهه ۾ پهچڻ تائين خوشفهمي ۾ مبتلا رهيس ته هاڻي آئون مڪمل طور تي محفوظ آهيان، پر ڇا ٿو ڏسان ته پوليس جو هڪ جٿو اتي منهنجي اوسيئڙي ۾ بيٺو آهي. هن مون کي هڪ سرڪاري حڪم نامو ڏنو. جنهن ۾ مون کي "ڪميونزم کي روڪڻ واري قانون تحت" آفريقي نيشنل ڪانگريس تان استعيفيٰ ڏيڻ جو چيو ويو هو. منهنجي چرپر جوهانسبرگ ضلع تائين محدود ڪئي وئي هئي ۽ ٻن سالن تائين مون کي ڪنهن به ميڙ ۾ شرڪت ڪرڻ کان روڪيو ويو هو. مون کي ان قسم جي حڪومتي قدمن جو اڳ ۾ ئي احساس هو. پر مون کي اها بلڪل اميد نه هئي ته ويليئرز جهڙي ڏورانهين هنڌ تي پابندي جا حڪم مون تائين پهچندا. مون کي هڪدم جوهانسبرگ ورڻو پيو. ان وقت منهنجي عمر پنجٽيهه سال هئي. نين پابندين جو مطلب هي هو ته منهنجي سڄي سياسي جدوجهد جو خاتمو ٿي ويندو. ڪانگريس سان منهنجي ڏهن سالن وارن لاڳاپن ۾ رخنو پوندو. آئون آزادي جي جنگ ۾ جيڪو هاڻي منهنجي زندگي جو اهم مقصد بنجي چڪو هو. حصو وٺي نه سگهندس، ۽ اهو به ته آئنده منهنجون هڙئي سرگرميون ڳجهيون ۽ غير قانوني هونديون. نين ۽ سخت پابندين مون کي قومي سياست جي مرڪز کان پري ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ اڇا به اهم معاملن ۾ مون سان صلاح مشورو ڪيو ويندو هو ۽ منهنجي راءِ اثر رکندي هئي. پر هاڻ آئون پري جو تماشائي هئس. منهنجي حيثيت جسم جي اهم عضون واري نه هئي، پر آئون هڪ ڪپيل هٿ يا پير هئس.

ان زماني ۾ حالتون ڪجهه اهڙيون هيون جو سياسي ڪارڪنن کي حڪومت جي

حڪمن جي پابندي ڪرڻي پوندي هئي. حڪم نه مڃڻ جو فائدو به نه مون کي ۽ نه وري ڪانگريس کي پهچي ٿي سگهيو. اسين اڃا ان سطح جا انقلابي به نه بڻيا هئاسين، جو نظام جي خلاف پير تي ڏونڪو هڻي جنگ جو اعلان ڪيون ها. اسين سمجهنداهئاسين ته جيل وڃڻ کان بهتر آهي ته ڳجهي نموني تنظيم کي قائم رکيو وڃي، جڏهن مون کي قانوني طور تي استعيفيٰ ڏيڻ تي مجبور ڪيو ويو ته ڪانگريس کي منهنجي جاءِ بهرحال پرڻي پئي ۽ تنظيم ۾ منهنجي حيثيت رسمي طور تي به نه رهي.

•

منهنجي پابندي کان مهينو پوءِ 'ٽرانسوال ڪانفرنس' ٿي رهي هئي ۽ آئون پنهنجي صدارتي تقرير لکي چڪو هئس. منهنجي اها تقرير جيڪا پوءِ "آزادي ڪو سولو رستو ڪونهي!" جي نالي سان مشهور ٿي. اها تقرير ڪانفرنس ۾ پڙهي ٻڌائي وئي. اهو عنوان جواهر لال نهرو تان اخذ ڪيو ويو هو. مون چيو هوته "هاڻ عوام کي سياسي جدوجهد جا نوان طريقا اختيار ڪرڻ جي لاءِ تيار رهڻو پوندو. ڇو ته حڪومت پاڻ ئي پراڻن طريقن، عوامي جلسن، اخباري بيانن ۽ سياسي تعلق نه رکڻ کي بي اثر بڻائي ڇڏيو آهي. اخبارون اسان جون تقريرون ۽ بيان شايع نه ٿا ڪري سگهن. ڇاپا خانه اسان جا اشتهار نٿا ڇيپن، ڪين قيد ۽ بند جو ڊپ آهي. تنهن ڪري هاڻي سياسي ميدان ۾ نوان طريقا اختيار ڪرڻ جي گهرج آهي. پراڻا انداز اڳيهات برابر آهن. ظالم ۽ مظلوم ۾ ڪليل مقابلو آهي. يوم حساب ويجهو اچي رهيو آهي. آزادي پسند ۽ آزادي مخالف قوتون منهان منهن آهن ۽ مون کي پوري پڪ آهي ته سوپ انصاف ۽ سچائي جي ٿيندي. عوام جي بدحالي ان ڳالهه جي ضرورت بنجي وئي آهي ته ان ڏوهاري ٽولي جي بدبودار پاليسين جي، جيڪو اسان جي ملڪ تي قبضو ڄمايو ويٺو آهي. زندگي جي آخري گهڙي تائين مزاحمت ڪئي وڃي. انسانيت اصولي طور تي ظالم ۽ ڌاڙ جي خاتمي جي اجازت ڏي ٿي ۽ اها ئي هر آزادي پسند ماڻهو جي دلي خواهش هوندي آهي."

اپريل 1954ع ۾ ٽرانسوال جي "لا- سوسائٽي" منهنجو نالو وڪيلن جي نهرست مان خارج ڪرڻ جي لاءِ سپريم ڪورٽ ۾ هڪ پٽيشن داخل ڪئي. سبب هي ٻڌايو ويو ته منهنجون سياسي سرگرميون، غير پيشورانه آهن ۽ انهن سان وڪالت جي ضابطه اخلاق جي خلاف ورزي ٿي ٿئي. اها ڪارروائي عين ان وقت ڪئي وئي جڏهن اسان جي قانوني "منڊيلا اينڊ ٽيمبو" ڪمپني عروج تي هئي ۽ اسان کي ڪيس جي پيروي جي لاءِ عدالتن ۾ حد کان وڌيڪ مصروف رهڻون پوندو هو.

جيئن ئي اها خبر مشهور ٿي، مون کي تائيد ۽ حمايت جا پيغام ملڻ لڳا. ايتري قدر جو ڪن يورپي نسل جي وڪيلن به منهنجو ڪيس وڙهڻ جي حامي ڀري. انهن مان ڪيترائي نيشنلسٽ پارٽيءَ جا حمايتي هئا. پر سندن نظر ۾ "لا- سوسائٽي" جو اهو قدم تعصب ۽ ناانصافي تي ٻڌل هو. سندن چوڻ هو ته نسل پرست سماج ۾ اڃا تائين ڪيترائي اهڙا وڪيل ۽ جج موجود آهن، جيڪي غير اخلاقي قوتن جي "رٻڙ جي مهر" بنجڻ جي لاءِ

راضي نہ ٿيندا.

سپريم ڪورٽ ۾ منهنجو بچاءُ جوهانسبرگ بار ڪائونسل جو چيئرمين والٽر پولاڪ ڏاڍي سٺي نموني ڪيو. تنهن کان سواءِ، اسان جوهانسبرگ جي سڀ کان پراڻي "قانوني اداري" جي صدر 'وليم آرون سوهن' جون خدمتون بہ حاصل ڪيون. هنن ٻنهي لائق وڪيلن منهنجو ڪيس بنا معاوضي جي وڙهيو. اسان عدالت ۾ چيو "لا- سوسائٽي"، جي درخواست خود انصاف جي اصول جي ڪليل توهين آهي. مون کي پنهنجي سياسي عقيدن موجب جدوجهد جو پيدائشي حق حاصل آهي ۽ هڪ اهڙي ۾ مملڪت ۾، جيڪا قانون موجب هلائي پئي وڃي. اهو هر رهاڪوءَ جو حق آهي.

والٽر پولاڪ اهو ٿي دليل اڳوڻي وزيراعظم بي جي وورسٽر ۽ سندس ساٿي سٽريجرن جي ڪيس ۾ بہ ڏنو هو. اهي ٻئي ٻي مهاڀاري جنگ ۾ پنهنجي پرو نازي خيالن سبب نظر بند ڪيا ويا هئا ۽ اسٽريجرن تي ڪار جي چوريءَ جو الزام بہ هنيو ويو هو. آزادي ڪا'ن پوءِ هن بار جو ميمبر بنجڻ جي درخواست ڪئي، جيڪا منظور ڪئي وئي. پولاڪ عدالت ۾ چيو "اسٽريجرن ۽ منڊيلا ۾ گهڻو فرق بہ آهي، منڊيلا نہ نيشنلسٽ پارٽي جو ميمبر ۽ نہ وري اڃو آهي".

سپريم ڪورٽ جو جج ريمزباٽم هڪ سچار ۽ انصاف ڪندڙ شخص هو. هن انسانيت جو مان مٿانهون ڪندي حڪومت جو ترجمان بنجڻ جي بدران عدليہ جي آزادي جو علم مٿي ڪيو. هن پنهنجي فيصلي ۾ منهنجي ان دعويٰ کي بحال رکيو تہ مون کي پنهنجي سياسي مقصدن جي لاءِ جدوجهد جو حق حاصل آهي. پوءِ ڀلي اهو حڪومت جي نظريي جي خلاف ڇو نہ هجي. هن نہ رڳو "لا- سوسائٽي" جي درخواست رد ڪري ڇڏي. پر ڪيس هرجاڻو ادا ڪرڻ جو بہ حڪم ڏنو.

•

1954ع جو سڄو سال ۽ پوءِ 1955ع ۾ بہ صوفيا ٽائون کي خالي نہ ڪرڻ جي تحريڪ لڳاتار جاري رهي. هفتي ۾ بہ ڏينهن اربع ۽ آچر تي عوامي ميڙ ٿيندو هو ۽ مقرر خطاب ڪندا هئا. سڀني جو هڪ ئي نعرو هو "اسان جي زندگي ۾ صوفيا ٽائون خالي ڪرائي نہ ٿو سگهجي، ايئن فقط اسان جي لاشن تي ٿي سگهي ٿو." ڊاڪٽر زوما گڏريل صدي جي هڪ ٻي پرجوش نعري کي بہ زنده ڪري ڇڏيو، "اڙي ياڙيا! دشمن وهٽن تي قبضو ڪري ورتو آهي".

حڪومت ٽائون شپ خالي ڪرڻ جي آخري تاريخ 4 فيبروري 1955ع مقرر ڪئي هئي. آئون ۽ ٽيمبو روزانو اتي ويندا هئاسين، مقامي ماڻهن سان ملاقاتون ڪندا هئاسين ۽ جن ماڻهن کي زبردستي لڏايو پئي ويو ، تن جا ڪيس وڙهندا هئاسين ۽ عدالت ۾ حڪومت جي قدمن کي غيرقانوني ثابت ڪرڻ ۾ رڌل رهنداسين هئاسين. پر حڪومت کي پنهنجي غير قانوني حرڪتن جي خلاف عوامي احتجاج جي ڪابہ پرواهہ نہ هئي. مقرر وقت کان اڳ اسان "آزادي جي چوڪ" ۾ هڪ وڏي عام جلسي جو بندوبست ڪيو. ڏهن هزارن

جي لڳ ڀڳ ماڻهن جو ميڙ چيف لوٿولي جي تقرير ٻڌڻ جي لاءِ اتي ڪٺو ٿيو هو. پر اوچتو چيف جي خلاف نظر بندي جي حڪم جاري ڪيا ويا ۽ ڪيس واپس نٽال موڪليو ويو.

صوفيا ٽائون مان لڏپلاڻ کان هڪ رات اڳ ڪانگريس جي مقامي اڳواڻ "جوموڊائز" نوجوانن جي هڪ پرجوش ميڙ کي خطاب ڪيو. هن جو مطالبو هو ته ڪين فوج ۽ پوليس جي حڪمن جي کليل ڀڃڪڙي جي موڪل ڏني وڃي. هو ڀي ڏينهن صبح جو طاقت جو مقابلو طاقت سان ڪرڻ جي لاءِ تيار هئا. پر "جو" اسان جي صلاح سان نوجوانن کي پرامن رهڻ جي تلقين ڪئي. نوجوان ان تي سخت ڪاوڙيا. پر اسان جو چوڻ هو ته نظام جي خلاف بغاوت ڪرڻ جي لاءِ زبردست رٿابندي جي گهرج آهي. نه ته اهڙو ڪو به قدم اپگهات ثابت ٿيندو. اجا اسين کليل ميدان ۾ اهڙي طرح مقابلو ڪرڻ جا اهل نه هئاسين.

4 فيبروري جو رات جي وچڙي ۾ پوليس ۽ فوج جي ٽيڻ هزار سپاهين صوفيا ٽائون کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي لاتو. مزدورن خالي گهرن کي ڊاهڻ شروع ڪري ڏنو ۽ سرڪاري ٽرڪون ماڻهن کي "ميڊولينڊ" منتقل ڪرڻ لڳيون. هڪ رات اڳ ڪانگريس جي رضاڪارن ٻه ڪيترن ئي گهراڻن کي ٽائون شپ جي اندرين حصن ۾ منتقل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هئي. پر اهو حڪومت جي مقابلي ۾ معمولي قدم هو. پوليس ۽ فوج ڏاڍي تيزي سان پنهنجي ڪارروائي مڪمل ڪري ورتي ۽ ڪجهه هفتن ۾ اسان جي مزاحمت دم ٽوڙي ڇڏيو. گهڻا ئي مقامي اڳواڻ نظربند ڪيا ويا يا قيد ڪيا ويا. نيٺ ڳرن هٿوڙن ۽ بلڊوزرن جي گوڙ ۽ هُل بڪيڙي ۾ صوفيا ٽائون جو خاتمو ٿي ويو.

سياسي قدمن جو صحيح تجزيو ٻي ڏينهن جون اخبارون پڙهي ڪري سگهجي ٿو. اسان کان پڻ سان ڪيتريون ئي غلطيون ٿي ويون ۽ اسان انهن مان سبق سکيو "اسان جي لاشن تان لنگهي..." جو نعرو زبردست تحريڪ جو سبب بڻجي ٿو. پر ان سان اسان کي نقصان به پهتو. ڪو نعرو، تنظيم ۽ عوام جي وچ ۾ هڪ عوام رابطي جو ڪم ڏي ٿو. اسان جي نعري جي ڪري ماڻهن جو اسان ڏانهن ڌيان ڇڪيو ۽ هنن يقين ڪري ورتو ته سندن سياسي قيادت صوفيا ٽائون جي منتقلي کي ڪنهن به حالت ۾ عملي جامون پهرائڻ نه ڏيندي ۽ مرڻ گهڙي تائين ان جي مزاحمت ڪندي. پر حقيقت ۾ اجا تائين نيشنل ڪانگرس ان حد تائين وڃڻ جي تياري ڪري نه سگهي هئي ۽ اسين مسئلي جو ڪو متبادل حل پيش ئي نه ڪري سگهياسين. جڏهن ماڻهن کي احساس ٿيو ته اسين نه ته حڪومت کي صوفيا ٽائون خالي ڪرائڻ کان روڪي ٿا سگهون ۽ نه ئي وري مسواڙين کي ڪا متبادل رهائش پيش ڪري ٿا سگهون ته هنن جي مزاحمت ۾ ڪمي ۽ "ميڊولينڊ" ڏانهن لڏپلاڻ ۾ تيزي ايندي وئي. هنن سوچيو اتي جاءِ به گهٽي هوندي ۽ علائقو به صاف سٿرو آهي. اسين صوفيا ٽائون ۾ رهندڙ مسواڙين ۽ گهر ڌڻين ۾ فرق ڪري نه سگهياسين. گهر ڌڻين کي صوفيا ٽائون ۾ رهڻ ۾ فائدو نظر ٿي آيو. جڏهن ته مسواڙين کي هتان لڏڻ ۾. ڪيترن ئي ماڻهن ڪانگريس تي الزام هنيو ته اها مسواڙين بدران مستقل مالڪن جي مفاد

لاءِ ڪم ڪري رهي آهي.

اسان انهن حالتن مان گهڻو ڪجهه سکيو ۽ اسان کي تقريرن، جلسن جلوسن، هڙتالن ۽ رضاڪارانه قيد ۽ بند جي متبادل طور نيٺ هٿيارٻند تشدد واري مزاحمت وارو لائحه عمل اختيار ڪرڻو پيو. حڪومت اسان جي هر پرامن تحريڪ کي جبر ۽ ڏاڍ سان دٻائي چڪي هئي. آزادي جي متوالن کي نيٺ هڪ ڏينهن احساس ٿي ويندو آهي ته جدوجهد جو اصل رستو ته خود اقتدار جي ڪرسي تي ويهي ظلم ڪندڙ متعين ڪندا آهن، جنهن تي لاچار ٿي مظلوم کي هلڻون پوندو آهي. ڪنهن خاص نقطي تي پهچي ٻاهه جو مقابلو ٻاهه سان ئي ڪري سگهجي ٿو.

•

تعليم، شخصيت سازي ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. اها تعليم ئي آهي، جنهن جي آڌار تي هڪ غريب هاري جي ڌيءَ ڊاڪٽر بڻجي سگهي ٿي ۽ هڪ کاڻ ڪوٽيندڙ جو پٽ منتظم اعليٰ ۽ هڪ کيت مزدور جو پٽ ڪنهن قوم جو صدر ٿي سگهي ٿو. دراصل تعليم ئي هڪ شخص کي ٻي شخص کان ممتاز ڪرڻ جو اهم ذريعو آهي. بنيادي طور تي هن صدي جي شروعات کان آفريقي رهاڪن جي تعليم ۽ تربيت جو دارومدار پرڏيهي عيسائي مشنري ادارن تي هو. يونائيٽيڊ پارٽي جي حڪومت ۾ هاءِ اسڪول تائين شاگرد جي لاءِ نصاب هڪجهڙو هو. مشنري اسڪول، آفريقي شاگرد کي مغربي طرز جي تعليم انگريزي زبان ۾ ڏيندا هئا. آئون به ان ئي تعليمي نظام جي پيدائش آهيان.

اسان جون تعليمي سهوليتون محدود هيون. پر اسان جي مطالعي، اسان جي فڪر ۽ اسان جي خوابن جي حد بندي ٿي نه ٿي سگهي. نيشنلسٽن جي اقتدار ۾ اچڻ ڏان اڳ ئي تعليمي بجيٽ جي سلسلي ۾ نسلي فرق جا بنياد پئجي چڪا هئا. بلڪ ائين چئجي ته "نسلي تعليم" جي شروعات ٿي چڪي هئي. حڪومت، هڪ آفريقي شاگرد جي مقابلي ۾ ڳوري شاگرد تي ڇهه ڀيرا وڌيڪ خرچ ڪندي هئي. آفريقين جي لاءِ تعليم لازمي نه هئي ۽ فقط پرائمري تائين مفت هئي. اسڪول وڃڻ جي عمر جا اڌ کان به گهٽ آفريقي ٻار ڪنهن اسڪول جو رخ ڪندا هئا ۽ هاءِ اسڪولن ۾ انهن جو تعداد تمام گهٽ هو. نيشنل پارٽي وارن جي لاءِ اها صورتحال به ڪا گهڻي خوش آئند نه هئي. ڊچ ماڻهو سدائين آفريقي ماڻهن جي تعليمي ماهرن کان پاڻ بچائيندا پئي آيا. هنن جي نظر ۾ اهو سڀ بيڪار هو. چو ته "آفريقي جاتي جي کان جٽ ۽ سست ماڻهو آهن تعليم انهيءَ جو حل نه آهي." هو ان ڳالهه جا به مخالف هئا ته ڪو مقامي رهاڪو انگريزي ٻولي سگهن. چو ته هنن جي نظر ۾ انگريزي پرڏيهي زبان آهي. پر اسان جي لاءِ انگريزي ڇوٽڪاري جدوجهد جو سبب بڻجي ٿي سگهي. 1953ع ۾ پارليامينٽ ۾ "بنٽو ايجوڪيشن ايڪٽ" پيش ڪيو ويو. جنهن جو مقصد ڏکڻ آفريقا ۾ تعليم تي نسلي فرق جي مهر هڻڻ هو. ان قانون موجب آفريقي رهاڪن جي تعليم جا انتظامي معاملا، تعليم کاتي بدران مڪروه نطرت نيٽو(Netivo) افيئرز ڊپارٽمينٽ جي حوالي ڪيا ويا ۽ مشنري تعليمي ادارن کي پنهنجا اسڪول حڪومت

جي حوالي ڪرڻ يا گرانٽ ۾ ڪمي قبول ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو. جنهن جو پڌري پٽ مقصد هي هو تہ آفريقي شاگرد جا اسڪول يا تہ حڪومت جي قبضي ۾ اچي وڃن يا بلڪل ختم ٿي وڃن. آفريقي استادن تي انهن قدمن جي خلاف ڳالهائڻ تي پابندي وڌي وئي.

بنتو تعليم جي وزير "ڊاڪٽر هنڊر ورورڊ" حڪومت جي انهن قدمن جي وضاحت ڪندي چيو "تعليم اهڙي هئڻ کپي، جيڪا ماڻهن کي زندگي ۾ حاصل سهوليتن موجب لکيل پڙهيل بنائي سگهي ۽ انهن جي تربيت جو وسيلو بنجي." هن اهو چوڻ ٿي چاهيو تہ آفريقي عوام کي ملڪ ۾ نوڪري ۽ ترقي جا مناسب موقعا نہ حاصل آهن ۽ نہ ٿي وري ٿي سگهندا تہ پوءِ کين تعليم ڏيڻ جو فائدو؟ هن چيو "يورپي معاشري ۾ بنتو ماڻهن جي لاءِ محنت ۽ مزدوري جي هڪ خاص معيار کان وڌيڪ ڪو بہ مقام نہ آهي." جڻ آفريقين کي فقط ادنيٰ درجي جون خدمتون سرانجام ڏيڻ جي تربيت ڏيڻ کپي تہ جيئن هو لڳاتار ڳوري ماڻهوءَ جا محڪوم بنيل رهن.

نيشنل ڪانگريس جي نظر ۾ اهو قانون آفريقي تهذيب ۽ ثقافت جي ترقي ۽ آفريقي عوام جي آزادي جي جدوجهد کي هميشہ جي لاءِ ختم ڪرڻ جي هڪ ناپاڪ سازش هئي ۽ مستقبل جي آفريقي نسل جي ذهني اوسر کي داءِ تي لڳايو پئي ويو. ان موقعي تي پروفيسر ميٿيوز لکيو هو "ورورڊ جي اسڪولن ۾ جهالت ۽ احساس ڪمتري جي تعليم حاصل ڪرڻ جي بدران، وڌيڪ سٺو اهو آهي تہ سري کان تعليم حاصل ئي نہ ڪئي وڃي." ان مجوزه قانون ۽ تعليم واري وزير جي بدنما وضاحت تي سڄي ملڪ ۾ ڳورن ۽ ڪارن رهاڪن ۾ زبردست احتجاج جي صدا اڀري، ڊچ چرچ لوٿرن مشن کان سواءِ باقي مڙني عيسائي مشنري ادارن بہ ان جي مذمت ڪئي. ڊچ چرچ هميشہ کان نسلي متيد جي حمايت ڪندو رهيو آهي. پر اهي قدم فقط احتجاج تائين محدود رهيا. ۽ ان جي عملي مزاحمت ٿي نہ سگهي. انگليڪن چرچ جا پيروڪار، جيڪي انهن قانون جاسڀ کان وڌا نقاد ۽ جرئت مند ماڻهو هئا، ڪا گڏيل پاليسي جوڙي نہ سگهيا. جوهانسبرگ جي بشپ 'امبروزريوز' انتهائي قدم کنيو ۽ پنهنجي هٿ هيٺ ڪم ڪندڙ سيئي تعليمي ادارا بند ڪري ڇڏيا. جن ۾ لڳ ڀڳ 50 هزار آفريقي ٻار تعليم پرائي رهيا هئا. جڏهن تہ ڏکڻ آفريقا جي آرڪ بشپ ٻارن کي رستن تي آواره ڦرڻ کان بچائڻ جي لاءِ باقي ادارا حڪومت جي تحويل ۾ ڏيئي ڇڏيا. پر رومن ڪيٿولڪ، سونٿو ڊي اينڊنٽسٽس ۽ يهودين جي تعليمي ادارن جي منتظيمن سرڪاري امداد کان سواءِ پنهنجا ادارا جاري رکڻ کي ترجيح ڏني. باقي مشنري ادارن، ايتري قدر جو منهنجي پنهنجي چرچ "ويزلي يان" بہ جنهن تحت بہ لک ٻارڙا زير تعليم هئا، پنهنجا اسڪول حڪومت جي حوالي ڪري ڇڏيا. جيڪڏهن سيئي تعليمي ادارا گڏيل طور تي حڪومت قدمن جي مزاحمت ڪن ها تہ مون کي پڪ آهي تہ صورتحال مختلف هجي ها. پر موجوده حالتن ۾ حڪومت کي اسان کي پيلڻ جو موقعو ملي ويو.

حڪومت پهرين اپريل 1955ع کان نئين منصوبي جي شروعات ڪئي. ڪانگريس جي ڳجهن اجلاسن ۾ ان ڳالهہ تي بحث ۽ مباحثو ٿيندو رهيو تہ نيٺ ڇا ڪرڻ کپي؟. ماڻهن

ڪي هڪ محدود عرصي جي لاءِ احتجاجي مهم جي دعوت ڏني وڃي يا اسڪولن جي مستقل طور تي بائيڪاٽ ڪيو وڃي ته جيئن بنتو ايجوڪيشن ائڪٽ پنهنجو موت پاڻ مري وڃي. ٻنهي رٿن جي باري ۾ ڏاڍا تلخ رايا هئا. مستقل بائيڪاٽ جي حامين جو چوڻ هو ته اهو قانون هڪ زهر هوندو، جيڪو اُجِ مرندڙ آفريقين کي وات سان لڳائڻ نه گهرجي. ان جي نقصانن جي ڪڏهن به تلافي ٿي نه سگهندي. انهن ميمبرن جي راءِ موجب ملڪ ڌماڪا خيز صورتحال سان دوچار آهي ۽ عوام رڳو احتجاج جي بدران، ڪنهن زوردار قدم کڻڻ جي حق ۾ آهي.

جيتوڻيڪ آئون هڪ جوشيلي ماڻهو جي حيثيت سان مشهور هئس، پر مون کي سدائين اهو احساس رهيو ته ڪنهن به تنظيم کي پنهنجي حيثيت کان وڌيڪ وعدو ڪرڻ نه کپي. نه ته عوام جو اسان تان ڀروسو کڄي ويندو. اسان کي مثالي نظرين جي بدران عملي ڪردار تي ڌيان ڌرڻ کپي. تنهن ڪري منهنجي راءِ هئي ته اسان کي اڻڄاتل عرصي تائين بائيڪاٽ جي اپيل نه ڪرڻ کپي. ڇو ته ان جي لاءِ گهڻن وسيلن جي گهرج پوندي، جيڪي في الحال موجود نه آهن. اهڙو تجربو اسان کي ماضي ۾ به ٿي چڪو هو. اهو ممڪن ٿي نه هو ته اسين فوري طور تي لکين شاگردن جي لاءِ پنهنجا تعليمي ادارا قائم ڪري سگهون. مون فقط هڪ هفتي جي بائيڪاٽ جي رٿ ڏني ۽ نيشنل ايگزيڪيوٽو ٻهرين اپريل کان ان جي شروعات جي منظوري ڏني، پر جڏهن اها رٿ ڊربن ۾ ٿيل ساليانى ڪانفرنس ۾، جيڪا 1954ع ۾ ٿي. پيش ڪئي وئي ته نمائندن اها رد ڪري ڇڏي ۽ اڻ ڄاتل مدي تائين بائيڪاٽ جي منظوري ڏيئي ڇڏي. وزيراعظم اعلان ڪري ڇڏيو ته جن اسڪولن جو بائيڪاٽ ڪيو ويندو، تن کي مستقل طور تي بند ڪيو ويندو ۽ انهن شاگرد کي ٻيهر داخلا ملي نه سگهندي، جيڪي بائيڪاٽ ۾ شامل هوندا.

بهرحال ٻهرين اپريل کان تعليمي بائيڪاٽ جي شروعات ٿي، پر رد عمل مليل جليل رهيو. عام طور تي اهو بائيڪاٽ غير منظم ۽ بي اثر ثابت ٿيو. جوهانسبرگ جي اوڀرندي علائقي ۾ ست هزار شاگرد متاثر ٿيا. ڪن هنڌن تي رضاڪارن جلوس ڪڍيا، والدين تي زور ڀريو ته هو پنهنجي ٻارن کي اسڪولن نه موڪلين. عورتن اسڪولن جو گهيراءُ ڪيو ۽ اتان ٻارن کي ٻاهر ڪڍي آيون. جومسٽون جي وسندي ۾ اسان جي مقامي برانچ جي صدر جوشوا پنهنجو هڪ نجي اسڪول قائم ڪري ورتو. جنهن ۾ اٺ سئو شاگردن داخلا ورتي. پورٽ ايلزبيٿ ۾ هڪ ٻي ساٿيءَ سرڪاري نوڪري تان استعفيٰ ڏئي، پنهنجو ادارو قائم ڪري ورتو. جنهن جا ستر شاگرد 1956ع ۾ ڇهين ڪلاس جي امتحان ۾ ويٺا ۽ تن کان سواءِ ٻيا سيئي پاس ٿي ويا. ٻين به ڪيترن ئي هنڌن تي اسان جي ماڻهن تعليمي ادارا قائم ڪري ورتا. پر حڪومت جي نظر کان بچڻ جي لاءِ انهن کي 'ڪلچرل ڪلب' جو نالو ڏنو ويو. ڪجهه وقت کا پوءِ حڪومت اهڙا اسڪول غيرقانوني قرار ڏئي ڇڏيا ۽ انهن جي منتظمين جي لاءِ قيد ۽ ڏنڊ جون سزائون مقرر ڪيون. پوليس انهن ماڻهن جي ڳوٺ ۾ رهندي هئي ۽ ڪين دڙڪو داٻ ڪندي ۽ ڊيڄاريندي هئي. نيٺ اهي عوامي اسڪول

حڪومتي هٿڪنڊن کان بيزار ٿي بند ڪيا ويا ۽ ماڻهن حڪومت جي نگرانيءَ ۾ هلندڙ غير معياري ادارن ۾ پنهنجا ٻار موڪلڻ شروع ڪري ڏنا. هنن جي نظر ۾ جاهل رهڻ کان اهو قدم بهترهو. خود منهنجا پنهنجا ٻار به هڪ اهڙي اسڪول ۾ پڙهيا، جيڪو حڪومت کان گرانٽ نه وٺندو هو.

ڪنهن تحريڪ جي ڪاميابي ڪي ٻن طريقن سان توري تڪي سگهجي ٿو. ڇا فوري گهربل مقصد حاصل ڪيو ويو آهي ۽ ڇا ماڻهن ۾ ايتري سجاڳي پيدا ڪئي وئي آهي ته هو ان جدوجهد ۾ حصو وٺڻ تي راضي آهن. پهرين معيار موجب ته اسين پنهنجي جدوجهد ۾ بلڪل ناڪام رهياسين. اسين نه سڄي ملڪ جا اسڪول بند ڪرائي سگهياسين، نه وري 'بنتو ايجوڪيش ائڪٽ' مان بند خلاص ڪرائي سگهياسين. پر ايترو ضرور ٿيو ته اسان جي جدوجهد جي نتيجي ۾ حڪومت واسطيدار قانون ۾ ترميم ڪرڻ تي مجبور ٿي وئي ۽ ڊاڪٽر ورورڊ اعلان ڪيو ته تعليم سڀني جي لاءِ هڪجهڙي هوندي. نومبر 1954ع جي ترميم حڪومت جي نسلي بنيادن تي ٺاهيل رٿن جي هڪ قسم جي شڪست هئي. اسان به ان گهٽ برائي کي مڃڻ ۾ ئي بهتري سمجهي.

پر بنتو ايجوڪيشن ائڪٽ اسڪيم جا نتيجا خود حڪومت جي حق ۾ نهايت تلخ صورت ۾ نڪتا. تعليم جي ان نظام تحت 1970ع واري ڏهاڪي ۾جيڪو نئون آفريقي نسل اسڪولن مان نڪتو، اهو باغيانه نظرين وارو هو ۽ منجهس جذبن جي تيزي بي پناهه هئي.

ان زماني ۾ پروفيسر ميٿيوز هڪ سال تائين مهمان طور آمريڪا ۾ رهڻ کان پوءِ نئين فڪر ۽ نظرين سان واپس موٽيو هو. جيڪي آزاديءِ جيڪي تحريڪ کي نئين انداز ۾ ترتيب ڏيڻ جو سبب بنجي ٿي سگهيا. هن آفريقي نيشنل ڪانگريس جي ميڙ ۾ تقرير ڪندي چيو: "ڇا ايئن ٿي نه ٿو سگهي ته ڪانگريس هڪ اهڙي قومي ڪنوينشن ڪوٺائڻ تي ويچاري جيڪو واقعي سڀني آفريقي رهاڪن جو عام ميڙ هجي. جنهن ۾ بنا ڪنهن رنگ نسل جي فرق جي ملڪ ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن جي نمائندگي هجي ۽ مستقل جي 'جمهوريه ڏکڻ آفريقا' جي آزادي جو منشور تيار ڪري سگهجي." ڪانفرنس ان راءِ جي منظوري ڏيئي ڇڏي ۽ چيف لوٿولي جي اڳواڻي ۾ هڪ عوامي اجتماعي ڪونسل جوڙي وئي. والٽر سيسولو ۽ يوسف ڪچاليا ان جا جوائنٽ سيڪريٽري هئا. ڪانگريس آف دي پيپل جي ذميداري هيءَ هئي ته هو جديد ڏکڻ آفريقا جي بنياد جا اصول وضع ڪري. نئين دستور جي لاءِ عوامي سطح تي تجويزون تيار ڪيون وڃن ۽ هر علائقي جي عام ماڻهن جي راين جي حصول جو بندوبست ڪيو وڃي. اهڙي طرح آزادي جو منشور هڪ اهڙو دستاويز بنجي ويندو، جنهن جي تخليق ۾ ملڪ جي عوام جو ڪردار جهلڪندو نظر ايندو.

حالتون بڇڙائي رهيون هيون ته حڪومت آفريقي نيشنل ڪانگريس تي پابندي هڻي ڇڏيندي، تنهن ڪري ضروري هو ته اسين پنهنجي سرگرمين کي زير زمين جاري رکڻ جون تياريون ڪري وٺون. پر ان سان گڏ اسين عام ماڻهن سان رابطي جهڙي اهم ڪم کان دستبردار ٿيڻ جي لاءِ به تيار نه هئاسين. اسان کي پڪ هئي ته عوامي اجتماعي ڪونسل،

ملڪ جي رهاڪن جي قوت ۽ طاقت جو سرچشمو بنجي اڀرندي ۽ آزادي جي تاريخ ۾ سنگ ميل ثابت ٿيندي. ڏکڻ آفريقا جي سيني پنتي پيل ماڻهن ۽ ترقي پذير قوتن جي اتحاد ۽ يڪجهتي جو سبب بنجندي ۽ 1912ع ۾ ڪانگريس جي بنياد جيان، هن سان به هڪ انقلاب برپا ٿيندو.

ان عوامي ميڙ جي لاءِ اسان وڏ کان وڏ ماڻهن جي تائيد ۽ حمايت حاصل ڪرڻ ٿي چاهي. تنهن ڪري لڳ ڀڳ سئو تنظيمن کي دعوت ناما جاري ڪيا ويا. جن ۾ ڳورا، ڪارا، هندستاني ۽ رنگدار سڀي نسلن جا ماڻهو شامل هئا. ڪين چيو ويو ته مارچ 1954ع جي رٿابندي ڪانفرنس ۾ پنهنجا نمائندا موڪلين، جيڪا ڊربن جي ويجهو ٽونگاٽ ۾ ٿيڻي هئي. ڪانفرنس ۾ هڪ ’نيشنل ايڪشن ڪونسل‘ ترتيب ڏني ويئي، جيڪا هينئين چئن تنظيم جي ٻن ٻن نمائندن تي مشتمل هئي. اهي تنظيمون آفريقي نيشنل ڪانگريس، ڏکڻ آفريقي انڊين ڪانگريس، ڏکڻ آفريقي رنگدار ماڻهن جي تنظيم (SASPO)، ۽ ڪانگريس آف ڊيموڪريٽس (COD)، جيڪا حڪومت مخالف ساڄي ڌر جي ڳورن ماڻهن جي نمائندا هئي.

’ڪانگريس آف ڊيموڪريٽس‘ جيتوڻيڪ هڪ ننڍي پارٽي هئي، پر انهي جا ميمبر عام طور تي جوهانسبرگ ۽ ڪيپ ٽائون جهڙن وڏن شهرن سان ئي واسطو رکندا هئا، پر اثر رسوخ جي حوالي سان اهو اهم گروهه هو. ان جا ڪيترائي ميمبر جهڙوڪ: مائيڪل هارميل، برام فشر ۽ برنسٽائن اسان جي نظرين جا زبردست حامي هئا. اهي آفريقي ڪانگريس ۽ انڊين ڪانگريس سان ويجها لاڳاپا رکندا هئا بالغ راءِ جي اظهار ۽ ڳورن ۽ ڪارن جي وچ ۾ برابري جا قائل هئا. ڊيموڪريٽس نمائندا اسان جي لاءِ ڳوري عوام تائين پنهنجو فڪر سڌو سنئون پهچائڻ جو سنو ذريعو بنجي ٿي سگهيا. تنهن ڪري انهن جي موجودگي ڏاڍي اهميت اختيار ڪري وئي ۽ ڪيترائي اهڙا ڪارا جيڪي فقط ڳورن جي مخالفت جي ڪري حصو وٺندا رهيا، اهو ڄاڻي حيران ٿي ويا ته ڳورن ۾ به اهڙا ماڻهو موجود آهن، جن جي دلين ۾ ڪارن جي لاءِ خير سگالي جو جذبو ملي ٿو ۽ جيڪي انهن کي سنڌن ئي جيان احترام لائق سمجهن ٿا.

نيشنل ايڪشن ڪونسل سيني تنظيمن ۽ عوام کان آزادي جي منشور جي لاءِ تجويزون گهرايون. سڄي ملڪ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ خط موڪليا ويا. سوال ڪجهه هن قسم جا هئا: ”اوهان ملڪ ۾ ڪهڙي قسم جو قانون چاهيون ٿا؟ ڏکڻ آفريقا جي انهن سيني ماڻهن جي لاءِ اوهان ڇا سوچيو آهي، جيڪي هن ملڪ ۾ زندگي گذاري رهيا آهن؟ هڪ امن پريو ملڪ قائم ڪرڻ جي لاءِ اوهان جي ڪهڙي سوچ آهي؟“ ننڍا اشتهار به تيار ڪرايا ويا، جن ۾ مستقبل جي رٿابندي شاعرانه انداز ۾ پيش ڪئي وئي هئي. جهڙوڪ ”اسين ڏکڻ آفريقا جي سيني رهاڪن کي پوءِ اهي ڪارا هجن يا ڳورا، اها دعوت ڏيون ٿا ته اچو اسين سڀ پاڻ ۾ گڏجي آزادي جي ڳالهه ڪريون. اچو سيني ماڻهن جون صدائون ٻڌون! آزادي جي لاءِ سيني جي مطالبي کي اڄا به سگهارو ڪريون. اچو سڀ پاڻ ۾ گڏجي آزادي جي عظيم منشور جي تياري ڪريون.“

عوام اسان جي دعوت تي دل کولي لبيڪ چيو. زندگي جي هر طبقي، ايتريقدر جو اسڪولن جي شاگردن کان به رٿون موصول ٿيون. ٻارن پنهنجي ڪاپين جا ورق ڦاڙي اسان کي خط لکي موڪليا. حيرت جي ڳالهه اها آهي ته عام ماڻهن جون رٿون، اڳواڻن جي رٿن کان ڪافي سٺيون هيون. سيني کان اهم رٽ هڪ فرد، هڪ ووٽ جي هئي. جڻ سيني مڃيو ٿي ته ڏکڻ آفريڪا انهن سيني جو وطن آهي، جيڪي منجهس رهي رهيا آهن. ڪانگريس جي مختلف شاخن، آزاديءَ جي منشور جا مسودا پيش ڪيا، جن کي مختلف ڪميٽين جي سامهون پيش ڪري انهن جي راءِ وٺڻ کان پوءِ آخري مسودو تيار ڪيو ويو. نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي ان جي نظرثاني ڪئي ۽ ان جي منظوري ڏئي ڇڏي.

26-25 جون 1955ع تي جوهانسبرگ کان ڪجهه پريرو گهڻ نسلي ماڻهن جي وسندي "ڪلپ ٽائون" ۾ 'ڪانگريس آف دي پيپل' جو اجلاس منعقد ٿيو، جنهن ۾ پوليس جي ديجارڻ ۽ ڌمڪين ڏيڻ جي باوجود به ٽن هزارن کان به وڌيڪ نمائندن شرڪت ڪئي. جيتوڻيڪ انهن جي گهڻائي جو واسطو ڪارن رهاڪن سان هو، پر ٽي سئو هندستاني، ٻه سئو رنگدار۽ هڪ سئو ڳورا ان اجلاس ۾ موجود هئا. آئون ۽ والٽر به جلسي گاهه ۾ موجود هئاسين، پر پابندي سبب اجلاس ۾ شريڪ نه ٿياسين ۽ هڪ ٿي ميڙ جي پويان وينا رهياسين. تعدادجي لحاظ کان شريڪ ٿيندڙن جو نظم ۽ ضبط مثالي هو. نوجوان عورتن، مرد ۽ پوڙها سڀ نيشنل ڪانگريس جي لباس ۾ هئا ۽ رضاڪار ڪين انهن جي لاءِ مخصوص ڪيل ڪرسين تي ويهاري رهيا هئا. چوڌاري "آزادي اسان جي زندگي ۾ ملندي." "آزادي جي جنگ زنده باد." جا بينر ٽنگيل هئا. اسٽيج مختلف نسلن ۽ مختلف رنگن جي ماڻهن جي موجودگي سبب اندلٺ جهڙو ڏيک ڏيئي رهيو هو. نمائندن جي پويان چئن ٻلين واري هڪ ڦيٿي جي تصوير لڳل هئي. جنهن اتحاد ۾ شامل چئني ئي تنظيمن جي نشاندهي ٿي ڪئي. جڏهن ته جلسي گاهه جي ٻاهر ڳوري پوليس ، آفريقي پوليس ۽ اسپيشل برانچ جا ميمبر تصويرون ڪڍي رهيا هئا. نوٽس وٺي رهيا هئا ۽ ماڻهن کي غضبناڪ نظرن سان ڏسي رهيا هئا.

اجلاس جو پهريون ڏينهن خير ۽ خوبي سان گذري ويو. بي شمار گيت ڳايا ويا ۽ تقريرون ڪيون ويون. ماني به اتي ئي کاڌي وئي. پوئين پهر آزادي جو منشور ، انگريزي، سي سوٽو ۽ زوسا زبان ۾ فقري وار ڪري پڙهي ٻڌايو ويو. هر سيڪشن کان پوءِ نمائندن جو ميڙ "آزادي" ۽ "آفريقا" جي اُپ ڦاڙ نعرن ۾ ان جي منظوري ڏيندو ويو ۽ ائين اهو پهريون ڏينهن وارو اجلاس ڪاميابي سان هم ڪنار ٿيو.

ٻي ڏينهن جي ڪارروائي جي شروعات به منظم طريقي سان ٿي. منشور جا سيئي فقرا، هڪ هڪ تي ڏاڍي جوش ۽ جذبي سان منظور ڪيا ويا ۽ ساڍي ٽين بجي جڏهن مسودي جي حتمي منظوري جو اعلان ٿيڻ وارو هو ته اوچتو اسٽين گڻ سان هٿياربند پوليس جو هڪ دستو ۽ اسپيشل برانچ جا جاسوس رومڙ ڪندا، دادا گيري سان اسٽيج تي چڙهي ويا. هڪ پوليس آفيسر مائيڪرو فون تي قبضو ڪري ورتو ۽ ولنديزي زبان ۾

سخت لهجي ۾ اعلان ڪيائين تہ ”هن ميڙ تي بغاوت جو شڪ آهي، ڪو بہ شخص، پوليس جي موڪل کان سواءِ هتان وڃڻ جي ڪوشش نہ ڪري.“ ان اسٽيج تي موجود سيني ماڻهن کي ڌڪا ڏيئي هيٺ لاٿو ويو. سيئي مسودا، دستاويز ۽ تصويرن پوليس ڪسي ورتيون. ايتريقدر جو ”شوري وارو گوشت“ ۽ ”بنا شوروي وارو گوشت“ جا سائن بورڊ بہ پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتائون. پوليس جي هڪ ٻي هٿياربند دستي، چئني طرفن کان جلسي گاهہ کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي لاٿو. جنهن تي اتي موجود ماڻهن پوري جوش ۽ خروش سان ”آفريقا زندهہ باد“ جا نعرا هڻي رهيا هئا.

ڪجهہ دير کان پوءِ پوليس ماڻهن کي هڪ هڪ ڪري وڃڻ جي موڪل ڏني. پر ٻاهر نڪرڻ مهل سيني عورتن ۽ مڙدن جي سختيءَ سان جهڙتي ورتي وئي ۽ سيني جا نالا لکي ورتا. پوليس جي ڇاپي مهل، آئون ميڙ جي پويان بيٺو اهو سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو هئس. دل ۾ آيم تہ پنهنجو پاڻ کي ظاهر ڪري ڇڏيا. پر سياسي حڪمت عملي جي تقاضا اها هئي تہ هڪدم اتان گم ٿي وڃان. ٻي صورت ۾ مون کي گرفتار ڪري جيل ۾ بند ڪيو ويندو. جوهانسبرگ ۾ ڪانگريس جو هڪ هنگامي اجلاس ڪوٺايو ويو. آئون هڪدم جلسي گاهہ مان ٻاهر نڪتس ۽ شهر پهچي ويس. اسين سمجهي وياسين تہ حڪومت ڪو سخت قدم کڻڻ جي تياري ڪري رهي آهي.

جيتوڻيڪ ’ڪانگريس آف دي پيپل‘ کي حڪومت جابرانہ حربن سان ختم ڪري ڇڏيو هو. پر ان ۾ منظور ٿيل منشور، آزادي جي تحريڪ جي لاءِ روشني جو مينار ثابت ٿيو. دنيا جي ڪيترن ئي جيئرن ۽ روشن دستاويزن جهڙوڪ آمريڪا جي اعلان آزادي، فرانسيسي حقن جو اعلان ۽ ڪميونسٽ پڌرنامي وانگر اسان جو آزادي جو منشور بہ عملي مقصدن ۽ شاعرائي لب ۽ لهجي جو خوبصورت نمونو هو. ان ۾ نسلي متڀيد جي خاتمي ۽ سيني ماڻهن کي برابري جا حق ڏيڻ جو زوردار مطالبو ڪيو ويو هو ۽ سيني آزادي پسند ماڻهن کي ”غير نسلي“ جمهوري ڏکڻ آفريقا جي بنياد وجهڻ جي لاءِ شرڪت جي دعوت ڏني وئي هئي. ان ۾ ملڪ جي سيني رهاڪن جي خواهشن ۽ امنگن جي جهلڪ پڌري هئي. اها تحرير اسان جي آزادي جي جنگ ۽ مستقل جي قومي مقصدن جي لاءِ بنيادي پٿر ثابت ٿي. ان جي شروعات ۾ چيو ويو هو:

”اسين ڏکڻ آفريقا جا رهواسي، پنهنجي ملڪ ۽ سڄي دنيا جي اطلاع جي لاءِ اعلان ڪريون ٿا تہ ڏکڻ آفريقا انهن سيني ماڻهن جو وطن آهي، جيڪي ان ۾ رهن ٿا، پوءِ اهي ڪارا هجن يا گورا.

۽ اهو بہ تہ: ڪابہ حڪومت ان وقت تائين صحيح معنيٰ ۾ اقتدار جي دعويدار ٿي نہ ٿي سگهي. جيستائين ان جو بنياد عوام جي خواهشن ۽ مرضي پٽاندڙ نہ رکيو ويو هجي.

۽ اهو بہ تہ: عوامي جي زمين، خودمختياري، امن ۽ سلامتي جي پيدائشي حقن کي هڪ اهڙي حڪومت غضب ڪري ويٺي آهي، جنهن جو بنياد ئي ظلم ۽ اڻ برابري تي رکيو ويو آهي.

۽ اهو به ته: اسان جو ملڪ تيستائين خوشحال ۽ آزاد قرار ڏئي نه ٿو سگهجي، جيستائين اسان جو عوام پائيچاري جي زندگي گذارڻ جي قابل نه ٿو ٿئي ۽ ڪين برابري وارا حق ۽ رعايتون حاصل نه هجن.

۽ اهو به ته: فقط عوامي خواهشن تي مشتمل هڪ جمهوري رياست ئي رنگ، نسل، جنس ۽ عقيدي جي فرق کان مٿاهين ٿي سيني ماڻهن کي پيدائشي حقن جي ضمانت ڏئي سگهي ٿي.

تنهن ڪري اسين، ڏکڻ افريقا جا رهاڪو ڪارا ۽ ڳورا پاڻ ۾ گڏجي "هم وطن" پاڻ ۾ پائر برابر هئڻ جي حيثيت سان هن آزادي جي منشور کي اپنائڻ جو اعلان ٿا ڪريون ۽ وعدو ٿا ڪريون ته هڪ جان ٿي پنهنجي جدوجهد پوري عزم ۽ ڦوت سان جاري رکنداسين. ايستائين. جيستائين اهو جمهوري انقلاب نه اچي وڃي. جنهن جي اڄ هتي نشاندهي ڪئي وئي آهي".

تنهن کان پوءِ آزاد جمهوري وطن جي بنيادي نقطن جو تفصيل بيان ڪيو ويو هو. اهم نقطا هي هئا "اقتدار عوام جو هوندو، سيني ماڻهن کي راءِ جو حق حاصل هوندو. سيئي قومي گروهه برابري جي حقن جا مالڪ هوندا. سيني جي زبان، ثقافت ، رسمن ۽ رواجن کي تحفظ حاصل هوندو. عدالتن ۽ اسڪولن ۾ سيني کي هڪ جهڙو درجو ملندو. معاشري ۾ ڪنهن به قسم جو فرق سزا جوڳو ڏوهه هوندو. سيئي امتيازي قانون ختم ڪيا ويندا. ملڪي دولت ۾ سڀ برابر جا شريڪ هوندا. صنعت و حرفت ۽ واپار عوامي مفاد ۾ استعمال ٿيندو. هر شخص کي پنهنجي لاءِ ڪو به ڌنڌو يا واپاري اختيار ڪرڻ جي مڪمل آزادي هوندي. زمين تي انهن ماڻهن جو حق هوندو، جيڪي انهن ۾ ڪم ڪن ٿا. بک ۽ ڏڪار جو خاتمو ڪيو ويندو."

نيشنل ڪانگريس جي ڪن ميمبرن ۽ خاص ڪري ڪميونسٽ مخالف ۽ سفيد فام مخالف ماڻهن انهي چارٽر جي ان آذار تي مخالفت ڪئي ته اهڙي طرح ذڪر ڪيل انهي گروهن کي ڪافي رعايتون ملي وينديون. جون 1956ع ۾ هڪ رسالي Liberation (آزادي) ۾ مون هڪ مضمون لکيو ۽ انهن جي خدشن جي ترديد ڪئي. منهنجو چوڻ هو ته انهي منشور ۾ ڌنڌي جي چونڊ ۽ نجي ملڪيت وغيره جهڙن معاملن تي ڪا به پابندي لاڳو نه ڪئي وئي آهي. اها ڪا اشتراڪي يا سرمائيدارانه لکت ڪونهي. پر جبر ۽ ڏاڍ جي خلاف عوام جي خواهشن تي ٻڌل هڪ دستاويز آهي. ڏکڻ آفريقا جو سڀ کان اهم مسئلو نسلي متڀيد جو آهي. جيڪو ظلم ۽ ڏاڍ جو روح آهي. تنهن ڪري ان جو فوري خاتمو ٿيڻ کپي.



سيپٽمبر 1955ع ۾ نظربندي جو عرصو ختم ٿيو ته مون ٽرانسڪي وڃڻ جو پروگرام جوڙيو. جتي مون پنهنجي خانداني معاملن جي سار سنڀال کان سواءِ پنهنجي ننڍپڻ جي ڳوناٺي ماحول ۾ وڃي، ڪليل فضا ۽ ويڪرين ماٿرين ۾ گهمڻ ڦرڻ ٿي چاهيو. سياسي

زندگي جي اڻ کٽ مصروفيت ۽ قانوني پيشي جي ڪري ڪيترن ئي عرصي کان "منڊيلا گهراڻي"، جي معاملن ڏانهن ڌيان ڏيئي نہ سگهيو هئس.

هاڻي منهنجي عمر ائيتاليهہ سال ٿي رهي هئي. آئون نيشنل ڪانگريس ۾ "هيوي ويٽ" ڳڻيو ويندو هئس. قيادت جي خواهش جي ابتڙ ڪجهہ ڏينهن شهر جي هڻ وٽ کان ٻاهر وڃي موڪل ملهائڻ ٿي چاهيم. روانگي کان اڳ واري رات جو ڪيترائي يار دوست موڪلائڻ جي لاءِ منهنجي گهر تي گڏ ٿيا. ڊوما ۽ والٽر بہ بخارسٽ مان يوٿ فيسٽيول مان واپس وريا هئا. ڊوما اسان کي روسي ۽ چيني گيت ٻڌائيندو رهيو. اڌ رات ڌاري منهنجي ننڍي ڌيءُ مڪازيوي ننڊ مان جاڳي پئي ۽ ضد ڪرڻ لڳي تہ هوءَ بہ مون سان گڏ هلندي. مون کيس ٿڦڪي ڏني. هنڌ تي سمهاري پيار ڪيومانس ۽ هو ٻيهر سمهي رهي تہ آئون پنهنجو سامان ٻڌڻ ۾ مصروف ٿي ويس. مڪازيوي جو ضد بہ صحيح هو. آئون ڪافي عرصي کان گهر وارن کي تمام گهٽ وقت ڏيئي رهيو هئس. مون کي پنهنجي غلطي جو احساس هو.

ان سفر ڪرڻ مان منهنجو هڪ مقصد حقيقتن کان آگاهي حاصل ڪرڻ بہ هو. شهري زندگي جي مصروفيتن، هڪ ڊگهي عرصي کان مون کي سڌو سنئون ڳوٺن جي باري ۾ معلومات کان محروم رکيو هو. آئون جيتوڻيڪ اخبارن پڙهڻ جو عادي آهيان. پر اخبارون حقيقتن جو نقط هڪ پرتوو هونديون آهن. جيتوڻيڪ ڪنهن حريت پسند جي لاءِ اخبارن جي وڏي اهميت هوندي آهي. انهن جي ذريعي صحافتي حلقن ۽ انهن جي پڙهندڙن جا تعصب ۽ احساس نمايان ٿي سامهون اچن ٿا. پر آئون فيلڊ ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن سان سڌو سنئون ڪچهري ڪرڻ جو خواهشمند هئس. اڌ رات ڌاري آئون ڊربن ويندڙ رستي تي سفر ڪري رهيو هئس. رستو خالي هو. فقط آسمان تي چمڪندڙ تارا ۽ ٽرانسوال جي ٿڌڙي هير مون سان گڏ سفر ۾ هئي. سڄي رات جاڳڻ جي باوجود بہ آئون پنهنجو پاڻ کي تازو توانو ۽ هلڪو ڦلڪو محسوس ڪري رهيو هئس. صبح جو سوير آئون نٽال جي علائقي ۾ پهچي ويس. هتي ڪڏهن آخري زولو بادشاهہ 'سيٽي وايو' جي حڪمراني هئي، جنهن 1879ع ۾ برطانوي فوج کي شڪست ڏني هئي. پر نيٺ هو برطانيا جي جديد گولي بارود جو مقابلو ڪري نہ سگهيو ۽ پنهنجي مملڪت تان دستبردار ٿي ويو. نٽال جي سرحد تي دريا اڪرندي ئي 'ماجوبا' جون ٽڪريون نظر آيون. سيٽي وايو جي شڪست کان پوءِ بہ سال پوءِ انهن لاهين چاڙهين تي مختصر بوئر ڪماندوز راتاهو هڻي برطانوي فوج کي شڪست ڏني هئي. 'ماجوبا' هلز جي هڪ تاريخي اهميت آهي. هتي ولنديزي نسل جي آفريقي رهاڪن ڏاڍي بهادري سان برطاني پرمارجي خلاف پنهنجي آزادي جو بچاءُ ڪيو هو. پر هاڻ انهن ئي آزادي جي متوالن جو اولاد منهنجي قوم جو قتل عام ڪري رهيون هو. جيتوڻيڪ سندن ابن ڏاڏن انهيءَ ئي مقصد خاطر پنهنجون جانيون قربان ڪيون هيون، جنهن جي خاطر هينئر اسين مهاڏو اٽڪايو بيٺا هئاسين. آئون ان يادگار ٻهاڙي علائقي مان لنگهندي سوچي رهيو هئس تہ تاريخ ڪيڏي نہ ستم ظريف آهي. ڪهڙي طرح

مظلوم ظالم بڻجي ٿو وڃي. ڇا ڪڏهن اهين به ٿيندو ته ڪنهن "ماجوبا هلز" تي ولنديزين ڪي منهنجي قوم جي هٿان فاش شڪست فاش ڪاٽي پوندي!.

سرڪاري سائوٿ آفريقي براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن جي خشڪ ۽ بيڪار نشريات کان بچڻ جي لاءِ آئون پنهنجي ڪار جي ريڊيو تان بنتو ميوزڪ مان لطف اندوز ٿيندو رهيس. ڏکڻ آفريقا جي ناميارن ڳائڻن ۽ مريم مڪيبا، ڊولي، ڊراٽي سوڪو ما ۽ مين هٽن برادرز جا وڻندڙ آواز فضا ۾ گيت وکيري رهيا هئا. جيتوڻيڪ آئون هر قسم جي ميوزڪ جو شوقين آهيان، پر سچي ڳالهه اها آهي ته پنهنجي گوشت پوشت ۽ رت جي ميلاپ مان نڪتل صدا سڌو وڃي دل تي ڌڪ ڌڪ ڪري ٿي. آفريقي موسيقي جي خوبي اها آهي ته ان جي هر صنف جوش ۽ جذبي کي اڀارڻ جو ڪم ڏي ٿي. انسان ڪيترو به غربت جو ماريل ڇو نه هجي. پڳل ٽٽل گهر ۾ ڇو نه رهندو هجي. نوڪري تان هٿ ڌوئي ويٺو هجي. پر آفريقي گيت ڪيس مايوس ٿيڻ نه ڏيندا. آفريقي موسيقي ماڻهن کي پراميد بڻائي رکيو آهي ۽ سياسي ميدان ۾ حرارت پيدا ڪندي رهندي آهي.

نٽال ۾ آئون ڪيترن ئي هنڌن تي ترسيس ۽ مقامي اڳواڻن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪيم. گروٽ وائل ۾، سچو ڏينهن گذاريو ۽ سردار لوٿولي سان ملاقات ڪيم. جيڪو اتي نظربندي جا ڏينهن ڪاٽي رهيو هو. پر ڪانگريس جي معاملن کان چڱي طرح واقف رهندو هو.

ڊربن ۾، منهنجي ملاقات ڊاڪٽر نيڪر ۽ نٽال انڊين ڪانگريس جي ٻين اڳواڻن سان ٿي، ڊاڪٽر نيڪر مون کان سينئر هو. هن جون سياسي خدمتون تمام گهڻيون هيون ۽ هن ڏاڍايون تڪليفون سٺيون هيون. اسان حڪومت جي لاڳو ڪيل پابندين ۽ ٻين سياسي معاملن خاص ڪري انڊين ڪانگريس جي ڪوشش تي ڳالهايو. ڊربن کان اڳتي منهنجو سفر سمنڊ سان گڏ ٿيو ۽ آئون 'پورٽ شيپسٽون' ۽ 'پورٽ سينٽ جان' جي خوبصورت وسندين مان لنگهيس، جيڪي هندي سمنڊ تي پنهنجي جڳ مڳائيندڙ ڪنڌين جي ڪري مشهور آهن. پر مون کي اتي اهو ڏسي بيحد ڏک ٿيو ته اتي جون هڙئي عمارتون ۽ رستا پرڏيهي ماڻهن جي نالن سان منسوب هئا. هتان کان آئون ملڪ جي اندرين علائقن ڏانهن مڙيس ۽ ڪانگريس جي خزانچي ڊاڪٽر نڪومون سان صلاح مشوري جي لاءِ "امزوم ڪولو" پهتس.

پوءِ ڏڙڪندڙ دل سان امٽاٽا روانو ٿيس ۽ جڏهن شهر جي شاهي رستي "يارڪروڊ" ۾ داخل ٿيس ته يادن جو هڪ بي پناهه هجوم منهنجي دل ۽ دماغ ۾ ڇانئجي ويو. آئون تيرهن سالن جي ڊگهي مدت کان پوءِ هتي آيو هئس. پنهنجي امڙ، پنهنجي معمولي گهر ۽ پنهنجي ننڍپڻ جي دوست کي ڏسڻ ۽ ساڻن ملڻ جي آس دل ۾ طوفان برپا ڪري رهي هئي. پر هتي منهنجي اچڻ جو هڪ ٻيو مقصد به هو. انهن ئي ڏينهن "ٽرانسڪي" جي "بنگها سسٽم" جي جاءِ تي "بنتواٿارٽيز ايڪٽ" لاڳو ٿي رهيو هو ۽ هڪ خصوصي ڪميٽي ان تبديلي کي تڪميل تائين پهچائڻ جي لاءِ پنهنجو اجلاس ڪوٺائي رهي هئي.

"بنگها" جو ڪردار ڏاڍو اهم هو. ان جي ميمبرن جو تعداد هڪ سئو اٺ هو. جنهن ۾ چوٿون حصو ڳورا ۽ باقي ڪارا شامل هئا. ان اداري جو ڪم علائقي جي آفريقي عوام بابت واسطيدار قانون جي باري ۾ حڪومت کي مشورو ڏيڻ هو. جيتوڻيڪ ان جا فيصلا مشاورتي درجي جا سمجهيا ويندا هئا ۽ ڳورن عملدارن کي انهن تي نظرثاني ڪرڻ جو حق حاصل هو. پر پوءِ به اهو چڱو خاص اثرائتو سياسي ادارو سمجهيو ويندو هو "بنتو اٿارٽيز ائڪٽ" ان ڪان گهٽ درجي جي شئي هئي. ان جو اصل مقصد آفريقي عوام کي وڌيڪ جبر ۽ ڏاڍ ۾ جڪڙڻ هو. ان جي ميمبرن جو تقرر، جاگيرداري نظام کي هٿي ڏيڻ جي لاءِ نسلي ۽ قبائلي سطح تي وراثت کي جاري ڪرڻ هو. دراصل، ايئن حڪومت جمهوري قدرن جي بنياد کي کوکلو ڪرڻ ۽ قبائلي تعصب کي اڀارڻ ٿي چاهيو. افريقي نيشنل ڪانگريس بنتو اٿارٽيز سسٽم کي حڪومتي اختيارن ۾ وڌيڪ واڌاري جو باعث سمجهندي، اڳ ۾ ئي رد ڪري چڪي هئي.

ان رات مون ٽرانسڪي جي ڪيترن ئي ڪونسلرن ۽ پنهنجي پارٽي 'ڪي ڊي متنزيما' سان ملاقات ڪئي، جنهن کي آئون ڊولي وونگا چئي سڏيندو هئس. هو بنتواٿارٽيز سسٽم جي حق ۾ هو. اهڙي طرح سندس قبائلي اختيارن ۾ ڪافي واڌارو ٿي ٿي ويو. اسين ٻئي ڌار ڌار رستن تي هلي رهياهئاسين. هو ڪلي عام حڪومت جو ساٿ ڏئي رهيو هو. رات مون هڪ بورڊنگ هائوس ۾ گذاري. آئون صبح جو سوير سجاڳ ٿيس ۽ ڪافي جي محفل ۾ ٻن مقامي سردارن سان نئين سسٽم ۾ سندن ڪردار تي ڳالهائي رهيو هئس ته بورڊنگ هائوس جو مالڪ هڪ ڳوري شخص کي پاڻ سان گڏ وٺي، منهنجي ڪمري ۾ داخل ٿيو.

"توهان نيلسن منڊيلا آهيو؟"هن پڇيو

"اوهان ڪير آهيو؟" مون سوال ڪيو.

ان ڳوري پنهنجونالو ۽ عهدو ٻڌايو. هو سيڪيورٽي پوليس جو سارجنٽ هو.

"ڇا اوهين مون کي وارنٽ ڏيکاري سگهو ٿا؟" منهنجو ٻيو سوال هو.

هن کي منهنجي ڳالهه خراب ضرور لڳي، پر سرڪاري ڪاغذ منهنجي سامهون رکي ڇڏيا. مون وراڻيو"ها! آئون نيلسن منڊيلا آهيان" هن ٻڌايو ته ڪمانڊنگ آفيسر مون سان ملڻ ٿو چاهي. مون وراڻيو" جيڪڏهن هو مون سان ملڻ جو خواهشمند آهي ته ڪيس منهنجي رهائشي ڏس پتي جي به خبر هوندي." پوءِ سارجنٽ مون کي پاڻ سان گڏ، پوليس اسٽيشن هلڻ جي چيو. مون پڇيو "ڇا اوهين مون کي گرفتار ڪري رهيا آهيو؟" هن جو جواب هو، "نه! اهڙي ڳالهه ڪونهي." "ته پوءِ آئون اوهان سان گڏ هلڻ جي لاءِ تيار ناهيان." مون صاف صاف چئي ڏنو. سارجنٽ کي خبر هئي ته آئون قانوني طور تي صحيح ڳالهه ڪري رهيو آهيان. پوءِ به هن سوالن جي ڌم لاهي ڏني. سندس آخري سوال هو"ڇا تو وٽ ٽرانسڪي ۾ داخل ٿيڻ جو موڪل نامو آهي؟" مون ڪيس ٻڌايو ته آئون ٽرانسڪي جو پيدائشي رهاڪو آهيان. مون کي اجازت نامي جي ضرورت ڪونهي ۽ اهو ٻڌي هو

ڪاوڙ ۾ تڙيندو واپس هليو ويو.

ٻئي سردار منهنجي ان رويي تي پريشان ٿي ويا ۽ مون کي تنبيهه ڪيائون. مون کين سمجهايو ته منهنجو سارجنٽ سان اهڙو ئي ورتاءُ هو، جهڙو هن جو مون سان هو. پر مٿن منهنجي ڳالهين جو ڪو به اثر نه ٿيو. هنن جو چوڻ هو ته آئون هڪ جوشيلو نوجوان آهيان ۽ پنهنجي لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪري رهيو آهيان. مون سوچيو ته مون هنن قبائلي سردارن کي پنهنجو هم خيال بنائڻ بدران ناراض ڪري ڇڏيو آهي. مون کي محسوس ٿيو ته پنهنجي ابائي شهر ۾ منهنجي شخصيت، تيرهن سال اڳ واري شخصيت کان قطعي طور تي مختلف آهي. ٽرانسڪي جي پوليس نئين زماني جي تقاضائن کان بي خبر هئي. هن ان علائقي ۾ منهنجي قيام جي دوران هر هنڌ منهنجو پيڇو ڪيو ۽ هر انهي شخص کان پڇاڳاڇا ڪندا رهيا، جنهن سان مون ملاقات ڪئي ۽ اها به ڌمڪي ڏنائون ته جيڪو شخص منڊيلا سان ملندو، ان کي گرفتار ڪيو ويندو، اتي منهنجي ڪانگريس جي هڪ اڏ عهديدار سان به ملاقات ٿي، پر مون جلد کان جلد ڪونو پهچڻ ٿي چاهيو. اهو ڳوٺ جتي منهنجي شروعاتي نشوونما ٿي جتي اڃا به منهنجي امڙ رهندي هئي.

۽ پوءِ آئون ڪونو وڃي پهتس. منهنجي امڙ مون کي ڏسي حيران ٿي وئي. سندس خوشي جي حد ڪانه هئي. پر هن نه مون کي ڇاتي سان لڳايو ۽ نه منهن چميو. اسان وٽ اهو رواج نه هو. مون هن جي لاءِ ڪجهه ڪائڻ پيئڻ جون شيون، ميوو، گوشت، کنڊ، لوڻ ۽ هڪ ڪڪڙ به ساڻ آندي هئي. امڙ منهنجي لاءِ چانهه ناهڻ جي لاءِ اسٽوو ٻاريو. جيتوڻيڪ ڳوٺ اچي آئون بيحد خوش ٿيو هئس، پر دل ئي دل ۾ امڙ کي ان غريبائي ماحول ۾ اڪيلو رهندو ڏسي، پنهنجو پاڻ کي ڏوهاري سمجهي رهيو هئس. مون کيس جوهانسبرگ هلڻ جي لاءِ زور ڀريو ته هلي اسان سان گڏ رهه، پر هن اهو چئي انڪار ڪيو ته کيس هن ڳوٺائي ماحول سان بي حدمحبت آهي ۽ هو اِهو ڇڏي ڪيڏانهن به نه ويندي. مون کي ڏاڍو تعجب ٿيو ۽ آئون اهو سوچيندو رهيس ته ڪو شخص پنهنجن مائٽن ۽ ڪڙم کي ڇڏي، ٻين جي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ جنگ آزمائي ۾ ڪيتري حد تائين حق بجانب قرار ڏئي سگهجي ٿو. ڇا پنهنجي پوڙهي ماءُ جي خدمت کان وڌيڪ ٻيو ڪو اهم ڪم دنيا ۾ ٿي سگهي ٿو؟ ڇا سياست ذاتي ذميدارين کان پاڻ آجا ڪرڻ جو هڪ بهانو آهي؟ پنهنجي فرضن کي صحيح طور ادا نه ڪرڻ ۾ اهو ڪهڙو معذرت جو انداز آهي؟.

آئون هڪ ڪلاڪ کن پنهنجي امڙ وٽ رهيس ۽ پوءِ رات گذارڻ جي لاءِ مڪيڪزويني روانو ٿي ويس. جڏهن اتي پهتس ته رات ٿي رهي هئي ۽ مون سوچڻ کان سواءِ گاڏي جو هارن زور زور سان وڄائڻ شروع ڪري ڏنو ته ان جو رد عمل ڇا ٿيندو. ماڻهو ڊپ سبب جهوپڙين مان ٻاهر نڪري آيا. هنن جو خيال هو ته پوليس وارا ڇيڪ ڪاهيندا پيا اچن. پر جيئن ئي هنن مون کي ڏٺو ۽ سڃاتو، خوشي ۽ جوش سان منهنجو آدر ڀاءُ ڪيو ويو.

اها رات مون هڪ ڀار جيان سڪون سان گذارڻ بدران پنهنجي بستري تي ليٽيو پاسا

پانت جي خيالن سان مهاڏو اتڪائيندو رهيس. مون سوچيو، ڇا آئون زندگي جي صحيح راهه تي هلي رهيو آهيان؟ ڇا سياسي جدوجهد، اخلاقي طور تي پنهنجي گهراڻي جي سار سنڀال کان وڌيڪ ڪا شئي آهي. پوءِ خيال آيم ته اها ڳالهه ڪونهي. دراصل اهي ٻئي ڌار ڌار شيون آهن.

ٻي ڏينهن صبح جو آئون ٻيهر قونو موٽي آيس ۽ سڄو ڏينهن ماڻهن سان ملڻ ۽ ٻنين ۾ گهمڻ ڦرڻ ۾ گذاريم. پنهنجي سڀ کان پياري ڀيڻ مابل سان به ملڻ ويس. مابل شادي شده هئي. هن جي شادي جو قصو به ڏاڍو دلچسپ آهي، اسان جي ڀيڻ بليوي، جيڪا مابل کان وڏي هئي. تنهن جو هڪ هنڌ رشتو طئي ٿي چڪو هو ۽ شادي جون تياريون ٿي رهيون رهيون. هن جو حق مهر به ادا ڪيو ويو هو. پر شادي کان ٻه هفتا اڳ بليوي، جيڪا نهايت چالاڪ هئي، گهر مان غائب ٿي وئي. هاڻي اسان مهر ۾ اينڊڙ وهٽ واپس ڪرڻ مناسب نه سمجهيا. اهي اسين اڳ ۾ ئي قبول ڪري چڪا هئاسين. تنهن ڪري خاندان وارن گڏجي فيصلو ڪيو ته بليوي جي جاءِ تي مابل کي پرڻايو وڃي ۽ مابل به پنهنجي رضامندي جو اظهار ڪري ڇڏيو.

ٽيهري جو آئون ٻيهر مڪيڪزويني جي لاءِ روانو ٿي ويس ۽ رات اتي پهتس. مون پنهنجي اچڻ جو اطلاع اڳ جيان زور زور سان هارون وڄائي ڏنو. ماڻهو جهوپڙين مان ٻاهر نڪري آيا. هنن سمجهيو ته سنڌن سردار جسٽس آيو هوندو. جسٽس کان حڪومت سرداري کسي ورتي هئي ۽ هو "ڊربن" ۾ رهندو هو. جيتوڻيڪ هن جي جاءِ تي حڪومت هڪ ٻيو چيف مقرر ڪيو هو. پر چيف، چيف ئي هوندو آهي. هو پيدائشي طور تي قبيلي جو سردار سمجهيو ويندو آهي ۽ اقتدار هن جي رت ۾ شامل هوندو آهي. بهرحال مون کي ڏسي به ڏاڍو خوش ٿيا. جيڪڏهن جسٽس اچي وڃي ها ته هو اجا به وڌيڪ خوش ٿين ها.

منهنجي ٻي امڙ، آنجهاني ريجنٽ جي زال، گهري تنڊ جا مزا وٺي رهي هئي. جڏهن آئون محل ۾ گهڙيس ته هو ڪمري مان ٻاهر نڪتي ۽ خوشي مان چڻ ته ڇرڪي ٿي پئي. هن ڪپڙا به نه بدلايا ۽ مون کي چيو ته هڪدم ڪيس مائٽن وٽي هل، جبڪي ٿورو پريان ڳوٺ ۾ رهندا هئا. جيئن تنهنجي اچڻ جي خوشي جو جشن ملهائي سگهجي. تنهن ڪري اسين هيٺ مٿاهين ڪچن پڪن رستن تان تيزي سان ڪار هلائيندا بيگم جي مائٽن وٽ پهتاسين. کين جاڳايوسين ۽ سڄي رات جشن جو سمو هو. اينڊڙ پندرهن ڏينهن مون قونو ۽ مڪيڪزويني جي وچ ۾ ايندي ويندي گذاريا. هڪ ڏينهن پنهنجي والده وٽ رهندو هئس ۽ هڪ ڏينهن ريجنٽ جي بيگم وٽ. ان دوران ڪيترن ئي يارن دوستن ۽ مٽن مائٽن سان ملاقاتن جو سلسلو جاري رهيو. اهي ڏاڍي مزي جا ڏينهن هئا. اتي آئون اهي ئي ڪاڏا ڪائيندا هئس، جيڪي ننڍپڻ ۾ ڪائيا هئا. اهي ئي ٻنيون هيون، اتي آسمان، چنڊ ۽ تارا اهي ئي هئا. جن مان آئون رات ۽ ڏينهن لطف اندوز ٿيندو هئس.

آزادي جي جدوجهد ۾ مصروف ڪنهن به ڪارڪن جي لاءِ ضروري آهي ته هو پنهنجي بنياد سان گهرا رابطه رکي. شهر جي هڻ وٽ ته انسان کي ماضي کان ڪٽي ٿي

ڇڏي. ڳوٺ جي ان سفر مون کي سگهه بخشي ۽ پنهنجي پيدائشي واري هنڌ جي لاءِ مون پنهنجي جذبن ۽ احساسن ۾ تازگي محسوس ڪئي. آئون هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي ماءُ جي گهر سنڌس ننڍو پٽ ٻنجي آيو هئس ۽ گريٽ پئلس ۾ رينجنٽ جي ڇانوَ ۾ پنهنجو پاڻ کي محفوظ تصور ڪري رهيو هئس. هي سفر هڪ لحاظ کان ان فاصلي ماپڻ جو ذريعو بڻيو، جيڪو آئون گذريل ڪيترن ئي سالن ۾ طئي ڪري آيو هئس. منهنجي ڳوٺ جا ماڻهو اتي جو اُتي بيٺا هئا، جڏهن تہ آئون ڪيترن ئي نون احوالن مان گذري چڪو هئس ۽ نئين فڪر ۽ نظرين کان واقف ٿي چڪو هئس. مون محسوس ڪيو تہ فورٽ هيري مان واپس ٽرانسڪي نہ اچي مون صحيح قدم کنيو. جيڪڏهن آئون واپس وران ها تہ منهنجي سموري سياسي واڌ ويجهہ بيهي رهي ها.

’بنتو اٿارٽيز ائڪٽ‘ بابت اسپيشل ڪميٽي جو اجلاس ختم ٿيڻ کان پوءِ، مون ڊولي وونگا ۽ سنڌس پاءُ سباتا سان ملاقات ڪئي. جيڪو علالت سبب اسپتال داخل هو. ڊولي وونگا کي مستقبل ۾ ٽرانسڪي جي سياست ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻو هو. تنهن ڪري مون سائنس سنجيدگي سان ڪچهري ڪرڻ ٿي چاهي. اسان ٻئي قماتا ۽ وياسين ۽ سنڌس ننڍي ڀاءُ جارج سان بہ ملاقات ڪئي سين، جيڪو وڪالت جي ڌنڌي سان واڳيل هو. قماتا ۾ ٻين بہ ڪيترن ئي نوجوان آفريقي وڪيلن سان ملڻ جو موقعو مليو، جيڪي آزادي جي تحريڪ ۾ ڪم ڪندا هئا.

ڊولي وونگا (منهنجو ڀائيٽو) خانداني معاملن جي سلسلي ۾ بلڪ سياسي ميدان ۾ بہ مون کي، پاڻ کان جونيئر سمجهندو هو. پر حقيقت ھيءَ هئي تہ ٿمبو قبيلي جي سرداري جي سلسلي ۾ هو واقعي مون کان اڳتي هو. پر ملڪي سياست ۾ سنڌس تمام گهٽ درجو هو. سنڌس انداز فڪر قبائلي هو، جڏهن تہ منهنجو قومي سطح جو هو. اسين سڄي رات ڪچهري ڪندا رهياسين. منهنجو نقطہ نظر هي هو تہ مجوزه قانون جي ذريعي، حڪومت اسان کي ننڍن ننڍن قبائلي گروهن ۾ ورهائڻ ٿي چاهي. ڊولي وونگا جو چوڻ هو تہ آزادي جو هو بہ خواهشمند آهي، پر هو سڀ کان پهرين ٿمبو قبيلي جي ان شاهي حيثيت جي بحالي ٿو چاهي، جنهن کي انگريز حڪومت ختم ڪري ڇڏيو هو.

اسين ڪنهن سهمت راءِ تي پهچي نہ سگهياسين ۽ پنهنجي پنهنجي نظريي تي اٽل رهياسين. پر اها ملڪي سياست جي ڳالهہ هئي، خانداني معاملن ۾ اسين ٻئي گهرا دوست هئاسين. آئون قونو موٽي آيس ۽ اتي وڏيڪ ڪجهہ ڏينهن ٽڪيس. جابلو رستن تي ڊوڙندو ۽ پنهنجن پراڻين سنگتين، سائين ۽ مٽن مائٽن سان ميل ملاقاتون ڪرڻ ۾ مصروف رهيس. پوءِ هڪ ڏينهن ٽيهري جو مون پنهنجي امڙ ۽ ڀيڻ کان موڪلايو. اسپتال ۾ سباتا سان ملاقات ڪيم ۽ صبح جو ٽين بجي واپس ڪيپ ٽائون روانو ٿي ويس. چنڊ جي روشني ۽ صبح جي ٿڌڙي هير دريا ”ڪي آئي“ جي ڪناري سان منهنجي همسفر رهي. ان ساحلي رستي تان ارڙهن سال اڳ هيلڊ ٽائون ويندي منهنجو لنگهڻ ٿيو هو.

ان سفر ۾ هڪ دلچسپ واقعو پيش آيو. آئون هلڪي رفتار سان ڪار هلائي رهيو

هئس تہ رستي جي موڙ وٽ هڪ شخص بيٺل ڏٺم. هن هٿ جي اشاري سان مون کي بيهڻ جي درخواست ڪئي. مون ڪار روڪي ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ ويهاريم. هو منهنجي عمر جو لڳو پيو. هن جي ظاهري حالت سٺي نہ هئي. هن ٻڌايو تہ سندس ڪار امٽاٽا جي ويجهو خراب ٿي پئي ۽ هاڻ هو ڪيٽرن ئي ڏينهن کان پورٽ ايلزبيٿ وڃڻ جي لاءِ پنڌ سفر ڪري رهيو آهي. هن جون ڳالهيون اڌوگابريون هيون. مون سندس ڪار بابت پڇي تہ هن ٻڌايو تہ بيوڪ ڪار آهي. مون ڪار جو رجسٽريشن نمبر پڇيو. هن هڪ نمبر بہ ٻڌايو پر سندس ڳالهيون بي ربط هيون. تنهن ڪري مون کي شڪ ٿي پيو. مون ڪجهہ گهڙين کان پوءِ پڇيو "تو ڪار جو نمبر ڪهڙو ٻڌايو هو؟" هن پيري هن کو بيو نمبر ٻڌايو. آئون سمجهي ويس تہ هو ڪو پوليس وارو آهي. تنهن ڪري مون وڌيڪ ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ خاموش ٿي ويس. پر هن منهنجي خاموشي کي نظرانداز ڪري ڇڏيو ۽ پورٽ ايلزبيٿ تائين پاڻمرادو ڳالهائيندو رهيو. بهرحال ڪيس علائقي جي تاريخ کان سٺي واقفيت هئي ۽ هن ڪيٽرن ئي عجيب ۽ غريب ڳالهين جو انڪشاف ڪيو ۽ آئون غور سان هن جون ڳالهيون ٻڌندو رهيس، پر ان سڄي سفر جي دوران نہ هن منهنجو نالو پڇيو ۽ نہ ئي وري مون پنهنجو تعارف ڪرايو.

آئون ڪجهہ دير ايسٽ لنڊن ۾ ترسيس ۽ نيشنل ڪانگريس جي ڪارڪنن سان ملاقات ڪيم. شهر ۾ ڪجهہ بين ماڻهن سان بہ ڳالهہ ٻولهہ ٿي، جن مان هن جي باري ۾ مون کي شڪ پيو تہ هو سادن ڪپڙن ۾ پوليس جو ماڻهو آهي. هيستائين منهنجي همسفر کي منهنجي سڃاڻپ ٿي چڪي هئي. تنهن ڪري اسين ڪار ۾ ويٺاسين تہ هن مون کي مخاطب ٿيندي چيو "منڊيلا! توکي خبر آهي جيڪو آخري ماڻهو توسان مليو، اهو پوليس مين هو." منهنجو شڪ پختو ٿي ويو ۽ مون چيو "ڏس! ڇا تون پاڻ پوليس جو ماڻهو ناهين هاڻي توکي پنهنجو مڪمل تعارف ڪرائڻو پوندو. نہ تہ آئون توکي هينئر ئي گاڏي مان لاهي ڇڏيندس." هن احتجاج ڪيو ۽ چوڻ لڳو "آئون پنهنجو مڪمل تعارف ڪرائي تو ڇڏيان." پوءِ هن ٻڌايو تہ در حقيقت هو هڪ اسمگلر هو ۽ پوندو ليند جي ساحل تان منشيات ڪٺي بي آيو تہ پوليس جي ور چڙهي ويو. پر ڪار مان ٻاهر نڪري هو اٿي ڀڳو ۽ پوليس گولي هلائي، جنهن سان هن جي هڪ ٽنگ زخمي ٿي پئي آهي ۽ هو منڊڪائي هلي ٿو. هينئر بہ پوليس سندس ڳولا ۾ آهي ۽ تنهن ڪري هن مون کان لفٽ ورتي هئي. مون پڇيو "تو ايڏو خطرناڪ پيشو ڇو اختيار ڪيو آهي؟" هن پنهنجون حالتون تفصيل سان بيان ڪيون ۽ ٻڌايو تہ هن دراصل استاد بنجڻ ٿي چاهيو، پر سندس مائٽ بي حد غريب هئا ۽ ڪاليج جا خرچ برداشت ڪري نہ ٿي سگهيا. اسڪول جي تعليم کان پوءِ هن هڪ فئڪٽري ۾ نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي. پر پگهار ايترو تہ گهٽ هئس، جو سندس پنهنجو گذران بہ ڏکيو ٿيندو هئس. تنهن ڪري ڪجهہ وقت هو "حشيش" اسمگل ڪرڻ ۾ گذارڻ لڳو ۽ اهو "ڌنڌو" ايترو تہ فائديمند ثابت ٿيو، جو هن جلد ئي فئڪٽري جي نوڪري ڇڏي ڏني. هن چيو "جيڪڏهن آئون ڪنهن بي ملڪ ۾ هجان ها تہ پنهنجي قابليت جي آڌار تي مون

کي سنا موقعا ملي ٿي سگهيا. مون ڪيترن ئي ڳورن چوڪرن کي ڏٺو آهي جيڪي قابليت ۾ مون کان بہ گهٽ آهن. پر پنجاهہ سيڪڙو مون کان وڌيڪ ڪمائي رهيا آهن.“ پوءِ هو خاموش ٿي ويو. ڪجهہ دير کان پوءِ چوڻ لڳو ”آئون نيشنل ڪانگريس جو ميمبر بہ آهيان. 1952ع جي مزاحمتي تحريڪ ۾ حصو وٺي چڪو آهيان ۽ پورٽ ايلزبيٿ ۾ سياسي خدمتون بہ سرانجام ڏيندو رهيو آهيان.“ مون هن کان ڪيترن ئي شخصيتن جي باري ۾ پڇيو، هن سيني کي سڃاتو ٿي. پورٽ ايلزبيٿ جي ڪيترن ئي ماڻهن سندس ڳالهين جي تائيد ڪئي. هو جيل ويندڙ ڪيترن ئي ساٿين جو پروسي جوڳو ساٿي رهي چڪو هو.

مون سوچيو، ڪجهہ بہ هجي، اسين ڪنهن بہ شخص کي روڪي نہ ٿا سگهون. آزادي جي تحريڪ جا دروازا سيني جي لاءِ کليل آهن. جيڪو چاهي ان ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. وڪالت جي ڏنڌي دوران مون کي ان قسم جي ڪيترن ئي نوجوانن سان واسطو پوندو رهندو هو. سيني جو داستان هڪ جهڙو هو. ڪيترا ئي ذهين ۽ قابل نوجوان ماني ڳيي جي لاءِ مجبوري جي حالت ۾ ڌوهاري بنجي ويا هئا. مون کي خبر آهي تہ ڪجهہ ماڻهو فطري طور تي ڌوهاري پيشہ هوندا آهن يا سندن تربيت غلط ماحول ۾ ٿيندي آهي، پر منهنجو ايمان آهي تہ نسلي متڀيد ڪيترن ئي امن پسند ۽ قانون پسند شهرين کي ڌوهاري بنائي ڇڏيو هو. ان حقيقت کي رد ڪري نہ ٿو سگهجي تہ ان ناانصافي ۽ غير اخلاقي نظام حڪومت، بذات خود سٺن اصولن ۽ ضابطن جي توهين جو باعث ٿو بنجي.

سچ لهڻ مهل ڏاري اسين پورٽ ايلزبيٿ پهتاسين، جتي مون ڪيترن ئي يارن دوستن، سياسي ڪارڪنن ۽ اڳواڻن سان ملاقات ڪئي. جن ۾ نيو ايج جو ايڊيٽر ”گوون مبيڪي“ بہ شامل هو. آئون ٽرانسڪي بابت سندس تصنيف جو مطالعو ڪري چڪو هئس. پورٽ ايلزبيٿ ۾ هڪ ڏينهن ترسڻ کان پوءِ آئون ”ڪيپ ٽائون“ روانو ٿيس. هن کان اڳ مون ان روڊ تي ڪڏهن بہ سفر نہ ڪيو هو. آئون اڪيلو هئس، فقط ڪار جو ريڊيو منهنجو هم سفر هو. اڳيا ڪافي پري پري تائين انسان کي بي خود ڪندڙ منظر وکريا پيا هئا. موسم گرم هئي ۽ رستي جي ٻنهي طرفن ساوڪ ئي ساوڪ نيڻن کي فرحت بخشي رهي هئي. آئون اڃان شهر کان گهڻو پري نہ ويو هئس تہ منهنجي ڪار رستي تي سرندڙ هڪ وڏي نانگ کي چيپي ڇڏيو. آئون وهمي ڪونہ آهيان ۽ بدسوڻ تي منهنجو اعتماد ڪونهي. پر نانگ جي موت تي مون کي ڪا بہ خوشي نہ ٿي. آئون پنهنجي سياءَ ۾ ڪنهن جاندار جي قتل کي پسند ناهيان ڪندو، پوءِ ڀلي اهو جاندار انسان جي لاءِ ڪيترو بہ خطرناڪ چو نہ هجي. آئون جيئن ئي ”هومنز ڊارپ“ کان اڳيان وڌيس، گهاٽو جهنگ شروع ٿي ويو. هتي مون زندگي ۾ پهريون ڀيرو جنگهلي هاٿي ۽ بن مانس ڏٺا. اوچتو هڪ بن مانس منهنجي ڪار جي اڳيان لنگهي ويو. مون ڪار روڪي ڇڏي. هو رستي جي هڪ طرف ويهي مون کي ائين گهورڻ لڳو. ڄڻ آئون ڳجهي پوليس جو ماڻهو هئس. عجيب کل جهڙي ڳالهہ هئي. آئون آفريقي رهاڪو هئڻ جي باوجود بہ باوصف ڄڻ قصن، ڪهاڻين جي آفريقا کي پهريون

پيرو ڏسي رهيو هئس. مون سوچيو، ڪيترو نہ خوبصورت ملڪ آهي، پر اسان جي پهچ کان ٻاهر. ڳورن جو ان تي قبضو آهي ۽ ڪارو انسان ان کي ڇهي بہ نہ ٿو سگهي. ڇا پارليامينٽ جون چونڊبون وڙهڻ کان هن خوبصورت علائقي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ وڌيڪ بهتر نہ ٿيندي.

آزادي جي جنگ ۾ رذل انسان ڪٿي بہ هجي، پر باغيانہ خيال سائس گڏ هلندا آهن. جڏهن آئون پورٽ ايلزبيٿ کان هڪ سئو ميل اولهہ ۾ "ڪنائسنا" شهر جي ويجهو پهتس تہ هڪ ٽڪري جي ڪناري تي بيهي رهيس. جتان کان شهر جو طائرانہ جائزو وٺي ٿي سگهجيو. مون ڏٺو تہ دور تائين بي ترتيب گهاٽا ٻيلا پکڙيل آهن. آئون جائزو وٺي رهيو هئس تہ هتي گوريلا فوج ڪيٽن تي لڪي سگهي ۽ ان جي سٺي تربيت ڪري ٿي سگهجي. اڌ رات ڌاري آئون ڪيپ ٽائون پهتس، جتي آئون ٻن هفتن تائين ٽڪيس. منهنجي رهائش تہ ميٿوڊسٽ چرچ جي ريونڊ والٽر ٽيڪا وٽ هئي. پر آئون گهڻو تڻو وقت آفريقن نيشنل ڪانگريس جي چيئرمين نگوي ويلا ۽ مرڪزي ڪميٽي جي ميمبر نگوتيسانہ سان گڏ گذاريندو هئس. اهي ٻئي اشتراڪي هئا ۽ ويزلين چرچ جا اهم ميمبر هئا. آئون هر روز آسپاس جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي، مقامي سياسي ڪارڪنن سان ڪچهريون ڪندو هئس. ٽرانسوال ۾ آئون آچر جي ڏينهن بہ ڪم ڪرڻ جو عادي هئس. تنهن ڪري دوستن کان پڇيم تہ آچر تي منهنجي لاءِ ڪهڙو پروگرام جوڙيو اٿوَ. مون کي ٻڌايو ويو تہ آچر فقط ديول وڃڻ جي لاءِ مخصوص آهي. ان تي مون احتجاج ڪيو، پر منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي وئي. گهڻ ۾ گهڻ آفريقا جي سطح تي اشتراڪيت ۽ عيسائيت کي هڪ ٻئي کان ڌار نٿو ڪري سگهجي.

هڪ ڏينهن شهر ۾ وڙڪندي مون هڪ اڇي چمڙي واري نوجوان عورت کي ناليءَ ۾ مڇي جا ڪنڊا ڇهاڙيندي ڏٺو. پنهنجي ظاهري حالت ۾ غريب ۽ بي گهر نظر اچي رهي هئي. حقيقت هيءَ آهي تہ آفريقا ۾ غريب ڳورا ڪڏهن ڪڏهن ڏسڻ ۾ ايندا هئا. رستن ۽ گهٽين ۾ آفريقي پينو تہ آئون ڏسڻ جو عادي هئس، پر هڪ اڇي چمڙي واري پينو عورت ڏسي آئون ڇرڪي پيس. ڏکڻ آفريقا ۾ غريب ۽ ڪارو هئڻ معمول جي ڳالهہ ڪئي ۽ ڳورو هئڻ هڪ الميو هو. منهنجو من پرجي آيو ۽ مون چاهيو تہ اڳيان وڌي هن جي ڪجهہ مالي مدد ڪريان!

هاڻي آئون ڪيپ ٽائون کي الوداع چوڻ وارو هئس. تنهن ڪري هفتيوار"نيو ايج" جي آفيس ۾ پراڻن دوستن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ۽ سندن ايڊيٽوريل پاليسي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جي لاءِ ويس. اها اخبار آفريقن ڪانگريس جي حامي هئي. اڃان آئون ڏاڪڻيون چڙهي رهيو هئس تہ مون کي اندران آفيس مان رڙين ۽ هل بکيڙي ۽ فرنيچر کي اٿلائڻ پٿلائڻ جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. آئون اخبار جي مئنيجر فريد ڪارنيسن جو آواز سڃاڻندو هئس. سيڪيورٽي پوليس وارن جي وڏي سڏ ڳالهائڻ جا آواز بہ اچي رهيا هئا. هو آفيس جي جهڙتي وٺي رهيا هئا. آئون هڪدم موٽي آيس ۽ پوءِ معلوم ٿيو تہ عين انهي وقت سڄي

ڏکڻ آفريڪا ۾ پوليس سياسي اڳواڻن جي گهر ۽ آفيسن تي ڇاپا هنيا هئا. هنن وٽ ماڻهن کي غداري ۽ بغاوت جي الزام ۾ گرفتار ڪرڻ ۽ واسطيدار دستاويز ضبط ڪرڻ جا احڪام موجود هئا. پنج سئو کان به وڌيڪ سياستدانن جي تلاشي ورتي وئي. جوهانسبرگ ۾ منهنجي آفيس کان سواءِ ڊاڪٽر موروڪا، فادر هڊلسنٽن ۽ پروفيسر ميٿيوز جي رهائشگاهن جي به جهڙتي ورتي وئي.

اسين سمجهي وياسين ته حڪومتي تشدد جي شروعات ٿي چڪي آهي ۽ نيون پابنديون لاڳو ڪيون وينديون. ريورينڊ ٿيڪا ۽ سندس زال جي رهائشگاهه تي ڪيترن ئي دوستن سان گڏجي اسان پنهنجي ساٿين جي خيريت جي دعا ڪئي ۽ صبح جو ٽين بجي آئون ڪيپ ٽائون روانو ٿي ويس. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ آئون ڪيمبرلي ويندڙ رستي تي پنهنجي ڪار ڊوڙائي رهيو هئس. هي اهو ئي هنڌ هو جتي ڪاٺين مان گذريل صدي ۾ ڏکڻ آفريڪا جي هيرن جي واپار جي شروعات ٿي هئي.

ڪيمبرولي ۾، ڊاڪٽر آرٿرلي ٿيلي جي گهر منهنجو مختصر قيام ٿيو، جيڪو پوءِ ڪانگريس جو خزانچي مقرر ڪيو ويو. آرٿر ان علائقي جو مشهور حڪيم ۽ سياسي ڪارڪن هو. مزاحمتي تحريڪ ۾ هو جيل به وڃي چڪو هو. جوهانسبرگ جهڙن وڏن شهرن ۾ جتي هزارين حمايتي موجود هجن، اتي اهڙين خطرناڪ ڪاروائين ۾ حصو وٺڻ سولو هوندو آهي. پر ڪيمبرلي جهڙن ننڍن هنڌن تي، جتي نه آزاد اخبار هجي، نه پوليس کان ڇوٽڪارو ڏياريندڙ ڪا عدالت، اتي سياستم ملوث ٿيڻ وڏي دل گُردي ۽ همت جي ڳالهه آهي ۽ اهو ڪم ڊاڪٽر آرٿر جهڙا بهادر ۽ مضبوط اعصابن جا ماڻهو ئي ڪري سگهن ٿا. ان ئي شهر ۾ مزاحتمي تحريڪ جي دوران، مقامي مئجسٽريٽ ڪانگريس جي هڪ اهم رڪن کي ڪوڙن جي سزا ٻڌائي هئي.

مون کي زڪام ٿي رهيو، ڊاڪٽر آرٿر دوا ڏيئي سڄي رات آرام سان هنڌ تي سمهاري ڇڏيو. ٻي ڏينهن هن پنهنجي ئي گهر ۾ اي اين سي جي ڪارڪنن جي هڪ ميڙ کي منهنجي خطاب جو بندوبست ڪيو. ٻي ڏينهن صبح جو پنيرڪي مهل آئون جوهانسبرگ جي لاءِ روانو ٿيڻ جو خواهشمند هئس، پر ڊاڪٽر ۽ سندس گهر واريءَ زور پريو ته ناشتو ڪري پوءِ وڃان. مون کي سندن ڳالهه مڃڻي پئي. جوهانسبرگ جو سفر خيريت سان گذريو ۽ رات جي ماني کان اڳ آئون گهر پهچي ويس. جتي ٻارن مون کي ڏسي گهڻو گوڙ ۽ هل هنگامو ڪيو ۽ گرمجوشي سان منهنجو آدر ڀاءُ ڪيو. هر ڪو پنهنجي لاءِ ڪنهن نه ڪنهن سوکڙي جو اميدوار هو. مون سيني جي لاءِ "ڪيپ ٽائون" مان سوکڙيون پاکڙيون خريد ڪيون هيون، جيڪي سندن حوالي ڪيم. سيني جي وچ ۾ ويهي ڪجھ دير تائين پنهجي سفر جي باري ۾ سندن سوالن جا جواب ڏيندو رهيس. جيتوڻيڪ آئون صحيح معنيٰ ۾ موڪلون ملهائي واپس نه موٽيو هئس، پر ان سفر جا منهنجي طبعيت تي ڏاڍا خوشگوار اثر پيا. آئون محسوس ڪري رهيو هئس ته ڄڻ واپس کان جوان ٿي رهيو آهيان. هاڻي آئون ٻيهر ويڙهاند جي لاءِ تيار هئس. سفر تان واپسيءَ تي مون "ڪانگريس جي

ورڪنگ ڪميٽي" جي سامهون پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي. ڪميٽي جي ميمبرن اهو ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ ملڪ جي انهن علائقن ۾ سياسي حالتون ڪيئن آهن. مون ڪين ٻڌايو تہ آئون ڪا سٺي خبر ڪٽي نہ آيو آهيان. ٽرانسڪي ۾ ڪانگريس جي تنظيم ڪمزور هئي ۽ پوليس ڪنهن بہ مهل انهن جي سياسي سرگرمين کي بي حرڪت ڪري ٿي سگهي.

مون ان سلسلي ۾ هڪ متبادل رستو پيش ڪيو. جيتوڻيڪ مون کي خدشو هو تہ ان کي پسند جي نظر سان نہ ڏٺو ويندو. منهنجي راءِ، هئي تہ اسان کي 'بنتو اٿارٽيز اسڪيم' ۾ شرڪت تي آمادگي جو اظهار ڪرڻ کپي. جيڪا عوامي رابطي جو هڪ اهم وسيلو بنجي سگهي ٿي ۽ اسان کي پنهنجي پاليسي ۽ نظرين پيش ڪرڻ جو هڪ پليٽ فارم ملي ويندو. پر نسلي فرق تي ٻڌل ان اسڪيم جي باري ۾ منهنجي راءِ جي سخت مخالفت ڪئي وئي. آئون پاڻ بہ ان جو مخالف هئس. پر منهنجو خيال هو تہ ڪجهہ ماڻهو قرباني جي جذبي تحت، جيڪڏهن حڪومت جي ان مجوزه تنظيم ۾ شامل ٿيڻ جي لاءِ تيار ٿا نظر اچن تہ پوءِ چو نہ اسين بہ ڪين پنهنجي وسيع خيمي ۾ ويهڻ جي دعوت ڏيون. ان زماني ۾ بنتو ايريا جي سماجي ۽ اقتصادي ترقي جي لاءِ قائم ڪيل ڪميشن جي رپورٽ بہ منظر عام تي اچي وئي هئي ۽ قومي سطح تي بحث ۽ مباحثو شروع ٿيو. ان ڪميشن، بنتو علائقن يا بنتوستان جي ترقي جي هڪ اسڪيم پيش ڪئي. جنهن جو نيٺ بہ نتيجو هي نڪري ها تہ هڪ عظيم نسلي امتياز جو منصوبو پڌرو ٿئي ها. دراصل بنتوستان جو نظريو مقاني معاملن جي وزير ڊاڪٽر ورورڊ جي تخليق هو، جيڪو بظاهر نسلي امتياز جي سلسلي ۾ بين الاقوامي تنقيد کان بچڻ جي هڪ اسڪيم هئي. پر حقيقت ۾ نسلي متييد کي قانوني شڪل ۾ منظم ڪرڻ جي هڪ سازش هئي. هڪ نہ پر ڪيترائي بنتوستان علائقا قائم ٿيڻا هئا. ڪين مخصوص علائقن جي نالن سان بہ سڏيو ويو. اهي علائقا مختلف آفريقي رهاڪن جي لاءِ ڌار وطن يا گهيريل علائقا هجن ها. ورورڊ جو چوڻ هو تہ آفريقي انهن علائقن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهن ۽ جيئن چاهين پنهنجي ترقي جون راهون سوچين، پر حقيقت ڇا هئي، انهن گهيريل علائقن ۾ ٽيهہ لک گورا، ستاسي سيڪڙو زمين جا مالڪ هجن ها. جڏهن تہ اسي لک آفريقن جي حصي ۾ باقي بچيل تيرهين سيڪڙو ايراضي اچي ها ۽ ان قدم کي قانوني تحفظ حاصل ٿي وڃي ها.

ان رپورٽ جو مرڪزي نقطو هي هو تہ ڪارن ۽ گورن جي گڏ ٿيڻ جي نظريي جي برخلاف، سندن ڌار ڌار ترقياتي اسڪيمن جو اجراءَ ڪيو وڃي. ان مقصد جي لاءِ ڪميشن نهايت چالاڪي سان "تسليم ٿيل تاريخي حقن" جي روشني ۾ اهم نسلي قبيلن جي آفريقي علائقن جي گڏ ٿيڻ جو تصور پيش ڪيو. پر ڪيترن ئي ڌار ڌار بنتوستان جو قيام هڪ مزاحيہ ڊرامي کان وڌيڪ حقيقت نہ رکي ٿي رکي. ان هوم لينڊ اسڪيم جي نتيجي ۾ آفريقي اڪثريتي علائقن کي ڪيترن ئي ننڍن ننڍن يونٽن ۾ ورهائڻون هو. جهڙوڪ: ٽرانسڪي جا ٽي جاگرافيائي علائقا ناهيا وڃن ها. ڪسڪي کي سترنهن حصن ۾ ورهايو وڃي ها ۽ ڪوازلو جا اوڻيهہ بلاڪ بنجي وڃن ها.

نيشنلسٽ حڪومت عوامي زندگي جي تڪي آري سان چيرڻ جي راند ڪيڏي رهي هئي. ٽرانسڪي ۽ ٻين آفريقي علائقن جي ڳورن جي انڊسٽري جي لاءِ سستي ليبر جي حصول ۾ سولائي پيدا ڪرڻ جي اسڪيم عمل ۾ آڻڻ ٿي چاهي. اهڙي طرح هن آفريقي وچين طبقي کي ڪانگريس ۽ آزادي جي جنگ کان پري رکڻ ٿي چاهيو. نيشنل ڪانگريس ڪن مفيد تجويزن جي باوجود به ان رپورٽ جي مذمت ڪئي. جڏهن ته حڪومت عمومي طور تي رپورٽ جي منظوري ڏئي ڇڏي. پر وڌيڪ ترقي پسند تجويزن کي رد ڪري ڇڏيو. ڳورن ۽ ڪارن علائقن جي ڌار ڌار ترقي جو نظريو هڪ فريب هو ۽ مسئلي جي نبيري جي ڪا يقيني صورت خود ڳورن کي به معلوم نه هئي.

حڪومتي پاليسي جي ڪري عوام ۾ هڪ گهري نراسائي جو احساس اُڀري رهيو هو. چوڌاري اونداهه ڇانئجي رهي هئي ۽ اسين مستقل جو سوچي رهيا هئاسين. فيبروري 1956ع ۾ آئون، والٽر سان گڏ هڪ ڀيرو ٻيهر ٽرانسڪي واپس آيس. آئون امٽاٽا ۾ هڪ زمين جو ٽڪرو وٺڻ جو خواهشمند هئس. منهنجو سدائين اهو نظريو رهيو آهي ته انسان جو پنهنجي جنم ڀومي جي ويجهو هڪ پنهنجو گهر ضرور هئڻ کپي. جتي هو ڪڏهن ڪڏهن آرام سان رهي، بي فڪر ٿي ڪجهه ڏينهن گذاري سگهي. ٻهرين اسين ڊربن وياسين ۽ نٽال انڊين ڪانگريس جي چڱن مڙسن سان ملاقات ڪئي سين ۽ سياسي جدوجهد کي وڌيڪ حرڪت ۾ آڻڻ جي باري ۾ صلاح مصلحت ڪئيسين.

اسپيشل برانچ پوليس هر هنڌ اسان جي پويان لڳي وتندي هئي. پوءِ اسين امٽاٽا هلياوياسين ۽ "سي ڪي سڪوي" کي ان خريد ڪيل زمين جو ملهه ادا ڪيوسين. "سڪوي" هڪ مشهور شخص ۽ مقامي ڪونسل جو رڪن رهي چڪو هو. امٽاٽا ۾ رهائش جي دوران هن اسان کي هڪ اهڙو واقعو ٻڌايو جنهن سان اسان کي "بنٽو اٿارٽيز ائڪٽ" تي آفريقن جي بنيادي اعتراض جي باري ۾ ڪافي مفيد معلومات حاصل ٿي. هن اسان کي ٻڌايو ته گذريل هفتي واري ڏينهن سباٽا جي "گريٽ پئلس" ۾ سرڪاري عملدار ۽ قبائلي سردارن جي وچ ۾ بنتوستان اسڪيم جي لاڳو ڪرڻ تي هڪ ميڙ ۾ چڱو خاصو هنگامو ٿي چڪو آهي. ڪيترن ئي سردارن حڪومت جي پاليسي تي سخت تنقيد ڪئي ۽ مئجسٽريٽ کي پنهنجي اعتراضن جو نشانو بنايو. جنهن جي نتيجي ۾ اجلاس "عدم اعتماد" جي ماحول ۾ ختم ٿيو.

مارچ 1956ع ۾ ڪيترن ئي مهينن جي آزادي کان پوءِ ٽيون ڀيرو منهنجي چرپر تي پابندي جا حڪم جاري ڪيا ويا. پنجن سالن جي لاءِ منهنجي جوهانسبرگ کان ٻاهر نڪرڻ تي پابندي هڻي وئي ۽ ميڙن ۾ منهنجي حاضري تي بندش وڌي وئي. ان جو مطلب اهو هو ته ايندڙ سٺ مهينن جي لاءِ آئون فقط هڪ ضلع جي حدن اندر قيد رهندس. فقط ان جي گهٽين ۽ رستن تائين منهنجو اچڻ وڃڻ ٿيندو. آئون فقط ان جي افق ۽ شفق تائين نظر ڊوڙائي سگهندس ۽ جوهانسبرگ کان ٻاهر جي دنيا تائين، منهنجي رسائي اخبارن يا ماڻهن جي زباني ڳالهين تائين محدود ٿي رهجي ويندي.

هن پيري منهنجو نقطہ نظر بدلجي چڪو هو. هن ڪان اڳ مون سيني حڪومتي قاعدن ۽ قانون جي پابندي ڪئي هئي. پر هن پيري حقارت جي نظر سان انهن کي رد ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتم. هاڻي آئون سياسي جدوجهد ۽ قومي مشغلن ۾ پنهنجي شرڪت جو فيصلو ڪرڻ جو اختيار دشمن جي هٿ ۾ ڏيڻ جي لاءِ تيار نہ هئس، جنهن جي خلاف آئون وڙهي رهيو هئس. پنهنجي ڪارڪردگي جي جواز جو اختيار پنهنجي مدمقابل کي ڏيڻ جو مطلب هي هوندو تہ آئون هڪ هارايل انسان آهيان، مون فيصلو ڪري ورتو تہ آئون پاڻ ئي پنهنجو جيلر بنجڻ جو روادار نہ ٿيندس.

ان دوران "اورلينڊو ڪميونٽي سينٽر" جي باڪسنگ ڪلب ۾، جتي آئون گهڻو ڪري شام جو سکيا جي لاءِ ويندو هئس. رانديگرن جي وچ ۾ سخت اختلاف پيدا ٿي پيا، جن کي دور ڪرائڻ جي لاءِ مون کي ٿياڪڙ جو ڪردار ادا ڪرڻو پيو. اهي اختلاف ايترا تہ شديد هئا جو جهيڙي جهٽي جو بہ امڪان هو، آئون ان ڪلب ۾ 1950ع کان وڃڻ شروع ٿيو هئس. پوءِ پنهنجي پٽ ٿيمبي کي بہ باڪسنگ ۾ شرڪت جي لاءِ پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هئس. ان وقت ٿيمبي جي عمر ڏهہ سال هئي. ان ڪلب جي ميمبرن ۾ ڏکڻ آفريقا جا ڪي ناليرا باڪسر بہ هئا، جن قومي سطح تي باڪسنگ ۾ وڏو نالو ڪڍيو. جيتوڻيڪ ڪلب غريباڻي قسم جو هو ۽ منجهس سامان جي بہ سخت کوٽ هئي، تنهن جي باوجود بہ ايرڪ نيس لي ۽ فريڊڪ نگيدي جهڙا چيمپئن هن ئي ڪلب تخليق ڪيا. باڪسنگ سان منهنجي دلچسپي فورٽ هيري واري زماني کان هئي، پر آئون باقاعده باڪسر جوهانسبرگ ۾ اچي بنيس. جيتوڻيڪ ان ۾ آئون ڪا امتيازي حيثيت حاصل ڪري نہ سگهيس، پر باڪسنگ ۾ منهنجي دلچسپي جو سبب ان جو تشدد وارو ورتاءُ نہ پر ان جا منظم اصول هئا. ان ۾ منهنجي ذوق ۽ شوق جو پهلو هي هو تہ ڪيئن نہ هڪ شخص پنهنجي بچاءُ جي لاءِ پاسو ٿو بدلائي. مدمقابل تي حملي آور ٿيڻ کان پوءِ پويان ٿو هٽي. کهڙي نہ تيزي سان جسم کي متحرڪ ٿو رکي. باڪسنگ، برابري ۽ مساوات جو نالو آهي. آکاڙي ۾ درجو، عمر، رنگ، نسل ۽ دولت اڻ واسطيدار شئي بنجيو وڃي. جڏهن اوهين پنهنجي مدمقابل جي چوڌاري چڪر هڻي رهيا هوندا تہ اوهان ان جي چمڙي جي رنگ يا سماجي رتبي جي باري ۾ نہ پيا سوچيندا آهيون، بلڪہ ان جي طاقتور ۽ ڪمزور پهلوءَ کي ڳولهي رهيا هوندا آهيون. سياست جي ميدان ۾ اچڻ کان پوءِ مون باڪسنگ جي آکاڙي ۾ ڪا بہ لڙائي نہ لڙي. فقط سکيا جي لاءِ ڪلب ويندو هئس ۽ اهڙي طرح پنهنجو پاڻ کي ذهني ۽ جسماني طور تي چست محسوس ڪندو هئس ۽ ٻي ڏينهن وڌيڪ طاقت ۽ تازگي سان سجاڳ ٿيندو هئس ۽ پاڻ کي نئين سر جنگ جي لاءِ تيار پائيندو هئس.

آئون هفتي ۾ چار ڏينهن ڪلب ويندو هئس. آنيس مان سڌو گهر وڃي ٿيمبي کي پاڻ سان وٺي، ڪيمونٽي سينٽر پهچي ويندو هئس. هڪ ڏيڍ ڪلاڪ جي باڪسنگ کان پوءِ ٻين رانديڻ ۾ مصروف ٿي ويندو هئس. ڪلب ۾ ان رياضت مان اسان کي قيادت،

پيش قدمي ۽ پاڻ پروسي جو سبق مليو. ٿيمبي بہ سيني راندين ۾ دلچسپي وٺندو هو. هو منهنجي چريڙ کي تنقيدي نظر سان ڏسندو هو. سستي جو مظاهرو ڪندو هئس تہ هو منهنجي غيرت کي للڪاريندو هو. ڪلب ۾ سڀ رانديگر مون کي احترام طور "چيف" چئي سڏيندا هئا. گهڻو بي تڪليف ٿيندا هئا تہ "برادر" چئي سڏيندا هئا. ٿيمبي کي منهنجو ڪلب ۾ بيڪار ويهڻ پسند نہ ايندو هو. اهڙن موقعن تي هو زور سان چوندو هو. "مسٽر منڊيلا! اوهين اسان جو وقت چو پيا وڃايو. جيڪڏهن اوهين راند ۾ حصو وٺي نہ ٿا سگهون تہ پوءِ گهر وڃي عورتن سان ڇو نہ ٿا ويهي رهو." سڀ ماڻهو هن جي ڳالهين مان لطف اندوز ٿيندا هئا ۽ آئون خوش ٿيندو هئس تہ منهنجو پڻ خود اعتماد ٿيندو پيو وڃي.

ڪلب جي ميمبرن ۾ اختلاف ختم ٿي نہ سگهيا ۽ هو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. مون ٽونشي باڙن جو ساٿ ڏنو ۽ اسين ڪجهہ وقت جي لاءِ پوليس جيمنيزيم ۾ پريڪٽس ڪندا رهياسين.. حيرت ٿي ٿئي! آزادي جا ڪوڏيا ۽ پوليس جيمنيزيم. اڳتي هلي اينگليڪن چرچ وارن اورلينڊو ايسٽ ۾ هڪ سٺي جاءِ اسان کي مسواڙ تي ڏني ۽ اسان اتي "سائمن ٿها بلابلا" جي قيادت ۾ پنهنجا مشغلا جاري رکيا. سائمن اهو ئي شخص آهي، جيڪو مستقبل ۾، هڪ مشهور زير زمين، آزادي جي مجاهد جي روپ ۾ مشهور ٿيو. هتي بہ اسان کي سهوليتن جي کوٽ جو احساس ٿيندو رهيو. آفريقي باڪسرن کي بہ سدائين پنهنجي ٻين هم وطن رانديگرن ۽ فنڪارن جيان سدائين ٻٽي تڪليف، غربت ۽ نسلي متڀيد کي منهن ڏيڻو پيو آهي. ڪين پنهنجي ئي وطن ۾ ڳورن ڪلبن جي مقابلي ۾ گهٽ سهوليتون ميسر رهيون آهن. ڪارن باڪسرن کي ڪل وقتي رانديگر هئڻ جي باوجود بہ گهٽ پگهار ڏنو ويندو هو ۽ سٺن رانديگرن کي ملندڙ رعايتن کان نابري واري ويندي هئي. جنهن جي نتيجي ۾ سندن ڪارڪردگي متاثر ٿيندي هئي. انهن تڪليفن جي باوجود بہ ڪيترن ئي آفريقي باڪسرن زبردست ڪاميابيون حاصل ڪيون. انهن ۾ علي جاهہ موڪونجي، ڪنگيرو مائوتو، يوي ميدي، نڪوسنا ۽ نارمن مشهور فاتح آهن. جڏهن تہ اسان جي عظيم هيرو جيڪ ٽولي، برٽش ايمپائر ٽائٽل حاصل ڪيو. هو هڪ مثالي رانديگر هو. جيڪڏهن بهترين موقعا ميسر اچن ها تہ اسان جا ٻيا بہ ڪيترائي نوجوان راند جي ميدان ۾ ڪامياب ۽ ڪامران ٿي ٻي سگهيا. ●

## باب پنجون

# بغاوت

5 ڊسمبر 1956ع تي صبح جو سوير منهنجي گهر جو دروازو ڪنهن زور زور سان ڪڙڪايو. ڪو پاڙيسري يا دوست ايئن ڪري نه ٿي سگهيو. آئون سمجهي ويس ته اهي سيڪيورٽي پوليس وارا هوندا. آفيسر روسيو ۽ پوليس جا ٻه سپاهي موجود ڏٺم. هنن مون کي گهر جي جهڙتي جا وارنٽ ڏيکاريا ۽ اندر گهڙي آيا. ايتري ۾ ٻارڙا ٻه جاڳي چڪا هئا. مون کين پرسڪون رهڻ جي تلقين ڪئي. پوليس وارن سڄو گهر هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو ۽ هر هنڌ جي جهڙتي ورتي وئي. هنن جي خواهش هئي ته کين ڪي شڪي ڪاغذ يا دستاويز هٿ چڙهن، پر ناڪام رهيا. پنجيتاليهن منٽن جي جهڙتي کان پوءِ روسيو چيو: "منڊيلا! اسان وٽ تنهنجي گرفتاري جو حڪم نامو آهي. تون اسان سان گڏ هل." مون حڪم نامو ڏٺو ۽ "بغاوت" جو لفظ ٽپ ڏيئي منهنجي سامهون اُڀري آيو.

آئون سائن گڏ ٻاهر نڪري آيس ۽ ڪار ۾ ويهي رهيس. انسان پلي ڪهڙي ٻه اعليٰ آدرش جي لاءِ گرفتاري ڇو نه پيو ڪيو وڃي، بهرحال پنهنجي ٻارڙن جي موجودگي ۾ اهو ڪو وڻندڙ عمل نه هوندو آهي. منهنجا ٻارڙا عجيب نظرن سان ڳوري پوليس طرف ڏسي رهيا هئا ته هو ڪنهن سبب ٻڌائڻ کان سواءِ سندن پيءُ کي گرفتار ڪيو پيا وڃن.

روسيو ڪار هلائي رهيو هو ۽ آئون بنا هٿڪڙي جي سائس گڏ اڳين سيٽ تي ويٺو هئس. وٽس شهر ۾ منهنجي آفيس جي جهڙتي جا ٻه وارنٽ هئا. رستي ۾ هن سپاهين کي لاهي ڇڏيو ۽ هاڻ اسين ٻئي شهر طرف وڃي رهيا هئاسين، منهنجي رهائشگاهه ۽ شهر جي وچ ۾ هڪ غير آباد علائقو هو. جڏهن اسين ان علائقي مان لنگهي رهيا هئاسين ته مون روسيو کي ياد ڏياريو ته آئون هٿڪڙي کان سواءِ ويٺو آهيان. تنهن ڪري کيس محتاط رهڻ کپي. مون چيو "ڏس! جيڪڏهن هن وقت آئون توکي قابو ۾ ڪري وڃان ته پوءِ!؟"

روسيو بي چين ٿي ويو، هن ورائيو "منڊيلا! تون باهه سان کيڏي رهيو آهين."

"باهه سان کيڏڻ منهنجو مستقل مشغلو آهي." مون جواب ڏنو.

"جيڪڏهن تنهنجو اهو ئي رويو رهيو ته مون کي، توکي هٿڪڙي لڳائي پوندي." هن حاڪمانه انداز ۾ چيو.

"۽ جيڪڏهن آئون هٿڪڙي پائڻ کان نابري واريان ته؟". مون هڪدم ورائيو.

اهڙي طرح ڪافي دير تائين سوال ۽ جواب ٿيندا رهيا ۽ اسين جڏهن پوليس اسٽيشن جي ويجهو آبادي واري علائقي ۾ پهتاسين ته روسيو مون کي مخاطب ٿي چيو "منڊيلا! مون

توسان بيحد رعايت ڪئي آهي، اميد اٿم ته تون به شريفاڻون ورتاءُ ڪندين. باقي مون کي تنهنجو اهو مذاق بلڪل پسند ڪونهي.“ پوليس ٽاڻي تي هڪ بيو آفيسر به اسان سان اچي ويٺو اسين شهر جي وچ ۾ پهچي وياسين. هتي به هنن مني ڪلاڪ تائين جهڙتي ورتي ۽ پوءِ مون کي ڳاڙهين سرن مان ٺهيل جوهانسبرگ جيل ۾ پهچايو ويو. جتي آئون مزاحمتي تحريڪ جي دوران 1952ع ۾ ڪجهه راتيون گذاري چڪو هئس. ڪجهه ساٿي اڳ ۾ ئي اتي موجود هئا ۽ ڪن ٻين کي ايندڙ ڪجهه ڪلاڪن ۾ آڻيندا رهيا. انهن سيني کي مون جيان صبح جو سوير گرفتار ڪيو ويو هو. حڪومت ان اوچتي حملي جي ڪافي عرصي کان رٿابندي ڪري رهي هئي. هڪ دوست ”اسٽار“ اخبار جو شام وارو ايڊيشن لڪ چوري پاڻ سان گڏ کڻي آيو هو. جنهن منجهان معلوم ٿيو ته پوليس جو اهو ڇاپو ملڪ گير هو ۽ ڪانگريس الائنس جي مڙني اڳواڻن کي بغاوت ۽ حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو ويو هو. سردار لوٿولي، مونيتي نيڪر، ريجي سيپٽمبر، ليليئن نگوييي، پائيٽ بيليويلڊ وغيره کي ملڪ جي مختلف حصن مان گرفتار ڪري فوجي جهازن وسيلي جوهانسبرگ پهچايو ويو هو، جتي مٿن ڪيس داخل ڪرڻون هو. ان ڏينهن صبح جو هڪ سئو چوٽيتاليهه سياسي شخصيتن جي گرفتاري عمل ۾ آندي وئي. ٻي ڏينهن اسان کي عدالت ۾ پيش ڪيو ويو ۽ اسان تي فرد جرم عائد ڪئي وئي. هڪ هفتي کان پوءِ والٽر سيسولو ۽ ٻين ٻارهن ڄڻن جي گرفتاري عمل ۾ آئي ۽ اهڙي طرح ڏوهارين جو تعداد هڪ سئو ڇاونجاهه تائين وڃي پهتو. انهن ۾ سيني گروهن جا ناميارا اڳواڻ شامل هئا. هڪ سئو پنج آفريقي، ايڪيهه هندستاني، ٽيويهه ڳورا ۽ ست رنگدار باشندا هئا. عملي طور تي آفريقي نيشنل ڪانگريس جي سڄي قيادت گرفتار ٿي چڪي هئي. گويا، حڪومت پنهنجو آخري وار شروع ڪري چڪي هئي.

جلد ئي اسان کي هڪ ڪاري رنگ جي محل نما جيل ۾ منتقل ڪيو ويو. جيڪو جوهانسبرگ جي وچ ۾ هڪ ٽڪري تي قلعي جي نالي سان مشهور هو. اندر گهڙندي ئي اسان کي هڪ وڏي احاطي ۾ نيو ويو، جتي جسم تان سڀ ڪپڙا لاهڻ ۽ پٽ سان قطار ۾ بيهڻ جو حڪم ڏنو ويو. اهڙي نموني هڪ ڪلاڪ کان به وڌيڪ عرصي تائين اسان کي ايئن بيهاريو ويو. اسين سڀ سيءُ ۾ ڏڪي رهيا هئاسين ۽ ڏاڍي پريشان ڪندڙ صورتحال سان دوچار هئاسين. پروفيسر، ڊاڪٽر، وڪيل، واپاري، وچين ۽ وڏي عمر جا ماڻهو جيڪي عام زندگي ۾ ڏاڍا محترم ۽ معزز سمجهيا ويندا هئا. هڙئي ان ناموزون حالت ۾ بيٺا هئا. مون پنهنجي ڪاهي ۽ ساڄي پاسي نظر نظر ڊوڙائي ته سخت ڪاوڙ ۾ هئڻ جي باوجود به پنهنجي کل روڪي نه سگهيس. زندگي ۾ پهريون ڀيرو اهو ڀاڪو مون کي صحيح سمجهه ۾ آيو، ”لباس انسان کي انسان بنائي ٿو“ جيڪڏهن ليڊر بنجڻ جي لاءِ نازڪ جسم ۽ سٺي باڊي جو هئڻ ضروري آهي ته پوءِ اسان مان تمام گهٽ ان معيار تي پورا ٿي لٿا.

نيٺ هڪ ڳورو ڊاڪٽر ظاهر ٿيو ۽ هن اسان کان پڇيو ته اسان مان ڪو بيمار ته

ڪونهي، ڪنهن به، ڪنهن به مرض جي شڪايت نه ڪئي. اسان کي حڪم ڏنو ويو ته ڪپڙا پايو ۽ پوءِ ٻن وڏن ڪوٺڙين ۾ نيو ويو، جن جو فرش سمينيٽ سان ٺهيل هو. پر فرنيچر جو نالو نشان به نه هو. انهن ڪوٺڙين کي تازو رنگ ڪيو ويو هو، جنهن جي بوءِ اڃا سوڌي محسوس ٿي رهي هئي. اسان مان هر هڪ کي ٽي سنها ڪمبل ۽ گاهه جو ٺهيل هڪ تڏو ڏنو ويو، هر ڪوٺي ۾ هڪ بنا پردي جي ڪاڪوس هو. چيو وڃي ٿو ته ڪو شخص، ڪنهن به قوم کان صحيح طور تي متعارف ٿي نه ٿو سگهي، جيستائين ان جي قيد خاني ۾ وڃي اتي جو ماحول نه ڏسي. ڪنهن به قوم جي باري ۾ تيستائين صحيح راءِ قائم ڪرڻ نه کپي ته هن جو وڏن ماڻهن سان ڪهڙو رويو آهي. بلڪه اهو ڏسڻ کپي، ته گهٽ درجي جي عوام سان هن جو سلوڪ ڪهڙو آهي. ڏکڻ آفريڪا ۾، آفريڪي قيدي سان جانورن جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو.

قلعي ۾ اسان جو ٻن هفتن کان به وڌيڪ قيام رهيو ۽ ڏکين حالتن جي باوجود به اسان جا حوصلا بلند رهيا. اسان کي اخبار پڙهڻ جي اجازت هئي. اهو معلوم ڪري مطمئن ٿيندا هئاسين ته اسان جي گرفتاري جي سڄي ملڪ ۾ مذمت ڪئي پئي وڃي. احتجاجي جلسا ۽ جلوس ڪڍيا پيا وڃن. جن ۾ عوام "اسين اڳواڻن سان گڏ آهيون" وارا نعرن جا بينر کڻندو هو. سڄي دنيا ۾ اسان جي قيد تي احتجاج ڪيو پئي ويو.

اسان جي ڪوٺي ڏورانهن هنڌن تان آندل حريت پسندن جي لاءِ هڪ "ميڙ گاهه" ثابت ٿي. اسان مان گهڻا ٿڌا سخت پابنديءَ ۾ زندگي گذاري رهيا هئا ۽ اسان جو پاڻ ۾ ملڻ جلڻ ناممڪن بڻايو ويو هو. هاڻي اسان جي دشمن خود اسان کي هڪ ڇت جي هيٺ گڏ ڪري ڇڏيو هو ۽ اهو هنڌ ڪانگريس جي اتحادين جو هڪ غير پابند وڏو جلسي گاهه بڻجي ويو هو. نوجوانن کي پنهنجي جهونن اڳواڻن سان ملاقات ۽ ڪچهري ڪرڻ جو هڪ سٺو موقعو نصيب ٿيو. جن کي هن اڳ ۾ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. نٽال وارا، ٽرانسوال سان ڪُليءَ دل سان ڪچهري ڪندا هئا. ٻن هفتن تائين اسان دل کولي بحث ۽ مباحثو ڪيو ۽ هڪ ٻئي جي تجربن مان مستفيد ٿياسين. اسان سڄي ڏينهن جي مصروفتين جو پروگرام ٺاهيو هو. جسماني ورزش ڪندا هئاسين. ڪيترا ساٿي ليڪچر ڏيندا هئا. ڊيبي سنگهه آفريڪي انڊين ڪانگريس جي تاريخ تي روشني وجهندو هو. جيمبر ڪلاٽا موسيقي جون خوبصورت ڌنون ڇيڙيندو هو، پروفيسر ميٿيوز آفريڪي نيشنل ڪانگريس ۽ آمريڪي نيگروز جي باري ۾ مفيد معلومات ڏيندو هو. ووزائيل ميني، جنهن کي پوءِ "سياسي ڏوهه" ۾ ڦاسي جي سزا ڏني وئي هئي. آزادي جا گيت ڳائيندو هو ۽ اسين سڀ سندس آواز سان پنهنجو آواز ملائي "شيدي اچي ويا آهن، شيدين کان ڊڄو!" گيت آلاپيندا هئاسين ۽ پنهنجن جذبن کي سجاڳ رکندا هئاسين. هڪ ڏينهن نٽال ڪانگريس جي صوبائي سيڪريٽري ينگوا، افسانوي ويڙهاڪ زولو بادشاهه شاڪا جي شان ۾ هڪ نظم ٻڌايو ۽ هٿ ۾ هڪ اخبار جهلي، جڻ فضا ۾ تلوار لهرائي رهيو هجي، قبائلي انداز جو ناچ شروع ڪيو، هن جو آواز ۽ ناچ جو انداز ايتريقدر ته پرجوش هو جو سڀ ويٺل، جن مان ڪن

زولو زبان سمجهي ٿي ۽ ڪن نہ ٿي سمجهي، ساڻس گڏ ناچ ۾ شريڪ ٿي ويا. زهوسا يا زولو، هندستاني يا آفريقي، ڪاپي ڊر يا ساجي ٽر وارا، مذهبي يا سياسي اڳواڻ، نهايت جوش ۽ جذبي سان وطن جي محبت ۾ سرشار ٿي نچي رهيا هئا. سيني جي تاريخ، ثقافت ملڪ ۽ قوم هڪ هئي . اسين سڀ متحد هئاسين، ۽ پنهنجو پاڻ کي بيحد سگهارو محسوس ڪري رهيا هئاسين. ٻن هفتن کان پوءِ 19 ڊسمبر تي اسان کي "جوهانسبرگ" جي ڊرل هال ۾ شروعاتي جانچ جي لاءِ نيو ويو. اها هڪ فوجي عمارت هئي ۽ عدالتي ڪارروائي جي لاءِ استعمال ۾ نہ ايندي هئي. پر ان وقت ڏوهارين جي ايڏي وڏي تعداد جي لاءِ شايد ان کان وڌيڪ ٻي ڪا مناسب جاءِ موجودنہ هئي. اسان کي پوليس جي بند گاڏين، جن سان گڏ هٿياربند فوجي هلي رهيا هئا، ان هال ۾ پهچايو ويو. حڪومت جي احتياطي تدبيرن مان ايئن ٿي لڳو جڻ گهرو ويڙهہ شروع ٿي چڪي هجي. ٽوسٽ اسٽريٽ ۾ اسان جي حامين جو ايڏو تہ وڏو تعداد موجود هو، جو ٽريفڪ بند ٿي چڪي هئي. هو تاڙيون وڄائي رهيا هئا ۽ قومي گيت ڳائي رهيا هئا. جڏهن تہ پوليس جي گاڏين جي اندران، اسان بہ اهڙن ئي جذبن جو جواب ڏنو. سياسي گناهگارن جو اهو قافلو، هڪ فاتحانہ جلوس نظر پي آيو، جيڪو نهايت هوريان هوريان اڳيان وڌي رهيو هو. گاڏين کي ڊرل هال جي پويان اهڙي طرح بيهاريو ويو، جو اسين انهن مان لهي، سڌو هال ۾ گهڙي وڃون، جنهن کي بندوق بردار پوليس ۽ فوج پنهنجي گهيري ۾ وٺي ورتو هو.

هال جي اندر بہ اسان جي حامين جو هڪ وڏو تعداد موجود هو ۽ اهو هنڌ هڪ سنجيده عدالت جي بدران ڪنهن احتجاجي اجلاس جو منظر پيش ڪري رهيو هو. اسان پنهنجا هٿ مٿي ڪنيا ۽ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي انداز ۾ سيلوٽ ڪندي "نان وهائٽ اونلي" ۾ ويٺل پنهنجي چاهيندڙن ڏانهن تحسين آميز انداز ۾ ڪنڌ جهڪائيندي هلندا پي وياسين. هال جو اندروني ماحول تعزيراتي کان وڌيڪ تقريباتي پي لڳو. ڏوهاري پنهنجي ساٿين ۽ اخباري نمائندن سان گهلي ملي رهيا هئا. حڪومت اسان سيني 156 ڄڻن تي بغاوت ۽ ملڪي سطح جي سازش جو الزام هنيو هو. جنهن جي ذريعي موجوده حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، هڪ ڪميونسٽ رياست قائم ڪرڻي هئي. ان بغاوت جو عرصو پهرين آڪٽوبر 1952ع کان وٺي 13 ڊسمبر 1956ع تائين پکڙيل هو ۽ ان ۾ مزاحمتي تحريڪ، صوفيا ٽائون جي منتقلي ۽ عوامي ڪانگريس سميت سيني ڪاروائن کي شامل ڪيو ويو هو. ڏکڻ آفريقا جو "بغاوت جو قانون" انگريزي قانون تي ٻڌل نہ هو، پر ان جو بنياد "قديم رومن ڊچ لا" تي رکيو ويو هو، جنهن جي بنياد تي مملڪت جي آزادي يا سلامتي کي نقصان رسائڻ يا خطرو پيدا ڪرڻ جي معاندانہ ڪوشش ڪرڻ بغاوت جي زمري ۾ ٿي آيو ۽ ان جي سزا موت هئي.

ڪيس کي ٻن مرحلن تي پڄاڻيءَ تي پهچڻو هو. پهريون مرحلو مئجسٽريٽ جي عدالت هئي، جتي اهو طئي ڪرڻو هو تہ واقعي بہ ڪيس جي سلسلي ۾ حڪومت جا لڳايل الزام سپريم ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ جي لاءِ ڪافي آهن. جيڪڏهن مئجسٽريٽ کي

پڪ ٿي وڃي ته شهادتون حڪومت جي موقف جي تائيد ڪن ٿيون ته پوءِ ڪيس "سپريم ڪورٽ" ۾ پيش ڪيو ويندو، نه ته ڏوهارين کي آزادي ملي ويندي، اهو ابتدائي پڇاڳاڇا ۽ جانچ وارو مرحلو هو ۽ چيف مئجسٽريٽ مسٽر وسلي کي اها ڪارروائي انجام تي پهچائڻي هئي. مئجسٽريٽ جو آواز صفا آهستي هو ۽ اسان تائين نه پئي پهتو. عدالت ۾ لائوڊ اسپيڪر يا مائيڪرو فون جو ڪو به بندوبست نه هو. تنهن ڪري عدالتي ڪارروائي ٻن ڪلاڪن جي لاءِ ملتوي ڪئي وئي ۽ اسين سڀئي ٻاهر هڪ احاطي ۾ وڃي ويٺاسين. ٻاهران اسان جي لاءِ ماني موڪلي وئي، ايئن پئي لڳو ته اسين ڪو ڏڻ يا پڪنڪ ملهائي رهيا هجون. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ڪيس ٻي ڏينهن تائين ملتوي ڪيو ويو. ڇو ته لائوڊ اسپيڪر جو بندوبست ٿي نه سگهيو. اسين ٻيهر پوليس ۽ فوج جي پهرين ۾ واپس قلعي ڏانهن روانا ٿياسين.

ٻي ڏينهن عدالت ۾ رش اڃا به وڌي وئي ۽ پوليس جو رويو وڌيڪ سخت ٿي ويو. پنج سئو هٿياربند پوليس وارن ڊرل هال کي گهيري ۾ ورتي لاٿو هو. اڄ اسان کي هڪ سيخن واري پنجري ۾ ٻڌنچن تي ويهاريو ويو هو. سورنهن هٿياربند گارڊ اسان جي رکوالي ڪري رهيا هئا. اسان جي وڪيلن کي به ان پنجري ۾ گهڙڻ جي موڪل نه هئي ۽ اهڙي طرح سائڻ اسان جي رابطي کي ناممڪن بنايو ويو هو. اسان جي هڪ سنگتي ڪاغذ تي لکيو "خبردار! هن پاسي ڪو به جانور چَرڻ جي لاءِ نه موڪليو وڃي." ۽ اها پنجري جي چاري تي چهٽائي ڇڏي.

اسان جي دوستن ۽ حامي تنظيمن، ڪيس جي پيروي جي لاءِ وڪيلن جي هڪ سگهاري دفاعي ٽيم جو بندوبست ڪري رکيو هو. جن ۾ برم فشر، نامن روزنبرگ، اسرائيل ميزلز، هارن فرانڪس ۽ ورنن بيرنجي جهڙا ناليرا قانوندان شامل هئا. هنن ان ڏينهن تائين هن قسم جو عدالتي نقشو نه ڏٺو هو. فرانڪس، حڪومت جي ان عجيب و غريب، پر ذلت آميز رويي جي خلاف زبردست احتجاج ڪيو ۽ چيو ته "سندس اصيلن سان جانورن جهڙو سلوڪ رکيو پيو وڃي، هن اهو به اعلان ڪيو ته جيڪڏهن فوري طور تي پنجرو هٽايو نه ويو ته سڀئي وڪيل عدالتي ڪاروائي جو بائيڪاٽ ڪري ڇڏيندا." موقعي جي نزاڪت جو احساس ڪندي مئجسٽريٽ پنجرو هٽائڻ جو حڪم ڏنو ۽ ان جي سامهون وارو حصو ان ئي مهل هٽايو ويو.

تنهن کان پوءِ چيف پراسيڪيوٽر 'وان نيڪرڪ' اسان جي خلاف حڪومت جي لڳايل ارڙهن سئو صفحن تي مشتمل پنهنجو خطاب پڙهڻ شروع ڪيو. ٻاهر لڳندڙ زوردار نعرن ۽ گيتن جي ڪري لائوڊ اسپيڪر جي باوجود پراسيڪيوٽر جو آواز ٻڌڻ ۾ نه پئي آيو. اسان ڏٺو ته پوليس جو هڪ دستو تيزي سان ٻاهر ويو ۽ گولي هلڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. پوءِ وڌيڪ نعريبازي ٿي ۽ گولين جو آواز آيو. مئجسٽريٽ وڪيلن سان مشورو ڪيو ۽ عدالتي ڪارروائي ملتوي ڪئي وئي. ويهه ماڻهو زخمي ٿي چڪا هئا.

ايندڙ ٻه ڏينهن به الزام پڙهبا رهيا. 'وان نيڪرڪ' اعلان ڪيو ته هو عدالت جي

سامهون ثبوت پيش ڪندو تہ جوابدار ٻي ملڪن جي مدد سان حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ ۽ ڏکڻ آفريقا ۾ اشتراڪي حڪومت قائم ڪرڻ جي سازش ڪري رهيا هئا. هن اسان جي "اعلان آزادي" کي بہ اسان جي خلاف شاهدي طور پيش ڪيو. ٽي ڏينهن پنجري جو گهٽو حصو ڪيرايو ويو ۽ چوٿين ڏينهن اسان کي ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. اها ضمانت بہ نسلي فرق جو هڪ جيئرو جاڳندو شاهوڪار هئي. ڳورن جي لاءِ ادائي سئو پائونڊ، هندستانين جي لاءِ هڪ سئو پائونڊ، آفريقي ۽ رنگدار جوابدار جي لاءِ فقط پنجويهہ پائونڊ! گويا بغاوت بہ رنگ ناشناس نہ هئي. اسان جي سڄڻن ۽ مداحن هر جوابدار جي ضامن بڻجڻ ۾ وڏي چڙهي حصو ورتو. اهو "حريت پسندن" سان يڪجهتي جو اظهار هو. جيڪو پوءِ بشپ ريوز ۽ ٻين دوستن جي ڪوششن سان "بغاوت جي ڪيس جو دفاعي فنڊ" قائم ڪرڻ ۾ معاون ۽ مددگار ثابت ٿيو. ڪيس جي دوران ميري بنسن ۽ فريڊاليوسن ان فنڊ کي ڏاڍي عمدگي سان جاري و ساري رکيو. اسان جي ضمانتي آزادي ۾ اهو بہ شرط هو تہ اسين هفتي ۾ هڪ ڀيرو پوليس جي سامهون پيش ٿينداسين ۽ ڪنهن بہ عوامي ميڙ ۾ شريڪ نہ ٿينداسين. وڌيڪ عدالتي ڪاروائي جنوري ۾ هلائڻ طئي ٿي.

ٻن ڏينهن کان پوءِ مون باقاعده آفيس وڃڻ شروع ڪيو. آئون ۽ اوليور جيلن جي چڪر ۾ ڦاسي ڪيتري ئي عرصي کان پنهنجي وڪالتي ڌنڌي طرف ڌيان ڏيئي نہ سگهيا هئاسين ۽ ڪيترائي ڪيس اڌ ۾ پيا هئا. آئون صبح جو سوير، ڪم جي تياري ڪري رهيو هئس تہ هڪ پراڻو دوست 'جباوو' اچي ويو، ڪافي عرصي کان پوءِ هن سان ملاقات ٿي رهي هئي. مون گرفتاري کان ڪافي اڳ جائي ٻجهي پنهنجو وزن گهٽ ڪرڻ شروع ڪيو هو تہ جيئن جيل وڃڻ جي صورت اڳ ۾ ئي گهٽ خوراڪ جو عادي ٿي وڃان. جيل ۾ بہ مون باقاعده ورزش جاري رکي ۽ پنهنجي موجوده جسماني ساخت تي خوش هئس. پر جباوو مون کي شڪ جي نظرن سان ڏٺو. هن چيو "ماديبا! توکي سنهڙو نظر اچڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ خدا جا بندا! تون تہ جيل وڃڻ کان ڊڄين ٿو، تو اسان سيني زهوسا ماڻهن کي بي عزت ڪيو آهي." آفريقي سماج ۾ عام طور تي ٿلهي متاري جسم، دولت ۽ خوشحالي کي ڀاڻ ۾ ڳنڍيل سمجهيو ويندو آهي.



هن ڪيس کان اڳ ۾ ئي منهنجا ايولين سان ناتا ڳنڀير صورت اختيار ڪري چڪا هئا. 1953ع ۾ هن ڊربن جي ڪنگ ايڊورڊ اسپتال ۾ مڊ وائفري جي چئن سالن جي ڪورس ۾ داخلا ورتي لاٿي هئي. تنهن ڪري ڪيس ڪيترن ئي مهينن تائين ٻارڙن کي اڪيلو ڇڏڻون پوندو هو. ان وقت منهنجي امڙ ۽ منهنجي ڀيڻ مون سان گڏ رهنديون هيون. هو ٻارن جي سار سنڀال ڪري وٺنديون هيون. ايولين ڊربن مان موٽي تہ ٻي سال اسان کي هڪ ڌي جائي، جنهن جو نالو اسان پنهنجي پهرين ڌي "مڪازيوي" جي نالي تي رکيو، جيڪا ڇهہ سال اڳ ڪجهہ مهينن جي عمر ۾ گذاري وئي هئي. اسان جي معاشري ۾ ڪنهن ٻار جي نالي تي ٻي ٻار جو نالو رکڻ، ان جي ياد تازي ڪرڻ ۽ هڪ روحاني رابطي

جو سٺو ذريعو سمجهيو وڃي ٿو. هاڻي ايولين هڪ مشنري تنظيم "واچ ٽاور" سان سلهاڙجي چڪي هئي. اهي ماڻهو بائيبل جي عقيدن کي بنيادي دستور سمجهندا آهن ۽ سندن ايمان آهي تہ نيڪي ۽ بدي جي وچ ۾ هڪ مهاڀاري جنگ برپا ٿيڻ واري آهي. ايولين تنظيم جو لٽريچر بہ ماڻهن ۾ ورهائيندي هئي، بلڪ هن پنهنجي پرچار جو رخ مون ڏانهن بہ موڙي ڏنو ۽ هن چاهيو ٿي تہ آئون بہ ان روحاني جدوجهد ۾ سندس ساٿي بنجي وڃان. جيتوڻيڪ "واچ ٽاور" جي ڪي عقيدا منهنجي دلچسپي جو باعث هئا، پر ايولين جي پرجوش عقيدن سان منهنجو ساٿ ڏيڻ ممڪن نہ هو. ان سسٽم ۾ ڪجهہ "وهم پرستيءَ" وارو مواد بہ موجود هو، جيڪو مون کي نہ وڻيو. ان جي عقيدي ۾ ظلم ۽ ڏاڍ جي مقابلي ۾ هڪ قسم جي جمود ۽ صبر جو درس هو، جنهن کي آئون تسليم ڪري نہ ٿي سگهيس.

منهنجو آفريقي نيشنل ڪانگريس سان دلي لڳاءُ ايولين کي بي چين ڪري ڇڏيندو هو. سندس چوڻ هو تہ سياست نوجوانن جو مشغلو آهي. هوءَ سدائين ان خيال ۾ رهندي هئي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن اسين واپس ٽرانسڪي موٽي ويندا سين، جتي آئون وڪالت ۾ گم ٿي ويندس. هوءَ جوهانسبرگ کي ڪڏهن بہ پنهنجو مستقل گهر سمجهي نہ سگهي ۽ نہ ئي واپس امٽاٽا وڃڻ جو خيال هن جي دل مان نڪري سگهيو. ڪيس يقين هو تہ اسين ٽرانسڪي پهچي پنهنجي گهراڻي ۾ رلي ملي ويندا سين ۽ مان سباٽا جو ڪائونسلر بنجي ويندس تہ سياست جي ياد مون کي ڪين ستائيندي. هوءَ ڊالي وونگا جي ان خيال سان سهمت هئي تہ مون کي پنهجي ابائي شهر ۾ واپس اچڻ کپي. ان سلسلي ۾ اڪثر اسان جي وچ ۾ ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي رهندي هئي. مون ايولين کي سمجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي تہ منهنجي لاءِ سياست تفريح يا وندر ۽ وروڻهہ جي شئي نہ پر منهنجي زندگي جو هڪ ضروري ۽ بنيادي عنصر آهي، پر هن نہ مڃيو. اهڙا زال مڙس، جن جا زندگي جي باري ۾ ايترا متضاد رويا هجن، گهڻو عرصو گڏ رهي نہ ٿا سگهن.

مان ڪيس پنهنجي سياسي جدوجهد جي اهميت جو قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هئس ۽ هوءَ مون کي مذهبي عقيدي جي اهميت جو احساس ڏيارڻندي هئي. مان چوندو هئس تہ آئون قوم جي خدمت ۾ مصروف آهيان. هوءَ جواب ڏيندي هئي خداجي اطاعت گذاري قوم جي خدمت کان وڌيڪ آهي. اسان جي وچ ۾ اصولي اتفاق جي کوٽ وڌندي وئي ۽ مون کي اندازو ٿي رهيو هو تہ اسان جي ازدواجي زندگي گهڻو عرصو برقرار رهي نہ سگهندي. ٻارن جي ذهني نشو ونما جي باري ۾ بہ اسين ٻئي هڪ ٻئي سان ويڙهہ ۾ رڌل رهنداسين. هن انهن کي مذهبي رنگ ۾ رنگڻ ٿي چاهيو، جڏهن تہ مان کين سياست جو درس ڏيندو هئس. هوءَ کين اڪثر ديول وٺي ويندي هئي ۽ واچ ٽاور جا ڪتاب پڙهائيندي هئي، بلڪ مشنري لڪٽيون، کين آبادي ۾ ورهائڻ جي لاءِ بہ ڏيندي هئي. پر آئون کين حڪومت ۽ سياست جون ڳالهيون ٻڌائيندو هئس. ٿيمبي هڪ لحاظ کان سياست ۾ داخل بہ ٿي چڪو هو. هو نوجوانن جي تنظيم "پائنيئرز" جو رڪن هو. آئون ٻارن کي سادن لفظن ۾

ٻڌائيندو هئس تہ ڳورن ڪهڙي نموني ڪارن کي ظلم ۽ ستم جو نشانو بنائي رکيو آهي. مون گهر جي ڀتين تي روز ويلٽ، چرچل، اسٽالن ۽ گانڌي جون تصويرن هڻي ڇڏيون هيون. هڪ تصوير ۾ 1917ع ۾ سينٽ پيٽرز برگ جي سرمائي محل تي ماڻهن کي ڦرلٽ ڪندي بہ ڏيکاريو ويو هو. مان ٻارن کي انهن شخصيتن جي زندگي ۽ جدوجهد جي باري ۾ ٻڌائيندو هئس ۽ هو ڏاڍي شوق سان ٻڌندا هئا. ان زماني ۾ آئون ڏاڍو مصروف رهندو هئس. صبح جو سوير گهران نڪرندو هئس ۽ رات جو دير سان موٽندو هئس. دفتري مصروفيتن کان پوءِ مون کي ڪنهن نہ ڪنهن گڏجاڻي ۾ بہ وڃڻو پوندو هو. ايولين کي رات جي انهن ميڙن جي باري ۾ سمجهہ ۾ نہ ايندو هو. هو شڪ ڪرڻ لڳي تہ منهنجو ڪنهن ٻي عورت سان رابطو آهي. آئون انهن ميڙن جي نوعيت ۽ اتي ٿيندڙ ڳالهہ ٻولهہ جي وضاحت پيش ڪندو هئس، پر بي فائده. 1955ع ۾ هن مون کي الٽي ميٽم ڏيئي ڇڏيو تہ مون کي ڪيس ۽ ڪانگريس مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي پوندي.

والٽر ۽ سندس زال البرٽينا جي دلي خواهش هئي تہ آئون ۽ ايولين گڏ رهي سگهون. ان سلسلي ۾ هنن پنهنجي پر ۾ ڪوشش بہ ڪئي. بلڪ منهنجي ۽ والٽر جي وچ ۾ ڪجهہ تلخي بہ ٿي، جنهن تي پوءِ مون کي افسوس ٿيو. ايولين جي پيٽوئي جيڪو سنو واپاري قسم جو شخص هو، ان سلسلي ۾ مون سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. پر اها ڳالهہ ٻولهہ بہ بيڪار ثابت ٿي.



ڊسمبر ۾، گرفتاريءَ جي دوران ايولين هڪ ڀيرو مون سان ملڻ آئي. پر جڏهن ضمانت تي آزاد ٿي واپس گهر پهتس تہ گهر خالي پيو هو. ايولين ٻارن سميت هلي وئي هئي. ايتريقدر جو درن ۽ درين جا پردا بہ لاهي پاڻ سان گڏ کڻي وئي هئي. اهو منظر دل جهوريندڙ ۽ دکدائڪ هو. هو پنهنجي ڀاءُ وٽ هلي وئي. جنهن مون کي ٻڌايو "اهو ئي بهتر رستو آهي، ممڪن آهي تہ جڏهن مسئلو ٺنڊو ٿي وڃي تہ پوءِ اوهين ٻئي ڀيهر گڏجي سگهو." نصيحت سٺي هئي. پر ائين ٿيڻ ممڪن نہ هو. منهنجي ۽ ايولين جي وچ ۾ ناهہ نہ ٿيڻ جوڳا اختلاف پيدا ٿي چڪا هئا. آئون پنهنجي زندگي جي سوچيل سمجهيل سياست وات تان دستبردار ٿيڻ جي لاءِ تيار نہ هئس ۽ ڪيس ڪٽنب کان علاوه ٻي ڪنهن بہ شئي سان دلچسپي گوارا نہ هئي. ايولين خوش خصلت، قبول صورت، صحت مند عورت، فرمانبردار زال ۽ هڪ سٺي ماءُ هئي. منهنجي دل ۾ هن جي لاءِ عزت ۽ احترام ۽ تحسين جي جذبي ۾ ڪڏهن بہ ڪمي نہ آئي. پر اسين شادي جي ٻنڌڻ کي برقرار رکي نہ سگهياسين. ڪنهن شادي جو انجام، خاص ڪري ٻارن جي لاءِ ڏاڍو دردناڪ حادثو ٿيندو آهي. اسان سان بہ ائين ٿيو. اسان جا ٻار ماءُ ۽ پيءُ جي عليحدگي سبب زخمجي پيا. ميڪ گاٿو مون سان گڏ سمهندو هو، هو ڏاڍو امن پسند ٻارڙو هو. هن منهنجي ۽ ماڻس جي وچ ۾ صلح ۽ صفائي جي ڪوشش ڪئي. مڪازيو اڃا ننڍي هئي. مون کي ياد ٿو اچي تہ هڪ ڏينهن آئون بنا اطلاع جي ساڻس ملڻ جي لاءِ "ٻارن جي سنڀال گهر" ۾ ويس. هوءَ

مون سان ڏاڍو پيار ڪندي هئي. پر ان ڏينهن جيئن ئي مون کي ڏٺائين ته خاموش ٿي ويهي رهي. هن جي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هوءَ اڳيان وڌي منهنجي ڳلي سان لڳي يا پري پڇي وڃي. ٺهڪ ڏئي کلي يا ڪاوڙ ڪري. هن جي ننڍڙيءَ دل ۾ ويڙهه جاري هئي. جنهن کي هوءَ ختم ڪري نه ٿي سگهي. منهنجي لاءِ اهو نظارو انتهائي تڪليف وارو هو.

ٿيمبي، جنهن جي عمر ڏهه سال هئي. اهو سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيو. هن جي تعليم جو سلسلو رڪجي ويو. هن اسڪول وڃڻ ڇڏي ڏنو. ڪيس انگريزي زبان ۽ شيڪسپيئر سان ڏاڍي دلچسپي هئي، پر هاڻ ڪيس تعليم جي نالي کان ئي چڙ ٿي ويئي هئي. هڪ ڏينهن، هن جي پرنسپال به هن جي باري ۾ مون سان ڳالهايو، پر هاڻ آئون ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهيس. ٿيمبي کي آئون پاڻ گڏ جمنازيم وٺي ويندو هئس، جيڪڏهن آئون موجود نه هوندو هئس ته والٽر ڪيس پنهنجي پٽ سان گڏ وٺي ويندو هو. هڪ ڏينهن هن مون کي ٻڌايو "سنا ماٿهو! هي ٻارڙو هاڻي خاموش ۽ ٿڌو ٿي چڪو آهي." اسان جي عليحدگي کان پوءِ ٿيمبي اڪثر منهنجا ڪپڙا پائيندو هو. جيڪي هن جي جسم جي نسبت وڏا ۽ ويڪرا هئا. پر ايئن شايد هن جي دل ۾ پنهنجي پيءُ جي محبت جو احساس اجاگر ٿيندو هو.



9 جنوري 1957ع تي اسين هڪ ڀيرو ٻيهر 'ڊرل هال' ۾ گڏ ٿياسين. اڄ اسان کي بغاوت جي ڪيس ۾ پنهنجو دفاع پيش ڪرڻو هو. اسان جي وڪيل ورنن بيرنجي، عدالت کي ٻڌايو ته ڪانگريس جي اعلان آزادي ۾ موجوده فڪر ۽ نظريو حڪومتي پاليسي جي مخالف هئڻ جي باوجود به عام انساني فڪر ۽ نظرين ۽ ملڪ جي عوام جي اڪثريت جي خواهشن سان ڪلي طور تي مطابقت رکي ٿو. اسان فيصلو ڪيو هو ته، اسين نه رڳو پنهنجو پاڻ کي بغاوت جي ڏوهه مان آجو ثابت ڪنداسين، بلڪ وضاحت سان ٻڌائينداسين ته حڪومت اسان جي جائز ۽ قانوني قدمن جي آڌار تي اسان کي ظلم ۽ جبر جو نشانو بنائي رهي آهي ۽ هي هڪ سياسي ڪيس آهي.

عدالتي ڪارروائي انتهائي بور ڪندڙ ۽ ڏکي ٿيندي وئي. پهريون سڄو مهينو حڪومت شاهديون پيش ڪرڻ ۾ گذاريو. گذريل ٽن سالن جي دوران گڏ ڪيل ڪاغذن جي ٽڪرن، ڪتابن، ڪتابڙن، خطن، اخباري ڪٽنگن ۽ رسالن وغيره جو تعداد ٻارنهن هزار هو. گڏيل قومن جي انساني چارٽر کان وٺي، روس جي کاڌي رڌڻ جي ڪتابن تائين جا حوالا موجود هئا. ان حد تائين جو ڪانگريس آف پيپل جا به بورڊ Soup with Meat ۽ Soup with out Meat به عدالت ۾ آندا ويا هئا. شروعاتي جانچ جي دوران ڪيترن ئي مهينن تائين اسان کي آفريقي يورپي نسل جي ڳجهي پوليس وارن جا بيان ٻڌڻا پيا. جيڪي اسان جي انگريزي تقريرن جي بگڙيل اقتباسن تي مشتمل هوندا هئا. پر اسان جي وڪيلن ثابت ڪري ڏيکاريو ته جاسوسن جي گهڻائي انگريزي زبان کان اڻ واقف هئي.

اهو ثابت ڪرڻ جي لاءِ ته اسين حڪومت کي هٽائي هڪ روسي انداز جي

حڪومت قائم ڪرڻ ٿا چاهيون، حڪومت پاران ڪيپ ٽائون يونيورسٽي جي پروفيسر اينڊريومري کي شاهد طور پيش ڪيو. جنهن اسان جي ڪيترن ئي دستاويزن کي ”آزادي جي اعلان“ سميت اشتراڪيت زده قرار ڏنو. اسان جي وڪيل مزدورن جي باري ۾ هڪ پٽرا پڙهي ٻڌائي جنهن ۾ ڪارڪنن کي پاڻ ۾ متحد رهڻ ۽ هڪ ٻئي جي خلاف ڪم ڪرڻ کان پري رهڻ جي هدايت ڪئي وئي هئي. پروفيسر مري ان کي به اشتراڪي فڪر قرار ڏنو. جنهن تي وڪيل بيرن جي عدالت کي ٻڌايو ته اها پٽرا ڏکڻ آفريڪا جي سابق وزيراعظم ڊاڪٽر ملان جي بيان جو هڪ حصو آهي. اهڙي طرح ٻن ٻين اقتباسن کي به پروفيسر مري اشتراڪي نظريو چئي سڏيو. اسان جي وڪيل واضح ڪيو ته حقيقت ۾ اهي آمريڪي صدر ولسن ۽ ابراهام لنڪن جي تقريرن جا ٽڪرا آهن. پروفيسر جي اڻ ڄاڻائي جي حد ته اها هئي ته هن پنهنجي ئي هڪ بيان کي، جيڪو بيرن جي پڙهي ٻڌايو. تنهن کان چوٽي تائين ڪميونسٽ سڏيو. اهو بيان هن پاڻ 1930ع ۾ پنهنجي قلم سان لکيو هو.

ڪيس جي ستين مهيني حڪومت پنهنجو هڪ اهم شاهد پيش ڪيو. جنهن جي بيان سان عدالت ۾ سنسني پکڙجي وئي. اهو سالومن نگوبس ٽيهن ورهين جي ڄمار وارو نوجوان هو. جيڪو هوريان رڪجي رڪجي انگريزي ڳالهائيندو هو. هو دوکي جي هڪ الزام ۾ سزا ڪاٽي رهيو هو. هن عدالت کي ٻڌايو ته هو فورٽ هيري مان بي - اي جي ڊگري حاصل ڪري چڪو آهي. وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل آهي ۽ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي پورٽ ايلزبيٿ برانچ جو سيڪريٽري ۽ قومي مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر به رهي چڪو آهي. هن چيو ته هو پاڻ خود ان اجلاس ۾ موجود هو، جنهن ۾ والٽر سيسولو ۽ ڊيوڊ کي ڏکڻ آفريڪا ۾ خوني انقلاب آڻڻ جي خاطر روس موڪلڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. هو 1952 جي فسادن جي رٿابندي جي وقت به موجود هو ۽ ڪينيا جي ’مائو مائو تحريڪ‘ جي طرز تي، ڪانگريس ٽرانسڪي ۾ ڳورن رهاڪن جي مجموعي قتل جو پروگرام جوڙيو هو. هو ان جو به شاهد آهي. باغيانه سازش جي اها اکين ڏٺي شاهدي هئي.



پر جڏهن ورنن بيرنجي مٿس جرح شروع ڪئي ته خبر پئي ته هو اڌ چريو ۽ بڪواسي شخص آهي. بيرنجي جيڪو عام طور تي آئيپن گوما (جنن ڀوتن جي بيماري جو علاج ڪندڙ روحاني ڊاڪٽر) طور مشهور هو، تنهن اهو ثابت ڪيو ته سالومن نه رڳو اهوته يونيورسٽي جو گريجوئيٽ ڪونهي، پر وٽس ڪوڙي ڊگري آهي. ۽ هو دوکي سان وڪالت ڪري رهيو آهي ۽ مٿس اڳ ۾ ئي هڪ دوکي بازي جو ڪيس عدالت ۾ هلي رهيو آهي. هو ڪڏهن به نيشنل ڪانگريس جو ميمبر ناهي رهيو ۽ نه وري ان جي مرڪزي ڪميٽي ۾ رهيو آهي. پورٽ ايلزبيٿ جي فسادن بابت هو جنهن گڏجاڻي جو ذڪر ڪري رهيو آهي، ان وقت هو پاڻ ڊربن جي جيل ۾ ٺڳي جي ڪيس ۾ سزا ڪاٽي رهيو هو.

پڇاڙي ۾ بيرنجي کان پڇيو "توکي خبر آهي تہ دغاباز (Rogue) ڪنهن کي چئبو آهي." نگوبس چيو، ڪيس خبر ڪونهي.

بيرنجي چيو "جناب! اها شخصيت اوهين پاڻ آهيو." هڪ جوابدار جوسلوو پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪيو. هو هڪ قابل وڪيل هو. هن پنهنجي زوردار بيان ۽ چيندڙ سوالن جي ذريعي حڪومت کي مشڪل ۾ وجهي ڇڏيو هن جي جرح ڏاڍي تيز هئي. سندس چوڻ هو تہ ڪانگريس نہ پر خود حڪومت قانون جي خلاف ورزي جي ڏوهاري ٿي آهي. اسپيشل برانچ جي هڪ آفريقي جوئيت جنهن جا سيئي نوٽس جعلي هئا. عدالت کي ٻڌايو تہ هن ڪانگريس جي اڳواڻن جي تقرير جا لفظ بہ لفظ نوٽس ورتا هئا. جو ڪانٽس پڇيو:

"تون انگريزي زبان سمجهين ٿو؟"

جرمياه: "تمام سٺي نموني نہ."

جو: "اوهين چوڻ اهو ٿا چاهيون تہ تو جيڪي تقريرون ٻڌيون، اهي انگريزي ۾ رپورٽ ڪيون. پر تون انگريزي زبان چڱي طرح نٿو سمجهين؟"

جرمياه: "جي ها، جناب عالي."

جو: "تون مڃين ٿو تہ تنهنجا نوٽس جعلي آهن."

جرمياه: "مون کي خبر ڪونهي."

ان تي عدالت جي ڪمري ۾ هڪ زوردار ٽهڪ ٻُريو. مئجسٽريٽ اسان کي دڙڪا ڏنا ۽ چيو تہ "هي ڪارروائي ايتري غير سنجيده ڪونهي جيتري نظر پئي اچي!"

هڪ نقطي تي مئسجٽريٽ جوسلوو کي توهين عدالت جو ڏوهي قرار ڏئي ڏنڊ جي سزا ٻڌائي، جنهن تي اڪثر مدعين احتجاج ڪيو. چيف لوٿولي اسان جي جذبات کي ٿڌو ڪيو. نہ تہ اسان سڀني کي توهين عدالت جي سزا ملي وڃي ها. عدالتي ڪارروائي ايتري تہ ڊگهي ۽ بيزار ڪندڙ هوندي هئي، جو اسين عدالت ۾ ويٺي ويٺي پنهنجن ٻين اهم ۽ ضروري ڪمن ۾ مصروف رهندا هئاسين. آئون ڪيترائي پيرا پاڻ سان ڪو ڪتاب ڪٺي آيس ۽ ان ۾ مگن رهندو هئس يا قانوني مسئلن جو مطالعو ڪندو هئس. ڪيترا دوست اخبار پڙهڻ ۽ شطرنج کيڏڻ، ابتيون سبتيون تصويرن ناهڻ يا ڳجهارتون حل ڪرڻ ۾ مصروف هوندا هئاسين. ڪنهن ڪنهن مهل عدالت جو ڌيان ان طرف ڇڪبو هو تہ هوءَ اسان کي تنبيهہ ڪندي هئي. ڪتاب ۽ ڳجهارتون گم ٿي وينديون هيون. پر ٿوري دير کان پوءِ جڏهن ڪاروائي ٻيهر ماڪوڙي جي وک سان چُرڻ شرع ٿي ويندي هئي تہ اسين سڀ ٻيهر پنهنجي پنهنجي مشغولين ۾ گم ٿي ويندا هئاسين. جيئن جيئن ڪارروائي اڳيان وڌندي وئي حڪومت مايوس ٿيندي وئي. صاف ظاهر ٿي رهيو هو تہ اها ڪوڙيون ۽ هٺ ٺوڪيون شاهديون پيش ڪري رهي آهي. نيٺ ٻارهن مهينن جي ڊگهي ڪارروائي کان پوءِ سرڪاري وڪيل اعلان ڪيو تہ ابتدائي جانچ ۾ هن واقعي جو بيان مڪمل ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري مئجسٽريٽ ڇهن مهينن جو وقفو ڏنو تہ جيئن اسين اٺ هزار صفحن تي مشتمل سرڪاري شاهدن ۽ ٻارنهن هزار دستاويزن جي جانچ پڙتال ڪري، پنهنجي بچاءُ جو

بندوبست ڪري سگهون.

اسان جا وڪيل جواب جي تياري ۾ ٽن مهينن جو عرصو لڳائي چڪا هئا. جو هڪ ڏينهن اوچتو حڪومت بنا ڪنهن وضاحت جي اعلان ڪيو ته ايڪهٺ جوابدارن جي خلاف ڪيس واپس ورتو ٿو وڃي. جيتوڻيڪ انهن جي گهڻائي ڪانگريس جي نسبتاً هيٺينءَ درجي جي ڪارڪن جي هئي، پر اسان جي ٻن نهايت اهم اڳواڻن چيف لوٿولي ۽ اوليور ٽيمبو به انهن ۾ شامل هئا. اهو اعلان خوشي جو باعث هو. پر اسين سڀ حيران ۽ پريشان ٿي وياسين.

جنوري ۾ حڪومت پنهنجو نئون پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو. اهو ڪوئين ڪائونسل اسوالڊ پيرو هو. هو نيشنل پارٽي جو اهم سياسي ٽنب، اڳوڻو قانون وارو وزير، يورپين نسل جو آفريقي ۽ نازي فڪر جو زبردست حامي هو. هو هٽلر کي همعصر عهد جو سڀ کان وڏو انسان قرار ڏيندو هو ۽ حد درجي جو ڪميونسٽ مخالف هو. هن جي مقرري سان اسان تي اهو واضح ٿي ويو ته حڪومت هيستائين جي قانوني عمل مان مطمئن ڪونهي ۽ پنهنجي سوچ کي غير معمولي اهميت ٿي ڏي.

پيرو جي اختتامي بيان کان اڳ، اسان جي وڪيل ان بنياد تي اسان کي بري ڪرڻ جي استدعا ڪئي ته بغاوت جو ڪيس، ڪنهن ٺوس شاهديءَ تي ٻڌل ڪونهي. پر پيرو ان درخواست جي زبردست مخالفت ڪئي ۽ عدالت کي ٻڌايو ته پوليس هڪ نئين ۽ انتهائي خطرناڪ سازش جو پتو لڳايو آهي ۽ ملڪ ڌماڪہ خيز صورتحال سان دوچار آهي. هن جوابدارن جي اشتعمال انگريز تقريرن جو حوالو به ڏنو. اسين هيستائين اهو سمجهي رهيا هئاسين ته ڪيس خارج ٿي ويندو. پر پيرو جي بيان صورتحال کي بدلائي ڇڏيو. اسان کي به حالتن جي سنگينيءَ جو احساس ٿيو ۽ اسان جي وڪيلن به خبردار ڪيو ته اسان جي جيل ۾ وڃڻ جو خطرو موجود آهي. تيرهن مهينن جي ابتدائي جانچ پڇاڻي تي پهتي ۽ مئجسٽريٽ فيصلو ڪيو ته بغاوت جي ان ڪيس کي ٽرانسوال سپريم ڪورٽ ۾ موڪلڻ جي لاءِ ڪافي ثبوت موجود آهن. تنهن ڪري باقي پنجانوي جوابدارن جي خلاف وڌيڪ ڪارروائي جي هدايت ڪئي وئي. پر ڪنهن کي به خبر نه هئي ته اصل ڪيس ڪڏهن شروع ٿيندو.

ان دوران هڪ ٽيهري جو آئون هڪ دوست سان گڏ اورلينڊو کان يونيورسٽي ميڊيڪل ڪاليج طرف وڃي رهيو هئس ته "برگوانات" اسپتال جي ويجهو بس اسٽاپ تي بيٺل هڪ خوبصورت ۽ دلڪش نوجوان عورت تي منهنجي نظر پئي. مون ڪيس ٻيهر مڙي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اسين ڪافي اڳيان نڪري آياسين. دل ۾ آيم تي ڪار واپس موڙيان، پر ائين ڪري نه سگهيس.

ڪيترن هفتن کان پوءِ هڪ عجيب اتفاق ٿيو. آئون آفيس ۾ ڪم ڪار ۾ رڌل هئس ۽ ٿوري دير کان پوءِ اوليور جي ڪمري ۾ ويس ته ڇا ٿو ڏسان ته سندس، سامهون اها ئي نوجوان عورت پنهنجي ڀاءُ سان گڏ ويٺي آهي. مون کي اها ٽيهري ياد اچي وئي. پر مون

پنهنجي جذبن کي قابو ۾ رکيو ۽ ڪنهن خاص دلچسپي يا تعجب جو اظهار نہ ڪيم. اوليور انهن جو تعارف ڪرايو ۽ ٻڌايو تہ هو ٻئي قانوني صلاح مصلحت جي لاءِ آيا آهن. عورت جو نالو "نومزيمو وني فريڊ مديڪنيزيلا" آهي پر ڪيس وني چئي سڏيو ويندو هو. هن ويجهڙائي ۾ ئي "جان هافمر اسڪول آف سوشل ورڪ" مان پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي آهي ۽ پهرين ڪاري عورت هئي، جنهن جي مقرري بوگو ناٿ اسپتال ۾ سوشل ورڪر جي حيثيت سان ٿي هئي. هن جي اتي موجودگي منهجي دل ۾ هلچل مچائي ڇڏي، جو آئون سندس خانداني پس منظر يا قانوني مسئلي طرف ڌيان ڏيئي نہ سگهيس. منهنجي ذهن ۾ اهو بہ خيال نہ آيو تہ آئون ڪيس ٻڌايان تہ اسان جي "لا-فرم" سندس ڪهڙي نموني مدد ڪري ٿي سگهي. آئون يقيني طور تي نٿو چئي سگهان تہ پهرين نظر جي محبت جو دنيا ۾ ڪو وجود آهي يا نہ پر وني نو مزيمو کي پهرين نظر ڏسڻ سان ئي منهنجي دل چاهيو تہ هوءَ منهنجي زندگي جي ساٿي هجڻ کپي.

وني پنهنجي ڀيءَ "سي ڪي مديڪيزيلا" جيڪو اسڪول جو اڳوڻو سربراهہ ، پر هاڻي واپاري هو، جي ستن ٻارن مان ڇهين نمبر تي هئي. سندس مسيح نالي نومزيمو جو مطلب آهي. "جدوجهد ۾ رڌل يا استقلال سان ڏک تجربن مان گذرڻ واري شخصيت" منهنجي پنهنجي نالي جيان اهو نالو بہ ڪنهن قدر پيش گويانہ آهي. سندس لاڳاپو پونڊوليند سان هو جيڪو منهنجي اباڻي علائقي ٽرانسڪي سان لڳ آهي. سندس پڙ ڏاڏو نٽال جو هڪ طاقتور قبيلي جو سردار هو، جيڪو اوڻيهہ صدي ۾ ٽرانسڪي ۾ اچي آباد ٿيو هو.
ٻي ڏينهن مون وني کي ٽيليفون ڪيو ۽ ڪيس بغاوت جي ڪيس جي "بچاءُ فنڊ" جي سلسلي ۾ مدد جي درخواست ڪئي، پر حقيقت ۾ اهو هڪ بهانو هو. مون ڪيس ٻنپهرن جي ماني جي دعوت ڏني، جيڪا هن منظور ڪري ورتي. اسين هڪ "هندستاني هوٽل" ۾ وجي ويناسين، جتي آفريقين جي لاءِ ماني کائڻ جي موڪل هئي. وني ڏاڍي دلڪش هئي. هندستاني کاڌو کائيندي هوءَ اجا بہ جاذب نظر ڏسڻ ۾ پئي آئي. ماني کان پوءِ اسين هڪ باغ ۾ گهمڻ ڦرڻ جي لاءِ هليا وياسين، اها ساوڪ بلڪل ٽرانسڪي جي ساوڪ جيان هئي، جتي اسان ٻنهي جي نشو و نما ٿي هئي. مون ڪيس پنهنجي آئيندي جي ارادن ۽ بغاوت جي ڪيس ۾ پيش ايندڙ ڏکيائن کان واقف ڪيو. آئون سندس سهڻي سياءُ، همت ۽ جرئت، جوش ۽ جذبي ۽ حوصلي مند شخصيت جو پهرين ئي نظر ۾ قائل ٿي چڪو هئس. تنهن ڪري مون ڪيس ٻڌائي ڇڏيو تہ آئون سائس شادي جو خواهشمند آهيان. ان کان پوءِ هوءَ ڪيس جي ڪاروائي ٻڌڻ جي لاءِ ڊرل هال ايندي رهي. منهنجي آفيس ۽ جمنازيم ۾ بہ هن جو اچڻ وڃڻ ٿيندو رهيو. هن منهنجي ٻارن ٿهيمبي، ميڪ گاٿو ۽ مڪازيوي سان بہ ملاقات ڪئي. هن سياسي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي ۽ آئون ڪيس سياست جون هيٺ مٿاهيون سمجهائيندو هئس. شاگردي واري زماني ۾ هن جو پنهنجي پاءُ جيان "نان يوربين يونٽي موومينٽ (NEUM) سان واسطو رهي چڪو هو. ايولين کان طلاق جي رسمي ڪارروائي کان پوءِ مون وني کي مشهور ڊريس ميڪر"ري

هارمل" کان شادي جو پسنديد جوڙو تيار ڪرائڻ جي صلاح ڏني ۽ پڇيو ته هو شادي ۾ پنهنجي ڪيترن ساهيڙين کي مدعو ڪرڻ چاهي ٿي. مون ڪيس پنهنجي والدين کي اسان جي مجوزه شادي کان باخبر ڪرڻ جو چيو. ملنڊڙ جلنڊڙن مان ڪو به جيڪڏهن ڪائنس شادي جي باري ۾ پڇندو هو ته هوءَ ڪلي چوندي هئي "نيلسن مون کي ته ان باري ۾ ڪجهه به ناهي چيو." جيتوڻيڪ مون ڪيس پهرين ئي ڏينهن پنهنجي دل جي ڳالهه ٻڌائي ڇڏي هئي.

•

بغاوت جي ڪيس جو ٻيو سال هلي رهيو هو. ان ڏکي صورتحال جي ڪري اسان جي "قانوني فرم" جو ڪاروبار تباهه ٿي ويو هو . جڏهن اوليور جو نالو ڪيس مان خارج ڪيو ويو ته هن ڪنهن حد تائين ڪاروبار کي سنڀاليو. پر منهنجو معاملو هيٺ مٿي هو. منهنجي معاشي حالت ڏاڍي خراب هئي ۽ آئون عملي طور تي نهايت مفلس شخص بڻجي چڪو هئس. ايتري قدر جو مون امتاتا ۾ زمين خريدڻ جو جيڪو سودو ڪيو هو، ان جي قسط به ادا ڪري نه سگهيس ۽ نيٺ مون کي ان تان دستبردار ٿيڻو پيو. ونيءَ کي مون انهن حالتن کان پوري طرح خبردار ڪري ڇڏيو ۽ صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو ته اسان کي ڪافي عرصي تائين نقط سندس ئي پگهار تي گذارڻو ڪرڻو پوندو. هوءَ معاملن کي چڱي طرح سمجهي رهي هئي. هن چيو ته هوءَ هر قسم جو خطرو کڻڻ ۽ پنهنجي قسمت مون سان وابسته ڪرڻ جي لاءِ تيار آهي. مون ڪيس سون، چاندي ۽ هيرن جواهرن ڏيڻ جو واعدو نه ڪيو ۽ حقيقت ۾ آئون ڪيس اهي سڀئي ڏيڻ جي اهليت نه رکندو هئس.

اسان جي شادي جي لاءِ 14 جون 1958ع جو ڏينهن طئي ٿيو ته مون حڪومت کي عارضي طور تي جوهانسبرگ ڇڏڻ جي درخواست پيش ڪئي ۽ مون کي ڇهن ڏينهن جي لاءِ شهر کان ٻاهر رهڻ جو اجازت نامو ملي ويو. ونيءَ جي پيءُ کي رواجي "حق مهر" جي ادائيگي جو بندوبست به ٿي ويو. ڇڇ 12 جون تي صبح جو سوير بزانا جي لاءِ رواني ٿي ۽ منجهند جو اتي پهچي، مون سڀ کان پهريون ڪم اهو ڪيو ته ٿاڻي وڃي پنهنجي پهچڻ جي سُڌ ڏنم. سج لهڻ کان پوءِ اسين ڪنوار جي گهر پهتاسين، جتي عورتن خوشي جا گيت ۽ سهرا ڳائي اسان جو استقبال ڪيو. پوءِ وني کي سندس پيءُ جي گهر ئي روڪيو ويو ۽ سڀئي جاچي مون سميت سندس مٽن مائٽن جي گهرن ۾ ترسايا ويا. نڪاح جي باقاعده رسم مقامي ديول ۾ ادا ڪئي وئي. جنهن کان پوءِ اسين ڪنوار جي وڏي ڀاءُ جي گهر وياسين، جيڪا قبيلي جي اباڻي قيام گاهه هئي. گهوٽ ۽ ڪنوار جي ڪار آفريقي نيشنل ڪانگريس جي رنگن سان سجائي وئي هئي. سهرا ڳايا پئي ويا ۽ ماين جو ناچ ۽ تاڙ ٽپو لڳو پيو هو. ان موقعي تي ونيءَ جي ڏاڏيءَ خصوصي ناچ پيش ڪيو. جيتوڻيڪ شادي ۾ ڪانگريس جي سڄي مرڪزي ڪميٽيءَ کي مدعو ڪيو ويو هو. پر سياسي پابندين جي ڪري حاضري محدود رهي. ڀڄائي جي محفل جو بندوبست بزانا ٽائون هال ۾ ڪيو ويو. ڪيترين ئي تقريرون ٿيون. سڀ کان عمدي تقرير وني جي پيءُ جي هئي. شروع ۾ ئي

هن واضح ڪري ڇڏيو تہ هن تقريب ۾ ڪيترائي بنا دعوتيل ماڻهو بہ موجود آهن. جن ۾ گهڻو تعداد سيڪيورٽي وارن جو آهي. پوءِ هن پنهنجي ڌيءَ سان پنهنجي بي پناهہ محبت ۽ وطن سان منهنجي گهري وابستگي ۽ سياستدان جي حيثيت سان منهنجي خطري واري زندگي جو ذڪر ڪيو. هن چيو، جڏهن ونيءَ ڀيريون پيرو ڪيس ان شادي جي باري ۾ سڏ ڏني تہ مون ڪيس چيو، "پر تون هڪ قيدي پڪي سان پنهنجي قسمت واڳي رهي آهين." اسان جي شادي جي باري ۾ هن چيو تہ هو گهڻو پراميد ڪونهي. اهڙين ڏکين حالتن ۾ اهڙيون شاديون زبردست آزمائش هونديون آهن . هن وني کي نصحيت طور ياد ڏياريو تہ هوءَ هڪ اهڙي شخص سان پرڻجي رهي آهي، جيڪو اڳ ۾ ئي پنهنجي زندگي سياسي جدوجهد سان واڳي چڪو آهي. پڇاڙيءَ ۾ هن پنهنجي ڌيءَ جي لاءِ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪيو هن جملي تي پنهنجو خطاب ڪيو "جيڪڏهن تنهنجو مڙس جادوگر آهي تہ توکي لازمي طور تي جادوگرياڻي بڻجون پوندو." هن اهو چوڻ ٿي چاهيو تہ هاڻي توکي لازمي طور تي ان رستي تي هلڻو پوندو، جنهن تي تنهنجو گهر ڌڻي هلي رهيو آهي. هن ڪان پوءِ منهنجي طرفان منهنجي پيڻ ڪانسٽيني مبيڪن خطاب ڪيو.

تقريب جي پڇاڙي تي سهاڳ جي ڪيڪ جو هڪ وڏو ٽڪرو سجاوٽ سان گڏ ڏار پليٽ ۾ رکيو ويو، جيڪوڪنوار جي سهاڳ جي بي تقريب مهل گهوٽ جي اباڻي گهر پهچائڻون هو. پر اها بي تقريب ٿي نہ سگهي، چو تہ منهنجو جوهانسبرگ مان غير حاضري جو وقت ختم ٿي رهيو هو ۽ منهنجو واپس وڃڻ قانوني طور تي لازمي هو. تنهن ڪري وني ڪيڪ جو اهو ٽڪر مستقل جي لاءِ احتياط سان محفوظ ڪري ڇڏيو. جڏهن اسين جوهانسبرگ پهتاسين تہ منهنجي رهائش گاهہ 8115 اور لينڊو ويسٽ تي دوستن يارن ۽ مٽن مائٽن جو هڪ ميڙ اسان جي آڌر ڀاءَ جي لاءِ موجود هو. هڪ رڍ ڪٺي وئي ۽ اسان جي اعزاز ۾ شاندار دعوت جو بندوبست ڪيو ويو.

هني مون ملهائڻ جي لاءِ اسان وٽ پئسو ڏوڪڙ نہ هو ۽ نہ ئي وري وقت هو. زندگي بيهر هوريان هويان ڪيس جي چوڌاري گهمڻ لڳي. اسين صبح جو سوير ڇئين بجي اٿندا هئاسين. وني ناشتو تيار ڪندي هئي ۽ پوءِ آئون بس ۾ ويهي ڪيس جي پيروي جي لاءِ عدالت ۾ پهچي ويندو هئس يا ڪجهہ گهڙين جي لاءِ پنهنجي آفيس ويندو هئس. ممڪن حد تائين ڪوشش ڪندو هئس تہ منجهند ڌاري آفيس ۾ موجود رهان تہ جيئن منهنجي پرئڪٽس هلندي رهي ۽ خرچ پکي جي لاءِ ڪجهہ پئسو پنجڙ ملي وڃي. منهنجون شامون اڪثر سياسي سرگرمين ۾ گذرنديون هيون.

آزادي جي تحريڪ ۾ مصروف ڪنهن سياسي اڳواڻ جي زال، هڪ بيواهہ جيان زندگي گذاريندي آهي، پوءِ پلي سندس مڙس ريل ۾ هجي يا جيل ۾.

جيتوڻيڪ منهنجي خلاف بغاوت جو ڪيس هلي رهيو هو، پر وني مون کي پراميد رکندي هئي. ايئن محسوس ٿيندو هئم، ڄڻ مون کي نئين سري کان بيهر زندگي گذارڻ جو موقعو نصيب ٿيو آهي. وني جي محبت، مستقبل ۾ ٿيندڙ جدوجهد ۾ مون کي نئين قوت بخشي.

•

1958ع ۾ اسان جي ملڪ کي درپيش سڀ کان اهم مسئلو عام چونڊن جو هو "عام" هن معنيٰ ۾ ته ٽيهه لک گورن کي ووٽ وجهڻ جو حق هو. پر هڪ ڪروڙ ٽيهه لک آفريقين مان ڪو هڪ به ان جو حقدار نه هو. سوال هي هو ته اسان کي ان جي خلاف احتجاج ڪرڻ کپي يا نه؟ مرڪزي نقطو هي هو ته اهڙيون چونڊون، جن ۾ نقط گورا حصو وٺي رهيا هجن، تن جا آفريقين تي ڪهڙا اثر مرتب ٿيندا؟ آفريقي نيشنل ڪانگريس جو خيال هو ته اسان کي ان عمل کان لاتعلق رهڻ کپي. اسين انهن چونڊن ۾ شريڪ نه ڪيا ويا آهيون، پر اسين انهن کان متاثر ضرور ٿينداسين. نيشلسٽ پارٽي جي شڪست اسان جي ۽ سيني آفريقين جي مفاد ۾ هوندي. تنهن ڪري ڪانگريس ڏکڻ آفريقا جي ٽريڊ يونين (SACTU) ۽ ٻين سيني جماعتن جي سهڪار سان چونڊن جي دوران ٽن ڏينهن جي هڙتال جو فيصلو ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ فئڪٽرين، بازارين، ريلوي اسٽيشن، بسين جي اڏن، ڪاڌي پيتي جي هنڌن، بلڪ گهر گهر ۾ اشتهار ورهايا ويا. اسان جو نعرو نقط هڪ هو "نيشلسٽن کي هر حالت ۾ رد ڪيو وڃي." اسان جي ان قدم حڪومت کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ هن ڏهن کان وڌيڪ آفريقي رهاڪن جي ميڙ تي پابندي وجهي ڇڏي.

اسان اهو به فيصلو ڪيو ته هڙتال شروع ٿيڻ کان هڪ ڏينهن اڳ سيئي اهم سياسي اڳواڻ روپوش ٿي ويندا، جيئن حڪومت اسان کي گرفتار ڪري نه سگهي. والٽر، اوليور، ڪوتاني ۽ ٻيا اڳواڻ مون سميت سڄي رات اورلينڊو ۾ هڪ ڊاڪٽر جي گهر لڪا ويٺا رهيا ۽ صبح جو سوير، ان علائقي ۾ هڪ ٻي گهر ۾ منتقل ٿي ويا. ان زماني ۾ رابطي ۽ خبرن جا ذريعا ايترا عام نه هوندا. بهرحال اسان ممڪن حد تائين ٽيليفون تي ٻين سائين سان رابطو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏينهن چڙهيو ته اسان پنهنجي ڪجهه ماڻهن کي هڙتال جي صورتحال جو جائزو وٺڻ جي لاءِ بازارن ۾ موڪليو ۽ اهو ٻڌي سخت دل شڪسته ٿياسين ته عوام تي اسان جي اپيل جو ڪوبه اثر نه ٿيو هو. ماڻهو پنهنجي ڪمن ڪارين تي وڃي رهيا هئا. تعجب جي ڳالهه اها هئي ته اسان جو ميزبان به گهر ۾ نظر نه ٿي آيو. خبر پئي ته هو به ڪم تي وڃي چڪو آهي.

هڙتال بظاهر ناڪام رهي، تنهن ڪري اسان سوچيو ته بهتر ٿيندو ته اسين هڙتال جو پنهنجو فيصلو واپس وٺڻ جو اعلان ڪري ڇڏيون. جيتوڻيڪ واپسي جو اعلان به هڪ قسم جي شڪست هئي. پر هڙتال جي فيصلي تي هوڏ ٻڌي بيهڻ وڌيڪ بي عزتي جو سبب بنجي ها. ڏکڻ آفريقا جي سرڪاري ريڊيو اسان کي سدائين نظرانداز ڪيو هو،پر هڙتال جي خاتمي جو اعلان هن نهايت زور شور سان ڪيو. بلڪ اسان جي اعلان کي واکاڻيو به. اسان جي سنگتي "ڪوتاني" ان فيصلي جي مخالفت ڪئي. سندس چوڻ هو ته ان جو سرڪاري ريڊيو تي اعلان ٿيڻ، اسان جي لاءِ ندامت جو سبب آهي ۽ ان جو مطلب اهو آهي ته اسين حڪومت جي هٿن ۾ کيڏي رهيا آهيون. هن جي راءِ وزندار هئي. پر اسان جي حڪمت عملي به صورتحال جي عين مطابق هئي. اها حڪمت عملي فقط ان

لاءِ غلطي قرار ڏني نه ته سگهجي ته اسان جي دشمن ان مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. اسان جي فيصلي جي باوجود به ڪن علائقن خاص ڪري پورٽ ايلزبيٿ ۾ جيڪو نيشنل ڪانگريس جو ڳڙهه هو، هڙتال ٿي. ڪين شايد اسان جي فيصلي جو اطلاع ملي نه سگهيو هو. اسان جي لاءِ اهو امر افسوس جو باعث هو ته نيشلسٽ پارٽي ڏهه سيڪڙو وڌيڪ ووٽ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب رهي هئي.

هاڻي اسان ان ڳالهه تي به ويچارڻ شروع ڪيو ته ڇا تشدد وارن واقعن جو سهارو وٺڻ گهرجي. ڇا ماڻهن کي زور زبردستي ڪم تي وڃڻ کان روڪڻ فائديمند نه ٿيندو؟ سخت طبيعت وارن ماڻهن جو چوڻ هو ته جيڪڏهن اسان پڪٽ ڪئي هجي ها ته هڙتال ضرور ڪامياب رهي ها. پر آئون سدائين ان قسم جي قدمن جو مخالف رهيو آهيان. منهنجي نظر ۾ عوام جي پنهنجي مرضي سان شرڪت ۽ مدد مقصد جي حصول ۾ بهترين ذريعو هوندو آهي. تنظيم کي ماڻهن جي پناهه جي جاءِ هئڻ کپي، نه ڪي قيد خانو. بهرحال ، جيڪڏهن اڪثريت جي راءِ ڪنهن خاص موقعي جي لاءِ تشدد وارن قدمن جي حامي به هجي ته اقليت کي ان جي سامهون ڪنڌ جهڪائڻ کپي. اقليت کي اڪثريت جي راءِ اورانگهڻ جو حق حاصل ڪونهي.

ان موقعي تي منهنجي پنهنجي گهر ۾ صورتحال ڪجهه مختلف رهي "عيدا متمخولو" اسان وٽ گهرو ڪم ڪار ڪندي هئي. هوءَ اسان جي گهر جي ڀاتي سمجهي ويندي هئي ۽ اسين کيس سدائين "ادي" چئي سڏيندا هئاسين. کيس اسان جي گهرو معاملن ۾ راءِ ڏيڻ جو به حق حاصل هو. مون کي ڪيترائي ڀيرا سندس هدايتن موجب بازار مان سيڌو سڙو وٺڻ جي لاءِ وڃڻون پوندو هو. هڙتال کان هڪ ڏينهن اڳ آئون کيس ۽ سندس ٻارهن سالن جي پٽ کي ڪار ۾ سندس گهر ڇڏڻ پي ويس، رستي ۾ مون عيدا کي چيو "سياڻي منهنجو ڪجهه تميصون ڌوئي استري ڪرڻ بيحد ضروري آهن." هوءَ غير معمولي طور تي ڪجهه دير تائين خاموش رهي. پوءِ هن مون ڏانهن منهن ڪيو ۽ چيو "اوهان کي خبر آهي، سياڻي آئون ڪم تي اچي نه سگهنديس". "ڇو، ڪهڙي ڳالهه آهي؟" مون سندس انڪار تي تعجب مان پڇيو "شايد اوهان وساري ڇڏيو آهي ته آئون هڪ ورڪر آهيان ۽ سياڻي هڙتال جو ڏينهن آهي، آئون پنهنجي ڪارڪن ڀائرن جو ساٿ ڏينديس." هن نهايت اطمينان سان وراڻيو. هن جي پٽ منهنجي پريشاني تاڙي ورتي ۽ چوڻ لڳو. "انڪل نيلسن، اوهان کي سدائين پنهنجي پيءُ سمجهيو آهي ۽ اوهان سان ڪڏهن به نوڪرن جهڙو سلوڪ نه ڪيو آهي".

عيدا پنهنجي پٽ کي مخاطب ٿي چوڻ لڳي، "ڇوڪرا! آئون جڏهن هن جي گهر ۾ پنهنجي حقن جي لاءِ وڙهي رهي هيس، ان وقت تون موجود ڪونه هئين، جيڪڏهن آئون تنهنجي انڪل جي خلاف سخت ويڙهه نه وڙهان ها ته اڄ مون سان پيءُ جهڙو سلوڪ نه ڪيو وڃي ها." بهرحال، ٻي ڏينهن عيدا ڪم تي نه آئي ۽ منهنجا ڪپڙا بنا استري جي پيا هئا.

•

پريشان ڪندڙ معاملن ۾ هڪ عورتن جي لاءِ "موڪل نامون" بہ هو. حڪومت جو زور هو تہ عورتون بہ اڃ وڃ جي لاءِ "موڪل نامون" پاڻ وٽ رکن، جڏهن تہ هو ان جون زبردست مخالف هيون. حڪومت "پاس"، بدران دستاويز جو نالو "حوالي وارو ڪتاب" تجويز ڪيو هو. پر عورتون سڀ ڪجھہ سمجھنديون هيون. حوالي وارو ڪتاب پيش نہ ڪري سگھڻ تي ڪين ڏهہ پائونڊ ڏنڊ يا هڪ مهينو قيدجو حڪم ٻڌائي تي سگھجيو.

1957ع ۾ ڪانگريس ڪي وومين ليگ جي اپيل تي ڏکڻ آفريقا جي عورتن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ هر هنڌ زبردست رد عمل جو اظهار ڪيو. هو نهايت جرئت مند، ثابت قدم، حوصلي مند ۽ اٽڪ ثابت ٿيون. سندن حڪومت مخالف احتجاج بي مثل هو. جنهن جي باري ۾ چيف لوٿولي چيو "هاڻي جڏهن تحريڪ ۾ عورتن عملي طور تي شرڪت ڪرڻ شروع ڪئي آهي، دنياجي ڪا بہ طاقت اسان ڪي آزاد ٿيڻ کان روڪي نہ ٿي سگهي، ايئن اسان جي زندگي ۾ ٿي ٿيندو." ڏکڻ اوير ٽرانسوال ، ستينڊ رٽن، هائيڊرل برگ، بالفور ۽ ٻين هنڌن تي هزارين عورتن احتجاج ۾ حصو ورتو. پورٽ ايلزبيٿ ۾ فرانسس باردر ۽ فلورنس مٿيوميلا عورتن ڪي "موڪل نامي" جي خلاف منظم ڪيو. جوهانسبرگ ۾ عورتن جي هڪ وڏي ميڙ "مرڪزي پاس آفيس" جو گهيراءُ ڪري ورتو ۽ اتي موجود پاس وٺندڙ عورتن ۽ آفيس جي عملي ڪي ڀڄائي ڇڏيو. سرڪاري ڪم ٺپ ٿي ويو ۽ پوليس سوين عورتن ڪي گرفتار ڪري ورتو.

هڪ رات ماني کائڻ کان پوءِ وني مون ڪي سڌ ڏني تہ سياڻي اورلينڊ ۾ "پاس آفيس" جي سامهون، عورتن پاران ٿيندڙ جلوس ۾ هوءَ بہ شريڪ ٿيندي. وني جي ان جذبي ۽ جرئت تي آئون دل ۾ ڏاڍو خوش هئس. پر احتياط لازمي هو. شادي کان پوءِ وني پنهنجو پاڻ ڪي سياست ۾ گهڻو ملوث ڪندي بي وئي. مون بہ اورلينڊ وومين برانچ ۾ شموليت تي سندس همت افزائي ڪئي.

مون ان فيصلي ڪي خوش آمديد چيو، پر خبردار ڪيم تہ اهو هڪ سنجيده معاملو آهي، جيڪو سندس زندگي جو رخ بدلائي ڇڏيندو. سماجي لحاظ کان وني جو تعلق هڪ سکيي ستابي گهراڻي سان هو ۽ هوءَ اڃا تائين زندگي جي ڪن اڻ وڻندڙ حقيقتن کان اڻ ڄاڻ هئي. گهٽ ۾ گهٽ ڪيس ان ڳالهہ جو ڪو بہ فڪر نہ هو تہ سياڻي جو ڪاڏو ڪٽان ايندو. شادي کان اڳ سندس اڃ وڃ گهٽي تڻي مراعات يافتہ حلقن سان هئي، جن جي طرز زندگي آزادي جي متوالن ماڻهن جي غريبائي انداز کان گهڻي مختلف هئي.

مون ڪيس ٻڌايو تہ اسان جي گهريلو خرچ پکي جو گهڻو تڻو مدار سندس پگهار تي آهي. جيڪڏهن هوءَ گرفتار ٿي وئي تہ صوبائي حڪومت ڪيس نوڪري مان ڪڍي ڇڏيندي ۽ ٻيهر نوڪري ملڻ مشڪل ٿي پوندي، ڇو تہ جيل وڃڻ جي ڏوهہ ۾ ڪيس ڪو بہ سرڪاري ڪاتو قبول نہ ڪندو. مون ڪيس قيد خاني جي ذلت واري زندگي ۽ جسماني تڪيف کان بہ خبردار ڪيو. منهنجو رد عمل سخت نظر ايندو. پر هڪ مڙس جي حيثيت

سان ۽ عملي ڪارڪن جي حيثيت سان منهنجو اهو فرض هو ته ڪيس سياسي قدمن جي هيٺ متاهين ڪان واقف ڪيان. منهنجا ذاتي جذبا ۽ احساس وچترا هئا.

وني پنهنجي فيصلن تي جمي بيهڻ واري شخصيت آهي. غالباً منهنجي قنوطي رد عمل سندس ارادي کي وڌيڪ سگهه ڏني. هن اطيمنان سان منهنجون ڳالهيون ٻڌيون ۽ چيو ته هو پنهنجو ذهن ٺاهي چڪي آهي. ٻي ڏينهن اسين صبح جو سوير اٿي ناشتو پاڻي ڪري ، ڪار ۾ ويهي احتجاجي مهم جي اڳواڻ سيسولو جي زال البرٽينا سان ملڻ لاءِ هن جي گهر پهتاسين. پوءِ اسين ريلوي اسٽيشن وياسين جتان مهم ۾ حصو وٺندڙ عورتن کي ٽرين ۾ سوار ٿي جوهانسبرگ شهر پهچڻون هو. وني ٽرين جي دري مان هٿ لوڏي مون کي الوداع چيو. هوءَ ڪجهه بي چين پر باعزم نظر اچي رهي هئي. هوءَ هڪ اهڙي ڏکي ۽ خطري واري سفر تي رواني ٿي رهي هئي. جنهن جو انجام نامعلوم هو. جوهانسبرگ شهر جي وچ ۾ "مرڪزي پاس آفيس" طرف هزارين عورتون احتجاج واسطي اچي رهيون هيون. انهن ۾ جوان ٻه هيون ته ڪراڙيون ٻه. ڪن جي چيلهن تي ٻار هئا، ڪي ڳوڻاٺن ڪپڙن ۾ ته ڪي وري نون فيشني ڪپڙن ۾ هيون. هو اُپ ڻاڙ نعرا هڻنديون گيت ڳائينديون اڳيان وڌي رهيون هيون. ڪجهه ئي گهڙين ۾ ڪيترائي ڊزن هٿياربند سپاهي کين گهيري ۾ وٺي گرفتار ڪرڻ لڳا. کين گاڏين ۾ وجهي "مارشل اسڪوائر" پوليس ٿاڻي ۾ وٺي ويا. سيئي عورتون پوليس حراست ۾ خوش نظر اچي رهيون هيون. گهرو ڪم ڪار ڪندڙ عورتون اخباري نمائندن کي سڏي چوڻ لڳيون "اسان جي گهر ڌڻياڻين کي ٻڌائي ڇڏجو ته سڀاڻي اسين ڪم تي ڪونه اينديون سين".

"منڊيلا اينڊ ٽمبو لا فرم" کي انهن عورتن جي ضمانت جو فرض سونپيو ويو. آئون هڪدم ٿاڻي تي پهتس ته جيئن ضمانت جي ڪارروائي جي تڪميل ٿي سگهي. منهنجي وني سان ٻه ملاقات ٿي، هو بيحد خوش نظر اچي رهي هئي. اهو گويا هن جي پاران منهنجي لاءِ هڪ خوبصورت تحفو هو. جيڪو وصول ڪري مون کي بيحد خوشي ٿي. ٻي ڏينهن وڌيڪ گرفتاريون ٿيون ۽ تعداد ٻن هزارن تائين وڃي پهتو. انهن مان چڱو موچارو تعداد باقاعده ڪيس هلائڻ جي لاءِ قلعي واري جيل موڪليو ويو. حڪومت جو اهو قدم نه رڳو وڪيلن جي لاءِ بلڪه پوليس ۽ جيل جي عملدارن جي لاءِ تڪليف جو سبب بڻيو. قلعي ۾ عورتن جي ايڏي وڏي تعداد جي لاءِ جڳهه ڪانه هئي. نه ايترا ڪمبل هئا ۽ وري نه ٽڏا ۽ غسل خانه. ڪاڌي پيتي ۽ صفائي سٿرائي جو مناسب بندوبست نه هو. مون سميت ڪيترن ئي دوستن چاهيو ٿي ته عورتن جون جلد کان جلد ضمانتون ڪرايون وڃن. پر وومين ليگ جي قومي صدر 'لي لين نگويز' ۽ وومين ليگ جي سيڪريٽري جنرل 'هيلن جوزي' جو خيال هو ته احتجاج کي اثرائتو ۽ جائز بنائڻ جي لاءِ مئجسٽريٽ پلي ڪيتري ٻه سزا ڏي، اهو فيصلو قبول ڪرڻ کپي. ان تي مون اعتراض ڪيو، پر مون کي صاف لفظن ۾ ٻڌايو ويو ته اهو عورتن جو پنهنجو معاملو آهي، ان ۾ نيشنل ڪانگريس يا مردن کي دخل اندازي کان پاسو ڪرڻ کپي. منهنجي تجويزن تي لي لين، ڪونڙين ۾ وڃي عورتن

جي خواهش ڄاڻڻ تي پنهنجو راضپو ظاهر ڪيو. اڪثريت جي راءِ هئي ته ضمانتن تي آزادي مناسب ڪونه رهندي. البت لي لين منهنجي اها ڳالهه مڃي ورتي ته قيدين کي ٻن هفتن جي لاءِ جيل ۾ رهڻ ڏنو وڃي، تنهن کان پوءِ اسين انهن کي ضمانتن تي آزاد ڪرائي وٺنداسين.

اينديڙ ٻه هفتا اسان ضمانت جا معاملا نبيرڻ ۾ گذاريا. ڪيترين ئي عورتن ناراضگي جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته اسين عدالت ۾ پيش نه ٿينديون سين. بهرحال مٽن مائٽن ۽ تنظيم جي مدد سان اسان سيني قيدي عورتن کي ضمانت تي آزاد ڪرائڻ ۾ ڪامياب رهياسين.

وني ءَ کي قيد خاني جو تجربو ڪو خراب نه لڳو. اتي سندس ٻن ولنديزي نسل جي آفريقي ڇوڪرين سان دوستي ٿي وئي. هو ٻئي ڏاڍيون همدرد ۽ نرم دل هيون. وني جي آزادي کان پوءِ هڪ ڏينهن اسان کين پنهنجي گهر ۾ ماني جي دعوت ڏني. هو ٻئي ٽرين ۾ چڙهي اورلينڊو آيون ۽ ماني کان پوءِ وني کين ٽائون شپ ۾ گهمايو ۽ ڦيرايو. ٻئي وني جون همر عمر هيون. تنهن ڪري منجهن پڪي دوستي هئي. سڀ پيٽين جيان گهميون ڦريون، وچڻ مهل هنن مهرباني مڃي ۽ چيو ته هو اينديون رهنديون. پر ائين ٿي نه سگهيو. هنن اورلينڊو اچڻ جي لاءِ مجبورن غير يورپي ٽرين ۾ سفر ڪيو هو. ڇو ته اورلينڊو تائين ڪا به سفيد فام گاڏي نه ٿي هلي. ڪو ڳورو اورلينڊو تائين سفر ڪندو ئي نه هو. نتيجي اهو نڪتو ته اها خبر مشهور ٿي وئي ته قلعي جي ٻن ولنديزي نسل جي داروغين ڇوڪرين وني ۽ منڊيلا جي گهر اچي ساڻن ملاقات ڪئي آهي. اهو واقعو اسان جي لاءِ ته ڪو مسئلو ڪونه بڻيو، پر هنن ٻنهي ويچاري جي لاءِ سخت ڏکيائين جو سبب بڻيو. جيل عملدار کين نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو ۽ پوءِ اسان کين وري نه ڏٺو ۽ نه وري هنن طرفان ڪا خبر چار آئي.

•

آگسٽ 1958ع ۾ اسين پنهنجي خلاف بغاوت ڪيس جي آخري مرحلي جا منتظر هئاسين. حڪومت ٽن ججن جسٽس رمپف (صدر) جسٽس ڪينيڊي ۽ جسٽس ليوبارف تي مشتمل خصوصي هاءِ ڪورٽ جوڙي. ٽئي جج ڳورا هئا ۽ حڪمران پارٽي سان واسطو رکنديڙ هئا. عدالت جو چيف جسٽس رمپف هڪ لائق ۽ فائق شخص هو. پر عام افواهه اهو هو ته هن جو واسطو هڪ ڳجهي ولنديزي نسل جي تنظيم سان آهي، جيڪا نسلي اقتدار کي سگهاري بنائڻ جي لاءِ ڪم ڪندي هئي. باقي ٻئي جج نيشنل پارٽي جا ميمبرهئا. جسٽس ڪينيڊي "ڦاسي ڏينديڙ جج" طور مشهور هو. هن پوليس جي ٻن ڳورن سپاهين جي قتل جي ڏوهه ۾ ٽيويهن آفريقين کي ڦاسي جي سزا ڏني هئي.

ڪيس شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ حڪومت هڪ چال ڪيڏي، يعني ڪيس جو هنڌ بدلائي ڇڏيو. جوهانسبرگ جي بدران ڇٽيهه ميل ڏور پريٽوريا ۾ واقع هڪ اڳوڻي يهودي عبادت گاهه کي عدالت جو ڪمرو قرار ڏنو ويو. سيني مدعي ۽ انهن جا وڪيل جوهانسبرگ ۾ رهندا هئا. هاڻي اسان کي روزانو پريٽوريا جو سفر ڪرڻ ۽ ان سان گڏ

وڏيڪ وقت ۾ پئسو خرچ ڪرڻون پوندو هو. جنهن جي اڳ ئي اسان وٽ کوٽ هئي. عدالتي ڪاروائي جي لاءِ ان ڏورانهين هنڌ جي چونڊ جو مقصد اسان کي پنهنجي فطري همدرن کان ڌار ڪرڻ هو. پريٽوريا نيشنل پارٽي جو گهر هو ۽ اتي آفريقي ڪانگريس جي موجودگي نالي ماتر تئي. تقريباً هڙئي جوابدار روزانو صبح جو سوير ڇهين بجي هڪ ڪٽارا بس، جنهن جون سيٽون سخت ڪاٺ جون هيون، اسان کي پريٽوريا نيندي هئي. جوهانسبرگ کان قديم يهودي عبادتگاهه تائين اچڻ ۾ وڃڻ ۾ پنج ڪلاڪ لڳندا هئا. جڏهن ته اهو وقت اسين ڪا محنت مزدوري ڪري پنهنجي گهرو خرچ جي لاءِ ڪمائڻ ۾ صرف ڪري ٿي سگهياسين. هن ڀيري به اسان کي اسرائيل ميزلز جي رهنمائي ۾ وڪيلن جي هڪ قابل ٽيم جي مدد حاصل هئي. جن ۾ برم فشر ۽ ورنن بيرنجي به شامل هو. اسان ڪيس جي شروعات کان اڳ ڪجهه فيصلا ڪري رکيا رهيا هئا. جيئن ئي عدالتي ڪارروائي شروع ٿي ميزلز اوچتو پنهنجي سيٽ تان اٿي بيٺو ۽ درخواست پيش ڪئي ته اسان کي ٻن ججن رمپف ۽ ليوڊارف جي عدالت ۾ شموليت تي اعتراض آهي. ڇو ته هنن جا مفاد اسان جي مقصدن سان متضاد آهن. عدالت جي ڪمري ۾ خاموشي ڇانئجي وئي. صفائي واري وڪيل جو چوڻ هو ته رمپف 1952ع جي مزاحمتي تحريڪ جي ڪيس ۾ اڳ ئي مخالفت فيصلو ڏئي چڪو آهي ۽ ليوڊارف 1954ع ۾ عوامي ڪانگريس جي موقعي تي پوليس جي سرڪاري وڪيل جي حيثيت سان ڪم ڪري چڪو آهي. تنهن ڪري هنن جي موجودگي انصاف جي نقطہ نظر کان موزون نہ هوندي ۽ ڪيس اهو ڪيس ٻڌڻ نہ گهرجي.

اسان جي اها حڪمت عمليٰ خطرناڪ بہ ٿي سگهي ٿي. جيتوڻيڪ اسان جي نظر ۾ اهي ٻئي جج نيشنل پارٽي جا زبردست حامي هئا، پر ملڪ ۾ انهن کان بہ خراب ماڻهو موجود هئا. جيڪي موجوده ججن جي جاءِ تي مقرر ٿي ٿي سگهيا. ليوڊارف جي مقرري جي دلي طور تي اسين خلاف هئاسين، پر رمپف کي ڪو گهٽو خراب ماڻهو نٿي سمجهيوسين. هن جا سياسي نظريا ڪهڙا بہ هجن. هو بهرحال قانون موجب فيصلو ڪندو هو تنهن ڪري اسان جو هن تي اعتراض گهٽ هو.

ٻي ڏينهن جو منظر اسان جي توقع موجب هو. ٽئي جج ڳاڙهو جبو پائي عدالت جي ڪمري ۾ داخل ٿيا ۽ ليوڊارف اعلان ڪيو تہ جيتوڻيڪ هو اڳينءَ ڪيس کي قطعي وساري چڪو آهي، پر هو هن ڪيس جي ڪارروائي ۾ حصو نہ وٺندو. البتہ عدالت جي چيف ڪيس کان الڳ ٿيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ پڪ ڏياري تہ مزاحمتي تحريڪ جي فيصلي جو هن ڪيس جي ڪارروائي تي ڪو بہ اثر نہ ٿيندو. اسان کي بہ ان اعلان تي بيحد خوشي. حڪومت ليوڊارف جي جاءِ تي جسٽس بيڪر کي عدالت جو ميمبر مقرر ڪيو. جنهن کي اسين سدائين هڪ سنو ماڻهو سمجهندا آيا هئاسين. نيشنل پارٽيءَ سان سندس ڪو بہ تعلق نہ هو.

ان پهرين ڪاميابي کان پوءِ اسان هڪ ٻيو رسڪ کنيو. اسان پنهجي تفصيلي دليلن

سان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ "فرد جرم" بذات خوف مبهم ۽ سچائپ کان عاري آهي. اسان جو استدلال هي هو تہ بغاوت جي ثبوت جي لاءِ تشدد جي رٿابندي جو هئڻ لازمي آهي. تنهن ڪري فريادي جي لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي ڪيس جي جواز جي لاءِ، اسان جي پاران ٿيندڙ تشدد جي رٿابندي جا ثبوت مهيا ڪيا وڃن. دليلن جي پڄاڻي تي ٽنهي ججن اسان جي مطالبي جي حق ڪي تسليم ڪري ورتو ۽ هڪدم "انسداد ڪميونزم ايڪٽ" تحت بن الزامن مان هڪ کي ڪالعدم قرار ڏئي ڇڏيو. ٻن مهينن کان پوءِ 13 آڪٽوبر تي حڪومت اوچتو اعلان ڪيو تہ هو سڄي فرد جرم واپس وٺي رهي آهي. اهو هڪ غير معمولي واقعو هو. پر اسان کو بہ جشن نہ ملهايو. ڇو تہ اسين حڪومت جي گهمائڻ ڦيرائڻ وارن چڪرن کان چڱي طرح واقف ٿي چڪا هئاسين. وڌيڪ هڪ مهيني کان پوءِ حڪومت پاسو بدلايو ۽ استغاثہ هڪ نئين، پر محتاط طريقي سان تيار ڪيل فرد جرم مشتهر ڪئي ۽ اعلان ڪيو تہ فقط ٽيهن ڏوهارين جي خلاف ڪيس هلايو ويندو. باقي ٻين ماڻهن جي خلاف ڌار ڪيس داخل ٿيندو. منهنجو نالو پهرين ٽيهن ڄڻن ۾ شامل هو. جيڪي سڀ جا سڀ آفريقي نيشنل ڪانگريس جا ميمبر هئا.

نئين فرد جرم تحت، استغاثہ کي تشدد جي ارادن وارن قدمن جا ثبوت ڏيڻا هئا. ڪوئين ڪونسل پيرو عدالت ۾ اهو دليل ڏنو تہ ڏوهارين کي خبر هئي تہ آزادي جي اعلان جو مقصد جي حاصلات لاءِ ضروري هوندو تہ موجوده سرڪار جو تشد سان زوري تختو اونڌو ڪيو وڃي. ڪيس جي ڪاروائي 1959ع جي وچ تائين جاري رهي، جو عدالت ايڪهٽ ڏوهارين جي خلاف حڪومتي الزام رد ڪري ڇڏيا هئا. ايندڙ ڪيترائي مهينا عدالت جو ڪمرو خشڪ قانوني نقطن جو منظر پيش ڪندو رهيو. صفائي وار وڪيلن طرفان ڪيس کي قطعي ڪوڙو ثابت ڪرڻ جي باوجود بہ حڪومت پنهنجي ضد تي قائم رهي. انصاف واري وزير برملا اعلان ڪيو تہ "ڪيس بهرحال جاري رهندو، اسان کي ان ڳالهہ جي بلڪل پرواهہ ڪونهي تہ ان تي ڪيترا ملين پائونڊ ٽا خرچ ٿين ۽ ڪيترو عرصو ٿو لڳي".

5 نومبر تي اسان جي گهر هڪ ڌيءَ پيدا ٿي. بغاوت جي ڪيس جي سلسلي ۾ منهنجي روزانو پريٽوريا اچ وڃ ٿيندي هئي. مون عدالت وڃڻ کان اڳ ونيءَ کي اسپتال پهچايو. واپسي تي اسپتال آيس ۽ ننڍڙي کي ڪٽي هنج ۾ ليٽايم. هو بلڪل "منڊيلا" هئي. منهنجي هڪ مائٽ سردار مدبنگي هن جو نالو زينيني تجويز ڪيو هو. جنهن جو مطلب هو "تون دنيا ۾ ڪنهن مقصد خاطر آئي آهين." اهو هڪ شاعرانو نالو آهي. ان مان ڪجهہ ڪرڻ جي جستجوءَ جو اظهار ٿئي ٿو. ان ۾ اهو پيغام لڪل آهي تہ اسان کي ڪنهن مقصد جي خاطر زندگي گذارڻ کپي.

ونيءَ جو هٽ ونڌائڻ جي لاءِ منهنجي والده بہ ٽرانسڪي مان اچي وئي هئي. هن چاهيو ٿي تہ ننڍڙي کي قبائلي انداز ۾ نباتاتي بيمسو ڏنو وڃي، پر وني نہ مڃيو. سندس چوڻ هو تہ اها پراڻي ۽ غير صحتمندانہ رسم آهي.ان جي بدران هن زينيني جي جسم تي

زيتون جو تيل مليو. جانسن ٻي ٻي پائونڊر هنيو ۽ هن جو پيٽ شارڪ جي تيل سان پري چڙهيو.

هاڻي مون سوچيو تہ وني کي ڪار هلائڻ سيکارڻ کپي. ان زماني ۾ تمام گهٽ عورتون، خاص ڪري آفريقي عورتون ايڪڙ ٻيڪڙ ڪار هلائيندي نظر اينديون هيون. اهو مردن جو ڪم سمجهيو ويندو هو. پر وني آزاد خيال عورت هئي ۽ حوصلي مند بہ . ٻيو تہ منهنجي پنهنجي مصروفيتن جي ڪري اهو ممڪن ئي نہ هو تہ آئون سندس ڊرائيور بنيو رهان، تنهن ڪري ڊرائيونگ هن جي لاءِ گهريلو طور تي بہ مفيد هئي. شايد آئون ٻي صبرو استاد آهيان يا منهنجي شاگرد مضبوط اعصاب جي مالڪ هئي. ڊرائيورنگ سيکارڻ جي دوران منهنجو ڪيترائي ڀيرا هن سان جهيڙو بہ ٿيو. ايتريقدر جو هڪ ڏينهن آئون ڪار هن جي حوالي ڪري پيرين پنڌ گهر هليو آيس. پر ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ ڪلاڪ کان پوءِ وني اڪيلي ئي ٽائون شپ جي رستن تي ڪار ڊوڙائيندي خير سلامتي سان گهر پهچي وئي. هن منهنجي هدايتن کان سواءِ گيئر نهايت عمدي طريقي سان بدلائڻ جو تجربو ڪيو هو. پوءِ اسين اهو واقعو ياد ڪري ڏاڍو کلندا هئاسين.

اڄا وني کي ازدواجي زندگي ۽ پوءِ مادرانہ زندگي سان هڪجهڙائي پيدا ڪرڻي هئي. ان وقت هو پنجويهن سالن جي نوجوان عورت هئي، جنهن کي پنهنجي ڌار سڃاڻپ قائم ڪرڻي هئي. آئون پنهنجي شخصيت ٿاهي چڪو هئس ۽ ڏن جو پڪو هئس. ماڻهوڪيس عام طور تي "مسز منڊيلا" جي حيثيت سان سڃاڻندا هئا. منهنجي شخصيت جي ڇانوَ ۾ رهندي، اهو بيحد ڏکيو هو تہ هو پنهنجي ڌار سڃاڻپ پيدا ڪري سگهي. مون پوري ڪوشش ڪئي تہ هو پنهنجي ڌار سڃاڻپ جو حق حاصل ڪري. هن جلد ئي اهو مقام حاصل ڪري ورتو ۽ ڪيس منهنجي مدد جي گهرج نہ رهي.



6 اپريل 1959ع تي گورن رهاڪن طرفان "جان وان ريبيڪ" جي ڪيپ ٽائون ۾ آمد جي سالگرهہ ملهائي پئي وئي. جو آفريقي نيشنل ڪانگريس جي مقابلي ۾ هڪ نئين سياسي تنظيم جي بنياد وجهڻ جو اعلان ڪيو ويو. جنهن جو اهم ترين مقصد ڳورن جي ٽن سئو سالن جي تسلط جو خاتمو آڻڻ هو. "اورلينڊو ڪميونل هال" ۾ سڄي ملڪ کان آيل ڪيترن ئي سون نمائندن جي اجلاس ۾ هڪ نج آفريقي قومپرست جماعت "پان آفريقينسٽ ڪانگريس" (PAC) جو بنياد رکيو ويو جنهن کليل لفظن ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي گهڻ نسلي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو. هن نئين تنظيم جي بنياد وجهندڙن جو خيال هو تہ نيشنل ڪانگريس جهاد جي جذبي ۽ عوامي رابطن جي کوٽ جو شڪار هئي ۽ ان تي غير آفريقين جو غلبو هو. رابرٽ سبڪ وي کي ان تنظيم جو صدر ۽ پوٽلاڪو ليبيلو کي سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. ٻئي يوٿ ليگ جا پراڻا ڪارڪن هئا. سبڪ وي پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ "آفريقين جي حڪومت، آفريقي جي ذريعي، آفريقين جي لاءِ." جو نعرو بلند ڪيو. نئين تنظيم پنهنجي منشور ۾ اعلان ڪيو تہ هوءَ ڳورن جي

غلبي جي خاتمي ۽ هڪ آفريڪي قومپرست سوشلسٽ جمهوري حڪومت جي قيام جي خواهشمند آهي ۽ هر طرح جي ڪميونزم جي مخالف آهي، سيني ڳورن ۽ هندستانين کي "پرڏيهي اقليتي ٽولو" يا "خارجي عنصر" تصور ڪري ٿي. هنن جي ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪا بہ فطري حيثيت ڪونهي. ڏکڻ آفريڪا آفريڪين کان سواءِ ٻيو ڪنهن جو بہ ناهي.

پي اي سي جو قيام اسان جي لاءِ حيرت جو باعث نہ بنيو. آفريڪي قومپرست گذريل ڪيترن ئي سالن کان نيشنل ڪانگريس ۾ پنهنجو مطالبو ورجائيندا پئي آيا. 1957ع جي قومي ڪانگريس ۾ هنن آواز بہ اٿاريو هو، پر ڪين شڪست کائڻي پئي هئي ۽ پوٽلا کي ڪانگريس مان خارج ڪيو ويو. قومپرستن جي هڪ گروهہ پيپلز ڪانفرنس جي موقعي "آزادي جي اعلان" کي اهو چئي رد ڪري ڇڏيو تہ اهو اعلان آفريڪي قومپرستي جي اصولن جي خلاف آهي.

پي اي سي جي دعويٰ هئي تہ هو 1912 ۾ آفريڪي نيشنل ڪانگريس جي بنيادي جذبن تحت قدم کڻندي. پر حقيقت ۾ هن جي فلسفي جو بنياد 1944ع ۾ يوٿ ليگ جي قيام جي موقعي تي ڪن ميمبرن پاران پيش ڪيل آفريڪي قومپرستيءَ جي جذباتي نعري تي رکيو ويو هو. ان وقت بہ "آفريڪا آفريڪين جو آهي" ۽ "يونائيٽيڊ اسٽيٽس آفريڪا"، جو نعرو گونجيو هو. بهرحال فريڊم چارٽر ۽ ڪانگريس الائنس جي قيادت ۾ ڳورن ۽ هندستانين جي موجودگي پي اي سي جي قيام جو فوري سبب بڻي. نئين تنظيم جي اڳواڻن کي نيشنل ڪانگريس ۾ ڳورن اشتراڪين ۽ هندستانين جي غلبي تي اعتراض هو. هو گهڻ نسلي اتحاد جا مخالف هئا.

پي اي سي جا سڀ باني ميمبر منهنجا واقفڪار هئا. انهن مان 'رابرٽ سبڪ وي' تہ پراڻو سنگتي هئم. هو حقيقي معنيٰ ۾ هڪ شريف النفس ۽ فاضل انسان هو. ساٿي کيس "پروفيسر" چئي سڏيندا هئا. پوٽلاڪو، رابروڪو ۽ زيفينيا، سڀ اسان جا دوست ۽ ساٿي رهيا هئا. البت منهنجي لاءِ گوراڊيبي جي ان پان آفريڪينسٽ گروپ ۾ شموليت، سخت حيرت ۽ مايوسي جو سبب بڻي. منهنجي لاءِ اها انوکي ڳالهہ هئي تہ ڪميونسٽ پارٽي جي سينٽرل ڪميٽي جي هڪ ميمبر، هڪ اهڙي تنظيم ۾ وڃي ويٺو، جنهن ڇڻن لفظن ۾ مارڪسزم کي رد ڪري ڇڏيو هو.

پي اي سي ۾ شامل ٿيندڙ ڪيترن ئي سياستدانن اهو قدم فقط ذاتي حسد يا مايوسي جي جذبي کان مغلوب ٿي کنيو هو. سياسي پيش رفت کان وڌيڪ ڪين پنهنجي رشڪ ۽ حسد يا انتقامي جذبي جي تسڪين جي گهرج هئي. پر منهنجو سدائين اهو اعتقاد رهيو آهي تہ هڪ انسان کي آزادي جو صحيح مجاهد بنجڻ جي لاءِ ڪيترن ئي اهڙن ذاتي احساسن کي ڇڏڻون پوندو، جيڪي کيس تحريڪ جو جز بنجڻ جي بدران هڪ مستقل شخصيت جو احساس ڏياريندا رهن. ڪنهن تحريڪ ۾ شامل انسان پنهنجي انفرادي شان ۽ شوڪت جي لاءِ نہ پر لکين انسانن جي آزادي ۽ حقن جي لاءِ وڙهندو آهي. آئون اهو تجويز نہ پيو ڪريان تہ انسان روبوٽ بنجي وڃي ۽ پنهنجن سيني ذاتي احساسن ۽ جذبن کان

چوڻڪارو حاصل ڪري. پر منهنجي چوڻ جو مقصد هي آهي تہ ڪنهن بہ آزادي جي لاءِ وڙهندڙ شخصيت کي پنهنجي ”ذاتي ڪٽنب“ کي ”عوامي ڪٽنب“ جي ماتحت رکڻ کپي. ان لاءِ ضروري آهي تہ شخصي جذبا، قومي جذبن جي مقابلي ۾ گهٽ حيثيت ۾ رکيا وڃن.

نئين تنظيم جو فڪر ۽ رويا مون کي پختا نہ لڳا. هڪ فيلسفوف جو چوڻ آهي تہ اهو هڪ عجوبو ٿيندو تہ جيڪڏهن ڪو شخص جواني ۾ آزاد خيال ۽ ٻڍاپي ۾ قدامت پسند نہ هجي. آئون قدامت پسند تہ ڪونہ آهيان، پر فطري طور تي هڪ پڪي عمر جي شخص کي پنهنجي جوانيءَ جا ڪيترائي فڪر ۽ نظريا غير ترقي يافتہ ۽ خام نظر اچن ٿا. مون کي آفريقي قوميرستن سان همدردي هئي، پر انهن جي ڪيترن ئي نظرين سان متفق هئڻ جي باوجود بہ منهنجي پختي راءِ هئي تہ آزادي جي جدوجهد ۾ ڪيترن ئي معاملن تي مصلحت ڪرڻي پوي ٿي ۽ ڪن وقتن ۾ انسان کي اهڙي نظم و ضبط جي سامهون ڪنڌ نوائڻو ٿو پوي، جنهن جي جواني جي ترنگ ۾ هو مخالفت ڪندو رهيو هو.

پي اي سي ڊراماڻي طور ضرورت کان وڌيڪ پُراميد پروگرام پيش ڪيو. سڀ کان وڌيڪ معصومائو وعدو هي هو تہ 1963ع جي پڇاڙيءَ تائين آزادي حاصل ڪري وٺبي. آفريقي رهاڪن کي ان تاريخي گهڙي جي لاءِ تيار رهڻ کپي ”آزادي ۽ خود مختياري ڏانهن اسان جو پهريون قدم 1960ع ۾ کڄندو ۽ آخري 1963ع ۾.“ جيتوڻيڪ ان اڳڪٿي ٽنل عوام جي دلين ۾ جوش ۽ جذبي جي لهر ڊوڙائي ڇڏي هئي. پر ڪنهن بہ تنظيم طرفان اهڙا واعدا ڪرڻ، جن کي اها پورا ڪري نہ سگهي، سخت خطرناڪ معاملو هوندو آهي.

پي اي سي پنهنجي ڪميونزم مخالف نظريي جي آڌار تي جلد ئي مغربي پريس ۽ آمريڪي اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ جي محبوب بڻجي وئي. ڪيس آفريقا جي ڪابي ڏر جي پٺ ۾ لڳندڙ خنجر سمجهي خوش آمديد چيو ويو. ايتري قدر جو ڏکڻ آفريقا جي اقتدار ۾ ويٺل نيشنل پارٽي بہ نئين تنظيم جي اهميت کي وڌائي چڙهائي بيان ڪرڻ پنهنجي مقصد جي خاطر مناسب سمجهيو. وطن جي آزادي خاطر اسان پي. اي. سي ۾ شامل ٿيندڙن کي خوش آمديد چيو. پر ان تنظيم جو ڪردار سدائين بگاڙ پيدا ڪرڻ وارو رهيو. هڪ نازڪ گهڙي ۾ هن قوم کي ورهائي ڇڏيو. جڏهن بہ اسان ڪنهن عوامي احتجاج جو اعلان ڪيو تہ هن ماڻهن کي ڪم تي وڃڻ جي فرمائش ڪئي. هوءَ اسان جي هر اعلان جي ابتڙ اعلان ڪندي رهي. پوءِ بہ مون کي اميد هئي تہ نيشنل ڪانگريس مان نڪتي ويندڙ انهن ماڻهن سان هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور اتحاد ۽ ٻڌي ٿيندي ۽ جيئن ئي مناظاتي فضا ختم ٿيندي، آزادي جو گڏيل مقصد اسان کي گڏ ڪري ڇڏيندو. تنهن ڪري آئون هن جي بيان ۽ پاليسين تي پورو ڌيان ڏيندو هئس تہ جيئن اختلاف کان هٽي اتفاق جو پهلو ڳولهيو وڃي.

افتتاحي اجلاس جي ٻي ڏينهن آئون ’سبڪ وي‘ سان مليس ۽ ڪيس سندس صدارتي خطاب، سندن منشور ۽ پاليسي مواد جي فراهمي جي درخواست ڪيم. هو خوش ٿي ويو ۽ مون کي پڪ ڏنائين تہ اهي سڀ شيون جلد مهيا ڪيون وينديون. مون ٻيهر

درخواست ڪئي، پر گهربل مواد مون تائين نہ پهتو. پوءِ آئون پوٽلاڪو سان مليس ۽ کيس چيو "اوهين نوجوان وعدو تہ ڪريون ٿا، پر مون کي گهربل شيون نہ ٿيون ملن." هن جواب ۾ وراڻيو "نيلسن! اسان اهي شيون توکي نہ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي، ڇو تہ انهن کي فقط اسان جي مٿان حملو ڪرڻ جي لاءِ حاصل ڪرڻ چاهين ٿو." مون سندس غلط تصور جي ترديد ڪئي. هن معذرت ڪئي ۽ گهربل مواد منهنجي حوالي ڪيو.

•

1959ع ۾ پارليامينٽ بنٽو مقامي حڪومت ۽ ترقياتي ايڪٽ منظور ڪري ورتو، جنهن موجب اٺ بنٽوستان قائم ڪيا ويا. اهڙي طرح حڪومت هڪ وڏي نسلي متڀيدجو بنياد رکي ڇڏيو. بلڪل ان وقت يونيورسٽي ايجوڪيشن ائڪٽ بہ پيش ڪيو ويو، جنهن جو مقصد غير سفيد فام ماڻهن کي نسلي بنياد تي قائم تعليمي ادارا قائم ڪرڻ کان روڪڻ هو. بنٽو مقامي حڪومت جي باري ۾ واسطيدار وزير چيو تہ "هر فرد ۽ گروهہ پنهنجي مخصوص قومي حلقي ۾ رهي ئي ترقي ڪري سگهي ٿو ۽ آفريقين کي ڪنهن بہ صورت ۾ سفيد فام برادري ۾ ضم نٿو ڪري سگهجي."

بنٽوستان پاليسي غير اخلاقي هئي. جنهن موجب ستر سيڪڙو آبادي کي فقط تيرنهن سيڪڙو زمين جو حقدار قرار ڏنو پي ويو ۽ ان حقيقت جي باوجود بہ تہ آفريقي رهاڪن جي بہ ياڱي ٽي آبادي هٽ نوڪيل ڳورن علائقن ۾ رهندڙ هئي. کين فقط پنهنجي پنهنجي قبائلي هوم لينڊ ۾ شهري حق حاصل هئا. اها اسڪيم اسان کي نہ ڳورن علائقن ۾ آزادي ڏئي رهي هئي نہ وري "پنهنجن" مخصوص حلقن ۾، حڪومت جي عملدارن جو چوڻ هو تہ بنٽوستان جو قيام اهڙي خير سگالي فضا پيدا ڪندو، جو آئنده ڪڏهن بہ بغاوت جا جيوڙا پلجي نہ سگهندا.

پر حقيقت ان جي ابتڙ هئي. ڳوناڻا علائقا افراتفري جو شڪار ٿي رهيا هئا. پر الائجي ڪهڙي سبب جي ڪري اهي علائقا اخبارن کان پري هوندا هئا ۽ حڪومتي ظلم ۽ جبر لڪيل رهندو هو. زيرسٽ، سيخو خوني لينڊ ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن ۾ ماڻهن پنهنجي سردارن جي قيادت ۾ ان اسڪيم جي خلاف مزاحمت جو اعلان ڪيو. بي شمار ماڻهن کي ڪيسن ۾ ڦاسائي، سزائون ڏنيون ويون. جيلن ۾ وڌو ويو ۽ جلا وطن ڪيو ويو. ايتري قدر جو ڪيترن سردارن کي بہ حڪومتي تشدد کي منهن ڏيڻو پيو ۽ انهن مان "چيف ڪوليني گولو" کي، جيڪو حڪومتي ڌر جو ماڻهو سمجهيو ويندوهو، قتل ڪيو ويو. 1960ع ۾ صورتحال ايتري تہ خراب ٿي چڪي هئي، جو مزاحمتي تحريڪ ڪلي نافرماني جي شڪل اختيار ڪري ورتي ۽ ماڻهن ٽئڪس جي ادائيگي کي نابري واري. زيرسٽ ۽ سيخوخوني ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي مقامي شاخن احتجاج ۾ حصو ورتو. ڪانگريس جو وڌيڪ ڪيتريون ئي شاخون قائم ڪيون ويون ۽ هزارين ماڻهو ميمبر ٿيا. انهن ڏورانهن علائقن ۾ مزاحمتي قوت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ هتي حڪومت سڀ کان پهرين اسان جي تنظيم تي پابندي عائد ڪئي. ٿمبولينڊ، پونڊولينڊ ۽

زولو لينڊ ۾ زبردست مزاحمت ڪئي وئي ۽ ماڻهو حڪومتي جبر جو نشانو بڻيا. پونڊو لينڊ ۾ ماڻهن حڪومت جي ڪيترن ئي حامين کي ماري ڇڏيو.

منهنجي لاءِ اها ڳالهه بيحد تڪليف واري هئي ته ٽرانسڪي ۾ ماڻهن جي ڪاوڙ جو نشانو منهنجو ڀائيٽو 'منتزيما ڊولي وونگا' بڻجي رهيو هو. هو حڪومت جو ساٿ ڏيئي رهيو هو ۽ آئون ذاتي طور تي ڪيترائي ڀيرا ڪيس سمجهائڻ جي باوجود به سڌي راهه تي آڻڻ ۾ ناڪام رهيس. اهڙيون خبرون به اچي رهيون هيون ته سندس ويڙهاڪ محافظن، سندس مخالف جي ڪيترن ئي ڳوٺن کي ساڙي ڇڏيو. خود متنزيما تي به ڪيترائي ڀيرا قاتلانه حملا ٿي چڪا هئا. منهنجي لاءِ هڪ ٻيو تڪليف وارو معاملو هي هو ته وني جو والد متنزيما جي ڪائونسل جو ميمبر ۽ سندس مضبوط حامي هو. وني جي لاءِ اهو معاملو سخت پريشاني جو سبب بڻجي رهيو هو. سندس والد ۽ گهر وارو ٻن ڌار ڌار متضاد راهن تي هلي رهيا هئا. ڪيس پنهنجي پيءُ سان محبت هئي، پر هن سندس سياست کي رد ٿي ڪيو.

ٽرانسڪي کان وقت بوقت قبائلي عوام ۽ مٽ مائٽ مون وٽ اورلينڊو اچي، حڪومت جو ساٿ ڏيندڙ سردارن جون شڪايتون ڪندا هئا. سباتا بنتو اسڪيم جو مخالف هو ۽ ڪنهن به حالت ۾ هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي لاءِ تيار نه هو. ماڻهن کي ڊپ هو ته متنزيما ڪيس لاهي ڇڏيندو ۽ واقعي ٿيو ته به ائين هڪ ڀيري ڊولي وونگا بغاوت جي ڪيس جي دوران مون سان ملڻ آيو. آئون ڪيس پريٽوريا وٺي ويس ۽ عدالتي ڪمري ۾ اسان جي وڪيل ميزلز هن جو تعارف جج صاحبان سان ڪرايو. جن احترام طور ڪيس ڪرسي پيش ڪئي پر عدالت جي ٻاهران جوابدارن سان سندس جهڙپ ٿي. هن چيو "نيٺ ته اوهين ڌار ترقياتي حلقن تي اعتراض ڇو ٿا ڪريو." پر ماڻهو ڪيس غدار سمجهندا هئا. لي ليٽئن نگوي زور سان چيو "واهه! هي شخص ته ڏاڍو تکو آهي."



چيو وڃي ٿو ته خدا جي چڪي شين کي هوريان هوريان پيهندي آهي، پر سست رفتاري ۾ ڏکڻ آفريقا جو نظام بي مثال آهي. اسان جي گرفتاري جي ٻن سالن اٺن مهينن کان پوءِ بغاوت ڪيس جي ابتدائي ڪارروائي جي پوري هڪ سال کان پوءِ اصل ڪارروائي جي شروعات 3 آگسٽ 1959ع تي ٿي ۽ اسان تي باقاعده فرد جرم عائد ڪئي وئي. اسان ٽيهن ئي ڄڻن پنهنجو ڏوهه قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. هن ڀيري فريادي تڪڙ ۾ نظر اچي رهيو هو. ٻهرين ٻن مهينن جي دوران حڪومت پاران به هزار دستاويز ۽ به سئو ڏهه شاهد پيش ڪيا ويا. انهن شاهدن ۾ سڄا سارا به سئو اسپيشل برانچ جا ماڻهو هئا. انهن جاسوسن اهو مڃيو ته هو آفريقي نيشنل ڪانگريس جا ماڻهو بڻجي اطلاع حاصل ڪندا رهيا ۽ ڪيترائي ڀيرا هو الماڙين ۽ بسترن ۾ لڪي ڳالهيون ٻڌندا هئا. اسان جي تقريرن يا بيان تي ٻڌل رپورٽن جا مسودا اعلان ۾ پيش ڪيا ويا. اهي عام قسم جا پبلڪ خطاب هئا ۽ ملڪ جو هر رهاڪو اڳ ۾ ئي انهن کان واقف هو. اسپيشل برانچ جون اهي رپورٽون بي ترتيبي جو شڪار هيون. منجهن ڪوبه رابطو نه هو. اسان کي ڪل ايندي هئي

ته ڇا جاسوسن جي انهن رپورٽن تي اسان کي سزا ڏئي سگهبي. اهي، اُهي ڳالهيون هيون جيڪي اسان ڪٿي به نه ٻڌيون، نه اهي ڪم ڪيا، جن جو انهن رپورٽن ۾ ذڪر هو.

منجهند جو اسان کي عدالت جي ڪمري کان ٻاهر، پادري جي رهائشگاهه جي ويڪري باغ ۾ ويهي ماني کائڻ جي موڪل ملندي هئي. جيڪا مسالي دار هندستاني طرز تي تيار ڪيل هوندي هئي. صبح جو ۽ ٽيهري جو عدالتي وقفي جي دوران، چانهه، ڪافي سينڊوچ به پيش ڪيا ويندا هئا. عدالتي ڪارروائي ۾ وانڍڪائي جا اهي مختصر لمحا، موڪلن جو حصو محسوس ٿيندا هئا اسين پاڻ ۾ سياسي موضوعن تي ڪچهري ڪندا هئاسين. ڪيس واري زماني ۾ سڀ کان وڌيڪ خوشگوار گهڙيون اهي ئي هيون جيڪي اسان رهائشگاهه جي باغ ۾ گذاريون. نه ته اهو سڀ ڪجهه "انصاف واري عدالت" جي ڪارروائي نه پر صبر جو امتحان نظر ايندو هو.

11 آڪٽوبر تي جڏهن اسين عدالت وڃڻ جي تياري ڪري رهيا هئاسين، ته اسان ريڊيو تي سرڪاري وڪيل "آسوالڊ پيرو" جي وفات جي خبر ٻڌي. ان اوچتي واقعي سبب حڪومت کي ڪاپاري ڌڪ لڳو ۽ ان ڏينهن کان حڪومت جي وڪالتي ٽيم جي ڦڙتي ۽ تيزي ۾ ڪمي اچڻ لڳي. عدالت ۾ جسٽس رمپف پنهنجي جذباتي تقرير ۾ پيرو جي قانوني قابليت ۽ هوشياري جي واکاڻ ڪئي. جيتوڻيڪ اسان کي پيرو جي غير موجودگي ۾ فائدو ئي پهتو. پر اسين هن جي موت تي خوشي جو اظهار ڪري نه سگهياسين. اسان کي سائس هڪ قسم جو دلي لڳاءُ ٿي ويو هو. ڇو ته پيرو پنهنجي تخريبي نظريي ۽ حڪومت جي زهريلي نسلي تعصب جي باوجود به ذاتي طور تي هڪ خدا ترس ۽ همدرد انسان هو. پنهنجي سياسي رجحانن جي ابتڙ هو سدائين اسان ڏانهن نرم انداز ۾ آفريقي چئي اشارو ڪندو هو. جڏهن ته اسان جو وڪيل پل چڪ ۾ اسان جي لاءِ "مقامي" جو لفظ استعمال ڪندو هو. هر روز اسان جي مختصر "عدالتي دنيا" متوازن نظر ايندي هئي. هڪ پاسي پيرو پنهنجي ميز تي ويٺو ساڄي ڌر جو ترجمان "نيو آرڊر" پيو پڙهندو هو ۽ اسان جي پرسان ويٺل اسان جو وڪيل برم فشر کاٻي ڌر جو رجحان رکندڙ "نيو ايج" مطالعو ڪندو هو. پيرو تقريباً هڪ سئو جلدن تي ٻڌل ابتدائي تحقيقي مواد اسان کي بنا ملهه جي سوکڙي طور ڏنو، جنهن جي ڪري اسان کي ڪافي مالي فائدو پهتو. هائي 'ايڊووڪٽ ڊي واس' حڪومتي ڌر جو اڳواڻ هو. پر پنهنجي پيشرو جهڙي فصاحت ۽ بلاغت، عقل ۽ فهم، سندس وس جي ڳالهه نه هئي. پيرو جي وفات سان گڏ استغاثه پنهنجو بيان مڪمل ڪري ورتو ۽ شاهدن جي پيشي شروع ڪئي وئي. سڀ کان پهريون شاهد پروفيسر مري هو، جيڪو ڪميونزم جو عظيم ماهر سمجهيو ويندو هو. پر ڪيس جي ابتدائي ڪاروائي وقت زير بحث موضوع تي پنهنجي نااهلي جو مظاهرو ڪري چڪو هو. ميزلز جي بي رحمي واري جرح جي دوران پروفيسر تسليم ڪيو ته اسان جو "اعلان آزادي" حقيقت ۾ هڪ اهڙو انسان دوست دستاويز آهي، جيڪو ڏکڻ آفريقا جي سنگدل حالتن جي تناظر ۾ غير سفيد فامن جي فطري رد عمل ۽ خواهشن جي عڪاسي

ڪري ٿو.

پروفيسر مري، اهو اڪيلو شاهد نہ هو جيڪو حڪومتي مقصدن جي حاصلات خاطر ڪو ڪردار ادا ڪري نہ سگهيو. حقيقت ۾ پنهنجي بي پناهہ ڪوشش جي باوجود بہ اهو ثابت ڪرڻ جو اهل نہ هو تہ اي اين سي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جا ڪا واقعي سازش ڪئي آهي يا سندس علم ۾ هئي.

مارچ جي مهيني ۾ فريادي ڏاڍو پراعتماد نظر اچي رهيو هو. هو هاڻ سڀ کان وڏيڪ خطرناڪ شاهدي پيش ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. حڪومت پريس ۾ زبردست بيان بازي ۽ پروپيگنڊه جي فضا ۾، اسان جي هڪ ساٿي رابرٽ ريشا جي ڳجهي نموني رڪارڊ ڪيل هيڪ تقرير عدالت کي ٻڌائي ويئي. جيڪا هن 1956ع ۾ ٽرانسوال جي 'والنٽيئر ان چيف' جي حيثيت سان اسان جي گرفتاري کان ڪجهہ هفتا اڳ ڪئي هئي. عدالت جي ڪمري ۾ مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. رابرٽ جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ پي آيو:

"اوهان سيني کي منظم انداز ۾ رهڻون پوندو، جيڪڏهن تنظيم اوهان کي چوي تہ تشدد اختيار نہ ڪيو وڃي تہ اوهان تشدد اختيار نہ ڪندا. پر جيڪڏهن اوهان سچا ۽ مخلص رضاڪار آهيو تہ جڏهن بہ اوهان کان تشدد جو مطالبو ڪيو وڃي تہ اوهان کي بهرحال تشدد وارين ڪاروائين جي شروعات ڪرڻي پوندي. اوهان کي قاتلاڻون عمل اختيار ڪرڻو پوندو. بس قتل ۽ رڳو قتل!"

فريادي کي پڪ هئي تہ اها تقريري شاهدي ڪيس تي ٺپو هڻي ڇڏيندي. اخبارن رابرٽ ريشا جي ان تقريرجا ٽڪرا وڏين وڏين سرخين سان ڇاپيا. حڪومت جي نظر ۾ اها تقرير نيشنل ڪانگريس جي اصل ۽ دلي خواهش تي ٻڌل هئي ۽ ان جي عدم تشدد جي ظاهري نظريي جي ترديد ڪري رهي هئي. پر حقيقت ۾ ريشا جا لفظ معمول جي خلاف واقع جي نشاندهي ڪري رهيا هئا. ريشا پبلڪ پليٽ فارم جو هڪ فصيح ۽ بليغ، جذباتي مقرر هو. ممڪن آهي هن لفظن جي چونڊ ۾ غلطي ڪئي هجي. پر جيئن صفائي واري وڪيل چيو تہ تہ هو فقط تنظيمي ڊسيپلين جي اهميت واضح ڪرڻ پيو چاهي تہ ڪارڪن کي فقط اهو ڪم ڪرڻ کپي، جنهن جو کين حڪم ڏنو وڃي. پوءِ اهو حڪم پلي اڻ وڻندڙ ڇو نہ هجي. اسان جي ٻين شاهدن شاهديون ڏنيون تہ ريشاجي تقرير جو مطلب اهو ڪونهي، جيڪو ڪڍيو پيو وڃي ۽ اها ڪنهن بہ طرح ڪانگريس جي پاليسي سان هم آهنگ نہ هئي.

فريادي پنهنجو بيان 10 مارچ 1960ع تي مڪمل ڪيو ۽ ڇٺن ڏينهن کان پوءِ اسان پنهنجو پهريون شاهد عدالت ۾ پيش ڪيو. هيستائين اسين هڪ لحاظ کان پرسڪون رهندا هئاسين، پر جيئن ئي اسان جا بيان شروع ٿيا تہ اسان پنهنجي حريف تي حملي آور ٿيڻ جي پاليسي اختيار ڪئي. اسين ڪيترن ئي مهينن تائين فقط پنهنجو بچاءُ ڪري رهيا هئاسين.

سڄ سماءُ جا ذريعا اهو تاثر ڏئي رهيا هئا تہ اسان پاران بچاءُ جو پهريون شاهد چيف لوٿولي هوندو. حڪومت کي بہ ان جي پڪ هئي. پر ان جي ابتڙ جيئن ئي اسان جو

پهريون شاهد ڊاڪٽر ولسن ڪانڪو پيش ٿيو ته هر طرف ماٺ ڇانئجي وئي. ڊاڪٽر ڪانڪو نٽال جي خوبصورت ضلع اڪسپوٽو جي هڪ رڍون ۽ ٻڪريون چارينڌڙ زولو رهاڪو جو پٽ هو. هو هڪ ناليوارو ڊاڪٽر، يوٿ ليگ جو باني ميمبر، مزاحمتي تحريڪ جو اهم ڪارڪن ۽ آفريقي نيشنل ڪانگريس جو خزانچي هو. جيئن ئي سندس عدالتي بيان شروع ٿيو ته ڪائنس "وٽ واٽرز رينڊ يونيورسٽي" ۾ سندس شاندار تعليمي ڪاميابي جي باري ۾ سوال ڪيو ويو. هن يونيورسٽي جي ميڊيڪل اسڪول ۾ رعايتون مليل ڳورن جي ڏيڻ ۽ پڻ، سيني ڪان ڪي پنتي ڇڏي ڏنو هو ۽ ڪامياب شاگردن ۾ سندس نالو سيني ڪان مٿي هو. جڏهن هڪ هڪ ڪري ڪانڪو جا تعليمي ڪوائف پڙهيا پي ويا ته مون محسوس ڪيو ته 'جسٽس ڪينيڊي' جي منهن مان، جنهن جو تعلق نٽال سان هو، هڪ قسم جو فخر جو جذبو محسوس ٿي رهيو هو. نٽال جا رهاڪو پنهنجي علائقي سان گهري وابستگي جي ڪري مشهور آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته سندن اهو وطني وارو جذبو رنگ ۽ نسل جي جذبي تي حاوي ٿي وڃي ٿو. بلڪ ڳورا نٽالي به پنهنجو پاڻ کي ڳورو زولو سمجهندا آهن. جسٽس ڪينيڊي هوندئن هڪ انصاف پسند شخص طور مشهور هو. ڊاڪٽر ڪانڪو جي شخصيت سامهون آئي ته مون سمجهيو ته هو اسان کي ٻي ترتيب عوام جو ميڙ سمجهڻ بدران، هڪ پرجوش انسانن جي روپ ۾ ڏسي رهيو آهي، جيڪي پنهنجي وطن جي خدمت تي آماده ٿي سگهيا ٿي. بشرطيڪ سندن وطن ۾ سندن دلجوئي ڪئي وڃي. جڏهن طب جي ميدان ۾ ڊاڪٽر ڪانڪو جي ڪاميابين جو ذڪر ٿيو ته جسٽس ڪينيڊي زولو زبان ۾ چيو، جنهن تي ڪيس مڪمل مهارت هئي "اسين زولو اهڙي ئي شان وارا هوندا آهيون." ڪانڪو جو حلفي بيان ان حقيقت جو واضع ۽ اثرائتو شاهد هو ته اي اين سي اهنسا تي يقين رکي ٿي.

اسان جو ٻيو شاهد چيف لوٿولي هو. هن پنهنجي شخصيت ۽ خلوص جي آثار تي عدالت تي سٺا اثر ڇڏيا. هو هاءِ بلڊ پريشر جو مريض هو. تنهن ڪري عدالت فيصلو ڪيو ته سندس بيان جي دوران عدالت رڳو صبح جي وقت لڳندي. هڪ لحاظ کان سندس شاهدي اسان جي لاءِ وڏي شاهدي هئي. جيڪا ڪيترن ئي ڏينهن تائين جاري رهي ۽ اٽڪل ٽي هفتا مٿس جرح ٿيندي رهي. هن نهايت محتاط انداز ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي سياسي حڪمت عملي جي ارتقا تي بحث ڪيو ۽ سيئي معاملا نهايت سادي پر واضح نموني پيش ڪيا. هڪ سابق استاد ۽ سردار جو رتبو ۽ حيثيت سندس لفظن جي گهرائي ۾ واڌارو ڪندا رهيا. هڪ پڪو عيسائي هئڻ جي ناتي هو اهڙي مڪمل شخصيت جو مالڪ هو، جيڪو صحيح طور تي ٻڌائي پي سگهيو ته نيشنل ڪانگريس ڪيتري نه ديانتداريءَ سان نسلي برابريءَ جي لاءِ جدوجهد ڪندي پئي اچي.

چيف، انسان جي خير جي جبلي جذبي تي پنهنجو اعتماد جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته اخلاقي فرق سان گڏ اقتصادي دٻاءَ ڏکڻ آفريقا جي ڳوري آبادي جي فڪر ۽ نظرئي کي بدلائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو. ڪانگريس جي اهنسا جي پاليسي تي بحث

ڪندي هن ان ڳالهه تي زور ڏنو تہ اهنسا ۽ صلح جوئي ۾ وڏو فرق آهي. صلح پسند، پنهنجي مٿان تشدد جي حملي جي باوجود پنهنجو دفاع ڪرڻ کان نابري واريندو آهي. پر ضروري ڪونهي تہ اهنسا جي قائل ماڻهن جو رويو بہ اهو ئي هجي. ڪيترن موقعن تي فرد ۽ قومن کي عدم تشدد جي حمايت جي باوجود بہ حملي جي خلاف پنهنجو بچاءُ ڪرڻو پوندو آهي.

ڪانڪو ۽ لوٿولي جا بيان ٻڌي اهو گمان ٿيو تہ شايد اهو پهريون موقعو آهي، جو اهي جج حضرات پنهنجي گهرو نوڪرن جون ڳالهيون ٻُڌڻ بدران اهڙن آزاد سيا ۽ حريت پسند آفريقين جي سياسي فلسفي تي ٻڌل بيان ٻڌي رهيا آهن. جن ڪي هو عمل ۾ آڻڻ جا خواهشمند آهن ۽ چاهڻ ٿا تہ انهن تي ڪيئن عمل ڪرڻون آهي.

ايڊووڪيٽ ٽرينگر چيف تي جرح ڪئي ۽ ڏاڍي چالاڪي سان ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن نموني ڪانٽس اهو چورائجي تہ اي اين سي تي ڪميونسٽن جو غلبو آهي ۽ انهيءَ جي هٿي پاليسي آهي. عوام ۾ هو عدم تشدد جي پرچار ڪن ٿا، پر ڳجهہ ڳوهہ ۾ هو خوني انقلاب جي لاءِ ڪم ڪري رهيا اهن. چيف پوري جرئت سان ٽرينگر جي انومانن کي رد ڪري ڇڏيو. هو نهايت متوازن انداز ۾ ڳالهائي رهيو هو. جڏهن تہ ڪنهن ڪنهن مهل سرڪاري وڪيل گهٽو ڪري ذهني توازن وڃائي تي وينو. هڪ موقعي تي هن آفريقي سردار کي منافقت جو بہ مهٽون ڏنو. آفريقي سردار ان الزام کي نظرانداز ڪندي نهايت بردباري سان عدالت کي مخاطب ٿي چيو "ماءِ لارڊ! منهنجو خيال آهي تہ شاهي اقتدار بي لغام ٿيندو پيو وڃي."

21 مارچ تي سردار لوٿولي جو بيان عدالت جي ٻاهر هڪ تباهہ ڪندڙ واقعي جي نظر ٿي ويو. ان واقعي سڄي ملڪ کي لوڏي ڇڏيو. جڏهن هڪ مهيني کان پوءِ، چيف پنهنجو بيان پڄائي تي پهچائڻ لاءِ ٻيهر عدالت ۾ پيش ٿيو تہ عدالت جو ڪمرو، بلڪ سڄو ڏکڻ آفريقا هڪ الڳ نظارو پيش ڪري رهيو هو.

ڊسمبر 1959ع ۾ اي اين سي ڊربن ۾ ٿيل پنهنجي سالياني ڪانفرنس ۾ فيصلو ڪيو هو تہ ايندڙ مارچ کان جون تائين "پاس" جي مخالفت ۾ عوامي احتجاجي مهم جي شروعات ڪئي ويندي. ان سهمتي فيصلي جي روشني ۾ ڪانگريس جا مختلف وفد ملڪ جي ڏورانهن هنڌن تي موڪليا ويا. فيلڊ ورڪر چٽني ڏسائڻ پکڙجي ويا. ڪارخانن، پارڪن، ريلن ۽ بسن ۾ اشتهار ورهايا ويا يا چهٽايا ويا. ملڪ جو سياسي مزاج تيز ٿي رهيو هو ۽ حڪومت اسان جي تنظيم تي بندش وجهڻ جي ڌمڪي ڏئي رهي هئي. حڪومتي وزير، ڪانگريس کي "مڪ" هڻڻ جون ڳالهيون ڪري رهيا هئا. آفريقا کنڊ ۾ هر طرف آزادي جي تحريڪ تيزي سان اڳيان وڌي رهي هئي. 1957ع ۾ نسلي تعصب جي خلاف 'ڪوامي نڪروما' جي اڳواڻي ۾ گهانا هڪ آزاد ۽ خودمختيار رعيتي راڄ جي شڪل ۾ قائم ٿي چڪو هو. 1960ع ۾ سترنهن آفريقي بينڪي رياستون، آزاد ملڪن جي صورت اختيار ڪرڻ واريون هيون. فيبروري ۾ برطانوي وزيراعظم هيرلڊ ميڪملن ڏکڻ آفريقا جي

دوري دوران پنهنجي پارليماني خطاب ۾ آفريقا ۾ تبديلي جي هلندڙ ان هوا جي ڳالهه ڪئي هئي.

ان وقت تائين پان آفريقسٽ ڪانگريس (پي. اي. سي) جو وجود نه هئڻ جهڙو هو، انهي جي قيادت پنهنجا پوئلڳ ڳولهيندي وتندي هئي. سياسي نقشي تي پنهنجي وجود جي اظهار لاءِ ڪين اڃا ڪنهن قدم جي ضرورت هئي. هو اي اين سي جي "پاس مخالفت" تحريڪ کان واقف هئا ۽ ڪين ان ۾ شرڪت جي به دعوت ڏني وئي هئي. پر هنن اي اين سي جو ساٿ ڏيڻ جي بدران ان تحريڪ کي مڏو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اعلان ڪيو ته هو اسان جي تحريڪ جي شروع ٿيڻ کان 10 ڏينهن اڳ 21 مارچ کان هو ڏار"پاس مخالف" تحريڪ شروع ڪري رهي آهي. پان آفريقنسٽ نه ته ڪو اجلاس سڏايو، نه وري ڪا تنظيم ٺاهي، نه ئي وري ڪنهن سان ان سلسلي ۾ ڳالهيون مُهاڙيون ڪيون، بس موقع غنيمت ڄاڻي هڪدم تحريڪ جي شروعات ڪري ڇڏي. هنن جو مقصد دشمن کي شڪست ڏيڻ بدران اي اين سي کي نيچو نوائڻ هو ۽ مٿس بازي کٽڻ هو.

تحريڪ جي شروع ٿيڻ کان فقط چار ڏينهن اڳ اسان کي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني وئي ته جيئن مٿس اڪيلو اُڏام جو الزام نه لڳي سگهي. ديگ چاڙهي دعوت ڏيڻ کي اسان بنا سوچ ويچار ڪرڻ جي قبول ڪرڻ ۽ تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ کان اسان انڪار ڪري ڇڏيو. 21 مارچ تي سبڪ وي ۽ سندس مرڪزي ڪميٽي جا ميمبر گرفتاري ڏيڻ جي لاءِ اورلينڊو پوليس اسٽيشن جي سامهون وڃي بيٺا. سندن اتي موجودگي کي ڪم ڪار تي ويندڙ هزارين ڪارڪنن نظر انداز ڪري ڇڏيو. پي اي سي جي قيادت اهو به اعلان ڪيو ته هو ضمانتون ڪين ڪرائيندا. نه پنهنجو بچاءَ ڪندا ۽ نه وري ڪو ڏنڊ ادا ڪندا. سندن خيال هو ته ڪين وڌ ۾ وڌ ڪجهه هفتن جي سزا ملندي. پر مئجسٽريٽ سبڪ وي کي ڏنڊ وجهڻ بدران ٽي سال سخت پورهئيءَ سان ٽيپ جو حڪم ٻڌايو.

سندن سڏ تي جوهانسبرگ، ڊربن، پورٽ ايلزبيٿ ۽ ايسٽ لنڊن ۾ ڪو به احتجاج ڪين ٿيو. البت ايواٽون ۾ پي اي سي جي اڳواڻ جي اپيل تي سوين ماڻهن پنهنجي پاسن کان سواءِ ٻاهر نڪري گرفتاري ڏني. ڪيپ ٽائون ۾ زبردست مظاهرا ٿيا ۽ ان جي ويجهو هڪ وسندي لينگا ۾ هڪ شاگرد "فلپ ڪگوسناڪي" جي اڳواڻي ۾ ٽن هزارن جي لڳ ڀڳ ماڻهن گڏ ٿي احتجاج ڪيو. جن کي پوليس لٺبازي ڪري منتشر ڪري ڇڏيو. پر ٻه آفريقي پنهنجي زندگي وڃائي ويٺا.

سيني کان وڌيڪ افسوسناڪ واقعو جوهانسبرگ کان 35 ميل پري صنعتي علائقي شارپ ولي ۾ پيش آيو. جتي پي اي سي جي تحريڪي ڪارڪنن چڱي موچاري محنت ڪئي هئي. ٽيهري جو ڪيترن هزارن ماڻهن تي مشتمل هٿيار بند مجريل ميڙ ٿاڻي کي گهيراءُ ڪيو. ٿاڻي جي اندر فقط پنجهتر سپاهي مقرر هئا. سي ايڏي وڏي مجريل ميڙ کي ڏسي ڊڄي ويا ۽ هنن ميڙ کي خبردار ڪرڻ کان سواءِ ئي گولي هلائي ڇڏي. ايتري قدر

جو پچنڌڙ ماڻهن کي بہ نشانو بنايو ويو. جڏهن ميڙ منتشر ٿيو تہ خبر پئي تہ اٺهتر آفريقين جا لاش لهوءَ ۾ لت پت اتي پيا هئا. جن مان گهڻن کي پچندي پويان گولي هڻي ماريو ويو. چار سئو ماڻهو زخمي ٿيا، جن ۾ عورتون ۽ ٻار بہ شامل هئا. مجموعي طور تي پوليس ستن سون کان بہ وڌيڪ فائر ڪيا. اهو ڪليل قتل عام هو. ٻي ڏينهن سڄي دنيا جي اخبارن ۾ پهرين صفحي تي ان بربريت جون خبرون ۽ تصويرون ڇپيون.

شارپ ولي ۾ گولي هلڻ جي واقعي جي ڪري ملڪ ۾ قومي سطح تي گوڙ ٿي ويو. حڪومت گهوٽالي ۾ اچي وئي. ان جي خلاف عالمي سطح تي احتجاج ٿيو. آمريڪي پرڏيهي کاتي بہ سخت رد عمل جو اظهار ڪيو. شايد پهريون ڀيرو گڏيل قومن جي سلامتي ڪائونسل ڏکڻ آفريقي معاملن ۾ مداخلت ڪندي، حڪومت کي ان قتل عام جو ذميوار قرار ڏنو ۽ نسلي برابري تي ٻڌل قدم کڻڻ تي زور ڀريو. جوهانسبرگ اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ ٻاڙائي اچي وئي. سرمايو تيزي سان ملڪ کان ٻاهر وڃڻ لڳو ۽ ڏکڻ آفريقا جي ڳورن ملڪ ڇڏڻ جي رٿابندي ڪري ورتي. لبرل پارٽي آفريقي رهاڪن جي حقن جي زوردار حمايت ڪئي، پر انهن سيني ڳالهين جي باوجود حڪومت جو موقف هو تہ شارپ ولي جو حادثو اشتراڪي سازش جو نتيجو آهي. ان قتل عام ملڪ ۾ هڪ نئين صورتحال کي جنم ڏنو. پنهنجي غير بالغ نظري ۽ موقعي پرستي جي باوجود 'پان آفريقنسٽ ڪانگريس' جي قيادت ۽ ڪارڪنن شارپ ولي ۽ لينگام ۾ وڏي همت ۽ صبر جو مظاهرو ڪيو هو. هاڻي هنن جي ناموس هئي. فقط هڪ ئي ڏينهن ۾ هو آزادي جي جدوجهد جي پهرين صف ۾ بيٺل نظر اچي رهيا هئا. رابرٽ سبڪ وي کي قوم جو چوٽڪارو ڏيارينڌڙ جي حيثيت سان ملڪ جي اندران ۽ ٻاهران شاباش ڏني پئي ويئي. انهن حالتن ۾ اسان نيشنل ڪانگريس وارن کي لازمي طور تي معاملن جي نئين سر جانچ ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ جي ضرورت هئي ۽ اسان هڪدم ان جي شروعات ڪري ڇڏي.

ڪانگريس جي اڳواڻن جي هڪ گروپ سڄي رات اجلاس ۾ ان ظلم ۽ بربريت جي خلاف پنهنجي رد عمل جي منصوبي تي غور ويچار ڪيو. اسان سمجهيو تہ ان صدمي ۽ ڪاوڙ جي حالت مان عوام کي چوٽڪارو ڏيارڻ جي لاءِ اسان کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. اسان چيف لوٿولي کي بہ اعتماد ۾ ورتو ۽ هن اسان جي رٿ کي مڃي ورتو. 26 مارچ تي چيف ريٽوريا ۾ سرعام پنهنجي پاس ساڙي ڇڏي ۽ سيني کي ائين ڪرڻ جي دعوت ڏنائين. هن 28 مارچ تي شارپ ولي ۾ برپا ڪيل قيامت جي خلاف احتجاج طور تي قومي سطح تي ماتم جو ڏينهن ملهائڻ جو بہ اعلان ڪيو. اورلينڊو ۾، دوما نوڪوي ۽ مون سوين ماڻهن ۽ پريس فوٽو گرافرن جي موجودگيءَ ۾ پنهنجون پاسون ساڙي ڇڏيون.

28 مارچ تي لکين انسانن چيف جي اپيل تي شاندار انداز ۾ لبيڪ چيو. ان قسم جي سرگرمين جو بندوبست نيشنل ڪانگريس جهڙي صحيح عوامي تنظيم ئي ڪري سگهي ٿي. ڪيپ ٽائون ۾ پنجاهہ هزار انسان 'لنگا ٽائون شپ' ۾ احتجاج جي لاءِ گڏ ٿي

ويا ۽ ملڪ جي ڪيترن ئي حصن ۾ فساد ڀڙڪي اٿيا. حڪومت هنگامي حالتن جو اعلان ڪري ڇڏيو. جوابدارن ڪي عدالت ۾ پيش ڪرڻ جا قانون رد ڪري ڇڏيا ۽ تخريبڪاري ڪي منهن ڏيڻ جي لاءِ حڪومت وسيع پئماني تي اختيار سنڀالي ورتا. هاڻ ڏکڻ آفريقا مڪمل طور تي فوجي قبضي ۾ هو.

•

30 مارچ جو رات جو ڏيڍ بجي ڌاري، گهر جي دروازي تي زور سان کڙڪي مون کي سجاڳ ڪري ڇڏيو. آئون سمجهي ويس ته اهي پوليس وارا آهن. دروازو کوليم ته اڌ ڊزن کن سپاهي هٿيارن سان ليس ٻاهر موجود هئا. هو گهر ۾ گهڙي آيا ۽ هر شئي اٿلائي پٿلائي ڇڏيائون. ڪاغذ جو هڪ هڪ ٽڪرو پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتائون. جن ۾ منهنجا اهي نوٽس به هئا، جيڪي آئون پنهنجي خانداني تاريخ ۽ قبائلي داستانن جي باري ۾ پنهنجي امڙ جي ساروڻين جي مدد سان تيار ڪري رهيو هئس. اهي دستاويز وري مون کي ٻيهر ڪڏهن به نه ملي سگهيا. مون کي وارنٽ کان سواءِ گرفتار ڪيو ويو هو. ڪنهن وڪيل کي گهرائڻ جي به مهلت نه ڏني وئي. ايتريقدر جو منهنجي زال کي به نه ٻڌايو ويو ته مون کي ڪيڏانهن نيو پيو وڃي. آئون فقط ڪنڌ جي اشاري سان ئي ڪيس الوداع ڪري سگهيس. ان کان وڌيڪ جي گنجائش نه هئي.

اڌ رات کان پوءِ، اسين نيولينڊ پوليس اسٽيشن وڃي پهتاسين. اهو هنڌ منهنجي لاءِ نئون ڪين هو. ڪيترا ئي ڀيرا پنهنجي اصلين سان ملڻ جي لاءِ هتي ايندو رهيو هئس. اهو ٺائون صوفيا ٽائون جي کنڊرات تي اڏيو ويو هو. ٿاڻي ۾ ڪيترا سنگتي ساٿي موجود هئا. رات گذارڻ سان گڏ انهن جي تعداد ۾ واڌارو ٿيندو ويو ۽ صبح جو اسان جو تعداد چاليهن تائين پهچي ويو. اسان کي هڪ سيخن واري ورانڊي ۾ رکيو ويو هو. جنهن جي ڇت کليل آسمان هو ۽ هڪ جهيڻي روشني وارو بلب ٻري رهيو هو. اهو هنڌ ايترو ته سوڙهو ۽ پوسل وارو هو. جو اسان کي سڄي رات بيٺي بيٺي گذارڻي پئي.

ستين بجي ڌاري اسان کي هڪ ننڍي ڪوٺي ۾ نيو ويو. جنهن جي فرش ۾ پاڻي ۽ گندگي نڪرڻ جي لاءِ فقط هڪ سوراخ موجود هو ۽ ان جي صفائي به ٻاهران ڪرڻي ٿي پئي. اسان کي ڪو به ڪمبل، تڏو، ٽائيلٽ پيپر يا کائڻ جي ڪا به شئي مهيا نه ڪئي وئي هئي. سوراخ هر هر بند ٿي ويو ٿي ۽ منجاٺس نڪرندڙ ڌپ سبب اسان جو ساهه ٿي ٻوساٽجيو. اسان ڪيتروئي احتجاج ڪيو ۽ ماني جي گهر ڪئي، پر ڪو به جواب نه مليو. تنهن ڪري اسان فيصلو ڪيو ته جيئن ئي ڪوٺڙي جو دروازو کليو ته زوري ٻاهر نڪرنداسين ۽ ضروري رعايتن کان سواءِ اندر نه گهڙنداسين. سو اسان کي جيئن ئي موقعو مليو اسين هڪدم ٻاهر نڪري آياسين ۽ ڊيوٽي تي موجود اڪيلو سپاهي ڊپ سبب اُٺي ڀڳو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ هڪ ٿلهو متارو سارجنٽ ورانڊي ۾ گهڙيو ۽ اسان کي واپس ڪوٺڙي ۾ وڃڻ جو حڪم ڏيندي چيائين" جيڪڏهن اوهان اندر نه ويا ته آئون پنجاهه لٺ بردار سپاهي گهرائي اوهان جا مٿا ڦاڙائي ڇڏيندس." شارپ ولي جي موتمار واقعي جي

تناظر ۾ اها ڪا خالي ڌمڪي نه هئي. ٿوري دير کان پوءِ اسٽيشن ڪمانڊر وارنڊي جي دروازي تي اچي بيٺو. مون کي کيسن ۾ هٿ وجهي بيٺل ڏسي ڪاوڙ ۾ تپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ رنڀ ڪري چيائين "ڪنهن آفيسر جي سامهون بيهڻ جي اهو ڪهڙو طريقو آهي، سڌو ٿي بيهه ۽ پنهنجا اهي خوني هٿ کيسن مان ٻاهر ڪڍ." پر آئون ساڳي نموني هٿ کيسن ۾ وجهيو بيٺو رهيس ۽ ائين ظاهر ڪيم، ڄڻ سيءُ وڳهي ٿريو ٿو پوان. مون وراڻيو "جيڪڏهن اسان کي ماني ڏيو ته پوءِ آئون هٿ کيسي مان ٻاهر ڪڍڻ جي لاءِ تيار آهيان."

بهرحال، اسان جي هتي اچڻ جي ٻارنهن ڪلاڪن کان پوءِ، منجهند جو ٽين بجي ڌاري اسان کي مڪئي جي هڪ ڇڊي ڪچڻي ڪاڻ جي لاءِ ڏني وئي. عام حالتن ۾ آئون، اهڙي ڪاڌي کي انساني استعمال جي قابل قرار نه ڏيان ها، پر هينئر اسان هٿ ڌوئڻ بنا ئي، اُس ۾ ويهي، اها ڪچڻي ڪائڻ کي لڳي وياسين. ڪائڻ کان پوءِ وانڊا تي اسان پنهنجا مطالبا عملدارن کي پيش ڪرڻ جي لاءِ هڪ ڪميٽي ترتيب ڏني. مون کي ترجمان مقرر ڪيو ويو. اسان تڪڙ ۾ غير مناسب حالتن جي باري ۾ هڪ عرضداشت تيار ڪئي ۽ پنهنجي غيرقانوني گرفتاري کان آزادي جي گهر ڪئي.

شام جو ڇهين بجي سمهڻ جي لاءِ اسان کي ٿڌا ۽ ڪمبل ڏنا ويا. انهن بسترن جي گندگي ۽ ناپاڪي جي وضاحت جي لاءِ مون وٽ لفظ ئي ڪونهن. ڪمبل رت ۽ الٽي سان تقيا پيا هئا. انهن تي ٿولر (جوؤن) زهريلا جيت ۽ ڪاڪروچ گهمي ڦري رهيا هئا ۽ انهن مان اٿندڙ ڌپ کي ڪنهن ڪني نالي جي ڌپ سان ڀيٽي ٿي سگهجيو.

اڌ رات جو اسان کي ٻڌايو ويو ته اسان کي ڪوٺڙي کان ٻاهر نيو پيو وڃي. پر ڇو؟ ڪنهن کي به خبر نه هئي. ڪي سنگتي آزادي ملڻ جي اميد ۾ خوش ٿي ويا. سڀ کان پهرين منهنجو نالو پڪاريو ويو. مون کي جيل جي وڏي دروازي تائين آندو ويو ۽ پوليس آفيسرن جي موجودگي ۾ آزاد ڪيو ويو. پر ان کان اڳ جو آئون دروازي کان ٻاهر نڪران، هڪ آفيسر رڙ ڪري چيو "تنهنجو نالو؟".

"منڊيلا" مون وراڻيو.

"نيلسن منڊيلا، آئون تون کي هنگامي حالتن جي قانون تحت گرفتار ٿو ڪريان".

دراصل اسان کي فقط هنگامي حالتن جي قانون تحت گرفتار ڪرڻ جي لاءِ ئي دروازي تي آندو ويو هو. نه ته آزاد ڪرڻ سندن مقصد نه هو. اسان کي واري واري سان هڪ گهڙي جي لاءِ ڇڏي، ٻي گهڙي گرفتار ڪيو ويو. قانوني طور تي اسان جي پهرين گرفتاري جو وٽن ڪو به جواز ڪين هو. تنهن ڪري هاڻ اڌ رات ڌاري اسان کي هنگامي حالتن جي لاڳو ٿيڻ کان پوءِ "جائز طريقي" سان قيد ڪيو پي ويو. اسان پنهنجي حقن بابت معلومات فراهم ڪرڻ جي لاءِ هڪ ميمورينڊم تيار ڪري، ڪمانڊر جي حوالي ڪيو.

ٻي ڏينهن صبح جو ڪمانڊر مون کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو، جتي مون پنهنجي دوست 'رابرٽ ريشا' کي ويٺل ڏٺو. اسٽيشن ڪمانڊر سائس سوالن جوابن ۾ رڌل هو. آئون جيئن ئي ڪمري ۾ گهڙيس ته رابرٽ ريشا ڪمانڊر کان پڇيو ته "هن ڪالهه رات مون

سان بدسلوڪي ڇو ڪئي ھئي؟" ڪمانڊر جو جواب رسمي باس جھڙو ھو "منڊيلا گستاخي ڪري رھيو ھو." مون نھ پھ جواب ڏنو. "آئون تو جھڙي شخص جي لاءِ ڪيسي مان پنھنجا ھٿ نہ ان وقت ۽ نہ وري ھينئر ڪڍڻ ضروري ٿو سمجھان؟" ڪمانڊر سٽ ڏئي ڪرسي تان اٿيو، پر ٻين آفيسرن ڪيس جھلي ورتو. ان گھڙي اسپيشل برانچ جو جاسوس سارجنٽ ھيل برگ ڪمري ۾ گھڙيو ۽ مون کي مخاطب ٿيو "ھيلو نيلسن!" سندس رويو خوشگوار ھو، پر مون جواب ڏنس، "ھن وقت آئون تنھنجي لاءِ نيلسن نہ پر مسٽر منڊيلا آھيان." مون کي لڳو اجھو ٿو ڪمانڊر جو ڪمرو جنگ جو ميدان بنجي. پر اسان کي ٻڌايو ويو تہ اسان کي ھينئر ئي بغاوت جي ڪيس جي پيشي جي سلسلي ۾ پريٽوريا روانون ٿيڻو آھي. منھنجي سمجھ ۾ نہ ٿي آيو تہ خوشي جو اظھار ڪريان يا غميءَ جو. حڪومت جي حالت ڏسڻ وٽان ھئي. گذريل ٽيھن ڪلاڪن جي اڻ وڻندڙ سلوڪ ۽ ھنگامي حالتن جي لاڳو ٿيڻ جي باوجود بہ ھوءَ مايوساڻہ انداز ۾ اسان کي ھڪ پراڻي ڪيس جي پيشي جي سلسلي ۾، پريٽوريا جي مقامي جيل ۾ وٺي وڃي بند ڪيو ويو.

•

31 مارچ تي اسان جي غير موجودگي ۾ عدالت ڪارروائي جي شروعات ڪئي. شاھدن جو ڪٽھڙو خالي ھو. فقط ڪجھ اھڙا مدعي موجود ھئا، جن کي پوليس گرفتار نہ ڪري سگھي ھئي(ڏھ ڏينھن اڳ) چيف لوٿولي جو بيان قلمبند ڪيو پي ويو. جيڪو اڃا اڌورو ھو. جسٽس رمپف، چيف جي غير موجودگي بابت سوال ڪيو تہ ٻڌايو ويو تہ ڪيس ڪالھ رات پوليس پنھنجي تحويل ۾ وٺي لاٿو آھي. جج ڪاوڙجي پيو ۽ ھن چيو تہ ھو نٿو سمجھي تہ ڪو ھنگامي حالتن جو لاڳو ٿيڻ ھن ڪيس جي راھ ۾ حائل ٿي سگھن ٿيون. ھن حڪم ڏنو تہ تہ ٻي ڏينھن چيف کي پنھنجو بيان مڪمل ڪرڻ جي لاءِ عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي. گرفتاري کان پوءِ چيف سان گھڻي بدسلوڪي ڪئي وئي. جيل جي ھڪ داروغي ڪيس ڏاڪڻين تان ڌڪو ڏيئي ھيٺ ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جڏھن ھو پنھنجو ٽوپلو کڻڻ جي لاءِ ھيٺ جھڪيو تہ ڪيس مٿي تي ڌڪ ۽ منھن تي ٿڦر ھنيا ويا. اسان جي لاءِ اھو سڀ ڪجھ سھپ کان ٻاھر ھو. ھڪ نھايت محترم ۽ مانواري شخصيت، جيڪو نھايت مخلص مسيحي ۽ دل جو مريض ھئو. تنھن سان اھي ماڻھو ڪنھن واڙي ۾ بند جانورن جھڙو سلوڪ ڪري رھيا ھئا. جيڪي سندس جوتن جا ڌاڳا ٻڌڻ جي لائق بہ نہ ھئا. ٻي ڏينھن صبح جو ٻڌايو ويو تہ پوليس چيف کي عدالت ۾ پيش ڪرڻ کان نابري واري آھي ۽ جج عدالتي ڪارروائي ملتوي ڪري ڇڏي. ٻاھر نڪرندي اسان سيني کي ٻيھر گرفتار ڪيو ويو.

ڪيس جي ڪاروائي جي دوران ھڪ عجيب لطيفو ٿيو. ناليواري يونين اڳواڻ "ولٽن موڪوي ٻي" پورٽ ايلزبيٿ کان سفر ڪري ڪيس کي منھن ڏيڻ جي لاءِ پريٽوريا آيو ھو. ڪنھن غلط فھمي جي آڌار تي ڪيس باقي سنگتين کان ڌار ڪيو ويو. عدالت جي دروازي تي جڏھن سيني اڳواڻن کي گرفتار ڪيو پي ويو تہ ھن ھڪ پوليس واري کان

پڇيو”هي ڇا پيو ٿئي؟“ جنهن ورائيس ”پڪ هتان، ڪير آهين تون؟“ ولٽن اتي ئي بيٺو رهيو. هو اڳيان وڌيو ۽ هڪ آفيسر کي چيائين تہ هو هن جوابدارن مان آهي، پر آفيسر چيس تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين، هڪدم هتان هليو وڃ نہ تہ توکي هرويرو سرڪاري ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ جي ڏوهہ ۾ گرفتار ڪيو ويندو. ولٽن ڪلها لوڏيا ۽ دروازي مان ٻاهر نڪري هليو ويو. تنهن کان پوءِ هو ڪٿي بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. ٻن مهينن تائين هو زير زمين رهيو ۽ پوءِ ڳجهي نموني ملڪ مان ٻاهر نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ ٽريڊ يونين ڪانگريس جي نمائندي جي حيثيت سان دنيا ۾ گهميو ڦريو ۽ نيٺ فوجي سکيا جي لاءِ چين وڃي پهتو.

ان رات ٽرانسوال جي مختلف علائقن مان ٻن هزارن کان بہ مٿي سياسي ڪارڪنن کي جيل ۾ آندو ويو. منجهن هر طبقي ۽ نسلي متڀيد جي مخالف پارٽين جا مرد ۽ عورتون شامل هئا. سڄي ملڪ ۾ حساس هنڌن تي فوجي جوان مقرر ڪيا ويا هئا. 8 اپريل تي اي اين سي ۽ پي اي سي (پان آفريڪنسٽ ڪانگريس) ٻنهي ”ڪميونزم ٽوڙ ايڪٽ“ تحت غير قانوني تنظيمون قرارڏنيون ويون ۽ ڪانگريس جو ميمبر ٿيڻ ڏوهہ قرار ڏنو، ڏهہ سال قيد ۽ ڏنڊ جي سزا مقرر ڪئي وئي. جڏهن تہ قانون جي دائري ۾ رهندي، احتجاج ڪرڻ تي بہ بندش وڌي وئي. هاڻ اسين سڀ قانون جي حمايت کان محروم ٿي چڪا هئاسين. آزادي جي تحريڪ هڪ نئين موڙ تي اچي پهتي هئي.

هنگامي حالتن وارو سڄو وقت اسان پريٽوريا جي جيل ۾ گذاريو. جيڪو ايترو ئي خراب هو، جيترو نيولينڊ. پنجن پنجن قيدين جو جٿو 7x9 فوٽن واري ڪوٺڙي ۾ رهايو ويو. جيڪا نہ رڳو ڏڌڙي هئي، پر منجهس روشني جو لنگهہ بہ نہ هو. فقط هڪ ڪاڪوس خانو هو ۽ جوئن سان ڀريل ڪمبل اوڍڻ جي لاءِ هئا. اسان کي چوويهہ ڪلاڪن مان فقط هڪ ڪلاڪ جي لاءِ ٻاهر ڪڍيو ويو. ٻي ڏينهن جيل جي ڪمانڊنگ آفيسر هڪ فوجي ڪرنل سان پنهنجي ڏپاري ڪوٺڙي جي شڪايت ڪئي پر هن اُلٽو اسان کي ڪوڙو قرار ڏنو ۽ چيو تہ جيت جٺيا ۽ جوئون اوهين پنهنجن ڪنن گهرن مان منهنجي جيل ۾ کڻي آيا آهيو. اسان هڪ ڌار وڏي ڪمري جي درخواست بہ ڪئي تہ جيئن اسين گڏجي پنهنجي ڪيس جي تياري ڪري سگهون. ڪرنل اها ڳالهہ بہ نہ مڃي ۽ چيو تہ قيدين کي لکڻ ۽ پڙهڻ جي موڪل ڏيڻ جو ڪو بہ قانون ڪونهي. بهرحال ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اسان جي ڪوٺڙين ۾ اچي ڇن جي پوڇي ڪرائي وئي. اسان کي نوان ڪمبل ڏنا ويا ۽ ڪليل هوا ۾ گهڻي دير تائين ويهڻ جي موڪل بہ ملي وئي. تنهن کان سواءِ ڪيس جي تياري جي سلسلي ۾ ڪتاب بہ فراهم ڪيا ويا. اسان کي روزانو صبح جو سوير پريٽوريا جيل مان عدالت ۾ نيو ويندو هو ۽ ٽيهري جو واپسي ٿيندي هئي. جيل ۾ نسلي فرق جو پورو پورو خيال رکيو ويو. اڇي چمڙي وارا قيدي تہ اڳ ۾ ڪارن کان ڌار رکيا ويندا هئا پر هن پيري هڪ حڪومتي چرپائپ جو اظهار ٿيو. اسان جي هندستاني ۽ رنگدار ساٿين کي بہ اسان کان ڌار ڪيو ويو ۽ اسان جي گهُر جي باوجود بہ اسان کي هڪ هنڌ رهڻ جي موڪل نہ ڏني وئي. تنگ نظر نسل پرست ذهنيت جو اهو عجيب و غريب مظاهرو هو. اڳتي هلي

بغاوت جي ڪيس ۾ ملوث سيني قيدين کي گڏ رهڻ جي موڪل ته ملي وئي، پر خوراڪ جي فراهمي ۾ لڳاتار نسلي فرق رکيو ويو.

جيل ۾، ناشتي ۾ هندستاني ۽ رنگدار قيدين کي کنڊ جو اڌ چمچو ڏنو ويندو هو، پر آفريقي قيدين کي ان کان محروم رکيو ويندو هو. رات جي ماني ۾ هندستاني ۽ رنگدار رهاڪو چار اونس جي ماني وصول ڪندا هئا. پر اسين ان کان به محروم رهندا هئاسين. ان سلسلي ۾ اهو دليل ڏنو ويندو ته اها ماني يورپي ذوق جي حامل ماڻهن جي لاءِ آهي. جنهن جا آفريقي رهاڪو هيراڪ ڪينهن. ڳورن کي ڪاڏو اسان کي ملندڙ ڪاڏي کان ڪافي سٺو ملندو هو. عملدار رنگ جي باري ۾ ايترا ته حساس هئا جو کنڊ ۽ ماني جي رنگ جي سلسلي ۾ به مڪمل فرق اختيار ڪندا هئا. ڳورن قيدين کي سفيد رنگ جي کنڊ ۽ رنگدار ماڻهو ڀوري کنڊ جا حقدار سمجهيا ويندا هئا.

اسان هڪ ڏينهن ماني جي گهٽيا معيار جي شڪايت ڪئي ۽ اسان جي وڪيل عدالت جو باقاعده ان پاسي ڌيان ڇڪرايو. مون عدالت کي گذارش ڪئي ته جيل ۾ ملندڙ خوراڪ انسانن جي کائڻ جي قابل ڪونهي. اهو ٻڌي جسٽس رمپف پاڻ ان ڪاڏي جي تپاس ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو. تنهن ڪري ان ڏينهن جيل عملدارن سٺو ڪاڏو رڌيو. جج صاحب به تي گرهه کنيا ۽ سٺي غذا جو سرٽيفڪيٽ ڏئي ڇڏيو. ڪل جهڙي صورتحال هئي. بهرحال ان مان اهو فائدو ٿيو ته آفريقي قيدين کي ماني ملڻ لڳي ۽ هو هندستاني ۽ رنگدار ڳورن قيدين جي خوراڪ جا حقدار بڻيا.

ان قيد دوران مون کي هڪ خاص رعايت حاصل رهي. آئون هر هفتي جي شام جو جوهانسبرگ ۾ رهندو هئس. دراصل ٿيو هيئن جو هنگامي حالتن جي اعلان کان ڪجهه وقت اڳ ئي اسان اندازو لڳائي ورتو ته پڪڙ سخت ٿيڻ واري آهي. تنهن ڪري ڪانگريس نيصلو ڪيو ته هڪ اهڙو شخص ملڪ کان ٻاهر هئڻ گهرجي، جيڪو ٻاهرين دنيا ۾ اسان جي نمائندگي ڪري سگهي. تنهن ڪري اوليور کي سندس تنظيمي صلاحيتن، عقل ۽ تدبر جي آڌار تي ان مقصد جي لاءِ بهترين ڪارڪن سمجهيو ويو ۽ هو ملڪ کان ٻاهر هليو ويو. هاڻي اسان پنهنجي قانوني فرم بند ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ۽ هڪ وڪيل دوست کي اها ذميداري سونپي وئي، جنهن جيل جي ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل پرنسلو کي درخواست ڪئي ته اُن فرم جي پڄاڙڪن معاملن ۾ سندس مدد واسطي مون کي جوهانبسرگ وڃڻ جي موڪل ڏني وڃي. ڪرنل مهرباني ڪري هر جمع جي ٽيپهري جو مون کي جوهانسبرگ وڃڻ ۽ سومر جي صبح جو واپس ورڻ جي خاص موڪل ڏني. سارجنٽ ڪروگر کي اها ذميداري سونپي وئي ته هو منهنجو هم سفر ۽ نگران هوندو. آئون اهي به ڏيهن جوهانسبرگ وڃي، ڏينهن آفيس ۾ ويهي معاملا اُڪلائيندو هئس ۽ رات "مارشل سڪوئير"، جيل ۾ گذاريندو هئس. سارجنٽ ڪروگر جو رويو ڏاڍو دوستاڻو هوندو هو، هو ڪيترائي ڀيرا رستي ۾ گاڏي بيهاري، پنهنجي ۽ منهنجي لاءِ کائڻ پيئڻ جون شيون وٺڻ هليو ويندو هو. آئون سوچيندو هئس ته، سندس غير موجودگي ۾ ڪار

مان لهي پچي وجان. آفيس ۾ بہ هو مون کي ڊاڪٽرن تان لهي هيٺ وڃڻ جي موڪل ڏيندو هو. هڪ ڀيرا ونني بہ ملاقات جي لاءِ آئي. منهنجي ۽ ڪروگر جي وچ ۾ هڪ قسم جو شريفاڻون معاهدو طئي ٿي ويو هو. آئون ڀڄڻ جي ڪوشش ڪين ڪندس ۽ هو مون کي ڪنهن حد تائين آزادي ميسر ڪندو هو.

•

25 اپريل تي ڪيس جي نئين سر شروعات کان هڪ ڏينهن اڳ اسان جي وڪيل ميزلز، اسان کي حالتن جي سنجيدگي کان واقف ڪيو ۽ ٻڌايو تہ هنگامي حالتن جو لاڳو ٿيڻ، ڪيس جي ڪاروائي ۾ ڊڪيائي جو سبب بڻجي رهيون آهن. هنگامي قانونن تحت مدعي ۽ وڪيلن جي وچ ۾ رابطو ناممڪن ٿي رهيو آهي. وڪيلن کي جوهانسبرگ کان پريٽوريا اچڻون ٿو پوي. پر ڪڏهن ڪڏهن ڪين ٻڌايو ويندو هو تہ جوابدارن سان ملاقات ممڪن ڪونهي ۽ ملاقات جي صورت ۾ وقت بہ تمام گهٽ ڏنو ويندو آهي. جڏهن تہ دهشت بہ ڦهلائي ويندي آهي. ميزلز اسان کي خبردار ڪيو تہ هنگامي قانون تحت اڳ گرفتار ٿيل همراهہ جيڪڏهن عدالت ۾ پنهنجو بيان رڪارڊ ڪرائيندو تہ اهو تہ تخريبڪاري قرار ڏئي سزا ۾ وڌيڪ واڌارو ڪري سگهجي ٿو ۽ اهڙي طرح صفائي جي شاهدن کي بہ شاهدي ڏيڻ جي صورت ۾ نظربنديءَ جو خطرو هوندو.

اسان جي وڪالتي ٽيم جو خيال هو تہ احتجاج طور ڪين ان ڪيس تان دستبردار ٿي وڃڻ کپي. پر ميزلز ان جي خطرناڪ نتيجن کان واقف ڪيو تہ اهڙي طرح اسان کي عدالت ۾ پنهنجو پاڻ صفائي پيش ڪرڻي پوندي ۽ وڌيڪ وقت جي سزا جو خدشو هوندو. اسان پاڻ ۾ صلاح مصلحت کان پوءِ فيصلو ڪيو تہ وڪيلن جي غير موجودگي ۾، آئون ۽ ڊومانوڪوي، ڪيس تيار ڪنداسين ۽ اهڙي طرح هنگامي حالتن جي لاڳو ٿيڻ جي ظلم ۽ ناانصافي کي نمايان ڪري سگهبو.

ٻي ڏينهن "نوڪوي" جيڪو ٽرانسوال جو اولين آفريقي ايڊووڪيٽ هو، عدالت جي سامهون ڇرڪائيندڙ اعلان ڪيو تہ مدعا عليهان پنهنجي وڪيلن کي هدايت ڪئي آهي تہ هو هن ڪيس تان دستبردار ٿي وڃن. پوءِ اسان جو وڪيل ميزلز اٿيو هن چيو "يور لارڊ شپس! هاڻي اسان وٽ ڪيس جي پيروي جو حق نہ رهيو آهي. تنهن ڪري آئنده اسين اوهان کي تڪليف نہ ڏينداسين." اهو چئي اسان جي وڪيلن جي سڄي ٽيم خاموشي سان ٻاهر نڪري وئي. ان تي ٽئي جج پريشان ٿي ويا. هنن اسان کي پنهنجي پاڻ صفائي پيش ڪرڻ جي خطري کان واقف ڪيو. پر اسان حڪومتي ڏاڍ جي خلاف پنهنجي ناراضگيءَ جو اظهار ڪري ڇڏيو هو. ايندڙ پنجن مهينن تائين اسين پاڻ ٿي پنهنجي ڪيس جي پيروي ڪندا رهياسين.

اسان جي حڪمت عملي اها هئي تہ ڪيس کي هنگامي حالتن جي خاتمي تائين اينگهايو وڃي. عدالتي ڪارروائي اڳ ۾ ئي ڪافي اينگهجي رهي هئي. پر ان ۾ وڌيڪ وقت لڳي ٿي ويو تہ ڪهڙو فرق ٿي پيو. بظاهر اها حڪمت عملي ڪل جوڳي هئي. هاڻي

اسان مان هر ڪو پنهنجو وڪيل پاڻ هو. تنهن ڪري قانون موجب هو ٻين جوابدارن کي شاهد طور پيش ڪرڻ ۽ هر شاهد جي مٿان جرح ڪرڻ جو مجاز هو. عدالتي رجسٽر ۾ اسان سڀني جا نالا الفابيٽ جي حساب سان لکيل هئا ۽ سڀني کان پهريون نالو "فريد آڊمز" جو هو، جنهن جو تعلق ٽرانسوال جي انڊين يوٿ ڪانگريس سان هو. فريد پنهنجي ڪيس جي شروعات جوابدار نمبر ٻه هيلن جوزف کي پهرين شاهد طور پيش ڪرڻ سان ڪندو. فريد جي پاران شادي ڏيڻ کان پوءِ باقي سيئي جوابدار واري واري سان هيلن تي جرح ڪندا، تنهن کان پوءِ حڪومت پاران انهن تي جرح ٿيندي، پڇاڙي ۾ جوابدار نمبر هڪ تي فريد ٻيهر جرح جي شروعات ڪندو. اهڙي طرح فريد، جوابدار ٽي کي شاهدي جي لاءِ گهرائيندو، پوءِ ساڳي طويل ڪارروائي هلي ها ۽ پوءِ چوٿون ۽ پنجون ايستائين جو ستاويهه جوابدار شاهد طور پيش ٿين ۽ ائين اهو ڪيس شايد هڪ هزار سالن تائين جاري رهي.

هونئن ٻه جيل ۾ رهي، ڪيس جي تياري ڪرڻ هڪ ڏکي شئي هئي. پر هتي ته نسلي فرق جون پيدا ڪيل رڪاوٽون به موجود هيون. سڀني جوابدارن جو پاڻ ۾ ملڻ جلڻ ضروري هو. پر جيل جا ضابطن مرد ۽ عورت، گوري ۽ ڪاري کي گڏ ٿيڻ جي اجازت نه ٿي ڏني. تنهن ڪري اهو ممڪن نه هو ته اسين هيلن جوزف، ليون ليوي، لي ليٿن نگوبي ۽ برٿامشابشا سان صلاح مصحلت ڪري سگهون. جيل جي عملدارن سان ڏگهي بحث مباحثي کان پوءِ اسان کي زبردست حفاظتي شرطن سان پاڻ ۾ صلاح مشوري جي موڪل ڏني وئي. مٿي ذڪر ڪيل عورت جوابدارن کي جيڪي مختلف رنگن ۽ نسلن جي لحاظ کان مختلف جيلن ۾ رکيون ويون هيون. آفريقي مردن جي جيلن ۾ آڻيون هو. پهرين پابندي اها هئي ته ڪارا ۽ گورا قيدي جسماني طور تي گڏ ويهي نه ٿا سگهن ۽ اهڙي طرح مرد ۽ زائفائون، هڪ هنڌ گڏ تي نه ٿيون سگهن. جيل عملدارن هيلن ۽ ليون کي اسان مردن کان ڌار ڪرڻ جي لاءِ هڪ لوهي جاري لڳائي هئي ۽ وري ٻي جاري ڪين ڪاري رنگ جي عورت قيدي لي ليٿن ۽ برٿا کان ڌار ويهارڻ جي لاءِ هڻئي وئي. رنگ جي آڌار تي هيلن جي لي ليٿن کان ۽ جنس جي آڌار تي اسان جي ڪاٽڻ، رنگ جنس جي آڌار تي ڌار ڪرڻ لازمي سمجهيو ويو. پر عجيب ڳالهه اها هئي ته جيل ۾ اسان کي لوهي سيخن جون مضبوط رڪاوٽون ٻيهاري ڌار ڪيو ٻي ويو. جڏهن ته عدالت ۾ اسين پاڻ ۾ آزادي سان ملي جلي ۽ ڪچهري ڪندا هئاسين.

سڀ کان پهريون مرحلو فريد کي عدالت جي رسمي ڪاروائي بابت واقف ڪرڻ ۽ هيلن کي شاهدي جا طور طريقا سيکارڻ جو هو. اسان فرض ڪيو ته عدالت ۾ فريد، هيلن کان ڪهڙي قسم جا سوال ڪندو. مون فريد جو روپ اختيار ڪيو ۽ هيلن کان باقاعده عدالتي انداز ۾ سوال جواب ڪرڻ شروع ڪيا.

"اوهان جو نالو؟" مون پڇيو.

"هيلن جوزف" هن وراڻيو.

"ڄمار؟" هوءَ جواب ۾ خاموش رهي، تنهن ڪري مون ٻيهر پڇيو.

"اوهان جي ڇمار؟"

هيلن ڇپ پيڪوڙي ورتا، ڪي گهڙيون مون ڏانهن ڪاوڙ مان نهاريندي چيائين "نيلسن! منهنجي ڇمار سان هن ڪيس جو ڪهڙو واسطو؟"

هيلن جيتري حوصلي واري هئي، ايتري ئي دلڪش شخصيت جي مالڪ هئي. پر حڪم هلائيندڙ بہ هئي. هوءَ پنهنجي ڇمار جي باري ۾ ڏاڍي حساس هئي. مون ڪيس ٻڌايو تہ عدالت ۾ نالو، ڇمار، اتو پتو ۽ رهائش وغيره جي باري ۾ سوال پڇڻ معمول جي ڳالهہ هئي. ڇمار جو تعين عدالت جي لاءِ ڪنهن شاهدي ڪي جانچڻ ۽ سزا وغيره جي مقرري جي سلسلي ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

مون وري پڇيو "اوهان جي ڇمار؟"

هوءَ پنهنجي ضد تي اڙول رهي ۽ چيو "نيلسن! عدالت ۾ پيشي دوران اهو مرحلو مان اُڪري ويندس، ان کان اڳ، نہ تون اڳتي هل".

تنهن کان پوءِ، مون ڪائنس ڪجهہ اهڙا سوال ڪيا، جن جي حڪومت پاران توقع ٿي پئي سگهي. اهو انداز ڪيس وڌيڪ واقعاتي لڳو. هڪ موقعي تي هن چيو "تون منڊيلا آهين يا سرڪاري وڪيل."

اهڙي طرح اسان ڪي سنا ۽ خوشگوار موقعا ملندا رهيا. مون ڪي هر هفتي هيلن جي جيل ۾ وڃي ڪيس عدالتي ڪاروائي بابت واقف ڪرڻ جي موڪل ملي وئي هئي. آئون ٻين قيدي عورتن سان بہ ملاقات ۽ انهن سان شاهد طور صلاح مصلحت ڪندو هئس. جيل جي ڳورين ڇوڪرين سان منهنجو رويو سدائين دوستاڻو رهيو ۽ هو جيل ۾ منهنجي موجودگي ۾ چڱي موچاري دلچسپي وٺنديون هيون. هن کان اڳ هو ان ڳالهہ کان اڻ ڄاڻ هيون تہ آفريڪي وڪيل يا ڊاڪٽر جهڙي ڪا مخلوق بہ دنيا ۾ موجود آهي. هو مون ڪي غير معمولي مخلوق سمجهنديون هيون. پر هوريا هوريان سندن رويو دوستاڻو ٿيندو ويو.

آئون ساڻن کل ڀوڳ بہ ڪندو هئس ۽ چوندو هئس تہ آئون سندن قانوني مسئلن جي نبيري ۾ مددگار بنجي سگهان ٿو. پڙهيل لکيل سفيد چمڙي واري عورتن جو هڪ ڪاري شخص سان ايئن ڳالهائڻ جي نتيجي ۾ سندن نسلي فرق جو تصور بہ ڪمزور پوڻ لڳو.

هڪ ڀيري هيلن کان منهنجو انٽرويو ڪافي ڊگهو ريو تہ مون داروغي ڇوڪري ڪي مخاطب ٿي چيو "مون ڪي افسوس آهي جو هيڏي ڊگهي ڳالهہ ٻولهہ ڪري اوهان ڪي ڪافي بيزار ڪري رهيو آهيان." هوءَ سرڪاري طور تي اسان جي ڳالهہ ٻولهہ وقت موجود رهڻ جي پابندي هئي. هن وراڻيو "بلڪل نہ! اوهان مون ڪي بيزار نہ پيا ڪريو، پر آئون اوهان جي ڳالهہ ٻولهہ دلچسپي سان ٻڌي رهي آهيان".

هو واقعي اسان جي ڳالهہ دلچسپي سان ٻڌي رهي هئي. بلڪ هڪ اڌ ڀيرو تہ هن ڪجهہ مفيد تجويزون بہ ڏنيون. هڪ لحاظ کان سفيد چمڙي واري ڇوڪرين جي موجودگي اسان جي لاءِ فائدي واري ثابت ٿي. هاڻي وڃي ڪين پتو پيو تہ اسين ڪهڙي مقصد جي خاطر جدوجهد ڪري رهيا آهيون ۽ ڇاجي لاءِ قيد ۽ بند جون سختيون سهي

رهيا آهيون ۽ ان ئي سبب جي ڪري نيشنل پارٽي نسلي برابري جي مخالفت ڪري ٿي. هڪ ڊار ڳوري سماج جا ورڪر ٿي نسلي فرق جي سلسلي ۾ نيشنل پارٽي جي فلسفي جي حمايت ڪري سگهن ٿا. ڪين خبر هئي ته مختلف نسلن جي ماڻهن جو پاڻ ۾ ميل جول، باهمي نفرتن جي خاتمي ۽ ان جي نتيجي ۾ هم آهنگي کي جنم ڏيندو ۽ اها ڳالهه پارٽي جي نظرين جي متضاد هئي.



عدالت ۾ فريد شاهدن تي پنهنجي مڪمل صلاحيت سان جرح ڪرڻ ۾ رڌل رهندو هو. هو ججن سان به سٺي نموني دليلن ۾ ڳالهائيندو هو. اهڙي طرح حڪومت ۽ فرياديءَ جي وڪيلن محسوس ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ته سندن واسطو ڪهڙن باصلاحيت ۽ قابل مرد توڙي عورتن سان پئجي رهيو آهي. پر اسان کي ڏکيائي هئي. قانوني طور تي اسان مان فقط ڊوما، جيڪو باقاعده ايڊووڪيٽ هو، سپريم ڪورٽ جي جج صاحبن کي مخاطب ٿي سگهيو ٿي. مون کي به ان جي اجازت نه هئي. چو ته آئون اٽارني هئس ۽ فقط ڊوما جي مدد ڪري ٿي سگهيس. هڪ ڀيري جسٽس رمپف مون کي عدالت کي سنئون سڌو خطاب ڪرڻ تي روڪيندي چيو ته "مسٽر منڊيلا! اوهان کي خبر هئڻ کپي ته مسٽر نوڪوي کي جيڪو هڪ ايڊووڪيٽ آهي، عدالت کي سنئون سڌو مخاطب ڪرڻ جي موڪل آهي." مون وراڻيو "نيڪ آهي ماءِ لارڊ! اسين سيئي اوهان جي حڪم کي مڃڻ لاءِ تيار آهيون. اوهان نوڪوي جي فيءَ جي ادائيگي جو بندوبست ڪرڻ فرمايو." ان کان پوءِ ڪنهن به اسان جي سڌي سنئين خطاب تي اعتراض نه ڪيو.

فريد جي جرح دوران آئون ۽ ڊوما سندس مدد ڪندا هئاسين "سوال سندس حوالي ڪندا ويندا هئاسين. هڪ ڏينهن هن اسان جي صلاح کان سواءِ جج صاحبان کي مخاطب ٿي چيو ته هو ٿڪجي پيو آهي، تنهن ڪري ڪارروائي ڪجهه دير جي لاءِ مهمل ڪئي وڃي. پر عدالت سندس درخواست کي رد ڪندي ڪارروائي جاري رکڻ جو حڪم ڏنو. هن ياد ڏياريو ته هن ڪين وڪيل جي دستبرداري مهل ئي ان خطري کان واقف ڪري ڇڏيو هو.

ٽيهري جو اسين سڀ واپس جيل پهتاسين ته سيني جا منهن لٿل ۽ فڪرمند هئا. هر پاسي بي چيني جي ڪيفيت طاري هئي. ڪيترن ئي، سيني قيدين کي گڏ ڪري ڳالهائڻ تي زور پريو. مون سيني کي گڏ ڪيو ته پورٽ ايلزبيٿ جي مشهور واپاري نڪمپيني، جنهن تحريڪ جي دوران ڪيترن ئي گهراڻن جي مدد ڪئي هئي. مون سان سنئون سڌو مخاطب ٿيو. پر هن احترام طور منهنجو خانداني نالو وٺي چيو "ماديبا! اهو ٻڌايو ته اوهان اسان جي وڪيلن کي دستبرداري تي مجبور ڇو ڪيو هو؟" مون وراڻيو "اهو ڪنهن اڪيلي فرد جو فيصلو ڪين هو؟ سيني سهمتي راءِ سان ان جي منظوري ڏني هئي." "پر اسان کي عدالتي ضابطن جي ڪهڙي خبر. اسان ته اوهان جهڙن قانوندان دوستن جي ڳالهه تي اعتبار ڪري اهو فيصلو ڪيو هو." نڪمپينيءَ اعتراض ورايو. ٻين به ڪيترن ئي

ساٿين سنڌس ها ۾ ها ملائي. پر مون سنڌن جذبن کي ٿڌو ڪيو ۽ ٻڌايو ته اهڙو واقعو هڪ معمولي غلط فهمي جي ڪري پيش آيو آهي. نه ته اسين نيڪ ناڪ وڃي رهيا آهيون. مون سيني کي خبردار ڪيو ته بددل ٿيڻ سان ڪم ڪين هلندو. اڃان به اسان کي ٻين به ڪيترن ئي خطرن سان منهن ڏيڻو آهي. اسان جو ڪيس عام نوعيت جو ڪونهي جنهن ۾ حڪومت قانون جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جا الزام هنيا هجن. هر اخلاقي ۽ غير اخلاقي اصولن جي خلاف جدوجهد جي آزمائش جو معاملو آهي. هونئن به وڪيلن جي قانوني نقطن کان وڌيڪ ٻين ڪيترن ئي معاملن تي فڪر مند ٿيڻ جي ضرورت آهي. منهنجي ڳالهين جو چڱو اثر ٿيو ۽ سنڌن ڪاوڙ ٺڏي ٿي وئي.

هيلن کان پوءِ، ٽين نمبر جوابدار احمد ڪيٿرادا پنهنجي جوابي دعويٰ جي شروعات ڪئي. رنگدار عوامي ڪانگريس جي لولان جي شاهدي اچا هلندڙ هئي ته جو وزيراعظم ورورڊ اعلان ڪيو ته جلد ئي هنگامي حالتن کي ختم ڪيو ويندو. بظاهر ته هنگامي حالتون هميشه لاءِ لاڳو ڪيون ويون هيون. پر حڪومت جو خيال هو ته آزادي جي تحريڪ جو ڪاميابي سان گلو گهٽيو ويو آهي. ان موقعي تي اسان جي داد رسي جي لاءِ وڪيل برادري به پهچي وئي. پر ان جي باوجود اسان کي ڪيترائي هفتا جيل جي سيخن جي پويان گذارڻون پيو. اسان پنجن مهينن کان به وڌيڪ ڪنهن وڪيل جي مدد کان سواءِ گذاريو هو.

منهنجو حلفيه بيان 3 آگسٽ کان شروع ٿيو. ٻين جا ڪيس تيار ڪندي ڪندي، هاڻ آئون پنهنجو پاڻ کي ڪافي تيار محسوس ڪري رهيو هئس، ٽن سالن جي خاموشي، نظربندي ۽ قيد تنهائي کي مون کي پنهنجي نظرين کي ڪليل نموني پيش ڪرڻ جو موقعو ملي رهيو هو. پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ مون اعتدال پسند رويي تي قائم رهڻ، اي. اين. سي پاران عدم تشدد تي مشتمل جدوجهد تي قائم رهڻ جي ارادي جو اعلان ڪيو. ان سوال جي جواب ۾ ته "ڇا ڏاڪي به ڏاڪي جمهوري سڌارن جو حصول ممڪن آهي؟ مون وراڻيو "ها ائين ممڪن آهي."

اسان جي گهر عالمي طور تي منظور ٿيل هڪ ماڻهو، هڪ ووٽ جي آهي. پنهنجا مطالبا مڃرائڻ جي لاءِ اسان اقتصادي دٻاءُ، سياسي مزاحمت ۽ ڪاروباري بهشڪار جو سلسلو ايستائين جاري رکنداسين، جيستائين حڪومت اهو چوڻ تي مجبور نه ٿيندي ته "سڻا ماڻهو! قانون جي ڀڃڪڙي ۽ بائيڪاٽ مان پيدا ٿيل صورتحال جو گهڻي دير جاري رهڻ مناسب ڪونهي، اچو ته گڏجي ڳالهين ٻولهين جي ذريعي مسئلو نبيريون. آئون چوندس: ها واقعي اسان کي ڳالهيون ڪرڻ گهرجن. پوءِ حڪومت چئي سگهي ٿي: في الحال يورپي رهاڪو اهڙي قسم جي حڪومت تي راضي ٿي نه ٿا سگهن جنهن ۾ اقتدار جو توازن غير يورپي ماڻهن جي هٿ ۾ اچي وڃي، تنهن ڪري اسين اوهان کي سٺ سيٽون ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. آفريقي آبادي پارليامينٽ جي سٺ سيٽن جي لاءِ پنهنجا نمائندا چونڊي سگهي ٿي. اسين پنجن سالن کان پوءِ ان مامري تي ٻيهر ويچارينداسين. اسين ان کي عام راءِ جي حق ڏانهن هڪ اهم قدم سمجهنداسين ۽ چونداسين ته "اسين ايندڙ پنجن سالن جي سول

نافرماني تحريڪ معطل ٿا ڪيون".

پر حڪومت اهو ثابت ڪرڻ تي اڏول رهي ته آئون خطرناڪ قسم جو تشدد پسند ڪميونسٽ هئس. حالانڪ آئون نه ڪميونسٽ هئس، نه وري ان پارٽي جو ميمبر. پر مون اهو به نه ٿي چاهيو ته مون ڪي پنهجي اشتراڪي حليف کان ڌار ڪيو وڃي. مون ڪي پنهنجي فڪر ۽ نظرين جي نتيجي ۾ واپس جيل وڃڻ منظور هو، پر آئون ان حقيقت کان ڪنهن به صورت ۾ انڪار لاءِ تيار نه هئس ته ڪو اشتراڪي دوستن اسان جي بي پناهه مدد ڪئي آهي.

عدالت سوال پڇيو: ڇا ڏکڻ آفريقا جي سياسي نبيري جي لاءِ، منهنجي ويچهو سنگل پارٽي سسٽم جو نظريو قبولڻ جوڳو آهي؟" مون وراڻيو "ماءِ لارڊ! مسئلو حڪومت جي ظاهري شڪل ۽ صورت جو ڪونهي، پر جمهوريت جي قيام جو آهي، جيڪڏهن جمهوريت جي بهترين تشريح "سنگل پارٽي سسٽم" جي لفظن مان ٿي سگهي ٿي ته آئون ان تي سنجيدگيءَ سان ويچارڻ جي لاءِ تيار آهيان. پر جيڪڏهن جمهوريت گهڻ پارٽي سسٽم جو نالو آهي ته پوءِ مون کي ان پاسي به ڌيان ڌرڻون پوندو. مثال طور: هن وقت اسان جي ملڪ ۾ به گهڻ جماعتي سسٽم لاڳو آهي، پر غير يورپي ماڻهن جي نقطه نظر موجب اها بدترين قسم جي غير جمهوري حڪومت آهي".

ڏکڻ آفريقا جي ڳوري آبادي جي ويجهو ووٽرن جو"تعليم يافته" هئڻ ضروري هو ۽ جڏهن جسٽس رمپف به ان غلط نظريي جو اظهار ڪيو ته مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو. ڪنهن تنگ نظر ماڻهو کي اهو سمجهائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ته"تعليم يافته" هئڻ جو مطلب فقط بي اي جي ڊگري حاصل ڪرڻ نه هوندو آهي، پر ڪو "اڻ پڙهيل" ووٽر ڪنهن وڏي ڊگري جي حامل شخص کان وڌيڪ سمجهو ۽ سُڌ ٻڌ جو مالڪ ٿي سگهي ٿو.

جسٽس رمپف: "ڪنهن مملڪت جي حڪومت ۾ اڻ پڙهيل ماڻهن جي شرڪت جي ڪهڙي اهميت ٿي سگهي ٿي؟"

منڊيلا: ماءِ لارڊ! جيڪڏهن اڻ پڙهيل ڳورا حصو وٺن ته پوءِ ڇا ٿيندو.. دراصل ووٽر ان اميدوار کي ووٽ ٿو ڏي، جيڪو سندس خيال موجب، سندس نقطه نظر بهترين طريقي سان پيش ڪرڻ جي صلاحيت رکندو هجي. ان معاملي جو تعليم سان ڪو به واسطو ڪونهي. اسان کي پڪ آهي ته اسين پنهنجي عددي سگهه جي آڌار تي پنهنجا مطالبا ڪنهن تشدد کان سواءِ مجرائي وٺنداسين ۽ يورپي رهاڪو پنهنجي نفرت ۽ عداوت سان ڀرپور نظريي جي باوجود به اسان جي مطالبن کي نظرانداز ڪري نه سگهندا. ڪين ڏيان ڏيڻون پوندو. پر منهنجو خيال آهي ته هينئر هن ڏيان ڏيڻ به شروع ڪيو آهي."

آگسٽ جي آخري ڏينهن هنگامي حالت ختم ڪئي وئي. اسين پنجن مهينن کان پوءِ گهر وڃي رهيا هئاسين. اسان جي آڌرڀاءَ جي لاءِ ماڻهو ٽولن جي صورت ۾ پريٽوريا اچي رهيا هئا. دوستن ۽ گهر وارن اسان کي پرجوش انداز ۾ خوش آمديد چيو. ان موقعي تي وني به موجود هئي. مون ڪيس گذريل پنجن مهينن کان مرڪندي نه ڏٺو هو. گهر پهچي مون ڪافي

عرصي کان پوءِ پنهنجي بستري تي سمهي ننڊ ڪئي.

قيد مان آزادي کان پوءِ ننڍيون ننڍيون شيون بہ سٺيون لڳنديون هيون. پنهنجي مرضي سان ڳالهائڻ، ٻاهر نڪرڻ، گهمڻ ڦرڻ، ڪنهن دڪان تي وڃڻ، اخبار خريدڻ، دل چوي تہ بلڪل ماٺ ۾ رهڻ.پنهنجي ذات جو پاڻ مالڪ ٿيڻ، ڏاڍو مزو ٿو ڏي.

هنگامي حالتن جي خاتمي جي باوجود بہ بغاوت جو ڪيس 29 مارچ 1961ع تائين هلندو رهيو. مدعا عليهان جي لاءِ اهو ڏينهن خوشي جو باعث هو. عام ماڻهو بنا ڪنهن دٻ دٻاءَ جي ڪانگريس جي پاليسي ڪي واکاڻي رهيا هئا. رابرٽ ريشا پوري قوت سان حڪومت جي ان خيال جي ترديد ڪري ڇڏي هئي تہ"اسين چاهيون ٿا تہ حڪومت تشدد ڪري ۽ جواب ۾ اسين پرتشدد ڪارروايون ڪيون." گيرٽ سيانڊي بليغانہ انداز ۾ عدالت کي ڪيت مزدورن جي ڏکن ۽ تڪليفن کان باخبر ڪيو هو. آفريقا جي ديسي مشن چرچ جي معزز پرچارڪ "ويز بيهندي" تفصيل سان ٻڌايو تہ اسان عام هڙتال جي بدران گهرن ۾ ويهڻ کي ترجيح ڇو ڏني.

آڪٽوبر ۾ اسان جي آخري، پر سڀني کان وڌيڪ رعبدار ۽ معتبر شاهد پروفيسر ميٿيوز کي بيان ڏيڻ جي لاءِ عدالت ۾ گهرايو ويو. هو شاهدن جي ڪٽهڙي ۾ نهايت پرسڪون انداز ۾ بيٺو. سرڪاري وڪيلن کي رولو شاگردن جهڙيون حرڪتون ڪرڻ تي دٻ پٽي رهيو هو. ڦونڊ ۾ ورتل پراسيڪيوٽر کي مخاطب ٿيندي هن چيو"دراصل تون مون کان اهو چورائڻ چاهين ٿو تہ اها تقرير جنهن کي تون باغياڻي قرار ڏئي رهيو آهين. منهنجي پارٽي جي پاليسي جي نمائندگي ڪري ٿي. ٻهرين ڳالهہ تہ تنهنجو بحث جو اهو طريقو غلط آهي ۽ ٻي ڳالهہ تہ آئون اها ڳالهہ قطعي چوڻ جي لاءِ تيار ناهيان".

پروفيسر ميٿيوز نهايت خوبصورت لفظن ۾ واضح ڪيو تہ آفريقي رهاڪو اهو چاهن ٿا تہ عدم تشدد جي رستي ۾ ڪيترين ئي تڪليفون اينديون آهن. پر هو آزادي کي هر شئي کان اتم سمجهن ٿا. اسين ظلم، ڏاڍ ۽ اڻ برابري کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي لاءِ هر تڪليف سهڻ جي لاءِ تيار آهيون. پروفيسر جو اهو بيان ايترو تہ متاثر ڪندڙ هو، جو جڏهن هو پنهنجو بيان پورو ڪيو تہ جسٽس ڪينيڊي ساڻس هٿ ملايو ۽ اميد ظاهر ڪئي تہ آئنده هو سٺين حالتن ۾ ٻيهر ملاقات ڪري سگهندا.

•

هنگامي حالتن جي خاتمي کان پوءِ، ڪانگريس جي قومي مرڪزي ڪميٽي جي هڪ ڳجهي اجلاس ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ آئنده اسين پنهنجون سياسي سرگرميون ڳجهي نموني ڪنداسين. اسان کي ڪانگريس جي منشور ۾ طئي ٿيل جمهوري طريقن کان دستبردار ٿيڻ تي مجبور ڪيو ويو هو. سياسي سرگرميون غير قانوني قرار ڏنيون ويون ۽ قيد ۽ بند جو سبب ٿي بنيون. اسان اهو بہ مناسب سمجهيو تہ ڪانگريس جي يوٿ ليگ ۽ ويمن ليگ کي معطل ڪيو وڃي. ڪيترن ئي سنگتين انهن قدمن جي مخالفت ڪئي، پر حقيقت هي هئي تہ حڪومت اڳ ۾ اسان جي تنظيم کي غيرقانوني قرار ڏئي چڪي هئي

۽ سياست ۾ حصو وٺڻ هڪ خطرناڪ معاملو بنجي چڪو هو.

جيتوڻيڪ اسان جي قانوني فرم 'منڊيلا اينڊ ٽيمبو' ختم ٿي چڪي هئي، پر آئون ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان پنهنجو قانوني ڌنڌو جاري رکندو پئي آيس. ڪيترن دوستن مون کي پنهنجي آفيس ۾ ضروري سهوليتون ڏيڻ جي آڇ ڪئي. پر مون احمد ڪيٿراڊا جي آفيس ۾ ويهڻ کي ترجيح ڏني. جتي منهنجي پريڪٽس کي ايتري تہ مشهوري ملي، جو منهنجي اصلين جي ميڙ جي ڪري، ڪيٿراڊا کي پنهنجي لاءِ فقط رڌڻي ۾ ئي هڪ خالي جاءِ ملندي هئي.

انهن ڏينهن مون کي ماني ڪائڻ ۽ پنهنجي گهر وارن سان ملاقات جي لاءِ بہ تمام گهٽ وقت ملندو هو. پنهنجي خلاف ڪيس جي تياريءَ جي سلسلي ۾ مون کي پريٽوريا ۾ رهڻو پوندو هو. جوهانسبرگ ۾ گهر ۾ موجود هوندو هئس تہ ٽيليفون جي وٺ وٺان سبب مون کي ٻارڙن سان ڳالهائڻ جي واندڪائي بہ نہ ملندي هئي. انهن ڏينهن ۾ وني هڪ ٻارڙن کي جنميو، پر آئون پنهنجي خواهش جي باوجود بہ ساڻس گڏ اسپتال ۾ گهڻي دير ترسي نہ سگهيس. 1960ع ۾ ڪرسمس جي موڪلن دوران مون کي خبر پئي تہ ٽرانسڪي ۾ منهنجو پٽ ميڪگاٿو سخت بيمار آهي، هو اتي پڙهندو هو. آئون حڪومت کان موڪل وٺڻ کان سواءِ ئي سڄي رات سفر ڪري ٽرانسڪي پهتس ۽ ميڪگاٿو کي پاڻ سان وٺي، ٻي رات واپس روانو ٿي ويس. آئون رستي ۾ سواءِ پيٽرول وٺڻ جي ڪٿي بہ نہ بيٺس ۽ جوهانسبرگ پهچي پٽ کي سرجري جي لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪرايم. اسان نئين ڌيءَ جو نالو زهوسا قبيلي جي نالي واري شاعر سموئيل ميڪهاييي جي ڌيءَ جي نالي پٺيان "زندزي سوا" رکيو. چيو وڃي ٿو تہ شاعر کي پنهنجي زال جي ڪردار تي شڪ هو ۽ هو ڌيءَ کي مارڻ جي لاءِ چرو ڪٽي گهر ۾ گهڙيون پر سندس نظر جيئن ئي ڪڏڪيون ڏيندڙ پنهنجي ڌيءَ تي پئي تہ هن ڏٺو تہ ڏيٽس تہ هن جي هوبهو تصوير هئي. هن اُن جو نالو "زندزيسوا" سوچيو جنهن جي معنيٰ آهي "تو پنهنجو پاڻ کي مڃائي ورتو آهي!"

•

حڪومت پاران ڪيس ۾ آخري دليلن ڏيڻ تي هڪ مهينو وڌيڪ لڳو. عدالت پاران ڪيترائي ڀيرا سرڪاري دليلن جي خامين تي اعتراض ڪيو ويو. مارچ ۾ اسان جو پيهر وارو آيو ۽ ميزلز اسان جي مٿان لڳل تشدد جي الزامن جي سختي سان ترديد ڪئي ۽ چيو "اسين مڃون ٿا تہ حڪومت سان عدم تعاون ۽ تشدد واري مزاحمت تي اسان جو يقين آهي، تنهن ڪري اسان بنا ڪنهن هٻڪ جي چئون ٿا جي عدم تعاون ۽ عدم تشدد واري مزاحمت جو نالو بغاوت آهي تہ پوءِ اسين سزا وار آهيون. پر بغاوت جو قانون انهن معاملن جو هرگز احاطو نہ ٿو ڪري."

ميزلز کان پوءِ اجا برم فشر دليل ڏيڻ مس شروع ڪيا هئا جو 23 مارچ تي عدالت هڪ هفتي جي لاءِ ڪارروائي ملتوي ڪري ڇڏي. اسان کي پڪ ٿي چڪي هئي تہ جج پنهنجي راءِ اسان جي حق ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪري چڪا آهن. ٻن ڏينهن کان پوءِ منهنجي

مٿان لاڳو ڪيل حڪومتي پابندين جو خاتمو ٿي رهيو هو. پنجن سالن جي ڊگهي عرصي کان پوءِ اهو پهريون موقعو هو جو آئون آزادي سان جوهانسبرگ ۾ ڪنهن اجلاس ۾ شرڪت ڪري سگهيان ها. پيٽرميرز برگ ۾ هڪ عوامي ڪانفرنس ڪوٺائي پئي وئي. جنهن جو مقصد هو ته سيني ڏکڻ آفريقي رهاڪن کي هڪ قومي آئيني ڪنوينشن جي لاءِ تيار ڪيو وڃي. اتي اهو به ڳجهي نموني بندوبست ڪيو ويو هو، ته آئون ڪانفرنس جو اهم مقرر هوندس ۽ ٽن سئو ميلن جو اهو سفر طئي ڪري، هڪ رات اڳ آئون پيٽرز مير برگ پهچي ويندس.

اسان جيل ۾ ۽ جيل کان ٻاهر پاڻ ۾ گڏجي اهو نيصلو ڪيو هو ته هاڻي سيئي سياسي سرگرميون انڊر گرائونڊ ڪيون وينديون. تنهن ڪري منهنجي حڪمت عملي طئي ڪرڻ جي لاءِ ورڪنگ ڪميٽي جو ڳجهو اجلاس گهرايو ويو. مقصد هي ته تنظيم کي هر حال ۾ جيئرو رکڻ کپي. ورڪنگ ڪميٽي فيصلو ڪيو ته جي اسان بغاوت جي ڪيس ۾ سزا کان بچي وياسين ته پوءِ آئون انڊر گرائونڊ هليو ويندو ۽ سڄي ملڪ جو ڳجهو دورو ڪري عوام کي قومي ڪنوينشن جي لاءِ منظم ڪندس. دشمن جي لاڳو ڪيل پابندين جي مقابلي ۾، هاڻي اسان جي سامهون اهو ئي طريقو وڃي بچيو هو. اتي اهو به فيصلو ڪيو ويو ته آئون ڪنهن خاص موقعي تي نمودار ٿيندس، ته جيئن اسان جي مقصد کي وڌ کان وڌ پبلسٽي ملي سگهي ۽ حڪومت کي خبر پوي ته آفريقي نيشنل ڪانگريس اڃا سوڌي جدوجهد ۾ رڌل آهي.

منهنجي لاءِ هاڻي هڪ خطري واري زندگي جي شروعات ٿي رهي هئي، جنهن ۾ مون کي اڻ ڄاڻايل عرصي تائين پنهنجي گهر کان ڌار رهڻو هو. پر سياسي حالتن جي روشنيءَ ۾ منهنجي لاءِ اها ڪا نئين ۽ اڻ ٿيڻي رٿ نه هئي. مون پنهنجو پاڻ کي ان لاءِ بلڪل تيار پاتو. جڏهن انسان کان سندس نظرين موجب زندگي گذارڻ جو حق کسيو وڃي ته پوءِ وٽس مفرور ٿيڻ يا جلاوطني کان سواءِ ٻيو ڪو به چارو نه ٿو بچي.

اجلاس کان پوءِ، آئون جڏهن گهر پهتس ته وني منهنجي چهري جي تاثراتن مان مستقل ۾ جانچي ورتو هو. هوءَ سمجهي وئي ته آئون هڪ ڏکئي سفر تي روانو ٿيڻ وارو آهيان. جنهن جو اسان ڪڏهن به تصور نه ڪيو هو. مون کيس ٻڌايو ته کڻڻو فيصلو ٿيو آهي ۽ اهو به ته ٻي ڏينهن منهنجي روانگي آهي. هن ڏاڍي صبر ۽ تحمل سان اهو سڀ ڪجهه ٻڌو، ڄڻ هو ڪيتري عرصي کان ان جي توقع ڪري رهي هئي. هن منهنجي ايندڙ ڏکين ذميدارين جو چڱي طرح احساس رکيو ٿي. مون کيس ننڍو سوٽ ڪيس تيار ڪرڻ جو چيو ۽ ٻڌايو ته منهنجي غير موجودگي ۾ مٽ مائٽ ۽ دوست يار هن جي سار سنڀال ڪندا رهندا. آئون کيس اهو ٻڌائي نه سگهيس ته مون کي ڪيترو وقت ٻاهر رهڻو پوندو. نه ئي وري هن ڪو ان بابت سوال ڪيو. پر جيڪڏهن پڇي ها ته به مون وٽ ان جو ڪو جواب نه هو. هڪ هفتي کان پوءِ مون کي عدالت جو فيصلو ٻڌڻ جي لاءِ ٻيهر پريٽوريا اچڻو هو. جيڪڏهن سزا ملي ها ته جيل موڪليا وڃون هو. پر جي آزاد ٿيون ها

تہ آئون انڊر گرائونڊ ٿي ويندس. بهرحال، واپس گهر اچڻون ڪين هو.

منهنجو وڏو پٽ ٽرانسڪي ۾ پڙهي رهيو هو. تنهن ڪري سائس الوداعي ملاقات ممڪن نہ هئي. پوئين پهر آئون، اورلينڊ ايسٽ وچي ميڪ گاتو ۽ ننڍي ڏيءُ مڪازيوي کي وٺي آيس. جتي هوءَ پنهنجي ماءُ سان گڏ رهندي هئي. اسان ڪجهہ ڪلاڪ گڏجي ڳالهيون ٻولهيون ڪيون ۽ راند روند ڪئي سين. شهر کان ٻاهر باغيچي ۾ گهمياسين ڦرياسين. پوءِ مون کانئن موڪلايو. ڪنهن کي بہ سڌ ڪين هئي تہ اسان جي ايندڙ ملاقات ڪڏهن ٿيندي. آزادي جي جنگ ۾ منهنجي ڊگهي مصروفيتن جي ڪري، ٻارڙا بہ گهٽي چڪتاءِ نہ ڪندا هئا. البت سندن تجسس سان ڀريل نظرون صاف چئي رهيون هيون تہ ڪو سنجيده معاملو پيش اچڻ وارو آهي.

گهر واپس اچي مون ٻنهي ڌيئرن کي پيار ڪيو ۽ جڏهن آئون واپس "ولسن ڪونڪو" سان نٽال جي ڊگهي سفر تي روانو ٿيڻ لاءِ ڪار ۾ ويٺس تہ هنن هٿ لوڏي مون کي خدا حافظ چيو.



پيٽرز ميزبرگ ۾، ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ڏيڍ سئو مذهبي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تنظيمن جا چوڏنهن سئو نمائندا گڏ ٿيا هئا. 25 مارچ تي، لڳ ڀڳ پنجن سالن کان پوءِ آئون ڪنهن عوامي ميڙ کي خطاب ڪرڻ جي لاءِ اسٽيج ڏانهن وڌي رهيو هئس. مندوبين جو رد عمل نهايت خوشگوار هو. پر مون کي ايئن ٿي لڳو تہ ماڻهن جي هيڏي وڏي ميڙ ۾، آئون تقرير ڪرڻ وساري چڪو آهيان. مون پنهنجي تقرير ۾ هڪ اهڙي قومي ڪنوينشن ڪوٺائڻ تي زور ڀريو، جنهن ۾ ڏکڻ آفريقا جا هڙئي رهاڪو ڪارا ۽ ڳورا، هندستاني ۽ رنگدار سڀئي هڪ برادري وانگر گڏ ويهي سگهن ۽ هڪ اهڙو آئين ترتيب ڏين، جيڪو ملڪي سطح تي عوامي خواهش جو مظهر هجي. مون سڀني کي اتحاد ۽ يڪجهتي جي دعوت ڏني ۽ چيو تہ، جيڪڏهن اسين هڪ آواز تي ڳالهائينداسين تہ رڪ جي ديوار ثابت ٿينداسين.

عوامي ڪانفرنس ۾ هڪ اهڙي قومي ڪنوينشن جو مطالبو ورجايو ويو، جنهن ۾ ملڪ جي سڀني بالغ مرد توڙي عورتن جا چونڊيل نمائندا شريڪ هجن ۽ اهي نمائندا برابري جي سطح تي غير طبقاتي بنياد تي ٻڌل هڪ نئون جمهوري آئين مرتب ڪن. ان موقعي تي حڪومت کي مطالبا پيش ڪرڻ جي لاءِ هڪ 'نيشنل ايڪشن ڪائونسل' جي چونڊ بہ عمل ۾ آندي وئي ۽ مون کي ان ڪائونسل جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. فيصلو ڪيو ويو تہ جيڪڏهن حڪومت ڪنوينشن گهرائڻ ۾ ناڪام ٿي وڃي تہ پوءِ اسين 29 مئي تي ملڪي سطح تي ڪم ڪار تي نہ وڃڻ، جي ٽن ڏينهن جي اپيل ڪنداسين. ان ڏينهن تي حڪومت پاران، ڏکڻ آفريقا کي ريپبلڪ قرار ڏيڻ جو اعلان ٿيڻون هو. مون کي بلڪل اميد ڪين هئي تہ ڪو حڪومت اسان جي رٿ سان سهمت ٿيندي.

آڪٽوبر 1960ع ۾ حڪومت، ڏکڻ آفريقا کي،جمهوريت، قرار ڏيڻ جي لاءِ ڳورن

رهاڪن، جو ريفرينڊم ڪرايو هو. ڏکڻ آفريقا جي ولنديزي نسل جي رهاڪن جو اهو پراڻو قومي خواب هو، جنهن جي وسيلي هنن ان ملڪ کان پنهنجي لاڳاپن جو خاتمون ٿي چاهيو، جنهن جي خلاف هنن اينگلو، بوئر جنگ وڙهي هئي. ان حڪومتي رٽ جي حق ۾ ٻاونجاهه سيڪڙو ووٽ پيا. اسان ان موقعي تي،ڪم تي نه وڃڻ مان ثابت ڪرڻ ٿي چاهيو ته مجوزه تبديلي اسان جي نظر ۾ چلڪٽي پني ۾ زهر جي پڙيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪينهي.

ڪانفرنس جي پڄاڻي تي مون وزيراعظم ورورڊ کي سڌو خط لکيو ۽ هڪ قومي دستوري ڪنوينشن ڪوٺائڻ جي گهر ڪئي. مون کيس خبردار ڪيو ته جيڪڏهن هو اهو ڪنوينشن ڪوٺائڻ ۾ ناڪام ويو ته اسين 21 مئي کان تاريخ جي سڀ کان وڏيڪ اثرائتي ٽن ڏينهن جي هڙتال ڪرڻ تي مجبور ٿينداسين. مون لکيو "حڪومت پاران ڪڄندڙ قدمن جي باري ۾ اسين ڪنهن به فريب ۾ مبتلا ڪونه آهيون. گذريل ٻهن مهينن دوران اسان بيحد سنگين آمريت کي منهن ڏئي چڪا آهيون." مون اخبارن جي لاءِ به هڪ بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ پڪ ڏياري وئي هئي ته اسان جي هڙتال پرامن ۽ عدم تشدد تي ٻڌل هوندي. ورورڊ منهنجي خط جي ڪا به ورندي نه ڏني. البته پارليامينٽ ۾ هن ان کي گستاخانه قرار ڏنو ۽ حڪومت اسان جي رٽ تي غور ويچار ڪرڻ بدران، ملڪي تاريخ ۾ بدترين قسم جي زور آزمائي ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو.

•

29 مارچ 1961ع تي پراڻي يهودي عبادتگاهه جي دروازي کلڻ کان ڪافي اڳ اسان جي خير خواهن ۽ پريس نمائندن جو هڪ وڏو ميڙ بغاوت جي ڪيس جو فيصلو ٻڌڻ جي لاءِ اچي گڏ ٿيو هو. سوين ماڻهو جڳهه نه ملڻ جي ڪري واپس موٽي ويا. عدالت جون گئلريون ماڻهن سان پريل هيون. جيئن ئي جسٽس رمپف پنهنجي هٿوڙي جو ڌڪ هنيو. حڪومت فرد جرم تبديل ڪرڻ جي معمولي درخواست پيش ڪئي. اها درخواست ٻن سالن جي دير کان پوءِ پيش ڪئي پئي وئي. عدالت فريادي کي چند پٽي ۽ گئلرين ۾ ويٺلن ان جي چپن ئي چپن ۾ تائيد ڪئي.

"خاموش!" هڪ رعبدار آواز ٻُريو ۽ جسٽس رمپف اعلان ڪيو ته ٽن ججن تي ٻڌل بنچ هڪ فيصلي تائين پهچي وئي آهي. چوڌاري سانت هئي. ۽ ان گهري ماٺ ۾ جسٽس رمپف عدالتي نتيجن جي وضاحت ڪري رهيو هو.

"اهو صحيح آهي ته اي. اين. سي هڪ انقلابي ۽ بنيادي طور تي مختلف قسم جي مملڪت جي قيام جي لاءِ حڪومت جي تبديلي جي ڪوشش ڪندي رهي آهي. اهو به صحيح آهي ته هن مزاحمتي تحريڪ جي دوران احتجاج جا غير قانوني طريقا به اختيار ڪيا. اهو به صحيح آهي ته ان جي ڪجهه اڳواڻن اهڙيون به تقريرون ڪيون، جيڪي تشدد جي حوصلي افزائي ڪندڙ هيون ۽ اهو به صحيح آهي ته ڪانگريس جي اندر ڪاٻي ڌر جو هڪ سگهارو رجحان موجود رهيو آهي. جنهن کي مغربي بينڪي حڪومت جو مخالف ۽ روس جو حامي، انداز ۽ فڪر قرار ڏئي سگهجي ٿو. پر انهن سڀني شاهدين ۽ حقيقتن کي

نظر ۾ رکندي جيڪي عدالت ۾ پيش ڪيون ويون آهن، عدالت جي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي ته هوءَ ان نتيجي تي پهچي ته آفريڪي نيشنل ڪانگريس، تشدد جي ذريعي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي هئي ۽ ان جي لاءِ عوام کي تشدد واري ڪاروائين تي اُڀارڻ ضروري سمجهيو هو. فريادي اهو الزام ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو آهي ته ڪو اي. اين. سي ڪميونسٽ تنظيم آهي يا فريڊم چارٽر جو مقصد ڪميونسٽ رياست قائم ڪرڻ هو".

جسٽس رمپف پنهنجي چاليهن منٽن جي خطاب جي آخر ۾ چيو "جوابدارن جي خلاف ڏوهه ثابت نه ٿي سگهيو آهي تنهن ڪري ڪين آزاد ڪجي ٿو".

اهو ٻڌي گئلرين ۾ موجود ماڻهن خوشي مان تاڙيون وڄائڻ لڳا. اسين اُٿي هڪ ٻئي سان ڀاڪرَ پائي ملندا رهياسين. پوءِ خوشي مان نچندا، ٽهڪ ٽپا ڏيندا عدالت جي ڪمري مان ٻاهر نڪتاسين. جتي ماڻهن جي وڏي ميڙ نعرا هڻي ۽ قومي گيت ڳائي اسان جو استقبال ڪيو. اسان جي ڪن دوستن صفائي جي وڪيل کي ڪلهن تي کڻي ورتو. جنهن ۾ ميزلز جهڙو ڳرو مڙس به شامل هو. چوڌاري تيز روشني وارا بلب ٻري رهيا هئا. هر شخص کي پنهنجي مٽ مائٽن ۽ دوستن جي ڳولا هئي. ان موقعي تي ونِي به موجود هئي. اسان ڏاڍي پرجوش انداز ۾ ملاقات ڪئي، جيتوڻيڪ مون کي خبر هئي ته خوشي جون اهي گهڙيون بنهه مختصر هيون ۽ اسين آزادي مان گهڻي دير لطف وٺي نه سگهنداسين. ٻاهر بغاوت جا جوابدار ۽ ميڙ هڪ ئي آواز ۾ "آفريڪا زندهه باد" جو گيت آلاپي رهيو هو.

گذريل چئن سالن جي عرصي ۾، حڪومت جي ڪيترن ئي سرڪاري وڪيل پاران هزارين دستاويز ۽ لکين پنا عدالت ۾ پيش ڪرڻ جي باوجود به حڪومت پنهنجي گهربل مقصد ماڻڻ ۾ ناڪام رهي هئي. عدالتي فيصلو ملڪ جي اندر توڙي ٻاهر حڪومت جي لاءِ پريشاني جو سبب بڻيو. پر ان جي نتيجي ۾ حڪومت جو اسان ڏانهن رويو اڃا به تلخ ٿي ويو. حڪومتي عملدار اسان جي جائز تڪليفن ۽ مسئلن کي صحيح نظر سان ڏسڻ بدران وڌيڪ تشدد جي ضرورت محسوس ڪري رهيا هئا.

منهنجي خيال ۾ عدالت جو اهو فيصلو ان وقت جي عدالتي نظام جي صحت يا ان حقيقت جو ثبوت ڪين هو ته ڪو ڪارو، ڳورن جي عدالت مان انصاف جي توقع رکي ٿي سگهيو. در حقيقت ان فيصلي جو بنيادي سبب اعليٰ پايي جا صفائي جا وڪيل ۽ انصاف پسند عدالتي پينل جي موجودگي هئي. ڏکڻ آفريڪا ۾، مقامي رهاڪن جي لاءِ اهو عدالتي نظام ئي هڪ اهڙو هنڌ هو، جتي سندن ڳالهه ڌيان سان ٻڌي سگهجي ٿي ۽ جتي اڃا سوڌي قانون جي عملداري هئي. اها ڳالهه خاص ڪري انهن اعليٰ عدالتن جي سلسلي ۾ ٺيڪ هئي، جتي اڃا سوڌي يونائيٽيڊ پارٽي جا مقرر ڪيل جج هئا. جيڪي ان ڪني ڦٽي دور ۾ به قانون جي حڪمراني جا قائل هئا.

پنهنجي شاگردي واري زماني ۾ مون کي اهو ٻڌايو ويندو هو ته ڏکڻ آفريڪا هڪ اهڙو ملڪ آهي، جتي قانون جي حڪمراني سڀني معاملن کان مٿاهين آهي ۽ هر شخص تي

سنڌس سماجي رتبي ۽ سرڪاري عهدي کان سواءِ قانون لاڳو ٿئي ٿو. مون اهو تصور وڏي خلوص سان پنهنجي ذهن ۾ ويهاريو هو ۽ ان موجب پنهنجي ايندڙ زندگي گذارڻ جو نقشو منهنجي ذهن ۾ هو. پر هڪ وڪيل ۽ هڪ سياسي ڪارڪن جي حيثيت سان، ٿيل تجربن منهنجي جوڙيل ان سڄي نقشي کي ڌوڙ ۾ ملائي ڇڏيو هو.

جيڪي ڪجهه مون ڪلاس روم ۾ پڙهيو هو ۽ جيڪي ڪجهه مون عدالتن ۾ وڃي ڏٺو، تنهن ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق هو. مون کي پڙهايو ويو هو ته قانون، عدل ۽ انصاف جي اگهاڙي ترار آهي. پر منهنجي مشاهدي موجب قانون، حڪمران طبقي جي هٿ ۾ هڪ چابڪ وارو رانديڪو آهي، جنهن کي هو پنهنجي مرضي سان جڏهن وٽيس تڏهن استعمال ڪندا رهندا آهن. مون کي ڪڏهن به عدالتن مان انصاف جي توقع ڪين رهي آهي. جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن مون کي انصاف ملندو به رهيو آهي.

اسان جي بغاوت جي ڪيس جي سلسلي ۾ ٽن جج صاحبن پنهنجي تعصب، پنهنجي تعليم ۽ تربيت ۽ پنهنجي پس منظر کان مٿانهون ٿي پنهنجا فرض ادا ڪيا. انسان جي اندر ۾ نيڪي ۽ خير جو جذبو هر وقت موجود رهي ٿو. جنهن کي وقتي طور تي دٻائي سگهجي ٿو، پر اهو ڪنهن به مهل اُڀرڪا ڏيئي نڪري اچي ٿو. جسٽس رمپف سڄي ڪيس جي دوران پنهنجي مخصوص انداز ۾ اهو تاثر ڏيندو رهيو ته هو ڳوري اقليت جي نقطه نظر سان سهمت آهي، پر ڪيس جي پڄاڻي تي فطري منصف مزاجي سنڌس نسلي جذبن تي غالب نظر آئي. جسٽس ڪينيڊي پنهنجي ٻنهي ساٿين جي ڀيٽ ۾ گهٽ قدامت پسند هو ۽ هن جي عدل ۽ انصاف ۾ دلچسپي وڌيڪ هئي. هڪ ڀيري ڪيس ۽ ڊوما کي ڊربن کان جوهانسبرگ تائين هڪ ئي اڏام ۾ سفر ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ جوهانسبرگ ۾ جڏهن نسلي فرق جي آڌار تي ايئرلائين جي بس ڊوما کي شهر تائين ڪٽي وڃڻ کان انڪار ڪيو ته ڪينيڊي به ان ۾ ويهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جسٽس بيڪر مون کي سدائين هڪ ڪشادي نظر واري انسان جي حيثيت سان متاثر ڪيو. ڪيس ان ڳالهه جو چڱي طرح احساس هو ته، سنڌس سامهون جن جوابدارن کي پيش ڪيو پيو وڃي، اهي حڪومت جي هٿان ڪافي سختيون سهي چڪا آهن. آئون ٿنهي ججن جي، سنڌن انفرادي حيثيت سان ساراهه ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. خراب حالتن جي باوجود به، هڪ خاص نسل سان واسطو رکڻ جي قطع نظر هو انساني شرافت جو عمدو نمونو هئا. جسٽس بيڪر جي زال بين جي ضرورتن جو احساس رکندڙ عورت هئي. هنگامي حالتن جي انهن ڏينهن ۾ هوءَ جوابدارن جي لاءِ ضروري شيون گڏ ڪندي ۽ انهن تائين پهچائيندي رهندي هئي.

ان ڪيس ۾ ذلت واري شڪست کائڻ کان پوءِ حڪومت فيصلو ڪري ورتو هو ته آئنده اهڙي عدالتي صورتحال ٻيهر پيدا نه ڪندي. آئنده جي لاءِ هنن اهڙن ججن تي ڀروسو ڪرڻ ڇڏي ڏنو، جن کي خود هنن مقرر نه ڪيو هجي. حڪومت جي نظر ۾ جوابدارن يا قيدين جي قانوني حقن جا ڪابه قدر ۽ قيمت نه هئي. هيستائين سياسي قيدين سان انفرادي طور تي مار موچڙي جو ڪو به واقعو پيش نه آيو هو. پر جلد ئي اهڙا واقعا ٿيڻ هڪ عام روايت بڻجي وئي. •

# باب چهون

# بلئڪ پمپرنل

عدالت جو فيصلو ٻڌڻ کان پوءِ آئون واپس گهر ڪونہ ويس. اسان جا ساٿي خوشي ملهائڻ جي موڊ ۾ هئا، پر مون کي خبر هئي تہ حڪومت ڪنهن بہ مهل حملو ڪري سگهي ٿي ۽ مون ڪيس اهڙو موقعو فراهم ڪرڻ نہ ٿي چاهيو. پر ڪنهن حڪومتي پابندين يا گرفتاري کان اڳ ئي شهر مان نڪري وڃڻ ٿي چاهيو. تنهن ڪري مون اها رات جوهانسبرگ جي هڪ گهر ۾ بيچينيءَ سان گذاري. ٻاهران ايندڙ ويندڙ گاڏيءَ جي آواز تي بہ مون کي شڪ پي ٿيو تہ پوليس اچي پهتي آهي.

ٻي ڏينهن منهنجي سفرجي پهرين مرحلي ۾ والٽر مون کي الوداع چيو. منهنجي منزل پورٽ ايلزبيٿ هئي. اتي پهچي مون رٽيل زير زمين تنظيم جي باري ۾ سنگت سان صلاح مصلحت ڪئي. اتي آئون ڊاڪٽر مسلاپاٽر جي گهر ۾ ٽڪيس، جنهن کي پوءِ اسان جي مهمان نوازي جي ڏوهہ ۾ بہ سال ٽيپ ڏني وئي. تنهن کان پوءِ آئون مختلف هنڌن تي ٽڪندو رهيس، جتي مون ڪيترن ئي اخبارن جي ايڊيٽرن سان ملاقات ڪئي. آئون آزاد هفتيوار Contact جي ايڊيٽر پيرڪ ڊنڪن سان بہ مليس، جيڪو لبرل پارٽي جو باني ميمبر ۽ پهريون سفيد فام شخص هو، جنهن مزاحمتي تحريڪ ۾ وڏي چڙهي حصو ورتو هو. بهرحال سندس هفتيوار اي. اين. سي تي لڳاتار حملا ڪندو هو. ڪيس شڪ هو تہ ڪانگريس جي سياسي حڪمت عملي کي ڪميونسٽ پارٽي ڊڪٽيٽ ٿي ڪري. پر هو جڏهن مون سان مليو تہ هن سڀ کان پهرين اها ڳالهہ چئي تہ هو بغاوت جي ڪيس جي اپياس کان پوءِ ان نتيجي تي پهتو آهي تہ سندس اهو نظريو غلط هو ۽ هاڻي هو پنهنجي اخبار ۾ ان جو ازالو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

رات جو مون 'ڪيپ ٽائون' جي پرسان هڪ وسندي ۾ مقامي پادرين کي خطاب ڪيو. اها محفل مون کي خاص طور تي ان لاءِ بہ ياد رهندي تہ ان موقعي تي هڪ پادري جيڪا دعا گهري هئي، اها ايندڙ ڪيترن ورهين تائين منهنجو ساٿ ڏيندي هئي ۽ ڪيترن ئي ڏکين مرحلن ۾ منهنجي لاءِ سگهہ بنجي رهي. هن پالڻهار جي ٻاجهہ، نعمتن ۽ سيني انسانن تي سندس رحمتن جي مهرباني مڃي ۽ هن جي بارگاهہ ۾ اها شڪايت ڪئي تہ سندس ڪي بندا، ٻين جي پيٽ ۾، مظلوم ۽ مجبور آهن ۽ ڪنهن مهل تہ ائين ٿو لڳي تہ ڄڻ خداوند بزرگ و برتر جو هنن تان ڌيان گهٽبو ٿو وڃي. پوءِ هن چيو، ”جيڪڏهن خداوند بزرگ وبرتر ڪارن شيدين جي غلامي مان ڇوٽڪاري ۾ مدد نہ ڪئي تہ ڪارا

انسان معاملن کي پنهنجي هٿن ۾ کڻڻ تي مجبور ٿي پوندا- آمين".

ڪيپ ٽائون مان روانو ٿيڻ مهل، آئون پنهنجي هوٽل جي مئنيجر وٽ ويس، جيڪو رنگدار نسل سان واسطو رکندو هو. مون سندس مهرباني مڃڻ ٿي چاهي. هن مون سان پنهنجو تعارف ڪرڻ کان پوءِ ٻڌايو ته رنگدار برادري مستقل ۾ آفريقي حڪومت جي قيام کان به اوترو ئي ڊنل آهي، جيتري اڄڪلهه ڳوري سرڪار کان. انهن جو خيال آهي ته آفريقي انتظاميا تحت به ڪين اڄ جي ڳوري انتظاميا وانگر دٻيل، هيسيل ۽ مجبور رهڻون پوندو. اِهو وچولي درجي جو هڪ ڪاروباري شخص هو ۽ مستقل جي باري ۾ پريشان نظر اچي رهيو هو. ڪيپ ٽائون ۾ رنگدار ماڻهن جو اهو عمومي تصور هو. آئون جيتوڻيڪ تڪڙو هئس، پر مون وڏي اطمينان سان هن جي سامهون پنهنجي "فريڊم چارٽر" جي وضاحت ڪئي ۽ کيس ٻڌايو ته اسين مڪمل طور تي غير نسل پرستي جي نظريي تي يقين ٿا رکون. آزادي جي جنگ ۾ جي ڪنهن به ڪارڪن کي عوام جي سامهون پنهنجو نقطه نظر پيش ڪرڻ جي لاءِ هر موقعي مان فائدو وٺڻ گهرجي.

ٻي ڏينهن مون ڊربن ۾ هڪ ڳجهي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. جنهن ۾ ان ڳالهه تي ويچاريو ويو ته اسان کي نقط گهرن ۾ ويهي "ڪم نه ڪرڻ جو طريقو" اختيار ڪرڻ کپي، جنهن ۾ منظم احتجاجي مظاهرا به شامل هجن يا مڪمل هڙتال ڪرڻ گهرجي. مڪمل هڙتال جي حامين جو چوڻ هو ته گهرن ۾ ويهڻ مان ڪو به فائدو ڪين ٿيندو. اهو طريقو ته اسين 1958ع کان آزمائيندا پيا اچون. هاڻي اهو پنهنجي اهميت وڃائي چڪو آهي ۽ هاڻي جڏهن پان آفريقنسٽ ڪانگريس (پي. اي. سي) کلم کلا عوامي جنگ جو اعلان ڪري رهي آهي ته اي. اين. سي کي پنهنجي جدوجهد ۾ وڌيڪ ويڙهو انداز اختيار ڪرڻو پوندو. پر مون "گهرن ۾ ويهي ڪم ڪار ڪرڻ تي نه وڃڻ" جي وڪالت ڪئي. اهڙي طرح اسين به دشمن تي وار ڪندا رهيا هونداسين، پر کيس پاڻ تي وار ڪرڻ جو موقعو نه ڏينداسين، ماڻهو اسان تي ان ڪري ڀروسو ٿا ڪن، جو ڪين خبر آهي ته اُتزائپ ۽ بنا سوچ ويچار جي سندن زندگين سان نٿا کيڏون. شارپ ولي، ۾، مظاهرين جي بهادريءَ کي لک سلام، پر اهڙي طرح دشمن کي موقعو مليو ۽ هن اسان جي عوام کي گولين سان پيڇي ڇڏيو، مون کي پورو پورو احساس آهي ته ماڻهو تڏائپ ۽ هوريان هوريان واري انداز کان بيزار ٿي چڪا آهن. پر مڪمل رٿابندي کان سواءِ پنهنجي آزمايل رستي تان هٽڻ جي لاءِ تيار نه هئس. انهيءَ جي لاءِ اسان وٽ نه وقت هو نه وري وسيلا. تنهن ڪري، ڪم ڪار تي نه وڃڻ، جي فيصلي تي ئي اتفاق راءِ ٿيو.

انڊر گرائونڊ رهڻ جي زلزلي جهڙي نفسياتي لڏپلاڻ ۽ پنهنجي هر ننڍي عمل جي به اڳواٽ رٿابندي ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. هاڻي اوهان جي شخصيت اوهان جي پنهنجي وس ۾ ڪونه هوندي آهي. اوهان کي پنهنجي شخصيت مڪمل طور تي ان ڪردار ۾ سموئڻي پئي ٿي، جيڪو في الوقت اوهين ادا ڪري رهيا آهيو. ڏکڻ آفريقا ۾ ڪنهن ڪاري جي لاءِ صورتحال سان هڪجهڙائي پيدا ڪرڻ ڪو ڏکيو ڪم به نه هو. نسلي فرق

جي ڪري هو اڳ ۾ ئي هڪ بي حقيقت، ۽ اونداهي زندگي گذاري رهيو هوندو آهي. هن ملڪ ۾ ڪارو هئڻ جو مطلب هي هو تہ هر شئي کي بي اعتبار سمجهيو وڃي ۽ اهڙو طرز نڪر سڄي عمر زير زمين زندگي گذارڻ کان مختلف نہ هوندو آهي.

هاڻ آئون راتين جو رولاڪ بنجي چڪو هئس. سڄو ڏينهن ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪيو پيو هوندو هئس ۽ جڏهن رات جا پاڇا پوندا هئا تہ ضروري ڪمن ڪارين جي سلسلي ۾ ٻَر مان ٻاهر نڪرندو هئس. جيتوڻيڪ منهنجو مرڪز جوهانسبرگ هو. پر ضرورت موجب مون کي ٻين هنڌن ڏانهن بہ سفر ڪرڻون پوندو هو. آئون عام طور تي خالي فليٽ يا جانورن جي وٿاڻن ۾ اڪيلائي جي زندگي گذاريندو هئس تہ جيئن ڪتي ڪانگ جي نظرن کان پري رهان. آئون ڪچهري جو ڪوڏيو هئڻ جي باوجود، هڪ اڪيلائي پسند انسان بہ آهيان. تنهن ڪري مون ان موقع کي خوش آمديد چيو تہ جيئن اڪيلو رهي سوچ ۽ ويچار ڪري مستقل جي نقشي تي نظر ڊوڙائي، رٿابندي ڪري سگهان. پر اڪيلائي جي هڪ حد هوندي آهي. آئون پنهنجي ٻارڙن جي جدائي شدت سان محسوس ڪري رهيو هئس. زندگي سنسان بنجي وئي هئي.

انڊر گرائونڊ رهڻ جو بنيادي اصول هيءَ آهي تہ اوهين ماڻهن جي نظرن کان غائب ٿي وڃو. جيئن گهر کان ٻاهر وڃڻ جي لاءِ اٿي بيهڻ ضروري هوندو آهي. تيئن "غائبانہ زندگي" گذارڻ جو بہ هڪ خاص ڍنگ هوندو آهي. هڪ اڳواڻ جي حيثيت سان انسان شهرت جو گهرجائو هوندو آهي، پر ڪنهن قانون ٽوڙيندڙ شخص جي لاءِ ان جو تضاد ضروري آهي. آئون پنهنجي زير زمين زندگي ۾ نہ گهڻو ڊگهو ٿي هلندو هئس ۽ نہ وري گهڻو سڌو ٿيندو هئس. نرم انداز ۾ ڳالهائيندو هئس، پر گهڻي وضاحت وغيره کان پاسو ڪندو هئس. اڳ جي ڀيٽ ۾ غير متحرڪ ۽ خاموش بنجي ويس. آئون گهڻا سوال نہ ڪندو هئس. بلڪہ ڪوشش اها ڪندو هئس تہ ماڻهو مون کي خود ٻڌائين. مون ڏاڙهي ڪوڙهڻ ۽ وار ڪتائڻ بند ڪري ڇڏيا. آئون عام طور تي شوفر، بورچي يا باغن ۾ ڪم ڪندڙ مالهي چوڪرن جو ويس بدلائي هلندو هئس. ڪيتن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جهڙو ڊگهو نيرو لباس پائيندو هئس ۽ هڪ رنگدار عينڪ پائيندو هئس. ڪار مون وٽ هئي ۽ وقت بوقت آئون ڊرائيور جهڙو لباس پائي وٺندو هئس. شوفر بنجي رهڻ منهنجي لاءِ وڌيڪ فائدي مند هوندو هو. ڇو تہ اهڙي طرح آئون پنهنجي "مالڪ" جي ڪار ڊوڙائي رهيو هوندو هئس.

انهن ڏينهن پريس ۾ منهنجي غير قانوني موجودگي جون خبرون ڇپجنديون هيون ۽ پوليس منهنجي ڳولا ۾ نوس نوس ڪندي وتندي هئي. هن وٽ منهنجي گرفتاري جو وارنٽ موجود هو. سڄي ملڪ جي رستن تي مون کي قابو ڪرڻ لاءِ رڪاوٽون ڪڙيون ڪيون ويون. پر آئون هر ڀيري بچي ٿي نڪتس. ان وقت مون کي انقلاب فرانس، جي هڪ داستانوي ڪردار 'سڪارليٽ پمپرنل' جي نالي پٺيان 'بليڪ پمپرنل' جي نالي سان سڏيو ويندو هو. جيڪو ان زماني ۾ ڪڏهن بہ پوليس جي هٿ چڙهي نہ سگهيو (پمپرنل

Pimpernel هڪ ننڍو ٻوٽو آهي، جيڪو ٻنيءَ يا ڏورانهن هنڌن تي ڦٽندو آهي، ان جو گل ڳاڙهي يا هڪڙي ڳاڙهاڻ مائل ۽ اڇرو هوندو آهي).

زير زمين زندگيءَ جي ان زماني ۾ مون سڄي ملڪ جو ڳجهو دورو ڪيو. آئون ڪيپ ۾ مسلمانن سان گڏ رهيس. نٽال ۾ ڪنڊ ٺاهيندڙ پورهيتن سان ملاقاتون ڪيم ۽ پورٽ ايلزبيٿ ۾ فئڪٽري جي مزدورن سان مليس. انهن شهرن جي ويجهي آباديءَ ۾ ويندو هئس ۽ راتين جو ڳجهين ميڙن ۾ شريڪ ٿيندو هئس. آئون بليڪ پمپرنل، جي داستان کي ڦهلائي رهيو هئس. هر وقت ڪيسي ۾ ريزگاري هوندي هيم، جنهن مان ٽيليفون بوٿن تان مختلف اخبارن جي نمائندن کي پنهنجي سرگرمين ۽ اينڊڙ منصوبن جي باري ۾ خبرون لکائيندو هئس ۽ پوليس جي نالائقيءَ تي تبصرو ڪندو هئس. آئون ڏاڍي تيزي سان هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تي منتقل ٿي ويندو هئس. جنهن ڪري پوليس کي ناڪامي ٿيندي هئي ۽ عوام ۾ جوش خروش جي لهر ڊوڙي ويندي هئي.

ماڻهون گهڻو ڪري مڙسيءَ وارا داستان ٻڌڻ پسند ڪندا آهن. منهنجي باري ۾ ٻه ڪيترائي پراسرار داستان ماڻهن ۾ مشهور ٿيا. جن مان ڪيترا ته وڌاءُ جو شڪار به هئا. بهرحال آئون ڪيترا ئي ڀيرا پوليس جي ور چڙهندي چڙهندي بچيس. پر ان جي خبر مون کان سواءِ ٻيو ڪنهن کي به نه هئي. هڪ ڀيري آئون ڪار هلائي رهيو هئس ته هڪ ٽريفڪ سگنل تي بيهڻو پيو. مون پنهنجي کاٻي پاسي ڏٺو ته منهنجي نظر وڃي، ٻي ڪار ۾ ويٺل سيڪيورٽي برانچ جي چيف ڪرنل اسپنگلر تي پئي. "بليڪ پمپرنل" کي جهلڻ هن جي لاءِ نهايت اهم واقعو هجي ها. پر آئون عام مزدورن جي حليي ۾ نيرو جبو پاتي، اکين تي اُس جي عينڪ لڳايو ويٺو هئس. هو مون کي بلڪل سڃاڻي نه سگهيو. تنهن جي باوجود به، ان هنڌ سگنل جي تبديلي جي لاءِ جيڪي ڪجهه گهڙيون گذريون، اهي مون کي ڪيترن ئي ڪلاڪن تي ڀاري لڳيون.

ٻي ڀيري هڪ ٽپهري جو آئون جوهانسبرگ شهر ۾ هڪ شوفر جي ويس ۾، نيرو ڪوٽ ۽ ٽوپي پائي، ڪنهن سنگتي جي اوسيئڙي ۾ ويٺو هئس، جو مون پري کان هڪ آفريقي پوليس واري کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو. مون هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو، پر ان کان اڳ جو آئون ڪسڪي وڃان، هو منهنجي ويجهو اچي پهتو ۽ مرڪندي، مخصوص انداز ۾ آڱوٺو ڪڍي مون کي اي. اين. سي جي انداز ۾ سيلوٽ ڪيو ۽ اڳيان وڌي ويو. ان قسم جا ڪيترائي واقعا پيش ايندا رهيا ۽ مون محسوس ڪيو ته اسان کي ڪيترن ئي آفريقي سپاهين جي حمايت ۽ مدد حاصل آهي.

پوليس جو هڪ شيدي سارجنٽ اڪثر وني کي پوليس جي منصوبن کان وقت سر خبردار ڪندو رهندو هو، هو وني کي چوندو "ڏس! سڀاڻو رات ڇاپو لڳڻ وارو آهي. متان ماديبا گهر ۾ موجود هجي!" تحريڪ جي دوران ڪارن پوليس وارن تي اڪثر ڪري تنقيد به ٿيندي رهي، پر اها به حقيقت آهي ته انهن مان ڪيترائي اهڙا هئا، جيڪي بروقت همت وارا قدم کڻندا رهيا، جيڪي اسان جي لاءِ بي حد قيمتي هوندا هئا.

آئون جيترو به عرصو انڊر گرائونڊ رهيس. ممڪن حد تائين پنهنجو پاڻ کي بي ترتيب رکڻ جي ڪوشش ڪيم. منهنجي ظاهري پوشاڪ ايئن نظر ايندي هئي. ڄڻ اها سڄي زندگي جي محنت مزدوري ۾ ڪم آيل هجي. پوليس وٽ منهنجي ڏاڙهي واري تصوير به موجود هئي، جنهن جي ڏاڍي تشهير ڪئي وئي. تنهن ڪري منهنجي سنگتين زور پريو ته آئون ڏاڙهي ڪوڙائي ڇڏيان. پر آئون انهي جو عادي ٿي چڪو هئس ۽ سندن ڳالهه نه مڃيم.

مون کي پوليس وارا ته سڃاڻي نه سگهيا، پر ان حالت ۾ ڪيترائي ڀيرا مائهن جا دڙڪا کاڌم. هڪ ڀيري مون کي، جوهانسبرگ کان ڪافي پري، هڪ ڳوٺائي علائقي ۾ هڪ ميڙ ۾ شرڪت ڪرڻي هئي، جتي هڪ ڄاتل سڃاتل پادري، سنگتين سان گڏ رات گذارڻ جو بندوبست ڪيو هو. مون دروازي تي پهچي ڪڙڪايو. هڪ ڪراڙي مائي ٻاهر نڪتي ۽ ان کان اڳ جو آئون سائس پنهنجو تعارف ڪرايان، هن اهو چئي دروازو بند ڪري ڇڏيو ته ”هن قسم جي ماڻهوءَ کي اسين اندر اچڻ جي موڪل ڏئي نه ٿا سگهون.“



انڊر گرائونڊ رهندي منهنجو گهڻو تڻو وقت 29 مئي تي شروع ٿيندڙ ”ڪم ڪار تي نه وڃڻ“ جي تحريڪ جي رٿابندي ڪندي گذريو. جنهن ۾ اسان جو اهو رٿيل قدم حڪومت ۽ آزادي جي تحريڪ جي وچ ۾ ڪليل جنگ جي صورت اختيار ڪندو پي ويو. مئي جي آخري ڏينهن ۾ حڪومت سڄي ملڪ مان مخالف ڌر جي نڪائن تي حملا شروع ڪري ڏنا. جلسن جلوسن تي پابندي وڌي وئي. ڇاپه خانه بند ڪيا ويا ۽ پارليامينٽ جي هڪ قانون جي ذريعي، پوليس کي اهو اختيار ملي ويو ۽ هو ڪنهن به شخص کي بنا ڪيس هلائڻ جي ٻارنهن ڏينهن تائين بند ۾ رکي ٿي سگهي. اهڙي شخص جي ضمانت به ٿي نه ٿي سگهي.

وزيراعظم وروورڊ ڌمڪي ڏيندي اعلان ڪيو ته هڙتال جا حامي ٻاهه سان کيڏي رهيا آهن. حڪومت صنعتڪارن کي مجبور ڪيو ته هو رات جو پورهيتن جو ڪارخانن جي اندر ئي سمهڻ جو بندوبست ڪن، ته جيئن هو هڙتال واري ڏينهن ٻاهر نڪري نه سگهن. نه وري پنهنجي گهرن ڏانهن وڃي سگهن. هڙتال کان به ڏينهن اڳ، ڏکڻ آفريقا جي تاريخ ۾ ٻي جنگ عظيم کان پوءِ، امن جي حالت ۾ حڪومت پاران زبردست طاقت جو مظاهرو هيئن ڪيو ويو ته سڄي ملڪ جي شهري آبادين ۾ فوج مقرر ڪئي وئي ۽ پوليس جون موڪلون رد ڪيون ويون. رستن تي ٽئنڪون ڊوڙ اڏائڻ لڳيون ۽ هيلي ڪاپٽر ڪنهن عوامي ميڙ جو پتو لڳائڻ جي لاءِ اڏامندا هئا. رات جو به تيز روشنين ۾ هيلي ڪاپٽر چڪر هڻندا رهيا.

ڪجهه ڏينهن اڳ انگريزي اخبارون اسان جي تحريڪ جون خبرون نمايان طور تي شايع ڪري هيون هيون. پر ”ڪم ڪار ڇڏڻ واري ڏينهن“ جي صبح جو سڄي انگريزي پريس ٽٽي پئي، هنن ماڻهن کي ڪم تي وڃڻ تي هشڪاريو. ٻي طرف پان آفريقنسٽ

ڪانگريس (پي. اي. سي) بہ سازشي ڪردار ادا ڪيو ۽ هزارين پمفليٽ ورهايا، جن ۾ ماڻهن کي ڪم ڪار تي وڃڻ تي اُڀاريو ۽ نيشنل ڪانگريس جي اڳواڻن کي ياڙي قرار ڏنو. پي اي سي جي ان قدم اسان کي چرڪائي ڇڏيو. تنقيد ڪرڻ هڪ ڳالهہ آهي ۽ اها سهڻ بہ کپي. پر کلم کلا هڙتال جي مخالفت ڪرڻ ۽ ماڻهن کي ڪم تي وڃڻ جي اپيل، دشمن جي مفادن جي ئي ڳالهہ هئي.

تحريڪ کان اڳ واري رات مون کي سوويٽو جي هڪ محفوظ گهر ۾ ڪانگريس جي اڳواڻن سان ملاقات ڪرڻي هئي. پوليس جي نظرن کان بچڻ جي لاءِ مون جيڪو رستو ورتو تنهن تي عام طور تي پوليس موجود نہ هوندي هئي. پر آئون جيئن ئي اڳيان وڌيس تہ هڪ موڙ تي مون ڏٺو تہ پوليس رستو بند ڪريو بيٺي هئي. هاڻي واپس موٽڻ جو بہ موقعو نہ هو. مون کي شوفر جا ڪپڙا پاتل هئا. پوليس جي سپاهي ڪار جي دري مان مون ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ اڳيان وڌي جهڙتي وٺڻ لڳو. جڏهن ڪيس ڪا اعتراض جوڳي شئي نہ ملي تہ هن مون کان پاس گهري. مون ڪوڙ ڪندي چيو تہ آئون اها وساري آيو آهيان، پر هڪ ڪوڙو پاس جو نمبر ڪيس ٻڌايو. هو مطمئن ٿي ويو ۽ مون کي اڳيان وڃڻ ڏنائين.

29 مئي، سومر جي ڏينهن هڙتال جي پهرين ڏينهن هزارين ماڻهن، پنهنجي نوڪرين ۽ روزگار کي خطري ۾ وجهي اسان جي سڏ تي لبيڪ چئي. ڊربن ۾ هندستاني مزدور ڪارخانن مان ٻاهر نڪري آيا. ڪيپ ٽائون ۾ هزارين رنگدار ڪارڪن گهرن ۾ ويٺا رهيا، جوهانسبرگ ۾ نوڪري پيشہ ماڻهن جو اڌ کان بہ گهٽو تعداد ڪم تي نہ ويو. جڏهن تہ پورٽ ايلزبيٿ ۾ اهو تعداد اڃا بہ گهٽو هو. مون پنهنجي جاري ڪيل اخباري بيان ۾، ڪارڪنن جي ان رد عمل کي عظيم الشان قرار ڏنو ۽ حڪومتي ڌاڪ ۽ ڌمڪاءَ جي باوجود بہ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ تي عوام کي زبردست خراج تحسين پيش ڪيو. اسان جي تحريڪ جي ڪري 'ري پبلڪ ڊي' جي سلسلي ۾ ملهائجندڙ تقريبون مرجهايل رهيون.

هڙتال جي پهرين ڏينهن عوامي رد عمل زبردست، پر اسان جي توقع کان ڪافي گهٽ هو. اسان وٽ سُڌ ٻڌ جي ذريعن جي کوٽ هئي پر جيئن جيئن خبرون اينديون ويون، اسين مايوس ٿيندا وياسين ۽ پنهنجي ناڪامي جو احساس ٿيڻ لڳو. انهي ڏينهن شام جو بي دلي سان، بلڪ غضب جي حالت ۾ مون ،ڊيلي ميل، جي خاطوءَ سان ڳالهائيندي پنهنجي ان خيال جو اظهار ڪيو تہ "هاڻي اهنسا جا ڏينهن پڄاڻي تي پهچي چڪا آهن." ٻي ڏينهن اسان پاڻ ۾ صلاح مشوري کان پوءِ "ڪم تي نہ وڃڻ جي اپيل واپس وٺڻ جو اعلان ڪيو، صبح جو سوير هڪ ڳجهي هنڌ تي منهنجي ڏيهي ۽ پرڏيهي پريس رپورٽرن سان ملاقات ٿي، جنهن ۾ مون هن جي سامهون تحريڪ کي زبردست ڪامياب تہ قرار ڏنو پر ان يقين جو اظهار نہ ڪري سگهيس تہ ڪو هڪ نئون صبح ٿيڻ وارو آهي.

مون صاف صاف لفظن ۾ چيو تہ، "جيڪڏهن حڪومتي رد عمل اهو آهي تہ اسان جي عدم تشدد تي ٻڌل تحريڪ کي طاقت جي ٻل تي ڪچيلو وڃي تہ پوءِ اسان کي بہ نوان طريقا اختيار ڪرڻ لاءِ ويچارڻو پوندو. آئون سمجهان ٿو تہ هاڻ اسان کي عدم تشدد

جي پاليسي جو اهم دروازو بند ڪري ڇڏڻ کپي."

اهو ڏاڍو سخت اعلان هو ۽ مون کي انهي جو چڱي طرح احساس هو. ڪانگريس جي مرڪزي ڪميٽيءَ به بنا صلاح مشوري جي منهنجي ان اعلان تي تنقيد ڪئي. آئون سمجهان ٿو ته هڪ اهڙو وقت به ايندو آهي جڏهن ڪنهن تنظيم کي صحيح رخ ڏانهن وٺي وڃڻ جي لاءِ، پنهنجي نظريي جو عوامي سطح تي کليل اظهار ڪيو وڃي. ڪانگريس ۾ ڪيترن ئي سالن کان تشدد جي استعمال جي باري ۾ بحث ۽ مباحثو ٿيندو رهيو هو. بلڪ 1952ع ۾ هٿياربند جدوجهد جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ڪئي وئي هئي. هاڻي مون ڪن سنگتين سان ٻيهر ڳالهايو ۽ اهو طئي ٿيو ته تنظيم جي اندر ڪنهن مناسب سطح تي جدوجهد جا نوان طريقا اپنائڻ تي ويچاريو وڃي. ڪميونسٽ پارٽي اڳ ۾ ئي انڊر گرائونڊ رهندي، پنهنجي فوجي شعبي جي قيام تي سنجيدگي سان ويچاري رهي هئي. تنهن ڪري مون دوستن جي صلاح سان جون 1961ع ۾ مرڪزي ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي ۾ اهو مسئلو کنيو. پر ڪميٽي جي هڪ سگهاري ميمبر ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل موزز ڪوتاني، مون کي سگهن تي اچي کنيو ۽ چيو ته مون پنهنجي رٿ تي سنجيدگي سان ويچار نه ڪيو آهي ۽ آئون حڪومتي قدمن جي پس منظر ۾ پڇي پُري پيو آهيان. تنهن ڪري هاڻي مايوس ٿي انقلابي لهجي جي پناهه ۾ اچڻ ٿو چاهيان. هن وڌيڪ چيو ته جيڪڏهن اسان جي دلين ۾ يقين جي دولت موجود آهي ته پراڻا طريقا اجا به ڪارآمد ٿي سگهن ٿا. پر منڊيلا جي رٿ تي عمل ڪري اسين پنهنجي ابوجهه عوام کي دشمن جي بربريت جو شڪار بنائي ڇڏينداسين.

'موزز ڪوتاني'، جي تقرير منهنجي رٿ کي شڪست جو منهن ڏيکاري ڇڏيو. ايتري قدر جو والٽر سيسولو به منهنجي رٿ جي تائيد ڪين ڪئي. جنهن جي پوءِ مون والٽر سان شڪايت به ڪئي. هو وڏو ڊپلوميٽ قسم جو ماڻهو آهي ۽ منهنجي ڳالهه کي ٿهڪن ۾ اڏائي ڇڏيو ۽ چيو ته تنهنجي موزز سان ڌار ملاقات ڪرائيندس. تنهن ڪري اسان 'ٽائون شپ' جي هڪ ڳجهي گهر ۾ سڄو ڏينهن ان مسئلي تي ڳالهايو. موزز ان پراڻي طور طريقي جو حامي هو، جنهن موجب اي. اين. سي هڪ قانوني تنظيم آهي. پر منهنجو نقطه نظر هي هو ته هاڻ عوام پاڻمرادو ملٽري يونٽ قائم ڪري رهيو آهي ۽ هو ان سلسلي ۾ ڪٿي ته هو اسان کان به اڳتي نڪري ويو آهي. پر اي. اين. سي ئي اها اڪيلي تنظيم آهي جيڪا سندن اڳواڻي جو فرض ادا ڪري سگهي ٿي. موزز منهنجي تائيد جو واعدو ته ڪونه ڪيو، پر چيو ته آئون ان مسئلي کي ڊربن نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي اجلاس ۾ پيش ڪندس. والٽر ماٺ ڪيو ويٺو رڳو مرڪندو رهيو.

مون کي خبر هئي ته نيشنل ايگزيڪيوٽو ۾ ڏکيائون پيش ايندئون، ڇو ته اتي چيف لوٿولي موجود هوندو ۽ اهو اخلاقي طور تي پنهنجو پاڻ کي عدم تشدد جو پابند ٿو سمجهي. ٻي طرف آئون به ان سلسلي ۾ ڪافي چوڪس هئس ۽ بغاوت جي ڪيس کان پوءِ خاص ڪري تشدد جو مسئلو اُٿاري رهيو هئس. ڪانگريس جو فيصلو هو ته عدم

تشدد اسان جي لاءِ هڪ ناقابل خلاف ورزي اصول آهي. اها ڪا عارضي چال ڪونهي، جنهن کي حالتن جي بدلجڻ سان تبديل ڪندو رهجي. پر منهنجي ذاتي راءِ ان کان بلڪل مختلف هئي ۽ مون سمجهيو ٿي ته هاڻ عدم تشدد هڪ بيڪار شئي آهي، جنهن کي بدلائڻ کپي.

معمول موجب، نيشنل ايگزيڪيوٽو جو اجلاس، پوليس جي نظرن کان بچڻ لاءِ رات جو ڳجهي هنڌ تي ٿيو. جتي مون پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪيو ۽ زور ڀريو ته حڪومت اسان وٽ تشدد کان سواءِ ٻيو ڪو به رستو ناهي ڇڏيو. اهو رويو غير اخلاقي هوندو ته اسين پنهنجي عوام کي حڪومت جي هٿياربند حملن جو شڪار ٿيندي ڏسون. مون چيو ته هاڻي ماڻهو پاڻ مرادو هٿيار کڻڻ تي مجبور ٿي رهيا آهن. اسين ان جي راهہ ۾ ڪا وک کڻون يا نہ، پر تشدد اپنايو ويندو. تنهن ڪري بهتر اهو آهي ته اسين اڳيان وڌي تشدد کي صحيح رخ ۾ وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪريون. جيڪڏهن اجا بہ معاملو اسان پنهنجي هٿن ۾ نہ ڪنيو ته اسان تي دير جو الزام لڳايو ويندو ۽ اسين هڪ اهڙي تحريڪ جي پيروي ڪري رهيا هونداسين، جنهن تي اسان جو ڪو بہ ڪنٽرول نہ هوندو.

پهرين ته چيف منهنجي دليلن تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو، پر اسان سڄي رات ساڻس ڳالهايو ۽ نيٺ محسوس ڪيوسين ته هو دليان جانيان ان ڳالهہ جو قائل ٿي ويو آهي. اسان جي سوچ صحيح آهي. تنهن ڪري هن اتفاق ڪيو ته هاڻي فوجي انداز جي جدوجهد اڻ ٽر ٿي وئي آهي. پر هن ۽ ٻين سنگتين زٽ پيش ڪئي ته نئين قرارداد کي اهڙي نموني ورتو وڃي، جڻ اي. اين. سي ڪڏهن بہ ان تي ناهي ويچاريو. دراصل چيف پنهنجن انهن حليفن جي قانوني وجود کي درهم برهم ڪرڻ جو قائل نہ هو. جن تي اجا پابندي نہ هنئي وئي هئي. هن جي راءِ هئي ته فوجي ونگ کي عمومي طور تي ڪانگريس جي ڪنٽرول ۾ هجڻ ته کپي، پر اها هڪ ڌار ۽ خود مختيار ونگ هوندي. گويا ڪانگريس.جون بہ ڌار ڌار ڌاراڻون آزادانہ طور تي پنهنجو پنهنجو ڪم ڪنديون. چيف ۽ ٻين سنگتين خبردار ڪيو ته نوان طور طريقا اختيار ڪرڻ جو مطلب اهو ڪونہ هوندو ته ڪو اسين پراڻا تحريڪي طريقا ڇڏي رهيا آهيون. اجا، پرتشدد جدوجهد اسان جي تحريڪ جو مرڪزي نقطو نہ هوندي.

اسان هڪدم چيف جي تجويز مڃي ورتي. بهرحال چيف اهو واضح طور تي چٽي ڇڏيو ته جيڪڏهن ڪو منهنجي باري ۾ اهو ٿو سمجهي ته آئون "صلح پسند" قسم جو ماڻهو آهيان ته اهو غلطي تي هوندو. رسمي طور تي نيشنل ايگزيڪيوٽو بہ اسان جي تجويز جي تائيد ڪئي.

ٻي رات، ڊربن ۾ ٿي اي. اين. سي، رنگدار ماڻهن جي ڪانگريس، ٽريڊ يونين ڪانگريس ۽ ڪانگريس آف ڊيموڪريٽس جي گڏيل ڪميٽيءَ جو اجلاس ٿي رهيو هو. عام طور تي اهي سيئي پارٽيون آفريقي ڪانگريس جي فيصلن تي هلنديون هيون، پر منهنجو خيال هو ته اسان جا هندستاني دوست "تشدّد جي راهہ" اختيار ڪرڻ جي فيصلي جي مخالفت ڪندا.

اجلاس جي شروعات ئي حوصلي شڪن هئي. اجلاس جي صدارت چيف لوٿولي ڪري رهيو هو. هن اعلان ڪيو تہ "جيتوڻيڪ اي. اين. سي تشدد، جي فيصلي جي تصديق ڪئي آهي، پر ان معاملي جي سنجيدگي جي پيش نظر آئون تجويز ڪندس تہ ٻيهر ويچاريو وڃي." بظاهر ايئن ٿي لڳو تہ چيف اڃا تائين نئين رستي تي هلڻ جي لاءِ اسان سان مڪمل طور تي سهمت نہ ٿي سگهيو هو.

ان هنگامي ۾ رات جو ائين ٻجي اجلاس شروع ٿيو. مون نئين سر پنهنجا دليل پيش ڪيا. پر ڪيترن ئي حاضرين پنهنجي ذهني تحفظات جو اظهار ڪيو. يوسف ڪچاليا ۽ ڊاڪٽرنيڪر زور ڏيئي چيو تہ اسين ان راهہ تي هلڻ ڪان پاسو ڪريون. نہ تہ حڪومت سڄي تحريڪ کي چٿي ڇڏيندي. ان رات مشهور بحث ڪندڙ جي - اين - سنگهہ جا لفظ اڃا سوڌي منهنجي ڪنن ۾ ٻري رهيا آهن تہ "عدم تشدد اسان کي ناڪام نہ ڪيو آهي، پر اسان عدم تشدد کي ناڪام ڪيو آهي." مون هن جي جواب ۾ چيو هو "در حقيقت اهو عدم تشدد ئي آهي، جنهن اسان کي ناڪامي سان دوچار ڪيو آهي، جو تہ اهو حڪومتي تشدد جو رستو روڪي نہ سگهيو آهي ۽ نہ ئي وري اسان تي ظلم ڪندڙن جون دليون بدلائي سگهيو آهي."

اسين سڄي رات دليل ڏيندا رهياسين. فجر ڏاري محسوس ٿيو تہ اسين ڪجهہ اڳيان وڌيا آهيون. اسان جا ڪيترائي هندستاني سنگتي عدم تشدد جي ان انجام تي افسوس جو اظهار ڪري رهيا هئا. اوچتو انڊين ڪانگريس جي ميمبر ايم . ڊي نائيڊو جو آواز گونجيو، هو پنهنجي هندستاني دوستن کي چئي رهيو هو: "افسوس! جو اوهين جيل ۾ وڃڻ کان ڊڄي ويا آهيو، معاملو فقط ايترو آهي بس!" هن جي ان تبصري اجلاس ۾ هنگامو کڙو ڪري ڇڏيو. جڏهن اوهين ڪنهن انسان جي ديانت کي شڪ سان ڏسو تہ اوهان کي بہ جنگ جي لاءِ تيار رهڻ کپي. سڄو بحث وري بہ ساڳئي نقطي تي بيٺو نظر آيو. بهرحال فجر ڏاري اسين هڪ قرارداد تائين پهچي وياسين. سڀني پارٽين مون کي اختيار ڏنو تہ آئون ڪاروائي جاري رکان ۽ آفريقن نيشنل ڪانگريس کان ڌار هڪ فوجي تنظيم قائم ڪريان. پر اي. اين. سي جي پاليسي بهرحال عدم تشدد تي ٻڌل هوندي. مون کي هر ان شخص سان لاڳاپا قائم ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويو، جنهن جي، ان تنظيم جي سلسلي ۾ مون کي گهرج هجي. ان لاءِ مرڪزي تنظيم کان موڪل وٺڻ جي پابندي نہ هوندي.

اهو هڪ فيصلائتو قدم هو. پنجاهہ سالن تائين عدم تشدد، اي. اين. سي جو مرڪزي اصول رهيو هو، جنهن کي سدائين بحث کان مٿانهون سمجهيو ويو. ايندڙ وقت ۾ اي. اين. سي هڪ نئين ۽ مختلف قسم جي تنظيم جو روپ وٺي رهي هئي. اسين هڪ نئين، پر خطرن سان ڀرپور راهہ تي هلڻ وارا هئاسين. هڪ منظم تشدد جو رستو، هڪ اهڙو رستو، جنهن جي انجام جي اسان کي ڪا بہ خبر نہ هئي. خبر پئجي بہ ڪيئن ٿي سگهي؟

آئون ڪڏهن بہ سپاهي نہ رهيو هئس. نہ وري ڪنهن جنگ ۾ حصو ورتو هئم. ڪهن بہ دشمن تي هڪ گولي بہ نہ هلائي هيم ۽ مون کي هڪ فوج منظم ڪرڻ جو

فرض سونپيو ويو. اهو همت وارو ڪم، مون اڻ تجربيڪار بدران، ڪنهن ناليري جرنيل جو ئي ٿي سگهيو ٿي. نئين تنظيم جو نالو Umkhon towe sizwe، امخونٽوي سزوي (قوم جو نيزو يا ڀٽچي) رکيو ويو ۽ اختصار جي لاءِ ايم . ڪي چيو ويو. نيزي جو نشان ان لاءِ چونڊيو ويو تہ ان سادي هٿيار سان آفريقي ماڻهن صدين تائين ڳورن جي يلغار جو مقابلو ڪيو هو.

ڪانگريس جي مرڪزي ڪميٽي ان نئين تنظيم ۾ ڳورن کي ميمبر بنائڻ جي موڪل ڪين ڏني هئي. پر ايم . ڪي، ان کي گهٽي اهميت نہ ڏني. مون فوري طور تي جوسلوو ۽ والٽر سيسولو تي مشتمل تنظيم جي هاءِ ڪمان قائم ڪئي. آئون پاڻ ان جو چيئرمين هئس. اسان ڪميونسٽ پارٽي جي ڪن اهڙن ڳورن ميمبرن سان بہ رابطو ڪيو، جيڪي اڳ ۾ ئي پرتشدد ڪارروائين تي راضي هئا ۽ سرڪاري ٽيلي فون ۽ ٻين مواصلاتي ذريعن کي برباد ڪرڻ جو ڪم سرانجام ڏئي چڪا هئا. تنهن ڪري اسان جيڪ هنڊسن، جيڪو ٻي مهاڀاري جنگ ۾ حصو وٺي چڪو هو ۽ 'رسٽي برن اسٽائن' جون خدمتون حاصل ڪيون جيڪو اسان جو پهريون تباهہ ڪندڙ ماهر، مقرر ٿيو. اسان کي اختيار ڏنو ويو هو تہ اسين حڪومت جي خلاف پرتشدد قدمن جو هڪ سلسلو شروع ڪريون، پر ان لاءِ اسان اڃا ڪنهن خاص طريقي جو تعين نہ ڪيو هو. اسان جو ارادو هو تہ اسين اهڙا قدم کڻنداسين، جن جي نتيجي ۾ انفرادي نقصان گهٽ هجي، پر جيڪو حڪومت جي لاءِ سخت نقصان جو سبب بنجي.

ڪم جي شروعات مون ماهرن جا رايا وٺڻ ۽ واسطيدار لٽريچر جي مطالعي سان ڪيو. مون سڀ کان پهرين هٿياربند انقلاب جي بنيادي اصولن کان واقف ٿيڻ ٿي چاهيو، خبر پئي تہ ان قسم جي انقلابي قدمن، خاص ڪري گوريلا جنگ جي باري ۾ چڱو موچارو مواد موجود آهي. مون اهو بہ ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ گوريلا جنگ جي لاءِ ڪهڙي قسم جون حالتون مناسب هونديون آهن. گوريلا فوج ڪيئن قائم ڪئي ۽ منظم ڪئي ويندي آهي. ان فوج کي ڪيئن هٿياربند ڪيو ويندو آهي ۽ ان جي سپلاءِ جو طريقو ڪهڙو هوندو آهي؟ سڀ بنيادي سوال هئا. گوريلا جنگ جي سلسلي ۾ هر قسم جو ذريعو منهنجي دلچسپي جو باعث هو. مون ڪيوبا جي ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل بلارس روڪا جي رپورٽ جو اڀياس ڪيو تہ هن ڪيئن سالن تائين زير زمين طور ڪم ڪيو هو. مون اينگلو بوئر جنگ جي دوران، بوئر گوريلن جي غير روايتي جنگي چالن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪئي ۽ چي گويرا، مائوزي تنگ ۽ فيدرل ڪاسترو جي باري ۾ لکيون ۽ انهن جون پنهنجون لکيون بہ پڙهي ڇڏيون. مون کي پتو پيو تہ اهو مائوزي تنگ جو غير معمولي همت ۽ حوصلو ۽ غير معمولي غور فڪر هو، جنهن چينين کي ڪاميابي ڏياري. مون مينهام بيگن[1] جي ڪتاب (The Revolt) جو بہ مطالعو ڪيو ۽ ان حقيقت سان شناسائي مون کي ڪافي سگهہ بخشي تہ هن هڪ اهڙي ملڪ ۾ گوريلا ويڙهہ وڙهي،

1. اسرائيل جو اڳوڻو وزيراعظم، جيڪو ٻي جنگ عظيم کان پوءِ عربن خلاف دهشت واريون ڪارروايون جو مهندار هو ۽ جنهن جي دور ۾ ڪئمپ ڊيوڊ ٺاهہ ٿيو هو. (سنڌيڪار)

جتي نہ پهاڙ آهن ۽ ٿي وري ٻيلا. مون مسوليني جي خلاف عوام جي هٿيارٻند جدوجهد جي باري ۾ وڌ ۾ وڌ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

مون ڏکڻ آفريقا جي ماضي جو بہ کوج لڳايو ۽ ڳورن جي اچڻ کان اڳ ۽ پوءِ جي تاريخ جو مطالعو ڪيو. مون آفريقين جي آفريقين جي خلاف، آفريقين جي ڳورن جي خلاف ۽ ڳورن جي ڳورن جي خلاف جنگين تي غور ۽ ويچار ڪيو. ملڪ جي اهم صنعتي علائقن، مواصلاتي نظام، چرپر جي ذريعن جو جائزو ورتو. تفصيلي نقشا گڏ ڪيا ۽ مخلف علائقن جي طبعي حالتن جو اصولي تجزيو ڪيو.

26 جون 1961ع تي آزادي جي ڏينهن جي موقعي تي مون پنهنجي ڳجهي ٺڪاڻي تان ڏکڻ آفريقا جي سيني اخبارن جي نالي هڪ خط روانو ڪيو. جنهن ۾ ويجهڙ واري 'ڪم ڇڏيو' تحريڪ جي دوران عوام جي مڙسي کي زبردست خراج تحسين پيش ڪيو ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر قومي دستوري ڪنوينشن جي ڪوٺائڻ جي گهر ڪئي ۽ عزم ڪيو تہ جيڪڏهن اهو ڪنوينشن نہ ڪوٺايو ويو تہ قومي سطح تي اعلان موالات جي تحريڪ شروع ڪئي ويندي:

منهنجي خط مان ڪجهہ ٽڪرا:

"مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ منهنجي گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ڪيا ويا آهن ۽ پوليس منهنجي ڳولا ۾ آهي، نيشنل ايڪشن ڪونسل ان مسئلي تي ويچاريو آهي ۽ مون کي هدايت ڪئي آهي تہ آئون گرفتاري نہ ڏيان، تنهنڪري مون فيصلو ڪيو آهي تہ پنهنجو پاڻ کي ان حڪومت جي قبضي ۾ نہ ڏيندس، جنهن کي آئون قانوني طور تي مڃيان ئي ڪو نہ ٿو. هر سنجيدو سياستدان محسوس ڪندو تہ موجوده حالتن ۾ پنهنجو پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪري سستي شهادت جو گهرجائو هئڻ چريائپ وارو مجرمائون عمل هوندو....

مون پنهنجي لاءِ جيڪا واٽ چوندي آهي، اها قيد ۾ وڃي ويهي رهڻ کان وڌيڪ ڏکي، خطرن سان ڀريل ۽ تڪليف واري آهي، مون کي پنهنجن پيارن ٻچڙن، زال، پنهنجي امڙ ۽ ڀيڻ کان ڌار رهڻون ۽ پنهنجي وطن ۾ ئي جلاوطني جي زندگي گذارڻي پوندي، مون کي پنهنجو ڪاروبار بند ڪرڻ ۽ پنهنجو پئسو ڇڏڻون پوندو ۽ پنهنجي بي شمار هم وطن جيان غربت ۽ افلاس جو شڪار ٿيڻون پوندو.

آئون اوهان سان گڏ ٻاڙي ٻاڙي، وک وک ۽ ميل ميل تي سوڀ جي حصول جي لاءِ رڌل رهندس، منهنجو سوال هي آهي تہ اوهين ڇا سوچي رهيا آهيون؟ ڇا اوهين اسان جو ساٿ ڏيندا يا هن حڪومت جو؟ جيڪا اسان جي عوام جي مطالبن، انهن جي آسن ۽ اڌمن جو گلو گهٽڻ تي ضد ٻڌيو ويٺي آهي؟ ڇا اوهين قومي موت ۽ حيات جي هن گهڙيءَ ۾ خاموش ۽ اڻ ڏريا ٿيو ويٺا رهندؤ!....

مون پنهنجي باري ۾ هڪ پڪو فيصلو ڪري ورتو آهي تہ آئون نہ ڏکڻ آفريقا ڇڏي ڪيڏانهن ويندس ۽ نہ ئي ورڻ ڪنڌ جهڪائيندس، هي ڪنڌ ڪپجي تہ سگهي ٿو، پر جهڪي نہ ٿو سگهي. قومي آزاديءُ نقط سختيون سهڻ ۽ مجاهدانہ ڪردار ادا ڪرڻ سان ئي

حاصل ٿي سگهي ٿي، عملي جدوجهد منهنجي زندگي آهي ۽ آئون پنهنجي زندگي جي پوين پساهن تائين آزادي جي خاطر وڙهندو رهندس".

"زير زمين زندگي" جا شروعاتي ڪيترائي هفتا مون جوهانسبرگ کان ٿورو پري اتر ۾، بيريا جي علائقي ۾ گذاريا. جيڪو شهر جي ڳوري آبادي جو پر وارو علائقو هو، هتي آئون "ولفي ڪوڊيش" سان گڏ هڪ ڪمري واري فليٽ ۾ رهيس، ولفي ڪانگريس آف ڊيموڪريٽس جو ميمبر ۽ "نيوايج" جو خاطو هو، هو ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران اتر آفريقا ۽ اٽلي ۾ جنگي خدمتون سرانجام ڏيئي چڪو هو. ميدان ۾ سندس عملي تجربو ۽ ڳوڙهي معلومات منهنجي لاءِ بيحد مفيد ثابت ٿي، سندس چوڻ تي مون پرشين جنرل ڪارل وان ونز جي ڪتاب (On war) جو مطالعو به ڪيو ۽ ان کي پنهنجي جذبن سان ڪافي هم آهنگ پاتم. ان ڪتاب جو مرڪزي خيال هي آهي ته جنگ درحقيقت، ڊپلوميسي جي تسلسل جو نالو آهي، اهڙي طرح ولفي مون کي ڪافي سٺو مطالعاتي مواد مهيا ڪندو رهيو، مون هن جو ڪافي وقت ۽ آرام جون گهڙيون ذيان ڪيون، پر هو هڪ شريف ماڻهو هو، هن ڪڏهن به شڪايت نه ڪئي.

آئون ٻن مهينن تائين هن جي فليٽ ۾ ٽڪيل رهيوس، سڄو ڏينهن درين جا پردا ڪيرائي مطالعي ۽ رٿابندي ۾ مصروف رهندو هئس ۽ فقط رات جو ڪنهن گڏجاڻي ۾ حاضري جي لاءِ ٻاهر نڪرندو هئس. آئون صبح جو پنجين بجي اُٿي ٻاهر وڃڻ جي تياري ڪندو هئس، ولفي ڪافي پريشان ٿيندو هو، پر هوريان هوريان هو انهن ڳالهين جو عادي ٿي ويو.

ايم ڪي... ڳجهي تنظيم... ڌماڪا ڪرڻ جي مشقن جي شروعات ڪري چڪي هئي، هڪ رات آئون پاڻ به ولفي سان گڏ سرن جي هڪ ڀٽي تي ويس ۽ اسان لڪي ڌماڪيدار مادي جي قاتڻ جو ڪامياب مظاهرو ڏنو.

بيريا ۾، آئون پنهنجو پاڻ کي ڪافي محفوظ تصور ڪندو هئس. جيئن ته اهو ڳوري آبادي وارو علائقو هو، تنهن ڪري پوليس جو هتي منهنجي موجودگي ڏانهن ڌيان نه ويو، منهنجي عادت هئي ته آئون کير جو هڪ گلاس، ڌنئرو ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر اُس ۾ رکندو هئس، آئون ان جميل ڌنئري واري کير جو ٻي حد شوقين آهيان، ان کي "زهوسا" ماڻهو "اماسي" چوندا آهن ۽ اهو عمدو ۽ صحت واري غذا سمجهيو ويندو آهي، اهو ٺاهڻ به سولو آهي، بس ايئن سمجهو ته ٻاهر اُس ۽ ڪليل هوا ۾ رکڻ سان اهو ڌنئري وانگر بنجي ويندو آهي ۽ منجهس هلڪي کٽاڻ به اچي ويندي آهي، مون ولفي کي ان مان لطف اندوز ٿيڻ جي صلاح هنئي، پر هن چکي ناپسنديدگي جو اظهار ڪري ڇڏي ڏنو.

هڪ ڏينهن اسين ٻئي ڪمري ۾ ويٺا ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين، جو مون ٻاهر دري جي ويجهو ٻن آفريقي ڇوڪرن کي زولو زبان ۾ ڳالهائيندي ٻڌو، جيئن ته درين جي شيشن تي پردا پيل هئا، تنهن ڪري آئون کين ڏسي نه سگهيس، هڪ ٻي کي چئي رهيو هو، "هو ڏس! دريءَ جي ٻاهرينءَ تختي تي اسان جو کير پيو آهي.... ڇا پيو ڪري؟"

”ڇا مطلب؟“ ٻي چيو ”ڪٿو ڪير... اماسي... دري جي هن تختي تي ڇو پيو آهي؟“ هن جي دوست وضاحت واري انداز ۾ چيو، هن جي ڇوڻ جو مطلب هي هو ته اهڙي شيءِ ته ڪو آفريقي ٿي، اهڙي نموني رکي ٿو سگهي ۽ هتي ڳوري آبادي ۾ ڪنهن ڪاري جو ڪهڙو ڪم! آئون هن جي ڳالهين سبب بي حد محتاط ٿي ويس ۽ ٻي رات هڪ ٻئي ڳجهي هنڌ منتقل ٿي ويس.

پوءِ آئون جوهانسبرگ ۾، هڪ ڊاڪٽر جي گهر ٽڪيس، رات سرونٽ ڪوارٽر ۾ گذاريندو هئس، ۽ ڏينهن جو ڊاڪٽر جي آفيس ۾ ڪم ڪار ۾ رڌل رهندو هئس، ڪو ڊاڪٽر ايندو هو ته آئون پوئين پاسي واري باغ ۾ هليو ويندو هئس ۽ اهو ظاهر ڪندو هئس ته آئون هڪ مالهي آهيان، ڪجھ وقت مون نٽال جي ڪمند جي ٻنين ۾ به گذاريو ۽ ڊربن جي ويجهو سمنڊ جي ويجهو هڪ ننڍي وسندي ”ٽون گاٽ“ ۾ مزدورن جي هڪ گهراڻي سان گڏ رهيس، پوءِ آئون هڪ هاسٽل ۾ هليو ويس ۽ اهو ظاهر ڪيم ته آئون هڪ زرعي ماهر آهيان، جنهن کي حڪومت زميني جانچ جي لاءِ موڪليو آهي.

اسان جي تنظيم مون کي ضروري اوزار ۽ هٿيار مهيا ڪري ڏنا هئا ۽ آئون سڄو ڏينهن زمين جي باري ۾ تحقيق ۽ جانچ ۾ رڌل رهندو هئس، حالانڪ مون کي ان ڪم جي باري ۾ بنهه گهٽ معلومات هئي، ”ٽون گاٽ“ جا رهواسي جيڪي گهڻا تڻا کيت مزدور ۽ باشعور ماڻهو هئا پر هنن منهنجي باري ۾ گهٽي ڇنڊ ڇاڻ نه ڪئي، جيتوڻيڪ هو ڏسندا هئا، ته مون وٽ رات جو اڪثر ماڻهن جو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو، جن ۾ ڪي مقامي سياستدان به هئا، اهڙي طرح ڪيترا ڀيرا آئون ڏينهن ۾ ستو پيو هوندو هئس، جنهن جي عام طرح ڪنهن زرعي ماهر کان توقع نه ٿي ڪري سگهجي، بهرحال، مون ڳوٺ وارن سان گڏ بيحد پنهنجائپ محسوس ڪئي، آچر جي ڏينهن آئون سائن گڏ ديول ۾ عبادت ڪرڻ به ويندو هئس ۽ مون کي پادريءَ جو پراڻي انداز ۾، انجيل پڙهڻ ڏاڍو وڻندو هو، واپسيءَ کان اڳ، آئون ڳوٺ جي هڪ وڏڙي جي خدمت ۾ سندس مهرباني مڃڻ جي لاءِ پهتس ته هن چيو، ”نوجوان! اسين توکي خوش آمديد ٿا چئون، پر اهو ٻڌائي ته سردار لوٿولي ڇا ٿو چاهي؟“ آئون ڇرڪي پيس، ۽ هڪدم پاڻ سنڀالي وراڻيم. ”سائين! بهتر اهو ٿيندو ته ان باري ۾ اوهين پاڻ ٿي چيف کان پڇو، آئون هن جي پاران جواب ڏيڻ وارو ڪير آهيان، پر منهنجو خيال آهي ته چيف چاهي ٿو ته اسان جون زمينون اسان کي واپس ڪيون وڃن ۽ اسان جي بادشاهن کي ٻيهر پنهنجا اختيار ملي وڃن، هو ان ڳالهه جو به خواهشمند آهي ته اسين مستقل جو معاملو پاڻ ڪنٽرول هجون ۽ پنهنجي مرضي موجب جيئن وڻي تيئن زندگي گهاريون.“

”پر هو، اهو سڀ ڪيئن ٿو ڪري سگهي.... جڏهن ته وٽس ڪا به فوج ڪونهي؟“ پوڙهي آفريقي چيو، دل ۾ آيم ته چوانس، آئون اها ئي فوج تيار ڪرڻ جي لاءِ ڪوشش ۾ رڌل آهيان، پر اهو چئي نه سگهيس، پوڙهي ڳوناڻي جي جذبن مون کي همت ڏياري، پر مون کي اها پريشاني ٿي رهي هئي ته شايد ٻيا ماڻهو به منهنجي مشن جو کوج

لڳائي چڪا آهن. مون محسوس ڪيو ته آئون هڪ ٻئي هنڌ تي گهڻو عرصو رهي پيو آهيان. تنهن ڪري ٻي رات، ايتري ئي ڳجهي نموني ان ڳوٺ مان واپس روانو ٿي ويس، جهڙي ڳجهي نموني هتي آيو هئس.

منهنجي اينڊڙ رهائش، ڪنهن ڳجهي هنڌ بدران، جوهانسبرگ جي اتر ۾ ريوونيا ڳوٺ ۾ ليليز ليف فارم هو. ان زماني ۾ ريوونيا جو ڳوٺاڻون علائقو ننڍن ننڍن ٻنين تي مشتمل هو. ليليز فارم اسان جي تنظيم انڊر گرائونڊ ڪارڪنن جي لاءِ هڪ محفوظ پناهه گاهه طور خريد ڪري ورتو هو. منجهس هڪ پراڻي جاءِ هئي، جيڪا غير آباد ۽ مرمت لائق هئي. مون ان فارم ۾ هڪ نوڪر يا چوڪيدار جي حيثيت سان رهائش اختيار ڪئي، ايستائين، جيستائين، فارم جو مالڪ هتي منتقل نه ٿي وڃي. هائي منهنجو نالو "ڊيوڊ موتساماِيي" هو. آئون شيدي گهريلو نوڪرن وارو ڪوٽ پائيندو هئس. سڄو ڏينهن رازا، مزدور ۽ رنگ روغن ڪندڙ، گهر جي مرمت ۾ رڌل رهندا هئا. اسان هتي ڪي ننڍا ننڍا ڪمرا به اڏڻ ٿي چاهيا، ته جيئن وڌيڪ ماڻهن جي رهائش جو بندوبست ٿي سگهي. مرمت جو ڪم ڪندڙ هڙئي آفريقي مزدور هئا ۽ هو مون کي "ويٽر" يا ڇوڪرو چئي سڏيندا هئا. آئون هنن جي لاءِ ناشتو تيار ڪندو هئس ۽ چانهه ناهيندو هئس. هو مون کي ننڍن وڏن ڪمن ڪارين جي سلسلي ۾ هيڏانهن هوڏانهن موڪليندا هئا فرش صاف ڪرڻ ۽ گند ڪچرو ڪڍڻ جو حڪم ڏيندا هئا.

هڪ ڏينهن سڀ همراهه چانهه پيئڻ جي لاءِ رڌڻي ۾ گڏ ٿيا. آئون هڪ ٿري ۾ چانهه جا ڪوپ کنيو هڪ هڪ ڪندو سيني جي سامهون پيش ڪندو ويس. هو پاڻ ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئا. سيني پنهنجو پنهنجو ڪوپ کنيو. پر هڪ رازو ڏاڍي جوش مان هڪ ڪهاڻي ٻڌائي رهيو هو. آئون ڳچ دير تائين هن جي سامهون ٿري کنيو بيٺو هئس، جڏهن ڪافي دير گذري ويئي، هن مون ڏانهن ڌيان نه ڏنو ته آئون اڳيان وڌي ويس. اهو ڏسي هن ڪڙڪو ڪندي، حاڪماڻي انداز ۾ مون کي چيو "مون توکي وڃڻ جي موڪل ڪڏهن ڏني... جو تون وڃڻ پيو؟".

ڪيترن ئي ماڻهن آفريقي معاشري جي برابري ۾ ڀائيچاري جي هڪ مثالي تصوير ڪشي ڪئي آهي، عمومي طور تي آئون ان نظريي سان سهمت آهيان، پر حقيقت هيءَ آهي ته آفريقي رهاڪو به هر حال ۾ هڪ ٻئي سان برابري جو سلوڪ روا نه ٿا رکن. صنعتي ترقي شهري آفريقين ۾ به ڳوري سوسائٽي وانگر رتبي ۽ حيثيت جو تصور اجاگر ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي، آئون پنهنجو ڪردار اهڙي ته خوبي سان ادا ڪري رهيو هئس، جو ڪنهن کي به پتو پئجي نه سگهيو ته حقيقت ۾ آئون ڪير آهيان. هنن جي نظر ۾ آئون "اهوئي هئس، جيڪو نظر ٿي آيس".

سج لهڻ مهل، اهي سڀ همراهه پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن هليا ويندا هئا ۽ آئون فارم هائوس ۾ اڪيلو رهجي ويندو هئس. يا عام طور تي تنظيم جي اجلاس ۾ شرڪت جي لاءِ نڪري ويندو هئس ۽ رات جو دير سان موٽندو هئس. اڌ رات ڌاري، ڪڏهن

ڪڏهن هن هنڌ اچڻ بيحد ڏکيو ٿي پوندو هو، جتي آئون هڪ جڙتو نالي سان رهيو پيو هئس. هڪ رات ته آئون واقعي ڏچي ويس، جڏهن مون محسوس ڪيو ته ڪا شئي پوڙن مان سرندي پي وئي. آزادي جا متوالا عام طور تي گهري ننڊ کان محروم رهندا آهن.

ڪجهه وقت کان پوءِ، پورٽ ايلزبيٿ کان آيل 'ريمانڊ مهلبا' منهنجو ساٿي بنيو، هو ناليرو ٽريڊ يونين اڳواڻ ۽ آفريقي ڪانگريس جو پهريون اڳواڻ هو، جيڪو مزاحمتي تحريڪ ۾ گرفتار ٿيو هو. "ايم. ڪي" جي ڳجهي تنظيم ۾ ڪم ڪرڻ جي لاءِ ڪانگريس، کيس چونڊيو هو، هتي رهي کيس ٽن ساٿين سان گڏ فوجي تربيت جي لاءِ چين روانو ٿيڻ جي تياري ڪرڻي هئي، 'ري' پندرنهن ڏينهن مون سان گڏ رهيو ۽ اسان گڏجي "ايم. ڪي" جو دستوري خاڪو تيار ڪيو. جوسلوو ۽ رُسٽي برن اسٽائن، ٻه پهچي ويا ۽ مسودو تحرير ڪرڻ ۾ اسان سان گڏ رهيا.

رُي مانڊي، جي وڃڻ کان پوءِ، "لبريشن" مئگزين جو ايڊيٽر مائيڪل هارميل فارم تي اچي ٽڪيو، هو ڪانگريس آف ڊيموڪريٽس جو باني ميمبر ۽ زير زمين اشتراڪي پارٽي جو رڪن، متحرڪ ۽ منصوبه ساز انسان هو ۽ هن ڳجهي هنڌ تي ويهي سڪون سان مستقبل جي باري ۾ سوچ ويچار ڪرڻ تي چاهيائين.

ڏينهن جو آئون مائيڪل کان پري پري رهندو هئس، ته جيئن هڪ پڙهيل لکيل ڳوري شخص ۽ هڪ آفريقي نوڪر جي وچ ۾ ڳالهه ٻولهه شڪ ۽ شبهي جو سبب نه بنجي وڃي، پر رات جو جڏهن اڏاوتي مزدور هليا ويندا هئا ته اسين ويهي ويهي ڪميونسٽ پارٽي ۽ اي. اين. سي جي وچ ۾ ويجهن ناتن جي باري ۾ ڳالهائيندا هئاسين، آئون ان فارم تي بي حد راز دارانه نموني زندگي گذاري رهيو هئس، پر هڪ ڏينهن رات جو دير سان پهتس ته چا ٿو ڏسان ته گهر جون سيئي بتيون ٻري رهيون هيون، درواز کليا پيا هئا ۽ ريڊيو زور سان وڄي رهيو هو ۽ مائيڪل گهري ننڊ ۾ کونگهرا هڻي رهيو هو، اها صورتحال خطرناڪ ثابت ٿي سگهي ٿي، مون کيس سجاڳ ڪيو ۽ پڇيو، "هي سڀ ڇا پيو ٿئي؟" هو ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ چوڻ لڳو. "ايتري ڳالهه ته تون مون کان صبح جو به پڇي ٿي سگهين، هرويرو منهنجي ننڊ خراب ڪري ڇڏئي!"

هاڻي آرٿر گولڊبرچ پنهنجي گهر وارن سميت، فارم تي رهائش جي لاءِ اچي سهڙيو ۽ آئون گهريلو نوڪرن جي لاءِ اڏيل نئين ڪوٺي ۾ منتقل ٿي ويس، آرٿر گهراڻي جي موجودگي اسان جي ڳجهين ڪاروائين جي لاءِ ڀرپور حفاظتي پردو ثابت ٿي، هو ڏنڌي جي لحاظ کان هڪ آرٽسٽ ۽ نقشه ڏاهيندڙ هو ۽ اسان جي تنظيم ايم. ڪي جي شروعاتي ڪارڪنن منجهان هڪ هو، پوليس هن جي سياسي سرگرمين کان بي خبر هئي ۽ هن جون سياسي سرگرميون غير معروف هيون، هو جوئنٽس نيشنل موومينٽ جي فوجي شعبي ۾ حصو وٺي چڪو هو، تنهن ڪري گوريلا جنگ جي طريقي کان واقف هو، هُن جي اچڻ سان فارم جي فضا خوشگوار ٿي وئي.

فارم جي زندگي ۾ هڪ ٻيو واڌارو مسٽر جيلي مين جي صورت ۾ ٿيو، جيڪو

نهايت پرڪشش شخصيت جو مالڪ هڪ گورو پينشنر ۽ آزادي جي تحريڪ جو جهونو ساٿي هو. هن جي مقرري فارم جي داروغي جي حيثيت سان ٿي، هو پاڻ سان گڏ ڪيترائي نوجوان آفريقي ڪارڪن به وٺي آيو هو، جنهن سان فارم ڳوٺاڻي انداز جي هڪ پررونق زرعي وسندي بنجي ويو. جيلي مين آفريقي ڪانگريس جو باقاعده ميمبر ته نه هو، پر ڏاڍو محنتي، وفادار ۽ سُڌ سمجهه وارو انسان هو، آئون هن جي لاءِ ناشتو ۽ رات جي ماني تيار ڪندو هئس، هو ڏاڍو مهربان، سڀاجهو انسان هو. اڳتي هلي هن پنهنجي زندگي خطري ۾ وجهي منهنجي مدد ڪئي.

فارم جون سڀ ڪان وڌيڪ خوشگوار گهڙيون اهي هيون، جڏهن وني ۽ ٻيا گهر وارا منهنجي ملاقات جي لاءِ ايندا هئا. گولڊبرچ گهراڻي جي اچڻ سان هڪ فائدو اهو به ٿيو، وني گهڻو ڪري موڪل واري ڏينهن ايندي هئي، رستي ۾ ڪيس ڪيترين ئي گاڏين مٽائيون پونديون هيون، ڪڏهن ته هو ٻي حد ڏکين رستن تان پاڻ ئي ڪار هلائي ايندي هئي، اڃا پوليس سندس چرپر جو جائزو وٺڻ شروع نه ڪيو هو. ڪنهن ڪنهن مهل ته ايئن محسوس ٿيندو هو ته وقت جي رفتار بيهي رهي آهي ۽ اسين هڪ خوشگوار گهريلو زندگي گذاري رهيا آهيون، ليلزليف ۾ اسان ڪي پنهنجي گهر ڪان به وڌيڪ اڪيلائي نصيب ٿيندي هئي، ٻارڙا مزي سان فارم ۾ ڪڏندا وتندا هئا. هتي اسان پاڻ ڪي هر لحاظ ڪان محفوظ سمجهندا هئاسين.

وني منهنجي لاءِ گهران هڪ پراڻي رائفل به کڻي آئي هئي، جيڪا اورلينڊو جي زماني ۾ مون وٽ هوندي هئي، آئون ۽ آرٿر گڏجي نشاني بازيءَ جي مشق ڪندا هئاسين يا ڳيرن ۽ ڪٻرن جو شڪار ڪندا هئاسين. هڪ ڏينهن، گولڊبرچ جي زال هيزل مذاق ۾ چيو ته آئون جهرڪي ڪي نشانو بنائي نه سگهندس، هن اڃا پنهنجي ڳالهه پوري ئي مس ڪئي جو جهرڪيءَ اڇي پٽ تي ٺهڪو ڪيو، مون فخريه انداز ۾ هيزل ڏانهن ڏٺو، ايتري ۾ سندس ننڍڙو پٽ پال لڙڪ هاڻين اکين سان مون وٽ آيو ۽ چيو "ڊيوڊ! (منهنجو نقلي نالو) تو هن ننڍي جهرڪي کي ڇو ماريو، هن جي ماءُ ته ڏکاري ٿيندي". هڪدم فخر ۽ غرور جي بدران منهنجي مٿان شرم ۽ پشيماني ڇانئجي ويئي ۽ مون کي احساس ٿيو ته هن ننڍڙي ٻالڪ ۾ مون کان وڌيڪ انسانيت جو جذبو موجود آهي.... اهو عجيب قسم جو احساس ان شخص جي دل ۽ دماغ ۾ اچي رهيو هو، جيڪو اُيرنڊڙ نئين گوريلا فوج جو سردار بنجڻ وارو هو!



تشدد وارين سرگرمين جي سلسلي ۾ مختلف طريقا اسان جي ويچار هيٺ آيا. جهڙوڪ ڀڃ ڊاهه، ٽوڙ ڦوڙ، گوريلا ويڙهه، دهشتگردي ۽ ڌڪاءُ ٿهلائڻ ۽ کليل بغاوت. جيئن ته اي اين سي اڃا تشدد وارين سرگرمين واري راهه جي مخالف هئي، تنهنڪري شروع ۾ اهو طريقو اختيار ڪرڻ مناسب سمجهيو ويو، جنهن ۾ انفرادي نقصان گهٽ ۾ گهٽ ٿئي، يعني ڀڃ ڊاهه، ٽوڙ ڦوڙ. جيئن ته عام طور تي ٽوڙ ڦوڙ ۽ جاني نقصان جو ڏپ گهٽ هوندو آهي،

تنهن ڪري مختلف نسلي گروهن ۾ هم آهنگي جي اميد ڪري ٿي سگهجي.

اسان ڳورن ۽ ڪارن جي وچ ۾ خوني انتقام جا جذبا اڀارڻ جا روادار نه هئاسين، اينگلو، بوئر جنگ جي پنجاهه سالن کان پوءِ به ولنديزي نسل جي آفريڪين ۽ انگريزن جي وچ ۾ اجا سوڌي نفرت ۽ عداوت موجود هئي، تنهن ڪري ڳورن ۽ ڪارن جي وچ ۾ گهرو ويڙهه جو ڪهڙو فائدو! ٻيو ته ٽوڙ ڦوڙ جي لاءِ گهٽي مين پاور جي ضرورت به نه پوندي آهي.

اسانجو منصوبو هي هو ته خاص خاص فوجي ۽ برقي هنڌن، ٽيلي فون لائنن ۽ مواصلاتي نظام کي نشانو بڻايو وڃي، ته جيئن نه رڳو حڪومت جي فوجي ڪارڪردگي کي نقصان پهچي، پر نيشنل پارٽي جي حامين کي به ڊيڄاري سگهجي ۽ پرڏيهي سرمائي جي درآمد ۾ ڪمي جي ڪري حڪومت جي اقتصادي سگهه ۾ به ڪمي آڃي. اسان کي اميدهئي ته ائين حڪومت کي ڳالهين جي ميز تي آڻي سگهبو. "ايم ڪي" جي ميمبرن کي انساني زندگين کي نشانو بڻائڻ کان سختي سان پابند ڪيو ويو هو، پر اسان فيصلو ڪيو ته جيڪڏهن ٽوڙ ڦوڙ جي انهن ڪاروائين مان گهربل نتيجا ملي نه سگهيا ته اسين ٻي قدم، گوريلا جنگ ۽ تشدد جي لاءِ تيار رهنداسين.

"ايم. ڪي" جي تنظيم ملڪي سطح تي ڪئي ويئي هئي، سڀ کان مٿان هاءِ ڪمان هئي، ان جي هيٺان هر صوبي ۾ علائقائي ڪمان، پوءِ درجي بدر جي مقامي تنظيمون. هاءِ ڪمان رٿابندي، ڪارڪنن جي تربيت ۽مالي ماهرن جي ذميدار هئي، جڏهن ته مخصوص هنڌ جو تعين علائقائي ڪمان ڪندي، تنظيم جي سيني ساٿين کي سختي سان هدايت ڪئي ويئي هئي ته ڪنهن به ڪارروائي لاءِ وڃڻ مهل پاڻ سان گڏ هٿيار نه رکن ۽ انساني زندگين کي نقصان پهچائڻ کان هر ممڪن پاسو ڪن.



ڊسمبر جي هڪ گرم ٽيهري جو، جڏهن آئون، ليليز ليف فارم جي بورچي خاني ۾ ويٺو هئس ته مون ريڊيو تان، اوسلو جي هڪ تقريب ۾ سردار لوٿولي کي امن جو نوبل انعام ملڻ جي خبر ٻڌي، حڪومت چيف کي انعام وٺڻ جي لاءِ ڏهن ڏينهن جي ويزا ڏني هئي، اسين اها خبر ٻڌي بيحد خوش ٿياسين، اها اسان جي جدوجهد جي ڪاميابي ۽ چيف جي اڳواڻ جي حيثيت سان خدمتن جو واضح اعتراف هو، ان جو مطلب هي هو ته، هاڻي اوير ۾ به اسان جي آزادي جي جدوجهد کي اخلاقي فتح حاصل ٿي رهي آهي، جنهن کي هيستائين وڏيون طاقتون نظرانداز ڪنديون پي آيون، اهو انعام نيشنلسٽ حڪومت جي لاءِ ڦڪائي جو سبب به هو، جيڪا سڄي دنيا ۾ چيف جي باري ۾ اها پروپگنڊه ڪندي ٿي وتي ته هو هڪ اشتراڪي سازش جو اڳواڻ ۽ ٻي حد خطرناڪ ماڻهوآهي، ان انعام ملڻ تي آفريڪا جا ولنديزي نسل جا ماڻهو صفا بدحواس ٿي ويا، هنن جي نظر ۾ اهو انعام مغرب جي آزاد خيالن ماڻهن جي ذهني پريشاني ۽ آفريقي ڳورن جي لاءِ سندن متعصبانه رويي جو اظهار هو، نوبل پرائيز ملڻ وقت سردار لوٿولي پنجن سالن جي نظربندي جو ٽيو سال گذاري رهيو

هو، ڪيس دل جي تڪليف هوندي هئي ۽ سندس حافظو ڪمزور ٿي ويو هو. بهرحال، انعام جي ڪري ڪيس بي حد خوشي ٿي ۽ اسين سڀ به خوش ٿي وياسين. ان باعزت موقع سان گڏ ئي "ايم. ڪي" به ڊرامائي طور تي متحرڪ ٿي وئي، چيف جي واپسي جي ٻي ڏينهن پورٽ ايلزبيٿ ۽ ڊربن ۾ برقي تنصيبن ۽ سرڪاري آفيسن ۾ دستي بمن جا ڌماڪا ٿيا. اسان جو هڪ ڪارڪن به پنهنجي زندگي وڃائي ويٺو، جنهن جو سيني کي افسوس ٿيو. "پر جنگ ۾ جان جي قرباني ته ڏيڻي ئي پوندي آهي"، "ايم-ڪي" ۾ شامل سيني نوجوانن کي اهڙي قرباني پيش ڪرڻ جو اڳواڻ ئي شعور هو.

ڌماڪن سان گڏ سڄيءَ ملڪ ۾ اسان جي نون خيالن تي ٻڌل پمفليٽ ورهايا ويا، جنهن ۾ "امخونتووي سزوي" جي تخليق جو اعلان ڪيو ويو هو، ان ۾ چيو ويو هو، "اڄ کان اسين حڪومتي ادارن تي حملن جي شروعات ڪري رهيا آهيون ۽ خاص ڪري انهن ادارن کي نشانو بڻايو ويندو، جن جو لاڳاپو نسل پرستي ۽ نسلي متڀيد جي پاليسي اجاگر ڪرڻ سان آهي. هن تنظيم ۾ ملڪ جي سيني نسلي گروهن کي نمائندگي حاصل آهي، اها سيني آفريقين جي تنظيم آهي، "ايم. ڪي" آزادي ۽ جمهوريت جي حصول لاءِ نوان طريقا اپنائيندي.... قومن جي زندگي ۾ اهڙا موقعا اچن ٿا، جڏهن ڪين فيصلو ڪرڻون پوندو آهي ته ڪنڌ جهڪايو وڃي يا مقابلو ڪيو وڃي. ڏکڻ آفريقا کي به هاڻ اهو مرحلو درپيش آهي، اسين ڪنڌ ڪونه جهڪائينداسين، پوري سگهه سان جوابي حملو ڪنداسين ۽ پنهنجي عوام، ثقافت ۽ پنهنجي آزادي جي دفاع جي لاءِ پنهنجا سيئي وسيلا استعمال ڪنداسين.

"اسان هر ممڪن ڪوشش ڪئي ته رتو ڇاڻ ۽ دهشتگردي کان سواءِ آزادي حاصل ڪريون، اسان کي اجا به توقع آهي ته اسان جا قدم نيشلسٽ پارٽي جي حڪومت جي تباهه ڪندڙ پاليسيءَ جي خلاف ملڪ جي عوام کي سجاڳ ڪندا، اسان کي اميد آهي ته حڪومت ۽ سندس حامي عقل کان ڪم وٺندا ۽ "سول وار" جو موقعو اچڻ کان اڳ ئي پاليسي تبديل ڪري وٺندا".

اسان 16 ڊسمبر واري ڏينهن جي چونڊ هڪ خاص مقصد جي ڪري ڪئي هئي، اهو ڏينهن ڏکڻ آفريقا جا ڳورا، عظيم زولو اڳواڻ ڊگي جي 1838ع ۾ بلڊريو جي جنگ ۾ شڪست جي خوشي ۾ ملهائيندا هئا. جيڪو "لم پوبو" دريا جي ڏکڻ ۾ هڪ سگهارو آفريقي حڪمران هو، ان جنگ ۾ بوئر فوجين ايترو ته قتل عام ڪيو، جو دريا آفريقين جي رت سان ڳاڙهو ٿي ويو هو، ولنديزي نسل جا ماڻهو اهوڏينهن آفريقين تي پنهنجي سوڀ ۽ پنهنجي لاءِ تائيد خدا وندي طور ملهائيندا آهن، جڏهن ته آفريقي پنهنجي قتل عام جي ڪري اهو ماتم جو ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن. اسان 16 ڊسمبر تي ان ڳالهه جي اظهار لاءِ چونڊيو هو ته اڄ کان آفريقي ماڻهو ديناداستي جنگ جو اعلان ڪن ٿا، اهو ته سچائي ۽ "بارود" ٻئي اسان جو ساٿ ڏيئي رهيا آهن.

ڌماڪا ايترو ته اوچتا هئا جو حڪومت جو ساهه ئي سُڪي ويو، هن ٽوڙ ڦوڙ جي

انهن ڪاروائين کي وحشياڻون ڏوهه چئي انهن جي ننڌا ڪئي ۽ انهن کي بي وقوف ترڻ مائٽن جي حرڪت قرار ڏنو. اهي ڌماڪا ڳورن جي لاءِ تنبيهه جو باعث هئا ته هو کهڙي نه برنڊڙ جيل جي مهڙ وٽ بيٺا آهن ۽ ڪارن کي اهو احساس ٿيو ته هاڻي اي. اين. سي غير متحرڪ تنظيم نه رهي آهي. پر هڪ اهڙي سگهاري "ڇهنب" آهي جيڪا ڳورن جي سگهه جي دل ۾ وڃي وار ڪندي. اسان وڏيڪ زوردرا ڌماڪا نئين سال جي موقعي تي ڪيا، خوشين ۽ هل هنگامي جي گهنٽين سان گڏوگڏ غمناڪ سائرن جو آواز آزادي جي جدوجهد جي هڪ نئين دور جو اعلان ڪري رهيا هئا. ايم. ڪي جي اعلانن ۽ عملي ڪاروائين جي مقابلي ۾ حڪومت پاران اهڙين ته پرتشدد ڪارروائين جي شروعات ٿي، جنهن جهڙيون اڳ ۾ نه ڏسڻ ۾ ۽ نه ٻڌڻ ۾ آيون هيون. اسپيشل برانچ وارن "ايم. ڪي" سان واسطو رکندڙ نوجوان جي گرفتاري کي پنهنجو اولين فرض قرار ڏنو ۽ انهن جو وجود پنهنجي بقا جي لاءِ سڀ کان وڏو خطرو سمجهڻ لڳا. اسان به پنتي نه هٽڻ جو عهد ڪيو ءهڻن اسان کي پاڙان پٽي ڪڍي ڦٽو ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو.

پوليس جي نظرن کان بچڻ جي لاءِ هاڻ وني جي ريووينا اچڻ ۾ ڪمي اچڻ لڳي، بهرحال هوءَ جڏهن به ايندي هئي، ٻارن، خاص ڪري زندزي ۽ زنيني کي پاڻ سان وني ايندي هئي. انهن ننڍڙن ٻارن کي ان ڳالهه جو بلڪل احساس نه هو ته ڪو آئون هتي ڳجهي زندگي گذاري رهيو آهيان. پر ميڪ گاٿو کي،جيڪو ٻارهن سالن جو ٿي چڪو هو. سختي سان منع ڪئي ويئي هئي ته هو ڪنهن کي به منهنجو اصلي نالو نه ٻڌائي. جيئن منهنجي سڃاڻپ نه ٿي سگهي.

پر هڪ ڏيهاڙي هيئن ٿيو، جو وني پاڻ سان گڏ اخبار جو تازو شمارو وٺي آئي. جنهن ۾ منهنجي انڊر گرائونڊ ٿيڻ کان اڳ واري منهنجي هڪ پراڻي تصوير ڇپيل هئي، ميڪ گاٿو، آرٿر جي پٽ نڪولس سان گڏ ٻاهر کيڏي رهيو هو، اوچتو هن جي نظر منهنجي تصوير تي پئي ۽ هن پنهنجي هم عمر دوست کي چيو، "هي منهنجو بابا آهي"، نڪولس، سندس ڳالهه تي اعتبار نه ڪيو، پر ميڪ گاٿو پنهنجي ڳالهه تي اڙيو رهيو، نڪولس چيو، "تنهنجي بابا جو نالو ڊيوڊ آهي"، ۽ ڊڪندو پنهنجي ماءُ وٽ ويو ۽ کيس منهنجي تصوير ڏيکاري منهنجي نالي بابت پڇيو، ماڻهنس ورائيو، "ها، هي ڊيوڊ آهي"، ان تي نڪولس پنهنجي ماءُ کي چيوته ميڪ گاٿو چوي ٿو ته "سندس پي جو نالو نيلسن آهي"، ٻارن جون ڳالهيون ٻڌي هيزل محتاط ٿي ويئي ۽ مون کي به پنهنجي غلطي جو احساس ٿيو، آئون هڪ پيرو بيهر هڪ هنڌ تي رهڻ جي غلطي ڪري رهيو هئس، بهرحال آئون اتي ئي ٽڪيو پيو هئس، جو ته مون کي هڪ هفتي جي اندر هڪ خاص مشن تي اڻڄاڻل منزل ڏانهن روانو ٿيڻو هئو، آئون زندگي ۾ پهريون گهمرو آزادي جي جنگ جي سلسلي ۾ پنهنجي وطن جي سرحدن کان ٻاهر وڃڻ وارو هئس.

ڊسمبر ۾، اي. اين. سي کي "پان آفريقين فريڊم مووومينٽ واسطي اولهندي، وچ ۽ ڏکڻ آفريقا" (PAF MECSA) پاران فيبروري 1962ع ۾ اديس ابابا ۾ ٿيندڙ

ڪانفرنس ۾ شرڪت جي دعوت ملي، اڳتي هلي اها تنظيم آفريقي اتحاد جي تنظيم (Orgnazaton of Afracan unity) جي نالي سان مشهور ٿي، جنهن جو مقصد آفريقا جي آزاد رياستن کي گڏ ڪرڻ ۽ آفريقي کنڊ ۾ آزادي جي تحريڪن کي وڌائڻ ويجهائڻ ۽ سندن حوصلي افزائي ڪرڻ هو، اهو اي اين سي جي پرڏيهي لاڳاپن ناهڻ ۽ "ايم. ڪي" لاءِ ٽريننگ، مالي مدد ۽ اخلاقي مدد حاصل ڪرڻ جو سٺو موقعو هو.

ڪانگريس جي مرڪزي ڪميٽيءَ مون کي ان ڪانفرنس ۾ شرڪت جي هدايت ڪئي، جيتوڻيڪ آئون آفريقا کنڊ کي ڏسڻ ۽ ٻين ملڪن جي آزاديءَ جي مجاهدن سان ملڻ جو خواهشمند هئس، پر پنهنجي قوم سان ڪيل ان عهد تي به قائم رهڻ ٿي چاهيم ته پنهنجو وطن ڇڏي ڪيڏانهن به نه ويندس ۽ زير زمين رهي خدمتون سرانجام ڏيندو رهندس، پر سيني سنگتين، ايترقدر جو چيف لوٿولي به زور ڀريو ته آئون ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪريان، پر جلد واپس وطن موٽي اچان.

منهنجو مقصد نقط ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ ڪين هو، پر منهنجي فرضن ۾ پنهنجي نئين فوجي تنظيم جي لاءِ سياسي ۽ اقتصادي مدد حاصل ڪرڻ، پنهنجي ميمبرن لاءِ آفريقا کنڊ جي مختلف هنڌن تي فوجي سکيا جو بندوبست ڪرڻ ۽ پنهنجي تنظيم کي آفريقا جي انهن هنڌن تي متعارف ڪرائڻ به شامل هو، جتي اڃا سوڌي اسين غير معروف سمجهيا ويندا هئاسين، مون کي امڪاني حد تائين هر هنڌ پنهنجي مدعا پيش ڪرڻي هئي، پروپيگنڊه جي سلسلي ۾ پان آفريقنسٽ ڪانگريس اسان کان ڪافي اڳيري هئي.

پرڏيهه وڃڻ کان اڳ مون کي ڪجهي نموني چيف لوٿولي سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ "گروٽ ولي" وڃڻو پيو، "ايم. ڪي" جي جوڙ جڪ وقت هو بذات خود اجلاس ۾ موجود هو ۽ نيشنل ايگزيڪيوٽو جي سيني ميمبرن جيان ڪيس به سيني مامرن کان باخبر رکيو ويو هو، پر هاڻ چيف جي يادداشت ڪافي ڪمزور ٿيڻ لڳي هئي هن شڪايت ڪئي ته ڪيس ڪڏهن به ان تنظيم جي باري ۾ نه ٻڌايو ويو هو، مون ڪيس ڊربن ۾ ٿينڊڙ ڳالهين ٻولهين جو حوالو ڏنو، پر هو انهن واقعن کي ياد ڪري نه سگهيو. اهوئي سبب آهي جو ڪن ماڻهن اهو مشهور ڪري ڇڏيو هو ته چيف اسان جي تازين ڪاروائين جو مخالف هو.

روانگي کان اڳ منهنجي ڳورن دوستن وٽ وني ٔسان ملاقات به ٿي، هو منهنجي لاءِ هڪ نئون سوٽ ڪيس ڪٺي آئي هئي، جيتوڻيڪ هو منهنجي پرڏيهي روانگي تي ڪجهه پريشان به هئي، پر هن بي حد صبر ۽ برد باري جو مظاهرو ڪيو، سندس رويو سپاهياڻي قسم جو هو.

منهنجي لاءِ دارالسلام، ٽانگانيڪا تائين زميني رستي تان سفر جو بندوبست ڪيو ويو هو، جتان کان مون کي "اديس ابابا" تائين هوائي جهاز ۾ وڃڻو هو، رٿا هيءَ هئي ته والٽر، احمد ڪٿرادا ۽ ڊومانوڪوي مون کي سويٽو ۾ هڪ ڪجهي هنڌ تي ملندا ۽ اڳتي جي سفر جي لاءِ ضروري ڪاغذ پٽ منهنجي حوالي ڪندا، اهڙي طرح اسين آخري مرحلي کي ضروري ڳالهيون ٻولهيون به ڪري سگهنداسين. احمد ته وقت تي پهچي ويو،

پر والٽر ۽ ڊوما پهچي نہ سگهيا، هتي، ڪيٽيءَ اهڙو همراهہ ڳولهي لڌو، جيڪو مون کي ڪار ۾ بچوانا لينڊ ڇڏي اچي ها، پوءِ خبر پئي تہ والٽر ۽ ڊوما کي رستي ۾ ئي گرفتار ڪيو ويو هو، بچوانا لينڊ جو سفر ڪافي ٿڪائيندڙ هو، پوليس جو خطرو بہ هو، اها بہ حقيقت هئي تہ مون کي اڄ سوڌي پنهنجي ملڪ جي سرحدن کان ٻاهر وڃڻ جو تجربو نہ ٿيو هو، اسين خير سلامتي سان سرحد ٽپي ۽ ٽيهري جو لوباتسي پهتاسين، جتي اسان کي دارالسلام کان موڪليل هڪ ٽيلي گرام مليو، جنهن ۾ پنهنجو سفر ٻن هفتن جي لاءِ ملتوي ڪرڻ جي لاءِ چيوويو هو، هتي آئون پنهنجي بغاوت جي ڪيس واري ساٿي فش ڪٽنگ وٽ ٽڪيس، جيڪو ڪجهہ وقت کان شهر ۾ رهي رهيو هو، هتي منهنجي بچوانا لينڊ پيپلز پارٽي جي صدر پروفيسر ڪي ٽي موتسي سان ملاقات ٿي، اها تنظيم ڪيترن ئي آفريقي نيشنل ڪانگريس جي اڳوڻن ميمبرن تي مشتمل هئي.

هاڻي مون وٽ ڪافي وقت فالتو هو، جيڪو آئون ڪتابن پڙهڻ، اديس ابابا ۾ ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ پنهنجي تقرير جي تياري ڪرڻ ۽ شهر جي پرسان خوبصورت ٽڪرين ۾ گهمي ڦري گذاري رهيو هئس، جيتوڻيڪ آئون اڄان پنهنجي ملڪ جي سرحدن کان ڪو گهڻو پري نہ ويو هئس، پر ايئن محسوس ٿيم ڄڻ ڪنهن ڏورانهين هنڌ تي پهچي ويو هجان، اتي عام طور تي ٽرانسڪي کان آيل منهنجي هڪ سنگتي جو پٽ ميلڪس منهنجو ساٿ ڏيندو هو، ايئن لڳندو هو ڄڻ اسين ڪنهن شڪاري مهم تي آيا هجون، انهن ٽڪرين ۾ قسمين قسمين جانور ڏسڻ لاءِ ملندا هئا، مون کي خاص طور تي چست ۽ ڦڙت ٻن مانسن جي هڪ ٽٻالين جو نظارو بيحد دلڪش لڳو، جيڪي فوجي انداز ۾ منظم طريقي سان پنهنجي منزل ڏانهن روان دوان هئا، آئون پاڻ بہ ڪجهہ دير انهن جي پويان هلندو رهيس.

باسوتولينڊ ۾، جوميٽيوز بہ اچي مليو، مون سوچيو تہ اسان کي هڪدم دارالسلام هليو وڃڻ کپي جو ويجهڙ ۾ ڏکڻ آفريقي پوليس، اي. اين. سي جي هڪ ڪارڪن کي اغوا ڪري ويئي هئي، تنهن ڪري هتان جيترو جلدي نڪري وڃجي تيترو چڱو، اسان هڪ هوائي جهاز جو بندوبست ڪيو ۽ اتان بچوانا لينڊ جي هڪ شهر "ڪساني" روانا ٿي وياسين، هن شهر جي ويجهو ٽئن ملڪن بچوانالينڊ، اتر روڊيشيا، ڏکڻ روڊيشيا ۽ ڏکڻ اولهہ آفريقا جون سرحدون ٿي مليون، ڪساني ۾ جهاز جي لهڻ وارو مقرر هنڌپاٽي ۾ گهيريل هو، تنهن ڪري اسان کي ڪافي ميل پري وڻن ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ لهڻو پيو، جتي هڪ مقامي هوٽل جو مئنيجر بندوق سميت اسان جي آدر ڀاءُ جي لاءِ موجود هو، هن ٻڌايو تہ ڪيس هتي پهچڻ ۾ دير تہ ڪونہ ٿي وئي. جو جنگهل ۾ هاٿين جو هڪ وڏو ڌڻ رستو روڪيو بيٺو آهي، اسان هن جي کليل ڇت واري وين ۾ سوار ٿياسين، رستي ۾ هڪ شينهن بيٺو هو. هو هوريان هوريان ٻوڙن مان ٻاهر نڪري پسار ڪري رهيو هو، هاڻي مون محسوس ڪيو تہ آئون پنهنجي شهر جوهانسبرگ کان ڪافي دور دستوري ڏندڪٿائي آفريقا ۾ دلفريب نظارن مان لطف اندوز ٿي رهيو آهيان.

ٻي ڏينهن صبح جو اسين اتر روڊ ايشيا جي سرحد جي ويجهو، ٽانگا نيڪا جي هڪ

شهر مبايا طرف اڏام ڪري رهيا هئاسين. جهاز وڪٽوريا آبشار جي پرسان لنگهيو ۽ پوءِ هڪ پهاڙي سلسلي ۾ داخل ٿي ويو، اوچتو موسم خراب ٿي ويئي ۽ چوطرف گهاٽا ڪڪر ۽ ڪوهيڙو ڇانئجڻ لڳو ۽ زمين اسان جي نظرن کان غائب هئي، پائيلٽ مبايا سان رابطي جي ڪافي ڪوشش ڪئي، پر بيڪار! فضا ۾ هنڌ هنڌ تي ايئر پاڪٽس اچي رهيا هئا. جهاز، سمنڊ ۾ ڪنهن ننڍي ٻيڙي جيان لوڏا کائي رهيو هو، هائي پائيلٽ همت جو مظاهرو ڪري جهاز کي ڪافي هيٺ لاٿو ۽ پهاڙن ۾ ور وڪڙ کائيندڙ رستي جي مٿان اڏامڻ لڳو، پر هوريان هوريان ڪوهيڙو ايترو ته گهاٽو ٿي ويو جو رستو نظرن کان اوجهل ٿي ويو ۽ هڪ موڙ گذرندي اسين مشڪل سان هڪ مٿاهين ٽڪري سان ٽڪرجندي بچياسين. بظاهر ته ڪوهيڙي کان نڪرڻ جو ڪو امڪان نه هو، مون پنهنجو پاڻ کي چيو "اسان جو آخري وقت اچي پهتو آهي." معاملو بيحد ڳنڀير هو، ايتريقدر جو گهڻ ڳالهائو همراهه به پٿر جيان خاموش بت بڻجي ويا، ايئن پي لڳو ته اسين اجهو ٿا ڪنهن خطرناڪ هوائي حادثي جو شڪار ٿيون. اوچتو اسان جو جهاز گهاٽي ڪوهيڙي مان نڪري صاف شفاف فضا ۾ ترڻ لڳو، آئون هونئن به فضائي سفر جو گهڻو شوقين ناهيان، پر ان خوفناڪ واقعي کان پوءِ مون ڪڏهن به هوائي جهاز ۾ ويهڻ جي همت نه ڪئي. تنهن جي باوجود به عام طور تي ماڻهن تي رعب وجهندو رهيس ته آئون ڏاڍو بهادر آهيان ۽ ان واقعي سبب بلڪل ڪو نه ٿو ڊڄان.

اسان جي لاءِ هڪ هوٽل ۾ رهائش جو بندوبست ڪيو ويو هو، جتي مون ڏٺو ته ڳورا ۽ ڪارا سڀ ورانڊي ۾ ويٺا گپ شپ ڪري رهيا هئا، عجيب نظارو هو، هن کان اڳ مون اهڙو ڪو به عوامي هنڌ نه ڏٺو هو، جتي نسلي فرق جو ڪو به نظارو يا واسطو نه هجي، اسان ٽانگانيڪا آفريڪن نيشنل يونين جي اڳواڻ ۽ پارليامينٽ جي ميمبر مسٽر مواڪنگيل جو اوسيئڙو ڪري رهيا هئاسين، جيئن ته اڳ ۾ اسين پاڻ ۾ نه مليا هئاسين. لهذا هو اڳواٽ هوٽل ۾ موجود هئڻ جي باوجود به اسان کي سڃاڻي نه سگهيو، ايتري ۾ هڪ آفريقي دوست استقباليه تي ويٺل ڳوري ڇوڪري وٽ ويو ۽ اسان ڏانهن اشارو ڪندي پڇائين "ميڊم! مسٽر مواڪنگيل هنن مزمانن جي باري ۾ نه ٻي پڇيو." هن وراڻيو "ها بلڪل! پر افسوس جو آئون کيس ٻڌائڻ وساري ويٺيس" "مئڊم آئينده محتاط رهو هي اسان جا نهايت معزز مهمان آهن. هنن جي مناسب خدمت چاڪري ڪرڻ کپي." آفريقيءَ نرميءَ سان چيو.

آئون ايئن محسوس ڪري رهيو هئس ته آئون هڪ اهڙي ملڪ ۾ جيئرو جاڳندو موجود آهيان، جنهن تي آفريقي ماڻهو حڪمران آهن، آئون زندگي ۾ پهريون ڀيرو هڪ آزاد انسان جي حيثيت سان هئس، جيتوڻيڪ آئون هڪ ڀاڄوڪڙ ۽ پنهنجي ملڪ جو ڏوهاري جي حيثيت سان گهربل هئس، پر مون محسوس ڪيو ته ڏاڍ جو ڳرو بار منهنجي ڪلهن تان لهي چڪو آهي. ٽانگا نيڪا (هاڻوڪو تنزانيا) ۾ آئون جتي ويس، منهنجي جسم جو رنگ فطري طور تي قبولڻ جوڳو سمجهيو ويو، ڪٿي به نفرت جو اظهار نه ٿيو. پهرين منهنجي شخصيت جو ڪاٿو منهنجي کل جي رنگ بدران منهنجي ذهني ۽ اخلاقي معيار سان لڳايو

پئي ويو. جيتوڻيڪ آئون هن ڊگهي سفر ۾ گهر ڪان پري، اداس ٿي رهيو هئس، پر ان جي باوجود بہ آئون پهريون ڀيرو پنهنجو پاڻ کي "پنهنجي ئي گهر ۾" محسوس ڪري رهيو هئس، پئي ڏينهن اسين دارالسلام پهتاسين ۽ هن نئين آزاد مملڪت جي پهرين صدر جوليسس نائريري سان ملاقات ڪئي. اسان جي اها ملاقات صدر جي عام رهائش گاهہ تي ٿي، هو پنهنجي ننڍي آسٽن ڪار بہ پاڻ ئي هلائي رهيو هو. هن جي ڳالهين مون کي ڪافي متاثر ڪيو، ڇو تہ ايئن سندس هڪ عوامي ماڻهو هئڻ جو اظهار ٿي ٿيو. نائريري سدائين ان ڳالهہ تي زور ڀريو تہ نسل پرستي آفريقا جي لاءِ هڪ اوپري شئي آهي ۽ سوشلزم ديسي ۽ ملڪي شئي آهي.

مون صدر نائريري کي پنهنجي حالتن کان واقف ڪيو ۽ ڪانئس مدد گهري. هو نهايت هوشيار ۽ صاف گو ماڻهو آهي، ۽ ڪيس اسان جي مقصدن سان گهري دلچسپي آهي، پر ان موقعي تي هن جن خيالن جو اظهار ڪيو، تن سان مون کي ڪافي مايوسي ٿي. سندس چوڻ هو تہ اسان کي پنهنجي هٿياربند جدوجهد پان آفريقنسٽ اڳواڻ سبڪ وي جي آزاديءَ تائين ملتوي ڪرڻ گهرجي. مون کي اندازو ٿيو تہ پي اي سي کي آفريقا ۾ ڪيڏي نہ موٽ ملي رهي آهي. مون ڪيس ان تنظيم جي ڪمزورين کان واقف ڪيو ۽ ڪيس ٻڌايو تہ اها مهملي اسان جي لاءِ مجموعي حيثيت سان نقصان واري ثابت ٿيندي. پوءِ هن مون کي شاهہ هيل سلاسيءَ جي حمايت حاصل ڪرڻ جي صلاح ڏني ۽ اهو بہ واعدو ڪيو تہ هو اسان جي پاڻ ۾ تعارف جو بندوبست بہ ڪندو.

دارالسلام ۾ مون کي اوليور ٽمبو سان ملاقات ڪرڻي هئي، پر هو منهنجو انتظار ڪرڻ کان پوءِ لاگوس وڃي چڪو هو ۽ نياپو ڇڏي ويو هو تہ آئون لاگوس پهچي وڃان، جتي آزاد رياستن جي هڪ ڪانفرنس ٿي رهي آهي، عڪره ڏانهن اُڏام دوران جهاز ۾ منهنجي اوچتو پنهنجي هڪ اڳوڻي باس مسٽر بيسز ۽ سندس گهر واريءَ سان ملاقات ٿي، جيڪو پنهنجي انقلابي خيالن ۽ ڪابي ڊر جي سياست جي ڪري ڏکڻ آفريقا ۾ اڻ وڻندڙ شخصيت قرار ڏنو ويو هو ۽ هو گهانا ۾ سياسي پناهہ جي ڳولا ۾ هو، عڪره ۾ ڪيس سني نوڪري جي آڇ بہ ڪئي ويئي هئي.

خرطوم جي هوائي اڏي تي ڪسٽم وغيره جي سلسلي ۾ اسان کي قطار ۾ بيهڻو پيو، سيني کان اڳيان جوميٽيوز هو، پوءِ منهنجو وارو هو ۽ آخر ۾ بيسز ۽ سندس گهر واري هئا. مون وٽ تہ پاسپورٽ ڪو نہ هو، صرف ٽانگا نيڪا جي حڪومت پاران جاري ٿيل هڪ دستاويز هو، جنهن ۾ لکيل هو "هي شخص نيلس منڊيلا آهي، جيڪو ڏکڻ آفريقا جو رهاڪو آهي، ڪيس ٽانگا نيڪا ڇڏڻ ۽ واپس ورڻ جي موڪل ڏني ويئي آهي"، مون اهو دستاويز ڪائونٽر جي پويان بيٺل پوڙهي سوڊانيءَ آفيسر کي پيش ڪيو، جنهن مرڪي مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو "پٽ! اسين توکي سوڊان ۾ ڀليڪار ٿا چئون." پوءِ هن مون سان هٿ ملايو ۽ دستاويز تي ٺپو هنيو.

مون کان پوءِ بيسز جو وارو هو. هُن بہ ان قسم جو دستاويز پيش ڪيو. سوڊاني

آفيسر هڪ گهڙي جي لاءِ اُن تي نظر وڌي ۽ چيو "هي ڇا هي؟ ڪاغذ جو هڪ ٽڪرو ڪو سرڪاري دستاويز ته ڪونهي." بيسز نرميءَ سان وراڻيو، "جيئن ته وٽس پاسپورٽ ڪين هو، تنهن ڪري ٽانگا نيڪا وارن هي دستاويز جاري ڪيو آهي." پوڙهو آفيسر ناراض ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو، "تون ته ڳورو آهين، تو وٽ پاسپورٽ ڇو ڪونهي." بيسز ڪيس ٻڌايو ته ڪيس پنهنجي وطن ۾ ڏوهاري سمجهيو ٿو وڃي، ڇو ته هو ڪارن جي لاءِ برسرپيڪار آهي. سوڊاني مٽس اعتبار نه ڪيو. ۽ چيو ته "پر تون ته ڳورو آهين؟" مون ڪجهه چوڻ چاهيو، پر بيسز مون کي اشاري سان خاموش رهڻ جي لاءِ چيو ته جيئن اسان جو سوڊاني ميزبان ناراض نه ٿي پوي. بيسز نه رڳو منهنجو اڳوڻو باس هو، پر هو انهن ماڻهن ۾ شامل هو، جن ڪارن جي آزادي لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه داءَ تي لڳائي ڇڏيو هو، تنهن ڪري مون ڪيس هن ڏکي صورتحال ۾ اڪيلو ڇڏڻ مناسب نه سمجهيو ۽ وچڻ ٻڌران اتي ئي بيٺو رهيس ۽ سوڊاني آفيسر جي سوالن جي جواب ۾ هن جيڪو ڪجهه چيو ٿي، ان تي ڪنڌ ڌوڻي هاڪار ٿي ڪيم. گويا هو سچ چئي رهيو آهي ۽ آئون سندس تائيد ڪري رهيو هئس، نيٺ پوڙهي سوڊاني کي رحم اچي ويو ۽ هن بيسز جي ڪاغذن تي ٺپو هنيو ۽ نرم لهجي ۾ چيو "اهلاً وسهلاً."

اٽڪل ٻن سالن کان پوءِ منهنجي اوليور سان ملاقات ٿي رهي هئي. هو مون کي عڪره جي هوائي اڏي تي مليو ته بلڪل نئين رنگ ۾ هو. مٿي تي وڏا وار منهن تي ڏاڙهي ۽ آفريقي جانبازن جهڙو مخصوص لباس پاتل هئس. هو مون کي بي حد متاثر ڪندڙ شخص نظر آيو. اسين ڪافي وقت کان پوءِ پاڻ ۾ ملي بي حد خوش ٿياسين، هو ملڪ کان ٻاهر رهي اي اين سي جي لاءِ ڪافي اهم ڪم سرانجام ڏيئي رهيو هو. هن گهانا، انگلينڊ، مصر ۽ ٽانگا نيڪا (تنزانيا) ۾ ڪانگريس جون آفيسون قائم ڪيون هيون ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن سان اسان جي لاءِ مفيد لاڳاپا وڌايا هئا. اڳتي هلي آئون جتي به ويس، مون محسوس ڪيو ته اوليور سفارتڪارن ۽ سياستدان تي گهرا اثر ڇڏيا هئا. هو پرڏيهي ملڪن ۾ اسان جي تنظيم جو بهترين سفير ثابت ٿي رهيو هو.

لاگوس ڪانفرنس جو مقصد سيني آفريقي رياستن کي متحد ڪرڻ هو، پر اها پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ويئي. آئون ان ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ کان پاسيرو رهيس، ڇو ته مون ڏکڻ آفريقا جي حڪومت تي ظاهر ٿيڻ نه ٿي چاهيو ته ڪو آئون ٻاهر وڃي چڪو آهيان. تيستائين آئون اديس ابابا ۾ (PAF MELSA) ڪانفرنس ۾ شرڪت نه ڪيان. عڪره مان، اديس ابابا ويندي، جهاز ۾ گورادبيبي ۽ پان آفريقنسٽ ڪانگريس جي ٻين ڪيترن ئي ڪارڪنن سان ملاقات ٿيم، هو سڀ ڪانفرنس ۾ شرڪت جي لاءِ وڃي رهيا هئا ۽ هو مون کي هتي ڏسي سخت حيران ٿي پيا. اسين سڀ پاڻ ۾ سياسي اختلاف وساري ڏکڻ آفريقا جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه جي باري ۾ مصروف ٿي وياسين. جيتوڻيڪ مون کي گورادبيبي جو آفريقي ڪانگريس ڇڏڻ تي بي حد افسوس هو، پر هن موقعي تي اسان هڪ ٻئي کي خوش آمديد چئي ۽ زمين جي مٿان اُڏامندي وطن کان پري،

اختلافن کان وڌيڪ باهمي اتفاق ۽ دوستي جي جذبن جو چڱي طرح احساس ٿي رهيو هو.

خرطوم مان اسين، ايٿوپيا جي هوائي ڪمپنيءَ جي جهاز ۾ چڙهياسين ۽ مون کي هڪ عجيب واقعي سان دوچار ٿيڻو پيو. مون ڏٺو ته جهاز جو پائيلٽ هڪ نوجوان شيدي آهي. مون هن کان اڳ ڪو به شيدي پائيلٽ نه ڏٺو هو. آئون حيران ٿي ويس. ”ڪو ڪارو ماڻهو جهاز ڪيئن ٿو هلائي سگهي.“ مون سوچيو، پر هڪ گهڙي کانپوءِ مون اهو خيال ذهن مان جهٽڪي ڇڏيو. دراصل آئون نسلي فرق جي بار هيٺان دبيل هئس. آئون بي عقليءَ ۾ اهو سمجهي رهيو هئس ته آفريقي ماڻهو گهٽ صلاحيتن جا مالڪ آهن ۽ جهاز هلائڻ فقط گورن جو ڪم آهي. آئون خاموشيءَ سان پنهنجي سيٽ تي ويهي رهيس ۽ ان نامعقول خيال تي پنهنجو پاڻ کي تنبيهه ڪندو رهيس، هاڻي آئون فضا مان هيٺ نهاري ايٿوپيا جي سرزمين کي ڏسي رهيو هئس ۽ هن ملڪ جي جاگرافيءَ تي ويچاري رهيو هئس، ۽ سوچي رهيو هئس ته ڪيئن نه بهادري سان هن جي گوريلا فوج هٿن پيلن ۾ لڪي، اٽلي جي ظالم فوج کي شڪست ڏني هئي.

ايٿوپيا جو قديم نالو ”ايبي سينا“ آهي، روايت آهي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي جنم کان به ڪافي اڳ، شايد حضرت سليمان ۽ راڻي سبا جي پٽ هن جو بنياد رکيو هو. بار بار غير ملڪي تسلط جو نشانو بنجڻ جي باوجود هي ملڪ آفريقي قومپرستي جي پيدائش جو هنڌ بنيو ۽ هن هر موڙ تي بينڪي نظام سان به هٿ ڪيا، جيتوڻيڪ هو هن صدي ۾ اطالوي حملي آورن کي روڪڻ ۾ناڪام رهيو. 1930ع ۾ هيل سلاسي بادشاهه بنيو ۽ ايٿوپيا جي سهيوڳي تاريخ جو نئون دور شروع ٿيو. ان وقت منهنجي عمر سترهن سال هئي، جڏهن مسوليني ايٿوپيا تي حملو ڪيو ۽ ان واقعي نه رڳو منهنجي دل ۾ ان شخص جي خلاف نفرت پيري ڇڏي، پر آئون فاشزم جو به مخالف بڻيس. 1936ع ۾ اٽلي وارن ايٿوپيا تي قبضو ڪري ورتو ۽ هيل سلاسي ملڪ ڇڏي ويو، پر 1946ع ۾ جڏهن اتحادي فوجن، اٽلي کي ايٿوپيا مان ڌڪي ڪڍيو ته بادشاهه سلامت موٽي آيو.

ايٿوپيا جو منهنجي تصورن ۾ سدائين هڪ خاص مقام رهيو آهي، ۽ هن ملڪ جي سير ۽ سياحت مون کي فرانس، انگلستان ۽ آمريڪا کان وڌيڪ مرغوب رهي آهي. مون محسوس ڪيو ته آئون پنهنجي اصل طرف موٽي رهيو آهيان ۽ مون انهن جڙن کي ڳولهي ورتو آهي، جن مون کي هڪ آفريقي رهاڪو بڻايو آهي، هيل سلاسي سان ملڻ، گويا تاريخ سان هٿ ملائڻون هوندو.

اسين اديس ابابا... شاهي شهر... ۾ پهچي وياسين، پر هو پنهنجي نالي جهڙو نظر نه پي آيو، هن جي ظاهري حالت، عظمت جي متضاد هئي. فقط ڪجهه رستا ڏامر سان ٺهيل هئا ۽ ڪارين جي پيٽ ۾ ٻڪرين جو تعداد وڌيڪ هو ۽ شاهي محل، يونيورسٽي ۽ ريسٽ هائوس، جتي اسين ٽڪياسين، باقي ڪا به اهڙي عمارت نه هئي، جيڪا جوهانسبرگ جي معمولي بلڊنگ جو مقابلو ڪري سگهي، جمهوريت جي قيام جي وقت به ايٿوپيا ڪو ڏرتي جو مثالي ٽڪر نه هو، ڪنهن سياسي پارٽي، حڪومت جي ڪنهن اداري، رياستي اختيارن

جي ورهاست، انهن مان ڪنهن بہ شئي جو هن ملڪ ۾ وجود نہ هو، بس هڪ بادشاهہ سلامت جي ذات هئي، جيڪا سڀني ڪان مٿاهين سمجهي ويندي هئي.

ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ، گاڏي واري هنڌ جي ڀرسان هڪ ننڍي وسندي "ڊيبرا زيد" ۾ گڏ ٿيل هئا. هڪدم پري کان طبل ۽ آفريقي انداز جو ڍهل وڄڻ جا آواز ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا. جيئن جيئن اهي آواز ويجهو ايندا ويا، سوين قدمن جو پڙاڏو بہ ٻڌڻ ۾ آيو. پوءِ هڪ فوجي آفيسر چمڪندڙ تلوار کڻي سامهون آيو، جنهن جي پويان پنج سئو ڪارا باوردي سپاهي ڪلهن تي بندوقون کنيو هلندا پيا آيا. ڪانفرنس جي اسٽيج جي بلڪل سامهون اچي، اهي سپاهي خاموش ٿي بيهي رهيا ۽ پوءِ سلامي ڏيڻ جي لاءِ هڪ آواز ٻريو. سلامي وٺندڙ هڪ وڏي عمر جو شخص، شاهي يونيفارم ۾ ملبوس هو، اهو هو: عالي مرتبت شاهہ ايٿوپيا، هيل سلامي شير يهو واهہ.

هتي آئون زندگي ۾ پهريون ڀيرو ڪارن فوجين ۽ ڪارن جرنيلن کي ڏسي رهيو هئس. جن کي ڪارا اڳواڻ تاڙيون وڄائي خوش آمديد چئي رهيا هئا، جيڪي سڀ هڪ شيدي سربراهہ مملڪت جا مهمان هئا. نهايت جذباتي گهڙيون هيون، منهنجي خواهش هئي تہ ويجهي مستقبل ۾ منهنجي ڏيهہ ۾ بہ اهڙا منظر ڏسڻ جي لاءِ ملن. پريڊ کان پوءِ، اسان پنهنجي تنظيم جي رجسٽريشن جي درخواست پيش ڪئي، پر اسين اهو ڏسي حيران ٿي وياسين تہ يوگنڊا جي هڪ مندوب اسان جي ان درخواست جي مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ اسان جو تعلق زهوسا ماڻهن جي هڪ قبائلي تنظيم سان آهي، مون کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، پر اوليور منهنجي ڪاوڙ کي ٿڌو ڪيو، هن جو خيال هو تہ اسان کي فقط ان ڳالهہ تي زور ڏيڻ کپي تہ اسان جي تنظيم جو مقصد سڀني آفريقي ماڻهن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ آهي ۽ ان ۾ عوام جي هر طبقي جا ماڻهو حصو وٺي رهيا آهن، تنهن ڪري مون اها گذارش ڪئي ۽ ٻڌايو تہ ڪانگريس جو صدر لوٿولي آهي، جيڪو هڪ زولو سردار آهي، بهرحال اسان جي درخواست منظور ڪئي ويئي، پر اسان کي احساس ٿيو تہ سڄي کنڊ ۾ اسان جي باري ۾ ماڻهو فقط اهو ڪجهہ ڄاڻن ٿا، جيڪو کين پان آفريقنسٽ تحريڪ جي زباني معلوم ٿئي ٿو.

ڪانفرنس جو مهورت بادشاهہ سلامت شاهہ هيل سلاسي ڪيو، هوزريفٽ جي فوجي وردي پاتل هو. بظاهر تہ هو ننڍي قد جو انسان هو، پر سندس همت ۽ عزم ۽ خودداري کيس هڪ آفريقي ديو بڻائي رکيو هو. آئون پهريون ڀيرو ڪنهن ملڪ جي سربراهہ کي مناسب دستور ۽ آدابن سان پنهنجي سامهون ڏسي رهيو هئس ۽ سحر ۾ جڪڙجيو پيو ويس. هو بلڪل سڌو بيٺو هو ۽ ڪنهن ڪنهن مهل پنهنجي پسنديدگي جي اظهار طور هلڪو ڪنڌ تي ڌوڻيائين. سندس هڪ هڪ حرڪت، هن جي عظمت ۽ وڏائي جي تصديق ڪري رهي هئي.

پروگرام موجب ان ڏينهن صبح جو شاهہ هيل سلاسي کانپوءِ پيو مقرر آئون هئس، ڪجهہ عرصي کان پوءِ آئون ڊيوڊ مستامابي جي فرضي نالي بدران نيلسن منڊيلا جي اصلي نالي

سان منظر تي اچي رهيو هئس، مون پنهنجي خطاب ۾ ڏکڻ آفريقا جي آزادي جي جنگ جو جائزو پيش ڪيو ۽ حاضرين کي ٻڌايو تہ ڪيئن نہ اسان جي عوام کي ڀي انداز ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو بنايو پيو وڃي. 1921ع ۾ "بل هوڪو" جي قتل عام کان وٺي، جنهن ۾ 183 هٿين خالي آفريقي ماڻهن کي فوج ۽ پوليس ماري ڇڏيو، چاليهن سالن کان پوءِ شارپ وِلي جو قتل عام جي واقعي تائين، پوءِ مون ڪانفرنس ۾ موجود آفريقي قومن، جيڪي وقت بوقت ڏکڻ آفريقا جي حڪومت تي دٻاءُ وجهنديون رهيون هيون، ۽ خاص ڪري گهانا، نائيجيريا ۽ ٽانگا نيڪا جي مهرباني مڃي، جن ڏکڻ آفريقا کي "برطانوي ڪامن ويلٿ" مان ڪڍرائڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي هئي، مون امخونتو وي سزوي (ايم. ڪي) جي قيام جو پسمنظر ٻڌائيندي چيو تہ "اسان جي لاءِ پرامن جدوجهد جا سڀ ذريعا بند ڪيا ويا هئا، جيڪا ليڊرشپ وقت ضرورت پنهنجي ڪُند سياسي هٿيارن جي ڌار کي تيز نہ ٿي ڪري، اها پنهنجي عوام جي خلاف ڏوهہ ڪري رهي هوندي آهي.... گذريل سال 16 ڊسمبر جي رات سڄي ڏکڻ آفريقا ۾ ايم ڪي جي زوردار ڌڪن جي نتيجي ۾ هلچل مچي ويئي هئي."

مون اجا، اهي لفظ چيا ئي مس هئا،جو يوگنڊا جي وزيراعليٰ رڙ ڪئي، "ڪين اجا بہ سنڊائتا ڏک هٿو!" پوءِ مون پنهنجو ذاتي تجربو ٻڌايو تہ "آئون گذريل ڏهن مهينن کان ڪيئن نہ پنهنجي ديس ۾ هڪ ڀاڄوڪڙ ڏوهاري واري زندگي گذاري رهيو آهيان، پنهنجي ٻارن ٻچن ۽ گهر وارن کان جدا آهيان، پر تنهن جي باوجود منهنجو پنهنجي ملڪ جي عوام سان وعدو آهي تہ آئون ڪين ڇڏي ڪيڏانهن بہ ڪين ويندس. تنهن ڪري ڪانفرنس کان پوءِ آئون سڌو ڏکڻ آفريڪا روانو ٿي ويندس."

حاضرين ٻاران منهنجي ان بيان جو زبردست آدرڀاءُ ڪيو ويو. اها ڳالهہ بہ اهميت جوڳي هئي تہ مون کي سڀ کان پهرين خطاب جو موقعو ڏنو ويو هو. جيتوڻيڪ ڪيترائي آفريڪي ملڪ هٿياربند جدوجهد ۾ اسان جي مدد کان ڪيٻائي رهيا هئا. پر مٿن اهو پڌرو ٿي چڪو هو تہ اسان وٽ هٿيار کڻڻ کان سواءِ ٻي ڪا واهہ نہ بچي هئي.

اسان ڏکڻ روڊيشيا جي اڳواڻ ڪينٿ ڪوانڊا سان بہ ملاقات ڪئي جو پوءِ زيمبيا جو صدر ٿيو. هن بہ نائريري وانگر اها صلاح ڏني تہ اسان کي سبڪ وي جي آزادي کان پوءِ گڏجي جدوجهد جي شروعات ڪرڻ کپي. هو ڏکڻ آفريڪا جي آزادي جي مجاهدن جي وچ ۾ عدم اتحاد تي بہ ڪافي فڪرمند هو. شارپ ولي واري حادثي پي. اي. سي کي سڄي آفريقا ۾ زبردست شهرت ڏياري هئي. ڪوانڊا جيڪو آفريقي ڪانگريس جو ميمبر رهي چڪو هو. اسان جي طرفان ڳورن ڪميونسٽن سان سياسي سهڪار تي بہ عدم اطمينان جو اظهار ڪيو ۽ چيو تہ آفريقا ۾ ان ڳالهہ جا سٺا اثر نہ پيا پون. ڪميونزم کي نہ رڳو يورپ، پر آفريقا ۾ بہ شڪ ۽ شبهي جي نظر سان ڏٺو ٿو وڃي. پوءِ آئون، آفريقا ۾ جتي بہ ويس، مون کي ان قسم جي راين سان دوچار ٿيڻون پيو. اها ڳالهہ منهنجي لاءِ ڪنهن حيرت انگيز انڪشاف کان گهٽ نہ هئي.

مون جڏهن ڪوانڊا کي پان آفريڪينيسٽ ڪانگريس جي سچي پچ تصوير پيش ڪرڻ

چاهي تہ هن منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو "منديلا ! آئون سردار لوٿولي جو پوئلڳ ۽ تنهنجو حامي آهيان پر اڪيلي سر آئون پنهنجي پارٽي يونائيٽيڊ نيشنل پارٽيءَ ۾ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهان. بهتر اهو ٿيندو تہ تون پارٽي جي اهم اڳواڻ سائمن سان ڳالهائي. جيڪڏهن تون ڪيس قائل ڪري وٺين تہ منهنجو ڪم سولو ٿي پوندو. تنهن ڪري ٻي ڏينهن مون سائمن سان ڳالهايو هن چيو "اسين تنهنجي تقرير کان ڏاڍا متاثر ٿيا آهيون. بلڪہ اوهان جو سڄو وفد ايترا تہ سٺا اثر ڇڏي رهيو آهي، جو اسان کي بهرحال اوهان جو ساٿ ڏيڻ کپي. پر اسان کي ٻي. اي. سي جي ذريعن مان پتو پيو آهي تہ امخونٽو ، ڪميونسٽ پارٽي ۽ لبرل پارٽي جي ذهني تخليق آهي ۽ اوهان جي تنظيم فقط ڪين رسد پهچائڻ جو هڪ وسيلو بنيل آهي."

سائمن جون اهي ڳالهيو ٻڌي منهنجا هوش ڇڏائجي ويا. پر مون پاڻ سنڀاليو ۽ چيو، "حقيقت هيءَ آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي ۽ لبرل پارٽي هڪٻئي جون سخت دشمن آهن. هو ڪڏهن بہ هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي نہ ٿيون سگهن. ٻيو تہ آئون پنهنجي فطري حياداري کي هڪ طرف رکندي اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ "ايم. ڪي جا بنياد رکڻ ۾ سڀ کان وڏيڪ منهنجو حصو رهيو آهي. ۽ آخري ڳالهہ اها تہ مون کي اهو ڄاڻي بيحد ڏک ٿيو آهي تہ ٻي. اي. سي اهڙي قسم جي بڪواس ۽ ڪوڙ کي وڌائي پيش ڪري رهي آهي."

سائمن سان سڄي ڏينهن جي ڳالهين ٻولهين کان پوءِ هن مون سان وعدو ڪيو تہ هو پنهنجي پارٽيءَ جي سامهون اسان جو ڪيس پيش ڪندو ۽ هن ائين ڪيو. پر سڄي ڪنڊ ۾ اسان جي نيشنل ڪانگريس بابت معلومات جي حد کان وڌيڪ گهٽتائي ۽ پاڻ آفريقينسٽ ڪانگريس جي اسان جي خلاف زبردست پروپئگنڊا اسان کي پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي سان همڪنار ڪري نہ سگهي. ڪانفرنس ختم ٿي چڪي هئي. تنهڪري سائمن مون کان موڪلايو. ڪانفرنس بيحد ڪامياب رهي هئي. پر اسان کي پنهنجو رستو پاڻ ناهڻون هو.

هڪ شاگرد جي حيثيت سان مصر جي سير ۽ سياحت سدائين منهنجي دل ۽ دماغ تي ڇانيل رهي. مصر جيڪو آفريقي تهذيب ۽ ثقافت جو گهوارو ۽ آرٽ ۽ ايجاد جي نمونن جو هڪ خزانو هو. مون کي مصر جا اهرام ۽ ابوالهول کي ڏسڻ ۽ آفريڪا جي سڀ کان وڏي درياهہ نيل پار ڪرڻ جو بي حد شوق هو. تنهن ڪري آئون، اوليور ۽ رابرٽ ريشا سان گڏجي اديس ابابا کان قاهرا اڏامر ذريعي پهتس ۽ اتي پهچندي ئي مون سڄو ڏينهن عجائب گهر ۾ وڃي مختلف خوبصورت فن پارن کي ڏسڻ ، مورتين جي خوبصورت نمونن کي جانچڻ ، نوٽس وٺڻ ۽ نيل ندي جي پراچين سڀيتا کي ناهڻ جو عظيم ڪم سرانجام ڏيندڙ ماڻهن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ گذاريو.

منهنجو سڄو زور يا تجس رڳو قديم آثارن مان لطف اندوز ٿيڻ جو نہ هو. ان جي گهرج حقيقت ۾ سيني قومپرستن جي لاءِ ان ڪري بہ آهي تہ هو واقعاتي طور تي ڳورن جي اُن ڪوڙين دعوائن جي ترديد ڪري سگهن تہ ماضيءَ ۾ مغرب جي مقابلي ۾ آفريقين جي پنهنجي ڪا بہ تهذيب ۽ ثقافت نہ هئي. مون هڪئي ڏينهن ۾ ان حقيقت کي ڳولهي

ورتو تہ مصري رهاڪو ، ان زماني ۾ آرٽ ۽ فن جي دنيا ۾ عظيم ڪارناما سرانجام ڏيئي رهيا هئا. جڏهن اولهہ وارا اڃا غارن ۽ جبلن جي چُرن ۾ زندگي گذاري رهيا هئا.

مصر اسان جي لاءِ ان لاءِ هڪ عمدو نمونو هو تہ اسين اڪين سان صدر ناصر جي سوشلسٽ اقتصادي سڌارن کي ڏسي ٿي سگهياسين. ناصر زمين جي نجي ملڪيت کي محدود ڪري ڇڏيو هو. ڪيترن ئي اقتصادي يونٽن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو هو. تيز رفتار صنعتي ترقي جي شروعات ٿي چڪي هئي ۽ تعليمي ميدان ۾ جمهوري قدرن کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ سان گڏ هڪ جديد فوجي قوت جي بہ اڏاوت ڪئي پئي وئي. اهي سيئي ڪارناما اسين اي. اين. سي جي قيادت ۾ مستقبل ۾ عمل ۾ آڻڻ جا خواهشمند هئاسين. اسان جي لاءِ اهو امر بہ اهميت جوڳو هو تہ هن وقت آفريڪا کنڊ ۾ فقط مصر ئي اهڙو ملڪ هو، جنهن کي بري، بحري ۽ فضائي قوت ۾ ڏکڻ آفريڪا سان پيتي ٿي سگهجيو.

ٻي ڏينهن اوليور لنڊن روانو ٿي ويو ۽ آئون ۽ روبي گهانا روانا ٿي وياسين. هن سفر ۾ اسان ڪيترن ئي ملڪن جودورو ڪيو. آئون ۽ روبي ڏار ڏار فڪر جا حامل هئاسين. آئون هر نئين هنڌ تي پهچي هوٽل ۾ قيد ٿي ويندو هئس ۽ ٻاهر نڪرڻ کان اڳ ان ملڪ جي سياست، تاريخ ۽ قيادت جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. جڏهن تہ روبي گهمڻ ڦرڻ ۽ ٻاهريون ڏيک ويک سمجهڻ جو ماهر هو. هو ٻهريون اهو ڪم ڪندو هو تہ هوٽل ۾ پهچي هڪدم گهٽين ۾ نڪري ويندو هو ۽ گهمي ڦري، ماڻهن سان ڳالهائي ٻولهائي، ڪين سمجهڻ ۽ سندن حالتن کان واقف ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو هو.ڪپڙن جي معاملي ۾ بہ اسين ٻئي مختلف سيا جا مالڪ هئاسين. آئون انڊر گرائونڊ رهڻ جو عادي ٿي چڪو هئس. تنهن ڪري خاڪي ڪپڙا پائيندو هئس ۽ جڏهن تہ روبي خوشنما سوٽ پائيندو هو.

تيونس ۾ اسان اتان جي وزير دفاع سان ملاقات ڪئي، جيڪو سردار لوٽوليءَ سان هڪجهڙائي رکندو هو. جڏهن مون ڪيس پنهنجي ملڪ جي سياسي حالتن کان واقف ڪيو تہ هن صاف صاف چئي ڇڏيو تہ جيئن ئي پي. اي. سي جو اڳواڻ سبڪ وي جيل مان ڇٽندو ، اسان کي ختم ڪري ڇڏيندو. پر ٻي ڏينهن جڏهن صدر حبيب بورقيبہ سان ملياسين، هن جو رد عمل هاڪاري هو. هن اسان کي گوريلا سپاهين جي تربيت ۽ هٿيارن جي لاءِ پنج هزار پائونڊن جي آڇ ڪئي.

هاڻي اسين مراڪش وڃي پهتاسين. رباط جي قديم ۽ پراسرار پٽين، فيشن ايبل دڪانن ۽ وچين دور جي مسجد اسان کي بيحد متاثر ڪيو. اهو شهر آفريڪا ۽ يورپ ۽ اوير جي خوبصورت تصوير هو. رباط ۾ اسان جي ڪيترن ئي آفريڪي ملڪن جي آزادي جي مجاهدن سان ملاقات ٿي. موز مبيق، انگولا، الجزائر ۽ ڪيپ ورديءَ جا ڪيترائي اڳواڻ هتي موجود هئا. ان وقت رباط الجزائري آزادي جي فوج جو هيڊ ڪوارٽر هو. تنهن ڪري اسان کي مراڪش ۾ الجزائري مشن جي سربراهہ ڊاڪٽر مصطفيٰ سان ڪيترائي ڏينهن

گڏ گذارڻ جو موقعو مليو. هن اسان کي فرانسين جي خلاف الجزائري جدوجهد جي تاريخ کان واقف ڪيو . الجزائر جون حالتون اسان جي پنهنجي ملڪي حالتن سان ملندڙ هيون. ٻنهي ملڪن ۾ مقامي اڪثريت کي آبادڪار ڳوري اقليت جي حڪومت کي منهن ڏيڻو پي پيو. ڊاڪٽر مصطفيٰ اسان کي ٻڌايو تہ ڪيئن نہ 1954ع ۾ ڳاڻ ڳڻيا گوريلا ڪارروائين سان پنهنجي جدوجهد جي شروعات ڪئي ۽ ان جو حوصلو ڪين ويٽ نام ۾ فرانسين جي شڪست مان مليو. هن ٻڌايو تہ شروع شرو ۾ " ايف. ايل. اين" کي پڪ هئي تہ فرانس کي سولائي سان فوجي شڪست ڏئي تي سگهي. پر اهو ڪو سولو ڪم نہ هو. تنهن ڪري هنن گوريلا ويڙهہ جو طريقو اختيار ڪيو. ڊاڪٽر مصطفيٰ جو چوڻ هو تہ دشمن کي زير ڪرڻ جي لاءِ گوريلا جنگ سان گڏوگڏ سياسي ۽ اقتصادي دٻاءُ بہ جاري رکڻ بي حد ضروري هوندو آهي. هن اسان کي خبردار ڪيو تہ اسان جي لاءِ فوجي ڪاروائين ۾ وچائنجي سياسي ميدان کي ڇڏڻ مناسب نہ ٿيندو. ڪڏهن ڪڏهن جيت ۾ ويڙهو جهازن جي پيٽ ۾ بين الاقوامي عام راءِ جي اهميت وڌيڪ هوندي آهي.

هڪ ڏينهن ڊاڪٽر مصطفيٰ اسان کي الجزائري سرحد جي ويجهو هڪ ريگستاني ڳوٺ "عوجده " موڪليو. جيڪو مراڪش ۾ الجزائري آزاديءَ جي فوج جو مرڪز هو. اتي اسان الجزائري دستن جو معائنو ڪيو ۽ مون دوربيني وسيلي سرحد جي پرينءَ پار فرانسيسي فوجن کي ڏٺو تہ ايئن محسو ٿيم ، ڄڻ آئون ڏکڻ آفريڪا جي هٿيار بند فوج جو مشاهدو ڪري رهيو هجان.

ٻن ڏينهن کان پوءِ مون کي احمد بن بيلا[1] جي اعزاز ۾ ٿيندڙ فوجي پريڊ ۾ مهمان جي حيثيت سان شرڪت جو شرف حاصل ٿيو. بن بيلا تازو فرانس جي قيد مان آزاد ٿيوهو ۽ ويجهڙائي ۾ آزاد الجزائر جو وزير اعظم ٿيڻ وارو هو. ايٿوپيا ۾ جنهن سرڪاري فوجي پريڊ جو مظاهرو ڏٺو هيم، تنهن جي پيٽ جي هي پريڊ نہ هئي، پر هڪ لحاظ کان الجزائر جي گوريلا جنگ جي جيئري جاڳندي تاريخ هئي، پر ان پريڊ ۾ سڀ کان اڳيان آزادي جي جنگ جا جهونا ڪارڪن هئا، جيڪي پراڻي انداز جا هٿيار کنيو پي هليا. جن کي هو دشمن جي خلاف استعمال ڪندا پي رهيا هئا. هنن جي پويان نوجوان فوجي هئا. هنن جي هٿن ۾ جديد هٿيار هئا ۽ هو وڌيڪ پر اعتماد نظرپي آيا. وٽن اينٽي ٽينڪ ۽ اينٽي ايئرڪرافٽ توپون بہ هيون. پوءِ بہ سندن مقابلو ايٿو پيا جي فوجي قوت سان نہ هو. بهرحال اها گوريلا فوج هئي، جيڪا وردي کان وڌيڪ عملي جنگ جوئي ۾ يقين رکندي هئي، منهنجي دلي تمنا هئي تہ اسين بہ هنن جيان بهادري ۽ جرئت جو مظاهرو ڪيون.

پريڊ جي آخر ۾ ، فوجي بينڊ هو، جنهن جي اڳوائي هڪ ڊگهوصحت منڊ ۽ پر اعتماد آفريقي جنهن کي سوڊاني چئي سڏيو پي ويو. ڪري رهيو هو. هن جو رنگ ٻاٽ ڪاري رات جهڙو هو. هو هوا ۾ گرز لهرائيندو پي آيو. جيئن ئي اسان کيس ڏٺو، اسان جو سڄو وفد احترام طور اٿي بيٺو ۽ تاڙيون وڄائي هن جو استقبال ڪيو. مون پنهنجي

1. احمد بن بيلا، آزاد الجزائر جو پهريون صدر، جنهن کي ٽن سالن کان پوءِ حواري بومدين معزول ڪري اقتدار سنڀاليو. (مترجم)

پرڀاسي نظر وڌي ، فقط اسين ئي تاڙيون وڄائي رهيا هئاسين . جڏهن ته ٻيا اسان جي ان حرڪت کي حيرت مان ڏسي رهيا هئا. مون محسوس ڪيو ته اسان به رڳو ان ڪري خوشي جو اظهار ڪري رهياآهيون ته اهو شخص شيدي هو. جڏهن ته مراڪش ۾ اسان بنهه گهٽ شيدي چهرا ڏٺا هئا. آئون هڪ پيرو ٻيهر قومپرستي ۽ نسلي فرق جو شڪار ٿي چڪو هئس. بهرحال اسان جو رد عمل فطري هو. اسان هڪ ڪاري رنگ جي شيدي ياءُ کي ڏسي خوش ٿي رهيا هئاسين. پوءِ اسان کي ٻڌايو ويو ته سوڊاني هڪ داستانوي ڪردار اختيار ڪري چڪو آهي. ڪيس تن تنها سڄي فرانسيسي فوجي دستي کي گرفتار ڪرڻ جو اعزاز حاصل آهي. پر سچي ڳالهه اها آهي ته اسان ڪيس رڳو رنگ جي آڌار تي داد ڏيئي رهيا هئاسين. اسان کي سندس ڪارنامن جي ڪابه خبر نه هئي.

مراڪش مان آئون سڌو مالي پهتس ، پوءِ گني روانو ٿي ويس. اهو هوائي سفر ڪنهن جهاز بدران لوڪل بس جو سفر ٿي لڳو. ماليءَ کان پوءِگني تائين ڪڪڙيون ۽ ٻڪريون سيٽن جي وچ واري وٿيءَ ۾ آزادي سان گهمي ڦري رهيون هيون ۽ عورتون پاڇيون ۽ پوهي مگَ وڪڻي رهيون هيون، اها جمهوري طرز جي فلائٽ هئي، ان تي آئون داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. پوءِ آئون سيراليون وڃي پهتس. اتي انهن ڏينهن پارليامينٽ جو اجلاس هلي رهيو هو. مون به هڪ سياح جي حيثيت سان ان جي ڪاروائي ڏسڻ جي خواهش ڪئي ۽ خوشقسمتي سان مون کي اهڙي سيٽ ملي، جيڪا اسپيڪر کان گهڻي پري نه هئي ٿوري دير کان پوءِ ايوان جو نمائندو مون وٽ آيو ۽ منهنجي سڃاڻپ جي گهر ڪيائين. مون آهستي آهستي هن جي ڪن ۾ چيو "آئون ڏکڻ آفريڪا جي چيف لوٿوليءَ جو نمائندو آهيان." هن مون سان گرم جوشيءَ سان هٿ ملايو ۽ اسپيڪر کي وڃي سُڌ ڏنائين.

هڪ ڪلاڪ کان پوءِ ايوان جو اجلاس ملتوي ٿيو ۽ سڀ ميمبر ۽ معززين چانهه پيئڻ جي لاءِ گڏيا. آئون انهن جي وچ ۾ موجود هئس. سيني ماڻهن هڪ قطار بنائي ورتي، آئون بيٺو حيران ٿي رهيو هئس. پر سندن ٿورائتو به هئس. انهن مان هڪ معزز رڪن چيو "نوبيل امن پرائيز حاصل ڪندڙ محترم مهمان چيف لوٿولي سان هٿ ملائڻ يقينن هڪ اعزاز آهي." هاڻي مون کي خبر پئي ته ايوان جي نمائندي غلطي سان مون کي لوٿولي چيف جو نمائندو سمجهڻ بدران مون کي ئي چيف سمجهي ورتو هو ۽ پارليامينٽ جا سيئي ميمبر ان خوشفهمي ۾ مبتلا هئا. پوءِ منهنجو وزير اعظم سر ملٽن مرگاٽي سان تعارف ڪرايو ويو ۽ مون کي چيف لوٿولي ڪري پيش ڪيو ويو. مون سائس حقيقت بيان ڪئي، پر بي فائدي ثابت ٿي. هاڻ مون به ميزبانن جي خوشي جي خاطر خاموش رهڻ ئي بهتر سمجهيو ۽ ان ڳجهارت مان لطف اندوز ٿيندو رهيس. پوءِ جڏهن صدر مملڪت سان منهنجي ملاقات ٿي ته مون پنهنجي باري ۾ پيدا ٿيل غلط فهمي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن خراب ڪين سمجهيو ۽ مون کي قدر جوڳي مالي مدد جي آڇ ڪئي.

لائبيريا ۾ صدر ٽيوبمن سان مليس، جنهن هٿيارن جي خريداري ۽ گوريلا سکيا جي

لاءِ مون کي پنج هزار ڊالر ڏنا پوءِ پڇيو "اوهان وٽ پنهنجي خرچ پکي لاءِ ڏوڪڙ آهن؟" مون ورائيو تہ "ها ڪجهہ پئسا آهن." فورن صدر جو مددگار اڳيان وڌيو ۽ چار سئو ڊالرن سان ڀريل لفافو مون کي ڏنو. آئون لائبيريا مان گهانا هليو ويس. جتي اوليور اڳ ۾ ئي موجود هو. هتي گنيءَ جي سفير اسان جي ڪافي خدمت چاڪري ڪئي. مون صدر سيڪو طوريءَ سان ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو. سفيرهڪدم اسان جي سفر جو بندوبست ڪيو ۽ اسين ان خشڪ ريگستاني ملڪ ۾ وڃي پهتاسين.سيڪو طور سان ملي اسين ڪافي متاثر ٿياسين. هو هڪ معمولي بنگلي ۾ رهندو هو. سندس ڪپڙا جن جو رنگ اُڏري چڪو هو. ڪپڙا ڊرائي ڪلينگ جا محتاج هئا. اسان آفريڪي ڪانگريس ۽ ايم ڪي جي باري ۾ صدر کي ڄاڻ ڏني ۽ مدد طور پنج هزار ڊالرن جي درخواست ڪئي. هن ڏاڍي ڌيان سان اسان جون ڳالهيون ٻڌيون ۽ پوءِ خطيبانہ انداز ۾ چيو، "گنيءَ جي حڪومت ۽ عوام پنهنجي ڏکڻ آفريڪي ڀائرن جي مڪمل حمايت ۽ تائيد ٿي ڪري. اسان گڏيل قومن ۾ بہ ان سلسلي ۾ بيان ڏنا آهن." پوءِ هو اُٿي ڪتابن جي ڪٻٽ ڏانهن ويو. پنهنجي لکيل ڪتاب جون بہ ڪاپيون ڪڍي آيو، انهن تي صحيح ڪري هڪ هڪ ڪاپي اسان کي عنايت ڪيائين. پوءِ چيائين " اوهان جي وڏي مهرباني." ۽ ملاقات ختم ٿي ويئي.

ان تي مون کي ۽ اوليور کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. اسان کي خاص طور تي هڪ ٻي ملڪ مان صدر سان ملاقات جي لاءِ موڪليو ويو هو ۽ هتي اسان کي فقط ٻن ڪتابن تي ٽاريو ويو. نيٺ بہ تہ وقت جي اهڙي ڌيان جي ڪهڙي ضرورت هئي؟....! اسين اجا پنهنجي هوٽل پهتاسين ئي مس تہ گنيءَ جي پرڏيهي وزارت جو آفيسر اتي آيو ۽ هڪ سوٽ ڪيس پيش ڪيائين. اسان کولي ڏٺو تہ اهو نوٽن سان سٽيو پيو هو. اسان هڪ ٻئي ڏانهن خوشي واري نظرن سان ڏٺو، پر ڪجهہ دير کان پوءِ اوليور مايوسي جي انداز ۾ چيو، "نيلسن هيءَ تہ گنيءَ جي مقامي ڪرنسي آهي، ٻاهرين دنيا ۾ هن جي ڪهڙي قيمت آهي؟ فقط ڪاغذ جا بيڪار ٽڪرا." پوءِ اسين نوٽن سان ڀريل اهو سوٽ ڪيس چيڪو سلواڪيہ جي سفارت خاني ۾ کڻي وياسين، جتي اوليور جو هڪ دوست ملازم هو، هن ان ڪرنسيءَ جي بدلي ۾ اسان کي پرڏيهي ناڻو ڏنو.

ڊاڪار جي ساحل ويجهو مڇيون جهليندڙ ٻيڙيون هوريان هوريان هلنديون رهنديون آهن ۽ سيني گالي مايون پنهنجي لهرائيندڙ لباس ۽ پٽڪن وارن مردن سان، شهر ۾ عجيب بهار نظر ايندي آهي، ويجهو موجود مارڪيٽ۾، آئون ڀانت ڀانت جي عطرن ۽ پرڏيهي مصالحن جي خوشبو ۾ مدهوش گهمندو ڦرندو رهيس، سيني گالي خوبصورت ماڻهو آهن ۽ اسان هن شهر ۾ سٺو وقت گذاريو: هن ملڪ ۾ مختلف مذهبن ۽ نسلن سان واسطو رکندڙ ماڻهو... فرانسيسي، آفريڪي ۽ مسلمان رهن ٿا. هن معاشري کي ڏسي اسان اندازو لڳايو تہ ڪهڙي طرح پاڻ ۾ گڏجي سڏجي هڪ بي مثال ۽ امتيازي شان واري ثقافت جا بنيادي رکي سگهجن ٿا. اسان جي صدر ليوپولڊ سينگور سان ملاقات طئي ٿي چڪي هئي. رستي

۾ اوليور تي دمَ جو شديد حملو ٿيو. پر هن اڪيلو واپس هوٽل تي وڃڻ کان نابري واري ۽ آئون ڪيس پنهنجي ڪلهي جي سهاري صدر جي آفيس تائين وٺي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون چڙهندو ويس. صدر کي اها حالت ڏسي بيحد افسوس ٿيو ۽ هن پنهنجي ذاتي عملي کي هدايت ڪئي تہ اوليور جي هر طرح سان سارسنڀال لڌي وڃي. سيني گال ۾ اسان کي محتاط رويو اختيار ڪرڻ جي صلاح ڏني ويئي هئي، ڇو تہ ڪيترائي سيني گالي فوجي، الجزائر ۾ فرانسيسين طرفان وڙهي رهيا هئا. دنيا جي اپرنڌ قومن کي نئين بينڪي نظام جي اهڙن هٿڪنڊن سان بہ منهن ڏيڻو ٿو پوي.

صدر سينگور هڪ دانشور ۽ شاعر بہ آهي. هن اسان کي ٻڌايو تہ هو عظيم آفريقي مجاهد شاڪا جي باري ۾ تحقيقي مواد گڏ ڪري رهيو آهي، ۽ هن ان بابت اسان کان بہ ڪافي معلومات حاصل ڪئي. اسان صدر کي پنهنجي گوريلا سپاهين جي تربيت ۽ مالي مدد جي درخواست ڪئي تہ هن ان جي باري ۾ اسان کي پنهنجي انصاف واري وزير سان ڳالهائڻ جي هدايت ڪئي ۽ هڪ فرانسيسي دوشيزه سان منهنجو تعارف ڪرايو. جيڪا وزير موصوف سان ڳالهين جي دوران ترجمان جا فرض ادا ڪندي.

مون صدر کي تہ ڪجهہ ڪين چيو. پر سوچيو تہ هن اجنبي دوشيزه جي موجودگيءَ ۾ فوجي سکيا جهڙن حساس مسئلن تي ڪيئن ڳالهائي سگهبو. شايد صدر سينگور منهنجي دلي ڪيفيت سمجهي ورتي، تنهن ڪري چيائين "منڊيلا! فڪر نہ ڪر. هن ملڪ جا فرانسيسي، آفريقي خواهش جو ساٿ ڏيڻ ۾ ڪنهن کان پٺتي نہ ٿا رهن. هو اسان جا حامي ۽ مددگار آهن."

اسين جڏهن انصاف واري وزارت جي آفيس پهتاسين تہ اتي اسان ڪيترين ئي ڪارين سيڪريٽرين کي موجود ڏٺو. انهن مان هڪ فرانسيسي دوشيزا کان پڇيو، "هوءَ هتي ڇا پئي ڪري؟" هن وراڻيو تہ "هوءَ ترجماني جي لاءِ موڪلي ويئي آهي." هڪ سيڪريٽري مون وٽ آئي ۽ پڇيائين. "جناب عالي! ڇا اوهين انگريزي ۾ ڳالهائي سگهو ٿا؟" مون هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو تہ هوءَ چوڻ لڳي. "اسان جو وزير صاحب بہ انگريزي ڄاڻي ٿو. اوهان کي ڪنهن مترجم جي ضرورت نہ پوندي." تنهن ڪري آئون اڪيلو ئي وزير موصوف سان مليس ۽ هن اسان جي درخواست تي ضروري ڪاروائيءَ جو واعدو ڪيو. بهرحال صدر سينگور ان وقت تہ ڪو واعدو ڪري نہ سگهيو. البت هن مون کي پنهنجي ملڪ جو سفارتي پاسپورٽ عطا ڪيو ۽ اسان جي ايندڙ منزل لنڊن تائين جهاز جي سموري فضائي سفر جو خرچ پڪو بہ ادا ڪري ڇڏيو.



مون کي اعتراف آهي تہ آئون ڪنهن حد تائين "انگريزيت پسند" ماڻهو آهيان. مغربي جمهوريت ۽ آزادي جي تصور سان گڏ مون کي برطانيا جو پارلياماني سسٽم بہ ياد ٿو اچي. جيڪو ڪيترن ئي حوالن کان منهنجي لاءِ هڪ مثالي شريف انسان جو خاڪو، انگلستاني رهاڪو رهيو آهي، پر اها ئي برطانوي جمهوريت هئي، جنهن اسان جي ملڪ جي عوام

جي خلاف هڪ تباهه ڪندڙ ۽ برابري وارو نظام قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. برطانوي پرماريت کان نفرت جي باوجود به مون انگريزي طور طريقا ۽ طرز زندگي ڪڏهن به رد ناهي ڪئي.

منهنجي انگلستان وڃڻ جا ڪيترائي سبب هئا، مون هن ملڪ جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌو ۽ پڙهيو هو، آئون اوليور جي صحت جي باري ۾ به فڪر مند هئس ۽ چاهيم ٿي ته سندس علاج ڪرايو وڃي. آئون هن جي زال ۽ ٻارن سان ملڻ جو به خواهشمند هئس، مون کي يوسف دادو سان ملڻ جي به تمنا هئي، جيڪو انهن ڏينهن انگلستان ۾ آفريقي ڪانگريس جي نمائندگي جو فرض ادا ڪري رهيو هو ۽ انهن سڀني ڳالهين کان وڌيڪ مون کي اها اميد هئي ته لنڊن ۾ گوريلا جنگ جي باري ۾ اهڙو لٽريچر ملي ويندو، جيڪو هيو ڪٿي به ملڻ ممڪن ڪونهي.

لنڊن ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر مون کي زير زمين زندگي جا طور طريقا اختيار ڪرڻا پيا. ڏکڻ آفريقا جي ڳجهي ايجنسيءَ جا نمائندا هتي به پهچي چڪا هئا، پر آئون لنڊن ۾ گوشه نشي بڻجي نه پيو رهيس. انهن ڏهن ڏينهن ۾ آئون اي. اين. سي جا ضروري معاملا اڪلائيندو رهيس. پراڻن يارن دوستن سان ميل ملاقات ڪندو رهيس ۽ ڪنهن روايتي سياح جي انداز ۾ گهمندو رهيس. مون ۽ اوليور، ميري بنسن جي همراهيءَ ۾، جيڪا پريٽوريا ۾ جائي هئي ۽ اسان جي جدوجهد جي باري ۾ گهڻو ڪجهه لکي چڪي هئي، لنڊن جي ڪيترن ئي اهڙن حصن جو سير ڪيو، جيڪي ڪڏهن دنياجي ٽين حصي تي حڪمراني ڪندا هئا. ويسٽ منسٽر ايبي، بگ بين ۽ پارليامينٽ هائوس. آئون انهن شاندار عمارتن جي واکاڻ ڪرڻ کانسواءِ رهي نه سگهيس، جيتوڻيڪ مون کي انهن جي ماضي جي ڪردار تي سخت اعتراض هو. اسان جڏهن ويسٽ منسٽر جي ويجهو جنرل سموٽس جو مجسمو ڏٺو ته مذاق ۾ هڪ ٻئي کي چيوسين، 'هڪ نه هڪ ڏينهن اسان جو مجسمو به هت کوڙيو ويندو.'

لنڊن جي اخبار "آبزرور" پان آفريڪنسٽ ڪانگريس جي طرفداري ڪري رهي هئي ۽ هن پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ته آفريقن نيشنل ڪانگريس ماضيءَ جي قديم شئي بڻجي چڪي آهي. اوليور، اُن جي ايڊيٽر ڊيوڊ آسٽر سان منهنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو. اسان سائس سندس گهر وڃي ملياسين، ۽ ڊاڍي دگهي ڪچهري ڪئي سين، خبر ڪونهي ته آئون آسٽر کي ڪيترو متاثر ڪري سگهيس، پر ايترو ضرور ٿيو خبرن جي معاملي ۾ هن جي پاليسيءَ ۾ تبديلي رونما ٿي. هن مون کي ڪن ناليوارن برطانوي سياستدانن سان ملڻ جي صلاح ڏني. تنهن ڪري پارليامينٽ جي ليبر ميمبر ڊينس هيلي، جي همراهي ۾، اسانجي ليبر پارٽيءَ جي قائد مسٽر هيوف گيٽس ڪيل ۽ لبرل پارٽي جي اڳواڻ جوگرمونڊ سان ملاقات ٿي.

لنڊن جي سفر جي پڄاڻيءَ تي منهنجي يوسف دادو سان ملاقات ٿي، پر هن به ٻين ڪيترن ئي آفريقي اڳواڻن وانگر ڳورن رهاڪن ۽ ڪميونسٽن سان ناتن تي اعتراض ڪيو.

هُنَ جو خيال هو تہ اسين پنهنجي طئي ٿيل پاليسيءَ کان هٽندا پيا وڃون. اهي اعتراض دراصل پان آفريڪنسٽ ڪانگريس جي پروپيگنڊا جي ڪري پيدا ٿي هيا رهيا، اسان جو خيال هو تہ اي اين سي کي وڌيڪ لبرل هئڻ کپي ۽ هاڻ اسين گوريلا جنگ جي شروعات جي تياريءَ ۾ رُڌل آهيون، تنهن ڪري اسان کي ملڪ جي ٻين قومين جي تائيد ۽ مدد جي ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ گهرج پوندي.

آئون لنڊن ۾ دوستن جي جدائي تي ڏکارو ضرور هئس، پر هاڻي مون کي پنهنجي غير ملڪي سفر جي اهم ترين حصي جي هڪدم شروعات ڪرڻي هئي. آئون ڇهن مهينن جي فوجي سکيا جي لاءِ 'اديس ابابا' هليو ويس. اتي آئون پرڏيهي وزير ييفو سان مليس، جيڪو مون کي شهر کان ٻاهر ايٿوپيا جي هنگامہ روڪيندڙ بٽالين جي هيڊ ڪوارٽر 'ڪولفي'، وٺي ويو. جتي مون کي جنگي سائنس ۽ فن جي باري ۾ درس وٺڻو هو، آئون هڪ سٺو باڪسر تہ ضرور هئس، پر دشمن سان باقاعده جنگي مقابلي جو مون کي بنهہ گهٽ علم هو. مون کي تربيت ڏيڻ جي ذميداري هڪ ماهر فوجي آفيسر جي حوالي هئي، جيڪو اطالوي فوجين جي خلاف زير زمين جنگ ۾ حصو وٺي چڪو هو. صبح جو انين وڳي ڪانوني منجهند جو هڪ وڳي تائين ۽ پوءِ ٻنپهرن جي مانيءَ جي مختصر وقفي ڪانپوءِ، ٻين ڪان چئين وڳي سکيا جو سلسلو جاري رهندو هو. ٽپهري جو پوليس جو اسسٽنٽ ڪمشنر ڪرنل ٽاڊيسي جنگي فن تي ليڪچر ڏيندو هو. ان آفيسر ويجهڙ ۾ شهنشاهہ جي خلاف هڪ فوجي بغاوت کي چٿڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو، هتي رهي مون خودڪار رائيفل ۽ پستول هلائڻ سکيو، شهنشاهہ هيل سلاسيءَ جي باڊي گارڊ سان گڏ نشاني بازي جون مشقون ڪيم ۽ آباديءَ کان پري وڃي، سڄي بٽالين سان گڏ شوٽنگ ۾ حصو ورتوم. مون کي ڪنهن خاص عمارت کي تباهہ ڪرڻ، مارٽر سان فائر ڪرڻ، بم ۽ بارودي سرنگهون ٺاهڻ ۽ انهن کان بچاءَ جا طريقا سکيارِيا ويا. مون محسوس ڪيو تہ آئون خالص فوجي انداز ۾ وڌو ويو آهيان. هاڻي منهنجي سوچ بہ فوجي سوچ ۾ تبديل ٿي رهي هئي، جيڪا يقيناً هڪ سياستدان جي سوچ کان مختلف هوندي آهي.

ان سکيا جي دوران آئون سڀ کان وڌيڪ جنهن شئي مان لطف اندوز ٿيس، اهو Fatigue مارچ هو. ان مارچ ۾ اوهان وٽ هڪ بندوق، ان ۾استعمال ٿيندڙ گولين ۽ ٿوري پاڻي ڪانسواءِ ٻيو ڪي بہ ڪين هوندو آهي. ۽ اوهان کي لازمي طور تي هڪ محدود وقت ۾ هڪ مقرر هنڌ تي پهچڻو هوندو آهي. مون کي ان لازمي سفر جي دوران ايٿوپيا جي ڏورانهن هنڌن تائين پکڙيل خوبصورت قدرتي منظرن، گهاٽن ٻيلن ۽ ڪوهستاني علائقن کي ڏسڻ جو موقعو مليو. مون کي خبر پئي تہ هي ملڪ ڪيترو نہ غريب آهي. عام رهاڪو ڪاٺ جا نهيل هر هلائي ۽ بنهہ معمولي غذا تي گذران ڪندا هئا. هتي جي رهڻي ڪهڻي ڏکڻ آفريڪا جي ڳوٺن جهڙي هئي. غريب ماڻهو هر هنڌ هڪ جهڙا هوندا آهن.

ڪرنل ٽاڊيسي ان تربيتي عرصي جي دوران مون کي هڪ باقاعده حڪومتي فوج ۽ گوريلا فوج جو فرق سمجهائيندو هو ۽ ٻڌايو تہ "ميدان جنگ" ۾ تہ آئون پنهنجي اثارٽي

مڪمل طور تي عمل ۾ آڻيان، پر جڏهن گوريلا سپاهين سان ڊيوٽي ڪان پوءِ ويهان ته پنهنجو پاڻ کي انهن جهڙو سمجهان ۽ سائن ڪنهن آفيسر جي بدران هڪ عام دوست وانگر رهان، هر ڳالهه ۾ برابري جو عمل ٿيڻ کپي. منهنجي فوجي سکيا جو عرصو ڇهه مهينا طئي ٿيو هو، پر انن هفتن ڪان پوءِ مون کي، ڪانگريس پاران فوري طور تي واپسيءَ جو نياپو مليو. دراصل ڏکڻ آفريقا ۾ هٿيار بند جدوجهد تکي ٿيندي پي ويئي ۽ هن چاهيو ٿي ته "ايم ڪي" جو ڪمانڊر بذات خود جنگ جي ميدان ۾ موجود هجي. ڪرنل ٽاڊيسي 'ايٿوپيا ايئر لائينز' جي هڪ جهاز ۾ خرطوم تائين منهنجي سيٽ جو بندوبست ڪيو ۽ روانگي کان اڳ مون کي هڪ آٽوميٽڪ پستول ۽ ٻه سئو رائونڊ گوليون عطا ڪيون، آئون هن جو بي حد ٿورائتو هئس، پر ايترا ڳرا هٿيارا کڻڻ جڻ هڪ صحت مند بار کي ڪڇ ۾ کڻڻ وانگر هو، خرطوم ۾ مون کي هڪ برٽش ايئرويز جو آفيسر مليو ۽ هن ٻڌايو ته دارالسلام ٻئي ڏينهن اڏام ويندي، تنهن ڪري هن منهنجي لاءِ هڪ "پوش" هوٽل ۾ سڄي رات جي رهائش جو بندوبست ڪيو. آئون ڏڄي ويس، مون کي ته ڪنهن ٽئين درجي جي عام هوٽل ۾ جڳهه ملڻ کپي ها.

هوٽل جي ڊگهي ۽ خوبصورت وراندي مان لنگهندي مون ڪيترائي ڳورا پاڻ ۾ ڪچهري ڪندي ۽ مشروب پيئندي ڏٺا. پنهنجي ڪمري تائين پهچڻ کان اڳ مون کي ڪيترين ئي حفاظتي رڪاوٽن ۽ خطرناڪ شين جي خبر ڏيندڙ اوزارن جي سامهان گذرڻون هو، مون وٽ چڱا خاصا هٿيار هئا، جيڪي مون پنهنجي جسم جي مختلف حصن ۾ ڪپڙن جي هيٺان لڪائي رکيا هئا، ۽ ڪيترا هزار پائونڊ روڪڙ به هئا. منهنجو خيال هو ته اهي ڳورا "ايڪسري" جهڙيون نظرون رکن ٿا ۽ آئون ڪنهن به گهڙي گرفتار ڪيو ويندس، پر مون کي بنا ڪنهن رڪاوٽ جي پنهنجي ڪمري ۾ پهچايو ويو ۽ مون اتي ويهندي ئي ڪاڏي پيتي جون شيون آڻڻ جو حڪم ڏنو.

خرطوم مان آئون سڌو دارالسلام پهتس، جتي مون 'امخونتو' جي ايڪهين گوريلا رنگروٽن جو آڌر ڀاءُ ڪيو، اهو اسان جو پهريون فوجي دستو هو، جيڪو سکيا جي لاءِ ايٿوپيا وڃي رهيو هو، اسان جي لاءِ اها خوشيءَ ۽ فخر جهڙي گهڙي هئي. اهي سڀ آفريقي نوجوان قومي آزادي جي خاطر پنهنجي جانين جي نذرانو پيش ڪرڻ جا خواهشمند هئا. سيني جو واسطو شهري علائقن سان هو ۽ هو چست ۽ ڦڙت نظر اچي رهيا هئا. مون کين خطاب ڪيو، کين پنهنجي پرڏيهي دوري کان واقف ڪيو ۽ هدايت ڪئي ته هو پرڏيهه ۾ مثالي نظم ۽ ضبط ۽ سٺي اخلاق جو مظاهرو ڪن، ڇو ته هو ڏکڻ آفريقا جي آزادي جي جنگ جا نمائندا آهن. مون کين فوجي تربيت سان گڏ سياسي معاملن کان واقف رهڻ جي به تلقين ڪئي، ڇو ته انقلاب جو مقصد فقط بندوق هلائڻ نه هوندو آهي، پر ان جو اصل مقصد هڪ بهتر سماج جي تخليق ۽ اڏاوت هوندو آهي.

'لوباتسي' وڃڻ لاءِ صدر نائيريري هڪ خاص جهاز منهنجي حوالي ڪيو، پر سفر جي دوران پائلٽ ٻڌايو ته اسين ڪينيا جي سرزمين تي لهنداسين، منزل جي ان تبديلي تي

مون کي ڪافي تشويش ٿي.

ڪينيا جي ڌرتيءَ تي قدم رکندي ئي آئون هڪ مقامي مئجسٽريٽ ۽ سيڪيورٽي آفيسر جي منهن پيس. هو ٻئي ڳورا هئا. مئجسٽريٽ مون وٽ آيو ۽ منهنجو نالو پڇيائين "ڊيوڊ موتسا مابي" اهو ٻڌي مئجسٽريٽ چوڻ لڳو، "مهرباني ڪري پنهنجو اصل نالو ٻڌايو، ڇو تہ مون کي هٽ مسٽر منڊيلا سان ملڻ ۽ ڪيس ضروري سهولتون ۽ ٽرانسپورٽ مهيا ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي اهي، جيڪڏهن اوهين مسٽر نيلسن منڊيلا ناهيو تہ پوءِ مون کي اوهان کي هينئر ئي گرفتار ڪرڻو پوندو، ڇو تہ اوهان وٽ هن ملڪ ۾ گهڙڻ جو موڪل نامون ڪونهي، ڇا اوهين نيلسن منڊيلا آهيو؟"

آئون عجيب ڇڪتاڻ ۾ مبتلا هئس، هر صورت ۾ گرفتاري جو خطرو هو. نيٺ مون چيو "جيڪڏهن اوهان کي اصرار آهي تہ آئون ڊيوڊ موتسا مابي نہ پر نيلسن منڊيلا آهيان تہ آئون اوهان جي ڳالهہ جي ترديد نہ ڪندس" تنهن کان پوءِ هو مون کي ان هنڌ وٺي ويو، جت منهنجا سنگتي منهنجو انتظار ڪري رهيا هئا. لوباتسي ۾ منهنجي ڪيترن ئي دوستن ۽ اي اين سي جي حامين سان ملاقات ٿي، مئجسٽريٽ ٻڌايو تہ ڏکڻ آفريقي پوليس منهنجي واپسيءَ جي باري ۾ باخبر آهي. هن مون کي صلاح ڏني تہ مون کي ٻئي ڏينهن هتان روانو ٿي وڃڻ کپي..مون سندس ان سهڪار تي، هن جو ٿورو مڃيو. پر ان ئي رات روانو ٿيڻ جو فيصلو ڪيم. هاڻي آئون هڪ ڳوري ٿئٽر ڊائريڪٽر سيسل وليمز جو، ڊرائيور هئس. جيڪو ڳجهي نموني ايم ڪي جو ميمبر بہ هو، مون ڪار ڊرائيور جا ڪپڙا پاتا ۽ اسين رات جي وقت جوهانسبرگ روانا ٿي وياسين.

## باب ستون

# ريوونا

سرحد اُڪري مون ڊگهو ساهه کنيو. پنهنجي وطن جون هوائون سدائين مٺيون لڳن ٿيون. اها سياري جي هڪ صاف رات هئي ۽ تارا بہ پليڪار ڇوندا محسوس ٿيا. جيتوڻيڪ آئون پنهنجي پويان هڪ اهڙي دنيا ڇڏي آيو هئس، جتي آئون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو آزاديءَ جي نعمت مان لطف اندوز ٿيو هئس ۽ اهڙي ڌرتيءَ ڏانهن موٽي رهيو هئس، جتي مون کي ڀاڄوڪڙ سمجهيو ويندو هو، تنهن جي باوجود بہ آئون پنهنجي جنم ڀوميءَ ۾ واپس ورڻ تي خوش هئس، جنهن سان منهنجي قسمت واڳيل هئي. بچوانا ليند ۽ اتر اولهہ ٽرانسوال جي وچ ۾ ڪيترائي سرحدي رستا ٿي نڪتا. جن ڪان سيسل چڱي طرح واقف هو. تنهن ڪري اسين صحيح رستي تان، سڄي رات سفر ڪندا صبح جو سوير 'ليليزليف' فارم پهچي وياسين. مون کي اجا بہ پراڻي خاڪي وردي پاتل هئي. مون وٽ آرام ڪرڻ جي لاءِ وقت صفا نہ هو، ٻي رات ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس ٿي رهيو هو، جنهن ۾ مون کي پنهنجي پرڏيهي دوري جي ڪار گذاري پيش ڪرڻي هئي. والٽر، ڪوٽاني، گووَن، ڊان ٽلومي، مارڪس، نوڪوي، سڀ سنگتي فارم تي پهچي چڪا هئا. اهو هڪ منفرد قسم جو ميڙ هو، مون ڪين پنهنجي ڊگهي سفر جا تجربا، گڏ ڪيل پئسا، فوجي سکيا جي آڇن، نيشنل ڪانگريس جي ڳورن رهاڪن، هندستانين ۽ خاص ڪري ڪميونسٽن سان لاڳاپن جي باري ۾ کنڊ جي ٻين ملڪن جي احساسن ڪان واقف ڪيو. منهنجي ذهن ۾ اجا زيمبيا جي اڳواڻن جا لفظ ٻُري رهيا هئا تہ "جيتوڻيڪ اي. اين. سي، مضبوط ۽ وڏيڪ ڄاتل سڃاتل تنظيم آهي، پر پي. اي. سي (پان آفريڪنسٽ ڪانگريس) وڌيڪ قوم پرست پارٽي نظر ٿي اچي." هو اي اين سي جي غير طبقاتي پاليسي ۽ اشتراڪين سان لاڳاپن تي حيران هئا.

حالتن جو ادراڪ ڪندي مون رٿ پيش ڪئي تہ ڪانگريس کي اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ کپي، جنهن تحت سندس هاڪاري ڪردار پڌري پٽ نظر اچي. خاص ڪري انهن معاملن ۾ جن جو لاڳاپو آفريقي عوام سان آهي.

نهايت ڳنڀير معاملو هو. ورڪنگ ڪميٽي مون کي ڊربن وڃي چيف لوٿولي کان هدايتون وٺڻ جي صلاح ڏني، ڪن دوستن منهنجي تحفظ جي نقطہ نظر کان ان سفر جي مخالفت ڪئي ۽ ڪنهن ٻئي ساٿي کي موڪلڻ تي زور ڀريو، پر مون پاڻ ڊربن وڃڻ کي ترجيح ڏني. آئون ٻي رات ريونيا مان سيسل سان گڏ سندس ڊرائيور جي روپ ۾ ڊربن روانو

تي ويس، جتي پهچي اسان جي سڀ کان پهرين ملاقات مونٽي نيڪر ۽ اسماعيل مير سان
ٿي، اهي ٻئي سردار لوٿولي جي گهٽو ويجهو سمجهيا ويندا هئا. هنن منهنجي مختصر گفتگو
ٻڌي، ان ڳالهه جي مخالفت ڪئي تہ ڪانگريس پنهنجي ساٿارين کان ڌار ٿي، سياسي ميدان
۾ پنهنجي پروپئگنڊا شروع ڪري.

گروٽ ولي ۾، چيف سان منهنجي ملاقات هڪ هندستاني عورت جي گهر ۾ ٿي.
هو خاموشيءَ سان منهنجون ڳالهيون ٻڌندو رهيو ۽ نيٺ چيائين، "اي اين سي جي معاملن ۾
غير ملڪي سياستدانن کان هدايتون وٺڻ جو تصور قبول جوڳو ڪونهي." سندس چوڻ هو
تہ اسان نهايت ڳڻ ڳوت ۽ سوچي سمجهي غير طبقاتي پاليسي اپنائي هئي ۽ اسين رڳو ان
ڪري اها تبديلي ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪين آهيون تہ اها ڪن غير ملڪي اڳواڻن کي پسند
ڪونهي. مون کيس ٻڌايو تہ اهو معاملو غير ملڪي هدايتون وٺڻ جو ڪونهي، پر ڏکيائي
اها آهي تہ جي آفريقي ملڪن پي اي سي جي حمايت جو فيصلو ڪري ورتو تہ هڪ
ننڍي ۽ ڪمزور تنظيم هڪدم هڪ عظيم ۽ سگهاري سياسي سگهہ بنجي ويندي.

منهنجي ملاقات ڊربن جي علائقائي ڪمان سان بہ ٿي، جنهن جي قيادت پيچ ڊاهہ جو
ماهر برونو متولو ڪري رهيو هو. مون کين پنهنجي آفريقي دوري بابت تفصيل ٻڌايا ۽ چيو
تہ جيڪڏهن اسان جي موجوده جدوجهد ڪامياب ثابت نہ ٿي تہ اسان کي باقاعده گوريلا
جنگ جي شروعات ڪرڻي پوندي. ان ڏينهن شام جو جي آر نائيڊو جي گهر تي اسماعيل،
فاطمه مير، مونٽي نيڪر ۽ جي اين سنگهہ منهنجي آڌرڀاءُ ۽ پوءِ الوداع چوڻ جي لاءِ گڏيا.
چو تہ آئون ٻئي ڏينهن صبح جو جوهانسبرگ واپس روانو ٿي رهيو هئس. ان رات آئون
ڪافي وقت کان پوءِ گهري ۽ پرسڪون ننڊ ستس ۽ پنج آگسٽ تي آچر جي ڏينهن، سيسل
سان گڏ سندس آسٽن ڪار ۾ واپسيءَ جي ڊگهي سفر تي روانو ٿي ويس.

جيتوڻيڪ مون کي شوفر جي وردي پاتل هئي، پر ڪار سيسل هلائي رهيو هو.
ڏينهن صاف ۽ ٿڌو هو ۽ آئون نتال جي ڳوٺاڻن علائقن جي خوبصورت منظرن ۾ ڪوئجي
ويس. سياري جي موسم جي باوجود نتال سرسبز ۽ شاداب رهي ٿو. آئون سوچي رهيو
هئس تہ جوهانسبرگ پهچي ڪجهہ گهڙيون وني ۽ ٻارن سان ملاقات جي لاءِ ملي ويندي.
منهنجي اها وڏي سڌ رهي هئي تہ آفريقا جا اهي عجائبات ڏسڻ ۾ وني بہ مون سان گڏ
هجي ها. پر هينئر مون کي فقط انهن عجائبات جون ڪهاڻيون ٻڌائڻ تي قناعت ڪرڻي پئي،
ڊربن جي صنعتي علائقي مان ٻاهر نڪرندي ئي اسان جبلن جي اندر پڪڙيل ماٿرين ۽ هندي
سمنڊ جي گهري نيري پاڻيءَ سان گڏ هلڻ لڳاسين، ڊربن اسان جي ملڪ جي اهم صنعتي
علائقي جي سڀ کان وڏي بندرگاهہ آهي، ۽ ڊربن کان جوهانسبرگ ويندڙ رستي سان گڏ
ڪافي مفاصلي تائين ريلوي لائين بہ پکڙيل آهي. سفر دوران آئون فطرت جي حسن مان لطف
اندوز ٿيڻ کان سواءِ اهو بہ سوچيندو رهيس تہ ريلوي لائين جي رستي سان ايتري
ويجهڙائپ اسان جي ٽوڙ ڦوڙ جي رٿابندي لاءِ سٺو موقعو فراهم ڪري ٿي، ۽ مون اها ڳالهہ
پنهنجي نوٽ بوڪ ۾ لکي.

سيسل ۽ آئون پيچ ڊاهه جي منصوبي تي ڳالهائيندا، ’پيٽر ميرز برگ‘ ڪان اڃا ٽورو اڳيان وڌيا هئاسين، جو هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ يدارا جي ويجهو هڪ فورڊ گاڏي، جنهن ۾ ڳورا سوار هئا، اسان جي ساڄي پاسي کان تيزي سان اڳيان نڪري ويئي. مون مُڙي پويان ڏٺو ته ٻه وڏيڪ ڪارون نظر آيون، انهن ۾ به ڪجهه ڳورا سوار هئا. اوچتو فورڊ اسان جي ڪار جي اڳيان آئي ۽ اسان کي بيهڻ جو اشارو ڪيائون. آئون هڪدم سمجهي ويس ته منهنجي سترنهن مهينن جي آزادي جي پڇاڙي ٿيڻ واري آهي.

سيسل گاڏي جي رفتار گهٽائي ۽ مون کان پڇيو، ”هي ڪير آهن؟“ مون ڪا به ورندي نه ڏني. اسان ٻنهي کي خبر هئي ته اهي ڪير آهن. هتي اسان کي قابو ڪرڻ جو بهترين موقعو ڳولهيو هو. اسان جي ساڄي پاسي گهري ڪڏ هئي، ۽ اسين جيڪڏهن ڪائنن بچڻ جي ڪوشش ڪريون ها ته اُن ڪڏ ۾ وڃي ڪرون ها. آئون ڪار ۾ ساڄي پاسي ويٺو هئس. هڪ گهڙي جي لاءِ ڪار مان ٽپ ڏيئي جهنگ ۾ پڇي وڃڻ جو خيال آيم. پر ان صورت ۾ مون کي گولي جو نشان بنجڻ ۾ ڪي گهڙيون مس لڳن ها.

جيئن ئي اسان جي ڪار بيني، هڪ ٿلهو شخص سڌو منهنجي سيٽ ڏانهن آيو. هن جي ڏاڙهي وڌيل هئي، ايئن ٿي لڳو ته هو ڪيترن ئي راتين جو اوجاڳيل هو ۽ ڪيترن ئي ڏينهن کان اسان جو منتظر هو. هن ڏاڍي سڪون سان پنهنجو تعارف ڪرايو، هو ’پيٽرز برگ‘ پوليس جو سارجنٽ ورسٽر هو، هن اسان کي گرفتاري جا وارنٽ ڏيکاريا، مون کي پنهنجو تعارف ڪرائڻ جي لاءِ چيو. مون ڪيس ٻڌايو ته آئون ’ڊيوڊ موتسايامي‘ آهيان. هن ڪنڌ کي هلڪي ڌوڻ ڏني ۽ مون کان پڇيو آئون هيستائين ڪٿي هئس ۽ ڪيڏانهن پي ويس. مون سندس سوال کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. هو ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ چوڻ لڳو ”ٺيڪ، تون نيلسن منڊيلا آهين ۽ هي سيسل وليمز آهي، تون گرفتار آهين.“

هڪ پوليس آفيسر اسان کي ٽاڻي تي وٺي ويو، مون پنهنجو پريل پستول ۽ نوٽ بڪ سيٽ جي هيٺان لڪائي ڇڏيو هو. بهرحال، پوليس اسان جي جهڙتي نه ورتي، نه ته ٻيا به ڪافي ماڻهو گرفتار ٿين ها. ٿاڻي تي پهتاسين ته سارجنٽ جي آفيس ۾ ڪيترائي ٻيا پوليس عملدار به نظر آيا، جن ۾ وارنٽ آفيسر ٽروٽر به شامل هو، جيڪو بغاوت ڪيس ۾ شاهدي ڏيئي چڪو هو. سندس رويو ان وقت به همدردي وارو هو ۽ هن عدالت ۾ اي اين سي جي پاليسي جي صحيح تصوير پيش ڪئي هئي. ڪوڙ يا وڌاءَ کان ڪم نه ورتو هو.

ٿاڻي ۾ هيستائين مون سواءِ پنهنجي نالي ’ڊيوڊ موتسامابي‘ ٻڌائڻ جي، ٻيو هڪ لفظ به نه ڳالهايو هو، ٽروٽر مون کي مخاطب ٿي چيو ”نيلسن! هي ڪهڙو ڊونگ رچايو اٿئي. اسان کي خبر آهي ته تون ڪير آهين. آئون توکي چڱي طرح سڃاڻان ٿو.“ مون مختصر وراڻيو ته ”آئون پنهنجو نالو ٻڌائي چڪو آهيان ۽ پنهنجي بيان تي قائم آهيان.“ پوءِ مون ڪنهن وڪيل جي گهر ڪئي، پر منهنجي درخواست رد ڪئي ويئي ۽ مون ان سلسلي ۾ وڌيڪ ڪو بيان ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

مون کي ۽ سيسل کي ڌار ڌار ڪوٺڙين ۾ رکيو ويو. رات جو، نويڪلائي ۾ نين

حالتن بابت ويچاريندو رهيس. گرفتاري جو احساس مون کي اڳ بہ هو، پر ايترو جلد، تنهن جي اميد ڪانہ هيم. مون کي ڪاوڙ اچي رهي هئي، پڪ سان ڪنهن شخص منهنجي حالتن بابت پوليس کي باخبر رکيو هوندو، تنهن ڪري ڪين خبر پئجي ويئي تہ آئون ڊربن ۾ آهيان ۽ منهنجو واپس جوهانسبرگ موٽڻ جو پروگرام آهي. ڪين ڪيترا هفتا اڳ منهنجي واپسي جو پتو پئجي ويو هو، اجا آئون اديس ابابا ۾ هئس، جو ڏکڻ آفريقا جي اخبارن "بليڪ پمپريل جي واپسيءَ" جو سرخيون هنيون هيون، ان عرصي ۾ حڪومتي اهڪار ونيءَ کي بہ هراسان ڪندا رهيا هئا ۽ ڪانٽس منهنجي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهيا، هِن منهنجي گهر جي جڙتي بہ ورتي هئي. هن جو شڪ صحيح ثابت ٿيو تہ آئون سڀ کان پهرين چيف لوٿولي سان ملندس. غلطي منهنجي بہ هئي، ڊربن ۾ منهنجي موجودگيءَ جي تمام گهڻن ماڻهن کي خبر پئجي چڪي هئي. جوهانسبرگ کان روانگيءَ کان هڪ رات اڳ منهنجي لاءِ الوداعي دعوت جو بندوبست بہ ڪيو ويو هو، مون پاڻ سان ڪو حفاظتي گارڊ بہ نہ ڪنيو هو.

آئون سوچيندو رهيس، منهنجي ذهن ۾ ڪيتريون ئي امڪاني صورتون آيون، "ڊربن ۾ ڪنهن شخص مخبري ڪئي آهي، يا جوهانسبرگ ۾؟ ڇا جوئيت جو اسان جي تنظيم سان لاڳاپو آهي، يا ڪو منهنجو مائٽ يا سنگتي ساٿي؟" پر هاڻ اهي سڀ ڳالهيون بيڪار هيون، آئون جسماني ۽ ذهني طور تي ٿڪاوٽ محسوس ڪري رهيو هئس، تنهن ڪري ننڊ جلدي مون تي واسو ڪري ويئي ۽ آئون سمهي رهيس، 5 آگسٽ 1962ع جي ان رات مون کي اُلڪو ڪين هو تہ پوليس مون کي ڳولهي لهندي، اهو حادثو پيش اچي چڪو هو.

صبح جو اک کليم تہ پاڻ کي تازو توانو محسوس ڪري رهيو هئس، آئون نيئن حالتن جو مقابلو ڪرڻ جي لاءِ مڪمل طور تي تيار هئس، مون پنهنجي شڪارين جي نظرن ۾ مايوس يا پريشان نظر اچڻ نہ ٿي چاهيو. ساڍي اٺين ڌاري مون کي مقامي مئجسٽريٽ جي سامهون پيش ڪيو ويو. هن سولائيءَ سان مون کي پيٽرميرز برگ کان جوهانسبرگ نيڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي، گويا هو ڪنهن ٽرئفڪ سمن جي تعميل ڪرائي رهيو هجي، پوليس بہ جوهانسبرگ وڃڻ جي لاءِ ڪي خاص حفاظتي بندوبست ڪين ڪيا، ڪار ۾مون سان گڏ نقط بہ آفيسر هئا، جيڪي اڳين سيٽن تي ويٺا هئا ۽ آئون پوينءَ سيٽ تي هٿڪڙي کان سواءِ ويٺو هئس، شهر ۾ منهنجي دوستن کي منهنجي گرفتاريءَ جي خبر پئجي چڪي هئي، تنهن ڪري لاڪ اپ ۾ فاطمه مير منهنجي لاءِ ماني کڻي آئي، جيڪا مون ۽ پوليس آفيسرن ڪار ۾ سفر جي دوران گڏجي کاڌي. رستي ۾ اسين هڪ اڌ هنڌ بيناسين بہ ۽ مون ڪار مان ٻاهر نڪري ٽنگون ڊگهيريون. پوليس وارا مون سان ڪافي سنو ورتاءَ ڪري رهيا هئا، بلڪہ ڪافي حد تائين مهربان بہ هئا، تنهن ڪري مون ڀڄڻ جي ڪابہ ڪوشش نہ ڪئي، تہ جيئن سندن اعتماد کي ڪو ڌڪ نہ لڳي. پر اسين جيئن ئي جوهانسبرگ پهتاسين، تيئن صورتحال بلڪل تبديل ٿي ويئي، پوليس ريڊيو تي مون پنهنجي گرفتاري ۽ نٽال جي سيني رستن تي رڪاوٽون کڙيون ڪرڻ جي خبر ٻڌي. شهر ۾ گهڙڻ کان اڳ مون

کي هٿڪڙي هڻي ويئي ۽ ڪار مان ڪڍي مون کي مخصوص بند گاڏيءَ ۾ منتقل ڪيو ويو، پوليس به چڱي موچاري تعداد ۾ اڳيان پويان موجود هئي، ۽ هنن مارشل سڪوئير جيل تائين وڃڻ جي لاءِ غير معروف ورن وڪڙن وارو رستو اختيار ڪيو، شايد ڪين قافلي تي راتاهي جو ڊپ هو.

جيل ۾ مون کي هڪ ڌار ڪوليءَ ۾ بند ڪيو ويو. آئون ٻئي ڏينهن جي حڪمت عمليءَ جي باري ۾ سوچي رهيو هئس، جو پر واري ڪولي مان ڪنهن جي کنگهڻ جو آواز آيو، منهنجو خيال هو تہ آسپاس ٻيو ڪو بہ نہ هوندو، پر کنگهڻ جو اهو آواز مون کي چاتل سڃاتل لڳو، مون ٿورو زور سان چيو "والٽر؟" ۽ هن جواب ۾ چيو "نيلسن! اهو تون آهين؟" ۽ اسان ٻنهي هڪ سڪون، حيرت، نراسائي ۽ خوشي جي گڏيل سڏيل جذبن تحت هڪ ڀرپور ٽهڪ ڏنو، خبر پئي تہ منهنجي گرفتاريءَ کان هڪدم پوءِ کيس گرفتار ڪيو ويو هو، جيتوڻيڪ هي هنن مرڪزي ڪميٽي جي اجلاس لاءِ ڪو سڏو نہ هو، پر اسان اهو مناسب موقعو ڄاتو ۽ رات مون ڊرين ۾ ڪيل ملاقاتن ۽ پنهنجي گرفتاري جي سڄي روئداد والٽر کي ٻڌائڻ ۾ گذاري.

ٻئي ڏينهن آئون باقاعده ريمانڊ جي لاءِ هڪ سينئر مئجسٽريٽ جي عدالت ۾ پيش ٿيس، منهنجي گرفتاريءَ جي خبر ٻڌي هيرلڊبولپ ۽ جوسلوو بہ اچي ويا. اسان پاڻ ۾ صلاح مشورو بہ ڪيو. آئون ڪيترائي ڀيرا ان مئجسٽريٽ جي سامهون پيش ٿي چڪو هئس ۽ اسين ٻئي هڪ ٻئي جي عزت ڪندا هئاسين، ڪيترا سرڪاري وڪيل بہ موجود هئا، جن مان ڪيترن کي تہ آئون ذاتي طور تي سڃاڻندو هئس.

انسان جي زندگيءَ ۾ ڪي موقعا اهڙا بہ اچن ٿا، جڏهن ماڻهو سولائيءَ سان خوشامند جو شڪار ٿي وڃي ٿو، عام حالتن ۾، آئون بہ پنهنجو پاڻ کي خودپسنديءَ جي جيوڙن کان محفوظ نٿو سمجهان، پر هن هنڌ آئون هڪ ڀاڄوڪڙ شخص جي صورت ۾ موجود هئس ۽ حڪومت کي گهربل شخصن جي فهرست ۾ پهرينءَ نمبر تي هئس. آئون هڪ قيدي ڏوهاري هئس، جيڪو هڪ سال کان بہ وڌيڪ عرصي کان "زيرزمين" حرڪتن ۾مصروف هئو. تنهن جي باوجود جج صاحب، سرڪاري وڪيلن ۽ سڀني حاضرين احترام ۽ پيشہ ورانہ خوش خلقي سان منهنجو آدر ڀاءُ ڪيو، هو سڀ مون کي 'نيلسن منڊيلا ايڊ لا' سمجهي رهيا هئا، نہ ڪي ڀاڄوڪڙ منڊيلا، اهو منظر بي حد همت افزائي وارو هو.

عدالتي ڪارروائي جي دوران مئجسٽريٽ ۽ سرڪاري وڪيل ڪافي پريشان ۽ آتروپلا نظر اچي رهيا هئا، مئجسٽريٽ تہ مون ڏانهن ڏٺو بہ ڪونہ. نيٺ بہ تہ آئون سندس رفيق رهي چڪو هئس، جنهن کي هاڻ حڪومت گهٽ درجي جو انسان ڪري پيش ڪري رهي هئي ۽ جنهن کي محض، سندس آزادي پسند نظرين جي آڌار تي سزا ڏني پئي ويئي. منهنجي ذهن ۾ ان منظر عجيب احساس پيدا ڪيو. "آئون عدالت ۾ بيهي اهم ڪردار ادا ڪري سگهندس. آئون ظالمن جي عدالت ۾ انصاف جي علامت بڻجي چڪو آهيان ۽

هڪ اهڙي معاشري ۾ آزادي، ڀلائي ۽ جمهوريت جي اعليٰ مقصدن جو نمائندو آهيان، جنهن کي هي سماج احترام جي نظرن سان تو ڏسي، مون کي احساس ٿيو ته آئون دشمن جي قلعي ۾ رهي ڪري به جنگ جاري رکي ٿو سگهان."

مون ڪان منهنجي وڪيل جو نالو پڇيو ويو، مون وراڻيو آئون پنهنجي وڪالت پاڻ ڪندس، البت جوسلوو منهنجو قانوني صلاحڪار هوندو، مون هن مان ڪيترائي فائدا وٺڻ ٿي چاهيا. منهنجو ارادو هو ته آئون هن ڪيس کي، نسل پرستن جي خلاف، آفريقي ڪانگريس جي فڪر ۽ نظرين کي پيش ڪرڻ جو ذريعو بنائي سگهندس ۽ پنهنجو بچاءُ ڪرڻ ڪان وڌيڪ رياست کي ڏوهاري قرار ڏيڻ تي زور ڏيندس. مون پنهنجي خلاف لڳندڙ الزام خاموشيءَ سان ٻُڌا. يعني مزدورن ۽ ڪارڪنن کي هڙتال تي اُڀارڻ ۽ جائز ۽ قانوني دستاويزن ڪان سواءِ ملڪ مان ٻاهر وڃڻ، انهن ٻنهي ڏوهن جي سزا ڏهه سال ٽيپ ٿي سگهي ٿي. اهي الزام هڪ لحاظ ڪان منهنجي لاءِ تسڪين جو سبب هئا، ڇو ته منهنجي خلاف واضح طور تي 'امخونتووي سزوي' سان رابطا رکڻ جو الزام نه ئي هنيو ويو، نه ته مون کي بغاوت يا ٻيچ ڌاهه جو ڏوهاري قرار ڏيئي ٿي سگهجهيو.

عدالت جي ڪمري مان ٻاهر نڪرندي ئي منهنجي نظر وني ءَ تي پيئي، هوءَ ڪافي غمگين ۽ پريشان نظر اچي رهي هئي، ڪيس پڪ سان اهو احساس هوندو ته ايندڙ ڏکئي وقت ۾، هوءَ اڪيلو ئي اڪيلو هن مهانگي شهر ۾، ٻن ٻارن جي پالنا ڪيئن ڪري سگهندي؟ تلخ حقيقتن جي منهن سامهون ٿيڻ نهايت ڪٺن مرحلو هوندو آهي، مون مرڪي وني ءَ ڏانهن ڏٺو. مون ڪيس پيغام ڏيڻ ٿي چاهيو ته آئون بلڪل پريشان ۽ فڪر مند ڪونه آهيان ۽ ڪيس به نه ٿيڻ گهرجي.

عدالت مان مون کي جوهانسبرگ قلعي ۾ نيو ويو، ٻاهر ماڻهن جو وڏو ميڙ قومي آزادي ۽ عوامي اقتدار جا نعرا هڻي رهيو هو، ماڻهو، پوليس وين جي ٻنهي طرفن بيٺا ان تي مُڪن جي وارو وار لايو بيٺا هئا، اخبارن به وڏيون سرخيون هنيون هيون، "ٻن سالن جي فرار جي پڄاڻي" "پوليس جو اوچتو حملو" "منڊيلا کي گرفتار ڪيو ويو" "بليڪ پمپرنل قابو ٿي چڪو آهي."

ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ وني ءَ کي مون سان ملاقات جي موڪل ملي ويئي. هوءَ ٺهي جڙي آئي هئي ۽ هن جي منهن تي غم جا ڪي به پاڇا نه هئا، هوءَ مون لاءِ به رات جو پائڻ لاءِ قيمتي ڪپڙا ۽ ريشمي گائون کڻي آئي هئي، جيڪو حقيقت ۾ جيل جي بدران ديوان خاني لاءِ مناسب هو، پر مون ڪيس ٻڌائڻ جي جرئت نه ڪئي. بهرحال اهي ڪپڙا، منهنجي لاءِ هُن جي بي پناهه محبت ۽ گهري دلي جذبن جو عڪس هو، مون سندس ٿورو مڃيو، اسان وٽ ملاقات جو وٽ گهٽ هو ۽ ان گهٽ وقت ۾ اسان گهرو معاملن، خاص ڪري، مستقل ۾ سندس ۽ ٻارن جي مالي معاملن جي باري ۾ ڳالهايو. مون ڪيس ڪيترن ئي دوستن جا نالا ٻڌايا، جيڪي آئينده سندس مدد ڪري سگهندا ۽ اهڙن ماڻهن جو به ذڪر ڪيو، جيڪي منهنجا قرضي هئا. مون ڪيس چيو ته هو ٻارن کي منهنجي قيد جي باري ۾

صحيح صورتحال کان باخبر رکي ۽ ڪين ٻڌائي ته مون کي ڪانئن هڪ ڊگهي عرصي جي لاءِ جدا رهڻون پوندو. مون مٿس پڌرو ڪيو ته اهڙين حالتن ڪي منهن ڏيندڙ اسان جو ڪو پهريون گهراڻو ڪونهي، ٻيا به ڪوڙا اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي اهڙين خراب حالتن ڪي منهن ڏيئي رهيا آهن ۽ وڌيڪ سگهارا بنجي اُڀرن ٿا. مون ڪيس مقصد جي سچائي، پنهنجي دوستن سان خلوص ۽ خود ڪيس پنهنجي حوصلي جي بلنديءَ جي نتيجن کان واقف ڪيو.

ان موقعي تي موجود جيل آفيسر اسان کي آزادي واري ماحول ۾ ڳالهيون ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو، ايئن ٿي لڳو ته هڪ ڊگهي عرصي جي جدائيءَ جي سلسلي جي آخري ملاقات آهي، ۽ پوءِ واقعي جدائيءَ جو اهو عرصو ايترو ته ڊگهو ٿيو، جنهن جو ان وقت اسان وٽ تصور به نه هو. جڏهن وني وڃڻ لڳي ته وارنٽ آفيسر مون کي دروازي تائين وڃي ڪيس الوداع چوڻ جي موڪل ڏني ۽ آئون اُتي اڪيلو بيٺو ڪيس ويندو ڏسندو رهيس. ايستائين، جيستائين هوءَ اکين کان پري ٿي وئي.

قلعي ۾ منهنجي نگرانيءَ تي هڪ لنديزي نسل جو ڪرنل منار مقرر ڪيو ويو هو، جيڪو پنهنجي سخت طبيعت وارن ساٿين جي نظر ۾ چڱو خاص آزاد خيال سمجهيو ويندو هو، هن مون کي جيل جي اسپتال ۾ ٽڪايو ۽ اهو سبب بيان ڪيو ته اهو هنڌ قلعي جو سڀ کان وڌيڪ آرام وارو حصو آهي. هتي توکي هڪ ميز ۽ ڪرسيءَ به مهيا ڪئي ويندي، جيئن تون آرام سان ويهي پنهنجو ڪيس تيار ڪري سگهين، اسپتال واقعي آرام واري هئي، هن مون کي سمهڻ جي لاءِ "هنڌ" به ڏنو، قيد خاني ۾ ان قسم جي سٺي رويي جو مظاهرو مون اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو هو.

پر ان سخاوت جو مکيه ڪارڻ اجا ٻيو هو، مون کي قيد ۾ رکڻ جي لاءِ ان کان وڌيڪ هنڌ ٻيو ڪو به نه هو. قلعي جي ان اسپتال تائين پهچڻ جي لاءِ مضبوط ديوارن مان لنگهڻون ٿي پيو، هر ديوار تي محافظ موجود هوندا هئا، ۽ جنهن خاص حصي ۾ مون کي رکيو ويو هو، اتي رسائي حاصل ڪرڻ جي لاءِ پهرين ڇهن دروازن جا تالا کولڻا ٿي پيا، پريس ۾ خبرون ڇپجي رهيون هيون ته "ايم. ڪي" تنظيم مون کي ڇڏائڻ جو سٽون سٽي رهي آهي، تنهن ڪري عملدارن اهو بندوبست ڪرڻ ضروري سمجهيو.

اخبارن ۾ اهو ڇپجي چڪو هو ته مون سان تنظيم جي اندران ڪنهن بي وفائي ڪئي آهي، ڪي ماڻهو ڊربن ۾ منهنجي ميزبان 'جي. آر نائيڊو' تي الزام هڻي رهيا هئا، پر مون کي ان ڳالهه جي پڪ نه هئي، اخبارون اها به پروپيگنڊا ڪري رهيو هيون ته مون سان ڳورن ۽ هندستاني ڪميونسٽن دوکو ڪيو آهي، ڇو ته مون رٿ ڏني هئي ته ڪانگريس کي وڌ ۾ وڌ "آفريقي" نظر اچڻ کپي. مون کي پڪ هئي ته اهي سڀ افواه حڪومت جي طرف کان پکيڙيا پئي ويا، ته جيئن ڪانگريس ۾ ٽوٽ وجهي سگهجي، مون والٽر، ڊوما، جو ۽ ونيءَ سان ان سلسلي ۾ ڳالهايو هو، سڀ منهنجا هم خيال هئا، ونيءَ کي، ٽرانسوال انڊين يوٿ ڪانگريس جي سالياني ميڙ ۾ افتتاح جي لاءِ گهرايو ويو هو ۽ هن منهنجي چوڻ تي پرئي ميڙ ۾ زوردار لفظن ۾ ان ڳالهه جي ترديد ڪئي، اخبارن ۾ سندس

خوبصورتي ۽ خوش بيانيءَ جو ڪافي چرچو ٿيو. هن چيو ”اسان کي منڊيلا کي ڊوڪو ڊينڊڙ شخص جي ڳولا ۾ وقت نہ وڃائڻ کپي، درحقيقت اهي ڳالهيون اسان جي حڪومتي تشدد تان ڌيان هٽائڻ ۽ پاڻ ۾ ويڙهائڻ جي لاءِ ڪيون پيون وڃن.“

اها ڪهاڻي بہ زور شور سان پکيڙي پئي وئي تہ اهو سڀ ڪم هڪ آمريڪي قونصليٽ آفيسر جو آهي، جنهن جو لاڳاپو سي آءِ اي سان آهي. سي آءِ اي آمريڪي مفادن جي خاطر گهڻو ڪجهہ ڪندي رهندي آهي، پر مون کي پنهنجي گرفتاري جي سلسلي ۾ منُس شڪ نہ هو. سچي ڳالهہ اها آهي تہ مون خود پنهنجي چرپر کي ڳجهو رکڻ ۾ بي احتياطيءَ جو مظاهرو ڪيو. مون کي حيرت تہ ان ڳالهہ جي آهي تہ منهنجي گرفتاري ايتري دير سان ڇو عمل ۾ آئي!؟

ٿورن ئي ڏينهن ۾ مون کي قلعي جي اسپتال مان پريٽوريا منتقل ڪيو ويو. قلعي ۾ مون سان ميل ملاقات تي ڪا بہ پابندي نہ هئي. بي شمار ماڻهو مون سان ملڻ ايندا رهندا هئا. پريٽوريا منتقل ڪرڻ ۾ حڪومت جو مقصد هي هو تہ مون کي اهڙي ڏورانهين هنڌ تي ڦٽو ڪيو وڃي، جتي گهريلو ماحول ميسر نہ هجي ۽ جتي تمام گهٽ تعداد ۾ دوست يار ملاقات جي لاءِ اچي سگهن. جيل ۾ ملاقاتين جي اچڻ وڃڻ سان قيديءَ جو جذبو بلند ٿو رهي، جڏهن تہ انهن جي عدم موجودگيءَ ۾ ماڻهو حوصلو وڃائي ٿو ويهي.

مون کي هٿ ڪڙي هڻي، پوليس جي هڪ پراڻي ۽ ڪني وين ۾ پريٽوريا نيو ويو، وين جي اندر مون کي هڪ ٽائر تي ويهڻو پيو. جيڪو سڄو تيل سان ٿڦيو پيو هو ۽ وين لوڏا ٿي کاڌا تہ هيڏانهن هوڏانهن ٿي لڙڪيو. وين ۾ مون سان گڏ هڪ ٻيو بہ شخص سوار هو، هو سويٽو جي هڪ بدنام گينگ جو ميمبر هو. آئون حيران هئس تہ هن شخص کي منهنجو ساٿي بنائڻ ۾ ڪهڙي حڪمت عملي شامل آهي. عام حالتن ۾ عملدار، اهڙن عادي ڏوهارين کي سياسي قيدين سان سفر ڪرڻ جي موڪل نہ ڏيندا آهن. مون کي شڪ ٿيو تہ اهو همراهہ پوليس جو جوٽيٽ آهي، ۽ مون کي ڊيڄارڻ جي لاءِ مون سان گڏ روانو ڪيو ويو آهي. آئون اڳ ۾ ئي ڪنهن ڪپڙن ۾ هئس، ان واقعي مون کي صفا پڙڪائي ڇڏيو ۽ منهنجا جذبا اُن وقت وڏيڪ پڙڪي اٿيا. جڏهن جيل ۾ مون کي ۽ ان شخص کي ساڳيءَ ڪولي ۾ بند ڪيو ويو، ان تي مون سخت احتجاج ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ مون کي ڌار بند ڪيو ويو.

مون کي هفتي ۾ فقط بہ پيرا ملاقاتيءَ سان ملڻ جي موڪل هئي. هيتري ڊگهي فاصلي جي باوجود بہ وني باقاعدگيءَ سان ايندي هئي ۽ منهنجي لاءِ صاف سٿرا ڪپڙا ۽ لذيذ کاڌو آڻيندي هئي، اهو سندس خلوص جو مظاهرو هو. مون کي هر پيري ڌوتل ڪپڙا پائي سندس محبت ۽ جانثاريءَ جو ڳوڙهو احساس ٿيندو هو. مون کي خبر هئي تہ هفتي ۾ بہ پيرا جوهانسبرگ کان پريٽوريا تائين اچڻ ڪيترو نہ ڏکيو آهي، جڏهن تہ ٻہ ٻار گهر ۾ اڪيلا هوندا. ڪيترا ٻيا سنگتي ساٿي پڻ ملاقات جي لاءِ ايندا هئا. ۽ پاڻ سان گڏ کائڻ پيئڻ جون شيون آڻيندا هئا. خاص ڪري مسز پلائي هر روز منهنجي لاءِ مصالحي دار

ڪاڌو رڌي ايندي هئي.

اهڙي طرح آئون چڱو موچارو اميرشخص بنيل رهيس ۽ ٻين قيدين کي به ڪاڌي ۾ شريڪ ڪرڻ چاهيم، پر ان جي موڪل ڪانه هئي. تنهن ڪري مون سڀ کان پهرين جيل جي وارڊن کي ڪاڌي ۾ شريڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ شيدي وارڊن کي هڪ صوف پيش ڪيم، پهرين ته هن انڪار ڪيو، پر پوءِ جڏهن ڏٺائين ته ڳورو وارڊ منهنجي هٿ مان صوف وٺي کائي رهيو آهي ته هن جي دل به سرڪي پئي. نتيجو اهو نڪتو جو آسپاس جا سڀ قيدي منهنجي مانيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار بنجي ويا.

هڪ ڏينهن کان پوءِ خبر پيم ته والٽر کي به ساڳئي جيل ۾ رکيو ويو آهي. اسين هڪ ٻئي سان ملي ته نه پئي سگهياسين، پر اسان ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان پاڻ ۾ رابطو قائم ڪري ورتو. والٽر ضمانت جي درخواست ڏني هئي ۽ آئون ان جي حق ۾ هئس. جيتوڻيڪ اسان جا ڪيترائي دوست ضمانت تي آزادي جا مخالف هئا. پر منهنجو خيال هو ته والٽر کي، جيڪو آفريقي نيشنل ڪانگريس جو سيڪريٽري جنرل چونڊجي چڪو هو، لازمي طور تي ٻاهر رهي سرگرم رهڻ کپي. هن جو معاملو مون کان مختلف هو. آئون زير زمين رهي چڪو هئس ۽ بغاوت جي هڪ علامت بنجي چڪو هئس. جڏهن ته والٽر پردي جي پٺيان رهي سياسي معاملا انجام ڏيئي رهيو هو. اسان اهو به فيصلو ڪيو ته منهنجي ضمانت جي درخواست ڪانه وڌي ويندي. مون اهو تاثر هرگز ڏيڻ نه ٿي چاهيو ته ڪو زير زمين زندگي، جيڪا مون پاڻ چوندي هئي، تنهن جا نتيجا ڀوڳڻ جي لاءِ تيار ناهيان.

مون کي جلد ئي قلعي مان ٻيهر اسپتال منتقل ڪيو ويو. چو ته آڪٽوبر کان منهنجو ڪيس هلڻ وارو هو. قيد خاني جي حق ۾ ڪجهه چوڻ ڏکيو آهي. پر قيد تنهائي ، مطالعي جي لاءِڪاني سازگار آهي. تنهن ڪري مون ايل ايل بي جي تياري شروع ڪري ڏني، ته جيئن باقاعده ايڊووڪيٽ بنجي سگهان. مون جيل جي عملدارن کي درخواست موڪلي ته مون کي ديواني Law of Torts جي هڪ ڪاپي خريد ڪرڻ جي موڪل ڏني وڃي ، جيڪا منهنجي نصاب جو حصو آهي. پر هڪ ڏينهن پريٽوريا جيل جو ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل اوڪيمپ رنيندو منهنجي ڪولي ۾ گهڙي آيو ۽ چوڻ لڳو "منڊيلا! تون اسان جي وٽ ۾ اچي چڪو آهين. اچا به تون ٿارچ جي باري ۾ ڪتاب پڙهڻ ٿو چاهين جيئن ان مان ٽوڙ ڦوڙ جا طريقا سکي سگهين." آئون سمجهي نه سگهيس ته سندس اشارو ڪهڙي پاسي آهي. پوءِ هن منهنجي درخواست ڪڍي مون کي ڏيکاري، هائي مون سمجهو ته Law of Torts کي هو Law of Torch قرار ڏيئي رهيو آهي. آئون پنهنجي کل روڪي نه سگهيس ته هو صفا بر ٿي ويو. دراصل ولنديزي نسل جي آفريقين وٽ ٿارچ جي لاءِ Torts لفظ استعمال ٿيندو آهي، جيڪو انگريزي لفظ Tort سان ملندڙ جلندڙ آهي. مون ڪرنل کي سمجهايو ته آئون قانون جو هڪ ڪتاب گهري رهيو آهيان. بم ڌماڪن ۾ گهربل شيءِ جو گهرجائو ناهيان. بهرحال هو چڙي واپس موٽي ويو.

هڪ ڏينهن آئون اڳ ۾ معمول موجب ورزش ڪري رهيو هئس ته هڪ ڊگهي قد جو خوبصورت نوجوان مون وٽ آيو اهو موسيٰ دينات هو. جنهن کي آئون هڪ شاهوڪار واپاريءَ جي حيثيت سان سڃاڻندو هئس. هو دوکيبازي جي الزام ۾ ٽن سالن جي سزا ڪاٽي رهيو هو. هاڻي هو اڪثر مون سان ورزش ۾ شريڪ ٿيندو هو. هڪ ڏينهن هن چيو "آئون جيڪڏهن جيل عملدارن کي اوهان جي پرسان اسپتال ۾ رهڻ جي درخواست ڏيان ته توکي ڪو اعتراض ته نه ٿيندو!؟" مون چيو ته "نه! آئون تنهنجو آدر ڀاءُ ڪندس." مون نٿي سمجهيو ته هڪ سزا ڪاٽل ڏوهاري کي هڪ اهڙي قيديءَ سان ملڻ جي موڪل ملندي. جنهن جو اڃا ڪيس ئي شروع نه ٿيو آهي. پر منهنجو انداز غلط ثابت ٿيو. ڪيس موڪل ملي ويئي ۽ آئون اڪيلائي ۾ سندس موجودگي تي خوش ٿيس. موسيٰ هڪ مالدار شخص هو ۽ جيل جا عملدار سندس Pay roll تي هئا ۽ ڪيس پئسن جي بدلي ۾ ڪافي سهولتون ميسر هيون. هو گورن قيدين جو مخصوص لباس پائيندو هو ۽ انهن جهڙو ڪپڙو لٽو پائيندو هو ۽ جيل جي مشقت کان آجو هو.

هڪ رات آئون صفا ڇرڪي پيس. جيل سپرنٽينڊنٽ ولنديزي نسل جو ايڊووڪيٽ ڪرنل منار پاڻ خود اچي موسيٰ کي پاڻ سان گڏ وٺي ويو. قيدي سڄي رات جيل کان غائب رهيو ۽ صبح ساجهر موٽي آيو. جيڪڏهن اهو واقعو مون اکين سان نه ڏٺو هجي ها ته ڪڏهن به اعتبار نه ڪريان ها. هو مون کي ڪابينه جي ڪرپشن ۽ مالي بدعنوانين جا قصا به ٻڌائيندو هو ۽ آئون حيران ٿيندو هئس. هو مون سان سياسي معاملن تي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، پر آئون لنوائي ويندو هئس ته متان هو پوليس جو مخبر هجي. هن مون کان آفريقا جي دوري جي باري ۾ به پڇيو پر مون ڳالهه ٽاري ڇڏي. نيٺ هو فقط ڇهن مهينن ۾ ٽن سالن جي قيد مان آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.پر هن منهنجا ڪپاٽ ئي کولي ڇڏيا.

جيل مان فرار، ڪيترن ئي مقصدن جو حامل هو. اهڙي طرح آزادي جي متوالي کي چوٽڪارو به ملي ٿي ويو ۽ حريف جي خلاف هڪ زبردس نفسياتي پروپئگنڊا جي شروعات به ٿي ٿي ويئي. مون ڪيترائي پيرا پڇڻ جي رٿ رٿي. ڪمانڊنگ آفيسر جي آفيس ۾ ايندي ويندي ديوارن کي ڌيان سان ڏسندو هئس. سيڪيورٽي وارن جي حرڪتن جو جائزو وٺندو هئس. دروازا کولڻ ۽ بند ڪرڻ جو مشاهدو ڪندوهئس. مون جيل ۽ خاص ڪري ان اسپتال جي صحيح هنڌ ۽ اتان ٻاهر نڪرڻ جي رستن جو هڪ نقشو به تيار ڪري ورتو ۽ اهو جيل کان ٻاهر ان هدايت سان گڏ موڪلي ڏنم ته پڙهي هڪدم زيان ڪيو وڃي.

فرار جي سلسلي ۾ موسيٰ دينات جي رٿ تي به عمل ٿي پي سگهيو. پر مون اهو نظر انداز ڪري ڇڏيو. ٻي رٿ ڪانگريس تيارڪئي ۽ جوسلو وسيلي مون تائين پهچائي جنهن تحت جيل جي عملي کي رشوت ڏني وڃي ها. تالن جون چابيون ۽ هڪ نقلي ڏاڙهي مون کي فراهم ڪئي وڃي ها، جيڪا قلعي مان نڪرڻ کان پوءِ مون کي استعمال ڪرڻي

هئي. مون ڳوڙهي غور ۽ ويچار ڪان پوءِ فيصلو ڪيو تہ اهو منصوبو في الحال اڻ پختو آهي ۽ ناڪام ٿي سگهي ٿو ۽ اسان جي تنظيم جي لاءِ نقصانڪار بہ آهي. تنهن ڪري مون 'جو' جي هٿان هڪ نوٽ ٻاهر موڪليو، جنهن ۾ پنهنجي نظريي جي وضاحت ڪيم ۽ دوستن کي ٻڌايم تہ ايم. ڪي اجا ايڏي وڏي آپريشن جي سگهہ نہ ٿي رکي. ان جي لاءِ هڪ وڏي تربيت يافتہ فورس جي ضرورت پوندي.

مون رٽ پيش ڪئي تہ ان منصوبي کي ايستائين مهمل ڪيو وڃي، جيستائين واقعي مون کي سزا ڏني وڃي ۽ عملدار منهنجي طرفان مطمئن نہ ٿي وڃن. پڇاڙيءَ ۾ مون لکيو، "مهرباني ڪري هي نوٽ پڙهڻ ڪان پوءِ زيان ڪيو وڃي." ساٿين منهنجي تجويز تي صاد ڪيو ۽ منهنجي فرار جي ڪوشش ڪرڻ ڇڏي ڏني، پر جو چيو تہ منهنجو اهو نوٽ ذيان ڪرڻ بدران، تاريخي دستاويز طور محفوظ ڪيو وڃي. بعد ۾ اهو ئي نوٽ هڪ نهايت اڻ وڻندڙ موقعي تي سامهون آيو.

15 آڪٽوبر 1962ع تي سومر جي ڏينهن ڪيس جي ابتدائي ڪارروائي شروع ٿيڻي هئي. اسان جي تنظيم "منڊيلا رهائي ڪميٽي" ترتيب ڏني هئي. سڄي ملڪ ۾ مظاهرا شروع ٿي چڪا هئا ۽ پٽيون "منڊيلا کي آزاد ڪريو" جي نعرن سان پريون پيون هيون. حڪومت منهنجي نظر بنديءَ جي باري ۾ هر قسم جي ميڙن تي پابندي هڻي ڇڏي هئي. پر آزاديءَ جي تحريڪ حڪومت جي انهن قدمن کي نظر انداز ڪري رهي هئي.

"منڊيلا رهائي ڪميٽي" عدالت جي ٻاهر بہ زبردست عوامي مظاهري جي تياري ڪئي هئي. جنهن رستي تان مون کي پوليس وين کي ڪٽي گذرڻو هو. تنهن جي ٻنهي طرفن عوام کي قطارون ڪري بيهڻو هو. اخبارون اها ڳالهہ اڳڪٿي ڪري رهيون هيون تہ تمام وڏو ميڙ ڪٺو ٿيندو. جيل جي داروغن واتان اهڙيون خبرون مون تائين پهچي رهيون هيو.

پر آچر جي ڏينهن شام جو عملدارن هڪدم مون کي سامان ٻڌڻ جو حڪم ڏنو. ڏاڍي ڳجهي انداز ۾ عدالتي ڪارروائي پريٽوريا منتقل ڪئي ويئي هئي. جيڪڏهن هڪ مهربان جيلر جي ذريعي آئون اها ڳالهہ پنهنجي سنگتين تائين نہ پهچايان ها تہ ڪر ڪنهن کي ڪا پتڪ بہ نہ پوي ها تہ ڪو مون کي جوهانسبرگ کان ٻاهر نيو ويو آهي. آزادي جي تنظيم هڪدم ردِعمل جو اظهار ڪيو ۽ سومر جي ڏينهن صبح جو سوير، ڪيس شروع ٿيڻ کان اڳ پراڻون سناگاگ اسان جي حامين سان پرجي چڪو هو. اها پراڻي يهودي عبادت گاهہ منهنجي لاءِ نئين نہ هئي. بغاوت جي ڪيس جي دوران ڇئن سالن تائين روز هتي ايندي ويندي ، اها مون کي پنهنجو بيو گهر لڳندي هئي. منهنجي قانوني صلاحڪار جوسلوو سرڪاري پابندين جي ڪري عدالت ۾ حاضر ٿي نہ سگهيو. البتہ مون کي بوب هيپل جي فاضلانہ مدد ميسر ٿيندي رهندي هئي.

ان ڏينهن آئون انگريزي لباس ۽ ٽائي پائي اچڻ جي بدران زهوسا قبيلي جو روايتي لباس ڪارس (چيتي جي کل جو نهيل جبو) پائي عدالت جي ڪمري ۾ گهڙيس. مون کي ڏسي سڄو ميڙمڪا تائي نعرا هڻندو اٿي بيٺو "ڪارس" ميڙ ۾ هڪ بجلي ڊوڙائي

چڙي. منهنجا ڪيترا سنگتي ساٿي ۽ مٿ مائٿ ٽرانسڪي مان خاص ڪيس جي ڪاروائي ٻڌڻ جي لاءِ آيا هئا. ونيءَ بہ مٿي تي چمڪندڙ رومال ۽ مُرين تائين ڊگهو زهوسا انداز جو اسڪرٽ پاتي موجود هئي.

مون پنهنجو قبائلي لباس اهو ظاهر ڪرڻ جي لاءِ پاتو هو تہ آئون ڪارو آفريقي آهيان، جيڪو گورن جي عدالت ۾ پيش ٿي رهيو آهي. آئون پنهنجي ڪلهن تي عوامي تاريخ، ثقافت ۽ قبائلي ورثو کڻي هلندو پيو آيس. ان ڏينهن مون محسوس ڪيو تہ مان چڻ آفريڪي قومپرستي جو مڪمل مجسمو ۽ آفريقا جي سورن سان ڀرپور، پر شاندار ماضي ۽ غير يقيني مستقبل جو وارث هجان. "ڪارس" گوري عدالتي نظام جي خلاف هڪ قسم جي نفرت جو اظهار بہ هو. مون کي چڱي طرح ڄاڻ هئي تہ عملدار منهنجي ان لباس کي هڪ قسم جو ڌڙڪو قرار ڏيندا هئا. هنن جي گهٽائي آفريقي ڪلچر کان لڳاتار ڊڄندي رهندي هئي.

جڏهن ميڙ ٿورو خاموش ٿيو تہ عدالتي ڪارروائي جي شروعات ٿي ۽ مون رسمي طور تي سرڪاري وڪيل مسٽر بوتس ۽ مئجسٽريٽ مسٽر وان هيرڊن کي سلام ڪيو. اهي ٻئي اڳ ۾ ئي منهنجا واقفڪار هئا. ان کان پوءِ پوءِ مون ٻن هفتن جي مهلت گهري. ڇو تہ مون کي اوچتو پريٽوريا منتقل ڪيو ويو هو ۽ منهنجي وڪيلن کي ان جي ڪا بہ خبر نہ هئي . عدالت هڪ هفتي جي مهلت ڏيئي ڇڏي.

جيل ۾ پهچي آئون پنهنجي ڪولي ڏانهن پي ويس جو هڪ گورو وارڊ پريشان حالت ۾ مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ جيل جي ڪمانڊر ڪرنل جيڪبز حڪم ڏنو آهي تہ "ڪارس" لاهي سنڌس حوالي ڪريان. مون وراڻيو "وڃ وڃي ڪرنل کي ٻڌائي تہ ايئن ٿي نہ ٿو سگهي. هو ڪمزور وارڊ ڊپ سبب رئڻ لڳو ۽ چيو جيڪڏهن اوهان "ڪارس" منهنجي حوالي نہ ڪيو تہ ڪيس گولي هڻئي ويندي. مون کي سنڌس حالت تي رحم اچي ويو ۽ مون چيو: "ڏس! تون پنهنجي ڪمانڊر کي اهو وڃي ٻڌائي تہ منڊيلا چوي ٿو تہ آئون " ڪارس " ڪنهن بہ صورت ۾ اوهان کي ڏيڻ جي لاءِ تيار نہ آهيان." ٿوري دير کان پوءِ ڪرنل جيڪبز مون وٽ آيو ۽ حڪم ڏنائين تہ مان پنهنجو ڪمبل لاهي، سنڌس حوالي ڪيان . مون کيس صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو تہ اهو لباس، جيڪو آئون عدالت ۾ پائي ويو هوس، تنهن تي کيس ڪو بہ قانوني اختيارڪونهي. جيڪڏهن هن زور زبردستي "ڪارس" کسڻ جي ڪوشش ڪئي تہ آئون اهو معاملو سڌو سپريم ڪورٽ کڻي ويندس. ان کان پوءِ وري ڪرنل ڪڏهن بہ مون سان ان بابت نہ ڳالهايو. پر جيل عملدارن آئينده مون کي نقط عدالت ۾ اهو پائڻ جي موڪل ڏني. ايندي ويندي رستي ۾ ان تي پابندي هڻئي ويئي. ڪين ڊپ هو تہ متان ٻين قيدين جا جذبا نہ ڀڙڪي پون.

هڪ هفتي کان پوءِ ڪاروائي شروع ٿي ۽ مون کي عدالت کي خطاب ڪرڻ جي اجازت ڏني ويئي. مون چيو "مون کي اميد آهي تہ آئون عدالت جي سامهون اهو واضح ڪري سگهندس تہ هي ڪيس درحقيقت آفريقي عوام جي خواهشن ۽ امنگن جو ڪيس

آهي. تنهن ڪري پنهنجو بچاءُ بہ آئون پاڻ ڪندس. مون عدالت جي گيلري ۾ موجود ماڻهن ۽ پريس تي اهو پڌرو ڪرڻ ٿي چاهيو تہ آئون حڪومت ڪي ڏوهاري ٺهرائڻ جي ڪوشش ڪندس. پوءِ مون هڪ درخواست پيش ڪئي. جنهن ۾ لکيل هو تہ آئون پاڻ ڪي ان پارليامينٽ جي حڪمن جي تعميل جو اخلاق طور تي پابند نہ ٿو سمجهان. جتي منهنجي ڪابہ نمائندگي ڪونهي. ۽ نہ وري ڪنهن اهڙي عدالت جي پاران منصفاڻي فيصلي جي اميد ڪري ٿي سگهجي. جنهن جو جج ۽ پراسيڪيوٽر ايترقدر جو اردلي بہ ڳورو هجي. ان قسم جي ماحول ۾ عدل ۽ انصاف جي معيار جو چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهو ڪهڙو سبب آهي جو ملڪي تاريخ ۾ اڄ سوڌي ڪنهن بہ آفريقي جو ڪيس ڪنهن اهڙي جج جي سامهون پيش نہ ڪيو ويو آهي جيڪو ان جي رت ۽ گوشت مان جڙيل هجي. آئون هر قسم جي نسلي متڀيد جي خلاف آهيان ۽ زندگي جي پوئين پساهہ تائين ان جي خلاف جنگ جوٽيل رکندس. مون کي چڱي طرح احساس آهي تہ آئون هڪ شيدي آهيان، جيڪو هڪ ڳوري جج جي عدالت ۾ بيٺو آهي. ائين نہ ٿيڻ کپي."

ڪيس جي دوران پراسيڪيوٽر سڄي ملڪ مان سئو کان بہ وڌيڪ شاهد گهرايا، جن ۾ پوليس وارا، بلدياتي ادارن جا منتظم ۽ پريس وارا شامل هئا. انهن جي گهڻائي شاهدي ڏني تہ آئون غير قانوني طور تي ملڪ مان ٻاهر ويو هوس ۽ مون مئي 1961ع ۾ آفريقي ڪارڪن کي ٽن ڏينهن جي هڙتال تي اُڀاريو هو. اها حقيقت هئي، جنهن تي مون اعتراض نہ ڪيو. اصولي طور تي مون بئي ڏوهہ ڪيا هئا. وزير اعظم جي پرائيويٽ سيڪريٽري مسٽر برنارڊ کي بہ عدالت ۾ گهرايو ويو هو. هن شاهدي ڏني تہ مون وزيراعظم کي خط لکيو هو، جنهن ۾ مون غير نسلي بنيادن تي نئون آئين ناهڻ جي لاءِ قومي سطح تي ڪنوينشن گهرائڻ جي گهر ڪئي هئي ۽ ٻي صورت ۾ ٽن ڏينهن جي عوامي هڙتال کي منهن ڏيڻ جي ڌمڪي ڏني هئي.

مون، شاهد تي ٻڌڻي جرح ڪئي، جنهن دوران هن مڃيو تہ منهنجي خط ۾ بنيادي انساني حقن ۽ شهري آزادين جو مسئلو ڪنيو ويو هو، جيڪي آفريقي عوام جي لاءِ وڏي اهميت رکن ٿا. ۽ اهو بہ تہ، پارليامينٽ کان سواءِ صوبائي ۽ ميونسپل ڪائونسلن ۾ ڪو بہ آفريقي ميمبر ڪونهي. انهن ادارن جي لاءِ آفريقي رهاڪن کي ووٽ جو حق حاصل ڪونهي. پڇاڙيءَ ۾ هن چيو تہ جيئن تہ ان خط جو لهجو ۽ انداز جارحاڻو هو، تنهن ڪري وزير اعظم ان جو جواب ڏيڻ مناسب نہ سمجهيو.

ڪاروائي جي دوران پراسيڪيوٽر ۽ مئجسٽريٽ مون کان بار بار پڇيو تہ آئون پنهنجي بچاءُ ۾ گهڻا شاهد گهرائيندس. منهنجو جواب سدائين اهو هو تہ منهنجا شاهد بہ ايترائي هوندا، جيترا حڪومت پيش ڪندي. پر جڏهن حڪومت جي طرف کان بيان پورو ٿيو ۽ بچاءُ جو وارو آيو تہ آئون پنهنجي سيٽ تان اُٿيس ۽ اهو چئي سڀني کي حيران ڪري ڇڏيم تہ آئون پنهنجي بچاءُ ۾ شاهد پيش ڪرڻ جو ڪوبہ ارادو نٿو رکان. عدالت جي ڪمري ۾ ويٺلن کي ڌڪڻي محسوس ٿي، آئون پنهنجي ڪيس ختم ڪري چڪو هئس.

پراسيڪيوٽر ڪان دانهن نڪري ويئي. 'او منهنجا رب.....!'

مون ڪاروائي جي دوران عدالت کي غلط فهمي ۾ مبتلا رکيو، مون کي خبر هئي ته منهنجي خلاف لڳل الزام صحيح آهن. تنهن ڪري مون فيصلو ڪري ورتو ته پنهنجو بچاءُ نه ڪندس. مون کي جيڪي ڪجهه چوڻو هو، سو آئون جرح جي دوران چئي چڪو هئس ۽ عدالت تي واضح ڪري چڪو هئس ته مون کي ڪانئس انصاف جي اميد ڪونهي. تنهن ڪري مون کي نه شاهد پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي، نه انهن مان ڪو فائدو؟

مئجسٽريٽ منهنجي انهيءَ اوچتي فيصلي تي حيران هو ۽ هن حيراني مان مون کان پڇيو، "اوهان بيو ڪجهه چوڻ چاهيو ٿا؟"

"جناب عالي! آئون فقط ايترو چوڻ ٿو چاهيان ته مون ڪو به ڏوهه ناهي ڪيو" مون وراڻيو.

"بس! اوهين ايترو ئي چوڻ ٿا چاهيو." مئجسٽريٽ سوال ڪيو.

"ها، جي وڏيڪ چوڻو هجيم ها ته ڪر ضرور چوان ها. "مون وراڻيو. 'ان کان پوءِ پراسڪيوٽر ڪجهه دير ڪاغذ اٿلائيندو پٿلائيندو رهيو ۽ پوءِ هن پنهنجي مختصر بيان ۾ عدالت کي درخواست ڪيائين ته مون کي ٻنهي ڏوهن جو ڪندڙ قرار ڏنو وڃي. عدالت ٻي ڏينهن تائين ڪاروائي ملتوي ڪري ڇڏي. ته جيئن جي آئون چاهيان ته جج طرفان سزا جي اعلان کان اڳ سزا ۾ ڪمي بابت درخواست ڏيئي سگهان.

ٻي ڏينهن عدالتي ڪاروائي شروع ٿيڻ کان اڳ منهنجو قانوني صلاحڪار بوب هيپل مون سان ڏار ڪمري ۾ مليو ۽ ٻڌايائين ته گڏيل قومن جي جنرل اسيمبلي ءَ پهريون ڀيرو ڏکڻ آفريقا جي خلاف پابندين جي سفارش ڪئي آهي. بوب وڌيڪ ٻڌايم ته پورٽ ايلزبيٿ ۽ ڊربن ۾ جنرل اسيمبلي جي اعلان جي خوشي ۽ منهنجي خلاف ڪيس جي مذمت جي سلسلي ۾ ٻج ڌاهه جون ڪيتريون ئي ڪارروايون ٿيون آهن. ايتري ۾ پراسيڪيوٽر مسٽر بوش اندر گهڙيو ۽ مون سان اڪيلائي ۾ ملڻ جي خواهش ڏيکاريائين ۽ جڏهن بوب ٻاهر هليو ويو ته سرڪاري وڪيل چيو "منڊيلا! آئون اڄ عدالت ۾ اچڻ نٿو گهران. آئون پنهنجي سڄي پيشه وراڻي زندگي ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿي رهيو آهيان ۽ مون کي اهو سوچي دلي تڪليف ٿي ٿئي ته آئون عدالت ۾ توکي سزا ڏيڻ جي درخواست ڪريان."

اهو چئي هن مون سان هٿ ملايو ۽ اميد ڏيکاريائين ته هڙئي معاملا خير ۽ خوبي سان نبري ويندا. مون سندس ٿورو مڃيو ۽ ڪيس پڪ ڏياريم ته آئون سندس انهن جذبن کي سڄي ڄمار وساري نه سگهندس.

واسطيدار عملدار اڳواٽ پوري تياري ڪري چڪا هئا. عدالت جي ڪمري ۾ ڪلهه جي ڀيٽ ۾ ماڻهن جو وڌيڪ ميڙ هو. سڀ جون سڀ ڊيڍ سئو يورپي سيٽون پريل هون. وني به زهوسا لباس پايو ويٺي هئي. ٽرانسڪيءَ مان منهنجا ڪيترائي مٽ مائٽ به آيا هئا. سوين مظاهرو ڪندڙن رستي ۾ رڪاوٽون کڙيون ڪري ڇڏيون هيون ۽ ايتري ئي

تعداد ۾ پوليس بہ موجود هئي.

عدالت ۾ گهڙڻ شرط مون مُڪ هوا ۾ لهرائي نعرو هنيو "آزادي!" جنهن جي جواب ۾ ميڙ زوردار آواز ۾ جواب ڏنو. "زنده باد" جج ميز تي پنهنجو هٿوڙو هنيو ۽ خاموش رهڻ جو حڪم ڏنو. پوءِ هن منهنجي خلاف لڳايل الزامن جو تت بيان ڪيو ۽ مون کي بيان ڏيڻ جو موقعو ڏنو. مون ڪلاڪ سوا عدالت جي اڳيان خطاب ڪيو اها سزا ۾ ڪمي جي درخواست ڪان وڌيڪ هڪ سياسي خطاب هو. مون عدالت کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو تہ آئون جيڪي ڪجهہ آهيان اهو ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح ٿيس. جيڪي ڪجهہ مون ڪيو سو ڇو ڪيو ۽ جيڪڏهن ٻيهر موقعو مليم تہ آئون وري اهو ڇو ڪندس.

مون چيو: " گهڻو عرصو اڳ جڏهن آئون ٽرانسڪي ۾ هڪ ٻارڙي جي حيثيت سان نيڇي رهيو هئس تہ قبيلي جو هڪ پريو مڙس ڇگي زماني جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو. ڳورن جي اچڻ کان اڳ اسان جو عوام پنهنجي بادشاهن ۽ مقامي عهديدارن جي جمهوري دور ۾ امن ۽ سلامتي واري زندگي گذاري رهيو هو. پنهنجي ملڪ ۾ جتي بہ وڻندو هئس. گهمندو ڦرندو هو. ملڪ هر لحاظ کان اسان جو پنهنجو هو. ان جون ٻنيون ٻارا، اُن جا جهر جهنگ، ان جون نديون ۽ نالا ڍنڍون درياهہ اسان جا پنهنجا هئا. پاڻ زمين ۾ دٻيل معدني دولت ڪڍندا ۽ هن سدا سهڻي ملڪ جي مڙني سٺين شين مان فائدو وٺندا هئاسين. حڪومت اسان جي پنهنجي هئي. نوجي هٿيار ، واپار وڙو ۽ سڌ سماءُ بہ اسان جي اختيار ۾ هئا. اسان جا بزرگ اسان کي انهن جنگين جون ڪهاڻيون ٻڌائيندا هئا. جيڪي اسان جي وڏڙن هن ملڪ جي بچاءَ ۾ وڙهيون هيون. هو اسان کي اسانجن جرنيلن ۽ سورهيہ سپاهين جي فخر جوڳن ڪارنامن کان بہ واقف ڪندا هئا.

آفريقي سماج جي باري ۾، انهن حقيقتن سان منهنجو من خوشيءَ سبب ڇلڪڻ لڳو ۽ ان منهنجي ايندڙ سياسي نظرين تي گهرو اثر وڌو. اُن زماني ۾، زمين سموري قبيلي جي گڏيل وراثت هوندي هئي ۽ انفرادي ملڪيت جو ڪوبہ تصور نہ هوندو هو، ڪو بہ طبقاتي فرق نہ هو، نہ ڪو امير هو ۽ نہ وري غريب غربو. انسان، انسان جي ڦرلٽ نہ ڪندو هو، سڀ ماڻهو آزاد هئا ۽ برابري هئي. حڪومت جون بنيادي وصفون هي هيون تہ هر قبيلي جي هڪ صلاحڪار ڪائونسل هوندي هئي، اها ڪائونسل اهڙي تہ جمهوري انداز ۾ هلائي ويندي هئي جو قبيلي جو هر فرد ان جي ڪارروائيءَ ۾ شريڪ ٿي سگهندو هو. سردار ۽ قبيلي جو عام ماڻهو، سڀ انهن جي فيصلن ۾ ڀرپور حصو وٺندا ۽ پنهنجي راءِ ڏيئي سگهندا هئا. قبيلي جي ڪا بہ ڇيڙي نبيري، ان ڪائونسل ۾ پيش ٿيڻ کان سواءِ نہ ٿيندي هئي. جيتوڻيڪ اها قبائلي ڪائونسل ابتدائي شڪل جي هئي، پر ان سماج ۾، ڪو بہ شخص ڪنهن جو ٻانهو يا ٻانهپ ۾ نہ هوندو هو. غربت، گهرج ۽ عدم تحفظ جو ڪو بہ وجود نہ هو. تاريخ جو اهو دور، اجا تائين، سياسي جدوجهد ۾ اسان جي جذبن ۾ گرمي پيدا ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿو."

مون عدالت کي، پنهنجي آفريقي ڪانگريس ۾ شموليت، جمهوريت ۽ غير نسل

پرستي واري پاليسيءَ جي باري ۾ آگاهہ ڪيو. مون چيو تہ اسين ماڻهون، سياست ۾ پنهنجي ضمير جي سڏ تي سڏ ڏيئي حڪومت جي انياءَ ۽ جبر جو نشانو بنجي رهيا آهيون. اسين نيشلسٽ پارٽيءَ جي جوڙيل غير اخلاقيءَ، غير منصفاڻي ۽ اسهپ وارن قانونن جي مخالفت ڪيون ٿا ۽ سڄي زندگي انهن کي بدلائڻ جون ڪوششون ڪندا رهنداسين. ان سلسلي ۾ مون جديد دور ۾ اولهہ جي نالي واري، جڳ مشهور فلسفي برٽنڊرسل جو نالو ڳڻهيو، جنهن کي ان قسم جي نظرين جي آڌار تي سزا ڏني ويئي هئي، جنهن جا اسين علمبردار آهيون.

مون موجوده حڪومت جي طرف کان پنهنجي ذات جي خلاف ظالمانہ قدمن جو بہ ذڪر ڪيو ۽ ٻڌايو تہ ڪهڙي نموني مون کي پنهنجي ئي وطن ۾ ڏوهي قرار ڏيئي بي وطن ڪيو ويو، ۽ پنهنجي گهر ٻار، مٽن مائٽن ۽ گهراڻي کان ڌار رهڻ تي مجبور ڪيو ويو، منهنجي زندگي کي هر قسم جي اهنجن سان دوچار ڪيو ويو. هڪ لحاظ کان اها زندگي، قيدخاني جي زندگيءَ کان بہ ڏکي آهي. انهن مڙني غير معمولي حالتن جي ذميدار هيءَ ئي حڪومت آهي ۽ آئون جيڪڏهن زير زمين زندگي گهاري رهيو هئس، تہ ان ڏوهہ جي ڏوهارڻ بہ هي ئي حڪومت آهي ۽ اها ذميداري بہ مٿس ئي پوي. اسان ڪيترا ڀيرا حڪومت کي پنهنجي جائز گهرجن ۽ ان اڻ برابريءَ واري سلوڪ جي شڪايت ڪئي آهي ۽ مطالبا پيش ڪيا آهن، پر حڪومت تي انهيءَ جو ڪو بہ اثر نہ ٿيو آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي. جو اسين ويڙهاڪ بنجي پيا آهيون ۽ معمول کان هٽي ڪارروايون ڪرڻ تي مجبور آهيون. پڇاڙيءَ ۾ مون چيو تہ وڏي کان وڏي سزا بہ مون کي پنهنجي رستي تان هٽائي نٿي سگهي. پنهنجي وطن جي آزادي اسان جي ايمان جو حصو ۽ نصب العين آهي ۽ نسلي فرق جي خلاف جدوجهد تان اسين ڪڏهن بہ هٽ ڪين ڪنداسين. اهو اسان جو حق آهي، تنهن ڪري ڏوهاري اسين نہ پر هن حڪومت جا ڪرتا ڌرتا آهن، جن کي حقيقت ۾ هن عدالت ۾ سزا ڏيڻ جي خاطر آڻڻ کپي ها."

منهنجو بيان پورو ٿيو ۽ جج ڏهن منٽن جي لاءِ عدالتي ڪارروائي ملتوي ڪري ڇڏي، سزا جي باري ۾ مون کي ڪا بہ خوش فهمي نہ هئي، ٺيڪ ڏهن منٽن کانپوءِ جج سخت ڇڪتاڻ واري ماحول ۾ پنهنجو فيصلو ٻڌايو، جنهن موجب ماڻهن کي هڙتال تي اُڀارڻ جي سلسلي ۾ ٽي سال ۽ بنا پاسپورٽ جي ملڪ کان ٻاهر وڃڻ جي ڏوهہ ۾ بہ سال، ڪل ملائي پنج سال سخت پورهئيءَ سان ٽيپ ڏني، جنهن ۾ ضمانت تي آزادي جي ڪا بہ گنجائش نہ هئي.

جج جي اُٿي وڃڻ کان پوءِ مون مڙي ميڙ طرف ڏٺو ۽ ٽي ڀيرا زور سان آزاديءَ جو نعرو هنيو، هجوم خوبصورت قومي گيت ڳائي رهيو هو ۽ جڏهن مون کي ٻاهر نيو پئي ويو تہ عورتون هنجون هاري رهيون هيون۔ اهو عوامي ردعمل ڏسي آئون ڪجهہ گهڙيون اهو وساري وينس تہ ڪو مون کي اهڙي سزا ڀوڳڻ جي لاءِ جيل نيو پيو وڃي، جهڙي اڄ سوڌي ڪنهن بہ ڏکڻ آفريقي سياسي اڳواڻ کي نہ ڏني ويئي هئي.

هيٺ. ڏاڪٽيون لهي. مون کي ونيءَ سان آخري ملاقات جو موڪل ملي ويئي، هوءَ بلڪل پُرسڪون هئي. سندس حوصلو بلند هو ۽ لڙڪ نہ پي وهاياڻين. هوءَ هڪ همت واري زال ۽ بهادر سپاهين جيان پُراعتماد نظر اچي رهي هئي. مون کي پوليس وين ۾ ويٺي پري تائين، "آفريڪا زنده باد" جي نعرن جي گونج ٻڌڻ ۾ ايندي رهي.

•

قيدخانو نہ رڳو اوهان جي آزادي کسي ٿو وٺي، پر اوهان جي شخصيت کي ختم ڪرڻ جي بہ ڪوشش ٿو ڪري، هن هنڌ تي هر شخص کي هڪ مخصوص لباس، مخصوص غذا ۽ مخصوص حالتن سان منهن ڏيڻو ٿو پوي. صحيح معنيٰ ۾ جيل هڪ جابرانہ رياست هوندي آهي، جيڪا ڪنهن بہ قسم جي آزادي يا انفراديت کي نہ ٿي مڃي. آزادي جي متوالن کي قيدخانن جي انهن ناانصافين جي خلاف بہ جهاد ڪرڻ ڪپي، جن جي ذريعي انسانن کان سندن بلند ڪردار کسيو ٿو وڃي.

مون کي، عدالت جي ڪمري کان سڌو پريٽوريا لوڪل آندو ويو. ڳاڙهي رنگ جي جڙيل ان اونداهي، انسانيت سوز عمارت کان آئون چڱيءَ طرح واقف هئس. پر هاڻ آئون هڪ سزا ڪاٽل قيديءَ جي حيثيت سان اُن ۾ گهڙي رهيو هئس. تنهن ڪري فوري طور تي منهنجا ڪپڙا لهرايا ويا. ڪرنل جيڪبز منهنجو ڪارڊ پنهنجي قبضي ۾ ڪيو ۽ مون کي آفريڪي قيدين لاءِ مقرر "معياري" ڪپڙا پهرايا ويا. نيڪر، ٿلهي خاڪي قميص، ڪئنوس جو نهيل جيڪٽ، جوراب، چپل ۽ ڪپڙي جي ٽوپي. نيڪر فقط آفريڪي قيدين کي پهرائي ويندي هئي، ڇو تہ عملدارن جي خيال ۾، آفريڪي قيدي ننڍي وهيءَ جا ڇوڪرا هوندا آهن.

مون جيل اختياري وارن کي چتاءُ ڏنو تہ آئون ڪڏهن بہ چڏي پائڻ تي راضي ٿي نہ سگهندس ۽ ضرورت پئي تہ انهيءَ جي خلاف عدالت ۾ بہ ويندس. تنهن کان پوءِ ڊنر آندي ويئي، جيڪا فقط ٿريل ۽ سخت جوَن جي ڏاري ۽ اڌ ڪنڊ جي چمچي تي مشتمل هئي، مون اها کائڻ کان انڪار ڪيو. منهنجي ان احتجاج تي ڪرنل جيڪبز مون وٽ آيو ۽ چيو تہ جيڪڏهن تون ڊگهي پتلون پائڻ ۽ پنهنجي مرضيءَ جو کاڌو کائڻ ٿو چاهين تہ پوءِ ان جي لاءِ هڪ شرط آهي، اهو هي تہ توکي "قيد تنهائي" ۾ رهڻو پوندو. اميد تہ تون ان مان لطف وٺندين. مون سندس شرط مڃي ورتو ۽ ايندڙ ڪئين هفتا مون کي هڪ اذيتناڪ تنهائيءَ ۾ جيئرو رهڻو پيو. اها واقعي مڪمل "هيڪلائپ" هئي. آئون نہ ڪنهن انسان کي ڏسي ٿي سگهيس، ۽ نہ وري ڪنهن بني بشر جو آواز ٻڌي ٿي سگهيس. مون کي رات، ڏينهن ٽيويهن ڪلاڪن جي لاءِ ڪوٺڙيءَ ۾ بند رکيو ويندو هو ۽ صبح ۽ شام جو فقط اڌ اڌ ڪلاڪ جي لاءِ ورزش جي خاطر ٻاهر ڪڍيو ويندو هو. هن کان اڳ مون کي "قيد تنهائي" جو ڪو بہ تجربو نہ هو. هڪ هڪڙيل، هڪ هڪ سال جيڏو ٿي لڳو، ڪوٺڙي ۾ قدرتي سهائيءَ جو ڪو بہ ذريعو نہ هو. فقط هڪ بلب هو، جيڪو چوويهہ ئي ڪلاڪ ٻرندو رهندو هو. مون وٽ گهڙي بہ ڪين هئي، جو مون کي وقت جي خبر پئجي

سگهي. اڪثر آئون سمهندو هئس ته اڌ رات تي رهي آهي، پر درحقيقت انهيءَ مهل ٽيهري هوندي هئي، مون وٽ نه ڪو پڙهڻ جي لاءِ ڪتاب هو ۽ نه وري لکڻ جي لاءِ ڪو ڪاغذ، نه ڳالهائڻ لاءِ ڪو جاندار.

پر انسان لازمي طور تي پنهنجو ڌيان ڪنهن نه ڪنهن شئي طرف ڏيڻ تي مجبور ٿئي ٿو. آئون اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن کي سڃاڻان، جن قيد تنهائي بدران ڦٽڪا کائڻ پسند ڪيا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مون کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ سُرنڊڙ ڪيڙن ماڪوڙن جي موجودگي به وڻڻ لڳي ۽ مون محسوس ڪيو ته آئون پنهنجو پاڻ کي هڪ ڪاڪروچ سان ڳالهائڻ لاءِ آماده ڪري رهيو آهيان.

ڪنهن ڪنهن مهل هڪ آفريقي داروغو نظر ٿي آيم. هڪ ڏينهن مون کيس رشوت ڏيڻ چاهي، ته جيئن هو مون سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري سگهي ۽ چيم "بابا! ڇا توکي صوف ڏيئي سگهان ٿو." (اسان جي زبان ۾ بابا، پيءُ کي احترام طور چئبو آهي ۽ اهو لفظ وڏي ڄمار جي ماڻهن جي لاءِ احترام طور استعمال ڪيو ويندو آهي.) پر هن ڪو به ڌيان نه ڏنو ۽ ماٺ مٺيءَ ۾ پنهنجو ڪم ڪندو رهيو. نيٺ هن فقط ايترو چيو، "نوجوان! تون ڏکي پتلون ۽ سُني ڪاڏي جو گهورو هئين، اهي شيون توکي ملي ويون آهن، اڃا به خوش ڪونه آهين."

هو سچ چئي رهيو هو، پر انساني رفاقت ۽ ساٿ جي نعمت کان محروميءَ کي انساني زندگيءَ جو سڀ کان وڌيڪ غير انساني پهلو قرار ڏيئي ٿو سگهجي ۽ پوءِ هڪ گهڙي اهڙي به آئي جڏهن مون سوچيو ته ڪرنل کي چوان ته آئون پنهنجي ڏکي پتلون کي انسان جي ساٿ تي قربان ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيان. آئون پنهنجي انانيت جي خاتمي تي آماده نظر اچي رهيو هئس. انهن ڏينهن مون وٽ پنهنجي مقدر تي سوچڻ جي لاءِ چڱو موچارو وقت هو. "آزادي جي مجاهد کي عوام جي وچ ۾ هئڻ کپي،نه ڪي بنديخاني جي لوهي سيخن پويان. ويجهڙائي واري عرصي ۾، مون جيڪي تجربا حاصل ڪيا ۽ آفريقا کنڊ ۾ جيڪي لاڳاپا جوڙيم، تن جو فائدو منهنجي تحريڪ کي پهچڻ کپي." مون کي افسوس ٿي رهيو هو ته منهنجي مهارت، آزادي جي فوج جي جوڙجڪ ۾ ڪو به ڪردار ادا نه ڪري رهي هئي.

مون جيل ۾ پاڻ سان ٿيندڙ سلوڪ جي خلاف سخت احتجاج ڪيو ۽ گهر ڪيم ته مون کي ٻين سياسي اڳواڻن سان گڏ رکيو وڃي. منهنجو مطالبو مڃيو ويو، پر ڪرنل جيڪبز سخت چتاءُ ڏنم ته جيڪڏهن مون پنهنجا پراڻا طور طريقا نه بدلايا ته مون کي خراب نتيجن کي منهن ڏيڻو پوندو. بهرحال، مون ڪڏهن سوچيو به نه هو ته ڪو زندگيءَ ۾، ڪڏهن اهڙي ذليل ڪچڙيءَ کائي سگهندس.

•

انساني ساٿ کان سواءِ، منهنجي اها به سڌ هئي ته پان آفريقنسٽ جي سبڪ وي ۽ ٻين اڳواڻن سان ڪُليءَ طرح ڳالهيون ٻولهيون ڪري سگهان ۽ اسين ٻڌي ۽ يڪجهتيءَ جي باري ۾ رٿابندي ڪري سگهنداسين، ڇو ته جيل ۾ بند ماڻهو گهٽ ڪري تفرقي بدران

ڀڏيءَ جي ڳالهين تي سوچ ويچار ڪندا آهن.

اسان هڪ ٻئي جو آڌر ڀاءُ ڪيو. سبڪ وي کان سواءِ هتي ٻيا به ڪيترا ئي قيدي موجود هئا، جن ۾ ناليرو ڪميونسٽ ٽريڊ يونينسٽ اسٽيفن تيفو به شامل هو. سبڪ وي مون کي، پنهنجي آفريڪا جي دوري بابت موجود ماڻهن سان ڳالهائڻ جي دعوت ڏني، تنهن ڪري مون مختصر نموني ڪين پنهنجي "سفر" جي باري ۾ ٻڌايو. اسان ان سفر جي اثرن ۽ نتيجن تي ڳالهائڻ پي چاهيو، پر جيل جي عملدارن اسان کي ايئن ڪرڻ کان روڪيو ۽ مون کي ۽ سبڪ وي کي ڌار ڌار ڪولين ۾ موڪليو. جيڪي هڪٻئي کان ڪافي پريرو هيون.

بهرحال، جيل جي اڱڻ ۾ پراڻن تيلهن کي سبڻ يا انهن جي مرمت ڪرڻ مهل اسان کي پاڻ ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ملي ويند هو. مون سبڪ وي کي ڪافي اعتدال مزاج ۽ عقل مند شخص ڏٺو. پر جيل جي خراب حالت جي باري ۾ منهنجا ۽ هن جا خيال مختلف هئا. سندس خيال هو ته اسان کي بالاعملدارن کي ان ڳالهه جي شڪايت ڪرڻ نه کپي، ڇو ته اهڙي طرح اسين سندن انهيءَ حق کي مڃينداسين ته هو اسان کي جيل ۾ پوري سگهن ٿا. منهنجو چوڻ هو ته اسان وٽ احتجاج جو اهو ئي هڪ موقعو رهجي ويو آهي، جنهن کي زيان ڪرڻ نه کپي، سڄي دنيا ۾ سياسي قيدي اهڙن انسانيت کي ڪريل قدمن جي خلاف احتجاج ڪرڻ کي پنهنجي عمومي جدوجهد جو حصو سمجهندا رهيا آهن. نيٺ اسان اتفاق راءِ سان پنهنجي شڪايت کان لکت ۾ عملدارن کي آگاهه ڪري ڇڏيو.

سبڪ وي پريٽوريا لوڪل ۾ چڱو موچارو حساس بنجي ويو هو، پر ان جو سڀ کان وڏو سبب اسٽيفن سيفو هو، جيڪو هر وقت، سبڪ وي کي ڇيڙيندو رهندو هو. هو ڏاڍو ذڪيو شخص هو، جيتوڻيڪ هو پڙهيل ڳڙهيل انسان هو ۽ روسي تاريخ جو ته ماهر هو. آزادي جي تحريڪ جو سپاهي به هو، پر مشڪل اها هئي ته هو هر ڪنهن سان وڙهندو وتندو هو. ايتري قدر جو پنهنجي سنگتين سان به. تنهن ڪري هر روز ٻنهي ۾ ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه تي جهيڙو جهٽو ٿيندو هو.

مون سبڪ وي کي ٻڌايو ته پي اي سي جو نعرو "1963ع ۾ آزادي" حقيقت پسندي وارو نعرو ڪونهي، 1963ع ته ڪڏهوڪو اچي چڪو آهي، پر آزادي جو ڪٿي به نالو نشان به نظر نه پيو اچي. مون کيس چيو، منهنجا ڀاءُ، ڪنهن سياسي اڳواڻ جي لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا خطرناڪ ڳالهه نٿي ٿي سگهي ته هو اهڙا واعدا ڪري، جن جي باري ۾ کيس خبر هجي ته اهي پورا نٿا ڪري سگهجن. اهڙي طرح ماڻهو غلط اميدن ۽ خواهشن جو شڪار ٿي وڃن ٿا."

اسين ڏاڍي دوستاڻي ماحول ۾ ڪچهري ڪري رهيا هئاسين جو تيفو وچ ۾ ٽپ ڏنو، جنهن خواهه مخواهه سبڪ وي کي پڙڪائي ڇڏيو. "بوب! ڏس، ٻاهر ماڻهو تنهنجو انتظار ڪري رهيا آهن. منڊيلا ٺيڪ ٿو چوي، تون ٻاهر نڪرندين ته ماڻهو توکي ماري ڇڏيندا، ڇو ته تو ڪين دوکو ڏنو آهي، تون نابالغ آهين. درحقيقت تون سياسي اڳواڻ سڏرائڻ جو حقدار ناهين."

تيفو ھر ڪنھن سان جھيڙو ڪندو وتندو ھو، ھر روز صبح جو جيل جي وارڊن جي سامھون شڪايتن جا انبار کولي ويھندو ھو. ”ماني سُٺي ڪونھي، صفائي بہ صحيح ڪونھي ٿيل، ٿڌي يا گرم ڪرڻ جو بہ جوڳو بندوبست ڪونھي.“ وغيره. ھڪ ڏينھن ھڪ آفيسر کيس چيو، ”ڏس نوجوان! تون ھر وقت شڪايتون ڪندو ٿو رھين.“ تيفو وراڻيو، ”شڪايت ڪرڻ منھنجو حق آھي.“

”پر منڊيلا کي ڏس! ھن تہ ڪڏھن بہ شڪايت نہ ڪئي آھي“ آفيسر وراڻيو.

”واھ! منڊيلا تہ ھڪ ٻار آھي، جيڪو ھر وقت ڳورن کان ڊڄندو رھندو آھي، مون کي خبر ڪونھي تہ منڊيلا جي ڪھڙي حيثيت آھي.“ تيفو چوندو ويو، ”صبح جو اُٿ تہ اخبارن جا صفحا پريا پيا آھن، منڊيلا منڊيلا منڊيلا، منڊيلا ڪير آھي؟ آئون ٿو اوھان کي ٻڌايان. ھو ھڪ ٻار آھي، جنھن جي تخليق اوھان خود ڪنھن خاص مقصد لاءِ ڪئي آھي، اھو ڪھڙو مقصد آھي، مون کي خبر ڪونھي، بھرحال، منڊيلا اھو ئي ڪجھ آھي، جيڪو مون ھينئر اوھان کي ٻڌايو.“

ٻن ھفتن کان پوءِ والٽر سيسولو بہ اچي اسان سان گڏيو ۽ اسان کي ڪچھريءَ جو سنو موقعو ملي ويو. کيس ھڙتال تي اُڀارڻ جي سلسلي ۾ ڇھ سال ٽيپ ملي ھئي، پر کيس اپيل جو حق ڏنو ويو ھو، تنھن ڪري ھن اپيل داخل ڪئي، جيڪا منظور ڪئي وئي ۽ پندرھن ڏينھن کان پوءِ کيس ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. ھاڻي تنظيم کيس، انڊر گرائونڊ ھليو وڃڻ جي ھدايت ڪئي، جيئن آزاديءَ جي تحريڪ کي جاري رکي سگھجي، تنھن ڪري، ھن اھو ڪم ڏاڍي مھارت سان انجام ڏنو.

ھڪ ڏينھن سڀڪ وي سان گڏ آئون جيل جي اسپتال وچي رھيو ھئس، جو مون ٿورو پرتي اڳڻ ۾ نانا سيتا کي پسار ڪندي ڏٺو. نانا سيتا، نائيوارو ھندستاني اڳواڻ ھو، جنھن 1952ع جي مزاحمتي تحريڪ ۾ باڪسبرگ ۾ واڪاڻ جوڳيون خدمتون سرانجام ڏنيون ھيون، کيس پريٽوريا جي ھڪ جج، ھن جي پنھنجي ملڪيتي گھر، جنھن ۾ ھو چاليھن سالن کان رھي رھيو ھو. خالي ڪرڻ کان انڪار تي قيد جي سزا ڏني ھئي. اھو علائقو ڳورو قرار ڏنو ويو ھو. مون ڏٺو تہ اِھو احترام لائق انسان اگھاڙن پيرن سان ھلي رھيو ھو.

منھنجي دِل ۾ رنج ۽ غم جي سٽ اُٿي ۽ پنھنجو سئنڊل مون کي سوڙھو محسوس ٿيڻ لڳو، مون اڳيان وڌي کيس سلام ڪرڻ چاھيو ٿي، پر مجبور ھئس، جو اڌ ٻزن وارڊن جي گھيري ۾ ھئس.

ھلندي ھلندي اوچتو منھنجي اکين جي اڳيان اونڌھ ڇانئجي وئي ۽ آئون ٿاٻڙجي ڪري پيس ۽ منھنجي کابي اک تي زخم ٿي پيو، جنھن تي ٽي ٽاڪا لڳائڻا پيا. دراصل ڪجھ ڏينھن اڳ مون کي ھاءِ بلڊ پريشر جي ڪري گوريون کائڻ جي لاءِ ڏنيون ويون ھيون، بظاھر اکين تي اونڌھ ڇانئجڻ جو سبب اھي گوريون بڻيون.

ان ڏينھن ٽيھري جو وني مون سان ملڻ آئي. منھنجي اک تي پٽي ٻڌل ڏسي سندس

دل پرچي آئي، مون ڪيس دلاسو ڏنو تہ اهو ڪو اينڊو وڏو حادثو ڪونهي، پوءِ ڪيس سڄو واقعو ٻڌايم. ۽ ڪيس پڪ ڏياريم تہ آئون بلڪل خيريت سان آهيان. بهرحال ٻاهر اها خبر پکڙجي ويئي تہ منهنجي صحت تباهہ ٿي رهي آهي.

•

آڪٽوبر 1962ع ۾ منهنجي ڪيس جي هلندي ئي، نيشنل ڪانگريس جي ساليانی ڪانگريس ڪوٺائي ويئي، جيئن تہ حڪومت اسان جي تنظيم کي غير قانوني قرار ڏيئي چڪي هئي، تنهن ڪري اهو ميڙ بچوانا لينڊ جي سرحد سان گڏ لوباتسيءَ ۾ ٿيو، اُن ۾ ڪانگريس ۽ امخونتو وي سزوي (ايم. ڪي) کي پاڻ ۾ ضم ڪيو ويو ۽ ايم ڪي کي ڪانگريس جي ملٽري ونگ جو نالو ڏنو ويو.

ٻئي پاسي، حڪومت پنهنجي "ورچيل ترقي" جي پروگرام کي اڳيان وڌائڻ ٿي چاهيو تہ جيئن دنيا تي ظاهر ڪري سگهجي تہ نسلي فرق جي باوجود بہ مختلف علائقن جي ماڻهن کي انفرادي آزادي حاصل آهي، ٻئي سال ٽرانسڪي جي مقامي حڪومت تحت هوم لينڊ جو درجو ڏيڻ جي لاءِ قانون ساز اسيمبليءَ جون چونڊون ڪرايون ويون، جنهن ۾ بہ ياڳي ٿي اهڙا ماڻهو چونڊجي آيا، جيڪي "هوم لينڊ" پاليسي جا مخالف هئا، ووٽرن جي گهٽائيءَ فقط ووٽ ڏيڻ خاطر چونڊن ۾ حصو ورتو هو، آئون بنتوستان سسٽم جو مخالف هئڻ جي باوجود بہ ذاتي طور تي ان ڳالهہ جو قائل هئس تہ انهن چونڊن ۾ ضرور حصو وٺڻ گهرجي، ڇو تہ اسان جي تنظيم تي پابندي لڳڻ ۽ مڙني سياسي ڪاروائين جي خاتمي کان پوءِ رڳو اهو ئي هڪ پليٽ فارم وڃي ٿي بچيو، جتان عوام کي مخاطب ٿي سگهجيو ٿي.

پيچ ڊاهہ جي واقعن ۾ واڌاري سان گڏ، حڪومت جي بدلي واري جذبي ۾ بہ تيزي ايندي ويئي. انصاف واري وزير جان وورسٽر، جيڪو ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران، پاڻ بہ حڪومت جي مخالفت جي ڏوهہ ۾ قيد رهي چڪو هو، تنهن جو خيال هو تہ پيچ ڊاهہ جو بهترين جواب زوراڻي لوهي "مڪ" آهي.

پهرين مئي 1963ع تي حڪومت "نوي ڏينهن جي نظربندي" جو قانون لاڳو ڪيو، جنهن تحت پوليس ڪنهن بہ شخص کي شڪ جي بنياد تي، بنا وارنٽ جي گرفتاري ڪري ٿي سگهي. اهڙو شخص ڪيس هلائڻ کان سواءِ ئي قيد ۾ ڦٽو ڪيو ويندو هو، هو نہ ڪنهن وڪيل جو بندوبست ڪري ٿي سگهيو ۽ نہ وري ڪيس اپيل جو حق هو، ۽ نہ وري حبس بيجا جي درخواست داخل ڪري ٿي سگهجي. نوي ڏينهن کانپوءِ بہ قيد ۾ واڌارو بہ ٿي سگهيو ٿي. ملڪ صحيح معنيٰ ۾ پوليس اسٽيٽ بنجي ويو هو، سياسي قيدين کي مار موچڙو، سندن خلاف بي پناهہ تشدد، ايتري قدر جو بجلي جا جهٽڪا ڏيڻ جا واقعا عام جام ٿيا ٿيندا هئا. شايد اهڙو ظالماڻو قانون ڪنهن ڊڪٽيٽر جي ذهن ۾ بہ ڪين آيو هوندو، پارليامينٽ ۾ ان جي خلاف فقط هڪ ووٽ وڌو ويو، اهو هڪ ووٽ لبرل پروگريسو پارٽيءَ جي "هيلن سوزمين" جو هو.

غيرقانوني تنظيم جي ناليءَ ۾ ٻي مهار گرفتاريون ڪيون ويون، ڪين ڪميونسٽ قرار ڏيئي، پنجن سالن جي قيد کان وٺي ڦاسيءَ تائين جون سزائون ڏنيون ويون. اڳ ۾ قيد ٿيل سياسي اڳواڻن جي سزا ۾ واڌارو ڪيو ويو. سبڪ وي جي ٽن سالن جي قيد جو عرصو وڌائي ڪيس پريٽوريا مان رابن آئي لينڊ منتقل ڪيو ويو.

وورسٽر هڪ ٻيو قانون به منظور ڪرائي ورتو، جنهن کي "پنج ڏاهه ائڪٽ" جو نالو ڏنو ويو، جنهن موجب ڪنهن کي به سندس گهر ۾ نظر ڪري ٿي سگهجيو، پر ڪنهن به عدالت ۾ ان حڪم کي چئلينج نٿي ڪري سگهجيو. اهڙن قانونن جو وجود ڪنهن فاشسٽ ڊڪٽيٽرشپ جي تصور تحت ئي تصور ۾ اچي ٿي سگهيا. ان قانون ۾، ٽوڙ ڦوڙ جي سزا گهٽ ۾ گهٽ پنج سال ٽيپ ۽ موت جي سزا به ممڪن هئي، پر ضمانت جي گنجائش نه هئي. ظلم جي حد ته اها هئي، جو ماضيءَ جي ڪنهن بيان جو ٻيهر ڇپجڻ ۽ ڪنهن غير قانوني قرار ڏنل بيان يا تقرير کي پاڻ وٽ رکڻ به غيرقانوني عمل قرار ڏنو ويو. تنهن ڪري ان ڏوهه جي پاداش ۾ "نيوايج" کي بند ڪيو ويو. ان مجرمانه فعل جي ٻه سال سزا رکي ويئي. گهر ۾ نظربندي جي قانون جي اطلاق جو سڀ کان مشهور واقعو سرگرم ڳوري سياسي شخصيت 'هيلن جوزف' جي خلاف استعمال جو هو.



مئي مهيني جي هڪ رات هئي، جو هڪ وارڊن مون وٽ آيو ۽ مون کي هڪدم پنهنجو سامان ٻڌڻ جي لاءِ چيائين. مون پڇيو "ڇو؟" پر هٽ ڪابه ورندي نه ڏني. ڏهن منٽن جي اندر مون کي جيل جي ورانڊي ۾ نيو ويو، جتي اڳ ۾ ئي ٽي ٻيا سياسي قيدي تيفو، جان گيٽ سيوي ۽ آرون موليتي اڳ ۾ موجود هئا. ڪرنل آؤ ڪيمپ ڏاڍي ٻي رخيءَ سان اسان کي سُڌ ڏني ته اسان کي هتان ٻي هنڌ منتقل ڪيو پيو وڃي. "ڪٿي؟" تيفو پڇيو. "هڪ خوبصورت هنڌ!" هن مختصر ورائيو "ڪهڙو خوبصورت هنڌ؟" تيفو وري سوال ڪيو "هڪ ٻيٽ تي" اسين سمجهي وياسين ته اهو ٻيٽ فقط هڪ ئي آهي، رابن آئيلينڊ!

اسان چئني کي هڪئي هٿ ڪڙي ۾ جڪڙيو ويو ۽ هڪ بنا دريءَ جي وين ۾ سوار ڪيو ويو، جنهن ۾ ضروري حاجت وغيره لاءِ فقط هڪ بالٽي موجود هئي. هڪ هلندڙ وين ۾ چئن ماڻهن جي لاءِ، جيڪي هڪ ئي هٿڪڙي ۾ ٻڌل هجن، هڪ بالٽي کي حاجت لاءِ استعمال ڪرڻ نه سولو ڪم هو ۽ نه وري خوشگوار فرض هو. سڄي رات سفر کان پوءِ اسين ٻي ڏينهن منجهند ڌاري ڪيپ ٽائون جي گوديءَ تي پهتاسين. گوديءَ تي هٿياربند پوليس ۽ سادن ڪپڙن ۾ سرڪاري اهلڪارن جو هڪ هجوم اسان جي آڌر ڀاءُ جي لاءِ بيٺو هو. هاڻي اسان کي هٿ ڪڙيءَ سان گڏ هڪ پراڻي ٻيڙيءَ تي ٻيهاريو ويو، جنهن ۾ ڪا به دري وغيره نه هئي. هوا ۽ روشنيءَ جي لاءِ ان جي ڇت ۾ هڪ سوراخ هو، ڇت جي ان سوراخ مان هڪ ٻيو به فائدو هو، اسان جي نگراني ڪندڙ، ان مان اسان جي مٿان پيشاب ڪري، لطف وٺي رهيا هئا. ٻيڙي سڄو رستو، سامونڊي لهرن تي لڏندي

لمندي رهي، اجا رات باقي هئي تہ اسان رابن آئي لينڊ کي ڏٺو. ٻيٽ واقعي خوبصورت ۽ سائو ستابو هو ۽ پهرين نظر ۾ قيدخاني کان وڌيڪ ڪو تفريحي هنڌ ٿي لڳو.

اهو ٻيٽ ڪنڌيءَ کان ارڙهن ميل پري هو ۽ زهوسا ماڻهو چڱي طرح ان کان واقف هئا. مون پنهنجي ننڍپڻ ۾ پهريون ڀيرو ان جي نالو ٻڌو هو. 1819ع ۾ ڏهہ هزار زهوسا فوج، پنهنجي سردار ماڪنا جي اڳواڻيءَ ۾، جيڪو ڇهہ فوٽ ڇهہ انچ ڊگهو جوان هو، برطانوي ڪمانڊر گراهمز ٽائون جي خلاف چوٿين زهوسا جنگ ۾ حصو ورتو. پر شڪست کاڌائين ۽ ماڪنا کي رابن آئي لينڊ جلاوطن ڪيو ويو. پوءِ ماڪنا هڪ ٻيڙيءَ جي ذريعي، ٻيٽ مان ڀڄي نڪتو، پر بدقسمتيءَ سان ڪنڌيءَ جي ويجهو پهچڻ کان اڳ ٿي سمنڊ ۾ ٻڏي ويو. ان سورمي سردار جي ياد اڄا بہ اسان جي عوام جي دلين ۾ تازي ۽ زهوسا زبان ۾ سندس داستان مشهور آهي.

ماڪنا کان اڳ بہ 1658ع ۾ هڪ آفريقي سردار آتشو مائوڪو، جيڪو يورپي تاريخدانن وٽ "هيري اسٽئنڊ لوپرز" جي نالي سان مشهور آهي، خوئي خوئي قبيلي ۽ ڊچ فوج جي وچ ۾ هڪ جنگ جي نتيجي ۾ آئي لينڊ طرف ديس نيڪالي ڏني ويس. مون کي آتشو مائو جو واقعو ياد ڪري تسلي ملي، هو اڪيلو شخص هو، جيڪو ان ٻيٽ مان هڪ ٻيڙيءَ وسيلي ڀڄي نڪتو ۽ خير سلامتيءَ سان آفريقي ساحل تي اچي لٿو.

ڊچ زبان ۾ دريائي گهوڙي کي رابن چيو ويندو آهي، روايت آهي تہ هڪ ڀيرو سوين دريائي گهوڙا تکين لهرن ۾ لڙهندي اچي هت ٻيٽ تي لٿا هئا. اڳتي هلي اهو ٻيٽ "ڪوڙهين" جي ڪالوني ۽ هڪ "پاڳل خاني" ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ بحريہ جو هڪ اڏو قائم ڪيو ويو، ويجهڙ ۾ ڪيس "جيل" قرار ڏنو ويو هو.

ٻيٽ تي پير رکندي ئي اسان جو واسطو ٿلهن متارن ڳورن هٿيار بند محافظن سان پيو، جيڪي ڊورن جيان رنيون ڪري ڊچ طرز جي آفريقي زبان ۾ چٽي رهيا هئا.

Dis die Eiland! Hier gaan julle vrek!"

This is the island. Here you will die!"

"هي ٻيٽ آهي... اوهان کي هتي ئي مرڻون پوندو." هڪ ڊگهو ڳاڙهي رنگ جو وارڊ، جيڪو قيدين تي بي حد ظلم ڪندڙ بڻ بدنام پائرن مان هڪ هو، تنهن دڙڪو ڏيندي چيو "آئون اوهان جو وڏو آفيسر آهيان" اتي موجود هڙئي وارڊن "آفريقانز" ۾ ڳالهائيندا هئا، جيڪڏهن انگريزيءَ ۾ جواب ڏبو هو تہ چوندا هئا. "اسين انهن ڪافرن سان محبت ڪندڙن جي زبان نٿا سمجهون."

جڏهن اسان کي جيل جي ڪوليءَ ڏانهن نيو پي ويو تہ سنتري زور زور سان چوڻ لڳو، "ٻہ ٻہ جٿا تي هلو!" تنهن ڪري آئون تيفو سان گڏ هلڻ لڳس، هاڻي هو ڪاوڙ ۾ اچي رڙيون ڪرڻ لڳو، "هاس هاس" آفريڪانز ۾ ان جو مطلب آهي، "تڪاهلو." پر حقيقت ۾ اهو لفظ ڍورن جي لاءِ مخصوص آهي، سنترين جو مطالبو هو تہ اسين تيز هلون. مون آهستي تيفوءَ کي چيو، "اسان کي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪرڻ کپي، نہ تہ آئينده هي

اسان کي دٻائي هلندا" هن "ها" چئي ڪنڌ ڌوڻيو. اسان چاهيو ٿي ته جيل جي هنن محافظن تي واضح ڪري ڇڏيون ته اسين عام قسم جا ڏوهاري نه آهيون، پر اسين سياسي قيدي آهيون ۽ اسان کي پنهنجي نظرين جي آڌار تي ديس نيڪالي ڏني وئي آهي.

آئون ۽ تيفو قطار ۾ اڳيان اچي وياسين ۽ اسان جاڻي واڻي آهستي هلڻ شروع ڪيو. ڪلي هانز ڪاوڙ ۾ رنبي ڪري چيو. "ڏسو! هي جوهانسبرگ ڪونهي، نه وري ڪو پريٽوريا، هي رابن آئي ليئنڊ آهي، هتي حڪم جي ڀڃڪڙي برداشت نه ڪئي ويندي. هاس هاس!" پر اسين پنهنجي چال ۾ هلندا رهياسين. ڪلي هانز اڳيان وڌيو ۽ هن اسان کي بيهڻ جو حڪم ڏنو ۽ چيو "ڏسو! اسين اوهان کي ماري ڌتو ڪنداسين... اسين ڪا مشڪري ڪونه پيا ڪريون. اوهان جي ٻارن، زالن ۽ مٽن مائٽن کي خبر به نه پوندي ته، اوهان جو ڪهڙو حشر ٿيو آهي، هي آخري تنبيهه اٿوَ هاس هاس!"

اسين پنهنجي ڪولين جي ويجهو پهچي چڪا هئاسين، مون ڪلي هانز کي مخاطب ٿي چيو، "تون پنهنجو فرض پورو ڪري رهيو آهين ۽ اسين پنهنجو. اسان فيصلو ڪري ورتو آهي ته اسين هاڻ گهٽي ذلت ڪانه برداشت ڪنداسين."

اسان کي پٿرن سان ٺهيل هڪ مستطيل عمارت جي اندر هڪ وڏي ڪمري ۾ نيو ويو، وچ ۾ هڪ تلاءُ وانگر ٺهيل هو، جنهن ۾ پاڻي پريل هو، سنترين حاڪماڻي انداز ۾ چيو، ڪپڙا لاهي ڇڏيو. جڏهن اسين صفا اگهاڙا ٿي وياسين ته هنن سيني ڪپڙن کي چڱي طرح چنڊي ڦوڪي ڏٺو ۽ انهن کي پاڻي ۾ اڇلي ڇڏيو. پوءِ حڪم ڏنائون ته اهي پسيل ڪپڙا ڪٺي پايو.

پوءِ ٻه آفيسر ڪمري ۾ اندر گهڙي آيا، انهن مان هڪ ڪيپٽن گيرو هو، لڳو ايئن ٿي ته هو هٿين پئجي ويندو، هن آرون کي چيو، جيڪو اسان سيني مان ننڍي عمري جو نرم طبيعت وارو هو "تنهنجا وار هيڏا وڏا ڇو آهين؟ اها قانون جي ڀڃڪڙي آهي، تنهنجا وار ننڍا هئڻ کپن،" پوءِ هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو ته "هن ڇوڪري جيان..." اهو ٻڌي مون کان رهيو نه ٿيو ۽ چئي ڏنم. "ڏيان سان ڏس! اسان سيني جا وار قانون موجب آهن."

اڃا منهنجي ڳالهه مس پوري ٿي، جو هن رڙ ڪري چيو، "ڇوڪرا؟ مون سان ايئن نه ڳالهائي!" ايئن چئي هو مون ڏانهن وڌڻ لڳو. آئون ڊڄي ويس. اهو ڏاڍو اڻ وڻندڙ احساس هو، هڪ شخص اوهان تي حملو ڪرڻ وارو هجي ۽ اوهين پنهنجو بچاءُ نه ڪري سگهو. پر جڏهن هو مون کان ڪجهه قدمن جي فاصلي تي هو ته مون فيصلہ ڪن انداز ۾ چيو. "جيڪڏهن تو مون تي هٿ اُلاريو ته آئون توکي ملڪ جي سڀ کان وڏي عدالت ۾ گهلي ويندس ۽ پوءِ تنهنجي حالت ديول جي ڪئي جهڙي هوندي." منهنجي ڳالهہ ٻُڌي هو ڇرڪي بيهي رهيو ۽ حيرانيءَ مان مون ڏانهن ڏسڻ لڳو، آئون پاڻ به دنگ رهجي ويس، مون ڪيس مصنوعي ڌمڪي ڏني هئي، اهڙن موقعن تي اندروني ڪيفيت ڪهڙي به هجي، انسان کي ڪيئي ته هو ڌمڪي ڏيئي ڇڏي. "تنهنجي ٽڪيٽ ڪٿي آهي؟"

هن پڇيو ۽ مون پنهنجي ٽڪيٽ ڪيس هٿ ۾ ڏني.

هو ڪافي پريشان نظر پئي آيو، "تنهنجو نالو؟" هن وري پڇيو. مون ڪنڌ ڌوڻي ٽڪيٽ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو: "هن ۾ لکيل آهي."

"توکي ڪيتري سزا لڳي آهي؟" هن وري چيو.

مون وري ساڳئي نموني ڪنڌ ڌوڻيو ۽ چيو، "اها به هتي ۾ لکيل آهي."

هن ٽڪيٽ کي ڏٺو ۽ چيو، "پنج سال! توکي پنج سال سخت پورهئي سان ٽيپ ملي آهي، ۽ پوءِ به تون ايڏو سرڪش آهين، توکي خبر آهي ته پنج سال سزا جو مطلب ڪهڙو آهي؟"

مون وراڻيو، "اهو منهنجو پنهنجو معاملو آهي. آئون پنج سال قيد ڪاٽڻ جي لاءِ تيار آهيان، پر ڪنهن ڪوڙي رعب ۽ دٻدٻي ۾ اچڻ جي لاءِ تيار نه آهيان. توکي قانون جي دائري ۾ رهڻون پوندو."

ڪيس، ڪنهن به اسان جي باري ۾ نه ٻڌايو هو ته اسين ڪير آهيون ۽ اسان جي سياسي حيثيت ڪهڙي آهي ۽ اهو به ته آئون هڪ وڪيل به آهيان. هاڻي مون ڌيان سان ڏٺو ته اسان جي ڳالهه ٻولهه جي دوران ٻيو آفيسر غائب ٿي ويو هو. پوءِ پتو پيو ته اهو رابن آئي لينڊ جو ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل اسٽائن آهي. ٿوري دير کانپوءِ ڪيپٽن به روانو ٿي ويو، هو ڪافي ٿڪو ٿي چڪو هو.

هاڻي اسين اڪيلا رهجي وياسين ته اسٽيوي چيو، "اسان بوٽر کي پڙڪائي ڇڏيو آهي، حالتون سٺيون نظر نه پيون اچن." اسين ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين، جو هڪ ٻيو آفيسر ليفٽيننٽ پريٽوريس ڪمري ۾ گهڙي آيو ۽ اسين حيران ٿي وياسين، جڏهن هن زهوسا ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن اسان کي ٻڌايو ته اسان جو ريڪارڊ چيڪ ڪيو ويو آهي، جيڪو گهڻو خراب ڪونهي، سواءِ اسٽيوي جي، جنهن ڏانهن هن اشارو ڪندي چيو "تنهنجو رڪارڊ خراب آهي." اسٽيوي پڙڪي اٿيو: "تون مون سان ايئن ڳالهائڻ وارو ڪير آهين ڙي! تون منهنجو رڪارڊ خراب ٿو چوين. توکي خبر آهي ته مون کي جيڪا سزا ملي آهي، اها پنهنجي عوام جي حقن جي خاطر جدوجهد ڪرڻ جي ڪري ملي آهي، ڏوهاري آئون نه پر تون آهين."

ليفٽيننٽ، اسٽيوي کي خبردار ڪيو ته جيڪڏهن آئينده هن اهڙي نموني ڳالهايو ته ڪيس سزا ڏني ويندي. وڃڻ کان اڳ هُن ٻڌايو ته هو اسان سيني کي هڪ وڏي ڪمري ۾ ٽڪائي رهيو آهي، جنهن جون دريون ٻاهر کُلن ٿيون، "پر آئون اوهان کي درين جي ٻاهران ڪنهن سان به ڳالهائيندو نه ٻڌان. خاص ڪري توکي منڊيلا!"

پوءِ اسان کي هڪ وڏي ڪمري ۾ نيو ويو، مون جيل ۾ هيستائين هن کان وڌيڪ سٺي جاءِ نه ڏٺي هئي. اسين درين مان ٻين قيدين ۽ جيل جي چوڪيدارن کي گهمندي ڦرندي ڏسي ٿي سگهياسين. ڪمرو، اسان ڇئن ڄڻن جي لاءِ ڪافي هو، منجهس ڌار غسل خانا به موجود هئا.

اسان سڀ ٿڪجي چڪا هئاسين. مڪئيءَ جو ٿرڀل ڏارو کائڻ کان پوءِ هڙئي سُمهي

پيا، پر مون کي ننڊ نہ آئي. آئون فرش تي ڪمبل اوڍيو جاڳندو رهيس، ڪجھ دير کان پوءِ مون دري تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٻڌو. اُتي ڏٺم تہ هڪ ڳورو مون کي پاڻ ڏانهن اچڻ جو اشارو ڪري رهيو هو،مون کي ليفٽيننٽ جو دڙڪو ياد اچي ويو ۽ آئون ماٺ ڪيو ويٺو رهيس. هاڻي ان شخص هلڪو سڏ ڪندي چيو: "نيلسن! هيڏي اچ!" هُن جي واتان پنهنجو نالو ٻُڌي منهنجو حوصلو وڌيو ۽ مون موقعي مان فائدو وٺڻ جو سوچيو. آئون اُتي دري وٽ ويس، هن آهستي چيو، "آئون رنگدار واربر آهيان." هن وڌيڪ ٻڌايو تہ جوهانسبرگ جي اخبارن ۾ اها خبر ڇپي آهي تہ منهنجي زال مون سان ملڻ جي لاءِ پريٽوريا جيل آئي هئي، پر واسطيدار عملدارن کيس ان ڳالھ کان بي خبر رکيو تہ ڪو مون کي رابن آئي لينڊ منتقل ڪيو ويو آهي. مون سندس ٿورو مڃيو.

پوءِ پڇيائين، "سگريٽ پيئندو آهين؟" مون کيس ٻڌايو تہ آئون تہ سگريٽ ناهيان پيئندو، پر منهنجا ساٿي پيئندا آهن. هن چيو تہ "ٿورو انتظار ڪر، مان اجهو ٿو سينڊوچ ۽ سگريٽ کڻي اچان." سينڊوچ اسان پاڻ ۾ ورهائي کنيا ۽ تيفو ۽ جان سگريٽ پيئندا رهيا. اينڊڙ ڪيترن ئي هفتن تائين هو اسان جي لاءِ هر رات سينڊوچ ۽ سگريٽ آڻيندو رهيو.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ اسان کي خبر پئي تہ ٻيٽ تي ڪيترا ٻيا قيدي بہ آندا ويا آهن، جن جو تعداد هڪ هزار جي لڳ ڀڳ هو. اهي عام قسم جا قيدي هئا، پر منهنجو خيال هو تہ انهن ۾ ضرور ڪجھ سياسي قيدي بہ هوندا، پر انهن سان ملاقات ڪرڻ ناممڪن هئي، ڇو تہ اسين چارئي ڌار رکيا ويا هئاسين ۽ اسان کي ڪوٺڙيءَ مان ٻاهر نڪرڻ جي موڪل نہ هئي. اسان هڪ اتڪل ڪئي ۽ مطالبو ڪيو تہ اسان کي بہ ٻين قيدين جيان ڪم ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر ڪڍيو وڃي. اسان جو مطالبو مڃيو ويو، پر ٻاهر بہ اسان کي الڳ ٿلڳ رکيو ويندو هو ۽ 'ڪلي هانز' اسان جي نگراني پيو ڪندو هو. اسان کي هڪ ننڍي ٽڪري تي نئين وڇايل پائيپ لائين جي مٿان مٽي وجهڻ جو ڪم سونپيو ويو، هتي اسين پرپاسي جو نظارو بہ ڪري ٿي سگهياسين، ٻيٽ خوبصورت، پر اُجاڙ هو.

اسان پهرينءَ ئي ڏينهن، وڏي محنت سان ڪم ڪيو، پر ڪلي هانز هر روز نئين نئين سختي ڪرڻ لڳو، هو آفريڪانز ۾ چوندو هو "نہ جوان! هيڏانهن اچ، هيڏانهن وڃ." اسٽيوي عمر ۾ اسان کان وڏو هو، هن گهڙي کن پنهنجو بيلچو هيٺ رکيو تہ هانز دڙڪا ڏيڻ لڳو، اسٽيوي کيس آفريڪانز ۾ ئي جواب ڏنو، "هل ڙي ڇٽ، توکي تہ پنهنجي زبان بہ صحيح ڳالهائڻ ڪين ٿي اچي ۽ تون ڪير ٿيندو آهين مون کي حڪم ڏيڻ وارو؟ آئون پنهنجي مرضيءَ سان ڪم ڪندس." اسٽيوي، آفريڪانز جو استاد رهي چڪو هو ۽ هو نہ رڳو اها زبان سٺي نموني ڳالهائي ٿي سگهيو، پر هو ان جي پيشرو "هائي ڊچ" کان بہ چڱيءَ طرح واقف هو، هو جيل جي داروغن سان بااخلاق ۽ خطيبانہ انداز ۾ ڳالهائيندو هو، پر هو انهيءَ جا عادي ڪين هئا.

ڪلي هانز، بہ پاڻر هئا ۽ ٻئي قيدين سان ترڙاٽپ ۽ بدتميزيءَ سان پيش ايندا هئا. اسان جي نگراني وڏي پاءُ جي حوالي هئي. اسين ڪيس سبق سيکاري ڇڪا هئاسين، تنهن

ڪري هو محتاط رهندو هو، پر ننڍو اچا پنهنجي هٺ تي هو. هڪ ڏينهن اسين ڪم تان موٽي رهيا هئاسين، جو اسان سوين قيدين کي ڪڏڻ ۾ مٽي وجهندي ڏٺو. ٻنهي پاڻرن اسان کي ٻيهڻ جو اشارو ڪيو ۽ پاڻ ۾ ڪچهري ڪرڻ لڳا. ننڍي ڪلي هانز هڪ قيديءَ کي جبوتا پالش ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مون پري کان ڏٺو ته قيدين ۾ ڪجهه اهڙا ماڻهو به شامل هئا، جن کي 1958ع جي ”هاري بغاوت“ ۾ موت جي سزا ڏني ويئي هئي، مون ٿورو ويجهو وڃي انهن کي ڏسڻ ٿي چاهيو. آئون جيئن ئي ٿورو اڳيان وڌيس، ننڍي ڪلي هانز نهايت بدتميزيءَ سان مون کي واپس مُڙڻ جي لاءِ چيو، سڀ ماڻهو اسان ڏانهن ڏسي رهيا هئا، اهو منهنجي غيرت جو سوال هو، تنهن ڪري مون سندس حڪم مڃڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو. هو ڪاوڙ ۾ اچي مون ڏانهن وڌيو، صاف نظر پي آيو ته هو مون مٿان حملو ڪندو، آئون به مقابلي لاءِ تيار ٿي ويس، پر هڪدم وڏي پاڻهنس ڪيس ٻانهن مان جهلي ورتو ۽ هن جي ڪن ۾ ڪجهه چيو ۽ ائين حادثو ٿيندي ٿيندي رهجي ويو.

هڪ ڏينهن ڪيپٽن ٿيرون، جيڪو رابن آئي لينڊ جيل جي معاملن جو انچارج هو، اسان کي ڏسڻ ۽ شڪايتون ٻڌڻ جي لاءِ آيو. مون موقعو غنيمت ڄاڻي چيو، ”اسين اوهان جا ٿوراڻتا آهيون، جو اوهين هتي آيا آهيو! اسان جون شڪايتون گهٽيون آهن، اميد ته اوهين اهي دور ڪري سگهندا.“ پوءِ مون پنهنجي شڪايت ٻڌايس ۽ هن چيو: آئون انهيءَ تي ويچاريندس، پر واپس ويندي هن تيفوءَ ڏانهن ڏٺو، جنهن جو پيٽ وڌيل هو، ۽ آفريڪانز ۾ چوڻ لڳو. ”تنهنجو هي وڌيل پيٽ، هن جيل ۾ رهي جلد گم ٿي ويندو.“ هن جيڪو لفظ استعمال ڪيوهو، انهيءَ جو مطلب ته پيٽ هو، پر اهو وهٽن جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

تيفو پنهنجي بي حرمتي سهي نه سگهيو ۽ هن جيل جي انچارج کي ٺهه پهه جواب ڏنو، ”توکي خبر هئڻ کپي ته تون منهنجو ڪجهه به بگاڙي نه ٿو سگهين، آئون دنيا جي سڀ کان وڏي انقلابي تحريڪ ”ڪميونسٽ پارٽيءَ“ جو ميمبر آهيان، اسين سڄي دنيا ۾ عوامي خدمت جي لاءِ مشهور آهيون، تون ۽ تنهنجي نيشنل پارٽي جلد ئي تاريخ جي ڌوڙ ۾ لٽجي ويندي، جڏهن ته اسين دنيا تي حڪمراني ڪندا رهنداسين. آئون تنهنجي ڏڏ صدر مملڪت کان وڌيڪ عالمي طور تي ڄاتل سڃاتل شخصيت آهيان، تون وري ڪير آهين؟ نهايت معمولي قسم جو ٽڪي جو نوڪرڙو. جنهن طرف آئون ڏسڻ به پسند ڪونه ڪريان، مون کي ته تنهنجو نالو معلوم ڪرڻ جي دلچسپي ڪونهي.“



رنگدار واربر ڪافي عرصي تائين اسان کي سينڊوچ ۽ تماڪ مهيا ڪندو رهيو، پر جيل جي سختين جي باوجود به اسٽيوي ان عيش عشرت کي مطمئن نه هو، هو لڳاتار سگريٽ پيئڻ جو عادي هو ۽ تماڪ جي ان ورهاست تي راضي نه هو، جيڪا مون هن ۽ گيٽس وي جي وچ ۾ ڪئي هئي، هڪ ڏينهن هن سڌو سنئون ان رنگدار واربر کي درخواست ڪئي، جنهن تي هو ڪافي پريشان ٿيو، ڇو ته هو اهي شيون اسان کي ڳجهي نموني، مهرباني ڪري مهيا ڪري رهيو هو، هن مون کي چيو ته اها معاهدي جي ڀڃڪڙي

ٿي رهي آهي، تنهن ڪري هو بيهر هتي نہ ايندو، پر منهنجي درخواست تي هو راضي ٿي ويو، ان رات اسان تيفوءَ کي ڪو بہ سگريٽ نہ ڏنو ۽ اها سڄي رات هو ڪراڙو بي چينيءَ مان پاسا ورائيندو رهيو، ۽ مون کي چيائين، "تون اسان جو اڳواڻ آهين، پر هتي جيل ۾ ايتري سخت سزا نہ ڏي." مون ڪيس اسٽيوي ڪان ڪجهہ سگريٽ ڏياريا.

هڪ ڏينهن ڪم ڪندي، اسان کي احساس ٿيو تہ بيٽ تي ڪجهہ بيا بہ سياسي قيدي آندا ويا اهن، جيل عملدارن (پي اي سي) پان آفريقنسٽ ڪانگريس جي ڪجهہ ميمبرن کي اسان جي سامهون وارين ڪولين ۾ رهايو هو، هڪ رات اسان سيخن جي دروازن مان انهن نوجوانن سان ڳالهايو تہ خبر پئي تہ انهن ۾ منهنجو پاڻيٽو نڪابيني بہ موجود آهي، مون کيس آخري ڀيرو 1941ع ۾ مڪيڪزوينيءَ ۾ ڏٺو هو، جڏهن هو اڃا ٻارهو، هڪ رات آئون ۽ نڪابيني ٽرانسڪي ۽ پنهنجي خاندان جي باري ۾ ڳالهائي رهيا هئاسين، جو اوچتو هن پڇيو، "چاچا! اوهان جو ڪهڙي تنظيم سان واسطو آهي؟ "مون وراڻيو، "آفريقي نيشنل ڪانگريس سان!" اهو ٻڌي اهي سڀئي نوجوان قيدي جيڪي هن جي چوڌري بيٺا هئا، ناراضگي جي اظهار طور دري تان هٽي ويا. سندن خيال هو تہ آئون، پي اي سي ۾ شامل ٿي چڪو هوندس، هڪ ٻئي موقعي تي منهنجي پاڻيٽي مون کان پڇيو تہ اوهان پريٽوريا ۾ سبڪ وي سان ملاقات ڪئي هئي، مون کيس ٻڌايو تہ اسان جي ملاقات ٿي هئي ۽ ڪافي ڪم جون ڳالهيون ٿيون هيون، اهو ٻڌي هو خوش ٿي ويا، پر ساڻس منهنجي اها آخري ملاقات هئي.

ڪجهہ دير کان پوءِ ڪيپٽن آيو ۽ اسان کي پنهنجو سامان ٻڌڻ جو حڪم ڏنائين ۽ پوءِ هو منهنجن ٽنهي ساٿين کي وٺي روانا ٿي ويا ۽ آئون هن ڪوٺڙيءَ ۾ اڪيلو رهجي ويس، ڇو؟ اهو واضح نہ هو، اڪيلائي جو احساس منهنجي لاءِ ڪافي تڪليف وارو هو، جيل ۾ گڏ رهي اسان کي تحفظ جو احساس ٿيندو هو، اسين هڪ ٻئي جي حالتن جا شاهد هئاسين، ان رات مون کي ماني بہ نہ ڏني ويئي، مون هڪ واربر کي سڏ ڪري گهرايو تہ هن چيو، "مون کي باس چئي سڏيندو ڪر." ۽ مون کي بکيو ئي سمهڻون پيو.

صبح جو سوير مون کي راٻن آئي لينڊ مان پريٽوريا لوڪل پهچايو ويو، جيل ڪاتي هڪ بيان جاري ڪيو تہ منهنجي جان جي حفاظت جي خاطر بيٽ مان ڪڍيو ويو آهي. چوتہ پي اي سي جا ڪجهہ نوجوان قيدي مون تي حملي ڪرڻ جو پروگرام ٺاهي رهيا هئا. اهو سراسر ڪوڙ هو. دراصل حڪومت، پنهنجي خاص مقصد جي پورائي جي لاءِ، مون کي واپس آندو هو.

مون کي هتي بہ قيد تنهائيءَ ۾ رکيو ويو، پر ڪنهن نہ ڪنهن نموني ٻاهريون خبرون مون تائين پهچنديون رهيون، خبر پيم تہ 'ايم ڪي' سان لاڳاپيل ڪيترائي ڪارڪن جيل ۾ موجود آهن، انهن ۾ هينري فيضي بہ شامل آهي، جيڪو ايٿوپيا مان فوجي تربيت حاصل ڪري ڪانپوءِ، ڏکڻ آفريقا واپس ورندي گرفتار ڪيو ويو هو. مون کيس پنهنجي بچاءَ جي لاءِ 'هيرالڊ ولف' سان رابطو ڪرڻ جي صلاح ڏني، پر خبر پئي تہ ولف بہ پوليس جي

پڪڙ ۾ آهي، هاڻي مون کي احساس ٿيو تہ ضرور ڪا گڙٻڙ آهي.

1961ع جي شروعات ۾، ونيءَ تي ٻن سالن جي لاءِ چرپر تي پابندي هڻي وئي. هاڻي عملدار مٿس حڪم جي خلاف ورزي جو الزام هڻي، کيس گرفتار يا نظربند ڪرڻ جو پروگرام ٺاهي رهيا هئا. هڪ ڏينهن مون پنهنجي ڪوليءَ مان، ٿامس کي وراندي مان لنگهندي ڏٺو. هو ليليزليف فارم جو مئنيجر رهي چڪو هو، مون کيس ڪولي مان اندران ئي سلام ڪيو. شايد، عملدار اسان جي حفاظتي گهيري جو پتو لڳائي چڪا هئا.

هڪ ڏينهن مون کي جيل جي آفيس ۾ آندو ويو، اتي مون والٽر، احمد ڪيٽراڊا، بوب هيل، مهلبا، جيڪو تازو چين مان واپس وريو هو، الياس موتسوي، ليڊي ۽ ٻين اڳواڻن کي موجود ڏٺو. اسان سڀني تي ٽوڙڦوڙ جو الزام هو، مون اڃا گذريل پنجن سالن جي قيد جي سزا مان فقط نو مهينا پورا ڪيا هئا. آهستي آهستي اسان کي خبر پئجي وئي تہ اهو حادثو ڪيئن پيش آيو. جولاءِ جي ٻارهين تاريخ تي بظاهر هڪ ڊرائي ڪلينر جي وين 'ليليزليف فارم' ۾ داخل ٿي، جيتوڻيڪ هتي ڪنهن بہ ڪپڙن ڌئارڻ جي خواهش جو اظهار نہ ڪيو هو، دراصل اها پوليس جي وين هئي. اوچتو ان مان ڪيترائي پوليس وارا ۽ ڪُتا ٻاهر نڪتا ۽ سڄي فارم کي گهيري ۾ وٺي ورتائون، عمارت جي وڏي ڪمري ۾، نيشنل ڪانگريس جا ڪيترائي اڳواڻ هڪ ميز جي چوڌاري ويٺا ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيا هئا، انهن سڀني کي گرفتار ڪيو ويو، والٽر هڪ دري مان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي؛ پر پوليس جي هڪ خونخوار ڪُتي سندس رستو روڪي ورتو.

پوليس فارم جي ڪنڊڪڙڇ جي جهڙتي ورتي ۽ بي شمار دستاويز سندس هٿ چڙهيا، جن ۾ سڀ کان اهم گوريلا جنگ شروع ڪرڻ جي پروگرام تي مشتمل هئا. هاڻي 'ايم. ڪي' جي سڄي هاءِ ڪمان پوليس جي قبضي ۾ هئي، جنهن کي نوي ڏينهن جي گرفتاري جي قانون تحت نظربند ڪيو ويو. فقط جوسلوو ۽ برم فشر بچي سگهيا، حڪومت، جڻ هڪ زبردستي انقلابي قدم کي ناڪام ڪري ڇڏيو هو، ان جي لاءِ کيس سرتوڙ محنت ڪرڻي پئي هئي. اسان کي ٽوڙڦوڙ جي سازش جي الزام ۾ هڪ مئجسٽريٽ جي عدالت ۾ پيش ڪيو ويو، پر ڪيترن ڏينهن کان پوءِ وڪيلن سان ملڻ جي موڪل ڏني وئي، منهنجو معاملو مختلف هو، اڳ ۾ ئي سزا ڪاٽي ڏوهاري هئس، تنهن ڪري مون کي سڀني کان ڌار رکيو ويو. بهرحال اسان کي عدالتي ڪارروائي جي دوران پاڻ ۾ ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ جو موقعو ملندو رهيو.

هڪ ڏينهن برم فشر اسان کي ٻڌايو تہ کيس سرڪاري عملدارن اهو اشارو ڏنو آهي تہ هو عدالت کي درخواست ڪندا تہ سڀني ڏوهارين کي قانون موجب سخت کان سخت سزا.... موت جي سزا ڏني وڃي، تنهن ڪري اسين ڏينهن رات ڦاسيءَ جي اوسيئڙي ۾ گذارڻ لڳاسين ۽ ان ڳالهہ جو چڱو موچارو اُمڪان بہ هو، جو تہ هن کان گهٽ ڏوهن تي اڳ ۾ ئي ڪيترن ئي ڪارڪنن کي عمر قيد جي سزا ڏني وئي هئي، جيل جا ڪارندا اڪثر ڪري اسان کي ڦاسيءَ جي يادگيري ڏياريندا رهندا هئا، هڪ ڏينهن اڌ رات

ڏاري هڪ وارڊر منهنجي ڪوٺي جي سامهون اچي بيٺو ۽ چيائين، ”منڊيلا! ننڊ جو فڪر نه ڪر، تون جلد ئي ڊگهي ننڊ جا مزا ماڻيندين!“

•

اسان کي 9 آڪٽوبر 1963ع تي پوليس جي زبردست پهري ۾ پريٽوريا جي ”ايوان عدل“ نيو ويو، جيڪا سپريم ڪورٽ جي مرڪزي عمارت آهي، وين جي بلڪل وچ منجهه اسٽيل جي هڪ پٽ ڪڙي ڪٽي ويئي،جيڪا يورپي ۽ آفريقي ڏوهارين کي جدا ڪري رهي هئي. اڄ ان اهم ڪيس جي شروعات ٿيڻي هئي، جيڪو پوءِ اڳتي هلي ”رياست بنام نيلسن منڊيلا ۽ ٻيا“ جي نالي سان مشهور ٿيو. جنهن کي هاڻي ”ريوونا ڪيس“ جي نالي سان ياد ڪيو ٿو وڃي.

ايوان عدل جي پرسان ئي جمهوريه ٽرانسوال جي هڪ اڳوڻي صدر پال ڪروگر جو مجسمو ڪُتل آهي، جنهن اڻويهه صديءَ ۾ انگريزن جي خلاف جنگ وڙهي هئي، ان مجسمي جي هيٺيان ان مشهور ولنديزي نسل جي هيري جي هڪ تقرير جا اقتباس اُڪريل آهن، ”اسين مڪمل اعتماد سان، پنهنجو معاملو سڄي دنيا جي سامهون پيش ڪري رهيا آهيون، اسين ڪامياب ٿيون يا موت سان همڪنار. آزادي، آفريقا ۾ اهڙي ته شان ۽ شوڪت سان ايندي، جيئن سج صبح جو سوير ڪڪرن جي اوٽ مان اُڀرندو آهي.“

اسان جي وين جي اڳيان ۽ پويان پوليس جون ڪيترئيون ئي گاڏيون هلي رهيون هيون، سڀئي وڏا پوليس آفيسر اڳيان اڳيان هئا. ايوان عدل کي پوليس پنهنجي گهيري ۾ وٺي لاٿو هو، سپريم ڪورٽ جي عمارت جي سامهون اسان جي حامين جو وڏو ميڙ ڪٺو ٿي چڪو هو، تنهن ڪري اسان کي عمارت جي پٺيءَ پاسي کان آندو ويو ۽ پوءِ لوهي دروازا بند ڪيا ويا. عمارت جي چئني طرفن پوليس وارا مشين گنون سنڀاليو بيٺا هئا. ٻاهران ماڻهن جي زوردار نعرن ۽ قومي گيت ڳائڻ جا آواز اچي رهيا هئا. اسان کي اندر وٺي ويا، عدالتي ڪاروائي جي شروع ٿيڻ تائين ڏار ڏار ڪوٺڙين ۾ رکيو ويو. ملڪي ۽ عالمي اخبارن جو چوڻ هو ته هي ڏکڻ آفريقا جي تاريخ جو سڀ کان اهم سياسي ڪيس آهي.

اسان کي عدالت جي سامهون پيش ڪرڻ لاءِ آندو ويو، هر جوابدا سان گڏ ٻه هٿيار بند گارڊ هئا. خوبصورت ۽ بلندوبالا ڪورٽ روم ۾ گهڙندي وقت اسان مان هر ڪنهن اي. اين. سي جي مخصوص انداز ۾ مُڪو تاڻي ميڙ کي سليوٽ ڪيو ۽ عدالت جو ڪمرو آفريقا زنده باد ۽ آزادي زنده باد جي نعرن سان ڀُري اُٿيو. اهو معاملو اسان جي لاءِ عزم ۽ حوصلي جو سبب بڻيو، پر خطرناڪ به ثابت ٿيو. پوليس گئلرين ۾ موجود سڀني ماڻهن جا نالا ۽ پتا لکي ورتا ۽ انهن جون تصويرون به ڪڍيون. عدالت جو ڪمرو مقامي ۽ بين الاقوامي اخباري خابروئن سان ڀريو پيو هو ۽ پوليس جا آفيسر اسان جي ۽ حاضرين جي وچ ۾ پٽ ٻنجي ويهي رهيا. آئون مختصر خاڪي ڪپڙا ۽ بدنما چپل پايو بيٺو هئس ۽ دل ئي دل ۾ ٿڪو ٿي رهيو هئس. آئون سزا ڪاٽل ڏوهاري هئس، تنهن ڪري ڪپڙا بدلائي عدالت ۾ حاضر ٿيڻ منهنجي وس کان ٻاهر هو. پوءِ ماڻهن تبصرو ڪيو ته آئون ٻنهه خراب

حالت ۾ هئس. پر اهو ڪنهن به نه سوچيو ته ڪپڙن جي ڪبٽ تائين منهنجي پهچ ٿي نه هئي ۽ ڪيترن ئي مهينن کان مون کي قيد تنهائي ۾ رکيو پي ويو ۽ منهنجو وزن پنجويهه پائونڊ گهٽجي چڪو هو. پوءِ به مون ڳيلري وٽان لنگهندي حاضرين طرف مرڪي ڏٺو. ان وقت پنهنجي حامين جي زيارت کان وڌيڪ ٻي ڪا به شفابخش دوا موجود نه هئي.

پوليس جي زبردست پهري جو هڪ سبب هي هو ته رڳو ڪجهه هفتا اڳ آرٿر گولڊبرچ، هيرلڊولپ، موسي مولا ۽ عبدالحئي جسات هڪ نوجوان گارڊ کي رشوت ڏيئي جيل مان ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا ۽ آرٿر ۽ هيرلڊ پوءِ پادرين جي روپ ۾ سوازي لينڊ ۽ اتان ٽانگا نيڪا وڃي پهتا. سندن ان فرار کي اخبارن ڪافي شهرت ڏني ۽ حڪومتي مشنري سخت پريشان ٿي، پر اسان جا حوصلا بلند ٿي ويا.

ريوونيا ڪيس جي سماعت ٽرانسوال جي چيف جسٽس 'ڪوارس ڊي ويٽ' جي حوالي ٿي. جيڪو ڳاڙهو جبو پايو ڪاٺ جي هڪ خوبصورت ڇاپري هيٺ ويٺو هو. ڊي ويٽ انهن ججن مان هو، جن کي يونائيٽيڊ پارٽيءَ جي دور ۾ مقرر ڪيو ويو هو. تنهن ڪري ڪيس حڪومت جو چاڙتو نه سمجهيو ويندو هو ۽ ڳنڀير شخصيت جو مالڪ هو. سرڪاري وڪيل ٽرانسوال جو ڊپٽي اٽارني جنرل 'ڊاڪٽر پرسي يوٽار' هو. جيڪو ڏکڻ آفريقا جو اٽارني جنرل بڻجڻ جا خواب ڏسي رهيو هو. هو بندري قد جو، گنجو، پر ڦڙتيلو شخص هو. ڪاوڙ يا جذباتي حالت ۾ ڪانئس هلڪي سيٽيءَ جهڙي رڙ نڪري ويندي هئي. هو ڊراما بازي ۾ وڏو ماهر هو. هن اٿي بيهي عدالت کي مخاطب ٿيندي چيو "مائي لارڊ! آئون رياست بنام نيشنل هاءِ ڪمان ۽ ٻين جي خلاف اوهان جي سامهون ڪيس پيش ٿو ڪريان."

جوابدار نمبر پهريون آئون هئس- يوتار فرد جرم عدالت کي پيش ڪئي ۽ استدعا ڪئي ته اسان کي هڪدم ڏوهاري قرار ڏنو وڃي ۽ بنا دير جي فيصلو ڪيو وڃي. اهو پهريون موقعو هو جو اسان کي فرد جرم مهيا ڪئي ويئي هئي. جيتوڻيڪ فرياديءَ اها اڳواٽ ڊيلي ميل ۾ شايع ڪري ڇڏيو هو. اسان مان يارهن ڄڻن کي شر انگيزي جي اهڙن ٻن سئو واقعن جو ڏوهاري ٺهرايو ويو هو. جنهن جو مقصد پر تشدد انقلاب ۽ هٿيار بند ڪاروائين جي ذريعي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ملڪ تي قبضو ڪرڻ هو.

معاملو عجيب هو. اسان جي مٿان بغاوت جو الزام ڌرڻ بدران ، ڀڃ ڊاهه ۽ سازش جا الزام هنيا ويا هئا. سبب اهو هو ته ملڪي قانون موجب بغاوت جي ڪيس ۾ حڪومتي اهلڪارن کي وڌيڪ محنت ڪرڻي ٿي پيئي ۽ انهيءَ جي ثبوت لاءِ اکين ڏٺن شاهدن جي ضرورت هوندي آهي. جڏهن ته ڀڃ ڊاهه ۽ سازش جو ڏوهه ثابت ڪرڻ جي لاءِ ڪنهن ڊگهي ڪارروائي جي ضرورت نه هئي، بس حڪومت الزام هڻي ڇڏيندي هئي ۽ جوابدار جي ڇوٽڪاري جي سڄي ذميواري صفائي جي وڪيلن تي هوندي هئي. بهرحال ٻنهي جي انتهائي سزا هڪ ئي هئي. ڦاهي تي لٽڪائڻ.

برم فشر ، عدالت کي مهلت جي درخواست ڪئي، سندس چوڻ هو ته فريادي

اسان کي تياري جو وقت ئي نہ ڏنو آهي. ڪيترائي جوابدار ڪافي وقت کان قيد تنهائي ڪاٽي رهيا آهن. حڪومت ٽن مهينن جي تياري کان پوءِ ڪيس آندو آهي، جڏهن تہ اسان کي فرد جرم اڄ ڏني پئي وڃي، جسٽس ڊي ويٽ ٽن هفتن جي لاءِ ڪاروائي ملتوي ڪري ڇڏي.

ڪيس جي پهرينءَ ئي ڏينهن مون کي اهو ڄاڻي سخت بيزاري ٿي تہ وني جوهانسبرگ ۾ پنهنجي نظربنديءَ جي ڪري عدالت ۾ اچي نہ سگهي هئي. پوليس هن جي درخواست رد ڪري ڇڏي هئي. اسان جي رهائشگاهہ جي جڙتي ورتي ويئي ۽ وني جي هڪ مائٽ کي گرفتارڪيو ويو . پر وني ڪا اڪيلي نظر بند عورت نہ هئي. البرٽنا سيسولو ۽ ڪيرولين مانسو بہ نظر بند ڪيون ويون هيون. والٽر جي ننڍي پٽ ميڪس کي بہ نہ ڇڏيو ويو هو. حڪومتي ظلم جي اها نئين ٽيڪنيڪ هئي. حريت پسندن جي زالن، ٻارن کي جيل ۾ وجهي حڪومت مٿن دٻاءُ وجهڻ ٿي چاهيو. سياسي قيدين جي لاءِ اها بربريت سهپ کان ٻاهر هئي. ونيءَ پوليس جي خلاف انصاف واري وزير وٽ اپيل داخل ڪئي ۽ ڪيس ان شرط سان موڪل ملي تہ هوءَ روايتي قبائلي لباس پائي عدالت ۾ ڪين ايندي. عجيب ڀوڳ هو. اهائي حڪومت جيڪا اسان کي هوم لينڊ جو نظريو قبول ڪري، اسان جي ڪلچر کي اپنائڻ بابت زور شور سان پروپيگنڊا ڪري رهي هئي. سا هڪ عورت کي عدالت جي ڪمري ۾ زهوسا جبو پائي اچڻ تي روڪي رهي هئي. ايندڙ ٽن هفتن تائين اسان کي پاڻ ۾ گڏجي سڏجي بچاءُ جي تياري ڪرڻ جي موڪل ڏني ويئي. هاڻي آئون هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي دوستن ۽ ساٿين جي همراهہ هئس. اهو ميڙ منهنجي لاءِ ٽانڪ ثابت ٿيو ۽ منهنجو وزن بحال ٿي ويو. اسان جي گهر وارن کي بہ هفتي ۾ ٻن ڪلاڪن جي ملاقات جي موڪل ۽ هڪ ڀيرو ٻاهران ماني آڻڻ جي سهولت ملي ويئي. تنهن ڪري آئون مسز پلائي جي لذيذ ڊنر سان پنهنجو وزن وڌائيندو رهيس.

جيتوڻيڪ عدالت ۾ هلندڙ ڪيس تي عوامي سطح تي تبصرو ۽ اخباري بيانن جي موڪل نہ هوندي آهي. پر حڪومت ان قانوني پابندي جي بنهہ پرواهہ نہ ڪئي ۽ نوي ڏينهن جي نظر بندي جي آڏ ۾ قانون ۽ انصاف جو مذاق اڏائيندو رهيو. بهانو هي بنايو ويو تہ اڃا اسين رڳو گرفتار آهيون ۽ باقاعده جوابدار ناهيون. هر حڪومتي فرد، وزير انصاف سميت اسان کي کليو کلايو شرپسند قرار ڏيئي رهيو هو ۽ اخبارون "انقلاب، هٿيار ۽ فوج" جو سرخيون هٿي رهيون هيون.

29 آڪٽوبر تي اسين ٻيهر ايوان عدل ۾ داخل ٿياسين اهوئي ماحول هو. ماڻهن جو وڏو ميڙ هو. نعره ۽ گيت، پوليس جو زبردست پهرو هو. اهڙي طرح اعليٰ شخصيتن ۽ پرڏيهي سفارت خانن جي نمائندن جي موجودگي. گذريل ٽي هفتا آئون ساٿين سان رهي پاڻ کي تازو توانو ۽ نئوبنو محسوس ڪري رهيو هوس. اسان جي وڪيلن جيل جو لباس پائي حاضر ٿيڻ بدران عام ڪپڙن ۾ عدالت ۾ حاضر ٿيڻ جي موڪل وٺي لاٿي هئي. تنهن ڪري هن ڀيري مون کي سوٽ پاتل هو. پر سرڪاري عملدار اسان کي خبردار ڪيو تہ

جيڪڏهن اسان گئلرين ۾ ويٺل ماڻهن جا مُڪا لهرائي جذبا اپارڻ جي ڪوشش ڪئي ته اسان کي ٻيهر جيل جو خاڪي لباس پارايو ويندو. البت هڪ تبديلي اها ٿي ته اسان کي عدالت جي ڪمري ۾ جج جي اچڻ کان پوءِ آندو ويو ته جيئن اهو سمجهيو وڃي ته عدالتي ڪارروائي جي شروعات ٿي چڪي آهي ۽ ماڻهن کي نعري بازي جو موقع ملي نه سگهي.

صفائيءَ جي طرفان حملي جي شروعات ٿي ته برم فشر حڪومت جي فردجرم کي اٿپورو ۽ غير واقعاتي قرار ڏنو. مثال طور هي الزام انتهائي غير حقيقت پسندي وارو هو ته آئون انهن ڏينهن پيچ ٻاهر جي ڪاروائين ۾ ملوث هئس. جڏهن ته اصل حقيقت هيءَ هئي ته آئون پريٽوريا لوڪل جيل ۾ بند هئس. پراسيڪيوٽر يوتار ان نقطي جو ڪو اطمينان جوڳو جواب ڏيئي نه سگهيو ۽ جج ڊي ويٽ، چيس "مسٽر يوتار! اوهان جا هڙئي دليلن جو بنياد نقط اوهان جو اهو ذاتي اطمينان آهي ته جوابدار گناهه گار آهن." ڊي ويٽ فرد جرم رد ڪري ڇڏيو ۽ ڪارروائي جي پڄاڻي جو اعلان ڪري ڇڏيو. اصولي طور تي ان گهڙي اسين آزاد هئاسين. عدالت جي ڪمري ۾ هُلچل مچي ويو. پر جج اڃا پنهنجي ڪرسي تان ئي نه اٿيو هو ته اسان کي اتي جو اتي ٻيهر گرفتار ڪيو ويو. هڪ پوليس آفيسر چيو: "آئون اوهان سڀني کي شرپسندانه سرگرمين جي الزام ۾ گرفتار ٿو ڪريان." تنهن ڪري اسان کي ٻيهر جيل جي ڪوٺين ۾ پهچايو ويو، اهو عمل به حڪومت جي لاءِ هڪ زبردست ڌڪ هو.

ڊسمبر مهيني ۾ اسان کي ٻيهر عدالت ۾ پيش ڪيو ويو. حڪومت نئين فرد جرم ڪٺي آئي هئي. اسان محسوس ڪيو ته جج ڊي ويٽ جو رويو بدليل هو. مٿس حڪومت جو دٻاءُ وڌي چڪو هو. نون الزامن ۾ چيو ويو هو ته اسان پيچ ٻاهر ۽ هٿيار بند انقلاب جي خاطر گوريلا جنگ جي خاطر ڪارڪن ڀرتي ڪيا آهن. ڪميونسٽ انقلاب برپا ڪرڻ جي لاءِ پرڏيهي فوجي امداد حاصل ڪرڻ جي رٿا بندي ڪئي ۽ ٻاهران پئسو آندو آهي. يوتار جو چوڻ هو ته جوابدارن وٽ ايترا ته هٿيار هئا جو جوهانسبرگ کي اڏائڻ جي لاءِ ڪافي هجي ها.

تنهن کان پوءِ رجسٽرار عدالت کي درخواست ڪئي ته جوابدارن کان پڇائو ڪيو وڃي. پر اسان فيصلو ڪيو هو ته عدالت ۾ رسمي بيان نه ڏينداسين. بلڪ ان جي سڄي ڪارروائي جي خلاف پنهنجي جذبن جو اظهار ڪنداسين.

جسٽس ڊي ويٽ چيو، "جوابدار نمبر پهريون نيلسن منڊيلا! تون پنهنجي ڏوهه جو اقرار ڪرين ٿو يا نه!؟" مون اٿي ٻيهي چيو "ماءِ لارڊ ان ڪٽهڙي ۾ مون بدران حڪومت کي هئڻ کپي ها، آئون ڏوهه کان انڪار ٿو ڪريان."

" جوابدار نمبر ٻه والٽر سيسولو ! تون ڏوهه جو اعتراف ڪرين ٿو يا نه!؟" جج پڇيو.

"ملڪ ۾ جيڪي ڪجهه وهي واپري پيو، تنهن جي هيءَ حڪومت ذميوار آهي،

آئون ڏوهہ کان انڪار ٿو ڪريان.“ سيسولو ورائيو.

تنهن تي ڊي ويٽ چيو تہ ڪيس سياسي بيانن سان ڪابہ دلچسپي ڪونهي. جوابدارن کي فقط ڏوهہ جو اعتراف يا انڪار ۾ ورندي ڏيڻ کپي. پر اسان سنڌس هدايت کي نظر انداز ڪري ڇڏيو ۽ هر قيدي چيو اصل ڏوهاري هو نہ پر حڪومت آهي.

عدالتي ڪارروائي هڪ ڊرامون لڳي رهي هئي. حڪومت پنهنجي پراسيڪيوٽر جي تقرير عدالت جي ڪمري مان سڌو سنئون ريڊيو تي نشر ڪرڻ جو بندوبست ڪيو هو. يوتار ۽ جج ٻنهي جي سامهون هڪ هڪ مائيڪ رکيو هو. يوتار پنهنجو گلو صاف ڪري رهيو هو، جو برمہ فشر اُٿيو ۽ عدالت کي درخواست ڪيائين تہ عدالت جي ڪمري مان مائيڪرو فون هٽايا وڃن ، جو اها هڪ طرفي ڪارروائي آهي ۽ عدالت جي احترام جي بہ ابتڙ آهي. تنهن ڪري پراسيڪيوٽر جي مخالفت جي باوجود جج مائيڪرو فون هٽائڻ جو حڪم ڏنو.

پراسيڪيوٽر پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ آفريڪي نيشنل ڪانگريس گوريلا جنگ جي باقاعده رٿا بندي ڪئي هئي. ۽ ان مقصد جي لاءِ هن هزارين ڪارڪن تيار ڪيا هئا. تنهن کان سواءِ هڪ پرڏيهي طاقت جي فوجي دستن کي بہ ڏکڻ آفريقا تي قبضي ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪرڻو هو، تنهن کان پوءِ انتظامي معاملن جي لاءِ هڪ عارضي انقلابي حڪومت جو قيام عمل ۾ آڻڻو هو. انهن ڪارروائين جي اصل محرڪ 'امخونتووي سزوي' تنظيم آهي. جيڪا آفريقي ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي هدايتن هيٺ ڪم ڪندي آهي ۽ ان جو مرڪزي هنڌ ريووينا آهي. جتي هن تنظيم هڪ سگهارو ريڊيو ٽرانسميٽر بہ لڳائي رکيو آهي.

هن اسان سڀني کي دهشتگرد ۽ شرپسند ڪاروائين جو ذميوار ٺهرايو ۽ خاص طور تي الياس ، اينڊريو ۽ ڊينس جو نالو ورتو ۽ چيو تہ هو مختلف شهرن ۾ ڪارڪن ڀرتي ڪرڻ ۽ تربيتي ڪئمپن جا انچارج آهن. هن مختلف قسم جي بمن جي تياري ۽ پرڏيهي ناڻي جي فراهميءَ جا تفصيل بيان ڪيا.

اينڊڙ ٽن مهينن تائين فريادي هڪ سئو ٽيهتر شاهد ۽ هزارين مسودا، تصويرون ۽ گوريلا جنگ جي باري ۾ لکيون مارڪسزم تي لکيل ڪتاب ۽ نقشا وغيره عدالت ۾ پيش ڪيا. ريووينا جو تصويرون ڪيندڙ پوليس جي فوٽو گرافر کان علاوه گولڊبرچ گهراڻي جي گهريلو نوڪرن کي بہ مهينن تائين حراست ۾ رکيو ويو ۽ پوءِ اسان جي سڃاڻپ لاءِ عدالت ۾ پيش ڪيو ويو. پر ڪراڙي 'جيلي مين' منهنجي خاص مدد ڪئي ۽ جوابدار نمبر پهرين کي سڃاڻڻ کان انڪار ڪيو. هن فريادي تي زور پرڻ جي باوجود بہ اهو چيو تہ: اصل جوابدار هتي موجود ڪونهي.

ريووينا ۾ رٿابنديءَ جي زماني ۾ آئون جيل ۾ هئس، تنهن ڪري اسين حيران هئاسين تہ حڪومت منهنجي خلاف ڪهڙي شاهدي پيش ڪندي. پر هڪ ڏينهن يوتار ڊرامائي طور تي منهنجي امڪاني فرار جو اهو مڪمل نقشو عدالت ۾ پيش ڪري ڇڏيو.

جيڪو مون قلعي واري زماني ۾ تيار ڪري ڳجهي نموني ٻاهر موڪليو هو ۽ دوستن کي چيو هيم ته اهو ضايع ڪري ڇڏجو. هاڻي خبر پيم ته منهنجي سنگتين اهو ضايع ڪرڻ بدران هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت سان محفوظ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو ۽ هاڻ ريووينا جي جاچ جي دوران انهن ئي ڪاغذن سان گڏ حڪومت جي هٿ چڙهي ويو هو، فريادي جو چوڻ هو ته اسان سڀني غير قانوني طور تي فرار جي رٿ رٿي هئي.

حڪومت پاران پيش ٿيندڙ سڀ کان اهم شاهد برونومتولو هو، جنهن کي عدالت ۾ مسٽر ايڪس جي نالي سان آندو ويو. سرڪاري وڪيل رازدارانه انداز ۾ درخواست پيش ڪئي ته جيئن شاهد جي زندگيءَ کي جوکو رسڻ جو ڊپ آهي، تنهن ڪري سندس بيان جيڪو ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو، ڳجهي نموني قلم بند ڪيو وڃي. اخباري نمائندن کي ان ۾ موجود رهڻ جي موڪل هجي. پر هو ٻاهرين دنيا کي شاهد جي سڃاڻپ ڪرائي نه سگهن.

متولو ڊگهو، سگهارو ۽ زبردست ياداشت جو مالڪ هڪ زولو شخص هو. سندس تعلق نٽال سان هو ۽ هو مقامي 'ايم ڪي' جو اڳواڻ رهي چڪو هو. هو ريووينا ۾ به رهي ويو هو. ۽ هڪ ماهر دهشتگرد هو. آئون سانس فقط هڪ ڀيرو مليو هئس، جڏهن يورپ مان موٽڻ تي نٽال ۾ ايم. ڪي جي ڪارڪنن کي خطاب ڪيو هيم. پنهنجي باري ۾ هن جي شاهدي کي ڏسندي مون کي پڪ ٿي وئي هئي ته سزا ضرور ملندي.

هن اها ڳالهه مڃي ته هو ايم . ڪي جو رڪن رهي چڪو آهي. ۽ هن ميونسپل آفيس کي تباهه ڪرڻ سميت ڪيترين ئي دهشتگرديءَ جون ڪارروايون ڪيون هيون. هن بم، لينڊ مائنز ۽ گرينڊ جي استعمال جا طريقا ٻڌايا ۽چيو ته هو اهو سڀ ڪجهه زير زمين رهي ڪندو رهيو آهي. هن مڃيو ته هو مڪمل طور تي نيشنل ڪانگريس جي نظرين جو حامي رهيو هو. پر جڏهن ڪيس پتو پيو ته اها تنظيم ڪميونسٽ پارٽيءَ جي هٿ هيٺ آهي ته سندس پروسي کي ڌڪ لڳو.

هو پوليس جي هدايتن موجب بيان ڏيئي رهيو هو ۽ ڏاڍو پر اعتماد هو، پر ڪانٽس ڪيترين ئي غلطيون به ٿيون. هن منهنجي باري ۾ چيو ته مون گوريلا ڪارڪنن کي ٻڌايو هو ته ايم. ڪي، جا سڀئي حلقا سڄا ڪميونسٽ آهن، پر انهيءَ جي تشهير نه ڪرڻ کپي. متولو جي شاهدي جو مقصد ڪميونسٽن سان اسان جي لاڳاپن کي ثابت ڪرڻ جي پوري اهليت رکندڙ هو.

پوليس جي تشدد ۽ مار موچڙي جي ڪري اهو ممڪن هو ته نيشنل ڪانگريس جو ڪو به رڪن پنهنجا حوصلا وڃائي ويهي، پر متولو تي ته پوليس هٿ به نه کنيو هو. مون کي سندس بي وفائي تي ڏاڍو ڏک ٿيو. هن ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن کي به دهشتگرديءَ ۾ ملوث ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪي بلڪل بي گناهه هئا. سندس اهو ڏوهه معافي جي لائق نه هو.

متولو تي جرح دوران پتو پيو ته هو 'ايم . ڪي' جو رڪن بڻجڻ کان اڳ چوري

چڪاري وغيره جي ڏوهن ۾ ٽي پيرا ٽيپ به ڪاٽي چڪو هو. پر ان ڦاٽ ڦاٽڻ جي باوجود به هو اسان جي لاءِ بي حد خطرناڪ شاهد ثابت ٿيو. جج ڪيس پروسي جوڳو شخص قرار ڏنو ۽ سندس ڳالهين کي اعتبار جوڳو ڳڻايو. نتيجو هي نڪتو جو سندس شاهدي اسان سڀني کي ڏوهاري ثابت ڪري ڇڏيو.

حڪومت پاران ڪيس جو گهڻو تڻو مدار انهيءَ ڇهن صفحن جي ايڪشن پلان تي هو، جيڪو ريوونيا تي ڇاپي جي دوران انهيءَ ميز تان قبضي ۾ ڪيو ويو هو، جنهن جي چوڌاري ڪانگريس جا اڳواڻ ويٺا ڪچهري ڪري رهيا هئا. ان منصوبي ۾ گوريلا جنگ ۽ حڪومت جي خلاف عوامي بغاوت جا تفصيل ڏنا ويا هئا. سڄي ملڪ ۾ ست هزار گوريلا ڪارڪنن کي خاص خاص هنڌن کي نشانو بڻائڻو هو، جن جي تربيت غير ملڪي ماڻهن جي مٿي هئي.

فريادي ان ڳالهه تي هوڏ ٻڌيو بيٺو هو ته آپريشن ماهي بويي Opration Mahi buyc ايم. ڪي جي حتمي رٿا هئي ۽ جنهن جي ڪانگريس جي مرڪزي ڪميٽي منظور ڏيئي چڪي هئي. جڏهن ته اسان جو اسرار هو ته اها رٿا فقط ڳالهين جي حد تائين هئي ۽ ان جي ڪڏهن به رسمي منظوري نه ڏني ويئي هئي. آئون پاڻ به ان کي هڪ بي ترتيب مسوده سمجهندو هئس جيڪو عمل جوڳو نه هو منهنجي خيال ۾ موجوده حالتون گوريلا جنگ جي لاءِ سازگار نه هيون. بيو ته اها رٿا منهنجي غيرموجودگي ۾ رٿي ويئي هئي. ۽ مون کي ان بابت گهڻي خبر چار نه هئي. ريوونيا مان گرفتار ڪيل اڳواڻن جي وچ ۾ به انهيءَ جي حتمي هئڻ تي اختلاف هو. ڪن ان کي تنظيم جو سرڪاري دستاويز قرار ڏنو. جڏهن ته ٻين جو چوڻ هو ته جيتوڻيڪ اهو مسودو ڪانگريس جي هاءِ ڪمان جو تيار ڪيل هو، پر اڃا اهو مرڪزي ڪميٽي منظور نه ڪيو هو ۽ سردار لوٿولي ته اڃا اهو ڏٺو به نه هو.

ڦاسي جي تختي تائين پهچائڻ واري ان ڪيس جي باوجود به اسين بيحد خوش رهندا هئاسين. پاڻ ۾ کل ڀوڳ به ڀيا ڪندا هئاسين. اسان سڀني مان ننڍي وهي جو جوابدار 'ڊينس گولڊ برگ' ڀوڳائي طبيعت جو مالڪ هو. هو مهلبا کي پادري صاحب چئي سڏيندو هو، جو ته هڪ شاهد موجب هو پادرين جي ويس اوڍي پوليس کي چوتيو بڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو.

قانوني مشاورت دوران اسين هڪٻئي کي ڪاغذ جي ٽڪرن تي نياپا موڪلي دل ڀيا خوش ڪندا هئاسين. اسان جو نگران اسپيشل برانچ جو ۽ ڳاڙهي منهن وارو هڪ 'ليفٽيننٽ سوين پول' هو. هڪ ڏينهن گوون ڏاڍي راز داري واري انداز ۾ ڪجهه لکيو ۽ ڪاغذ جو ٽڪر منهنجي حوالي ڪيو، مون اهو پڙهي ڪنڌ ڌوڻيو ۽ احمد ڪٿي کي ڏنم. هن اهو پڙهيو. ڪيسي مان ماچيس ڪڍي اهو ڏيک ڏنائين ته هو ڪاغذ کي ساڙي رهيو هو، اهو ڏسي هو تيزي سان اندر آيو ۽ جهپو هڻي ڪيٽي جي هٿ مان ڪاغذ کسي ورتائين. هن جي خيال ۾ اسين ڪو بي حد ڳجهو معاملو طئي ڪري رهيا آهيون. هن

ڪاغذ ڪسيندي ڇيو

"آئون اوهان سيني کي ٺيڪ ڪري ڇڏيندس." پر ڪاغذ جي ان ٽڪري تي لکيل هو. "سوين پول ڪيڏو نه پيارو ٻارڙو آهي."

هڪ ڏينهن عدالت جي ڪمري ۾ حاضر هئاسين جو هڪ سري ڪان ڪاغذ جو هڪ ٽڪرو هليوءِ مون تائين اچي پهتو. اسين بيابان ۾ هئاسين ۽ گهر بهار اچي رهي هئي، جمي ڪنٽر جي زال اميد سان هئي. جمي وڪيل هو ۽ هن ڪيس ۾ سندس سڌو سنئون ڪو به لاڳاپو نه هو. سواءِ ان جي ته هو هيرالڊ ولپ جو سَنڍيو هو. تنهن ڪري پوليس ڪيس به ڪٿي ڪاٿ ۾ هنيو. جمي لکيو هو:

"مون ۽ باربرا مذهبي پيشوائن سان صلاح مصلحت ڪان پوءِ فيصلو ڪيو آهي ته اسان جي گهر ۾ نئون ايندڙ ننڍڙو مهمان ڇوڪرو هجي يا ڇوڪري اهو اوهان جي نالي منسوب ڪنداسين. جيڪڏهن اوهان اها آڇ قبول ڪندا ته اسان جي عزت افزائي ٿيندي ۽ اهڙي طرح اوهان ماضي ۾ جيڪي غير شريفاڻه عمل ڪيا آهن، انهن ۾ هڪ ٻي ڏوهه جو واڌارو ٿي ويندو."

مون انهيءَ مهل خط جو جواب لکيو ۽ قطار جي ٻي سري تائين وڃي پهتو:

" اها ڳالهه منهنجي لاءِ خوشي جو سبب بڻي آهي. اها منهنجي عزت افزائي ٿيندي. مون کي اميد آهي ته حڪومت جا ماڻهو هاڻ مون کي ڦاسي جي تختي تي چاڙهائڻ جي جرئت ڪين ڪندا."

•

فريادي جو بيان ڪرسمس جي دوران به جاري رهيو ۽ 29 فيبروري 1964ع تي پڄاڻيءَ تي پهتو. اسان کي پنهنجي بچاءَ جي لاءِ هڪ مهيني جو وقت ڏنو ويو، پر سيني قيدين جو مامرو هڪ جهڙو نه هو، ڪنهن جو ڏوهه بنهه معمولي هو ته ڪنهن جو وري بي حد سنگين هو، ڪيترن کي ته بنا ڪنهن سبب جي واڙيو ويو هو. البت مون سميت ڇهه ڄڻا اهڙا هئا، جن کي پنهنجي ڏوهه جو بهرحال اعتراف ڪرڻو هو.

اسان جي ساٿين ۾ ان ڳالهه تي اختلاف هو ته اسين بيان حلفي داخل ڪريون يا نه. بهرحال عام طور تي ان ڳالهه تي سهمت هئاسين ته اسين ان ڪيس کي قانوني انداز ۾ وڙهڻ جي بدران پنهنجي نظرين جي تشهير جي پليٽ فارم طور استعمال ڪنداسين. جهڙوڪ: اسين ٽوڙ ڦوڙ جي ڪاروائين جي ترديد نه ڪنداسين. پنهنجي سزا ۾ گهٽ وڌائي سان به اسان کي دلچسپي نه هوندي، بلڪه اسين جدوجهد کي سگهه ونرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪنداسين.

اسين پنهنجي بچاءَ ۾ قانوني نقطن بدران، وڌيڪ زور عالمي اخلاقيات تي ڏينداسين. اسين حڪومت جي الزامن کي مڃڻ جي لاءِ تيار هئاسين، پرڪنهن به قسم جي معلومات ڏيڻ جي لاءِ هرگز تيار نه هئاسين.

فرياديءَ جو مرڪزي نقطو اهو هو ته اسين گوريلا جنگ جي شروعات ڪرڻ وارا

هئاسين، اسان فيصلو ڪيو ته ان ڳالهه جي اسين اهو چئي ترديد ڪنداسين ته اسان گوريلا جنگ جي شروعات نه ڪئي هئي، جو ته اڃا اسان جون پيچ ڏاهه ۽ ٽوڙ ڦوڙ واريون ڪارروايون ناڪام نه ٿيون هيون. البت اهو الزام غلط هو ته اسان ڪنهن فرد کي قتل ڪيو هو. اهو بلڪل ڪوڙ هو.اسان جو پرڏيهي فوجي مداخلت جو به ڪو پروگرام نه هو.

عدالت ۾منهنجي خلاف ڪافي مواد پيش ڪيو ويو هو. منهنجي هٿ جا لکيل مسودا ٻڌائي رهيا هئا ته مون غيرقانوني طور تي ملڪ ڇڏيو آهي. پنهنجي ڪارڪنن جي فوجي تربيت جو بندوبست ڪيو آهي. ۽ 'امخونتووي سزوي' جي قيام ۾ عملي حصو ورتو آهي، منهنجي هٿ جو لکيل هڪ مسودو، 'ڪميونسٽ ڪيئن ٿو بنجي سگهجي؟' به موجود هو، جيڪو حقيقت ۾ هڪ چيني دانشور ليوشائوچي جي مقالي جا ٽڪرا هئا، جيڪي مون موززڪوتاني، سان ڳالهين ٻولهين جي دوران ترتيب ڏنا هئا. پر حڪومت طرفان انهيءَ آڌار تي مون کي پڪو ڪميونسٽ قرار ڏنو پي ويو.



سڀ کان پهرين منهنجو بيان رڪارڊ ٿيڻو هو، تنهن ڪري، بچاءَ جو طريقي ڪار طئي ڪرڻ به منهنجي ذمي هو. ڏکڻ آفريقا جي عدالتن ۾ شاهد جي ڪٽهڙي ۾ بيهي نقط سوالن جي جواب تي ٻڌل بيان ڏيئي ٿي سگهجيو، پر مونکي ان طريقي ڪار تائين محدود رهڻ گوارا نه هو، تنهن ڪري اسان فيصلو ڪيو ته آئون ڪٽهڙي مان بيهي پنهنجو لکيل بيان پڙهندس، جڏهن ته ٻيا ساٿي حلفي بيان داخل ڪندا ۽ وڪيلن جي آڏي پڇا کي منهن ڏيندا. شاهدن جي ڪٽهڙي مان بيهي ڏنل بيان تي نه آڏي پڇا ٿيندي آهي ۽ نه وري عدالت سوال ۽ جواب ڪندي آهي، تنهن ڪري ان جو قانوني وزن به عام "حلفي بيان" جهڙو نه هوندو آهي، عام طور تي شاهد آڏي پڇا کان بچڻ جي لاءِ اهو رستو اختيار ڪندا آهن. اسان جي وڪيلن خبردار ڪيو ته اهو طريقو خطري جو باعث بنجي ٿو سگهي، جو ته پلي آئون ڪيترو به پنهنجي ڏوهه کان انڪار جو اظهار ڪيان، جج ان تي ڌيان نه ڏريندو. پر اسان جون ترجيحون ڪجهه ٻيون هيون، اسان ته انهيءَ بيان جي ذريعي پنهنجي سياسي پاليسين ۽ پنهنجي فڪر ۽ نظرين جو پرچار ڪرڻ ٿي چاهيو، آئون يوتار جي آڏي پڇا کان خائف نه هئس، پر انهيءَ موقعي کي پنهنجي شڪايتن ۽ اهنجن جي اظهار جو پليٽ فارم بنائڻ جو عزم ڪري چڪو هئس.

اسان فريادي، تي اهو ظاهر ٿيڻ نه ڏنو. بلڪ گهر ڪئيسين ته مون کي پنهنجي بيان حلفي تيار ڪرڻ جي لاءِ بغاوت جي ڪيس جو سڄو فائيل کپندو ۽ پوءِ اسين ڇپن ئي ڇپن ۾ پيا مرڪندا هئاسين، جڏهن ڏسندا هئاسين ته يوتار هڪ سئو جلدن تي ٻڌل بغاوت جي ڪيس جي مطالعي ۾ محو هوندو هو. مون پنهنجو بيان تيار ڪرڻ ۾ به هفتا لڳايا، پوءِ ساٿين کي پڙهي ٻڌايم، جن فائينل منظوري ڏني ۽ تنهن کانپوءِ برم فشر کي ڏنوسين ته هو پڙهي ڏسي. برم هڪ ٻئي وڪيل 'هال هينسن' کي صلاح جي لاءِ ڏنو. جنهن صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو ته جيڪڏهن منڊيلا اهو بيان عدالت ۾ پڙهيو ته حڪومت ڪيس عدالت

مان سڌو ڦاسي گهاٽ وٺي ويندي ۽ ڦاسي جو ڦندو سندس ڳچيءَ ۾ وجهندي.

برم فشر منهنجو بيان پڙهي اڳ ۾ پريشان هو. هاڻي 'هينسن' جي ڳالهه ڪيس وڏيڪ ڏڪارو ڪري ڇڏيو. هو ٻئي ڏهاڙي مون وٽ آيو ۽ چيو تہ مون کي پنهنجي تقرير مناسب حد تائين بدلائڻ کپي. اسين محسوس ڪري رهيا هئاسين تہ عدالت ۾ اسين ڪجھ بہ چئون، پر نتيجو ڦاسيءَ جو ڦندو هوندو. تنهن ڪري چو نہ اهو سڀ ڪجھ چئي ڇڏجي، جيڪو اسان جي دل ۾ آهي، ۽ جنهن تي اسان جو ايمان آهي. حالتون ٻاهر بہ ڇڪتاڻ واريون هيون، اخبارون لڳاتار اها اڳڪٿي ڪري رهيون هيون تہ اسان کي موت جي سزا ڏني ويندي. 'برم' مون کي چيو تہ گهٽ ۾ گهٽ پڇاڙڪي پئرا نہ پڙهان، پر آئون سڀ ڪجھ پڙهڻ تي هوڏ ٻڌيو بيٺو هئس.

20 اپريل سومر جي ڏينهن اسان کي سخت انتظامي بندوبست هيٺ "عدل جي ايوان" ۾ آندو ويو. هاڻي اسان کي پنهنجو بچاءُ پيش ڪرڻو هو. ايوان اڳ جيان ماڻهن سان پريو پيو هو. وني بہ منهنجي امڙ سان گڏ موجود هئي. مون ڪنڌ جهڪائي کين سلام ڪيو.

برم جيئن ئي عدالت ۾ اهو اعلان ڪيو تہ جوابدار، حڪومت پاران لڳايل الزامن کي صحيح  تا مڃين. ايوان ۾ سناٽو پکڙجي ويو. پر برم پنهنجي ڳالهہ جاري رکي ۽ چيو تہ ان جي باوجود بہ وڪيل صفائي پاران حڪومت جي ڪيترين ئي دعوائن جي ترديد ڪئي ويندي. حڪومت جي اها دعوي آهي تہ امخونتووي سزوي، آفريقي نيشنل ڪانگريس جو فوجي شعبو آهي، پر اها ڳالهہ حقيقت جي ابتڙ آهي. اها ڳالهہ بہ بلڪل غلط ۽ بي بنياد آهي، تہ اي اين سي، ڪميونسٽ پارٽيءَ کان هدايتون وٺندي رهي آهي، صفائي واري وڪيل جي طرف کان گولڊ برگ، احمد ڪيٿراڊا، برن اسٽائن ۽ مهلبا جي خلاف ان الزام جي بہ ترديد ڪئي ويندي تہ هو 'امخونتو' جا رڪن رهيا آهن. اسين ثبوت پيش ڪنداسين تہ نہ امخونتو "آپريشن مايي بويي" جي شروعات ڪئي هئي ۽ نہ وري "ايم ڪي" گوريلا جنگ جي تياري ڪئي هئي.

"پر اها دعوي مڃي ڪانہ ويندي." جسٽس ڊي ويٽ شڪ جو اظهار ڪيو.

"پر اسين انهيءَ جي ترديد ڪنداسين." برم ورندي ڏني "اهو صحيح آهي تہ گوريلا جنگ جي باري ۾ غور ۽ ويچار ٿيندو رهيو آهي، پر انهيءَ جي ڪا حقيقي رٿابندي ڪين ڪئي ويئي هئي. اسان کي سدائين اها توقع رهي آهي تہ اهڙن قدمن جي ضرورت پيش نہ ايندي." پوءِ برم هوريان هوريان چيو چيو، "ماءِ لارڊ! اسان جي دفاع جي شروعات جوابدار نمبر پهرينءَ، طرفان ڪٽهڙي ۾ بيان سان ٿيندي،هن شخص امخونتو جي قيام ۾ ذاتي طور تي حصو ورتو هو ۽ هو ئي عدالت کي صحيح ٻڌائي ٿو سگهي تہ ان تنظيم جي شروعات ڪيئن ٿي."

اهو ٻڌندي ئي يوتار پنهنجي ڪرسيءَ تان اُڇل ڪاڏي ۽ رڙ ڪندي چيائين، "مائي لارڊ! ماءِ لارڊ!" سندس تشويش جي ڪا حد ئي نہ هئي، هو سمجهي رهيو هو تہ آئون بيان حلفي داخل ڪندس، تنهن ڪري هو آڏي پڇا بابت مڪمل تياري ڪري آيو هو. "ماءِ

لارڊ! ڪنهڙي مان ڏنل بيان، حلفي ڏنل بيان جيترو وزن نہ ٿو رکي."

جسٽس ڊي ويٽ ان جو نوٽيس ورتو ۽ چيو، "ڊاڪٽر يوتار! آئون سمجهان ٿو تہ صفائي واري وڪيل کي چڱو موچارو تجربو آهي. تہ هو پنهنجي اصيلن کي ڪهڙي ٿو صلاح ڏي، ڪيس اوهان جي مدد جي گهرج ڪونهي." يوتار، دل شڪستو ٿي پنهنجي سيٽ تي ويهي رهيو.

برم واضح انداز ۾ چيو، "اسين ۽ اسان جا اصيل فوجداري ضابطن جي نقطن کان چڱي طرح واقف آهيون. آئون نيلسن منڊيلا کي پيش ٿو ڪيان."

آئون اُٿيس، عدالت ڏانهن منهن ڪيم ۽ هوريان هوريان پنهنجو بيان پڙهڻ شروع ڪيم، (جنهن جا اهم نقطا) هن ريت آهن.

آئون پهريون نمبر جوابدار آهيان.

مون آرٽس ۾ بيچلر ڊگري حاصل ڪئي آهي، ڪيترن ئي سالن تائين جوهانسبرگ ۾ مسٽر اوليور ٽامبو سان گڏجي وڪالت جو ڪم ڪندو رهيو آهيان. آئون هڪ سزا ڪاٽل قيدي آهيان ۽ بنا اجازت جي ملڪ ڇڏڻ ۽ ماڻهن کي هڙتال ڪرڻ تي پڙڪائڻ جي ڏوهہ ۾ پنج سال قيد ڪاٽي رهيو آهيان.

آئون شروع ۾ ئي واضح ڪندس تہ حڪومت جي اها دعوي تہ ڏکڻ آفريڪا ۾ آزادي جي جدوجهد، ڪميونسٽن ۽ غير ملڪي اثر هيٺ ڪم ڪري رهي آهي. بلڪل غلط ۽ بي بنياد آهي. مون سياسي ميدان ۾ جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي، يلي اهو انفرادي سطح تي هجي يا عوامي اڳواڻ طور، سڀ ڪجهہ پنهنجي تجربن ۽ آفريڪي پس منظر ۾ ڪيو اٿم، جنهن تي مون کي فخر آهي.

آئون مڃان ٿو تہ، 'امخونتووي سزوي' جي قيام۾ آئون ٻنَ رهيو آهيان ۽ آگسٽ 1962ع ۾، پنهنجي گرفتاريءَ تائين، ان تنظيم ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندو رهيو آهيان.

آئون ٻال اوستا ۾، پنهنجي بزرگن کان آفريڪي ماضيءَ جي باري ۾ جيڪي ڪجهہ ٻڌندو رهيس ۽ مادر وطن جي لاءِ آفريڪي سپوتن جيڪي فخر جوڳيون قربانيون ڏنيون آهن، آئون انهن داستانن کان بي حد متاثر رهيو آهيان، مون تي جيڪو آزادي جي جدوجهد ۾ حصو وٺڻ ۽ ڪارناما سرانجام ڏيڻ جي همت جو الزام هنيو ويو آهي، اها همت مون کي انهن ئي مجاهدن جا بهادري وارا ڪارناما ٻڌي سُٺي ٿي.

تشدد جي واقعن جي باري ۾، فريادي جون ڪيتريون ئي ڳالهيون درست آهن ۽ ڪيتريون درست ڪونهن. مون کي انهيءَ ڳالهہ کان انڪار ڪونهي تہ ڪو مون پيچ ڊاهہ جي رٿابندي ڪئي، پر اها رٿابندي بدنيتي تي ٻڌل ڪونہ هئي. نہ ئي وري ذاتي طور تي آئون تشدد کي پسند ٿو ڪريان. دراصل اها رٿا ملڪ جي سياسي حالتن ۽ گورن جي سالن تائين جبر، ڏاڍ ۽ پرماريت جو نتيجو هو، بهرحال اسان پڪو پهہ ڪيو هو تہ انساني زندگيءَ کي ڪنهن بہ قسم جو نقصان ٿيڻ نہ ڏينداسين.

اسان، آفريڪي نيشنل ڪانگريس جي جهنڊي هيٺ سدائين غير نسلي جمهوريت جي

قيام جي ڳالهه ڪئي آهي، اسين هر اهڙي قدم جي خلاف آهيون، جيڪو مختلف نسلن ڪي وڌيڪ ورهائڻ جو سبب ٿئي، پر گذريل پنجاهه سالن جا واقعا شاهد آهن ته اسان جي عدم تشدد جي باوجود حڪومت وڌ کان وڌ ظالمانه قانون جوڙيندي رهي آهي ۽ آفريقي عوام جا حق پائمال ٿيندا رهيا آهن. عدالت کي شايد يقين نه اچي، پر اها حقيقت آهي ته ملڪ جو عوام تشدد واريون ڪارروايون شروع ڪرڻ جون ڳالهيون ڪندو رهيو آهي، جيئن جلد کان جلد ڳورن جي ظلم کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي ۽ هو پنهنجو وطن واپس وٺي سگهن. پر ڪانگريس جا اڳواڻ عوام کي تشدد کان روڪيندا رهيا آهن ۽ پرامن طريقن تي ڪاربند رهڻ جي تلقين ڪندا رهيا آهن. پر اها ناقابل ترديد حقيقت آهي ته اسان جي غير نسلي عدم تشدد جي پاليسي مان هڙ حاصل نه ٿي ۽ عوام جو اسان تان اعتماد گهٽجڻ شروع ٿيو ۽ هتان کان دهشتگردي جي نقطه نظر جي حوصلي افزائي ٿي.

امخونتو جي قيام جي باوجود، اهنسا ۽ نسلي هم آهنگيءَ جو نظريو، ڪانگريس جي پانڌ سان لاڳاپيل رهيو. اسان کي احساس آهي ته ملڪ گهرو لڙائي ڏانهن وڌي رهيو آهي، جنهن ۾ ڪارا ۽ ڳورا مهاڏو اٽڪائيندا، پر اسين انهيءَ جي حق ۾ ناهيون. گهرو لڙائي، نيشنل ڪانگريس جي بنيادي نظريي جي تباهي جو باعث بنجندي. ڇو ته ان سان امن ۽ امان جو قيام ناممڪن ٿي ويندو. ڏکڻ آفريقا اڳ ئي اهڙي قسم جو اڻ وڻندڙ تجربو ڪري چڪو آهي. اينگلو، بوئر جنگ جا زخم ڀرجڻ ۾ پنجاهه سالن جو عرصو لڳي ويو آهي. هاڻي گهرو لڙائي ۾ اندروني نسلي فرق ۽ انتشار کي ختم ڪرائڻ ۾ نه ڄاڻ ڪيترو ڊگهو عرصو لڳندو، ٻنهي طرفن کان بي انداز جاني نقصان ٿيندو. اسين گهرو لڙائي جا قائل ناهيون، پر حڪومت ڏاڍ ۽ جبر جي فضا کي وڌائي رهي آهي، تنهن ڪري اسان کي هر قسم جي خراب صورتحال کي منهن ڏيڻ جي لاءِ تيار رهڻون پوندو.

تجربو، اسان کي ٻڌائي ٿو ته بغاوت، حڪومت کي اسان جي عوام کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ جا ڪيترائي موقعا فراهم ڪري ٿي سگهي، ڏکڻ آفريقا جي ڌرتي اڳ ۾ ئي بي گناهه ماڻهن جي رت سان رڱيل آهي. تنهن ڪري اسين ظلم جي خلاف، هر قيمت تي پنهنجو بچاءُ ڪرڻ جي تياري ڪري رهيا آهيون، جيڪڏهن جنگ ۽ جهيڙو ئي اٽل حقيقت آهي ته پوءِ اسين، ان کي پنهنجي حق ۾ استعمال ڪرڻ کان نه ڪيٻائينداسين.

اسان جي لاءِ، جنگ جو بهترين ۽ مفيد طريقو گوريلا جنگ ئي ٿي سگهي ٿو، جنهن ۾ جاني نقصان جو گهٽ ۾ گهٽ انديشو هجي. تنهنڪري اسان مستقل ۾ امڪاني طور تي انهيءَ ئي ڪارروائي جو فيصلو ڪيو آهي، ملڪ ۾ سيني ڳورن رهاڪن جي لاءِ فوجي سکيا لازمي آهي، پر آفريقي رهاڪن کي ان قسم جي ڪابه سهوليت حاصل ڪونهي. تنهن ڪري اسان، سوچي ورتو آهي ته پنهنجي نوجوانن کي فوجي تربيت ڏني وڃي، ته جيئن، جيڪڏهن گوريلا جنگ جي ضرورت پيش اچي ته هو، عوام جي قيادت جا فرض سنڀالي سگهن.

آئون، انهيءَ مقصد جي خاطر پرڏيهه به ويس، مون آفريقي ملڪن جي گڏيل ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي ۽ فوجي سکيا ورتيم، ته جيئن وقت بوقت پنهنجي عوام سا

ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهي سگهان. مون کي اچا به پڪ آهي ته اسان جي پيچ ڊاهڻ جي رٿا اچا ناڪام نه ويئي آهي. ان کي جاري رهڻ کپي. اسان پوري ڪوشش ڪئي ته اي اين سي ۽ ايم ڪي بن ڌار ڌار رخن ۾ هلنديون رهن، اهو ممڪن آهي ته عملي طور تي ايئن ٿي نه سگهيو هجي ۽ واقعي به، اهو ڏکيو ڪم هو، جڏهن سيني اهم اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو ته، ڪيترن ئي ڪارڪنن کي سندن غير موجودگيءَ ۾ ٻنهي هنڌن تي ڪم ڪرڻو پئجي ويو.

آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جا مقصد هڪ جهڙا نه آهن، انهيءَ سلسلي ۾ آئون حڪومت جي الزام جي ترديد ٿو ڪريان. ڪانگريس جو نظرياتي عقيدو سدائين آفريقي قوم پرستي رهيو آهي، پر ڳورن کي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو، جي نعري سان ڪانگريس جو ڪڏهن به واسطو نه رهيو آهي. اسان جو نظريو، عوام جي لاءِ سندن پنهنجي وطن ۾ مڪمل آزادي جو نظريو آهي. ڪانگريس جو سڀ کان اهم دستاويز "فريڊم چارٽر" آهي، جنهن ۾ اشتراڪي رياست جو ڪو به تصور ڪونهي. ڪانگريس ڪڏهن به اقتصاديات کي انقلاب جي وسيلي بدلائڻ جي ڳالهه نه ڪئي آهي. مون کي ياد ڪونه ٿو پوي ته اسان ڪڏهن سرمائيدارانه سوسائٽي جي مذمت ڪئي هجي. ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ابتڙ، اي اين سي فقط آفريقي عوام کي پنهنجو ميمبر ڪندي آهي، انهيءَ جو سڀ کان اهم مقصد آفريقي رهاڪن جي ٻڌي ۽ سندن حقن جي حاصلات آهي. جڏهن ته ڪميونسٽ پارٽي سرمائيدارن کي هٽائي، مزدورن جو راڄ قائم ڪرڻ جي رٿا رکي ٿي، ڪميونسٽ پارٽي طبقاتي جدوجهد جو پرچار ڪري ٿي، جڏهن ته اي اين سي سيني طبقن ۾ هم آهنگي جي قائل آهي.

اهو صحيح آهي ته آفريقي ڪانگريس ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ سهڪار رهيو آهي، پر اهو سهڪار فقط هڪ گڏيل مقصد تائين محدود آهي، يعني ڳورن جي غلبي جو خاتمو. عالمي تاريخ ۾ ان قسم جي سهڪار جا بي مثال مثال موجود آهن. سڀ کان وڏو مثال، هٽلر جي خلاف برطانيا آمريڪا ۽ سوويت يونين جو اتحاد هو، فقط هٽلر ئي اهو چوڻ جي جرئت ڪري سگهي ٿو ته ان سهڪار يا جنگي اتحاد جي ڪري چرچل ۽ روز ويلٽ ڪميونسٽ بنجي ويا يا ڪميونسٽن جا چاڙتا بنجي ويا، يا اهو ته برطانيا ۽ آمريڪا جو مقصد دنيا کي ڪميونسٽ بنائڻ هو.

ڏکڻ آفريقا جا ڳورا، ڪميونسٽن سان اسان جي سياسي سهڪار کي، تعصب جي ڪري صحيح نظر سان ڏسي نٿا سگهن. اسان جي نظر ۾، آزاديءَ جي هن اهم ۽ نازڪ موڙ کي نظرياتي اختلافن جي ڳالهه فقط نماءَ ۽ حجابن جو درجو رکي ٿي. اها به حقيقت آهي ته ڪميونسٽ هن ملڪ ۾ اهو واحد سياسي گروهه آهي، جيڪو آفريقي رهاڪن کي انسان سمجهندو رهيو آهي ۽ هو ساڻن برابري جو سلوڪ ڪن ٿا ۽ ساڻن اٿڻ ويهڻ ۽ کائڻ، پيئڻ ۽ گڏجي ڪم ڪن ٿا، اهو ئي ڪارڻ آهي، جو بي شمار آفريقي کائن شديد طور تي متاثر آهن.

بهرحال، آئون عدالت کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته آئون ڪميونسٽ نه آهيان، هڪ محب وطن آفريڪي انسان آهيان. اها ڳالهه آهي ته مون کي غير طبقاتي سماج واري نظريي سان ڳوڙهي دلچسپي آهي، مون چڱو موچارو مارڪسي لٽريچر پڙهيو آهي. آئون ان کان متاثر به ٿيو آهيان، پر مون محسوس ڪيو آهي ته ڪميونسٽ مغرب جي پارلياماني نظام کي غير جمهوري ۽ رجعت پسند چون ٿا، پر هتي جي پيٽ ۾ آئون انهيءَ نظام جو وڏو مداح آهيان، مون کي برطانيا جي سياسي ادارن ۽ عدالتي نظام جي لاءِ گهڻو احترام آهي، منهنجي نظر ۾ برطانوي پارليامينٽ دنيا ۾ سڀ کان وڏو جمهوري ادارو آهي ۽ انهيءَ ملڪ جي عدليه جي آزادي ۽ اڻ ڌريو هئڻ جي واکاڻ ڪرڻ ۾، مون ڪڏهن به ڪوتاهي نه ڪئي آهي، آمريڪي ڪانگريس، اختيارن جي ورڇ جي نظريي ۽ عدليه جي آزادي جي باري ۾ به منهنجا انهيءَ قسم جا جذبا آهن.

ڏکڻ آفريڪا جي ڳوري ۽ڪاري سماج ۾ گهرو فرق موجود آهي. تعليم، صحت، آمدني جي ذريعن، مطلب ته هر ميدان ۾ ڪارا فقط زندگي گذارڻ جا حصيدار آهن، جڏهن ته ڳورن جي دنيا کي اعليٰ ترين سهولتون حاصل آهن، ڳورن جي مقابلي ۾ اسان جي حالت صفا خراب آهي، ۽ اسان کي قانوني طور تي اسان جي حقن کان محروم رکيو پيو وڃي.

ماڻهو جي ذلت جو جيڪو تجربو آفريڪن کي ٿي رهيو آهي، اهو دراصل ڳوري غلبي جو سڌو سنئون نتيجو آهي، ڳوري غلبي جو مطلب هي آهي ته ڪارا گهٽ درجي جا ماڻهو آهن، ڳوري غلبي کي تحفظ فراهم ڪندڙ قانون سازي ان نظريي کي تقويت ڏيڻ جو سبب بنجي ٿي، ملڪ ۾ ادنيٰ درجي جا هڙئي ڪم آفريڪين جي هٿان پورا ٿين ٿا. ڳورا هر نيچ ڪم جي لاءِ ڪنهن آفريڪي رهاڪوءَ جي تاڙ ۾ رهندا آهن.

غربت ۽ خاندان جي شڪست، ٽوڙڦوڙ به سماج تي اثرانداز ٿي رهي آهي، ٻار، سڄا سڄا ڏينهن پاڙن جي گهٽين ۾ رلندا ٿا وتن، ڇو ته علائقي ۾ ڪو به اسڪول نه هوندو آهي، يا سندن مائٽن وٽ اسڪول جي خرچ پکي جي لاءِ ڏوڪڙ نه هوندا آهن يا ته وري سندن ماءُ ۽ پيءُ گهر ۾ موجود نه هوندا آهن، ڇو ته کين پنهنجو ۽ پنهنجي ٻارن جو پيٽ پرڻ جي لاءِ وڌيڪ محنت ۽ ڪم ڪرڻون پوندو آهي، تنهن ڪري اخلاقي بحران پيدا ٿي رهيو آهي.

اسين آفريڪي پنهنجي جائز حقن جا گهرجائو، تحفظ ۽ خوشحاليءَ جا خواهشمند آهيون ۽ سڀ کان وڌيڪ هڪ جهڙن سياسي حقن جو مطالبو ٿا ڪريون، پر اهي ئي گهرجون ۽ مطالبا، ڳورن جي نظر ۾ انقلاب جو درجو رکن ٿا، ڇو ته اهڙي طرح ووٽ ڏيندڙن جي گهڻائي آفريڪي عوام تي مشتمل هوندي، تنهن ڪري ڳورا جمهوري عمل کان ڊڄن ٿا.

بس، اهي ئي به مقصد آهن، جن جي خاطر اي اين سي جدوجهد ڪري رهي آهي، هن جي جدوجهد نج قومي انداز جي آهي، اها سڄي آفريڪي عوام جي جنگ آهي، جيڪا انهن تڪليفن جي نتيجي ۾ ٿي رهي آهي، اها جيئري رهڻ جي حق جي جنگ آهي."

مون پنهنجو لکيل بيان ختم ڪيو، ڪاغذ ميز تي رکيم ۽ ڪنڌ ڪٽي جج ڏانهن

ڏنم. عدالت جي ڪمري ۾ خاموشي ڇانيل هئي، مون جسٽس ڊي ويٽ جي منهن تان نظرون نه هٽايون ۽ آخري لفظ پنهنجي يادداشت جي سهاري ادا ڪيا.

”مون پنهنجي زندگي، انهيءَ عوامي جدوجهد لاءِ اربي ڇڏي آهي. آئون ڳوري غلبي ۽ ڪاري غلبي، ٻنهي جي خلاف وڙهي رهيو آهيان، مون هڪ اهڙي جمهوري معاشري سان نينهن لاتو آهي، جنهن ۾ سڀ ماڻهو مڪمل هم آهنگيءَ سان رهي سگهن ۽ سڀني کي هڪ جهڙا موقعا ميسر هجن. آئون انهيءَ نصب العين خاطر جيئرو آهيان ۽ مون کي انهيءَ جي حاصل ٿيڻ جو پورو ڀروسو آهي، پر ضرورت محسوس ٿي ته موت کي ڀليڪار ڪرڻ جي لاءِ به تيار آهيان.“

عدل جي ايوان تي اجا سوڌي خاموشي ڇانيل هئي، آئون پنهنجي سيٽ تي ويهي رهيس. مون گيلري ڏانهن ڏٺو، حالانڪ سڀني جون نظرون مون تي کُتل هُيون. ڪجهه گهڙيون ائين ئي گذري ويون. پوءِ مون گئلريءَ مان اينڌڙ گهري، پر گذيل تڏي ساهه جا شوڪارا محسوس ڪيا ۽ پوءِ عورتن جون آهون ۽ دانهون بلند ٿيون.

مون پنهنجو بيان مڪمل ڪرڻ ۾ چار ڪلاڪ لڳايا هئا. هينئر ٽيهريءَ جو ٽائيم هو. جڏهن عدالتي ڪارروائي ملتوي ٿي ويندي آهي، پر جسٽس ڊي ويٽ ٻئي شاهد کي پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هن منهنجي بيان جي گهري تاثر کي گهٽ ڪرڻ ٿي چاهيو. تنهن ڪري هو ان کي اجوڪي ڏينهن جي واحد ۽ آخري شاهدي بنائڻ جي لاءِ تيار نه هو. پر هو انهيءَ تاثر کي ڪمزور ڪري نه سگهيو. جڏهن آئون ويهي رهيس ته هن آخري ڀيرو مون ڏانهن اک کڻي ڏٺو.

حڪومت اسان جي هڪ هڪ لفظ تي پابندي هڻي ڇڏي هئي، پر منهنجي بيان کي مقامي ۽ پرڏيهي پريس ۾ زبردست پبلسٽي ملي. ايتري قدر جو ”رينڊ ڊيلي ميل“ اها لفظ به لفظ شايع ڪئي. فريادي جو خيال هو ته آئون بيان حلفي داخل ڪندس ۽ ”توڙ ڦوڙ“ کان انڪاري ٿيندس. هن انهيءَ بنياد تي آڏي پڇا جي تياري ڪئي هئي، پر مون ڪٺهڙي مان بيان ڏيئي ڪانگريس جي دفاع جو طريقي ڪار طئي ڪري ڇڏيو ۽ فرياديءَ کي غير مسلح ڪري ڇڏيو. اسان کي پنهنجي ڪارروائين تي فخر آهي.

هاڻي ٻئي نمبر جوابدار والٽر سيسولو جو وارو هو. هن پوتار جي آڏي پڇا جي جواب ۾ چيو ته ڪانگريس گوريلا جنگ جي پاليسي اختيار نه ڪئي هئي، ذاتي طور تي هن گوريلا جنگ جي نظريي جي مخالفت ڪئي هئي. گوون، احمد ڪيٿرادا، رسٽي، سيني ڪميونسٽ پارٽي ۽ اي اين سي سان پنهنجي لاڳاپن جي تصديق ڪئي. احمد، ان الزام جي ترديد ڪئي ته ڪو هن دهشتگردي يا عوام کي اُڀارڻ جي ڪنهن ڪارروائيءَ ۾ حصو ورتو آهي. البت آزاديءَ جي جنگ ۾ جيڪڏهن ان قسم جي ڪارروائين جي ضرورت محسوس ٿي ته هو انهيءَ جي تائيد ڪندو. جيمس ڪنٽر هڪ وڪيل هو، سندس نيشنل ڪانگريس يا ايم. ڪي سان ڪو به لاڳاپو نه هو. پر ڪيس به اسان سان گڏ گرفتاري هيٺ رکيو ويو. انهيءَ جو مقصد اهو هو ته حڪومت ترقي پسند سوچ رکندڙ وڪيلن کي ديڄارڻ

تي چاهيو، جيمر جي خلاف جسٽس ڊي ويٽ، حڪومتي الزام رد ڪري ڇڏيا. رسٽي تي فقط اهو الزام هو تہ هن فارم ۾ ريڊيو ايريل لڳائڻ ۾ مدد ڪئي هئي.

ريمونڊ مهلبا، ڪيپ جي علائقي ۾ ڪانگريس ۽ ايم ڪي جو اهم اڳواڻ هو، هن جي خلاف فرياديءَ وٽ ڪو بہ ثبوت نہ هو. هن بہ ايم ڪي جي ڪارڪن هئڻ ۽ دهشتگرديءَ جي الزامن جي ترديد ڪئي. اسان جي فيصلي جي روشنيءَ ۾ الياس ۽ اينڊوريو بيان حلفي داخل نہ ڪيو، هو ٻئي تنظيم جي ٻئي درجي جا اڳواڻ هئا. جيل ۾ الياس کي ماريو ڪٽيو ويوهو ۽ هن تي سخت تشدد ڪيو ويو هو. پرهن ڪنڌ ڪين جهڪايو، اينڊريو عدالت کي ٻڌايو تہ جيل ۾ کيس تشدد جو نشانو بنايو ويو ۽ بجليءَ جا جهٽڪا هنيا ويا.

20 مئي تي سرڪاري وڪيل يوتار ٻارهن جلدن تي ٻڌل پنهنجي افتتاحي بيان جون ڪاپيون عدالت ۾ پيش ڪيون ۽ اخبارن کي اشاعت جي لاءِ جاري ڪري ڇڏيون، خوبصورت جلد بنديءَ جي باوجود اهو بيان حقيقت جو هڪ اڻ گهڙيل دستاويز هو. انهيءَ ۾ فرد جرم جي وضاحت موجود نہ هئي، نہ وري حلفي بيانن جو تجزيو ڪيو ويو هو. البت منجهس جوابدارن جو چڱو موچارو مذاق اڏايو ويو هو. هن چيو تہ جوابدار، عوام کي فريب ڏيئي رهيا آهن، ڪين بنتو آباديءَ جي هڪ سيڪڙي جي نمائندگي جو حق بہ مشڪل سان حاصل هوندو، پر هنن هرويرو سڄي دنيا کي ٻڌائڻ جو اهو ٺيڪو کنيو آهي تہ ڏکڻ آفريقا ۾ آفريقين کي زبردستي دٻايو ويندو آهي، ڪين ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو بنائي، ڪين هيسايو ۽ ڌمڪايو ويو آهي.

يوتار جي سڄي تقرير انهيءَ انداز جي هئي، ايتري قدر جو هڪ موقعي تي جسٽس ڊي ويٽ کي بہ چوڻو پيو تہ "مسٽر يوتار! اوهين اهو اعتراف پيا ڪريو تہ اوهان جوابدارن جي خلاف گوريلا جنگ جو الزام ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا آهيو؟" اهو ٻڌي يوتار ڇرڪي پيو، پر اسان انهيءَ مان بيحد لطف اندوز ٿياسين. يوتار چيو، "جناب عالي! گوريلا جنگ جي تياري ڪئي ويئي هئي."

"ها، آئون ڄاڻان ٿو تہ فرياديءَ انهيءَ جو قائل آهي، پر جوابدارن جو چوڻ آهي تہ گرفتاري کان اڳ هنن گوريلا جنگ شروع ڪرڻ جو فيصلو نہ ڪيو هو. آئون سمجهان ٿو تہ اوهان وٽ سندن انهيءَ دعويٰ جي ترديد جو ڪوبہ ثبوت موجود ڪونهي ۽ اوهين هنن جي بيان کي صحيح سمجهو ٿا." جسٽس ڊي ويٽ چيو.

"جيئن عالي جناب مناسب سمجهي!" يوتار دٻيل آواز ۾ ورائيو، پوءِ هن اهو چئي پنهنجو بيان ختم ڪيو تہ معاملو فقط بغاوت جو ڪونهي. بلڪ قتل ۽ اقدام قتل جو بہ آهي... حالانڪ فرد جرم ۾ انهن معاملن جو ڪٿي بہ ذڪر نہ هو. هن دڙڪي واري لهجي ۾ چيو "آئون اهو چوڻ جي جرئت ٿو ڪيان تہ فرد جرم ۾ لڳايل هر الزام ثبوتن سان درست ثابت ٿي چڪو آهي." حالانڪ کيس چڱي پر خبر هئي تہ هڙئي الزام ڪوڙ تي ٻڌل آهن.

صفائي واري وڪيل آرٿر، فريادي جي ڪن سوالن جا قانوني انداز ۾ جواب پيش ڪيا، هن يوتار پاران لڳايل قتل جي الزامن کي قطعي طور تي رد ڪري ڇڏيو، ۽ ياد ڏياريو ته ايم. ڪي جي اها واضح پاليسي هئي، ته انساني جانين کي ڪنهن به قسم جو نقصان نه پهچايو وڃي. جڏهن آرٿر وڌيڪ وضاحت ڪرڻ چاهي ته ڪن بين تنظيمن جي ڪاروائي به منهنجي اصلين جي کاتي ۾ وڌي پئي وڃي ته جسٽس ڊي ويٽ چيو ته هو اڳ ۾ ئي انهيءَ حقيقت کي مڃي چڪو آهي، اها اسان جي هڪ بي غير متوقع سوڀ هئي.

هائي برم فشر اسان جي بچاءَ جي لاءِ اڳيان وڌيو. هن حڪومت پاران هنيل ٻن الزامن تي ڳالهايو. يعني اهو ته اسان گوريلا جنگ شروع ڪئي هئي، ۽ اهو ته آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ ايم ڪي هڪ ئي شئي جا ٻه نالا آهن. جج ڪيس ٽوڪيو ۽ چيو ته هو اڳ ۾ ئي مڃي چڪو آهي ته گوريلا جنگ جو ڪو حتمي فيصلو نه ڪيو ويو هو، ۽ اهو به ته ڪا تاريخ مقرر نه ڪئي وئي هئي. اهڙي طرح هو انهيءَ ڳالهه کي به مڃي ٿو ته ڪانگريس ۽ ايم. ڪي ٻه الڳ تنظيمون آهن.

اهو ٻڌي برم ويهي رهيو، هو مطمئن هو ته جج سندس طرفان دليل پيش ڪرڻ کان اڳ ئي انهن کي مڃي رهيو آهي. اسين به خوش هئاسين، موت جي سزا جي اوسيئڙي ۾ ويٺل همراهن لاءِ پڪ سان اهو خوشيءَ جو موقعو هو. ڪارروائي ٽن هفتن جي لاءِ ملتوي ڪئي وئي.



هوڏانهن، سڄي دنيا جون نظرون هن ڪيس تي کُتل هيون، اسان جي لاءِ 'سينٽ پال ڪيٿيڊرل' ۾ خاص دعا گهري وئي. لنڊن يونيورسٽيءَ جي اسٽوڊنٽس يونين منهنجي غير حاضريءَ ۾ مون کي پنهنجو صدر چونڊيو. گڏيل قومن ۾ ماهرن جي هڪ گروپ، ڏکڻ آفريقا ۾ هڪ اهڙي قومي ڪنوينشن جي گهر ڪئي، جيڪو صحيح معنيٰ ۾ پارليامينٽ جو روپ وٺي سگهي. "سلامتي ڪائونسل" ڏکڻ آفريقي سرڪار تي زور ڀريو ته هو ڪيس ختم ڪري، سڀني سياسي قيدين کي آزاد ڪيو وڃي.

ان دوران آئون "لنڊن يونيورسٽي" جي قانون جي امتحان جي تياري ڪندو رهيس. جيل جا داروغا حيرت ۾ پوندا هئا ۽ چوندا هئا ته آئون جنهن هنڌ موڪليو پيو وڃان، اتي قانون جي ڊگري، منهنجي ڪنهن به ڪم ۾ نه ايندي. بهرحال آئون ڪامياب رهيس، مون ايل ايل بي جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري ورتو.

11 جون، خميس جي ڏينهن اسين "عدل جي ايوان" ۾ فيصلو ٻڌڻ جي لاءِ گڏ ٿياسين. اسان کي احساس هو ته اسان مان گهٽ ۾ گهٽ ڇهن ماڻهن کي لازمي طور تي ڏوهاري قرار ڏنو ويندو. مسئلو فقط سزا جو هو، جسٽس ڊي ويٽ هڪدم ڪارروائيءَ جي شروعات ڪري ڇڏي. هن آهستي آهستي چوڻ شروع ڪيو، "آئون هڪ نتيجي تي پهچي چڪو آهيان، مون پنهنجي فيصلي جا دليل لکي ڇڏيا آهن، پر آئون اهي پڙهي ڪين ٻڌائيندس... جوابدار نمبر پهريون سڀني الزامن ۾ ڏوهي پاتو ويو آهي... جوابدار نمبر

ٻـ... جوابدارن نمبر ٽي... "اهڙي طرح جج پنهنجا فيصلا ٻڌائيندو ويو. احمد ڪيٿيءَ تي نقط هڪ الزام ثابت ٿي سگهيو. رسٽي کي سيني الزامن کان آجو قرار ڏنو ويو. مهلبا کي بنا ڪنهن ثبوت جي ڏوهاري قرار ڏنو ويو. "آئون اڄ سزا جي باري ۾ اعلان ڪين ڪندس. حڪومت ۽ صفائي وارن وڪيلن کي سپائي ڏهين وڳي تائين وڌيڪ دليلن جي لاءِ وقت ڏجي ٿو."

والٽر، گوون ۽ مون فيصلو ڪري ورتو تہ ڀلي موت جي سزا ڇو نہ هجي، اسين انهيءَ جي خلاف اپيل ڪو نہ ڪنداسين. اسان جي ان فيصلي وڪيلن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. اسان جو چوڻ هو تہ سزا جي خلاف اپيل، اسان جي نظرين جي اخلاقي شڪست هوندي. اسان هيستائين جيڪي ڪجهہ ڪيو آهي، تنهن تي اسان کي فخر هو. اسان جي "موت جي سزا" جي صورت ۾ عوامي جدوجهد ۾ وڌيڪ واڌارو ٿيندو. اسان جو پيغام هي هو تہ قومي آزادي جي لاءِ سڀ کان وڏي قرباني بہ ڪا حقيقت نٿي رکي.

اسان جا وڪيل، اسان جي انهيءَ فيصلي تي ناخوش هئا. پر اسان چيو تہ هاڻي اسان کي اهو سوچڻ کپي تہ اسان جي موت جي سزا کان پوءِ ملڪي حالتون ڪهڙو رخ اختيار ڪنديون، اسان جي وڪيلن برم، جو ۽ ورنن مون کي چيو: جسٽس ڊي ويٽ پهرين "نمبر جوابدار جي حيثيت سان توکان پڇندو، ڪهڙو سبب آهي جو توکي موت جي سزا نہ ڏني وڃي؟ تون ڇا چوندين؟"

مون چيو: "مون وٽ چوڻ جي لاءِ گهڻو ڪي آهي، آئون عدالت کي ٻڌائيندس تہ آئون جنهن مقصد جي خاطر پنهنجي جان قربان ڪري رهيو آهيان. منهنجو موت انهيءَ ۾ روح ڦوڪي ڇڏيندو. اسان جي جانين جي قرباني رائگان ڪين ويندي. شايد، اسين پنهنجي زندگيءَ ۾ اهو ڪجهہ نہ ڪري سگهياسين، جيڪو شهادت جو موت مري، پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي لاءِ ڪري سگهنداسين." وڪيلن چيو: "انهيءَ تقرير جو ڪو بہ فائدو ڪين ٿيندو." اسان چيو: "نيڪ آهي... اسين زندگي جي خيرات ڪين گهرنداسين."

موت کان گهٽ سزا ملڻ تي اپيل داخل نہ ڪرڻ جا ڪجهہ ٻيا سبب بہ هئا. اسان کي ڊپ هو تہ اسان جي اپيل رد ڪئي ويندي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اپيل ڪورٽ فيصلو ڪري تہ جسٽس ڊي ويٽ نرم سزا ڏني آهي، جڏهن تہ اسين سخت سزا يعني.... موت جي سزا جا حقدار هئاسين، اهڙي طرح اسان جي آزادي جي سلسلي ۾ بين الاقوامي دٻاءَ ۾ ڪمي اچي ويندي."

حڪومت جي نقطہ نظر کان، موت جي سزا تي عمل ڪرڻ، هنن جي لاءِ سولو هو. اسان کي خبر پئي تہ انصاف واري وزير جان ورسٽر پنهنجي سنگتين کي چيو آهي تہ ٻي مهاڀاري جنگ جي زماني ۾ وزيراعظم سموٽس جي سڀ کان وڏي غلطي اها هئي تہ هن ڪيس وورسٽر کي، بغاوت جي ڏوهہ ۾ ڦاسي ڪانہ ڏني. هاڻ نيشنلسٽ حڪومت اها غلطي ٻيهر ڪين ورجائيندي.

آئون ۽ منهنجا ساٿي ڦاسي جو ڦندو چمي اکين تي رکڻ جي لاءِ تيار هئاسين، بلڪ

انهيءَ لاءِ ته اسين حقيقت پسند هئاسين. مون کي شيڪسپيئر ياد اچي رهيو هو، جنهن چيو هو، ”موت جي باري ۾ بي پرواهه ٿي وڃو، زندگي يا موت مان هڪ ٿي شئي مٺي يا عزيز ٿي سگهي ٿي.“

12 جون 1964ع، جمع جي ڏينهن اسين آخري پيرو عدالت جي ڪمري ۾ گهڙياسين. ڪيس کي هلندي لڳ ڀڳ هڪ سال گذري چڪو هو. اڄ حفاظتي قدم حد کان وڌيڪ هئا. ”عدل جي ايوان“ ڏانهن ويندڙ سيئي رستا بند ڪيا ويا هئا. ان طرف ويندڙ هر شخص جي جهڙتي ورتي پئي ويئي. ريلوي اسٽيشن ۽ بس اسٽاپن ۽ اڏن تي پوليس جو پهرو هو. انهن سيني حفاظتي قدمن جي باوجود به لڳ ڀڳ ٻه هزار ماڻهو عدالت جي ڪمري جي سامهون بينر کنيو بيٺا هئا، جن تي لکيل هو، ”اسين پنهنجي اڳواڻ سان گڏ آهيون“ اندر بي شمار ڏيهي ۽ پرڏيهي صحافي موجود هئا. پوليس جي وين اسان سيني قيدين کي کڻي ماتمي آواز ۾ سائرن وڄائيندي ”عدل جي ايوان“ ڏانهن ڊوڙندي پئي ويئي.

عدالت ۾ وڃيءَ سان گڏ منهنجي والده به موجود هئي. هوءَ ٽرانسڪيءَ کان سڌو پنهنجي پٽ جي موت جي سزا جو اعلان ٻڌڻ جي لاءِ آئي هئي! هو پئي حوصلي مند لڳي رهيون هيون. عدالت جي رجسٽرار ”مملڪت بنام نيلسن منڊيلا ۽ ٻيا“ ڪيس پيش ڪيو. انهيءَ موقعي تي اسان جي وڪيلن هيرلڊ هنسن ۽ الن پيسٽن پنهنجو معروضات پيش ڪيون. پيٽن، لبرل پارٽيءَ جو نيشنل پريزيڊنٽ هو، هن خطيبانه انداز ۾ چيو، ”ڪنهن به قوم جي مجموعي شڪايتن کي سدائين جي لاءِ نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. جذبا ۽ احساس ڪو نه ڪو گهٽ گهيڙ ڪڍي وٺندا آهن. پنهنجي اصول ۽ مقصدن جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ ڪو ڏوهه ڪونهي.“ هن جج کي ياد ڏياريو ته خود هن جي پنهنجي قوم.... ولنديزي نسل جي رهاڪن به آزادي جي لاءِ تشدد واريون ڪارروايون ڪيون هيون.

پيٽن جو چوڻ هو ته هن ڪيس ۾ گهربل جوابدارن جي سامهون فقط ٻه رستا هئا: ”ڪنڌ جهڪائي ڇڏڻ يا سورهائيءَ سان ظلم جو مقابلو ڪرڻ. مدعا عليهان سان نرميءَ وارو سلوڪ ڪرڻ کپي. نه ته ڏکڻ آفريقا جو آئيندو ويران ٿي ويندو.“

پر ائين پي لڳو ته جسٽس ڊي ويٽ تي انهن ڳالهين جو ڪو به اثر نه پيو ٿيو. هن کي به نوٽيس نه ورتا، نه وري ڪنڌ کڻي انهن کي ڏٺو. شايد هو اڳ ئي ڪو فيصلو ڪري چڪو هو. هن اسان کي اشاري سان اُٿي بيهڻ جي لاءِ چيو. مون هن جي چهري تي نظرون کپائي ڇڏيون، پر هو ڪنهن ٻئي هنڌ ڏسي رهيو هو. هن جو چهرو هڊبو ٿي ويو هو ۽ زور زور سان ساهه کڻي رهيو هو. اسان حيرت مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. هو پڪ سان ”موت جي سزا“ جو حڪم ٻڌائڻ وارو آهي، نه ته هن جهڙو پرسڪون انسان ايتري قدر بيچين ڇو آهي!

هن چوڻ شروع ڪيو: ”مون هن ڪيس جي دوران غير يورپي آبادي جي شڪايتن کي ڌيان سان ٻڌو آهي، جوابدارن ۽ انهن جي وڪيلن ٻڌايو آهي ته جوابدار، جيڪي سڀ جا سڀ غير يورپي رهاڪن جا سياسي اڳواڻ آهن، هنن جيڪي ڪجهه به ڪيو، اهو انهن

شڪايتن ۽ خراب حالتن جي سڌاري جي لاءِ ڪيو. پر هو پنهنجي بيانن جي ذريعي مون کي اهو باور ڪرائي نہ سگهيا تہ هنن جا اهي قدم ۽ سندن ڪارروايون بي غرضي واريون يا مخلصانہ هيون. انقلاب جا دعويدار ماڻهو عام طور تي حڪومتن تي الزام هڻندا آهن ۽ انهن کي ڏوهي قرار ڏيندا آهن، پر ان ۾ سندن ذاتي مقصد بہ ڪار فرما هوندا آهن."

جسٽس ڊي ويٽ ٿوري دير ساهي پٽڻ جي لاءِ بيٺو. هاڻي سندس آواز ٻڌڻ جهڙو ٿي ويو هو. هن چيو، "هر ملڪ جي عدالت جيان، هن عدالت جو اهم فرض بہ ملڪي قانون ۽ عملداري جو بندوبست ڪرڻ آهي، جوابدار سازش جي ڏوهہ جا ڏوهاري آهن ۽ اهو ڏوهہ عام طور تي بغاوت تي دنگ ڪندو آهي، بهرحال، مون حڪومت جي نقطہ نظر جي ابتڙ، ڳوڙهي غور ۽ ويچار کان پوءِ جوابدارن کي نرم سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي. سيني جوابدارن کي جنم ٽيپ جي سزا ڏجي ٿي."

اسان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪڻ لڳاسين. عدالت جي ڪمري ۾ گهڻن ماڻهن جو ساهہ هيٺ مٿي ٿي رهيو هو. ڪيترا ماڻهو جج جو آواز ٻڌي نہ سگهيا ۽ غم سبب هيٺا ٿي رهيا هئا. گولڊ برگ جي زال زور سان پڇيو "ڊينسس! ڪهڙو فيصلو ٿيو." ۽ هن جواب ۾ چيو، "زندگي.... جيئري رهڻ جي آزادي."

ماڻهن ۾ بي چيني پکڙجي چڪي هئي، پوليس ڪين ڌڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍي رهي هئي. مون پنهنجي امڙ ۽ ونيءَ کي ڏسڻ جي لاءِ هيڏي هوڏي ڏٺو، پر هو ميڙ ۾ مون کي ڪٿي بہ نظر نہ آيون. مون فتح جو نشان ٺاهي ماڻهن طرف هٿ ڪنيو ۽ پوليس اسان کي جلدي جلدي تهہ خاني جي دروازي طرف ڌڪي ويئي.

تهہ خاني ۾ اسان کي هٿ ڪڙيءَ هڻي رکيو ويو. هاڻي اسين سزا ڪاٽل قيدي هئاسين. اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ جڏهن پوليس اسان کي ڪاري وين ۾ پريٽوريا لوڪل ڪٽي وڃڻ لڳي تہ عوام جو ميڙ ساڳئي نموني موجود هو ۽ اجتماعي طور تي آفريقا زنده باد ۽ آزادي جا نعرا هڻي رهيا هئا. اهي نعرا اسان کي پري پري تائين ٻڌڻ ۾ بي آيا، جيل پهچي ڊينس گولڊ برگ کي اسان کان ڌار ڪيو ويو ڇو تہ هو ڳورو هو. جيل ۾ بہ هن جو مقام اسان کان مختلف هو. اسان کي ٻين قيدين کان ڌار ڪولين ۾ رکيو ويو. هاڻي نعرن جي جاءِ تي دروازي جي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جا آواز اچي رهيا هئا.

انهيءَ رات، آئون پنهنجي ڪوليءَ جي فرش تي ليٽيو، جسٽس ڊي ويٽ جي فيصلي تي سوچي رهيو هئس. ڏکڻ آفريقا ۽ سڄي دنيا ۾ ٿيندڙ مظاهرن ۾ پڪ سان ڪيس متاثر ڪيو هوندو. انٽرنيشنل ٽريڊ يونين ان ڪيس جي خلاف احتجاج ڪيو هو. سڄي دنيا جي گودين تي ڪم ڪندڙ مزدورن ڏکڻ آفريقي سامان کي هٿ لڳائڻ کان نابري واري. روسي صدر ليونڊ بريزينف، ڊاڪٽر وروڊ کي خط لکيو. آمريڪي ڪانگريس جي ميمبرن احتجاج ڪيو. برطانوي پارليامينٽ جي پنجاهہ ميمبرن لنڊن جي رستن تي مارچ ڪيو، وزير خارجہ ڊگلس هوم اسان جي مقصدن سان اتفاق ڪيو. گڏيل قومن ۾ آمريڪي نمائندي ايڊلائي اسٽيونس چيو تہ سندس حڪومت موت جي سزا جي خلاف هر قدم کڻڻ جي لاءِ تيار

هوندي. منهنجو ذاتي خيال هو ته جيڪڏهن ڊي ويٽ اسان جي اها دعويٰ مڃي ورتي آهي ته اسان واقعي گوريلا جنگ شروع نه ڪئي هئي ۽ نيشنل ڪانگريس ۽ ايم ڪي ٻه ڌار تنظيمون آهن ته پوءِ هن جي لاءِ اسان کي موت جي سزا ٻڌائڻ ڏکيو هوندو.

ورووِرڊ پارليامينٽ ۾ اعلان ڪيو ته جنم ٽيپ سڄي دنيا مان ايندڙ پيغامن ۽ احتجاجي مظاهرن کان متاثر ٿي نه لکي ويئي آهي. هن نخر مان چيو: "اشتراڪي ملڪن مان ايندڙ سڀئي ٽيليگرام هن ردي‌ءَ جي ٽوڪري ۾ ڦٽا ڪري ڇڏيا آهن."

ڇا ٻه هجي؟ جسٽس ڊي ويٽ عالمي احتجاج کان ضرور متاثر ٿيو هوندو. ڪيس جي دوران هڪ پيرو هن چيو ته صفائي واري وڪيل هن سماعت جي سلسلي ۾ سڄي دنيا ۾ پروپيگنڊا جو رڻ ٻاري ڏنو آهي. ڪيس احساس هو ته جيڪڏهن هن موت جي سزا ٻڌائي ته عوام جي گهڻائي ڪيس اسان جو قاتل سمجهندي. انهي‌ءَ جي باوجود به هو پنهنجي قوم جي اثر هيٺ هو. هو هڪ ڳورو هو، ۽ ڏکڻ آفريڪا جي مروجه سسٽم جي پيداوار هو، هو انهي‌ءَ سسٽم جي خلاف وڃي نه ٿي سگهيو. هن تي ٻن طرفن کان دٻاءُ هو. احمد ڪيٿرادا، موتسو ليڊي ۽ ملنگيني‌ءَ جي سزا تي اسان کي افسوس ٿيو. منهنجو خيال هو ته جج احمد ڪيٿرادا کي ڇڏي ڏيندو. الياس ۽ اينڊريو کي گهٽ سزا ڏيندو. هو تنظيم جا بي حد جونيئر ميمبر هئا. هنن جي ڏوهن سان اسان جي ڏوهن جي ڀيٽ ڪرڻ نه کپي ها، هاڻ اسان جڏهن اپيل نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو ته هنن ٽنهي کي به نه ڪيل ڏوهن جي پاداش ۾ اسان سان گڏ رهڙجڻون پيو.

جيئوئيڪ پريٽوريا لوڪل ۾ هن کان اڳ به اسان آزادي جا گيت ڳائيندا هئاسين ۽ رات جو ٻتيون گل ٿيڻ کان اڳ نعرا هڻندا هئاسين، پر ان رات جيل جي مختلف حصن مان زور زور سان نعرا گونجڻ لڳا. اهي آواز انهن سڀني آفريقي قيدين جا هئا، جيڪي مختلف ڏوهن ۾ قيد هئا. گيتن ۽ نعرن جا اهي ٻُرائيندڙ آواز اسان کي مستقبل ۾ پيش ايندڙ تڪليفن جي سامهون فولادي قوت بنجي جيئرو رهڻ جو جذبو عطا ڪري رهيا هئا. ●

## باب اٺون

# رابن آئيلينڊ جا اونداها ڏينهن

اڌ رات ڌاري، مون کي جيل جي ڪوٺيءَ جي ٻاهران پيرن جو کڙڪو ٻڌڻ ۾ آيو ۽ دروازي تي ٺَڪ ٺَڪ ٿي. سيخن جي ٻئي پاسي ”ڪرنل آئو ڪيمپ“ بيٺو هو. هن چيو، ”منڊيلا! تون جاڳي رهيو آهين.“ مون ها ۾وراڻيو ته هو چوڻ لڳو، ”ياڳ پلا اٿئي! اسين توکي اهڙي هنڌ نيئي رهيا آهيون، جت توکي پوري آزادي حاصل هوندي. تون گهمي ڦري به سگهندين. سمنڊ ۽ آسمان جو ديدار به ڪري سگهندين.“ مون کي خبر هئي ته هو ڇا چئي رهيو آهي. پوءِ هن راز دارانه نموني چيو، ”جيستائين تون ڪا ڏکيائي ڪڙي ڪين ڪندين، تيستائين تنهنجي هر سَڌ پوري ڪئي ويندي.“

پوءِ هن باقي قيدين کي به جاڳايو ۽ پندرهن منٽن اندر اسين پريٽوريا لوڪل جي لوهي دروازن مان لنگهي وڃي رهيا هئاسين. مون سميت، ستن ٻين کي جيڪي والٽر، گوون، احمد ڪيٿي، اينڊريو، الياس ۽ ريمونڊ هئا. هٿڪڙين سميت هڪ پوليس وين ۾ ويهاريو ويو. اسين وين جي مٽيءَ سان ڀريل فرش تي پلٿي هڻي ويهي رهياسين ۽ ڪيس جي تلخ يادن کي وساري ٽاڙيون وڄائڻ ۽ گيت ڳائڻ لڳاسين. ’ليفٽيننٽ وان وائيڪ‘ به اسان سان گڏ وين جي پوئين پاسي موجود هو. هو خوشگوار شخصيت وارو ماڻهو هو. هن پنهنجي راءِ ڏيندي چيو، ”منهنجو خيال آهي ته اوهان سيني نوجوانن کي گهڻو وقت جيل ۾ رهڻو نه پوندو. اوهان جي آزادي جا مطالبا زور وٺندا پيا وڃن. ٻس سال ٻن ۾ئي اوهين آزاد ٿي ويندا ۽ قومي هيرو بنجي ويندا. پوءِ ماڻهن جا ميڙا اوهان جو آڌر ڀاءُ ڪندا ۽ هر شخص مرد توڙي زائفان، اوهان سان دوستي جو گهورو هوندو. اوهان پنهنجو آئيندو سنواري ورتو آهي.“

اسين خاموشيءَ سان سندس ڳالهيون ٻڌندا رهياسين ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿيندا رهياسين. پر افسوس جو سندس اڳڪٿي جي تڪميل ۾ پريا تي ڏهاڪا لڳي ويا.

رات جي وڳڙي ۾، پوليس جي زبردست پهري هيٺ، اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ اسان کي هڪ ننڍي فوجي هوائي اڏي تان ملٽري ٽرانسپورٽ جهاز ۾سوار ڪرايو ويو، جنهن ۾ گرمائش جو ڪو به بندوبست ڪيل نه هو ۽ اسين سيءَ ۾ ڏڪندا رهياسين. اسان مان ڪيترن ئي اڳ ۾ هوائي سفر جو لطف نه ورتو هو، تنهن ڪري هو منزل مقصود ڪان وڌيڪ، سفر جي دوران وارن خيالن ۾ گم هئا.

جيل جي اُچين ڀتين جي پويان اونداهين ڪولين جي بدران پندرهن هزار فوٽن جي

مٿاهين تي لڏندڙ جهاز ۾ آرام ڪرڻ وڏيڪ ڊيڄاريندڙ هو. هاڻي پرهه ڦٽي رهي هئي. شيشن مان هيٺ جانچي ڏٺم ته معلوم ٿيم، اسين اورينج فري اسٽيٽ جي هموار ۽ خشڪ ميدانن ۽ ڪيپ جي سرسبز، جابلو علائقن مان گذري رهيا آهيون. مون ڏيان سان ڏٺو ته ڪهڙن ڪهڙن علائقن ۾ گوريلا فوج کي لڪائي سگهجي ٿو. مون سنگتين کي ٻڌايو ته هيٺ گهاٽن ٻيلن جو وسيع علائقو بهترين پناهه گاهه ثابت ٿي سگهي ٿو، ۽ اهو ٻڌي ۽ ڏسي، سڀ دوست انهيءَ منظر جي ڪري جذباتي ٿي رهيا هئا. ٿوري دير کان پوءِ اسين ڪيپ ٽائون جي آباديءَ مٿان لنگهياسين. هر شئي صاف نظر اچي رهي هئي. "ٽيبل مونٽ" جي چوٽيءَ جي پرسان لنگهندي، ائٽلانٽڪ سمنڊ جي نيري پاڻيءَ سان گڏ، اسين رابن آئي لينڊ جي ڏنڊلي ڪنڌيءَ کي چڱي طرح ڏسي رهيا هئاسين. اسين ٻيٽ جي هڪ پاسي، هڪ ننڍي هوائي اڏي تي هيٺ زمين تي لٿاسين. ٻاهر نڪرڻ شرط تيز ۽ ٿڌي هوا اسان جي جسمن ۾ گهڙي ويئي، خودڪار هٿيارن سان هٿياربند گارڊ موجود هئا. ماحول ڇڪتاڻ وارو، پر پُرسڪون هو.

اسان کي پٿر جي ٺهيل پراڻي جيل ۾ نيو ويو ۽ حڪم ڏنو ويو ته پنهنجا ڪپڙا لاهي ڇڏيون. حڪم جي پورائي ٿي ۽ اسان کي رابن آئي لينڊ جو ساڌو خاڪي يونيفارم پائڻ جي لاءِ ڏنو ويو. جيل ۾ ڪپڙن جي ماملي ۾ به فرق رکيو ويو. اسان سڀني قيدين کي نيڪر، ننڍي جرسي ۽ ڪينوس جي جيڪٽ ڏني ويئي، پر ڪيٿيءَ کي هندستاني هئڻ سبب ڊگهو پاجامون ڏنو ويو. البت ايتري مهرباني ضرور ڪيَن جو ٽائرن جي ٺهيل چال (سئنڊل) بدران، بوٽ ڏنائون. نيڪر پائڻ جو مطلب هي هو ته اسين سڀ ڇوڪرا اهيون. ان مهل ته مون نيڪر پاتي، پر پڪو پهه ڪيم ته هن بي عزتيءَ کي گهڻي دير ڪين سهندس.

وارڊ اسان کي مختصر لفظن ۾ حڪم ڏيندا هئا. "هلو، خاموش ويهو" چئن ڏينهن کان پوءِ، هڪ ڏينهن صبح جو سوير اسان کي هڪ بند ٽرڪ ۾ هٿڪڙيون هڻي ويهاري، هڪ ٻئي هنڌ، جيل در جيل منتقل ڪيو ويو. اهو پٿرن سان ٺهيل هڪ ننڍو قلعو هو، جنهن جي ٽن طرفن ۾ ڪوليون هيون، جن ۾ هر وقت چوڪيدار گشت ڪندا رهندا هئا.

ڪولين کي اي بي ۽ سي سيڪشن ۾ ورهايو ويو هو. اسان کي بي سيڪشن ۾ رکيو ويو ۽ هر قيديءَ کي ڌار ڪوٺي ڏني ويئي. هر ڪوٺيءَ ۾ به دروازا ۽ هڪ دري هئي، جنهن ۾ لوهه جون سيخون لڳايون ويون هيون، انهن سڀني تي تالا لڳل هوندا هئا.

اهي ڪوٺيون، شايد تڙ تڪڙ ۾ اڏيون ويون هيون، ڀتين تي پوسل هئي ۽ مون جڏهن ڪمانڊنگ آفيسر جو انهيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪرايو ته هن اُتر ڏنو، "ڪا ڳالهه ڪونهي، اوهان جا جسم جلد ئي انهيءَ جا عادي ٿي ويندا،" هر شخص کي ٽي ٽي ڪمبل ڏنا ويا، جيڪي ايترا ته پراڻا هئا، جو انهن مان هنڌ هنڌ تان سوراخ نظر اچي رهيا هئا. ليٽڻ جي لاءِ تڏا مهيا ڪيا ويا. موسم ٿڌي هئي ۽ ڪوٺڙيون ايتريون ته ٺري پونديون هيون ۽ ڪمبل ايترا ته بيڪار ۽ ننڍا هئا جو اسان کي رات جو به ڪپڙا پائي سمهڻون پوندو هو. ڪوٺڙين جي ويڪر ڇهه فوٽ هئي ۽ ڊيگهه فقط ايتري جو منهنجو مٿو ۽ پير ڀتين سان ٽڪرائجي

ويندا هئا. آئون نقط تي وڪون هلندو هئس، جو انهيءَ جي ڊيگهه ختم تي ويندي هئي. هر ڪولي جي ٻاهران ان جي رهاڪو جو نالو ۽ نمبر لکيل هو. مثلاً منهنجي ڪارڊ تي لکيل هو، "اين منڊيلا 64-466" ان وقت منهنجي عمر 46 سال هئي ۽ آئون جنم ٽيپ وارو سياسي قيدي هئس. مون کي پتو ڪونه هو تہ هيءَ نندي، گهٽ ۽ ٻوسٽ واري جاءِ ڪيترو عرصو منهنجو گهر بنيل رهندي.

جيل ۾ قيدين جو تعداد لڳ ڀڳ هڪ هزار هو، اسان کي سياسي قيدي هئڻ جي ڪري بي حد خطرناڪ سمجهيو ويندو هو ۽ اهو ئي ڪارڻ هو، جو اسان کي ٻين قيدين کان صفا ڌار ڪري رکيو ويو هو، جيئن اسين هنن تائين سياسي جيوڙا منتقل ڪري نہ سگهون. اسان جي سيڪشن ۾، رنگدار آفريقي تنظيم جو باني جارج پيڪ، جيڪو ڪيپ ٽائون سٽي ڪونسل جو ميمبر بہ هو، ڊينس بروٽس، جيڪو پورٽ ايلزبيٿ جو مشهور سياسي ڪارڪن، شاعر ۽ ليکڪ هو ۽ نٽال انڊين ڪانگريس جو پراڻو ميمبر بلي نائر، رهايا ويا هئا. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ، رنگدار دانشور نيوائل اليگزينڊر جيڪو ڪيپ ٽائون يونيورسٽي جو گريجوئيٽ ۽ جرمني جي ٽيوهنگن يونيورسٽي مان ادب ۾ ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري ورتل هو. ڪيپ ٽائون يونيورسٽيءَ جو شاگرد فيڪائل ڊيم ۽ پان آفريقنسٽ ڪانگريس جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر زيفينيا، جيڪو اورلينڊو ۾ ماسٽر هو. اهي سڀ اسان جا ساٿي بنجي ويا. ٽرانسڪي مان ٽي پوڙها ڪڙمي بہ هتي آندا ويا، مٿن الزام هو تہ هنن صوبي جي سيلف گورنمينٽ جي وزيراعليٰ ڪي ڊي متنزيما کي قتل ڪرڻ جي سٽ سٽي هئي.

اهڙي طرح، جيل جي هڪ سيڪشن ۾ اسين ويهہ قيدي رهي رهيا هئاسين. جن مان ڪيترن سان تہ اڳ ۾ ئي واقفيت هئي، پر شروع وارن ڪجهہ هفتن جي دوران ماحول ايترو تہ گهٽيل هو، جو اسين هڪ ٻئي کي سلام بہ ڪري نہ سگهياسين. قيدين جي تعداد جيترا ائي، جيل جا داروغا بہ هئا. اسان کي هڪدم پٿر ڪٽڻ تي لڳايو ويو. هر روز صبح جو والي بال جيڏا پٿر اڱڻ جي وڏي دروازي تي گڏ ڪيا ويندا هئا. جن کي اسين ننڍين ننڍين ريڙهين ۾ وجهي اڱڻ جي وچ تائين آڻيندا هئاسين ۽ پوءِ وزني هٿوڙن جي ذريعي انهن جي بجري ناهڻ شروع ڪندا هئاسين. اهو بيحد مشڪل ڪم هو، جيتوڻيڪ جسمن کي گرم رکڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو هو، پر اسان جو انگ انگ سور سبب ڏکڻ لڳندو هو. جيل جا داروغا خاموشيءَ برقرار رکڻ جي لاءِ اسان جي مٿان چڙهيا بيٺا هوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ٻئي سيڪشن يا ايئن ڪٿي چئجي تہ ٻين قيدخانن جا واردر بہ اسان کي ڏسڻ جي لاءِ ايندا هئا. ڄڻ اسين، ڪن ناياب قسم جي قيدي جانورن جو ميڙ هجون.

جون ۽ جولاءِ جا مهينا رابن آئي لينڊ ۾ ويرانيءَ جو منظر پيش ڪري رهيا هئا. سرديءَ جي شروعات هئي، مينهن بہ شروع ٿي رهيا هئا. اُس ۾ بيهي بہ، آئون پنهنجي خاڪي قميص ۾ ڏڪندو پيو هئس. مون کي پهريون ڀيرو محسوس ٿيو تہ هڏين ۾ سيءَ جي گهڙي وڃڻ جو مطلب ڪهڙو هوندو آهي. منجهند جو ماني کائڻ جو وقفو ٿيندو هو.

اسان کي جيڪو سوپ ڏنو ويندو هو، سو نهايت بدبودار هوندو هو. هڪ ڏينهن ڪيٿيءَ کان پٽرن سان ڀريل ٽرالي نه پي ڇڪي، مون سندس مدد ڪئي ۽ سمجهايس ته ٽرالي ڇڪڻ ۾ زور آزمائي کان وڌيڪ ان جو توازن قائم رکڻ ڪپي. داروغو پريان بيٺو مُرڪندو رهيو، ڪڏهن ڪڏهن جيل جا عملدار، اسان کان اسان جي سگهه کان وڌيڪ پٽر ڪُٽائڻ جو ڪم وٺندا هئا.

1962ع جي مقابلي ۾، جڏهن مون کي رابن آئي لينڊ ۾ ٻن هفتن جي لاءِ رکيو ويو هو. هن ڀيري، اُن جي مقابلي ۾ حالتون بنهه مختلف هيون. هاڻي اهو پيٽ، سڄي ڏکڻ آفريڪا ۾ فوجداري نظام جو مضبوط اڏو بنجي چڪو هو، نه رڳو قيدين کي پر جيل جي عملي کي به ڏکيائين سان منهن ڏيڻون ٿي پيو. هينئر هتي رنگدار ماڻهن بدران، ڳورن ولنديزي انداز جي آفريقي ٻولي ڳالهائيندڙ وارڊ مقرر ڪيا ويا هئا. جيڪي حاڪم ۽ محڪوم جي تفاوت جا قائل هئا ۽ اها تقاضا ڪندا هئا ته کين "باس" چئي سڏيو وڃي.

رابن آئي لينڊ تائين پهچڻ، درحقيقت هڪ نئين ملڪ ۾ پهچڻ جيان هو. هي هڪ الڳ ٿلڳ ڏورانهين هنڌ تي واقع سرزمين آهي. اسين پريٽوريا مان جيڪو جذبو کڻي آيا هئاسين، اهو هن سخت ماحول ۾ ٺڏو ٿيندو نظر پي آيو. پريٽوريا ۾ اسان کي ٻاهران مٿن ماڻهن ۽ يارن دوستن جي تائيد حاصل رهندي هئي، پر هتي اسين سيني کان ڪٽجي ويا هئاسين. لڳو ايئن ٿي ته هڪ نئين، پر ڏار قسم جي ڦڏئي زندگيءَ جي شروعات ٿي رهي آهي. مون هتي اچڻ شرط گهر ڪئي ته اسان کي ڊگها پاجاما ڏنا وڃن. ٻئي هفتي مون کي هڪ پراڻو ڊگهو خاڪي پاجامو ڏنو ويو، پر مون کي جڏهن خبر پئي ته منهنجي سنگيتن کي انهيءَ قسم جو پاجامو نه ڏنو ويو آهي ته مون به انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيو ته منهنجي سيني ساٿين کي به مون جهڙو پاجامو ڏنو وڃي نه ته آئون به نه پائيندس.... عملدارن منهنجي گهر کي ڪابه اهميت نه ڏني.

هڪ ڏينهن اسان کي ٻڌايو ويو ته اسان جا وڪيل برم فشر ۽ جوئل جوئي، اسان سان ملڻ جي لاءِ اچي رهيا آهن، سندن اچڻ جو مقصد اسان جي حالتن جو مشاهدو ڪرڻ ۽ اهو ڄاڻڻ هو ته ڇا اسين اڃا به سزا جي خلاف اپيل داخل ڪرڻ جي حق ۾ آهيون يا نه. جيتوڻيڪ اسان اڃا ڪجهه هفتا اڳ ئي هنن کان جدا ٿيا هئاسين، پر ايئن ٿي لڳو ڄڻ صديون گذري ويون هجن، ۽ هو ڪنهن ٻي دنيا مان آيل انسان ٿي لڳا. دل ۾ آيم ته ساڻن گلي ملي سندن آدر ڀاءُ ڪجي، پر ايئن ڪري نه سگهيس. مون کين ٻڌايو ته اسان اپيل داخل نه ڪرڻ جي فيصلي تي قائم آهيون.

ملاقات جي آخر ۾، مون برم فشر کان سندس گهر واري مولي‌ءَ جي باري ۾ پڇيو. هن ڪو به جواب نه ڏنو ۽ پريشانيءَ جي عالم ۾ اُٿي ٻاهر هليو ويو. پوءِ مون کي ڊيوٽي تي موجود ميجر ٻڌايو ته مولي هڪ حادثي ۾ چالاڻو ڪري ويئي آهي. برم پنهنجي زال سان گڏ ڪار ۾ وڃي رهيو هو، جو سامهون ڪو وهٽ نڪتو، جنهن کي بچائيندي، ڪار وڃي دريا ۾ ڪري ۽ مولي ٻڏي مري ويئي. ان دکدائڪ خبر اسان کي ڏڪارو ڪري

ڇڏيو. مولي هڪ بي لوث، بي تعصب ۽ ڪشادي دل واري عورت هئي، هن زندگيءَ جي هر موڙ تي برم جو ساٿ ڏنو هو. هوءَ نہ رڳو سندس زال پر هڪ دوست ۽ ساٿي بہ هيس. اهو برم جي لاءِ بيو ڪاپاري ڌڪ هو. هن کان اڳ، سندس پُٽ بہ وڇڙي چڪو هئس، برم هڪ اعليٰ ڪردار جو انسان هو، ولنديزي نسل جي هئڻ جي باوجود بہ، هن پنهنجي ضمير جي سڏ ۾ سڏ ڏيئي، خود پنهنجي نسلي برادريءَ جي خلاف وڙهي رهيو هو. سندس اهو ڪردار جرئت ۽ قربانيءَ سان ڀرپور هو، آئون تہ فقط بي انصافيءَ جي خلاف وڙهي رهيو هئس، پنهنجن ماڻهن سان تہ منهنجي جنگ ڪانہ هئي.

اسان کي ڇهن مهينن ۾ فقط هڪ ڀيرو، پنجن سئو لفظن تي مشتمل هڪ خط پنهنجن مٽن مائٽن کي لکڻ جي موڪل هئي، مون برم کي تعزيتي خط لکڻ جي درخواست ڪئي، جيڪا ميجر منظور ڪئي، پر اهو خط ڪڏهن بہ برم تائين پهچي نہ سگهيو. ميجر مون کان خط تہ ورتو پر اهو ٽپال جي حوالي نہ ڪيائين.

ڪجهہ مهينن اندر ئي جيل جي زندگي، معمول موجب تي ويئي، اهي هڪ جهڙا ڏينهن، هفتا، پوءِ مهينا ۽ سال ... معمول کان هٽي هر ڳالهہ جيل جي عملدارن کي پريشان ڪري ٿي ڇڏيو، بهترين جيل اهو آهي، جتي معاملا معمول موجب هلندا رهيا هجن.

معمول جي زندگي، قيدي لاءِ بہ سڪون جو باعث ۽ سندس بهترين ساٿي هوندي آهي، اهڙي طرح وقت تيزي سان گذري سگهي ٿو، رابن آئي لينڊ ۾ اسان وٽ وقت ڏسڻ جي لاءِ ڪا بہ گهڙي نہ هئي. انهيءَجي منع هئي. اسان جو سڄو دارومدار جيل جي گهنٽين ۽ داروغن جي سيٽين ۽ بُرائيندڙ آوازن تي هو، هر نئون هفتو، هوبهو گذريل هفتي جهڙو ئي لڳو. فقط انهن لڳاتار ايندڙ هفتن ۽ مهينن جو حساب رکي ئي ڪو شخص ڄاڻي ٿي سگهيو تہ، ڪهڙو مهينو ۽ ڪهڙو ڏينهن آهي. مون سڀ کان پهريون ڪم اهو ڪيو تہ پنهنجي ڪولي جي ڀت تي هڪ ننڍڙو ڪئلينڊر ناهيم. ذهني سلامتي ۽ عقل و خرد کي خيرباد چوڻ جو سولو طريقو هي آهي تہ انسان کان وقت جو احساس ڇڏائجي وڃي.

جيل ۾، عام طور تي وقت جي رفتار سست ٿي ويندي آهي، ڇو تہ ماڻهو بيڪار هوندو آهي، پر رابن آئي لينڊ ۾ معاملو انهيءَ جي ابتڙ هو، سڄو سڄو ڏينهن جيل جي مشقت ۽ پاڻ ۾ ننڍا وڏا اختلاف طئي ڪرڻ ۾ گذري ويندا هئا. باهر جيڪو ڪم، ڪجهہ ڪلاڪن يا ڏينهن ۾ ٿي ويندو هو، اهو هتي مهينن ۽ سالن ۾ مس طئي ٿي سگهندو هو. ممڪن آهي تہ اوهان جي هڪ ٽوٿ پيسٽ جي لاءِ ڏنل درخواست ڇهن مهينن يا هڪ سال ۾ منظور ٿي سگهي. هڪ ڏينهن احمد ڪيٿرادا چيو، ”جيل ۾ منٽ سال جي برابر ٿو لڳي ۽ سال منٽن جيان گذري ٿو وڃي، ۽ پوءِ ماڻهو سوچي ٿو تہ هيترا ڏکيا مهينا ڪيڏانهن هليا ويا.“

جيل ۾ اسان سيني کي هڪ هنڌ رکڻ، عملدار جي غلطي هئي، پر اسان کي انهيءَ جو ڪافي فائدو ٿيو. اسين پاڻ ۾ ڪچهري ڪندا، هڪ ٻئي جي ڏک درد ۾ شريڪ ٿيندا ۽ ڏکين گهڙين ۾ هڪ ٻئي کي دم دلاسو ڏيندا هئاسين. جيڪڏهن آئون اڪيلو

هجان ها تہ جيڪر انهيءَ تلخ زندگيءَ جو همت ۽ جرئت سان مقابلو ڪري نہ سگهان ها. هڪ هنڌ هئڻ جي ڪري اسان جا حوصلا برقرار رهيا. هتي اسان پنهنجي هڪ نئين زندگي تخليق ڪري ورتي هئي. جيل جون اندريون پُرامن ماحول اسان جي مرهون منت هو، انهيءَ ۾ داروغن جو ڪو بہ ڪمال نہ هو ۽ اعليٰ عملدارن کي بہ انهيءَ جو چڱي طرح احساس هو.

ڪنهن بہ اڳواڻ کي پنهنجي ڪوشش جو گهرو احساس هئڻ کپي، دنيا جون ڪيتريون ئي اهم جنگيون تاريخ ۾ انهيءَ ڪري مشهور ٿيون، جو انهن جا فاتح نالي وارن ماڻهن منجهان هئا. جيل جي باري ۾ بہ اها ڳالهہ صحيح آهي، اوهان کي سدائين انهيءَ ڳالهہ جو اطمينان هئڻ کپي تہ اوهان پنهنجي مقصد سان مخلص ۽ بي لوث آهيو. اسان جيل ۾ اچي پنهنجي مقصد کان بي نياز نہ ٿياسين. نقط عمل جو ميدان نندو هو. ظلم ۽ زور، ڏاڍ ۽ ڏمر ۽ نسل پرستي اها ئي هئي. پر لڙائي جو انداز مختلف هو.

جيل ۽ جيل جا عملدار هر قيديءَ جي عزت نفس کسي ٽا ونن. پر مون ڪنهن بہ شخص کي موڪل ڪانہ ڏني تہ هو منهنجي عزت نفس کسي سگهي. اهڙو هر شخص منهنجي مقابلي ۾ شڪست کاڌل هوندو. آئون ڪنهن بہ قيمت تي پنهنجي عزت نفس کان ڪنارا ڪش ٿيڻ جي لاءِ آماده ٿي نہ ٿي سگهيس. مون ڪڏهن هڪ گهڙي جي لاءِ بہ اهو نہ سوچيو تہ ڪو مون کي سڄي عمر هن جيل ۾ رهڻون پوندو ۽ آئون هتان ڪڏهن بہ نڪري نہ سگهندس. يا جنم ٽيپ جو مقصد سڄي عمر جو قيد هوندو آهي، ۽ مون کي بند ۾ ئي مرڻون پوندو. مون کي انهي تصور کان ئي نفرت هئي. مون کي پڪ هئي تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن گاهہ منهنجي پيرن هيٺان هوندو ۽ آئون سج جي روشنيءَ ۾ هڪ آزاد انسان جي حيثيت سان هلي چلي سگهندس.

آئون پنهنجي سڀاءَ ۾ اميد پرست انسان آهيان. اميد پرستيءَ جو مظهر اهو آهي تہ انسان جو ڪنڌ سدائين آسمان طرف رهي ۽ پير ڇُرُڪ ۾ رهن. جيتوڻيڪ اهڙا گهڻا موقعا بہ آيا، جڏهن انسانيت تي منهنجي ڀروسي کي ڌڪ لڳو، پر آئون ڪڏهن بہ نااميد نہ ٿيس. آئون نااميد ٿي ئي نہ ٿو سگهان، ڇو تہ نااميدي شڪست ۽ موت جو رستو آهي.



اسان کي صبح جو هر روز ساڍي پنجين وڳي جاڳايو ويندو هو، آئون، شروع کان ئي صبح ساجهر اُٿڻ جو عادي آهيان، تنهن ڪري اهو مرحلو منهنجي لاءِ تڪليف جو سبب نہ ٿي بنيو. اسان کي ساڍي ستين وڳي ڪولين مان ٻاهر ڪڍيو ويندو هو. وچ وارو وقفو ضروري حاجتون پوريون ڪرڻ، صفائي ۽ شيو وغيره جي لاءِ هوندو هو. ڪولين سان گڏ وهنجڻ خانا يا ڪاڪوس خانہ نہ هئا. ڪاڪوسن جي لاءِ بالٽيون ڏنيون ويون هيون، جن کي استعمال ڪرڻ ڪانپوءِ اسان کي ئي گندگي ٻاهر اڇلڻي پوندي هئي، بالٽن جي ڍڪڻ ۾ جيڪو پاڻي هوندو هو، سو ڏاڙهي ناهڻ ۽ هٿ منهن ڌوئڻ جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. سڄي ڏينهن ۾ اهو ئي هڪ موقعو هوندو هو، جڏهن اسين پاڻ ۾ ملي ڳالهائي سگهندا

هئاسين، جو ته ان بدبودار ماحول ۾ جيل جا داروغا اسان جي ويجهو موجود نه هوندا هئا.

شروع ۾ ڪيترن ئي هفتن تائين اسان کي مڪئي يا جَون جي ڏاري جو ناشتو ڪولين جي اندر مهيا ڪيو ويندو هو، جيڪي عام قسم جا قيدي اسان کي جيل جي لوهي سيخن مان هٿ ۾ ڏيئي ويندا هئا. پوءِ ناشتي جو بندوبست وراندي ۾ ٽيڻ لڳو ۽ اسان کي ڪافي پيئڻ جي سهوليت به مهيا ڪئي ويئي. پر حقيقت ۾ اها ڪافي نه هئي، پر مڪئيءَ جا داڻا پيهي، پڪيا ويندا هئا؛ جڏهن اهي ڪارا ٿي ويندا هئا ته پاڻيءَ ۾ اُباري اسان کي پيش ڪيا ويندا هئا. بس اها ئي اسان جي ڪافي هئي.

مانيءَ ۾ به فرق رکيو ويندو هو. هندستاني ۽ رنگدار قيدين کي آفريقين کان سٺي غذا ملندي هئي. پر جيل جي عملدار جي نظر ۾ اسان کي متوازن غذا ڏني پئي ويئي. اسان جي احتجاج تي جيل جا داروغا عام طور تي چوندا هئا "واهه واهه! اوهين ڪافر جيتري سٺي غذا هتي کائو ٿا، اهڙي ڪڏهن اوهان کي پنهنجي گهرن ۾ به نه ملي هوندي!؟"

هر قيديءَ جي لاءِ اهو لازمي هو ته هُو خاڪي جيڪٽ جا ٽيئي بٽڻ بند رکي ۽ جيئن ئي داروغو انسپيڪشن جي لاءِ اچي ته هو پنهنجي ٽوپلو لاهي، ٻي صورت ۾ قيد تنهائي يا مانيءَ کان محرومي، سندس ڀاڱ ۾ هوندي هئي. معائني کان پوءِ، پٿر ڪُٽڻ جو ڪم شروع ٿي ويندو هو، جيڪو بنا ڪنهن ساهي جي ٻن ٻهرن تائين جاري رهندو هو، ۽ انهيءَ ۾ ٿوري به سُستي برداشت نه ڪئي ويندي هئي، ٻن ٻهرن جو گهنٽي وڄندي هئي ۽ ماني آندي ويندي هئي، جنهن سان گڏ طاقت برقرار رکڻ جي لاءِ عام طور تي، مڪئيءَ مان نهيل هڪ پائوڊر به ڏنو ويند هو، جيڪو پاڻيءَ ۾ ڳاري پيتو ويندو هو، پر اهو بنهه گهٽ مقدار ۾ هوندو هو، آئون هيئن ڪندو هئس، جو ڪيترن ئي ڏينهن تائين پنهنجي حصي جو پائوڊر گڏ ڪندو رهندو هئس، ۽ پوءِ هڪ ڏينهن مزي سان پيئندو هئس، جيڪڏهن جيل عملدارن کي خبر پئجي وڃي ها ته نه رڳو ذخيري اندوزي جي ڏوهه ۾ سڀ پائوڊر ضبط ڪري وٺن ها، پر سزا به مليم ها.

منجهند جي مانيءَ کانپوءِ چئين وڳي تائين ڪم ڪرايو ويندو هو، تنهن بعد گهنٽي وڄندي هئي، ڳٽپ ٿيندي هئي، ۽ اڌ ڪلاڪ جو وقفو ڏنو ويندو هو، جنهن دوران اسان کي وهنجڻ سهنجڻ جي موڪل هوندي هئي. ٻاهر ٿڌي موسم هئڻ جي باوجود به گرم پاڻيءَ جو ڪو به بندوبست نه هو ۽ اسين اوچي آواز ۾ گيت ڳائي گرمائش جو احساس پيدا ڪندا هئاسين. ٺيڪ ساڍي چئين وڳي سپر (Super) جي لاءِ سڏ ڪيو ويندو هو. پر ڪيترن ئي هفتن تائين اسان کي لڳاتار هڪ ئي قسم جو ڪاڌو پيش ڪيو ويندو هو، جنهن جي ڪري اسين بيزار ٿي پوندا هئاسين. هر ٻئي ڏينهن گوشت جي هڪ ننڍي بوٽي به ڏني ويندي هئي، جيڪا عام طور تي ڪرڪري هڏيءَ واري هوندي هئي. هندستاني ۽ رنگدار قيدين کي ڊبل روٽي به ڏني ويندي هئي، جڏهن ته آفريقين جي باري ۾ چيو ويندو هو ته هو ان قسم جي يورپي ڪاڌي کائڻ جا هيراڪ ڪونهن.

حقيقت ۾ اسان کي جيل ۾ قاعدن کان گهٽ خوراڪ ڏني ويندي هئي. رڌڻي ۾ اسمگلنگ جو ڪاروبار خوب هلندو هو، رڌڻي ۾ ڪم ڪندڙ سڀئي عام قيدي هئا.هو سٺيون شيون پنهنجي لاءِ يا داروغن لاءِ بچائي رکندا هئا، جيڪي انهيءَ جي عيوض کين چڱيون خاصيون سهولتون مهيا ڪندا هئا.

رات جو اٺين وڳي هڪ داروغو وراندي ۾ ايندو هو، دروازي کي تالو هڻي، چاٻي ٻاهر بيٺل ٻي داروغي کي اُچلي ڏيندو هو ۽ حڪم ڪندو هو ته هاڻ سمهي رهو. هر ڪوليءَ ۾ هڪ هلڪو بلب رات ڏينهن ٻرندو رهندو هو. ڪنهن امتحان جي تياري ڪندڙ قيديءَ کي رات جو يارهين وڳي تائين جاڳڻ جي موڪل هئي. دروغو دير تائين وراندي ۾ چڪر هڻندو رهندو هو.

هڪ ڏينهن اسان کي صبح جو سوير، جيل جي آفيس جي ٻاهر قطار ناهي بيهڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ اسان جي آڱرين جا نشان حاصل ڪيا ويا. ايتري ۾ چيف وارڊر ڪئميرا هٿ ۾ کڻي آيو ۽ اسان جو فوٽو ڪڍڻ چاهيو، مون پڇيس، ڇا تو وٽ انهيءَ سلسلي ۾ جيل ڪمشنر جو اجازت نامون موجود آهي، مون کي جيل جي قانونن بابت چڱي موچاري ڄاڻ هئي ۽ خبر هيم ته ڪمشنر جي اجازت کان سواءِ هو اسان جي تصوير ڪڍي نه ٿي سگهيو. منهنجي انهيءَ سوال جو چيف وارڊ وٽ ڪو به جواب نه هو. هن مون کي سزا جو دڙڪو به ڏنو، پر مون ڪيس چيو ته اسين ڪمشنر جي حڪم کان سواءِ پنهنجي تصوير ڪڍڻ ڪو نه ڏينداسين، قيدي جي حيثيت سان نظر اچڻ حقارت جوڳو هو.

پر فقط هڪ موقعي تي آئون راضي آئي ليند ۾ پنهنجو فوٽو ڪيرائڻ تي راضي ٿيس. هڪ ڏينهن صبح جو چيف وارڊ اسان جي هٿن ۾ هٿوڙن بدران، سئي ۽ سڳا ڏنا ۽ جيل جي ڦاٽل پراڻين جيڪيٽن کي سبڻ جي ڪم تي لڳايو، جن مان اڪثر سبڻ جي لائق ئي ڪونه هيون. اسين پنهنجي روزمره جي انهيءَ تبديلي تي حيران هئاسين. يارهين وڳي ڌاري ڪمانڊر آفيسر، ٻن شخص سان گڏ اسان وٽ آيو، هو ٻئي لنڊن جي اخبار "ڊي ٽيلي گراف" جو فوٽوگرافر ۽ خاطو هئا، اسان کي سندن اچڻ تي شڪ ٿيو، ڪمانڊنگ آفيسر کين سرڪاري وزيٽرس قرار ڏيئي رهيو هو، اسان کي خبر هئي ته "ڊي ٽيلي گراف" کي اسان جي جدوجهد سان ڪا به همدردي ڪونهي. جڏهن ته سڄي دنيا جي پريس ۾ اسان جي جيل جي حالتن تکي آنومان ظاهر ڪيا پي ويا ۽ انهن ٻنهي اخباري نمائندن کي اهو ظاهر ڪرڻ جي لاءِ آندو ويو هو ته اسان سان ڪا به بدسلوڪي نه پئي ڪئي وڃي.

اسين ڪنڌ جهڪايو، پنهنجي ڪم ۾ لڳا پيا هئاسين، ٻئي صحافي اسان ڏانهن آيا ۽ معائنو ڪندا رهيا. پوءِ چيف مون کي سيني قيدين پاران سائن ڳالهائڻ جي لاءِ مقرر ڪيو. جيتوڻيڪ قانون موجب انهيءَ جي موڪل ڪا نه هئي. اتڪل ويهن منٽن جي ڳالهه ٻولهه کان پوءِ رپورٽر مسٽر نيومين منهنجو فوٽو ڪڍڻ جي خواهش ڏيکاري. مون اها ڳڻ ڳوت ڪري، پنهنجي ۽ سيسولو جي تصوير ڪيرائڻ تي رضامندي ڏيکاري ته اها ڏکڻ آفريڪا کان ٻاهر ڇپجي. پر "ڊيلي ٽيلي گراف" ۾ اسان جي باري ۾ ڪا به خبر ڇپجي نه سگهي. ۽

پوءِ جيئن ئي اهي ٻئي صحافي جيل کان ٻاهر نڪتا، وارڊر جرسيون واپس وٺي ۽ اسان کي هٿوڙا هڻڻ ۾ ڏنا.

اهي ٻئي اسان جا پهريان ملاقاتي هئا. اخبارون لڳاتار ٻيٽ جي خراب حالتن ۽ اسان سان ٿيندڙ خراب سلوڪ جي باري ۾ خبرون ڇپينديون رهيون. حڪومت ڏاڍي پريشان هئي، تنهن ڪري اڪثر ڪري جيل ۾ وزيٽرس جي آمد رهڻ لڳي. پهرين هڪ برطانوي وڪيل کي اسان جي حالتن کان واقفيت جي لاءِ آندو ويو ۽ پوءِ آمريڪن بار ائسوسيئيشن جو نمائندو مسٽر هائي ننگ آيو. ڏکڻ آفريقا ۾ ٻنھ گهڻ آمريڪي رهندا هئا. تنهن ڪري منهنجي من ۾ انهيءَ آمريڪي نمائندي سان ملاقات جي خواهش پيدا ٿي.

مسٽر هاءِ ننگ جي اچڻ تي اسان کي اڱڻ ۾ آندو ويو. جيل خاني جو ڪمشنر جنرل اسٽائن به سائس گڏ هو ۽ هن جو هتي اچڻ هڪ عجوبو هو. جيتوڻيڪ هو هڪ نفيس قسم جو انسان هو، پر هن اسان کي "جينٽلمين" چئي، مخاطب ڪيو. ايتري قدر جو پنهنجو ٽوپلولاهي اسان جي عزت افزائي ڪئي، پر هن ٻيٽ ۾ جيڪو ڪجهه وهي واپري رهيو هو، تنهن کان اڪ ٽار ڪئي، ۽ اهو ئي سبب هو ته جيل جا عملدار سڀ معاملا پنهنجي مرضيءَ سان انجام ڏيندا هئا.

جنرل اسٽائن جي چوڻ تي، مون کي قيدين ڀاران نمائندي جي حيثيت سان ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو. مون سڀ کان پهرين آمريڪي وڪيل مسٽر هائي ننگ جي آمد جي مهرباني مڃي، پوءِ مون ڪيس پنهنجي شڪايتن کان واقف ڪيو. منهنجو مرڪزي نقطو هي هو ته اسين سڀ سياسي قيدي آهيون، تنهن ڪري اسان سان عام قيدين جهڙو سلوڪ نه ٿيڻ کپي. مون، اسان جي کاڌي ۽ رهائش بابت معاملا سندس گوش گذار ڪيا، پر هاءِ ننگ بار بار مون کي ٽوڪيندو رهيو. جڏهن مون مشقت جي ڊگهي عرصي جي شڪايت ڪئي ته هن چيو، "اوهين سڀ قيدي آهيو. ڪم ڪرڻ اوهان جي ڊيوٽي آهي، اصل ۾ اوهين ڏاڍا سست ماڻهون آهيو."

ڪولين جي خراب حالت جي باري ۾ هن جو چوڻ هو ته آمريڪا جا جيل، رابن آئي لينڊ کان وڌيڪ خراب آهن، انهن جي ڀيٽ ۾ اوهين ته جنت ۾ رهو پيا. هن ايترو ته چيو ته "دراصل اوهين موت جي سزا جا حقدار هئا، پر شڪر ڪريو، جو انهيءَ کان بچي ويا." هو پريل بت وارو شخص هو، لڳو ايئن ٿي ته سندس تربيت سٺي ماحول ۾ ناهي ٿي، هو ڏکڻ آمريڪا جي مقامي ٻوليءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو ۽ انتهائي بدفضيلتو هو. ڳالهائڻ دوران هيڏانهن هوڏانهن ٽُڪون به اڇليندو رهيو.

مون کي، سندس انهيءَ رويي تي ڪافي تڪليف ٿي ۽ مون چيو "جناب والا! منهنجي معروضات کي صحيح طور تي سمجهي ناهي سگهيو." اهو ٻڌي هاءِ ننگ ڪاوڙجي پيو ته آئون ڪيس ٽوڪون پيو هئان. پر جنرل اسٽائن خاموشيءَ سان ويٺو رهيو، منهنجي سيني ساٿين کي هاءِ ننگ جي رويي تي ڪاوڙ اچي رهي هئي. هن جي لاءِ پنهنجي جذبن کي قابو پائڻ ڏکيو ٿي پيو هو. هاءِ ننگ اسان کي بزدل بنائڻ جي هرممڪن ڪوشش

ڪٿي، سيني ڇيو تہ ڪيس جيل ۾ ڇو آندو ويو آهي؟ شايد اها بہ بالاحڪام جي ڪا چال هئي. هو اٺيو ۽ موڪلائڻ کان سواءِ روانو ٿي ويو. اسان کي سندس واپسيءَ تي ڪو بہ رنج نہ ٿيو.

اسين اڪثر هائي ننگ جي باري ۾ پيا ڳالهائيندا هئاسين. هن جون ڳالهيون اسان کي بيوقوفي جهڙيون لڳنديون هيون، هو، رابن آئي لينڊ ۾، آمريڪن بار ايسوسئيشن جي لاءِ دوستيءَ وارا جذبا پيدا ڪري نہ سگهيو.



جيل ۾، قيدين جا چار قسم هئا، اي بي سي ۽ ڊي سيني سياسي قيدين کي ڊي. جي ڪلاس ۾ رکيو ويو، جيڪو انتهائي گهٽ درجو هو ۽ جنهن ۾ تمام گهٽ سهولتون هيون، ڊي مان سي جي درجي ۾ اچڻ جي لاءِ ڪئين سال ڪپندا هئا. ڪلاس جو اهو نظام انتهائي واهيات ۽ ڪريٽ هو. بي گروپ جي قيدين کي ڇهن مهينن ۾ فقط هڪ پيرو خط لکڻ جي موڪل هئي، جيڪڏهن احتجاج ڪبو هو تہ عملدار چوندا هئا. "پنهنجو طور طريقو صحيح ڪريو ۽ سي ڪلاس ۾ هليا وڃو، جتي اوهان کي ڇهن مهينن ۾ بہ پيرا خط لکڻ جي موڪل هوندي." جيڪڏهن خراب غذا جي شڪايت ڪبي هئي تہ چوندا هئا، "جيڪڏهن اوهين اي گروپ ۾ هجو ها تہ جيڪر ٻاهران پئسا گهرائي سگهو ها ۽ ڪنهن دُڪان تان سامان وٺي سگهو ها."

قانوني طور تي درجي بنديءَ جو واسطو هر قيدي جي سزا جي عرصي موجب هو. مثال طور ائن سالن جي سزا وارو قيدي پهريان بہ سال ڊي، پوءِ جا بہ سال سي، وري پوءِ وارا بہ سال بي ۽ آخري بہ سال اي ڪلاس. پر جيل جا عملدار انهيءَ نظام جي تشريح ۽ انهيءَ جو استعمال پنهنجي مرضيءَ سان ڪندا هئا. آئون جيتوڻيڪ رابن آئي لينڊ اچڻ کان اڳ بہ سال قيد ڪاٽي چڪو هئس، پر اجا سوڌي ڊي گروپ ۾ هئس، پر مون کي سي ڪلاس ۾ وڃڻ جي لاءِ درخواست ڪرڻ جي بہ موڪل ڪانہ هئي. انهيءَ لاءِ اهو ضروري هو تہ جهڪي ۽ ڪنهن شڪايت ڪرڻ کانسواءِ رهجي. داروغا اڪثر ڪري چوندا هئا، "اُف منڊيلا! تون تہ صفا ڪو ويڙهاڪ آهين ۽ سڄي زندگي ڊي گروپ ۾ ئي رهندين."

درجي بنديءَ جي خاطر هر ڇهن مهينن کانپوءِ پرزن بورڊ (Prinson Board) جي گڏجاڻي ٿيندي هئي، ۽ هر قيدي جي معاملي تي انفرادي طور تي غور ڪيو ويندو هو. پر مون ڏٺو تہ بورڊ جا ميمبر درجي بندي جي بدران سياسي معاملن تي بحث ڪندا هئا. هڪ پيرو هو مون کان آفريقي نيشنل ڪانگريس جي باري ۾ سوال ڪندا رهيا. اڳتي هلي اسان فيصلو ڪيو تہ سائن سياسي معاملن تي بلڪل نہ ڳالهائينداسين. اهڙي طرح هو اسان جي تازن نظرين کان واقفيت حاصل ڪرڻ ٿا چاهين.

ڊي گروپ ۾ هئڻ جي ڪري مون کي ڇهن مهينن ۾ فقط هڪ ملاقاتيءَ سان ملڻ ۽ فقط هڪ خط لکڻ يا وصول ڪرڻ جو حق هو. اها سخت غير انساني قسم جي پابندي هئي، پنهنجي مٽن مائٽن سان خط و ڪتابت انسان جو بنيادي حق آهي. پر هتي جو دستور

ٿي نرالو هو. هڪ ٻيو ظلم هي به هو ته اها خط و ڪتاب به فقط ٻنهي ويجهن مائٽن تائين محدود هئي. اها، اسان جي لاءِ سخت تڪليف واري ڳالهه هئي، آفريقي معاشري جو انداز تصور يورپي يا اولهندي تصور کان بلڪل مختلف آهي. اسان جو گهرائي جو تصور بيحد وسيع هوندو آهي، گڏيل ابن ڏاڏن جا سيئي وارث گهرائي جو حصو سمجهيا ويندا آهن.

پنهنجي گهر وارن جي باري ۾ ٻي خبر رکڻ انتهائي تڪليف وارو عمل هوندو آهي، ايئن به ٿيندو هو ته ڇهن مهينن ڪانپوءِ اسان جي نالي ڪو خط پٽ آيو ته اهو به ڪيترائي مهينا جيل جا عملدار گوڏي هيٺ رکيو ويٺا هوندا هئا. مون کي ياد آهي ته وارڊر چوندا هئا، "منڊيلا! تنهنجي نالي هڪ خط آيو آهي، پر اسين توکي ڏيئي نٿا سگهون." نياڳا اهو به ڪونه ٻڌائيندا هئا ته اهو خط ڪنهن موڪليو آهي. اچڻ جو ٻڌي دل ۽ دماغ ۾ عجيب بي چيني پيدا ٿي ويندي هئي.

جيل ۾ ڪنهن جو خط اچڻ، ريگستان ۾ گرمي جي گهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ مينهن جيان خوش ڪندڙ هوندو آهي، پر آئون سدائين صبر ۽ ضبط جو مظاهرو ڪندو هئس ۽ جيل اختياري وارن جي سامهون پنهنجي دلي جذبن جو ڪليل نمونو اظهار نه ڪندو هئس. خط هٿ ۾ وٺي، نهايت اطمينان سان ڪوليءَ ڏانهن روانو ٿي ويندو هئس، جڻ مون کي خط کولڻ جي تڪڙ ڪونهي.

اسان ته انهن لکيل يا اسان کي ملندڙ خطن کي سنسر ڪيو ويند هو ۽ ڪڏهن اهي نهايت خراب نموني سان ڪٽنچي سان ڪتريا به ويندو هئا، ته جيئن اهو معلوم ٿي نه سگهي ته خط لکندڙ ڇا لکيو آهي، ونيءَ جا لکيل خط به اهڙي بي رحميءَ جو شڪار ٿي ويندا هئا.

رابن آئي لينڊ ۾ اچڻ جي ڪيترن ٿي مهينن کان پوءِ مون کي ۽ والٽر کي ٻڌايو ويو ته اسان جو هڪ هڪ ملاقاتي اچي رهيو آهي، منهنجي دل شاهدي ڏيئي رهي هئي ته اها وني هوندي ۽ ٻي والٽر جي گهر واري البرٽينا. ونيءَ جي لاءِ هتي اچڻ ڪو سولو ڪونه هو، هُن جي چرپر تي پابندي هئي، تنهن ڪري ڪيس انصاف واري وزير کان خصوصي طور تي موڪل وٺڻي پئي. ملاقات فقط ٽيهن منٽن جي لاءِ ٿي پئي سگهي ۽ ملاقاتيءَ کي اسان سان نويڪلائيءَ ۾ ڳالهائڻ جي موڪل ڪانه هئي.

رابن آئي لينڊ جهڙي ڏورانهين هنڌ تائين پهچڻ به سولو ڪين هو. عام طور تي بالا عملدار اسان جي گهر وارن کي عين وقت تي ٻڌائيندا هئا ته اوهين سياڻي "رابن آئي لينڊ" وڃي پنهنجي مائٽ سان ملي ٿا سگهو. ايتري جلديءَ ۾، ايترو پري جو سفر ڪيئن ٿو ٿي سگهي، ٻيو ته اسان جا ڪيترائي غريب ساٿي اهڙا به هئا، جن جا مائٽ هڪ پيرو به ٻيٽ تي اچي ساڻن ملاقات ڪري نه سگهيا. وٽن سفر جي لاءِ خرچ پکو ئي نه هو.

ملاقات واري ڪمري ۾ ڪابه دري نه هئي، پٽ ۾ هڪ ٿلهو شيشو لڳائي، انهيءَ ۾ سوراخ ڪيا ويا هئا، قيدي اندر ويهي رهندو هو ۽ ملاقاتي تائين ٻاهر آواز به ڏاڍي ڏکيائيءَ سان پهچي سگهندو هو. اڳتي هلي اها مهرباني ڪين، جو شيشي جي سامهون

مائيڪرو فون رکي ڇڏيندا هئا.

اسان جي ملاقات هن حال ۾ ٿي ته آئون شيشي جي پويان وينو ونيءَ کي چڱي طرح ڏسي ٿي سگهيس نه وري سائس کُلي ڳالهائي ٿي سگهيس. اسان جي وچ ۾ ڪيترين ئي رڪاوٽون هيون، ڀيٽ تائين پهچڻ به هڪ ڏکيو ڪم هو. پر ونيءَ کي، مون کي انهيءَ خراب حالت ۾ ڏسي ڏک ٿيو. ٻه واربر وني جي پويان بيٺا هئا ۽ ٽي منهنجي پويان. هنن اسان جي ڳالهين ۾ مداخلت ٿي ڪئي. اسان جيڪڏهن ڪنهن شخص جو نالو ٿي ورتو ته هنن پڇيو ٿي، اهو ڪير آهي، انهيءَ جو تعارف ڪرايو. ڳالهه ٻولهه به نقط انگريزي يا ولنديزي طرز جي آفريقي ۾ ٿي پئي سگهي، اسين پنهنجي مقامي ٻولي ۾ ڳالهائي نٿي سگهياسين. اسان جو ٽيهن منٽن جو وقت به جاڻي ٻجهي زيان ڪيو ويو.

ونيءَ کي منهنجي صحت جي باري ۾ انومان هو، مون کيس دلاسو ڏنو ۽ کيس پنهنجي صحت ۽ سلامتي جي باري ۾ خيال رکڻ جي هدايت ڪيم. هوءَ مون کي ڪافي ڪمزور نظر اچي رهي هئي. مون ڪانئس ٻارڙن، پنهنجي امڙ ۽ ڀين مٽن مائٽن جي باري ۾ پڇيو. ايتري ۾ داروغي رنبي ڪندي چيو، "وقت ختم ٿي چڪو آهي." ڇا اڌ ڪلاڪ ايترو جلد گذري ويو هو؟ پر هو ٺيڪ چئي رهيو هو، پنهنجي پيارن سان ملاقات جو وقت اک ڇنڀ ۾ گذري ويندو آهي.

مون کي ۽ ونيءَ کي پنهنجي پنهنجي جاين تان اُٿاريو ويو، اسان هڪ ٻئي کي خدا حافظ چيو. پوءِ ڳچ وقت تائين هن جي موجودگيءَ جو خيال منهنجي دل ۽ دماغ کي معطر ڪندو رهيو. پوءِ آئون ڪيترن ئي ڏينهن ۽ هفتن تائين، ڇهن مهينن ڪانپوءِ ٿيندڙ نئين ملاقات جي تصور ۾ گم رهيس. پر ونيءَ ٻئي ڀيري، ايندڙ ٻن سالن تائين هيڏانهن اچي نه سگهي.

مون کي، پوءِ خبر پئي ته ونيءَ کي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو آهي ۽ کيس ٻيهو ڀيرو "پابند" ڪيو ويو هو، هن جي آفيس جي جهڙتي ورتي ويئي، جتي هوءَ سماجي ورڪر طور ڪم ڪندي هئي ۽ پنهنجو ۽ ٻارن جو پيٽ پالي رهي هئي. حڪومت ڪانئس گذر سفر جو اهو وسيلو به کسي ورتو. هن جي لاءِ ٻارن جي پالنا وڌيڪ ڏکي بنائي ٻي ويئي ۽ ظلم جو اهو داستان منهنجي روح کي رتو ڇاڻ ڪري رهيو هو.



جنوري جي هڪ صبح جو، اسان کي ايندڙ منزل ٻڌائڻ کان سواءِ جيل مان ٻاهر نيو ويو. اهو ٻهريون موقعو هو جو اسان کي جيل جي احاطي مان ٻاهر ڪڍيو ويو. ٿوري دير کان پوءِ اسان کي ٽرڪ مان لاٿو ويو ته خبر پئي ته اها "چُن" جي کاڻ آهي. آئون 1962ع ۾ به هتي اچي چڪو هئس، نيڻ نهار تائين اڇيون ٽڪريون پکڙيون پيون هيون، سيني کان مٿاهين چوٽي تي گاهه ۽ ڪجيءَ جا وڻ ٽڻيا بيٺا هئا. اسان کي سخت گير ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل ويلز ٻڌايو ته هتي اسان کي ڇهن مهينن جي لاءِ ڪم ڪرڻون پوندو. جنهن ڪانپوءِ اسان کي سولو ڪم ڏنو ويندو، پر سندس اهي ڇهه مهينا ڏاڍا ڊگها ٿي ويا ۽ اسين چُن جي انهيءَ کاڻ تي ايندڙ تيرنهن سالن تائين ڪم ڪندا رهياسين.

اسان سيني کي هڪ ٽيڪم ۽ هڪ بيلچو ڏنو ويو، ۽ اسان کي ڪم جي نوعيت کان واقف ڪيو ويو، چُن جي کاڻ ۾ ڪم ڪرڻ ڪا مشڪري ڪانه هوندي آهي، چُن ته در ته ٽڪرين ۾ دفن هوندو آهي، اهو ٻاهر ڪڍڻ جي لاءِ ڀرين ٽڪرين کي ٽوڙڻون پوندو آهي، اها مشقت جيل جي اڱڻ ۾ پٿر ڪُٽڻ کان وڌيڪ ڏکي هئي. اسين انهيءَ کاڻ ۾ ايترو ته ٿڪي پوندا هئاسين، جو چئين وڳي ڌاري اسان کي ننڊ جا گهيرٽ اچڻ لڳندا هئا ۽ اسين دنيا جهان کان بي خبر ٿي ڏينهن صبح تائين سُتا پيا هوندا هئاسين، ۽ جڏهن ننڊ مان جاڳندا هئاسين ته ٿڪاوٽ سبب اسان جي سَند سَند ۾ سور هوندو هو.

اسان بار بار پڇندا هئاسين ته اسان کي جيل کان ٻاهر هتي ڇو آندو ويو آهي، پر ڪوبہ جواب نہ ملندو هو. دراصل بالاحڪام اسان کي احساس تي ڏيارڻ ٿي چاهيو تہ اسين عام اخلاقي قيدين کان مٿاڀهان ڪونہ آهيون. اسان کي اسان جي ڏوهہ جي سزا ضرور ملندي. هنن اسان جا حوصلا خطا ڪرڻ ۽ همٿون ٽوڙڻ ٿي چاهيون، پر عام قيدين کي اسان سان ملڻ يا رستي ۾ اسان کي ڏسڻ جي موڪل نہ هئي. اسان جي هٿن ۾ ڦلٽا پئجي ويا هئا ۽ رت وهندو هو. پر انهيءَ جو اسان تي اُبتو اثر ٿيو، اسان پاڻ ۾ هڪ اڻ ڇاتل قوت محسوس ڪندا هئاسين. آئون سدائين فطري منظرن مان لطف وٺڻ شوقين رهيو آهيان، پکين جي لاتين لنوڻ، گاهہ جي موجودگي ، تازي هوا ۽ مٿان ڪليل آسمان اهو سڀ ڪجهہ وڻندڙ لڳندو هو ۽ انهيءَ ڏينهن کان پوءِ اسان کي ٽرڪ تي نيڻ بدران پنڌ نيو ويندو هو. بظاهر اها ڳالهہ تڪليف واري هئي، پر اسان کي سٺي لڳي. اهو مفاصلو ويهن منٽن جو هو ۽ اسان کي ٻيٽ کي ڪليل اکين سان ڏسڻ جو موقعو مليو. اسين گهاٽن ٻوٽن ۽ ڊگهن انگاسن جيڏن وڻن جي وچ مان گذرندا هئاسين، ٿورو پريرو چراگاهہ بہ نظر ايندي هئي، ۽ اسان کي گهر جهڙو ماحول ميسر ايندو هو. ڪن سنگتين کي پنڌ هلڻ ناگوار بہ لڳو، پر آئون ڏاڍو لطف وٺندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن عام قيدي ٻوٽن ۾ لڪي اسان کي ڏسندا هئا ۽ اي – اين – سي جي انداز سليوٽ ڪندا هئا.

رستي ۾ هڪ ننڍو گهر نظر ايندو هو، جيڪو، "رابرٽ سبڪ وي" جي رهائشگاهہ هئي. جيتوڻيڪ کيس 1963ع ۾ آزاد ڪيو ويو هو پر هڪ ترميمي حڪم جي ذريعي انصاف وارو وزير ڪنهن بہ شخص کي يا ڪنهن الزام بغير، جي غير محدود عرصي جي لاءِ قيد ۾ رکي ٿي سگهيو. تنهن ڪري سبڪ وي هڪ قسم جو آزاد قيد هو. چن جي کاڻين ۾ ڪم جي دوران هٿياربند وري اسان جي نگراني ڪندا هئا، ڪي تہ اسان کي هر هر هلو هلو چئي ڊگن جيان اسان کي هڪليندا هئا. منجهند جي مانيءَ تائين اسين پگهر ۾ شم، گڏ ڪيل چن جي ويجهو بيٺا ٽرڪن ۾ ڍوئيندا رهندا هئاسين. ماني مهل اسان کي چٽني پاسن کان ڪليل هڪ شيڊ جي هيٺان ويهاريو ويندو هو، جتي سوين ساموندي ٻگهہ اسان جي ماني کسڻ جي لاءِ تيار ٿيو بيٺا هوندا هئا.

شام چئين وڳي تائين اسين چن ٽرڪن ۾ وجهندا رهندا هئاسين. سج لهڻ مهل اسان جا بُت اڇي چن سان ڀيوت تي چڪا هوندا هئا ۽ اسين ڪي جن ڀوت نظر اچڻ لڳندا

هئاسين. بُت تي وهنڊڙ پکهر سبب لڪيرون نڪتل نظر اينديون هيون. ڪولين ۾ اچي اسين ٿڌي پاڻي سان وهنجندا هئاسين پر جميل اچو چن ڏاڍي ڏکيائي سان بت تان لهندو هو.

چن جي لٽ اسان جي اکين ۾ به پوندي هئي ۽ اسان جي نظر متاثر ڪندي هئي. سڄي ڏينهن جي پورهئي کان پوءِ مڪمل نظر ڪافي دير کان پوءِ بحال ٿيندي هئي. تنهن ڪري اسان اُس جون عينڪون مهيا ڪرڻ جي گهر ڪئي. جيڪا رد ڪئي ويئي. هتي ته مطالعي لاءِ عينڪ لڳائڻ جي منع هئي. اُس جي عينڪ ڪير ڏي ها. هڪ ڏينهن مون ڪمانڊنگ آفيسر کي چيو "جناب عالي ! آئون اُس واري عينڪ سان ڪو نه پڙهندس." پر ڪا به شنوائي نه ٿي. نيٺ ٽن سالن کان پوءِ هڪ مهربان ڊاڪٽر جي سفارش تي اسان کي اُس جون عينڪون استعمال ڪرڻ جي موڪل ملي، پر اهي به اسان کي پنهنجي کيسي مان خريد ڪرڻيون پيون.

جيل ۾ اسان کي اُس جون عينڪون، ڊگها پاجاما ، پڙهڻ جي آزادي ۽ سيئڻ جي لاءِ هڪ جهڙو ڪاڏو وغيره جهڙين ننڍين ننڍين ڳالهين جي لاءِ به جدوجهد ڪرڻي پوندي هئي. اسان پنهنجي انساني حقن ۽ بي انصافين جي خلاف سدائين جنگ جوڙي رکي.

•

ڪجهه وقت کان پوءِ ڪيترين ئي ٻين سياسي پارٽين ۽ گروپن جا اڳواڻ به مختلف الزامن خاص ڪري دهشتگردي جي ڏوهه ۾ رابن آئي لينڊ پهچايا ويا. انهن ۾ ميڪ مهاراج ، للوچيبا ، ولٽن ۽ ايڊي شامل هئا. ايڊي ته جلد ئي منهنجي جيل جي بهترين سنگتين ۾ ڳڻجڻ لڳو.

اهم سياسي قيدين جي هيڏي وڏي تعداد کي ديجارڙ ۾ هيسائڻ جي لاءِ بالا حڪام قتل ، غنڊه گردي ۽ عورتن جي بي حرمتي جهڙن ڏوهن ۾ ملوث ڪيترن ئي عادي ڏوهارين کي به جيل جي اسان جي مخصوص حصي ۾ منتقل ڪري ڇڏيو. اهي سڀ بدنام اخلاقي ڏوهاري هئا. انهن مان ڪيترن جي چهرن تي چاقو زني جا نشان به هئا، جيڪي عادي ڏوهارين جي گئنگ جو رڪن هئڻ جي علامت هئا. هو اسان جي معاملن ۾ دخل اندازي ڪندا هئا ۽ زبردستي اسان ڪچهرين ۾ اچي ويهندا هئا. اهي همراهه اسان جي پرواري ڪاڻ ۾ ڪم ڪندا هئا. هنن اسان کي چيڙائڻ جي لاءِ هڪ گيت. "اوهان ريووينا ۾ ڇا ڪيو؟ اوهين سمجهون ٿا اوهين حڪومت ڪندا."ناهيو هو ۽ ڳالهائيندا هئا. ڳالهه صاف پئي هئي ته هو اهو گيت جيل جي داروغن جي پڙڪائڻ تي ڳائيندا هئا. اسان جي ڪيترن ئي ساٿين کي اها ڳالهه نه وڻي. پر اسان فيصلو ڪيو ته ٻاهه جو مقابلو ٻاهه سان ئي ڪنداسين. تنهن ڪري اسان ڪم جي دوران مجموعي طور تي روڊيشيا کان ڏکڻ آفريڪا ۾ داخل ٿيندڙ هڪ رزميه داستان "ٽرين گيٽ" ڳائڻ شروع ڪيو، جنهن ۾ گوريلا سپاهي سوار هئا. اسين وڏي آواز ۾ سياسي گيت ڳائيندا هئاسين. ٽرانسڪي ڏانهن به رستا وڃن ٿا. هڪ متنزيما روڊ (سرڪاري) ۽ ٻيو منڊيلا روڊ، تون ڪهڙو رستو اختيار ڪرڻ چاهين ٿو؟ هڪ داروغو زهوسا زبان ڄاڻندو هو. هن رپورٽ ڪئي ۽ اسان کي گيت ڳائڻ کان

حڪم ذريعي روڪيو ويو.

آئون عادي ڏوهارين جي انهيءَ ٽولي کي پنهنجي مد مقابل سمجهن جي بدران ڪجهه مواد سمجهندو رهيس. جنهن مان ڪم وٺي ٿي سگهجيو. هڪ ڏينهن اسان ٻڌو ته انهيءَ ٽولي جي اڳواڻ بوگارٽ کي ڪنهن داروغي ناهوڪا پادر هنيا آهن. بوگارٽ مون وٽ آيو ۽ مدد گهريائين. هن جو منهن سڄي ڪپهه ٿي پيو هو. مون هن جي مدد ڪرڻ جي حامي ڀري، اسين اڳ ۾ موقعي جي تاڙ ۾ هئاسين.

انهيءَ کان اڳ به هڪ قيدي سان مار موچڙي جو معاملو پيش اچي چڪو هو. جنهن تي مون جيل جي ڪمشنر کي خط لکي سندس تي ڌيان ڇڪايو ۽ جيل جي عملدارن جي مخالفت جي باوجود به واسطيدار داروغي کي جيل مان بدلي ڪيو ويو هو.

مون بوگارٽ جو مسئلو به ڪمانڊنگ آفيسر جي سامهون اُٿاريو، پر هن چيو ته اسان جاچ ڪئي آهي، مار موچڙي جو اهڙو ڪو به واقعو پيش نه آيو آهي. مون ڪيس ٻڌايو ته بوگارٽ خود مون سان ڳالهايو آهي. ايتري ۾ هڪ ليفٽيننٽ بوگارٽ کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو، هن جي منهن تي پٽيون ٻڌل هيون. ڪمانڊر ڪانئس پڇيو "ڪيس ڪنهن ماريو آهي؟" بوگارٽ صاف انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيو "باس باس! مون کي ڪنهن به ڪونهي ماريو." ڪمانڊر چيو "منڊيلا ڪيس خارج" هن بوگارٽ کي وڏيڪ ڪاڌي ۽ تماڪ جي رشوت ڏيئي پنهنجو الزام واپس وٺڻ تي راضي ڪري ورتو هو ۽ اهڙي طرح ڪمانڊر مون کي هيٺاهين ڏيکارڻ ۾ ڪامياب رهيو. انهيءَ کان پوءِ اسان ڪنهن به قيدي جي لکت ۾ ڏنل درخواست کان سواءِ بالا حڪام سان ڳالهائڻ جو سلسلو ختم ڪري ڇڏيو.

•

1965ع جي گرمين جي هڪ ڏيهاڙي اسان ڏٺو ته ناشتي ۾ ڪجهه سنيون شيون ۽ مکڻ موجود هو. ٻي ڏينهن قيدين کي نيون قميصون به ڏنيون ويون. ڪاڻ ۽ جيل جي داروغن ۽ چوڪيدارن جو رويو به چڱڙو ٿي ويو هو. اسين سمجهي وياسين ته اها مهرباني هرويرو جي ڪانهي. خبر پئي ته ٻي ڏينهن انٽرنيشنل ريڊ ڪراس جو هڪ وفد جيل جي معائني جي لاءِ اچي رهيو آهي. انهيءَ وفد جي آمد نهايت اهميت واري هئي. آءِ آر سي وارن جي ڳالهه گڏيل قومن ۽ يورپ تائين ٻڌي ويندي هئي. تنهن ڪري اسان جي جيل جا عملدار انهن جي عزت ڪندا هئا، يعني ڪانئن ڊڄندا هئا نه ته هن کان اڳ هنن ڪنهن اداري يا تنظيم جي ڪا به پرواهه نه ڪئي هئي، هنن عالمي سطح تي پنهنجي حڪومت کي مذمت کان بچائڻ ٿي چاهيو ۽ اهو ئي سندن اصول هو.

اسان ان موقعي کي مناسب ڄاتو چو ته اسين جيل اختيار وارن جي سامهون پنهنجا مطالبا ۽ شڪايتون پيش ڪري ٿڪجي پيا هئاسين، ڪنهن به اسان جي ڳالهه نه ٿي ٻڌي چيف وارڊ هر هفتي صبح جو اسان وٽ ايندو هو ۽ پڇندو هو " ڪا شڪايت.... ڪا درخواست!" پر هو رڳو شڪايت ٻڌندو هو، انهيءَ جو ڪڏهن به ازالو نه ڪندو هو ۽ نه وري اها لکندو هو. هڪ جي ڳالهه ٻڌي چوندو هو "ٻيو ماڻهو!" ڪنهن اداري يا تنظيم

ڪي شڪايت پيش ڪرڻ جي باري ۾ چوندو هو "چڱو ڀلو هتي ڪا بہ اي. اين. سي يا پي. اي. سي ڪونهي سمجهي ويا نہ!"

عالمي ريڊ ڪراس جي نمائندي جي اچڻ تي مون کي هيڊ آفيس طلبيو ويو. مسٽر سين پنهنجي اصلي وطن سويڊن ۾ جيل کاتي جو ڊائريڪٽر رهي چڪو هو. هينئر هو روڊيشيا ۾ رهيو پيو هو. هن اسان جون شڪايتون همدردي سان ٻڌيون ۽ لکندو رهيو. اسان جون شڪايتون نامناسب ڪپڙن ، غذا، مٽن مائٽن سان ملاقات خط و ڪتابت پڙهڻ، ورزش ، سخت جسماني پورهئي ۽ داروغن جي غير انساني روين تي مشتمل هيون. اسان کي اها شڪايت بہ هئي تہ واسطيدار عملدار اسان جي ڳالهين تي ڌيان نہ ٿا ڏين.

اسان اها بہ درخواست پيش ڪئي تہ اسان کي اسان جي گهرن جي ويجهو قيد رکيو وڃي.

بظاهر مسٽرسين ، جيل جي ماحول کان سخت بيزار نظر اچي رهيو هو ۽ جيتوڻيڪ انهيءَ کان پوءِ اسان کي مناسب لباس پڻ ڏنو ويو، پر شايد هو روڊيشيا ۾ رهڻ جي ڪري ڪنهن حد تائين نسلي جذبن کان متاثر ٿي چڪو هو، مون ڪيس پنهنجي کولي ۾ واپس اچڻ کان اڳ ياد ڏياريو تہ جيل ۾ آفريقي قيدين کي کائڻ جي لاءِ ماني نہ ڏني ويندي آهي. انهيءَ تي هن وراڻيو " منڊيلا ! توکي خبر آهي تہ ماني تنهنجي ڏندن جي لاءِ هاڃيڪار آهي انهيءَ جي بدران مڪئي وڌي فائديمند آٿي انهيءَ سان تنهنجا ڏند سگهارا ٿيندا."

انهيءَ کان پوءِ بہ ڪيترا ڀيرا انٽرنيشنل ريڊ ڪراس جا وفد ايندا رهيا، جن جي نتيجي ۾ جيل جي حالت ۾ ڪجهہ بهتري ٿيندي رهي. اسان جي سياسي تنظيم بہ اسان جي گهر وارن کي روڪڙ امداد پهچائيندي رهي. شروع ۾ ٻي گروپ ۾ هئڻ جي ڪري اسان کي پڙهڻ جي موڪل نہ هئي، پر پوءِ ٻاهر اسان جي حامين جي احتجاج تي مطالعي جي لاءِ درخواستون گهريون ويون . اسان مان ڪيترن ئي يونيورسٽي امتحانن ۾ شامل ٿيڻ جي درخواست ڏني. پريٽوريا لوڪل ۾ مون کي انهيءَ قسم جي موڪل جو مثال موجود هو. هاڻي رات جي وقت اسان جو بلاڪ هڪ اسٽڊي هال جي صورت اختيار ڪري ويندو هو، پر مطالعي جي اها موڪل ڪيترن ئي شرطن سان گڏ هئي جهڙوڪ: سياست، ملٽري هسٽري، ۽ هن قسم جي ٻين مضمونن تي پابندي هئي. ڪيترن سالن تائين اسان کي ٻاهران پئسا گهرائڻ جي موڪل ڪانہ هئي. تنهن ڪري غريب قيدين جي لاءِ ڪتابن جو حصول ناممڪن هو. اسان کي اها بہ موڪل ڪانہ هئي تہ پاڻ ۾ ڪتابن جي مٽاسٽا ڪري سگهون.

امتحان ڏيڻ جي لاءِ فقط يونيورسٽي آف سائوٿ آفريقا ۽ آر. آر ڪاليج جي اجازت هئي. پر مون کي خصوصي طور تي لنڊن يونيورسٽي جي امتحان جي موڪل ملي. تنهن ڪري اهڙن ڪتابن گهرائڻ جي موڪل بہ ملي ويئي جيڪي اسان جي ملڪ ۾ نہ ٿي مليا پر عملدار جنهن ڪتاب کي پسند نہ ڪندا هئا، تنهن تي پابندي مڙهي ڇڏيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن اسان کي ڪنهن ملڪي لئبريري مان ڪتاب گهرائڻ جي موڪل ملي ويندي هئي. پر جيل قاعدن تحت انهيءَ جي اسان تائين پهچندي پهچندي ايتري تہ دير ٿي ويندي هئي، جو پڙهڻ کان سواءِ انهيءَ جي واپسي جو وقت اچي ويندو هو ۽ اسان کي

دير تي ڏنڊ به ڏيڻون پوندو هو.

ڪتابن کان سواءِ اسين ڪي هفتيوار سائنسي رسالا گهرائي سگهندا هئاسين. هڪ ڏينهن مهاراج چيو ” اڪنامسٽ گهرائڻ جي لاءِ درخواست ڏيئي ڇڏ“ ته اسان سيني وڏو ٺهڪ ڏنو ۽ چيو پوءِ ٽائم جي گهر به ڪرڻ کپي ته مهاراج چيو بلڪل جيل عملدارن کي ڪهڙي خبر ته انهيءَ جي اندر ڇا آهي هو ته رڳو نالو ئي پڙهي سگهن ٿا. بهرحال اسان کي اڪنامسٽ ملڻ لڳو. پر جلد ئي جيل جي عملي کي اسان جي چالاڪي جو پتو پئجي ويو ۽ اسين انهيءَ رسالي کان محروم ٿي وياسين.

•

امتحان جي تياري ڪندڙ سيني دوستن گڏجي مطالعي لاءِ ميزن جي گهر ڪري ڇڏي. گهڻي ڇڪتاڻ کان پوءِ اسٽول ۽ ميز به ڏني ويئي. اها گهر اسان ريڊ ڪراس وارن کان به ڪئي هئي. هنن جي اڳيان پيش ٿيندڙ شڪايتن مان هڪ اها به هئي ته وارڊر اسان کي ناجائز طور تنگ ڪن ٿا ۽ سزا ڏين ٿا. مثلاً هو چوندا هئا ته فلاڻي قيدي جيل جي ضابطن جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي ۽ انهيءَ شخص کي قيد تنهائي ۽ غذا ۾ ڪمي جي سزا ٻڌائي ويندي هئي. انهيءَ مقصد جي خاطر ڪيمپ مان هڪ مئجسٽريٽ کي گهرايو ويندو هو. هڪ ڀيرو خود مون کي به انهيءَ تجربي مان گذرڻو پيو.

سياسي قيدين لاءِ اخبار پڙهڻ سڀ کان وڌيڪ ملهائتي شيءِ هئي. سون، چاندي، بلڪ ڪاڏي ۽ سگريٽ کان به وڌيڪ ملهائتي شيءِ اخبار هوندي آهي. اسان کي رابن آئي لينڊ ۾ اخبار پڙهڻ جي آزادي حاصل ڪو نه هئي. حڪومت اسان کي ٻاهرين دنيا کان بي خبر رکڻ ٿي چاهيو. هڪ ڏينهن وراندي ۾ هڪ بينچ تي مون اخبار پيل ڏٺي. جيڪا هڪ مهربان داروغو اتي رکي ويو هو. مون مٿ مٿيءَ ۾ اها اخبار ڪڍي ويڙهي سيڙهي قميص جي هيٺان لڪائي ڇڏي ۽ پنهنجي ڪولي ۾ ڪٺي آيس. مون کي انتهائي احتياط ڪرڻ کپي ها. ڇو ته اخبار پڙهڻ وڏو ڏوهه هو. پر آئون دنيا جهان کان بي خبر اخبار پڙهڻ ۾ مگن رهيس، ايتري قدر جو مون کي پاڻ ڏانهن وڌندڙ قدمن جو کڙڪو به ٻڌڻ ۾ نه آيو. اوچتو هڪ آفيسر ۽ ٻه داروغا دروازي تي اچي بيهي رهيا مون کي ايتري فرصت به نه ملي جو آئون اخبار هنڌ جي هيٺان لڪائي سگهان. آئون سڳ سوڌو جهلجي پيس . آفيسر مون کي مخاطب ٿي چيو ” منڊيلا تو هڪ پابندي پيل شيءِ پاڻ وٽ رکڻ جو ڏوهاري آهين توکي انهيءَ ڏوهه جي سزا ضرور ملندي. “ پوءِ هن وڌيڪ اطمينان جي لاءِ منهنجي ڪولي جي جڙتي ورتي. ٻن ڏينهن کان پوءِ هڪ مئجسٽريٽ آيو ۽ ڪيس هليو. مون پنهنجو ڪو به بچاءُ پيش نه ڪيو ۽ مون کي ٽي ڏينهن قيد تنهائي ۽ ماني ٽڪي کان محرومي جي سزا ڏني ويئي. ڪيس جي دوران مون کان زور ڏيئي پڇيو ويو ته اخبار ڪٿان حاصل ڪئي. پر مون انهيءَ جو جواب ڏيڻ کان ٺپ انڪار ڪري ڇڏيو. عام طور تي ڪاڻ ۾ منجهند جو داروغا اخباري پنن ۾ سينڊوچ ويڙهي رکندا هئا ۽ کائڻ کان پوءِ هو اهي اخباري پنا اتي ڪٿي ڦٽو ڪري ڇڏيندا هئا. اسين سندن غير موجودگي ۾ اهي اخباري ڪاغذ ڪٺي پنهنجي

قميصن جي هيٺا لڪائي ڇڏيندا هئاسين ۽ اڪيلائي ۾ اهي پڙهندا هئاسين. پوءِ ماٺ منيءَ ۾ انهن خبرن جو خلاصو ناهي ٻين دوستن کي ٻڌائيندا هئاسين. اهو فرض گهڻو ڪري احمد ڪيٿي يا ميڪ مهاراج سرانجام ڏيندا هئا.

اخبار حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو رشوت به هئي. رابن آئي لينڊ ۾ مون به خبر چار آڻڻ ۽ نيڻ جي سلسلي ۾ ان غير اخلاقي رويي کي برداشت ڪيو. ويچارا داروغا سدائين پئسن جي کوٽ جو شڪار هوندا هئا. هنن جي غربت اسان جي لاءِ اخبار پڙهڻ جو موقعو پيدا ڪندي هئي.

جيتوڻيڪ قيد تنهائي واريون ڪوليون اسان جي علائقي ۾ ئي هيون پر تورو پر پرو

اگهڻ جي ٻي پاسي هيون انهيءَ پاسي سزا جي دوران سنگتي ساٿي نظر نه ايندو هو نه وري ورزش جو موقعو ملندو هو. کائڻ لاءِ فقط ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا چانورن جو پاڻي ڏنو ويندو هو. (اهي اهو پاڻي هوندو هو. جنهن ۾ چانور اٻاريا ويندا هئا). جيل جو عام کاڌو انهيءَ جي مقابلي ۾ ڪافي بهتر هوندو هو. قيد تنهائي جو پهريون ڏينهن ڪافي تڪليف وارو هوندو هو. بک جي ڪري قيدي جو حال بڇڙوٽي ويندو هو. پر مون محسوس ڪيو ته مون کي ڪنهن گهٽي تڪليف کي منهن ڏيڻو پيو چو ته آءٌ اڳ ۾ ئي بکيو رهڻ جو عادي هئس جو جوهانسبرگ ۾ شروع وارن ڪيترن ئي سالن ۾ ڪيترا ڪيترا ڏينهن بنا کاڌي بيتي گذري ويندا هئا.قيد تنهائي انسان جي سخت آزمائش جو سبب بنجي ٿي، بي شمار خيال ذهن ۾ گهر ڪري ٿا وجن. چا آئون صحيح راهه تي هلي رهيو آهيان؟ ڪهڙي مقصد جي خاطر قرباني ڏيئي رهيو آهيان ۽ وغيره وغيره. انساني جسم جون پنهنجون گهرجون هونديون آهن. فقط مقصد جي عظمت ئي انسان جي دل ۾ اُتاهان جذباپيدا ٿي ڪري ۽جسماني ضرورت جو بلند حوصلي سان مقابلو ڪرڻ جي همت عطا ڪري ٿي. خالي پيٽ جي باوجود به ماڻهو اهم فڪر جو مالڪ ٿي سگهي ٿو.

اسان ڪيترائي ڀيرا ، رابن آئي لينڊ ۾ قيد تنهائي جو مقابلو ڪيو، ننڍين ننڍين ڳالهين تي سزا ڏني ويندي هئي. عملدار سمجهندا هئا ته باغيانه خيالن ۽ حڪم نه مڃڻ جو اهو ئي بهترين علاج آهي. سندن خيال هو ته دنيا کان الڳ ٿلڳ هي جيل اسان کي نظر انداز ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪري ٿو ۽ ٻاهر ماڻهو آهستي آهستي اسان کي وساري ڇڏيندا.

مون کي جلد ئي قيد تنهائي جو ٻيو موقعو به ميسر ٿي مليو. هڪ ڏينهن اسين چُن جي کاڻ ۾ ڪم ڪري رهيا هئاسين جو هيڊ آفيس مان ڪرنل آئو ڪيمپ جي معائني جي لاءِ آيو. هو عام طور تي ڇهن مهينن کان پوءِ ايندو هو ۽ ڪولين جو معائنو ڪندو هو پر کاڻ تي سندس اچڻ غير معمولي ڳالهه هئي. بهرحال اهو شڪايتون پيش ڪرڻ جو بهترين موقعو هو. هو سي او سان گڏ ڪجهه پريرو بيٺو اسان کي ڪم ڪندو ڏسي رهيو هو. مون بيلچو پٽ تي رکيو ۽ هن طرف هلڻ شروع ڪيم وارڊ محتاط ٿي ويا ۽ مون ڏانهن وڌيا مون کي خبر هئي ته آئون قاعدن جي خلاف ورزي ڪري رهيو آهيان. پر مون موقعو وڃائڻ نه ٿي گهريو آئون هلندو ويس ۽ ٻنهي آفيسرن جي سامهون وڃي بيٺس سي او چيو

"منڊيلا ٻويان هٿي پنهنجي جاءِ تي وڃي ويهي، توکي هتي ڪنهن گهرايو آهي."

مون ڪيس نظر انداز ڪندي برگيڊيئر آئو ڪيپ کي مخاطب ٿيندي چيم "مون هي غير معمولي قدم انهيءَ لاءِ کنيو آهي ته هتي ڪو به شخص اسان جي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونهي." سي او مداخلت ڪندي چيو "منڊيلا آئون توکي حڪم ٿو ڏيان ته پنهنجي جاءِ تي واپس وڃ." هاڻي مون هن ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ چيم "آئون هتي بيٺو آهيان ۽ واپس نه ويندس." منهنجو خيال هو ته برگيڊيئر منهنجي ڳالهه ٻڌندو. پر هن ڏاڍي آرام سان داروغي کي چيو "هن کي سزا ڏني وڃي!" جڏهن داروغو مون کي جهلي وڃڻ لڳو ته آئون لڳاتار ڳالهائيندو رهيس. سي او رڙڪري "چيو هن کي وٺي وڃي جيل جي ڪوٺڙي ۾ بند ڪريو." تنهن ڪري مون کي چار ڏينهن قيد تنهائي جي سزا ڏني وئي. مون وٽ پنهنجي دفاع ۾ چوڻ جي لاءِ ڪجهه به نه هو. هڪ وڏو آفيسر، پنهنجي ماتحت آفيسر جي بي عزتي برداشت ڪري نه سگهيو.

جيل ۾ ڪنهن قيديءَ جي لاءِ واسطيدار سيڪشن جو داروغو انصاف واري وزير، جيل سپرنٽينڊنٽ جيل جي ڪمشنر ، مطلب ته هر شخص کان وڌيڪ هوندو آهي. اوهان کي هڪ معمولي ڪمبل به انصاف وارو وزير ڏياري نه ٿو سگهي. اهو داروغو ئي آهي، جيڪو اوهان کي ڪم اچي سگهي ٿو. مون سدائين اها ڪوشش ڪئي هوندي ته داروغن سان سٺا ناتا قائم ڪيا وڃن، انهيءَ سان دشمني رکڻ جو ڪو به فائدو نه هو، آفريقي نيشنل ڪانگريس جي به پاليسي اها هئي ته ماڻهن جي تربيت ڪئي وڃي، نيٺ داروغا به ته انسان ئي هوندا آهن، هنن جون عادتون بدلائي سگهجن ٿيون.

ڪاڻ تي هڪ داروغو انتهائي سخت طبيعت وارو هو، اسان جي اها ڪوشش هوندي هئي ته واندڪائي واري وقت پاڻ ۾ ڳالهيون ڪيون. پر هو هر هروقت اسان جي مٿان ٽٻي ماريو بيٺو هوندو هو. مون پنهنجي هڪ ساٿي کي چيو ته تون ڪنهن نموني ساڻس دوستي رک. هڪ ڏينهن انهيءَ داروغي مون واري انهيءَ ساٿي کي چيو ته هو ڪيس جيڪڏهن جيڪٽ ڏي ته جيئن هو اها گاهه تي وڇائي انهيءَ تي ويهي سگهي. مون اشارو ڪيو ۽ ان ساٿي پنهنجي جيڪٽ داروغي کي ڏني.

هڪ ڏينهن اسين شيڊ ۾ ويٺا ماني کائي رهيا هئاسين، جو اهو ئي داروغو آيو ۽ هن هڪ سنبوسو گاهه تي اڇليندي چيو " هون وٺ!" اهو نهايت نامناسب ۽ غير شريفانه عمل هو. هو اسان سان جانورن جهڙو ورتاءُ ڪري رهيو هو. بهرحال هن دوستي جو اظهار ڪيو هو، اسان پنهنجي عزت نفس کي خيرباد چئي ڇڏيو، پر هن جي دوستي جي حصول جي ڪوشش کي برباد ٿيڻ نه ڏنو، اسان جي ساٿي سنبوسو کڻي ورتو.

اها حڪمت عملي ڪامياب رهي. هو اسان جو دوست بنجي ويو، حڪومت اها پروپيگنڊا ڪندي رهي هئي ته اسين سڀ دهشت پسند ڪميونسٽ آهيون ۽ ڳورن کي سمنڊ ۾ اڇلائڻ جا قائل آهيون، پر داروغو اسان جي ويجهو اچڻ لڳو، ڪڏهن ڪڏهن هو آفريقي ڪانگريس جي باري ۾ به سوال ڪندو هو. اسان ڪيس پنهنجي غير انساني پاليسي

، سيني جي لاءِ برابر حقن ۽ دولت جي هڪ جهڙي ورڇ جي باري ۾ ٻڌايو، هو چڱو موچارو مطئمن نظر اچڻ لڳو هو.

اسان جي سڀ کان وڏي ڏکيائي جيل جي اندران ۽ ٻاهران نياپن اٿڻ ۽ نيڻ جو مسئلو هو، پر اهو ڪنهن مهربان داروغي کان سواءِنبرجي نہ ٿي سگهيو. اسين پنهنجي تنظيم، مٿن مائٽن ۽ يارن دوستن کان علاوه جيل جي ٻين حصن ۾ رهندڙ ساٿين جي چڱ ڀلائي جي باري ۾ بہ فڪر مند هئاسين ۽ انهن جي باري ۾ معلوم ڪرڻ چاهيندا هئاسين. ٻوڙ جا ڊرم آڻڻ جي ڊيوٽي جنرل سيڪشن جا قيدي انجام ڏيندا هئا. اسان هڪ نياپو ڪميٽي ٺاهي ۽ انهن قيدين جي ذريعي ٻين دوستن تائين پيغام آڻڻ ۽ نيڻ جو منصوبو ترتيب ڏنو. اسان ڏٺو تہ اچڻ ۽ وڃڻ مهل داروغا لنچ باڪس هيٺانهن هوڏانهن اچلي ڇڏيندا هئا. اسين اهي لنچ باڪس گڏ ڪري وٺندا هئاسين ۽ راز دارانہ نموني اهي خط طور استعمال ۾ آڻيندا هئاسين. طريقو هي هو تہ اهي خط ٻوڙ جي ڊرمن جي هيٺان پلاسٽڪ سان چهٽايا ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن انهن مقصدن جي لاءِ غسل خانن جون بالٽيون ۽ ٽوائلٽ پيپر بہ استعمال ۾ آڻيندا هئاسين. اسان کي اهو بہ ڊپ هوندو هو تہ متان اهي خط پڙهجي نہ پون. تنهن ڪري اسين نهايت ننڍڙي ۽ ناقابل فهم قسم جي لکت آزمائيندا هئاسين. ۽ پنهنجا نياپا کير سان لکندا هئاسين. کير جي سڪل لکت تي جڏهن جيٽ مار دوا وڌي ويندي هئي، جيڪا سان کي ڪونڙين جي صفائي جي لاءِ ڏني ويندي هئي تہ اها لکت صاف طور پڙهڻ ۾ ايندي هئي.

پر حالتن ۽ واقعن کان باخبر رهڻ جو سڀ کان سولو طريقو اهو هو تہ ماڻهو بيمار ٿي پوي. ڇو تہ ۾ هڪئي اسپتال هئي، تنهن ڪري قيدين کي ڌار ڌار رکڻ ناممڪن هو. مختلف سيڪشنن جا قيدي هڪ هنڌ رکيا ويندا هئا ۽ هو ٻاهرين، سياسي حالتن ، هڙتالن ۽ تازي صورتحال ۽ واقعن کان باخبر رهندا هئا. جيل مان ٻاهر پيغام رسائڻ جا بہ ٻہ ذريعا هئا. هڪ قيد ڪاٽي آزاد ٿيندڙ قيدي ۽ ٻيوٻاهران ايندڙ ملاقاتي. خاص ڪري وڪيل، وڪيلن جي ٻاهر وڃڻ وقت جڙتي نہ ورتي ويندي هئي، تنهن ڪري اسين مختصر خط انهن جي ذريعي ٻاهر سمگلنگ ڪندا هئاسين. قيد مان آزاد ٿيندڙ ماڻهن جي هٿان بہ پيغام لڪائي ٻاهر موڪليندا هئاسين. پر لکت ايتري تہ مختصر ۽ ننڍڙي هوندي هئي جو واسطيدار ماڻهو کان سواءِ ٻيو ڪو بہ سمجهي نہ سگهندو هو.

جولاءِ 1966ع ۾ انهن ٻوڙ جي ڊرمن جي ذريعي اسان کي خبر پئي تہ جنرل سيڪشن جي قيدين پنهنجي خراب حالتن جي مسئلي تي بک هڙتال ڪئي آهي. اسان بہ انهن جي حمايت ۾ فيصلو ڪيو تہ ماني ڪونہ کائينداسين. جيل عملدار هر ممڪن ڪوشش ڪئي تہ هڙتالي قيدين کي اسان جي انهيءَ قدم جي خبر نہ پوي. بلڪ هنن سياسي قيدين ۾ بہ ڏڦيڙ پيدا ڪري ڇڏيو. پان آفريقينسٽ ڪانگريس جي ميمبرن اسان جو ساٿ نہ ڏنو.

بک هڙتال جي پهرين ڏينهن اسان کي ماني ڏني وئي، پر اسان کائڻ کان انڪار

ڪيو، پر ٻي ئي ڏينهن اسان کي جيل جي عام غذا بدران بهترين قسم جا کاڌا موڪليا ويا. جن ۾ سنيون ڀاڄيون، گوشت ، مکڻ وغيره شامل هئا. داروغا پريان بيٺا مرڪندا رهندا هئا. بک وگهي اسان جا ڪيترائي ساٿي بي بيهوش ٿي رهيا هئا. پر هنن هر قسم جي لالچ ٺڏي ڇڏي.

مون کي ڪرنل ويسلز انٽرويو جي لاءِ پاڻ وٽ سڏايو ۽ بک هڙتال جو سبب پڇيو. مون وراڻيس تہ "اها جدوجهد اسان جي سياسي جدوجهد جو هڪ حصو آهي." هن چيو " توکي خبر آهي تہ جنرل سيڪشن جي قيدين جي هڙتال جو ڪهڙو سبب آهي ؟ " مون جواب ڏنو تہ "هو بہ اسان جا ياٺر آهن سبب ڪهڙو بہ هجي اسان هنن سان گڏ آهيون." منهنجي ڳالهہ ٻڌي ڪاوڙ مان سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ مون کي آفيس مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين.

ٻي ڏينهن اسان کي غير معمولي واقعي جي خبر پئي. داروغن ماني کائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. ڪين اسان سان ڪا بہ همدردي نہ هئي، پر اسان کي ڏسي سندن حوصلا بہ بلند ٿي رهيا هئا. هو سٺي کاڌي ۽ سٺي رهائش جي گهر ڪري رهيا هئا. جيل جي اندر بہ ٽي هڙتالون عملدارن جي لاءِ سخت مٿي جو سور هيون، هنن ڀهرين داروغن سان ۽ پوءِ جنرل سيڪشن ۾ عام قيدين جي نمائندن سان ڳالهيون ڪيون. جنهن کي قيدين پنهنجي سوڀ سمجهي، ٻنهي گروپن پنهنجي پنهنجي هڙتال ختم ڪري ڇڏي ۽ هڪ ڏينهن پوءِ اسين بہ سندن نقش قدم تي هلي رهيا هئاسين.

اها رابن آئي لينڊ تي سڀ کان ڀهرين ۽ ڪامياب بک هڙتال هئي. پر ٻيٽ کان ٻاهر معلومات جو ڪو عمل جوڳو ذريعو نہ هئڻ سبب دنيا کي هن عجيب وغريب قدم جي خبر پئجي نہ سگهي. ذاتي طور تي بک هڙتال کي آئون ناڪاري پهلو سمجهندو هئس. اسين تہ اڳ ۾ ئي پنهنجي صحت تباهہ ڪري چڪا هئاسين، بلڪ موت جي ويجهو پهتا هئاسين. آئون ان کان بهتر قدم ڪم نہ ڪريو هڙتال، صفائي نہ ڪرڻ جو عزم وغيره جو حامي رهيس. جنهن سان عملدارن کي تڪليف پهچندي اسان جي بک هرتال مان تہ پاڻ هو محضوظ ٿيندا رهيا. منهنجا سنگتي منهنجي انهيءَ ڳالهہ کي مذاق ۾ اڏائي ڇڏيندا هئا ۽ چوندا هئا دراصل تون کائڻ جو بيحد شوقين آهين، توکي هڪ وقت بہ ناغون پسند ڪونهي سندن چوڻ هو تہ بک هڙتال عالمي طور تي احتجاج جو هڪ اثرائتو ذريعو آهي. مهاتما گانڌي جهڙا وڏا اڳواڻ بہ ان هٿيار کي آزمائيندا رهيا آهن.

پر جڏهن بک هڙتال شروع ٿي تہ اسان جا ڪيترائي دوست بک سبب وٽجڻ سٽجڻ لڳا. هڪ دوست مون کي چيو "منڊيلا مون کي ماني کپي. منهنجي سمجهہ ۾ ڪو نہ ٿو اچي تہ آئون ماني کائڻ کان سواءِ ڪيئن ٿو رهي سگهان. جڏهن تہ مون آزادي جي تحريڪ ۾ ڪيترا سال صرف ڪيا آهن."

ڪجهہ يار لڪي ڇپي کائي پي وٺندا هئا. اسان هڙتال جي باوجو بہ ڪجهہ دوستن کي ٿوائلٽ ڏانهن ويندي ڏٺو. اسان جي اندروني انٽلجنس بہ ڪافي متحرڪ هئي.

جولاءِ 1966ع جي وچ ڌاري ونيءَ ٻن سالن کان پوءِ ٻيو پيرو ملاقات جي لاءِ آئي. 1964ع کان ڪيس لڳاتار رياستي تشدد ۽ دهشت کي منهن ڏيڻو پئي پيو. سندس پاڻ ۽ پيٽن کي ساٿين ملڻ کان روڪيو ويندو هو ۽ گهرائي جي ڪنهن به فرد کي ساٿين رهڻ جي موڪل ڪا نه هئي. عجيب ڳالهه اها هئي ته ڪو شخص منهنجي بستري تي ونيءَ جي باري ۾ خبرن جي ڪٽنگون رکي ويندو هو.

پهرين ته عملدارن پوري ڪوشش ڪئي ته ونيءَ ٻيٽ تائين پهچي نه سگهي. مٿس پابندي مڙهي وئي ته هو پاس ڏيکاري، جنهن جي خلاف اسين 1956ع کان تحريڪ هلائيندا پئي رهياسين. ڪيس ترين يار ڪار جي ذريعي سفر کان روڪيو ويو ۽ فقط هوائي جهاز وسيلي سڌوسنئون ڪيپ ٽائون اچڻ جي موڪل ڏني وئي ۽ مٿس اها پابندي هنئي وئي ته ڪيپ ٽائون ايندي ۽ ويندي پوليس اسٽيشن رپورٽ ڪندي. اورلينڊو ۾ اسان جي گهر جي جڙتي به ورتي وئي ۽ اسپيشل پوليس جو هڪ آفيسر بيڊ روم ۾ گهڙي ويو، جنهن کي ونيءَ زوري ڌڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍيو. پر ابتو مٿس ڪيس مڙهيو ويو. منهنجا دوست ونيءَ جي انهيءَ بهادري تي مذاق ڪندي چوندا هئا، "منڊيلا ! ڪٽنب ۾ تون اڪيلو ته باڪسر ناهين."

اها ملاقات فقط اڌ ڪلاڪ جي لاءِ هئي. ونيءَ پاڻ سان ٿيندڙ سلوڪ سبب سخت مچريل هئي، ڪيس ڪيپ کان هڪ ننڍي جهاز وسيلي ٻيٽ تائين آندو ويو. جهاز ۾ ڪيس جيڪا سيٽ ڏني وئي، اها انجڻ مان نڪرندڙ دونهه جي بلڪ سامهون هئي ۽ هن منهنجي خاطر جيڪي سٺا ڪپڙا پاتا هئا، سي بدنما نظر اچي رهيا هئا.

انهيءَ ٿورڙي وقت ۾ اسان شيشي جي ٻنهي طرفن ويهي ٻارن جي تعليم ، منهنجي امڙ جي صحت ۽ گهر جي مالي معاملن تي ڳالهايو. زينيني ۽ زندزيءَ جي پڙهائي جو معاملو نازڪ صورتحال اختيار ڪري رهيو هو. ونيءَ کين هڪ هندستاني اسڪول ۾ داخل ڪرايو هو، پر عملدار پرنسپال کي آفريڪي شاگردن کي داخلا ڏيڻ تي ڌمڪائي ۽ ڏيڄاري رهيا هئا. تنهن ڪري اسان مجبور ٿي ٻنهي نياڻين کي سوازي لينڊ جي هڪ اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو. گهر ۾ ونيءَ ٻنهي ڇوڪرين سان رهندي هئي ۽ سندس لاءِ صفا اڪيلو رهڻ ڏاڍو ڏکيو هو. پر انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪا واهه به نه هئي.

انهيءَ مختصر ملاقات جي دوران به داروغو اسان سان ويٺو رهيو ۽ اسان کي اهم معاملن، خاص ڪري سياست جي باري ۾ اشارت ڪناين ۾ ڳالهائڻو پيو ۽ مون کي ملڪ جي تازين حالتن جي باري ۾ آگاهي ٿي ۽ جڏهن داروغي وڏي سڏي وقت ختم ٿي ويو آهي، چيو ته مون کي ائين محسوس ٿيو ته اڃا ڪي گهڙيون مس گذريون آهن. ونيءَ پڳل دل سان مون کان موڪلايو ۽ آئون ڪيس پري تائين ٻيٺو ڏسندو رهيس. اسان پنهنجو ڏک داروغي تي ظاهر ٿيڻ نه ڏنو. پوءِ آئون جيل جي ڪولي ۾ ويٺو ڳچ وقت تائين انهيءَ ملاقات جون يادون دل ۾ تازيون ڪندو رهيس، ونيءَ کي ڪهڙا ڪپڙا پاتل هئا، هن ڇا چيو . مون ڪهڙو جواب ڏنو، پوءِ مون هن جي نالي هڪ خط لکيو جنهن ۾ انهن سيني ڳالهين جو

ذڪر هو. هن جي لاءِ منهنجي دلي جذبن ۽ سنڌس همت ۽ مڙسيءِ جو به ذڪر ڪيم، منهنجي وس ۾ انهيءَ کان سواءِ ٻيو هو به ڇا؟

ملاقات کان جلد پوءِ خبر پيم ته وني کي انهيءَ الزام ۾ گرفتار ڪيو ويو آهي ته هن ٻيٽ تان واپس ورڻ مهل ڪيپ ٽائون پوليس کي پنهنجي آمد جي ڪا سڌ نه ڏني هئي ۽ پتو نه لکرايو. حالانڪ هن اچڻ مهل پنهنجا سڀ ڪوائف پوليس کي لکرايا هئا. ضمانت تي آزاد ڪرڻ کان پوءِ مٿس ڪيس هلائي ڪيس هڪ سال ٽيپ ڏني ويئي. پوءِ انهيءَ آڌار تي ڪيس ٻي نوڪري مان به ڪڍيو ويو، اهو ئي سنڌس آمدني جو اڪيلو ذريعو هو.

حڪومت مون کي هر طريقي سان هٽين خالي ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺي هئي.

1966ع جي پڇاڙي تي انصاف واري وزير جي اشاري تي " ٽرانسوال لا سوسائٽي "، پرڪٽائز اٽارنيز، جي فهرست مان منهنجو نالو ڪاٽا ڪرڻ جي چرپر ڪئي. هوءَ ڪيترا ڀيرا اسان اڳ به انهيءَ قسم جو ناڪام تجربو ڪري چڪي هئي.

ٽرانسوال لا سوسائٽي، ڏاڍي قدامت پسند تنظيم هئي، هنن جي نظر ۾ مون کي سزا ڏيڻ جو اهو بهترين موقعو هو، ڇو ته آئون رابن آئي لينڊ مان پنهنجو بچاءُ ڪرڻ کان بلڪل لاچار هئس، مون وس وارن کي سڌ ڏني ته آئون لا سوسائٽي جي انهيءَ قدم کي للڪارڻ جو ارادو رکان ٿو. انهيءَ ڪري ان کي ڪيس جي تياري جي سلسلي ۾ مناسب ماحول قانوني ڪتابن ۽ لئبريري جي ضرورت پوندي، تنهن ڪري مون کي پريٽوريا جيل منتقل ڪيو وڃي، ڇو ته آئون پنهنجو ڪيس پاڻ وڙهندس، مون کي خبر هئي ته حڪومت مون کي ڪڏهن به عدالت جي احاطي ۾ وڃڻ جي موڪل ڪو نه ڏيندي، ڇو ته ايئن مون کي پروپئگنڊا جو موقعو ملندو، پر مون به ڪين هر طريقي سان تنگ ڪرڻ تي چاهيو.

جيل جي عملدارن جو چوڻ هو "ته منڊيلا تون پنهنجو ڪو وڪيل نامزد ڇو نه ٿو ڪرين، هو ٻاهررهي تنهنجي بهتر طريقي سان وڪالت ڪري سگهندو." مون وڌيڪ پيش قدمي ڪندي سپريم ڪورٽ جي رجسٽرار جي نالي خط لکيو ۽ ڪيس ٻڌايو ته مون کي هن ڪيس جو مڪمل رڪارڊ دستاويز، قانوني ڪتاب ۽ حڪومت جي وڪيلن جي فهرست گهربل آهي. رجسٽرار پاران جواب ۾ مون کان پڇيو ويو ته "آئون پهرين ڪيس اهو ٻڌايان ته منهنجي دفاع جي نوعيت ڪهڙي هوندي ؟" ڪيس جي شروعات کان اڳ وڪيل کان سنڌس دفاعي نوعيت جي باري ۾ پڇڻ هڪ غير معمولي ڳالهه هئي، ڪنهن به وڪيل کي عدالت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ تيار ڪيل دليل وقت کان اڳ ٻڌائڻ تي مجبور نه ٿو ڪري سگهجي مون رجسٽرار کي لکيو ته منهنجا دليل لکت ۾ ڪيس جي پيش ٿيڻ وقت اوهان کي معلوم ٿي ويندا، انهيءَ کان اڳ ايئن ٿي نه ٿو سگهي.

هاڻي منهنجي ۽ سپريم ڪورٽ جي رجسٽرار ۽ اسٽيٽ اٽارني جي وچ ۾ خط و ڪتابت جو ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويو، اختياري وارن جو رويو سخت هو، آئون پنهنجي مطالبي تان دستبردار ٿيڻ جي لاءِ تيار نه هئس ۽ هو منهنجي ڪا به درخواست قبول ڪرڻ وارا نه هئا، نيٺ ڪيترن ئي مهينن جي خط و ڪتابت کان پوءِ هنن معاملو هڪ طرفو

ڪري ختم ڪري ڇڏيو ۽ هڪ مختصر نوٽيفڪيشن جي ذريعي مون کي سڌ ڏني ويئي، سندن خيال هو معاملو هائي ختم ٿي ويو ۽ آئون ماٺ ڪري ويهي رهندس، پر سندن اندازا غلط هئا.

اسان کي هر روز ڳجهي نموني اخبار ملي رهي هئي ۽ اسين ملڪي حالتن کان باخبر رهندا هئاسين پر ڪيئن؟ اهو به هڪ عجيب داستان آهي. رات واري ڊيوٽي ڏيندڙ داروغو ڏاڍو خوش طبع هو. ميڪ مهاراج کيس پنهنجو دوست بنائي رکيو هو. هڪ رات هو مهاراج وٽ آيو ۽ کيس ٻڌايائين ته هو مضمون نويسي جي هڪ مقابلي ۾ شرڪت ڪرڻ ٿو چاهي. جيڪڏهن انهيءَ سلسلي ۾ مهاراج سندس مدد ڪري ته هو کيس هڪ انعام ڏيندو. مهاراج هاڪار ڪئي ۽ کيس مضمون لکي ڏنو. ٻن هفتن کان پوءِ ڪراڙو بيهر مهاراج سان مليو ۽ کيس ٻڌايائين ته هو ابتدائي مقابلي ۾ ڪامياب رهيو آهي. هاڻي کيس فائنل جي تياري ڪرڻي آهي. تنهن ڪري کيس هڪ ٻيو مضمون کپندو. انهيءَ جي بدلي ۾ هن مهاراج کي ڀڳل ڪڪڙ جي آڇ ڪئي.

مهاراج ٻي ڏينهن مون ۽ والٽر سان صلاح ڪئي. اسان جي راءِ مختلف هئي. بهرحال رات جو مهاراج پوڙهي داروغي کي ٻڌايو ته جي هو اسان کي سگريٽن جو هڪ پاڪيٽ ڏيڻ جو واعدو ڪري ته هو کيس هڪ سٺو مضمون لکي ڏيندو. داروغي ٻي ڏينهن سگريٽ مهاراج جي حوالي ڪري ڇڏيا. ٻي ڏينهن صبح جو مهاراج ٻڌايو ته "داروغو هاڻ مڪمل طور تي سندس قبضي ۾ آهي ۽ جيڪو وٽيس سو ڪم ڪانئس وٺي ٿو سگهي، يعني سگريٽ جي پاڪيٽ تي سندس نشان لڳل آهن. هاڻي هو کيس هر طريقي سان بليڪ ميل ڪري ٿو سگهي" والٽر جي راءِ اها غير اخلاقي ڳالهه هئي. مون مهاراج کان پڇيو ته اها بليڪ ميلنگ ڪهڙي هوندي ؟ ته هن اکين جي ماٺڪين کي ڦيرائيندي چيو "اخبارن جي فراهمي" مهاراج اڳ ۾ ئي اسان جي مراسلاتي ڪميٽي سان انهيءَ باري ۾ ڳالهائي چڪو هو. اسان ٻنهيءَ رٿ جي مخالفت ڪا نه ڪئي. جڏهن مهاراج پوڙهي داروغي کي پنهنجن ارادن کان واقف ڪيو ته هو ڊڄي ويو ۽ پنهنجي نوڪري ۽ پينش بچائڻ جي خاطر کيس هر روز اخبار مهيا ڪري ڏيڻ تي راضي ٿي ويو ۽ ايندڙ ڇهن مهينن تائين جيستائين انهيءَ داروغي جي بدلي ٿي، اسين سڀ اخبار جي ذريعي ملڪي حالتن ۽ واقعن کان باخبر ٿيندا رهياسين. مهاراج روزانو خبرن جو هڪ خلاصو ٺاهيندو هو ۽ هڙئي سنگتي انهيءَ جو مطالعو ڪري وٺندا هئا.

هاڻي جيل داروغن جو رويو به نرم ٿي ويو هو. چن جي ڪاڻ تي اسين ڳالهيون مهاڙيون وڌيڪ ۽ ڪم گهٽ ڪندا هئاسين. ڇٽن ڇٽن ۽ پنجن پنجن جي ٽولين ۾ ويهي جڳ جهان جي واقعن ۽ حالتن جي باري ڪچهري ڪندا رهندا هئاسين. سنجيده ۽ مزاحيه ٻنهي قسمن جي ڳالهه ٻولهه ٿيندي هئي. قيد ۾ واڙيل همراهه جي لاءِ غور ۽ فڪر جي واندڪائي کان وڌيڪ ٻي ڪا به ڳالهه دل کي خوش ڪندڙ ٿي نه ٿي سگهي، هاڻ اسان کي پنهنجي ماضي ۽مستقبل جي باري ۾ سوچڻ ۽ غورويچار ڪرڻ جي لاءِ وڌيڪ وقت

ملي رهيو هو.

اسين اهم سياسي معاملن اي. اين. سي ۽ ٻين سياسي پارٽين خاص ڪري، ڪميونسٽ پارٽي سان لاڳاپن تي ڊگها ڊگها بحث مباحثا ڪندا هئاسين. اسان ڪيترائي پيرا پنهنجي بحث تي مشتمل رپورٽون ڪانگريس جي جلاوطن آفيس جيڪا لوساڪا (زمبيا) ۾ ڪم ڪري رهي هئي، کي ڳجهي نموني موڪليون. اسان انهي ڳالهه تي به بحث ڪيو ته ڪانگريس جي قيادت " ورڪنگ ڪلاس " مان ايڻ کپي. ڪيترائي دوست ان ڳالهه جا حامي هئا، پر منهنجو چوڻ هو ته قيادت کي ڪنهن خاص گروهه سان مخصوص ڪرڻ غير جمهوري هوندو. فقط ورڪنگ ڪلاس جي قيادت جو نظريو لاڳو ڪرڻ جو مطلب اهو ٿيو ته چيف لوٿولي موززڪوتانيا ۽ ڊاڪٽر دادو جهڙا ديش ڀڳت ماڻهو ڪڏهن به ڪانگريس جا اڳواڻ بنجي نه سگهندا، انقلابي ماڻهو هر طبقي مان اڀري سگهن ٿا.

سياست ۽ سياسي ماهرن کان سواءِ اسين ملڪ جي ثقافت ۽ تهذيبي ماهرن تي به بحث ڪندا هئاسين. هڪ ڀيرو زهوسا قبيلي ۾ طهرن جي رسم جي ڳالهه، نڪتي ڪيترا ساٿي انهيءَ ڳالهه جي خلاف هئا. پر انهيءَ جي حق ۾ منهنجو دليل اهو هو ته " طهر " هڪ تهذيبي روايت کان سواءِ صحت جي لاءِ به سٺا اثر ٿي رکي، ۽ انهيءَ جا نفسياتي فائدا به آهن. اها هڪ هاڪاري قبائلي روايت آهي. اهو بحث هڪ ڊگهي عرصي تائين اسان جي وچ ۾ هلندو رهيو. ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ ڪيترائي همراهه انهيءَ جا حامي بنجي ويا. جيل جي اندر هڪ قيديءَ ماٺ ميٺ ۾ "طهر ڪلينڪ" کولي ورتي ۽ ڪيترن ئي نوجوان قيدين اتي پنهنجو طهر ڪرايو. اسان انهن جي لاءِ چانهه ۽ بسڪوٽ جي هڪ تقريب جو بندوبست ڪيو ۽ هو قبائلي روايت موجب به ڏينهن ڪمبل اوڍيو پيا گهميا.

هڪ ٻيو موضوع جيڪو ڦري گهري بحث هيٺ ايندو رهيو، اهو آفريقا ۾ شينهن جي موجودگيءَ بابت هو. ڪن سنگتين جو خيال هو ته عام طور تي آفريقا ۾شينهن جي موجود هئڻ جي دعويٰ ڪئي ٿي وڃي، پر اها رڳو ڏند ڪٿائي ڳالهه آهي، حقيقت ۾ شينهن ايشيا ۽ ننڍي کنڊ، پاڪ و هند جو رهاڪو آهي. آفريقا ۾ چيتا گهڻائي ۾ موجود آهن، پر شينهن ناهن. ٻين ساٿين جو چوڻ هو ته شينهن حقيقت ۾ آفريقا جو ئي رهواسي آهي ۽ اڄا به آفريقا ۾ شينهن موجود آهي، ڪن ته پنهنجي اکين سان ان نهايت سگهاري ۽ سهڻي "ٻلي" کي آفريقا جي ٻيلن ۾ ڏسڻ جي دعويٰ ڪئي.

مون چيو، جيتوڻيڪ اڄوڪي آفريقا ۾ شينهن نٿو ملي، پر "زهوسا" زبان ۾ هڪ لفظ اهڙو موجود آهي، جيڪو شينهن جي لاءِ استعمال ٿئي ٿو، جڏهن ته چيتي جي لاءِ ٻيو لفظ استعمال ٿئي ٿو. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته اهو جانور ڪنهن زماني ۾ ضرور آفريقا ۾ موجود هو. نه ته انهيءَ لفظ جي هئڻ جو مطلب ڪهڙو ٿيو. انهيءَ تي ميڪ مهاراج ورائيو ته سوين سال اڳ هندي زبان ۾ ڪنهن ٻيڙي جهڙي شئي جي لاءِ هڪ لفظ 'اڏام کٽولو' هوائي جهاز کان اڳ جو استعمال ٿيندو پيو اچي، پر انهيءَ جو مطلب اهو ڪو نه ٿيو ته ڪو پراڻي زماني ۾ هندستان ۾ جهاز اُڏرندا رهندا هئا.

خاموش طبع داروغو اسان جي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪندو هو. هو پريان بيٺو اسان کي ڏسندو رهندو هو. ڪيس انهيءَ ڳالهہ سان ڪو بہ واسطو نہ هو تہ اسين ڪم سان گڏ ڳالهايون بہ پيا. اسان بہ سندس پنهنجائپ جو احساس رکندا هئاسين ۽ ڪيس هروڀرو تنگ ڪين ڪندا هئاسين. هڪ ڏيهاڙي هن چيو، "جينٽلمين! مينهن پوڻ جي ڪري رستي جا ڪنارا تٽي پيا آهن ۽ اڄ اسان کي ويهہ ڪلو چُن جي گهرج آهي. ڇا اوهين انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪري سگهو ٿا؟" اسان سندس، انهيءَ انساني رويي تي خوشي جو اظهار ڪرڻ خاطر سندس اهو مطالبو پورو ڪري ڇڏيو. اها بهار جي مند اسان جي آرام ۽ تفريح ۾ گذري، قيدين ۽ جيل جي داروغن جا لاڳاپا خوشگوار رهيا، فرصت جو اهو وقت بيحد مختصر هو.

سيپٽمبر 1966ع جي هڪ منجهند جو، جڏهن اسين بيلچا ۽ ڪوڏرون رکي، ماني کائڻ جي لاءِ وڃي رهيا هئاسين، تہ جنرل سيڪشن جي هڪ قيديءَ ٻوڙ جو ٻرمر اسان ڏانهن ڌڪيندي سرباٽ ڪندي چيو "وروِرڊ مري ويو آهي." اسان حيرت مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. اسان کي انهيءَ خبر تي يقين ئي نہ پئي آيو. شايد اها ٻين داروغن کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر ڪانہ هئي. پوءِ خبر پئي تہ وزيراعظم کي پارليامينٽ جي هڪ ڳوري ملازم چاقو هڻي قتل ڪري ڇڏيو.

جيتوڻيڪ ورورڊ آفريقي رهاڪن کي جانورن کان بہ گهٽ حيثيت ڏيندو هو، پر هن جي موت سان اسان کي ڪا بہ سرهائي ڪانہ ٿي. مون ۽ منهنجي پارٽي ڪڏهن بہ سياسي قتل جي حمايت نہ ڪئي آهي، پنهنجي مخالفن کي رستي تان هٽائڻ جو اهو طريقو وحشياڻو عمل آهي.

ورورڊ وسيع تر ميتيد جو اصل مفڪر ۽ باني هو، بنتونستان ۽ بنتو ايجوڪيشن جو نظريو سندس ايجاد ڪيل هو، پر تازين چونڊن ۾ هن پنهنجي نيشنلسٽ پارٽي جي لاءِ ڏاڍيون خدمتون سرانجام ڏنيون هيون. نيشنلسٽن پنهنجي نسلي امتياز جي غلط پاليسيءَ جي باوجود بہ پارليامينٽ ۾ 126 سيٽون حاصل ڪيون، جڏهن تہ يونائيٽيڊ پارٽي 39 ۽ پروگريسو پارٽي هڪ سيٽ حاصل ڪئي.

انهيءَ قتل جي ٻئي ڏينهن داروغن پنهنجي سڄي ڪاوڙ اسان تي لاهڻ شروع ڪري ڇڏي، عملدارن، سياسي قيدين جي خلاف ڪاوڙ جو اظهار ڪجهہ اهڙي نموني ڪيو، ڄڻ وزيراعظم کي جيڪو چاقو هنيو ويو آهي، اهو اسان وٽان مليو آهي. هو جيل کان ٻاهر ٿيندڙ هر واقعي جو ذميدار اسان کي سمجهندا هئا. نميبيا ۾ "سواپو" پاران پوليس تي ٿيندڙ گوريلا حملن ڪين اڳ ۾ ئي بدحواس ڪري ڇڏيو هو. منهنجي خيال ۾ اسان کي حڪومت جو تورائتو هئڻ ڪپي، جو هن اسان کي ايترو طاقتور ٿي سمجهيو تہ اسين حڪومت جي سربراهہ کي بہ سولائي سان رستي تان هٽائي ڇڏيو. پر حقيقت ۾، سندس شڪ ۽ شبها، سندن تنگ نظري ۽ انتظامي معاملن ۾ ڪوتاهيءَ جا اولڙا هئا ۽ پنهنجي غلط پاليسين جي ذميداري جو بار پاڻ کڻڻ بدران سڄو الزام پنهنجي مخالفن تولي... آفريقن

نيشنل ڪانگريس تي هٿي رهي هئي.

بيٺ تي ٻيهر جبر ۽ تشدد جي شروعات ٿي رهي هئي. خاموش طبع هيڊ داروغي کي هڪدم واپس گهرايو ويو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ نهايت بدنيت ۽ بڇڙي شخص وان رينز برگ کي، قتل جي چوويهن ڪلاڪن جي اندر ئي بيٺ تي پهچايو ويو. سندس اچڻ کان اڳ ئي سندس نالو پهچي ويو، جيڪو قيدين ۾ ڪاسائي هجڻ جي شهرت رکندو هو. وانرينز برگ هڪ ٿلهو متارو، بي ڍنگو، وحشي شخص هو، جيڪو ڳالهائيندو نه هو، چڻ رڙيون ڪندو هو، پهرينءَ ئي ڏينهن اسان ڏٺو ته سندس ڪرائيءَ تي نازي پارٽي جو نشان سواستيڪا چٽيل هو، جيڪو سندس ظلم ۽ ڏاڍ جي علامت هو. انهيءَ شخص جو واحد مقصد هر ممڪن نموني اسان جي زندگين کي ڏکيو بنائڻ هو ۽ هن اهو ڪم جلد ئي پوري جوش ۽ خروش سان شروع ڪري ڏنو.

ڪيترن ئي مهينن تائين وان رينز برگ جو اهو طريقو رهيو ته هو روزانو، اسان مان ڪنهن نه ڪنهن کي حڪم نه مڃڻ يا سستيءَ جو ڏوهاري ٺهرائيندو هو، هو صبح جو سوير داروغن کان پڇندو هو ته، اڄ ڪنهن کي ڏوهاري بنايو وڃي؟ اهو به نه ڏٺو ويندو هو ته اڄ ڪنهن ڪيترو ڪم ڪيو آهي. شام جو جڏهن اسين ڪولين ڏانهن واپس پيا ويندا هئاسين ته هو فهرست هٿ ۾ ڪٽي، ڪنهن قيديءَ جو نالو وٺندو هو ۽ چوندو هو "هڪدم مون وٽ آفيس ۾ اچي حاضر ٿي!"

بيٺ جي انتظامي عدالت، هاڻي ڏينهن رات ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو، تنهن ڪري اسان به قيدين جي هڪ دفاعي ڪميٽي ترتيب ڏني، جنهن ۾ مون سميت فيڪائل بام ۽ ميڪ مهاراج شامل هئا. ميڪ قانون جي تعليم حاصل ڪئي هئي، تنهن ڪري هو عملدارن کي سگهن تي ڪٽندو هو، فيڪائل قانون جي امتحان جي تياري ڪري رهيو هو ۽ انتهائي ذهين قسم جو نوجوان هو، انهيءَ دفاعي ڪميٽي جو مقصد ساٿين کي انتظامي عدالت ۾ پنهنجي صفائي جا طور طريقا ٻڌائڻ هو.

وان، ڇڱو موچارو بيوقوف به هو، هو اسان تي ڇن جي کاڻ ۾ زبردستي حڪم هلائيندو هو، جڏهن ته اسين ڪيس عدالت ۾ ذليل ڪندا هئاسين. اسان اهو طئي ڪري ڇڏيو هو ته ڪاڻ تي ساڻس بحث نه ڪنداسين، جڏهن ته سندس لڳايل الزامن جا جواب عدالت ۾ ڏنا ويندا، جتي ڪجهه عقل ۽ شعور وارا آفيسر به موجود هوندا هئا. عدالت جو انتظامي سربراهه الزام فقط هنن لفظن ۾ پڙهندو هو، "کاڻ ۾ ڪم جي سستي." اسان جا ساٿي اڳواڻ طئي ٿيل فيصلي موجب چوندا هئا، "وڌيڪ تفصيلن جي گهرج آهي." انهيءَ مطالبي جو اسان کي قانوني حق حاصل هو. عدالت برخواست ٿي ويندي هئي ۽ وان برگ پريشان ٿي ويندو هو، ۽ وڌيڪ تفصيلن جي ڳولا ۾ گم ٿي ويندو هو.

وان رينز برگ، نهايت ذليل قسم جو شخص هو، منجهند جو اسين جڏهن ڪاٺ جي تختي جي چوڏاري ماني کائڻ جي لاءِ گڏ ٿيندا هئاسين ته هو جاٺي واٺي پرسان ويهي پيشاب ڪرڻ شروع ڪندو هو. اسان کي سندس ٿورائتو هجڻ کپي جو هو سڌو سنئون اسان جي

ٽيبل تي ويهي حاجت پوري نہ ڪندو هو. بهرحال اسان سنڌس انهيءَ اڻ وڻندڙ حرڪت تي سخت احتجاج ڪيو.

قيدين وٽ بدلو وٺڻ جو هي طريقو هوندو آهي تہ پنهنجي دشمن جو مذاق اڏايو وڃي. وان کي اسان جي ٽوڪن جو نشانو بنجڻون پوندو هو ۽ اسان سنڌس نالو "سوٽ ڪيس" رکيو. انهيءَ جو پس منظر هي هو تہ جيل جي داروغن جي ماني لنچ باڪس ۾ ايندي هئي، جنهن کي عام طور تي 'سوٽ ڪيس' چيو ويندو هو. هر داروغي جو سوٽ ڪيس، هڪ قيدي کي کڻي وٽس وڃڻون پوندو هو، انهيءَ جي بدلي داروغو قيدي کي اڌ سينڊوچ ڏيندو هو.پر سيني قيدين گڏيل طور تي اهو فيصلو ڪيو تہ وان رينز برگ جو لنچ باڪس ڪير بہ نہ کڻندو، تنهن ڪري ڪيس پنهنجو سوٽ ڪيس پاڻ کڻي وڃڻون پوندو هو، اتان کان مٿس "سوٽ ڪيس" نالو پئجي ويو.

هڪ ڏينهن ولٽن غير ارادي طور تي وان جي موجودگيءَ ۾ سوٽ ڪيس جو ذڪر ڪيو، وان پڇيو، "اهو شخص ڪير آهي؟" ولٽن گهڙي پل خاموش رهي وراڻيو، "اهو تون آهين." وان پڇيو، "اوهين مون کي سوٽ ڪيس ڇو ٿا چئو؟" ولٽن وراڻيو، "ڇو تہ تون پنهنجو سوٽ ڪيس پاڻ کڻندو آهين؟" وان ان تي ناراض ٿيڻ بدران وڏي سڏ چيو، "منهنجو نالو سوٽ ڪيس، نہ پر "ٻڪ بنڪ" آهي،" اهو ٻڌي اسان سيني وڏو ٽهڪ ڏنو. ولنديزي آفريقي ۾ "ٻڪ بنڪ" جو مطلب! 'ٿلهي ڳچي' آهي ۽ اهو ضدي ۽ سرڪش شخص جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، وان کي پتو ئي ڪو نہ پيو تہ سنڌس ڪيترا پيرا بي عزتي ٿي رهي آهي.

هڪ ڏينهن کاڻ تي ڪم ڪندي، آفريقا ۾ شينهن جي موجودگيءَ تي بحث شروع ٿي ويو ۽ اسين انهيءَ بحث ۾ لڳي وياسين ۽ ڪوڏرون ۽ بيلچا هڪ طرف رکي ڇڏياسين. مباحثي جي صدارت ڪيپ جي سياسي اڳواڻ 'مسونڊو' بي ڪئي، جيڪو فورٽ هيري ۾ ليڪچرار رهي چڪو هو ۽ ڏاڍو زبردست مقرر هو، اسان کي ائين بحث ۾ رڌل ڏسي داروغا اڳيان وڌيا ۽ ڪم طرف ڌيان ڏيڻ جي لاءِ چيائون. پر اسان ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي. پوءِ "سوٽ ڪيس" خود آيو ۽ انگريزي ۾ اسان کي اٿڻ جو حڪم ڏنائين. سنڌس انگريزي واجبي هئي، تنهن ڪري اسين کلندا ڏانهنس ڏسندا رهياسين. هو اتان هليو ويو ۽ ڪمانڊنگ آفيسر ميجر ڪيلرمين کي سڏي آيو. هن ڏٺو تہ اسين ڳالهيون ڪندي ڪل پوڳ ڪري رهيا آهيون. هو بيٺ تي نئون نئون آيو هو ۽ هر قسم جو امن امان قائم ڪرڻ ئي اڏول بيٺو هو. هڪ داروغي ڪيس ٻڌايو تہ منڊيلا ۽ مسونڊو ڪم نٿا ڪن، تنهن ڪري اسان ٻنهي کي حڪم نہ مجڻ جي ڏوهہ ۾ هٿڪڙي هنئي ويئي ۽ قيد تنهائي جي سزا ڏني ويئي.

تنهن کان پوءِ وان رينز برگ منهنجو صفا دشمن بنجي ويو. هڪ ڏينهن آئون ۽ نيڪائل ڪم جي دوران، هڪ ٻئي کان ٿورو پريرو بيٺا ڇُن جو ڍڳ لڳائڻ سان گڏوگڏ، گذريل رات پڙهيل قانون جي ڪتابن بابت ڳالهائي رهيا هئاسين. ڪم جي پڄاڻي تي وان

اسان ٻنهي کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو.

اسان کي جيل جي سربراه ليفٽيننٽ جي سامهون آندو ويو جتي وان اعلان ڪيو ته "هنن ٻنهي جڻن اڄ سڄو ڏينهن ڪو به ڪم ناهي ڪيو، مٿن حڪم نه مڃڻ جو الزام آهي." ليفٽيننٽ اسان کان پڇيو، "اوهين ڇا ٿا چوڻ چاهيو؟" مون ورائيو، "اٿون انهيءَ الزام جي ترديد ٿو ڪريان. اسان سڄو ڏينهن سخت محنت سان ڪم ڪيو آهي ۽ اسين انهيءَ جو ثبوت به پيش ڪري سگهون ٿا." ليفٽيننٽ پڇيو، "اهو ڪيئن؟" مون ڪيس ٻڌايو ته اسين ٻئي ٻين سيني قيدين کان الڳ ڪم تي هئاسين ۽ آئون موقعي تي ٻڌائي سگهندس ته اڄ اسان چُن جو ڪيترو ڍڳ لڳايو آهي، "سوٽ ڪيس" پاڻ به مڃيو ته هي ٻئي قيدي ڌار ڪم تي لڳل هئا.

ليفٽيننٽ جاءِ ڏسڻ جو حڪم ڏنو. مون ڪيس چُن جو اهو ڍڳ ڏيکاريو، جيڪو مون ۽ نيڪائل لڳايو هو. "سوٽ ڪيس" پهرين ان طرف ڌيان ئي نه ڏنو هو، هن چيو "اهو غلط آهي. هي ته گذريل هفتي جو ڪم آهي." ليفٽيننٽ چيو. "ٺيڪ آهي ته پوءِ مون کي اهو ننڍو ڍڳ ڏيکاريو، جيڪو هنن اڄ لڳايو آهي،" "سوٽ ڪيس" وٽ انهيءَ جو ڪو به جواب نه هو، پوءِ ليفٽيننٽ هڪ اهڙي ڳالهه ڪئي، جنهن جو مشاهدو مون، ڪنهن سينئر آفيسر پاران، پنهنجي ماتحت جي باري ۾ گهٽ ڪيو هو. هن قيدين جي موجودگيءَ ۾ وان کي دڀ پٽيندي چيو "تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين." ۽ اسان کي اتي ئي الزام کان آجو قرار ڏيئي ڇڏيائين.

هڪ ڏينهن "سوٽ ڪيس" اسان کي ٻڌايو ته، ڪمانڊنگ آفيسر قيدين جي ڳالهائڻ تي مڪمل پابندي لڳائي ڇڏي آهي. ڪاڻ تي يا رستي ۾، ايندي ويندي، ڪٿي به ڳالهائي نٿو سگهجي. "اڄ کان مڪمل خاموشي." انهيءَ حڪم سياسي قيدين تي اڻ وڻندڙ اثر ڇڏيا. سخت پورهئي کي فقط پاڻ ۾ ڳالهائڻ سان ئي سولو بنائي ٿي سگهجيو. منجهند جي مانيءَ جي دوران اسان ڳجهي نموني هڪ سَٿ سَٿي. اسين شيڊ ۾ ويٺا ماني کائي رهيا هئاسين، جو ڪمانڊنگ آفيسر ميجر ڪيلرمين ظاهر ٿيو. هيڏي وڏي آفيسر جو، هن هنڌ اچڻ تعجب ۾ وجهندڙ هو. هن اعلان ڪيو ته سندس حڪم غلط فهميءَ تي ٻڌل هو، "اوهين پاڻ ۾ ڳالهيون مهاڙيون پلي ڪريو، پر هُل بکيڙو نه ٿيڻ کپي." اهو ٻڌي اسين خوش ته ٿياسين، پر اهو به سوچيندا رهياسين ته حڪم ۾ ايترو جلد تبديليءَ جو ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو.

انهيءَ ڏينهن اسان کي وڌيڪ سخت ڪم ڪرڻ تي مجبور نه ڪيو ويو "سوٽ ڪيس" جو رويو به دوستاڻو هو، هن نرمي سان چيو ته اسان جي خلاف هڙئي الزام واپس ورتا ويا آهن، ساڳئي ڏينهن ٽيهري جو منهنجي ڪولي به بدلائي ويئي ۽ مون کي ٽورو پريرو 18هين نمبر ڪوٺڙيءَ ۾ منتقل ڪيو ويو.

اسان سوچيو ته پڪ سان ڪو اهم ملاقاتي اچڻ وارو آهي ۽ عملدار نٿا چاهين ته هو سڀ کان پهرين منهنجي منهن پون. پر اسان سيني گڏجي فيصلو ڪيو ته هر شخص انهيءَ

اهم ملاقاتيءَ کي ٻڌائيندو ته اسان جون انفرادي شڪايتون پنهنجي جاءِ تي، پر اسان سڀني جي نمائندگي 18هين نمبر ڪوٺڙي وارو ڪندو.

ٻئي ڏيهاڙي "سوٽ ڪيس" اسان کي ٻڌايو ته، اڄ اسين ڇن جي ڪاڻ تي ڪم تي نه وينداسين. ميجر ڪليرمين پاڻ به اچي سهڙيو ۽ اعلان ڪيائين ته پروگريسو پارٽيءَ سان لاڳاپيل پارليامينٽ جي ميمبر مسز هيلن سوزمين ترت ئي جيل جو معائنو ڪرڻ جي لاءِ اچي رهي آهي. ايتري ۾ پنج فوٽ ٻه انچ قد واري مسز سوزمين، جيڪا پارليامينٽ ۾ صحيح طور تي نيشنلسٽ پارٽي جي حڪومت بابت مخالف ڌر وارو ڪردار ادا ڪري رهي هئي. جيلن جي ڪمشنر جنرل اسٽائن سان گڏ اسان جي ورانڊي ۾ اچي پهتي. هوءَ هڪ هڪ قيدي سان ملي ۽ ڪانئس پڇيائين ڪيس ڪا شڪايت هجي ته ٻڌائي؟ هر ڪنهن اهو ئي وراڻيو ته "مون کي ڪوڙ ساريون شڪايتون آهن، پر اسان جو ترجمان مسٽر نيلسن منڊيلا آهي، جيڪو ورانڊي جي آخري ڪوليءَ ۾ آهي؟" جنرل اسٽائن تي هڪ هيبت طاري هئي، مسز سوزمين هلندي هلندي نيٺ اچي منهنجي ڪوليءَ تائين پهتي. هن مون سان هٿ ملايو ۽ پنهنجو تعارف ڪرايو، هوءَ پارليامينٽ جي انهن ٿورڙن ميمبرن مان هئي، جن اخبارن ۾ رابن آئي لينڊ جا داستان پڙهي، سياسي قيدين جي بدترين حالتن جي پيش نظر بذات خود هتي اچڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو هو.

مسز سوزمين هڪ بااعتماد عورت هئي، منهنجو خيال هو ته ڪيس گهڻو پريشان نه ڪرڻ گهرجي، پر هن جيل عملدارن جي موجودگيءَ ۾ پاڻ ئي چيو ته پنهنجي دل جون ڳالهيون ڪولي ٻڌايو، مون سادن سودن لفظن ۾ سٺي غذا، مناسب لباس، مطالعي ۽ اخبارن جي سهوليت جي کوٽ جو ذڪر ڪيو، ۽ داروغن جي سختي، خاص ڪري 'وان رينز برگ' جي غير انساني رويي جي شڪايت ڪيم. مون ڪيس چيو ته انهيءَ شخص پنهنجي ٻانهن تي نازي نشان ڇپائي ڇڏيو آهي. مسز سوزمين هڪ وڪيل واري انداز ۾ چيو، "مسٽر منڊيلا! پاڻ کي ايترو پري تائين وڃڻ نه کپي، ممڪن آهي ته اهو ڪارنامو، سندس والدين جو هجي."

اصولي طور تي مون کي ڪنهن داروغي جو نالو وٺي شڪايت نه ڪرڻ کپي ها. جيل ۾ هر شخص سان ٿڌائڻ مناسب نه هوندو آهي، جيتوڻيڪ وان رينز برگ پڪ سان جيل عملدارن جي عام پاليسيءَ تي عمل ڪري رهيو هو، پر هو پنهنجي ذات ۾ انجمن هو. اسان کي پڪ هئي ته جيڪڏهن ڪيس هتان هٽايو ويو ته لازمي طور تي حالتون مختلف هونديون.

مسز سوزمين منهنجون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌندي ۽ پنهنجي نوٽ بُڪ ۾ لکندي رهي، هن واعدو ڪيو ته هو انصاف واري وزير سان سڀني معاملن تي ڳالهائيندي، تنهن کان پوءِ، هن هڪ هڪ ڪوليءَ ۾ وڃي جانچيو ۽ ڪيترن ٻين همراهن سان به ڳالهه ٻولهه ڪئي. اسين انهيءَ باهمت عورت جو ايئن جيل جي حالتن جو جائزو وٺڻ تي حيرت ۾ ٻڏي ٻي وياسين. هوءَ اسان جي معاملن جي ايڏو باريڪ بينيءَ سان جائزو وٺڻ واري پهرين ۽ اڪيلي عورت هئي.

مسز سوزمين جي معائني جي دوران وان، حد کان وڌيڪ پريشان نظر اچي رهيو هو، هن پنهنجي اڳوڻيءَ رويي تي ندامت جو اظهار پڻ ڪيو، پر اها ڳالهه عارضي هئي، ٻئي ئي ڏينهن هن اعلان ڪيو تہ هو اسان تي هنيل سيئي الزامن تي قائم آهي.

مسز سوزمين پنهنجو واعدو واقعي پورو ڪري ڏيکاريو، ۽ پارليامينٽ جي ايوان ۾ اسان جو مسئلو اُٿاريو. ڪجهہ ٿي هفتن کانپوءِ "سوٽ ڪيس" کي ٻيٽ تان واپس گهرايو ويو.

منهنجو ڪڏهن بہ اهو تصور نہ هو تہ ڪو اسان جي جدوجهد مختصر يا آسان هوندي. رابن آئي لينڊ ۾ شروعاتي ڪيترائي سال نہ رڳو اسان قيدين جي لاءِ، پر جيل کان ٻاهر اسان جي تنظيم جي لاءِ بہ ڏکيا هئا. اسان جي زير زمين تحريڪ تباهہ ڪئي ويئي هئي. اسان جا بنياد ئي لوڏيا ويا هئا. آفريقي نيشنل ڪانگريس جو هر سينئير اڳواڻ جيل ۾ هو، يا جلاوطن. تنهن ڪري هاڻي ڪانگريس جو ايڪسٽرنل مشن نہ رڳو مالي معاملن، پرڏيهي تعلقاتن ۽ فوجي تربيت، کان علاوه سڄي تنظيم کي ڪنٽرول ڪري رهيو هو پر ڏکڻ آفريقا جي اندر زير زميـن تحريڪ کي ٻيهر سگهارو بنائڻ جو فرض بہ انجام ڏيئي رهيو هو.

ٻئي پاسي رياستي جبر ۽ ڏاڍ، ڏينهون ڏينهن وڌندو پي ويو. پوليس تشدد جا نوان نوان طريقا آزمائي رهي هئي، هٿياربند فوجن کي وڌايو پي ويو، ملڪ جي اقتصادي حالت مضبوط هئي ۽ ڳوري آبادي موجن ۾ هئي، حڪومت کي برطانيا ۽ آمريڪا جهڙن سگهارن ملڪن جي تائيد بہ حاصل هئي، جيڪي، حالتن کي جيئن جو تيئن ڏسي مطمئن هئا.

پر آفريقا کنڊ ۾ پرماريت جي خلاف جدوجهد هر طرف پنهنجا قدم وڌائي رهي هئي. بلڪہ ڪيترن ئي ملڪن ۾ هٿياربند ڪارروائين جي شروعات ٿي چڪي هئي. نميبيا (ان وقت ۾ ڏکڻ اولهہ آفريقا) ۾ سواپو جدوجهد ڪري رهي هئي. موزمبيق ۽ انگولا ۾ گوريلا تحريڪ وڌي ۽ ويجهي رهي هئي. زمباوي (اڳوڻي روڊيشيا) ۾ ڳوري اقليت جي حڪومت جي خلاف جنگ جاري هئي. آيان سمٿ جي حڪومت کي ڏکڻ آفريقا جي هٿيارٻند فوج جي مدد حاصل هئي. جڏهن تہ اي اين سي، زمباوي ۾ آزاديءَ جي جدوجهد کي پنهنجي ملڪي تحريڪ جوهڪ حصو تصور ڪندي هئي، تنهن ڪري جوشو انڪومو جي تحريڪ (ZAPU) زاپو ۽ اي اين سي ۾ مڪمل اتحاد هو.

انهيءَ سال اير ڪي فوجين جو هڪ جٿو، جيڪو تنزانيا ۽ زميبيا ۾ سکيا حاصل ڪري چڪو هو، زميبيا دريا اُڪري روڊيشيا ۾ گهڙيو، جٿان کان هن جو ارادو پنهنجي وطن ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ جو هو. انهيءَ فوجي جٿي کي Luthuli detachment جو نالو ڏنو ويو. اهو جٿو اسان جي جدوجهد جو پهريون دستو بنيو. اهي روڊيشيا جي فوج جي منهن ٻئجي ويا، جنهن ۾ اسان کي ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻون پيو. اسان جا ڪيترائي جوان گرفتار ٿيا ۽ باقي بچوانا لينڊ (آزاد بوٽسوانا) پاسي نڪري ويا. 1968ع ۾ اي اين سي جو هڪ ٻيو فوجي دستو روڊيشيا ۾ داخل ٿيو، جنهن جو نہ رڳو روڊيشيا جي فوج،

بلڪ اتي موجود ڏکڻ آفريقا جي پوليس سان بہ مقابلو ٿيس.

ڪجھ خبرون، افواهن جي صورت ۾، اسان تائين جيل ۾ پهچنديون رهنديون هنيون، پر صحيح واقعن جي خبر تڏهن پئي، جڏهن اسان جي ڪجھ "ويڙهو" جوانن کي قيدي بنائي، رابن آئي لينڊ موڪليو ويو. انهن ۾ لوٿولي دستي جو ڪمانڊر جسٽس پينزا بہ هو. هن اسان کي پنهنجي جتي جي فوجي سکيا، سياسي تعليم ۽ جنگ جي ميدان ۾ ڪاررواين جي باري ۾ تفصيل ٻڌايا. جيتوڻيڪ اسان جي گوريلا فوج کي ڪاميابي حاصل ڪانہ ٿي هئي، پر اهو واقعو آزادي جي پيڙھ جو پٿر ثابت ٿيو ۽ اسان حڪومت جي باقاعده فوجن جو پنهنجي مٽي ڪٽي مقابلو ڪيو. "ايم ڪي" جي سابق ڪمانڊر انچيف جي حيثيت سان مون کي پنهنجي سپاهين تي فخر هو.

انهيءَ کان ڪجھ وقت اڳ اسان کي سردار لوٿوليءَ جي چالائي جي خبر ملي چڪي هئي. سندس موت جو واقعو بہ حيرت ۾ وجهندڙ هو. هو عادت موجب پنهنجي فارم جي ويجهو پسار ڪري رهيو هو، جو ٽرين جي منهن پئجي ويو. مون کي سندس زال کي خط لکڻ جي موڪل ملي ويئي، چيف جي موت سان آزادي جي تحريڪ جي لاءِ هڪ وڏو خال پيدا ٿي پيو. هو زبردست شخصت جو مالڪ هو، نوبيل پرائيز کٽندڙ بين الاقوامي طور تي مشهور، ڪارن ۽ ڳورن، سڀني لاءِ محترم شخصيت هو، هن جو ڪو بہ بدل ڪو نہ هو. بهرحال قائم مقام صدر اوليور ٽامبو جي شخصيت ۾ تنظيم کي چيف لوٿولي جو سياسي وارث ملي ويو. لوٿوليءَ وانگر هو بہ صاف گو، پر پاڻ ٻڌائيندڙ نہ هو. پر اعتماد ۽ سڀاجهي سياءَ وارو هو. مختصر طور تي هو چيف لوٿولي جي انهيءَ فلسفي جو علمبردار هو تہ: "پنهنجي همت ۽ جرئت سان گڏ خطرن تي بہ نظر رکو."

اسان چيف جي لاءِ هڪ ميموريل سروس جو بندوبست ڪيو جنهن ۾ هر شخص کي ڳالهائڻ جي موڪل ڏني ويئي، سڀني چيف جي لاءِ پنهنجي احترام جو اظهار ڪيو. پر 'نان يورپين يونٽي مومينٽ'، جي نيوائل اليگزينڊر سخت تنقيد ڪئي، هن اهو بہ نہ سوچيو تہ چيف لوٿولي هن جهان مان هليو ويو آهي. ڪيس شڪايت هئي تہ ويندڙ پنهنجي زندگيءَ ۾ نوبل پرائيز قبول ڇو ڪيو، هو پڪ سان ڳورن جو ايجنٽ هو.

اسان جيل ۾ بہ آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ 'پان آفريقنسٽ ڪانگريس' جي وچ ۾ وڏ ۾ وڏ مفاهمت جي ڪوشش ڪندا رهياسين، پر پي اي سي جي همراهن جو رويو، جيل ۾ بہ حريفن جهڙو رهيو. منهنجو خيال هو تہ رابن آئي لينڊ ۾ اسان جي وچ ۾ خوشگوار لاڳاپا قائم ٿي وڃن تہ ٻاهر سياسي اختلاف گهٽائڻ ۾ ڪافي مدد ملندي، پر نيوائل جي تقرير انهيءَ جذبي جي سراسر ابتڙ هئي. اسان کي هت آڻڻ کان اڳ ئي هتي ڪي پي اي سي جا ڪارڪن موجود هئا. هو اسان جي انهيءَ جبري آمد کي پنهنجي علائقائي حدن ۾ مداخلت سمجهندا رهيا. ايتري قدر جو ڪجھ 'پي اي سي' جا قيدي اسان کي ڦاسي نہ ملڻ تي افسوس ڪندا هئا. پي اي سي وارا سخت قسم جا اينٽي انڊين ۽ اينٽي ڪميونسٽ هئا. سندن چوڻ هو تہ اسين وڏيڪ ويڙهاڪ آهيون، تنهن ڪري اي

اين سي وارن کي اسان جي پيروي ڪرڻ گهرجي، مون پيٽ ۾ قيد، سنڌن ڪيترن ئي اڳواڻن سان سياسي مفاهمت جي ڳالهه ڪئي، پر انهيءَ جو ڪو به ڪڙتيل نه نڪتو.

سنڌن ذهن ۾، پنهنجي ڌار شخصيت جو ڀوت ايترو ته گهٽو سوار هو، جو ڪنهن ڪنهن مهل ڪل جوڳي صورتحال پيدا ٿي ويندي هئي، هڪ ڀيري پريٽوريا کان حڪم آيو ته مون کي ڪاڻ تي ٻين سيني قيدين کان ڌار رکيو وڃي، ڪمَ لاءِ الڳ پيٽي هجي، ماني به ٻين کان الڳ هجي ۽ محافظ به ڌار ڏنو وڃي. انهيءَ تي پي اي سي وارن وٺي گوڙ ڪيو ۽ گهر ڪئي ته سنڌن اڳواڻ 'زيب موٿوپنگ' کي به اهي ئي رعايتون ڏنيون وڃن. جيڪي منڊيلا کي ڏنيون ويون آهن، هنن پاڻ مرادو زيب کي سيني کان ڌار ڪري ماني کارائڻ شروع ڪري ڏني.

هنن جي علحيدگي پسندي جو اهو حال هو، جو جيڪڏهن اسين جيل عملدارن جي خلاف شڪايت تي ويچارڻ جي لاءِ گڏ ٿيندا هئاسين ته هو انهيءَ جو بائيڪاٽ ڪندا هئا. پر انهن همراهن کي جيل کان ٻاهر بدلجندڙ دنيا بابت ڪا به خبر چار ڪانه هئي، ڪين خبر ئي ڪانه هئي ته ڪو هاڻي سنڌن تنظيم ڳورن ۽ هندستانين جي لاءِ پنهنجا دروازا کولي ڇڏيا آهن. ايتري قدر جو ناميارو ڳورو 'پيٽرڪ ڊنڪن' پي اي سي جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻجي چڪو آهي، پر اهي همراهه انهن ڳالهين کي اي اين سي جي پروپيگنڊا قرار ڏيندا هئا، حالانڪ اهي ڳالهيون اخبارن ۾ به ڇپجي چڪيون هيون.

رابن آئي لينڊ ۾ به اسان پنهنجي تحريڪ کي جيئرو رکيو ۽ هڪ هاءِ ڪمان ترتيب ڏني سين، جنهن ۾ آئون، والٽر، گوون ۽ ريمانڊ شامل هئاسين. مون کي انهيءَ هاءِ ڪمان جو صدر چونڊيو ويو. پر اها تنظيم فقط جيل جي اندروني معاملن ۽ قيدين جي شڪايت تائين محدود هئي. جيل جي ٻاهر جي تنظيم جي معاملن سان انهيءَ جو ڪو به واسطو نه هو، نه وري اسين اي اين سي کي هدايتون روانو ڪرڻ جا قائل هئاسين. اسين ڪڏهن ڪڏهن عام اجلاس به ڪوٺائيندا هئاسين. پر نهايت احتياط سان ۽ عملدارن جي نظرن کي بچي. هاءِ ڪمان جو صدر وقتي وقتي ڪانپوءِ بدلجندو رهندو هو. جيئن مختلف قبيلن جي اڳواڻن کي نمائندگي جو موقعو ملندو رهي، مون ڪڏهن به تنظيم تي حاوي رهڻ جي سَڌ ناهي ڪئي. آئون سيني کي گڏ ڪٺي هلڻ جو قائل آهيان ۽ انهيءَ ڪري ڪڏهن به پنهنجي ڪنهن رٿ کي حرف آخر قرار نه ڏنو اٿم. انهيءَ سلسلي ۾ آئون هڪ مثال پيش ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان.

جيل جي قاعدن موجب، ڪنهن سينئر آفيسر جي اچڻ تي لازمي هو ته سڀ قيدي احترام ۾ اٿي بيهن. مون رٿ ڏني ته اهو اسان جي عزت جو مسئلو آهي، اسان کي هر حال ۾ ويٺو ئي رهڻ کپي. جڏهن دشمن اسان کي سياسي قيدي ئي نٿو مڃي ته پوءِ اسين چو سنڌن بالاتر پوزيشن کي مڃيون، پر منهنجي ساٿين انهيءَ جي مخالفت ڪئي ۽ چيو ته اهو نهايت معمولي مسئلو آهي ۽ انهيءَ جو ڪو به مثبت فائدو نه ٿيندو.

منهنجي هڪ ٻي رٿ هاءِ ڪمان رد ڪري ڇڏي. جيل وارڊر عام طور تي اسان جا

نالا ونئي، اسان کي سڏڻ جا قائل هئا. مون رڳ ڏني تہ اسين گهر ڪيو تہ اسان کي "مسٽر" چئي سڏيو وڃي. اهو معاملو ڪيترن ئي سالن تائين هلندو رهيو، پر مون کي ڪاميابي نہ ٿي، ڇو تہ منهنجي تجويز جي تائيد نہ ڪئي ويئي، البت منهنجا سنگتي مزاحيہ انداز ۾ مون کي "مسٽر منڊيلا" چئي سڏيندا هئا. بعد ۾ ٻين پارٽين جي اڳواڻن کي بہ 'صلاحڪار سنگت' ۾ شامل ڪيو ويو.

•

اسان قيدين جي لاءِ وقت شايد بيهي رهيو هو، پر حقيقت ۾ وقت جي رفتار ڪڏهن بہ ڪانہ ٿي ٿمجي. هو پنهنجي چال سال هلندو رهندو آهي، انهيءَ جو اندازو مون کي 1968ع جي بهار جي مند ۾، پنهنجي امڙ جي آمد تي ٿيو. مون ڪيس ريوونيا جي ڪيس جي زماني ۾ ڏٺو هو، ويجهو رهي احساس نٿو ٿئي، پر حالتن جي تبديليءَ کان پوءِ صحيح اندازو ٿئي ٿو تہ اوهان ڪافي عرصي کان پنهنجي ڪنهن ويجهي عزيز کي نہ ڏٺو آهي. مون کي اوچتو محسوس ٿيو تہ منهنجي امڙ پوڙهي ٿي چڪي آهي. هوءَ مون سان ملڻ جي لاءِ منهنجي پٽ 'ميڪ گاٿو' ڌيءَ مڪازيوي ۽ ڀيڻ مابل سان گڏ ٽرانسڪي کان ڏگهو سفر ڪري آئي هئي، تنهن ڪري جيل عملدارن ملاقات جو وقت اڌ ڪلاڪ مان وڌائي مُنو ڪلاڪ ڪري ڇڏيو هو.

پنهنجي پُٽ ۽ ڌيءَ کي مون ڪيس جي شروعات کان وٺي نہ ڏٺو هو، هاڻي هو جوان ٿي رهيا هئا ۽ منهنجي غير موجودگيءَ ۾ پلجي وڏا ٿي رهيا هئا. آئون کين ڏسي، خوشي ۽ فخر جي احساس مان ٿوندجي ويس. منهنجي ذهن ۾ سندن اهائي تصوير اُيريل هئي، جڏهن هو اڃا ننڍا ٻار هئا. هو بدلجي چڪا هئا، پر آئون کين بدليو هئس.

امڙ ڪافي هيٺي ۽ ڪمزور ٿي ويئي هئي، پريشاني سندس منهن مان بکي رهي هئي. اهو ڏسي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو، ٻئي پاسي انهن کي پاڻ وٽ ڏسي مون کي ڪافي خوشي بہ ٿي ۽ اسان گهرو معاملن تي ڳالهايو. امڙ جي صحت مون کي ڪافي پريشان ڪري ڇڏيو هو، پيٽر کان، ٽرانسڪي ۾ رهندڙ ٻين مٽن مائٽن جي باري ۾ خبر چار ورتم ۽ پٽ ۽ ڌيءَ کي هدايت ڪيم تہ هو دل لڳائي پنهنجي تعليم مڪمل ڪن. منو ڪلاڪ گذرندي دير ئي ڪانہ ٿي، هنن جي وڃڻ کان پوءِ آئون دل ئي دل ۾، سندن ياد کي تازو ڪندو رهيس، پر امڙ جي باري ۾ منهنجي پريشاني گهٽجڻ بدران وڌندي ويئي ۽ مون سوچيو شايد منهنجي اها سائس آخري ملاقات هجي.

ڪيترن هفتن کان پوءِ ڪاڻ تان واپس وريس تہ مون کي هڪ ٽيلي گرام ڏنو ويو، منهنجي پٽ ميڪ گاٿو اطلاع ڏنو هو تہ منهنجي امڙ دل جي دوري سبب لاڏاڻو ڪري ويئي آهي، مون ڪمانڊنگ آفيسر کان پنهنجي امڙ جي جنازي ۽ ڪفن دفن ۾ شرڪت جي موڪل گهري، جيڪا رد ڪئي ويئي. سي او چيو، "منڊيلا! مون کي خبر آهي تہ تون قول جو پڪو آهين، ۽ ڀڄندي ڪونہ. پرمون کي تنهنجي ماڻهن تي ڀروسو ڪونهي، مون کي ڊپ آهي تہ هو توکي اغوا نہ ڪري وڃن." انهيءَ سان منهنجي ڏک ۾ وڌيڪ واڌارو ٿيو. آئون انهيءَ جي قابل بہ نہ هئس تہ پنهنجي امڙ کي دفنائي سگهان. جڏهن تہ سندس

وڏي پٽ هئڻ جي حيثيت سان اها منهنجي اهم ذميداري هئي.

اينڊڙ ڪيترن ئي مهينن تائين، آئون پنهنجي امڙ جي باري ۾ سوچيندو رهيس، هن جي زندگي ناخوشگوار رهي هئي. جيستائين آئون اتارني هئس، سندس مناسب خدمت چاڪري ڪندو رهيس. پر جيل وڃڻ کان پوءِ، ڪنهن به طور تي سندس خدمت جي قابل نه رهيو هئس ۽ هن ڏانهن ڌيان ڏيئي نه سگهيس، جنهن جي هو حقدار هئي.

ماءُ جي جدائي انسان کي ماضيءَ تي نظر ڊوڙائڻ ۽ پنهنجي زندگي جي گذاريل وقت کي پرکڻ جو سبب بڻجي ٿي. امڙجي غريبائي زندگي ۽ سندس ڏکن ۽ سورن هڪ ڀيرو ٻيهر منهنجي سامهون اهو سوال اڀي ڪڙو ڪيو ته ڇا آئون سڌي رستي تي آهيان؟ اها هڪ عجيب ڳجهارت هئي، ڇا عوام جي فلاح ۽ بهبود جو جذبو، پنهنجي اهل ۽ عيال جي فلاح ۽ بهبود تي ترجيح رکي ٿو؟ منهنجي جدوجهد منهنجي امڙ کي سمجهه ۾ نٿي آئي. منهنجي گهر وارن مون کان ڪنهن به انهيءَ ۾ حصو وٺڻ جي گهر نه ڪئي هئي، پر انهن سڀني کي منهنجي عملن جي سزا ڀوڳڻي پئي.

منهنجو جواب اهو ئي هو ته ڏکڻ آفريقا جي معاشري ۾ عوام جي ڏکن ۽ سورن کان ٽارو ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. پوءِ پلي انهيءَ جي لاءِ پنهنجي عزيزن ۽ قريبن کي ڇو نه نظر انداز ڪرڻو پوي. مون سوچي سمجهي اهو رستو اختيار ڪيو هو ۽ منهنجي امڙ انهيءَ جي تائيد ڪئي هئي، تنهن جي باوجود به منهنجي ڏک ۾ اهو سوچي ڪمي ڪانه آئي ته آئون امڙ جي زندگي کي سکيو بڻائي نه سگهيس. ڪيس مٿيءَ ماءُ حوالي ڪرڻ واري رسم ۾ شرڪت نه ڪرڻ جو غم منهنجي دل کي مغموم بڻائي ڇڏيو هو.

•

13 مئي 1969ع تي ڀنيرڪي مهل، پوليس ونيءَ کي سندس گهر مان اُٿاري، بنا ڪنهن ڏوهه ٻڌائڻ جي، 'ٽيررزم ائڪٽ' تحت گرفتار ڪري ورتو، ان قانون موجب، حڪومت ڪيس هلائڻ کان سواءِ ڪنهن به شخص کي جيل ۾ وجهي ٿي سگهي. گرفتاري وقت اسان جون ننڍڙيون ٻارڙيون زينيني ۽ زندزي پنهنجي ماءُ سان ڇهٽيون رڙيون ڪنديون رهيون، پر ڪيس زبردستي پريٽوريا وٺي وڃي قيد تنهائيءَ ۾ رکيو ويو. پوءِ ڪيترن ئي مهينن تائين ڪيس بي رحميءَ واري جاچ سان منهن ڏيڻو پيو. نيٺ سترنهن مهينن جي ظالمائي قيد کان پوءِ ڪيس ڪجهه ٻڌائڻ کان سواءِ آزاد ڪيو ويو. پوليس جي انهيءَ عام حملي جي دوران، ونيءَ جي ڀيڻ کان سواءِ، ٻين به ڪيترن ئي ماڻهن کي نظربند ڪيو ويو هو. انهن سڀني تي اي اين سي کي نئين سر منظم ڪرڻ جو الزام هو. ٻن هفتن ڪانپوءِ، ونيءَ کي ٻيهر گهر ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ مٿس ڪيترن ئي قسمن جون پابنديون لاڳو ڪيون ويون.

هن مون سان ملاقات ڪرڻ جي درخواست ڏني، جيڪا رد ڪئي ويئي. جيتوڻيڪ مون پنهنجي ڏک جو اظهار نه ڪيو، پر وني جي قيد تنهائي جو ٻڌي آئون اندر ۾ سچو لڏي ويس. آئون ٻين کي صبر جي تلقين ڪندو هئس، پر هاڻ پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ رکي نه سگهيس ۽ ڪيتريون ئي راتيون جاڳندي گذاريم. قيد تنهائيءَ جون تڪليفون ڪيئن سهندي هوندي، هن سان حڪومتي ڪارندن جو رويو ڪيئن هوندو، اسان جي ننڍڙين ٻارڙين کي ڪير سنڀاليندو هوندو، گهر جو خرچ پکو ڪير ڪندو هوندو؟ اهي سوال

لڳاتار منهنجي ذهني اذيت جو سبب بڻجي رهيا هئا، پر انهن جو مون وٽ ڪو بہ نبيرو نہ هو. پوءِ برگيڊيئر آئو مون کي ونيءَ کي خط موڪلڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي ۽ سندس بہ هڪ بہ خط مون تائين پهچايا. آئون سندس ٿورائتو هئس، پر اهو بہ ڄاڻان ٿي تہ اها نوازش بنا مطلب جي ڪونهي. دراصل انتظاميہ اهو ڄاڻڻ ٿي چاهيو تہ اسين هڪ ٻئي کي ڇا لکنداسين. ائين ونيءَ جي خلاف ڪيس کي وڌيڪ مضبوط بڻائڻ جون رٿون رٿي رهيا هئا.

ان دوران، مون کي هڪ ٻي گهري صدمي کي منهن ڏيڻو پيو. جولاءِ 1969ع جي هڪ ٿڌيرڙي صبح جو جيل جي آفيس ۾ گهرائي، هڪ ٽيلي گرام منهنجي حوالي ڪيو ويو، جيڪو منهنجي سڀ کان ننڍي پٽ ميڪ گاٿو موڪليو هو. اهو فقط هڪ جملي تي مشتمل هو. انهيءَ ٽيلي گرام ۾ لکيل هو تہ سندس وڏو ڀاءُ مديبا ٿيمبا ڪائل، جنهن کي اسين رڳو ٿيمبي چئي سڏيندا هئاسين، ٽرانسڪي ۾ ڪار جي هڪ حادثي ۾ گذاري ويو آهي. ٿيمبي منهنجو سڀ کان وڏو پُٽ هو. اُن وقت سندس عمر پنجويهہ سال هئي ۽ هو ٻن ننڍڙن ٻارڙن جو پيءُ هيو.

اهو ڪهڙو الميو هو! مون کي پنهنجي زال جي تڪليفن جي پريشاني هئي، اڃا آئون پنهنجي امڙ جي سوڳ ملهائي رهيو هئس، جو اهڙي دردناڪ خبر ٻڌي رهيو هئس، مون وٽ غم جي اظهار لاءِ لفظ نہ هئا. ائين لڳم ڄڻ منهنجي دل ۾ هڪ سوراخ ٿي پيو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ بند ٿي نہ سگهندو.

آئون واپس اچي پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ ليٽي پيس ۽ خبر ڪونهي ڪيتري دير ٻي سُڌ پيو هئس. ڊنر جي لاءِ بہ نہ ويس، ڪيترن همراهن منهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ جاچي ڏٺو، پر آئون خاموش پيو رهيس. پوءِ والٽر اندر هليو آيو ۽ جهڪي مون کي ڏنائين ۽ مون ٽيلي گرام سندس هٿ ۾ ڏنو. هن زبان مان هڪ لفظ بہ نہ ڪڇيو، پر ڪجھ دير تائين منهنجو هٿ جهليو ويٺو رهيو. اهڙن موقعن تي شايد زبانون گنگ ٿي وينديون آهن.

مون جيل عملدارن کان پنهنجي پٽ جي جنازي ۾ شرڪت جي موڪل گهري، پيءُ جي حيثيت سان اهو منهنجو فرض هو تہ پنهنجي پُٽ جي آخري آرام جو بندوبست ڪريان. مون اها بہ آڇ ڪئي تہ جيل مان هو هڪ سيڪيورٽي دستو مون سان گڏ موڪلين. آئون واعدو ٿو ڪريان تہ واپس هتي ئي موٽي ايندس. پر منهنجي درخواست قبول نہ ڪئي ويئي ۽ فقط هڪ خط لکڻ جي موڪل ڏني ويئي. مون ٿيمبي جي امڙ، ايولين جي نالي خط لکيو، جنهن ۾ کيس صبر جي تلقين ڪيم ۽ چيم تہ آئون سندس غم ۾ برابر جو شريڪ آهيان.

مون کي هڪ ٽيهري ياد ٿي اچي، جڏهن هو اڃا ٻار هو ۽ هڪ ڀيري هنڌ تي مون سان ملڻ آيو هو، پوءِ آئون پنهنجي سياسي سرگرمين جي ڪري ڪجھ عرصو کيس ڏسي نہ سگهيس ۽ هڪ ڏينهن اوچتو گهر پهتس ۽ ڏٺم تہ هو منهنجي ڍگهي جيڪٽ پايو ويٺو هو، جيڪا سندس گوڏن تي ٿي آئي. کيس پڪ سان پنهنجي پيءُ جا ڪپڙا پائي سڪون ملندو هوندو. جيئن ننڍپڻ ۾ مون کي پنهنجي پيءُ جي ڪپڙن مان ملندو هو. جڏهن آئون کيس خدا حافظ چئي پنهنجي ڀيڃهي نڪاٽي تي واپس اچڻ لڳس تہ هو منهنجي سامهون ڳاٽ اوچو ڪري بيهي رهيو، ڄڻ "نوجوان" بڻجي ويو هجي، ۽ هن چيو: "جيستائين اوهين ٻاهر رهندا، آئون سڄي گهر جي سار سنڀال ڪندو رهندس."

## باب نائون

# رابن آئي لينڊ: اميدن جي شروعات

بهرحال، اسان ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون جنگيون جيتيون ۽ رابن آئي لينڊ جو ماحول ڪافي حد تائين تبديل ٿي ويو. خاص ڪري وان رينز برگ جي هليو وڃڻ کان پوءِ زندگي خاشي سهپ جوڳي ٿي ويئي. ٻهرين ٽن سالن تائين اسان کي پائڻ لاءِ نيڪرون ڏنيون وينديون هيون. 1969ع ۾ هڪ يونيفارم مهيا ڪيو ويو، جيڪو اسان کي وڻيو، جنهن کي اسين پاڻ ڌوئي ٿي سگهياسين. هر هفتي جي پڇاڙي تي اڳڻ ۾ ويهڻ جي موڪل به ملي ويئي. ناشتي ۾ ڊبل روٽي ملڻ لڳي. ڪجهه اِن دور راندين ۽ تاش کيڏڻ جي موڪل به ملي ويئي. اسان سخت قسم جي داروغن کي به ڪافي نرم ڪري ورتو هو ۽ ڪيترا ته اسان جا سنگتي بنجي ويا هئا. عملدار به انهيءَ صورتحال کان واقف هئا، تنهن ڪري هو وقت بوقت داروغن کي بدلي ڪندا رهندا هئا. اسين سولائيءَ سان پاڻ ۾ ويهي سگهندا هئاسين ۽ پنهنجا ننڍا اجلاس به ڪوئائي سگهندا هئاسين، ايئن پي لڳو، ڄڻ جيل جو نظام خود قيدي هلائي رهيا هجن.

آفريڪا جو ولنديزي نسل جو باشندو، عام طور تي طبيعت جو سخت، پر خدا جو خوف رکندڙ ۽ پنهنجي مذهب جي باري ۾ سنجيدو هوندو آهي. جيل ۾ هر آچر جي صبح جو عبادت به اسان جي ٽائيم ٽيبل جو هڪ حصو هئي.عملدار انهيءَ ۾ مداخلت نه ڪنداهئا، پر هو انهيءَ کي پنهنجو اخلاقي فرض سمجهندا هئا. سندن خيال هو ته، جيڪڏهن هو اسان کي عبادت جي موڪل نه ڏيندا ته سندن پنهنجي روحاني زندگي تباهه ۽ برباد ٿي ويندي.

هر آچر جي صبح جو واعظ جي لاءِ هڪ پادري، جيل ۾ گهرايو ويندو هو، جيڪو هر ڀيري مختلف ديول سان لاڳاپيل هوندو هو. پادري اسان جي ورانڊي ۾ بيهي واعظ ڪندو هو، پوءِ اهو مذهبي ميڙ پڌر ۾ ٿيڻ لڳو. اسان جا سڀ ساٿي مذهبي خيالن وارا نه هئا، پر واعظ جي ميڙ کي سڀ پسند ڪندا هئا. ڇو ته اهڙي طرح ڪوٺين مان ٻاهر رهڻ جو موقعو ملي ويند هو. ڪي دوست پنهنجي مخصوص فرقي جي پادري جي واعظ ۾ شريڪ ٿيندا هئا، پر آئون 'ميٿو ڊسٽ' هئڻ جي باوجود، هر قسم جي واعظ ۾ شرڪت ڪندو هئس.

جيل ۾ اينڊڙ سڀ کان پهريون پادري فادر هيوفس هو، جيڪو ويلز جو رهاڪو هو ۽ عقيدي جي لحاظ کان انگلستان جي ڪليسا جو پوئلڳ هو. ڪيس ورانڊي جي اڳيان بيهي

مذهبي واعظ ڪرڻ عجيب لڳو ۽ هن ان کي خدا جي ياد ۾ معاندانہ رويو قرار ڏنو. تنهن کان پوءِ اهو ميڙ پڌر ۾ ٽيڻ لڳو.

فادر هيوفس، ٻي مهاڀاري لڙائي جي دوران آبدوز ڪور ۾ ديني استاد رهي چڪو هو. سندس واعظ نهايت شاندار هوندو هو. واعظ جي دوران هو دنيا جون تازيون خبرون بہ ٻڌائيندو ويندو هو، جنهن کي اسين سٺي نظر سان ڏسندا هئاسين. هن پنهنجي واعظ ۾ ونسٽن چرچل جي جنگ جي دوران ريڊيو خطاب جا ٽڪرا ٻڌايا. "اسين ساحلن تي وڙهنداسين، اسين هوائي اڏن تي جنگ ڪنداسين، اسين ٻنين ۽ گهٽين ۾ وڙهنداسين، اسين پهاڙن تي مقابلو ڪنداسين... اسين ڪڏهن بہ هيٺي ڪو نہ ٻولينداسين."

هڪ ڀيري هن چيو، "اڳوڻي مصر جي فرعونن جيان، ڏکڻ آفريڪا جو وزيراعظم بہ فوج گڏ ڪري رهيو آهي." هو واعظ جي پڇاڙيءَ ۾ سدائين حمد ڳائيندو هو ۽ اسين سڀ سندس ساٿ ڏيندا هئاسين.

ميٿوڊسٽ پادري 'ريورينڊ جونز' انقلابي دور جي ڪانگو ۾ رهي چڪو هو. هو 'اداس ۽ ملول لڳندو هو ۽ گهڻيون ٽيون جهيڙي جهٽي بدران ناهہ جون ڳالهيون ڪندو هو، هو اسان کي تلقين ڪندو هو تہ اسين ڳورن سان نهي وڃون. اسين اهو ٻڌي ٻڌي بيزار ٿي پياسين. هڪ ڀيرو تنگ ٿي عيدي ڊينئل چيو، "اوهين غلط جاءِ تي ناهہ جون ڳالهيون پيا ڪريو. اسين گذريل پنجهتر سالن کان اهائي بي فاعده ڪوشش ڪندا پيا اچون." تنهن ڪري پادري صاحب پنهنجو موضوع بدلائي ڇڏيو.

هڪ ٻيو پادري برادر سيپٽمبر واعظ جي لاءِ ايندو هو. هڪ آچر تي، هڪ قيديءَ هيني فيرس، ڪيس چيو تہ اڄ ڪيس تقرير ڪرڻ جي موڪل ڏني وڃي، جيڪا منظور ڪئي ويئي. هيني زبردست مقرر هو. هن سامعين جي جذبات تي ايترو تہ ڪنٽرول ڪري ورتو جو تقرير جي دوران چوڻ لڳو، "سڀ وينل اکيون ٻوٽي ڇڏيو ۽ جيستائين آئون نہ چوان، تيستائين ڪو بہ شخص اکيون نہ پٽي." اتي وينل پادري سميت سڀني هن جي حڪم جي تعميل ڪئي. ايتري ۾ عيدي خاموشيءَ سان برادر سيپٽمبر جي بريف ڪيس مان "سنڊي ٽائمز" جو تازو پرچو ڪڍي ورتو. ڪنهن کي بہ انهيءَ چوريءَ جو شڪ نہ ٿيو، پر اڳتي جي لاءِ ڪڏهن بہ برادر سيپٽمبر پاڻ سان گڏ اخبار ڪٺي نہ آيو.

ريورينڊ اينڊري شيفر جو لاڳاپو ڊچ ريفارمڊ چرچ سان هو ۽ هو عام قيدين جي سيڪشن ۾ واعظ ڪندو هو. هڪ ڏينهن اسان ڪيس، چيو تہ تون واعظ ڪرڻ جي لاءِ اسان جي سيڪشن ۾ چو نٿو اچين؟ سندس جواب هو "اوهين پنهنجو پاڻ کي آزادي جا سورما سڏرايو ٿا، پر منهنجو خيال آهي تہ اوهان کي جڏهن گرفتار ڪيو ويو هوندو تہ اوهين ضرور شراب يا آفيم جي نشي ۾ هوندا. آزادي جا مجاهد اهڙا هوندا آهن ڇا؟" بهرحال، هن اسان جي درخواست منظور ڪري ورتي، هو مذهب جي باري ۾ سائنسي نقطہ نظر جو قائل هو ۽ سائنس جي ذريعي پنهنجي مذهبي فڪر کي تقويت پهچائيندو هو. هڪ ڏينهن هن اوير جي ٽن دانشورن جو قصو ٻڌايو، جيڪي رڳو هڪ تاري جي رهنمائي ۾ "بيت

اللحم" وجي پهتا ۽ چيو ته اها ڪا وهم پرستي يا ديومالائي ڳالهه ڪونهي، پر هڪ ديني حقيقت آهي، هو اڪثر چوندو هو، "هر غلط ڪم جي ذميداري ڳورن تي وجهڻ، صحيح رويو قرار ڏيئي نه ٿو سگهجي. اوهان ماڻهن کي پنهنجي اندر ۾ به جهاتي پائڻ کپي ۽ پنهنجي غلطين جو تنقيدي جائزو وٺڻ کپي." آئون سندس انهيءَ خيال سان رويئي جا ويهه آنا سهمت هئس.

هر سال ڪرسمس جو ڏينهن، هر هفتي جي آچر جي ڏينهن وانگيان آزادانه ايندو هو. ڪرسمس جي موقعي تي جيل انتظاميا جو رويو نرم ۽ پرجوش ٿي ويندو هو. اُن ڏينهن چن جي ڪاڻ تي ڪم ڪرڻ کان موڪل هوندي هئي. ڪنهن حد تائين مٺائي خريد ڪرڻ جي موڪل به ڏني ويندي هئي، ۽ شام ٽائي ڪافيءَ جو هڪ هڪ واڌو پيالو به ڏنو ويندو هو. تنهن کان سواءِ اسان کي گيت ڳائڻ ۽ ڪو ڊرامو اسٽيج ڪرڻ جي به موڪل ڏني ويندي هئي، جنهن جو اسين اڳ ۾ بندوبست ڪندا هئاسين. انهيءَ موقعي تي اسين ڪي اجتماعي گيت به ڳائيندا هئاسين، ۽ عملدار منهن بچڙو ڪو نه ڪندا هئا. ان موقعي تي داروغا به موجود هوندا هئا ۽ اسان جا گيت ٻُڌي مزو وٺندا هئا. انهيءَ کان سواءِ اسين برج ۽ شطرنج به کيڏندا هئاسين. ڪيترن سالن تائين راندين ۾ آئون ڀهريون نمبر ڪٽندو رهيس.

بنديخانو، انسانن جي اخلاق ۽ ڪردار کي جانچڻ جو سٺو هنڌ هوندو آهي، ۽ هتي ظاهر ۽ باطن جي چڱي نموني سڃاڻپ ٿئي ٿي، مون سدائين ٽڪڙ ڪرڻ بدران اعتدال جي رويي کي اهميت ڏني آهي، تنهن ڪري راٻن آئي ليندڊ ۾ مختلف راندين، خاص ڪري شطرنج، برج ۽ ڊراٽ وغيره ۾ پنهنجي انهيءَ رويي تي مستقل مزاجي سان عمل ڪندو رهيس.

مون ڪجهه يوناني ڊراما پڙهيا هئا، هڪ ڪرسمس جي موقعي تي، اسان جيل ۾ اسٽيج ناهيو ۽ سافوڪلز جو ڊرامو "انٽي گان" (Antigone) پيش ڪيو، اهو ڊرامون اسان جي آزاديءَ جي تحريڪ سان هڪ جهڙائي رکندو هو ۽ انهيءَ ۾ ظلم جي خلاف جهيڙو جوٽڻ جو درس ڏنل هو. مون پاڻ به انهيءَ ڊرامي ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو.

مون ڪڏهن به داروغن سان ڳالهائڻ ۾ اڳرائي نه ڪئي، پر هو جي ڪو سوال ڪندا هئا ته انهيءَ جو جواب ضرور ڏيندو هئس. جيڪو انسان سکڻ جو خواهشمند هجي، انهيءَ کي سيکارڻ سولو هوندو آهي. هنن جا سوال اڪثر چڙ ڏياريندڙ هوندا هئا."ها ته منڊيلا! ٻڌاءِ ته تون حقيقت ۾ ڇا ٿو چاهين؟" يا "ڏس! تنهنجي مٽي جي مٿان ڇت موجود آهي، کائڻ جي لاءِ ماني ملي ٿي، پوءِ به تون پنهنجو پاڻ کي هيڏي مصيبتن ۾ ڇو ٿو وجهين؟" آئون ڪين نرمي سان پنهنجي سياسي مقصدن جي باري ۾ ٻڌائيندو ۽ سمجهائيندو هئس، ۽ هنن جي ذهنن مان تعصب ڪوٽي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندو هئس.

1969ع ۾ هڪ نوجوان وارڊر، نئون نئون جيل ۾ آيو. هو منهنجي باري ۾ وڏيڪ اُڻ تڻ ۾ رهندو هو مون هڪ افواهه ٻڌو هو ته اسان جا ڪجهه سنگتي منهنجي فرار جو منصوبو ناهي رهيا آهن ۽ هنن ڳجهي نموني هڪ داروغو بيٺ تي موڪليو آهي، جيئن هو

منهنجي مدد ڪري. هوريان هوريان انهيءَ نوجوان مون کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو ٺيءِ اهو شخص آهي، هن ٻڌايو تہ "رٿا هي آهي تہ رات جو لائٽ هائوس تي موجود چوڪيدار کي نشي جي سُئي هڻي بي هوش ڪندو تہ جيئن مون کي نيڻ جي لاءِ ايندڙ ٻيڙي بنا ڪنهن ڊپ جي لنگر هڻي سگهي، جيل کان ٻاهر وڃڻ جي لاءِ هو مون کي دروازي جي هڪ چابي ڏيندو، ٻيڙي تائين پهچي آئون ٽوبن جو لباس پائي پاڻي اندران ترندو وڃي ڪيپ ٽائون جي ڪنڌي تي لهندس. جتان مون کي ايئرپورٽ تي نيو ويندو ۽ پرڏيهہ پهچايو ويندو."

آئون مانڙي ڪريو،سندس ڳالهيون ٻڌندو رهيس. پر ڪنهن بہ ردعمل جو اظهار نہ ڪيم. اهو ڪافي نامناسب ۽ ناقابل اعتبار منصوبو هو! مون والٽر سان صلاح ڪئي، اسين ان ڳالهہ تي سهمت ٿياسين تہ هن شخص تي ڪو بہ اعتبار نٿو ڪري سگهجي. مون سندس بيان ڪيل رٿ جي ڪنهن بہ حصي تي عمل ڪرڻ جو اشارو نہ ڏنو. شايد هو سڀ ڪجهہ سمجهي چڪو هو. پوءِ ڪيس ترت ئي واپس گهرايو ويو. اسان جو اندازو صحيح هو. پوءِ خبر پئي تہ هو BOSS (ڏکڻ آفريقي انٽيليجنس) جو ايجنٽ هو. اصل رٿ هي هئي تہ مون کي رابن آئي لينڊ مان خير سلامتي سان ڪڍيو ويندو، پر آئون جيئن ئي پرڏيهہ وڃڻ جي لاءِ ايئرپورٽ پهچندس، سيڪيورٽي فورس وارا ڊرامائي طور تي مون کي گولي هڻي ماري ڇڏيندا. اها سڄي رٿا BOSS جي هئي، ايتري قدر جو منهنجي فرار جا افواهہ بہ اها ئي ايجنسي اي اين سي جي نالي تي پاڻ ئي پکيڙي رهي هئي. بهرحال، مون کي ختم ڪرڻ جي اها ڪا پهرين ڪوشش نہ ڪئي.

1970ع ۾ جيل جو ڪمانڊنگ آفيسر وان آر ڊي هو، جيڪو ڪي قدر امن پسند ۽ بي ضرر انسان هو، هن اسان کي چڱي موچاري آزادي ڏني هئي، پر سال جي پڇاڙيءَ تي اختياريءَ وارن ٻيٽ جي انهيءَ ماحول کي بدلائڻ جي لاءِ ڪرنل بيڊن هارسٽ کي سي او ڪري موڪليو. هي شخص جيل جي سڀ کان وڌيڪ ظالم آفيسرن مان هڪ هو. حڪومت "سوٽ ڪيس" جو دور واپس تي آڻڻ چاهيو، ڪيس ٻيٽ جو نرم نظام گوارا نہ هو.

هر ٽئين سي او جي اچڻ تي آئون ساڻس ملاقات ڪري ڪيس قيدين جي حالتن کان واقف ڪندو هئس. ڪرنل بيڊن هارسٽ جي اچڻ تي بہ مون انهيءَ مقصد خاطر ساڻس ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو، پر هن منهنجي درخواست رد ڪري ڇڏي. هن کان ٻَ، ايئن ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو، ڪيس شخصي طور تي ڏسڻ کان اڳ ئي سندس اچڻ جا اثر ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويا هئا. هن هڪدم اسان جي مطالعي ۽ واندو وقت ختم ڪري ڇڏيو. سيني پراڻن داروغن ۽ محافظن جي بدران، سندس پروسي وارن ماڻهن کي مقرر ڪيو ويو. اهي سڀ نوجوان ۽ سخت سياءَ وارا هئا. سندن ڪم اسان کي ڏيڄارڻ ۽ اسان جا حوصلا ٽوڙڻ هو. بيڊن هارسٽ اسان جا اهي سڀ حق هڪ ڌڪ سان لتاڙي ڇڏيا، جيڪي اسان سالن جي جدوجهد جي نتيجي ۾ حاصل ڪيا هئا. اسان جي ڪوٺڙين جي سخت جهڙتي ورتي ويئي. پڙهڻ جا ڪتاب ۽ ڪاغذ ضبط ڪيا ويا. غذا ۾ گهٽتائي آندي

ويئي ۽ ڇن جي ڪاڻ ڏانهن ويندي قيدين کي هرويرو ڌڪا ڏيئي ڀوڙايو ويندو هو.

بيڊن هارسٽ ٻيٽ کي 1960ع جي شروعاتي دور ڏانهن واپس وٺي وڃڻ ٿي چاهيو، هر درخواست جو جواب نہ ۾ هو، جيڪو قيدي پنهنجي وڪيل سان ملڻ جي درخواست ڪندو هو، تنهن کي قيد تنهائيءَ ۾ وڌو ويندو هو، ڪاڻ پيڻ جون شيون انتهائي ڪنيون اچڻ لڳيون ۽ سنسرشپ سخت ڪئي ويئي.

هڪ هفتي کان پوءِ جڏهن اسين صبح جو سوير ڪاڻ ۾ ڪم ۾ رڌل هئاسين، تہ اوچتو بنا اطلاع جي بيڊن هارسٽ پنهنجي ڊرائيور سان گڏ اچي اتي نڪتو ۽ ٿورو پريرو بيهي اسان جو جائزو وٺڻ لڳو. اسان جيل جي ٽئين ڪمانڊر ڏانهن ڏٺو. هن منهنجي اکين ۾ اکيون وجهي، منهن ۾ سُونڊ وجهندي ولنديزي آفريقي زبان ۾ حڪم ڏنو، ”منڊيلا! پنهنجو هٿ بيلچي تان هٽائي ۽ با ادب ٿي بيهہ.“ مون سندس ڳالهائڻ جي انهيءَ انداز جي ڪا بہ پرواهہ نہ ڪئي ۽ بنا سوچڻ ويچارڻ جي بيڊن هارسٽ ڏانهن وڌڻ لڳس. هو ڪجهہ فاصلي تي بيٺو هو ۽ منهنجي، اتي پهچڻ کان اڳ گاڏيءَ ۾ چڙهي واپس روانو ٿي ويو.

ڪجهہ دير ڪانپوءِ سندس عملو ڪاڻ تي پهچي ويو ۽ اسان سڀني کي هڪ ٽرڪ ۾ واڙي، جيل جي ”بي“ سيڪشن ۾ وٺي آيو ۽ پڌر ۾ قطار ٺاهي بيهڻ جو حڪم ڏنو. بيڊن هارسٽ بہ اچي ويو. هو ڪاوڙ ۾ هيڏانهن هوڏانهن هلڻ لڳو، هن جي وات مان لفظ ئي نہ پئي اُڪليا. پوءِ هن اسان کي ماءُ تي هڪ زوردار گار ڏني ۽ چيو تہ هو ڪاڻ تي ڪم جي معاملي ۾ اسان جي سستي ڪڏهن بہ برداشت نہ ڪندو. هن اعلان ڪيو تہ اڄ کان قيدين جي درجي بندي ختم ڪئي پئي وڃي. اسان جي ڪيترن ئي ساٿين هيستائين ”ڊي“ مان ”سي“ ڪلاس حاصل ڪري ورتو هو. بيڊن هارسٽ انهيءَ کي عملدارن جي غلطي قرار ڏيئي، انهيءَ جي خاتمي جو بہ اعلان ڪري ڇڏيو.

جڏهن مون انهن سڀني معاملن تي ٺڏيءَ دل سان ويچاريو تہ مون کي محسوس ٿيو تہ بيڊن هارسٽ جو خاص طور تي مون سان سخت رويو هڪ سوچيل سمجهيل منصوبو هو. ڪيس ٻيٽ ۾ امن جي قيام واسطي موڪليو ويو هو. تنهن ڪري هن سڀ کان پهرين انهيءَ شخص کي نشانو بڻايو، جيڪو سندس نظر ۾ انهيءَ ڦڏي جي پاڙ هو. هن هڪ استاد وانگر سڀني کان وڌيڪ شرارتي ٻار کي سزا ڏيئي ڪلاس روم ۾ پرسڪون ماحول پيدا ڪرڻ ٿي چاهيو.

•

مئي 1971ع ۾ نميبيا جي آزاديءَ جي تحريڪ ”سواپو“ جا ڪجهہ ميمبر بہ رابن آئي لينڊ آندا ويا. جن ۾ انهيءَ تحريڪ جو باني ’اندمبا تو اي جوتوا‘ بہ شامل هو. انهن سڀني کي قيد تنهائي ۾ رکيو ويو، جنهن تي هنن احتجاج ڪندي هڙتال شروع ڪري ڇڏي. اسان کي جڏهن انهيءَ جو پتو پيو تہ اسان بہ انهن جي حمايت جو اعلان ڪري ڇڏيو. سواپو، اي اين سي جي ساٿاري سمجهي ويندي هئي. اسان جي انهيءَ قدم بيڊن هارسٽ ۽ ٻين عملدارن کي ڪاوڙائي وڌو. هنن جي نظر ۾ اها حرڪت سهپ کان ٻاهر هئي.

28 مئي تي رات جي وچڙي ۾، اسان کي زوري ننڊ مان اُٿاري، ڪپڙا لاهي، اڳڻ جي پٽ ڏانهن منهن ڪري ويهڻ جو حڪم ڏنو ويو. داروغا شراب جي نشي ۾ ڌُت تي زور زور سان هڪلون رڙيون ڪري اسان کي دڙڪا ڏيئي رهيا هئا. هنن جي اڳواڻي هڪ اذيت پسند شخص فائوري ڪري رهيو هو، جنهن کي هو پنهنجي محفلن ۾ "ڪاتڪو" جي لقب سان سڏيندا هئا. رات تمام گهڻي ٿڌي هئي. اسين ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين الف گهاڙا اگڻ ۾ بيٺا هئاسين. انهيءَ دوران اسان جي ڪوٺڙين جي هڪ هڪ ڪري جهڙتي ورتي ويئي ۽ داروغا اسان کي گارين جا دسَ ڏيندا رهيا. گوون کي سيني ۾ سخت سور محسوس ٿيو ۽ هو بي هوش ٿي پٽ تي ڪري پيو. اهو ڏسي فائوري ڊڄي ويو ۽ اسان کي واپس ڪوٺڙين ۾ موڪليو ويو.

ڪوٺڙين مان ڪا به شئي ڪانه نڪتي، پر تنهن جي باوجود به فائوري جي اذيت پسند طبيعت کي تسلي نه ٿي، هو قيدين جي عزت نفس مجروح ڪرڻ ۾ مشهور هو. ٻئي ڏينهن جرنل سيڪشن جي قيدين کي خوب مار موچڙو ڪيائون. اندمبا سان به بدسلوڪي ڪيائون، پر هن به منهن ٽوڙ جواب ڏنن ۽ سخت قسم جي سزا مليس. صورتحال صفا خراب ٿيندي ويئي. اسان انهيءَ جي خلاف باقاعده شڪايت ڪئي، پر ڪو به فائدو نه ٿيو. ڪنهن به انهيءَ تي ڌيان نه ڏريو.

اسان فيصلو ڪيوته اها صورتحال وڌيڪ ڪونه سهنداسين. اسان ٻاهر به بيڊن هارسٽ جي خلاف خبرون موڪلي ڏنيون ۽ پنهنجي تنظيم کي هُن جي خلاف احتجاج جي تاڪيد ڪئي سين. جيل جي اندر ساڻس ملڻ جي لاءِ اسان سيني پارٽين جي نمائندن تي ٻڌل هڪ وفد جوڙيو ۽ ڪيس خبردار ڪيوسين ته جيڪڏهن هن پنهنجي رويي ۾ تبديلي نه آندي ته اسين ڪم نه ڪرڻ، سستي، بک هڙتال، مطلب ته هر قسم جا هٿيار ڪتڻ تي مجبور ٿي پونداسين، اسان ڪيس صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو ته ڪيس اسان جا حق واپس ڪرڻا پوندا. هن اسان جي مطالبن تي غور ڪرڻ جو واعدو ڪيو، اها به اسان جي سوڀ هئي. هو ڊپ ۾ هو ۽ ڪيس خبر هئي ته اسان ٻاهر پنهنجي حامين کي خبردار ڪري ڇڏيو آهي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ معمول جي خلاف، مينهن پوڻ تي اسان کي شيڊ جي هيٺان وڃڻ جي موڪل ڏني ويئي. پوءِ اسان کي ٻڌايو ويو ته ٽي جج صاحبان بيٽ جي حالتن جو جائزو وٺڻ جي لاءِ اچي رهيا آهن، ساڻن ڳالهائڻ جي لاءِ سيني قيدين مون کي پنهنجو نمائندو چونڊيو. اهي جج صاحبان سپريم ڪورٽ جي ڪيپ ڊويزن جا جسٽس جان اسٽائن، جسٽس ٽيرون ۽ جسٽس ڪاربيٽ هئا. جيلن جو ڪمشنر جنرل اسٽائن به ساڻن گڏ هو.

هنن سان اسان جي ملاقات کليل فضا ۾ ٿي، جتي اسين ڪم ۾ رڌل هئاسين. ان موقعي تي ڪرنل بيڊن هارسٽ به موجود هو. جڄن سان منهنجو تعارف جنرل اسٽائن ڪرايو ۽ کين ٻڌايو ته قيدين مون کي پنهنجو ترجمان ڪري موڪليو آهي. جج صاحبن اهو اشارو ڪيو ته هو مون سان اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ ٿا چاهين، پر مون کين چيو ته مون کي ڪا

بہ ڳجھي ڳالھہ ڪرڻي ڪونهي. بلڪ آئون جنرل اسٽائن ۽ بيڊن هارسٽ جي موجودگي ۾ ڪي خوش آمديد چوندس ۽ منهنجي اها خوهش هوندي تہ هو موقعي تي ئي منهنجي الزامن جو جواب ڏين. جج صاحبان نہ چاهيندي بہ منهنجي انهيءَ تجويز تي راضي ٿي ويا.

هڪ ڏينهن اڳ ئي جنرل سيڪشن ۾ هڪ قيدي کي ماريو ڪٽيو ويو هو. مون سڀ کان پهرين اهو واقعو تفصيل سان بيان ڪيو، ۽ مون محسوس ڪيو تہ ڪرنل بي چين ٿي رهيو هو. مون اجا پنهنجي ڳالھہ پوري بہ نہ ڪئي هئي، جو هن پڇيو، "ڇا تون پاڻ اتي موجود هئين؟" مون نرميءَ سان وراڻيو، "مون کي اهو واقعو ڪيترن ئي معتبر ماڻهن جي زباني معلوم ٿيو آهي." اهو ٻڌي بيڊن هارسٽ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ هن منهنجي منهن تي آڱر رهڻيندي چيو، "منڊيلا! سڻيالي ڳالهائي. جيڪڏهن تون اڻ ڏٺي شين جي باري ۾ ڳالهائيندين تہ پنهنجو پاڻ کي تڪليف ۾ وجهندين. تون منهنجي ڳالھہ چڱي طرح سمجهين ٿو."

مون سندس ڌمڪيءَ جي ورندي ڏيڻ بدران جج صاحبن کي مخاطب ٿيندي چيو، "جناب عالي! اوهين پاڻ ڏسي رهيا آهيو تہ اسان جو واسطو ڪهڙي قسم جي شخص سان بطور ڪمانڊنگ آفيسر پيو آهي. هي شخص جيڪو اوهان جي موجود هوندي بہ ڌمڪيون ڏيڻ کان ڪو نہ ٿو مڙي، سو اوهين اندازو لڳائي سگهو ٿا تہ اوهان جي وڃڻ کان پوءِ هن جو ڪهڙو رويو هوندو."

جسٽس ڪاربيٽ، پنهنجي ٻنهي ساٿي ججن کي مخاطب ٿي چيو، "قيدي بلڪل سچ ٿو چئي." ملاقات جو باقي وقت مون قيدين جي ڪاڌي پيتي، ڪم ڪار جي وقت ۽ مطالعي جي باري ۾ شڪايتون پيش ڪندي گذاريو. هاڻي بيڊن هارسٽ معتدل نظر اچي رهيو هو. پر اندر ئي اندر ۾ ٿهڪي رهيو هوندو. ملاقات جي پڄاڻيءَ تي ججن منهنجي مهرباني مڃي ۽ آئون کين خدا حافظ چئي هليو آيس.

خبر ڪونهي تہ ان گڏجاڻي ڪانپوءِ ججن ڇا چيو يا ڪيو هوندو، پر انهيءَ کان پوءِ بيڊن هارسٽ جا هٿ ٻڌل نظر اچي رهيا هئا. هن جي سختي نرم ٿي چڪي هئي، ۽ ٽن مهينن ڪانپوءِ پتو پيو تہ کيس رابن آئي ليند مان واپس گهرايو ويو آهي.

سندس روانگي کان ڪجھہ ڏينهن اڳ هن مون کي مرڪزي آفيس ۾ گهرايو ويو. جنرل اسٽائن جيل جي دوري تي هو ۽ هن معلوم ڪرڻ ٿي چاهيو تہ اسان کي ڪا شڪايت تہ ڪونهي. اُتي بيڊن هارسٽ بہ موجود هو. مون شڪايتن جي فهرست سندس موجودگيءَ ۾ پيش ڪئي، جنهن ڪانپوءِ هو مون کي سنئون سڌو مخاطب ٿيو ۽ ٻڌايائين تہ هو ٻيٽ مان وڃي رهيو آهي. هن چيو، "آئون اوهان سڀني جي خير ۽ سلامتي جي لاءِ دعاگو آهيان."آئون حيران ۽ پريشان بيٺو، ڏانهنس ڏسندو رهيس. منهنجي زبان ڄڻ گُنگ ٿي ويئي. هن اهي لفظ هڪ انسان جي حيثيت سان چيا هئا. سندس شخصيت جو اهو پهلو هن کان اڳ ڪڏهن بہ اسان جي سامهون نہ آيو هو. مون سندس مهرباني مڃي ۽ سندس لاءِ مستقبل ۾ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪيو.

پوءِ آئون ڪجھ عرصي تائين انهيءَ واقعي کي ويچاريندو رهيس. 'ڪرنل بيڊن هارسٽ'

سڀ کان وڌيڪ ظالم، اذيت پسند ۽ سنگدل ڪمانڊنگ آفيسر هو، پر ان ڏينهن جيل جي آفيس ۾، هن پنهنجي ڪردار جو هڪ ٻيو پهلو نمايا ڪري ڏيکاريو، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ڏندلائيجي چڪو هو، بهرحال زنده هو. اهو منهنجي لاءِ هڪ مفيد تجربو هو. سڀ انسان، پوءِ ڀلي اهي سڀ ڪيترا نہ بي درد هجن، منجهن اندر ۾ شرافت جي هڪ ذري ضرور موجود هوندي آهي، ۽ جيڪڏهن سندن دل جي تارن کي ڇيڙيو وڃي تہ هڪ انقلاب جي توقع ڪري ٿي سگهجي.

ڇا بہ هجي، بيڊن هارسٽ شيطان تہ نہ هو، غير انساني حرڪتون هڪ غير اخلاقي سسٽم مٿس مڙهي ڇڏيون هيون، هو بہ وحشي جانور جهڙو رويو رکندو هو، ڇو تہ انهيءَ وحشيانہ رويي تي کيس انعامن سان نوازيو ويندو هو.

هاڻي ڪرنل وليمز ڪمانڊنگ آفيسر هو، هن جي اچڻ کان هڪدم پوءِ مون ساڻس ملاقات ڪئي،هو ڇڱو خاشو معقول ۽ مهذب نظر ٿي آيو ۽ اسان سوچيو تہ هاڻي حالتون ٻيهر بهتر ٿي وينديون. نوجوان ۽ سخت سياءَ وارا داروغا، بيڊن هارسٽ سان گڏ واپس موٽي ويا هئا ۽ اسان بہ جيل ۽ ڪاڻين تي پنهنجي سخت رويي تي نظرثاني ڪئي. البت ڪرنل وليمز کي اسان جي باري ۾ ”ڪم گهٽ ۽ ڳالهيون گهڻيون“ جي شڪايت پيدا ٿي. تنهن ڪري هڪ ڏينهن هن مون کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو ۽ چيو تہ مون کي تنهنجي مدد جي گهرج آهي، مون چيو، ”ڪهڙي سلسلي ۾؟“ جواب ۾ هن وراڻيو، ”تنهنجا ساٿي ڪم نٿا ڪن، حڪم نٿا مڃين ۽ پنهنجي مرضي ٿا هلائين. هي جيل آهي، تنهن ڪري نظم ۽ ضبط جو هجڻ ضروري آهي. اها ڳالهہ اوهان ۽ اسان ٻنهي جي لاءِ بهتر ٿيندي، نہ تہ وري ڪو ٻيو اڳ جهڙو سي او اوهان تي مسلط ڪيو ويندو.“

ڪرنل جي ڳالهہ مناسب هئي، تنهن ڪري مون ساڻس واعدو ڪيو تہ ان سلسلي ۾ پنهنجي ساٿين سان صلاح سولي ڪندس، ۽ انهيءَ جي لاءِ اسان کي هڪ اجلاس سڏائڻو پوندو. جيل ۾ باقاعده اجلاس جو ٿيڻ هڪ غير معمولي ڪارروائي هئي. هُن وراڻيو، آئون سوچي، پوءِ توکي ورندي ڏيندس. بهرحال اسان کي اجازت ملي ويئي ۽ اسان پنهنجي سيڪشن جي اڱڻ ۾ اجلاس سڏرايو ۽ فيصلو ڪيوسين تہ مناسب طريقي سان جيل جي احڪامن موجب ڪم ڪنداسين، تنهن کان پوءِ ڪرنل کي ڪڏهن بہ شڪايت جو موقعو نہ مليو.

•

71-1972ع ۾ اسان جي گوريلا تنظيم ”ايم ڪي“ جا ڪيترائي ڪارڪن ٻيٽ ۾ آندا ويا، جن جي وسيلي اسان کي ٻاهر حالتن ۽ پنهنجي آزادي جي تحريڪ جي باري ۾ چڱيون موچاريون خبرون چارون مليون، پر اهي نوان ايندڙ گهڻا تڻا ويڙهو قسم جا نوجوان هئا، جيڪي جيل جي قاعدن ۽ قانونن جي بنهہ گهٽ پرواهہ ڪندا هئا. انهن منجهان هڪ جمي هو، جيڪو روڊيشيا ۾ باقاعده گوريلا ويڙهہ وڙهي چڪو هو، هن ٻڌايو تہ ”ايم ڪي“ پنهنجي ڪارڪنن کي پرڏيهي ملڪن ۾ تربيت ڏيڻ کان پوءِ هورڀان هورڀان ڏکڻ

آفريقا ۾ داخل ڪري رهي آهي.

هڪ ڏينهن آئون ڪرنل وليمز وٽ، سندس آفيس ۾ ويٺو ڳالهائي رهيو هئس، جو مون ڏٺو ته جمي ٻئي ڪمري ۾ هڪ ٻي آفيسر سان ويٺو هو. هو مون وٽ آيو ۽ احتجاج ڪندي چيائين ته سندس نالي خط آيل آهي، پر ڪيس نه پيو ڏنو وڃي. جو ته هنن جي نظر ۾ منجهس ڪي اعتراض جوڳيون ڳالهيون آهن، مون ان آفيسر سان ڳالهائڻ چاهيو، پر جمي اڳيان وڌي خط ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ٻئي پاڻ ۾ ڳنڍجي ويا. آفيسر جمي جي هٿ ۾ خط اچڻ نه ڏنو ۽ پنهنجي بچاءَ ۾ منهنجي پويان اچي بيٺو. اهو چڱو موچارو فلمي سين لڳي رهيو هو. مون معاملي جي سنجيدگي کي نظر ۾ رکندي جمي کي سختيءَ سان چيو، "پويان هٽي بيهه! توکي تنهنجو خط ملي ويندو. تون هتان هليو وڃ."

جمي اُتان هليو ويو، آفيسر ڪافي گهبرايل هو، صورتحال عجيب هئي، مون کي پنهنجي هڪ ساٿي ۽ حريف جي وچ ۾ ثالث ڪرائڻو پي پيو. نون ايندڙ نوجوان قيدين جي ڪري اڪثر اهڙا واقعا ٿيندا هئا ۽ بوريت جو سبب پيدا ڪندا هئا. پر انهن نوجوانن جو انقلابي انداز فڪر اسان جي جرئت ۽ همت جو سبب بڻجندو هو. جلد ئي جمي کي سندس خط ملي ويو.

هڪ ڏينهن، صبح جو اسان کي کاڻ تي نيڻ جي بدران هڪ ٽرڪ تي سوار ڪري، هڪ نئين هنڌ تي نيو ويو، ٽرڪ مان لهي صبح جي ڌنڌلڪي ۾ اسان کي سامهون سمنڊ، انهيءَ جو جابلو ساحل ۽ ٿورو پريرو 'ڪيپ ٽائون' شهر جا چمڪندڙ شيشا نظر آيا. بظاهر ايئن لڳو، ڄڻ اسين سولائيءَ سان شهر ۾ پهچي سگهون ٿا، پر اها فقط خواهش ئي هئي.

جيل جي هڪ عملدار ٻڌايو ته اسان کي سمنڊ جي ڪنڌي تي جميل سينور کي گڏ ڪرڻ جي لاءِ هتي آندو ويو آهي، اهو سينور جپان موڪليو ويندو، جتي اهو ياڻ طور استعمال ڪيو ويندو. اسان کي حڪم ڏنو ويو ته ٽڪرين تي جميل سائي ۽ ڀوري رنگ جو سينور گڏ ڪريون، جيڪو ڪن ڪن هنڌن تي ته ائن ائن فوٽن تائين ڊگهو ۽ ٽيهن پائونڊن تائين وزني هوندو هو، اسين انهيءَ ساموندي سينور جا ڍڳ ڪندا ويندا هئاسين، ۽ جڏهن سُڪي ويندو هو ته ٽرڪن تي چاڙهيندا هئاسين.

اهو ڪم جيتوڻيڪ، ڏاڍو ڏکيو ۽ خطرناڪ هو، پر اسان خراب ڪين سمجهيو. ايئن اسان کي هڪ قسم جي آزادي ميسر هئي. اسين ڪنڌيءَ تان ايندڙ ويندڙ جهازن ۽ وڏن وڏن آئل ٽئنڪرن کي حرڪت ڪندو ڏسندا ۽ خوش ٿيندا هئاسين. اسان کي ساموندي پکي ۽ مڇين جو شڪار ڪندي ۽ سمنڊ جي لهرن مٿان هلندڙ دريائي گهوڙا نظر ايندا هئا. اسين لاتعداد پينگوئن کي ڏسي ٽهڪ ڏيندا هئاسين، جيڪي ڪنهن اگهاڙن پيرن واري فوجي بريگيڊ جو ڏيک ڏيندا هئا. هر ٻي گهڙي ٽيبل مائونٽن جو بدلجندڙ نظارو اسان کي ٻي خود ڪري ڇڏيندو هو، جتي سج ۽ ڪڪر لڪ لڪوٽي پيا ڪيڏندا هئا. گرمين ۾ ته سمنڊ جو پاڻي بيحد وڻندو هو، پر سيارو شروع ٿيندي ئي ٺڏرين هوائن جي آمد، اسان جي لاءِ ساموندي لهرن کي ناقابل برداشت بنائي ڇڏينديون هيون، سينور لاهيندي، ٽڪرين

جون تيز نوڪون اسان جون ٽنگون ڇلي ڇڏينديون هيون، پر انهيءَ جي باوجود بہ اسان چن جي کاڻ ۾ ڪم ڪرڻ کان، هن ڪم کي ترجيح ڏيندا هئاسين.

سمنڊ عجائبات جو هڪ وڏو خزانو آهي. آئون ڪڏهن ڪڏهن خوبصورت ڪوڏ ۽ سپون پاڻ سان گڏ جيل جي ڪوليءَ ۾ کڻي ايندو هئس ۽ اتي سجائيندو هئس. جين ميسي مولا، هڪ ذهين آرٽسٽ هو. هو سمنڊ ۾ ترندڙ ڪاٺ جا ٽڪرا گڏ ڪري، انهن تي سهڻا چٽ ۽ گل ٺاهيندو هو. جيل عملدارن ڪيس باقاعده موڪل ڏيئي ڇڏي هئي. ڪيترا ئي داروغا ڪاٺس اهي شيون وٺندا بہ هئا. هن ڪاٺ جي انهن ٽڪرن مان مون کي ڪتابن جي لاءِ هڪ ڪبٽ بہ ٺاهي ڏنو هو. پر جيل عملدار هر ايندڙ ويندڙ کي اهو ئي ٻڌائيندا هئا تہ مون کي اها سهوليت هنن ڏني آهي.

ساحل تي ڪم جو ماحول، چن جي ڪم کان ڪافي بهتر هو. هتي اسان کي ڪاڌي لاءِ سنيون شيون ملي وينديون هيون. اسين ٽڪرين جي وچ ۾ ڦاٿل مڇيون جهلي، خاص ڪري گهانگهٽ، پچائي کائيندا هئاسين. مون کي ڪوڏ جهلڻ ۾ بيحد مزو ايندو هو. هتي بہ ولٽن اسان جي کاڌي پيتي جو انچارج هوندو هو. ماني تيار ٿيڻ کان پوءِ داروغا ۽ چوڪيدار بہ اسان سان شامل ٿي ويندا هئا. اسين سمنڊ جي ڪنڌي تي ويهي ماني کائيندا هئاسين. اها هڪ قسم جي سٺي پڪنڪ جو ڏيک ڏيندي هئي. 1973ع ۾ هڪ اسمگل ٿيل اخبار جي ذريعي اسان کي 'شهزادي اين' ۽ مارڪ فلپ جي شاديءَ جي باري ۾ خبر پئي، تنهن ڪري اسان هڪ شاهي دعوت جو بندوبست ڪيو. جنهن ۾ پانت پانت جون مڇيون تيار ڪيون ويون. ڪِلي ڪِلي اسان جي پيٽن ۾ وٽ پئجي ويا. اسين اڪثر اهڙا خوشيءَ جا موقعا ڳولهيندا رهندا هئاسين.

هڪ ڏينهن، منجهند ڌاري اسين رڌل مڇي کائي رهياهئاسين، جو جيل جو انچارج، ليفٽيننٽ ٽرپ لينچ اچي نڪتو. هن اسان کي مڇي کائيندي ڏسي ورتو هو. هن ديڳڙي جو ڍڪڻ کولي ڏٺو ۽ ان ۾ رڌل مڇي موجود هئي، هن بہ اها کاڌي ۽ چيو: "واهہ جي مزيدار شئي آهي."



ان ڊگهي قيد ۽ بند جي دوران، رابن آئي لينڊ جي حيثيت هڪ يونيورسٽي جهڙي هئي. ان ڪري نہ تہ اسين اتي گهڻو مطالعو ڪندا هئاسين يا اسان جي ڪيترن ئي ساٿين انهيءَ زماني ۾ ڪيتريون ئي ڊگريون حاصل ڪيون، پر انهيءَ کي يونيورسٽي چوڻ جو هڪ سبب هي آهي تہ اسان هڪ ٻئي کان گهڻو ڪجهہ سکيو. اسين پنهنجي فيڪلٽي بہ پاڻ هئاسين تہ پروفيسر بہ پاڻ ئي هئاسين. اسان جو تعليم جو نصاب پنهنجو هو ۽ پنهنجا ئي اختيار ڪيل مضمون هئا. هتي اسان علمي مطالعي ۽ سياسي مطالعي ۾ سدائين فرق رکيو. اها يونيورسٽي اسان جي ضرورت تحت وجود ۾ آئي. هتي نوجوان ۽ نون ايندڙن جي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪيو ويو هو. جيڪي عام طور تي اي اين سي جي تاريخ کان اڻ واقف هوندا هئا. والٽر، نيشنل ڪانگريس جي تاريخ جو سڀ کان وڌيڪ ڄاڻون ۽ ماهر

شخص هو. هن ٻن سالن تي مشتمل هڪ "سليبس" تيار ڪيو ۽ خود اي اين سي تي ليڪچر ڏيندو هو. احمد ڪيٿي، هندستاني جدوجهد جي تاريخ جو پروفيسر ۽ ميڪ، رنگدار ماڻهن جي جدوجهد جي باري ۾ ليڪچر ڏيندو هو. ميڪ مشرقي جرمني جو پڙهيل شخص هو، هو "مارڪسزم"تي به درس ڏيندو هو. تعليمي ماحول ڪو گهڻو مثالي نه هو، ڇن جي ڪاڻ يا ڪنهن به مشقن واري هنڌ تي "شاگرد"هڪ دائري ۾ ويهي ليڪچر ٻڌندا هئا. تعليم جو اهو طريقو "سقراطي" هو، جو شاگردن جي سوالن ۽ استاد جي "جوابن" تي ٻڌل هو.

ان نصاب تعليم، جو پڙاڏو، جيل جي جنرل سيڪشن تائين وڃي پهتو ته اتان ڪان به دوستن سوال موڪلڻ شروع ڪيا، ايئن اهو هڪ خط و ڪتابت جو ڪورس بنجي ويو. سوال ۽ جواب هڪ پاسي ڪان ٻئي پاسي اسمگل ٿي ايندا هئا.

آئون پاڻ به، ڪيترن ئي سالن تائين "سياسي اقتصاديات" پڙهائيندو رهيس، انهيءَ جي لاءِ مون ڪي انساني تاريخ جي ابتدا ڪان وٺي، اج تائين جي تاريخ جو سرو ڪٽٺو پيوءِ مون قبائلي دور ڪان وٺي جاگيرداري دور ۽ پوءِ سرمائيداري ۽ اشتراڪيت تائين جي اقتصاديات جو مطالع ڪرڻون پيو. آئون ڪو اسڪالر نه هئس، نه وري ڪو استاد، تنهن ڪري آئون باقاعده ليڪچر ڏيڻ جي بدران سوالن ڪي منهن ڏيندو هئس، جيتوڻيڪ منهنجو انداز فڪر اشتراڪي نه هو، پر آئون سوشلزم جي پاسداري ڪندو هئس، ڇو ته ان ڪي آئون اقتصاديات جي سڀ ڪان وڌيڪ ترقي يافته شڪل سمجهندو هئس.

ان درس ۽ تدريس ۽ عمومي مطالعي سان گڏوگڏ منهنجي قانوني پريڪٽس به هلندي رهي. جيتوڻيڪ جيل جي قانونن موجب ائين ڪرڻ منع هو، پر آئون قيدين جي اپيلن جي تياريءَ ۾ روزانو ڪيترائي ڪلاڪ لڳائيندو هئس، مختلف سياسي فڪر ۽ نظريي سان سلهاڙيل قيدي منهنجي مدد جا گهرجائو هوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مون کي خيال ايندو هو ته پنهنجي ڪوليءَ جي ٻاهران پنهنجي نالي جي تختي هڻي ڇڏيان.

قانون ۾ مدعا عليهه کي ڪنهن قانوني صلاحڪار جون خدمتون حاصل ڪرڻ جي لازمي سهوليت حاصل ڪونهي، تنهن ڪري هزارين آفريقي زالون ۽ مرد، ڏوهه جي نشاندهي ٿيڻ ڪان سواءِ ئي جيلن ۾ پيا سڙي رهيا هئا. هيو ته غربت جي ڪري، ڪيترائي ماڻهو وڪيلن جون خدمتون حاصل ڪري نه ٿي سگهيا، تنهن ڪري ڪين عدالت جي هر حڪم تي ڪنڌ جهڪائڻو ٿي پيو. جنرل سيڪشن جا ڪيترائي اهڙا قيدي، اهڙيون سزائون ڀوڳي رهيا هئا ۽ شايد اهو ڀهريون موقعو هو، جو ڪين ڪنهن قانوني صلاحڪار جي مدد حاصل ٿي رهي هئي.

آئون جيل جي مختلف حصن مان اسمگل ٿي ايندڙ معاملن جو قانوني جائزو وٺندو هئس، انهن تي پنهنجي راءِ لکندو هئس ۽ ڳجهي نموني واسطيدار قيديءَ تائين نياپو پهچائيندو هئس ته اهو هو پاڻ لکي ۽ سپريم ڪورٽ جي رجسٽرار کي ارسال ڪري ۽ جيڪڏهن پاڻ اڻ پڙهيل آهي ته ڪنهن ٻئي ساٿي ڪان لکرائي. منهنجي انهيءَ قانوني

پرنٽڪس جي ڪري ڪيترن ئي ماڻهن کي فائدو پهتو ۽ ڪيترن جي سزا ۾ ڪمي ٿي، جيل جي قانون موجب اسين پاڻ ۾ ملي جلي ته نه ٿي سگهياسين، پر ڪڏهن ڪڏهن هيئن به ٿيندو هو، جو جنرل سيڪشن جي ڪنهن قيديءَ منجهند جي ماني پيش ڪرڻ مهل آهستي منهنجو ٿورو مجيندي چيو ته مون سندس مدد ڪئي، جنهن جي ڪري سندس ڪيس عدالت ۾ موڪليو ويو آهي.

جيل کان ٻاهر منهنجي زال جي ڏکن ۽ تڪليفن ۾ به ڪمي ڪانه پئي ٿي. 1972ع ۾ پوليس اسان جي گهر جو دروازو ٽوڙي ڇڏيو، دريءَ تي پٿراءُ ڪيو ۽ هوائي فائرنگ ڪئي. 1974ع ۾ ونيءَ تي حڪمن جي خلاف ورزي جو الزام هڻي ڪيس ڇهن مهينن جي لاءِ 'اورينج فري اسٽيٽ' ۾ نظربند ڪيو ويو، سندس ڏوهه فقط اهو هو ته هڪ وڪيل جي آفيس ۾ نوڪريءَ جي دوران، منجهند جي مانيءَ مهل، هڪ دوست اسان جي ننڍڙين ڌيئرن زيني ۽ زندزي کي سندن ماءُ جي ملاقات لاءِ پاڻ سان وٺي آيو هو.

1975ع ۾ ونيءَجي آزادي کان پوءِ اسان خط و ڪتابت ذريعي پاڻ ۾ اهو طئي ڪيو ته زندزيءَ کي منهنجي ملاقات جي لاءِ 'رابن آئي لينڊ' آڻڻ کپي. جيل جي قانون موجب سورهن سالن کان گهٽ عمر جي ٻارن کي جيل ۾ آڻي نٿو سگهجي، ان وقت زندزي پندرهن سالن جي هئي، پر ونيءَ حيلو هلائي، ڪنهن طريقي سان سندس سورنهن سالن جي عمر جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪري ورتو ۽ هوءَ پنهنجي ماءُ سان گڏ رابن آئي لينڊ آئي. ڪانئس ڪجهه هفتا اڳ، منهنجي سس به منهنجي ملاقات جي لاءِ اچي چڪي هئي ۽ خدا جو اهو شڪر آهي جو ڪنهن به انهيءَ ڳالهه جو نوٽيس نه ورتو ڪو "زندزي اڃا پندرهن سالن جي مس ٿي رهي آهي."

زندزيءَ کي مون ان وقت ڏٺو هو، جڏهن هوءَ اڃا ٽن ورهين جي مس هئي. هوءَ مون کي فقط منهنجي فوٽن وسيلي سڃاڻندي هئي. نه ته ڪيس ننڍپڻ جي ڪا به ڳالهه ياد نه هئي. ملاقات کان اڳ، مون نئين قميص پاتي ۽ پنهنجي ظاهري حالت کي ڪافي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪيم. آئون پنهنجي سڀ کان ننڍي ڌيءَ کي پوڙهو ڏيکارڻ جو خواهشمند نه هئس، ونيءَ سال کان ڪانپوءِ آئي هئي ۽ نيڪ ناڪ نظر اچي رهي هئي، آئون اهو ڏسي بي حد خوش ٿيس ته منهنجي ننڍڙي ٻچڙي هاڻ هڪ نوجوان ڇوڪري بنجي ويئي هئي. هن جو منهن مهاندو صفا ماڻس جهڙو هو، ونيءَ به ان عمر ۾ پڪ سان زندزي جهڙي صحتمند ۽ سگهاري رهي هوندي.

زندزي، شيشي جي ٻئي پاسي ويٺي هئي، هوءَ ڪافي شرميلي لڳي رهي هئي، ۽ ڳالهه ڳالهه تي شرمائي رهي هئي. منهنجو خيال آهي ته اها ڳالهه هن جي لاءِ تڪليف جو سبب بنجي رهي هوندي ته هوءَ پنهنجي پيءَ سان ملي رهي آهي، جنهن سان هن کان اڳ سندس ملاقات نه ٿي هئي. هن ڪيس ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هوءَ ڪيس پري کان سڃاڻندي هئي، ڪيس ڪڏهن به سندس ويجهو اچڻ جو موقعو نه مليو هو. سندس لاڳاپو، سندس اولاد کان وڌيڪ عوام سان هو. پڪ سان سندس دل جي اتساهه گهرائيءَ ۾، سندس

پنهنجي پيءُ جي خلاف نفرت يا ناراضپي جو احساس ضرور ٿيو هوندو، جيڪو سندس پوري ننڍپڻ ۾ بالڪل ئي مان غائب هو.

اهو صاف نظر پي آيو تہ هوءَ بي چين ٿي رهي هئي. مون صورتحال کي خوشگوار بنائڻ جي لاءِ ڪوشش ڪئي. ڪانٽس منهنجو سڀ کان پهريون سوال اهو هو تہ ”ڇا تو گارڊ آف آنر جو معائنو ڪيو آهي؟“ منهنجو اشارو انهن داروغن ۽ چوڪيدارن ڏانهن هو، جيڪو هر وقت پاڇي جيان مون سان رهندا هئا. پوءِ مون ڪانٽس، سندس روزانہ جي ڪم ڪارين، سندس اسڪول ۽ هڪ جيڏين سرتين جي باري ۾ پڇيو، پوءِ آئون ڪيس سندس ننڍپڻ ۾ وٺي ويس ۽ ڪيس انهن ڏينهن جي ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪيم، جنهن مائنس رڌڻي ۾ رڌ پچاءَ ۾ مصروف هوندي هئي ۽ آئون ڪيس هنج ۾ کنيو پيو ڦرندو هئس. مون اورلينڊو ۾ گذريل ڪيترن ئي خوشگوار گهڙين جو ذڪر ڪيو ۽ ڪيس ٻڌايو تہ هوءَ عام ٻارن کان مختلف هئي ۽ تمام گهڻ روئندي هئي... آئون شيشي جي پٺيان سندس چهرو ڏسي رهيو هئس، هوءَ لڙڪ ضبط ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

ان ملاقات جو هڪ دکدائڪ پهلو بہ سامهون آيو، وني‌ءَ مون کي ٻڌايو تہ برم فشر جيل مان نڪرڻ کان ترت پوءِ هن دنيا مان موڪلائي ويو. ڪيس ڪينسر هئي، هن جي موت جي خبر ٻڌي مون کي سخت ڌڪ ٿيو. جيل ۾سائنس تمام خراب سلوڪ ڪيو ويو هو ۽ سخت قسم جي جسماني تڪليف ئي سندس جلد موت جو سبب بڻي. مرڻ کان پوءِ بہ حڪومت پنهنجي ظلم ۾ ڪا ڪمي ڪانہ آندي، سندس لاش ساڙڻ کان پوءِ سندس رک بہ حڪومت ضبط ڪري ورتي.

برم فشر ڏاڍو صاف گو ماڻهو هو. ريووينا ڪيس کان پوءِ هن فيصلو ڪيو تہ تحريڪ ۾ شرڪت جو سنو طريقو اهو آهي تہ هو زير زمين هليو وڃي يا جلاوطني جي زندگي گذاري. ڪيس ان ڳالهہ جو سخت ڏک پهچندو هو تہ هو جن ماڻهن جي وڪالت ٿو ڪري، سي تہ وڃيو ڪاٺ ۾ پون ۽ پاڻ آزاديءَ جي زندگي پيو گهاري. ڪيس جي دوران مون ڪيس صلاح ڏني تہ هو ايئن نہ ڪري ڇو تہ هو عدالت جي ڪمري ۾ رهي تحريڪ جي سٺي خدمت ڪري رهيو آهي، جتي هڪ ولنديزي نسل جي چيف جسٽس جو هي وڪيل پٽ غريب ۽ بي پهچ ماڻهن جي لاءِ سدائين وڙهندو رهندو هو. پر هن هڪ بهادر جرنيل جيان پنهنجي جوانن سان گڏ وک وک ۾ ملائي پهرين صف ۾ وڙهڻ ٿي چاهيو. ڪيس اهو گوارا نہ هو تہ ٻيا قرباني ڏين ۽ هو ڪين پريان بيٺو ڏسندو رهي.

هو ضمانت تي هو، جو زير زمين هليو ويو. ڪيس 1965ع ۾ جهليو ويو ۽ پيچ ٻاهہ جي الزام ۾ جنم ٽيپ ڏني ويس. منهنجي خواهش هئي تہ سائنس لک پڙهہ ڪريان، پر جيل جي پابندين جي ڪري ايئن ڪري نہ سگهياسين. هو ڪينسر جو مريض هو، تنهن ڪري اخبارن ۾ انساني همدرديءَ جي آڌار تي سندس آزاديءَ جي لاءِ زبردست تحريڪ هلائي ويئي، جنهن ڪري ڪيس حڪومت جي قيد مان ڇوٽڪارو مليو، پر ڪيس 'بلوم فونٽين' ۾سندس ڀاءُ جي گهر ۾ نظربند رکيو ويو، جتي هن پنهنجا پساهہ پورا ڪيا ۽ وڃي ڏٺي کي پرتو.

برم فشر، جيڪو 'اورينج فري اسٽيٽ' جي هڪ سابق وزيرعظم جو پوٽو هو. هن آزادي جي تحريڪ جي لاءِ ڪيترين ئي قربانيون ڏنيون، مون پنهنجي زندگيءَ ۾ آزادي جي خاطر ڪيترين ئي تڪليفون سٺيون، پر آئون پنهنجي غلام هم وطنن سان گڏجي، دشمن سان وڙهي رهيو هئس، پر برم ته هڪ آزاد انسان هو، هو ٻين جي خاطر پنهنجي قوم سان وڙهي رهيو هو. هو ڪيڏو نه عظيم ۽ ديش ڀڳت شخص هو.

ان ملاقات جي هڪ مهيني کان پوءِ، ونيءَ مون کي سڏ ڏني ته مون سان ايندڙ ملاقات جي باري ۾ اهو چئي سندس درخواست رد ڪئي ويئي آهي ته آئون سائس ملڻ نه ٿو چاهيان. مون جيل جي نئين انچارج ليفٽيننٽ پرنز سان ملاقات ڪئي ۽ کيس صورتحال کان واقف ڪيم. هو هڪ اڏنگو ۽ ترڙو انسان هو. هن وراڻيو، "ڏس منڊيلا! تنهنجي زال اهو سڀ ڪجهه پنهنجي شهرت جي خاطر ڪري رهي آهي." مون سندس انهيءَ ريمارڪ تي احتجاج ڪيو ۽ اجا منهنجي ڳالهه پوري به ڪانه ٿي هئي جو هن ونيءَ جي باري ۾ نهايت اعتراض جوڳي ۽ غير شريفانا گفتگو ڪئي ۽ سچي ڳالهه اها آهي ته پنهنجي زال جي باري ۾ سندس ڳالهين جي ڪري سخت ڪاوڙ ۾ اچي ويس ۽ آئون بي قابو ٿي ويس.

آئون ڪرسيءَ تان اُٿس ۽ هن جي ميز ڏانهن وڌيس، پر هو پويان هٽندو ويو، مون کيس به چار مُڪون هڻڻ ٿي چاهيون، پر پوءِ مون پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ کيس ڏڪ ڇنبو هڻڻ بدران "زبان" سان سندس خوب خبر ورتم... اصولي طور تي آئون ڪنهن به ماڻهو کي ڏڪ هڻڻ يا گارگند ڪرڻ جو قائل ناهيان، پر ان ڏينهن مون پاڻ ئي پنهنجا اصول ٽوڙي ڇڏيا. مون کيس اهو به چيو ته تون هڪ نفرت جوڳو انسان آهين، ۽ انهيءَ جي بلڪل لائق نه آهي، ته تنهنجي عزت ڪئي وڃي. آئينده جيڪڏهن تو اهڙي قسم جا لفظ زبان مان ڪڍيا ته توکي جيئرو ڪو نه ڇڏيندس."

اهو چئي آئون آفيس مان ٻاهر نڪري آيس. مون ڏٺو ته ڪيٽي ۽ ڊينئل به اتي موجود هئا، پر آئون ايترو ته ڪاوڙ ۾ هئس، جو کين سلام به نه ڪيم. جيتوڻيڪ مون پرنز کي ماٺ ڪرائي ڇڏي هئي. پر هو مون کي چيڙائڻ ۽ ڪاوڙ ڏيارڻ ۾ ڪامياب رهيو هو ۽ مون اها پنهنجي شڪست سمجهي.

ٻي ڏينهن ناشتي کان پوءِ به داروغا منهنجي ڪوليءَ ۾ آيا ۽ مون کي پاڻ سان گڏ آفيس ۾ وٺي ويا. جتي ڇهن ستن هٿياربندن مون کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي لاٿو. هڪ پاسي ليفٽيننٽ پرنز به بيٺو هو ۽ وچ ۾ هڪ وارنٽ آفيسر موجود هو. جيڪو جيل جو پراسيڪيوٽر به هو. ماحول نهايت ڇڪتاڻ وارو هو. هن مون کي مخاطب ٿيندي چيو، "منڊيلا! ڪالهه ته تون بچي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وين، پر اج ايئن نه ٿيندو. آئون توکي جيل جي انچارج آفيسر جي توهين جو جوابدار قرار ٿو ڏيان. تو کيس ڌمڪيون ڏنيون آهن. تون سخت قسم جو ڏوهه ڪيو آهي." پوءِ هن سمن منهنجي هٿ ۾ ڏيندي چيو، "ڇا تون ڪجهه چوڻ چاهين ٿو."

"نه! اوهين منهنجي وڪيل سان ڳالهائي سگهو ٿا." مون وراڻيو. پرنز زبان مان هڪ لفظ به نه ڪڍيو.

هاڻي آئون مڪمل طور تي حملي جي لاءِ تيار هئس. مون ليفٽيننٽ کان وٺي قانون واري وزير تائين سڀني جي خلاف ڪيس داخل ڪرڻ ۽ جيل جي سڄي نظام کي نسلي امتياز جو ادارو قرار ڏيڻ جو پڪو پهه ڪيو، جيڪو گوري نسل جي مٿيرائپ جو دعويدار هو. مون سوچيو عدالتي ڪاروائيءَ جي لاءِ مون کي خود اڳرائي ڪرڻي پوندي. مون انهيءَ کي هڪ سنسني خيز ڪيس بنائڻ تي چاهيو ۽ ان کان اڳ جو هو مون کي ڏوهاري قرار ڏين. مون کين معذرت ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ ٿي چاهيو. تنهن ڪري مون جارج بزاس کي پنهنجي نمائندگيءَ جي لاءِ چونڊيو ۽ عملدارن کي اطلاع ڏنم ته آئون پنهنجي وڪيل کي لکت ۾ بيان پيش ڪندس. پر هو انهيءَ تي راضي نه ٿيا ۽ چيائين ته آئون فقط زباني بيان ڏيڻي سگهان ٿو. کين ڊپ هو ته جيڪڏهن مون پنهنجو بيان لکت ۾ پنهنجي وڪيل جي حوالي ڪيو ته هو اهو اخبارن جي حوالي ڪري ڇڏيندو ۽ حقيقت ۾ اهو اسان جي حڪمت عمليءَ جو حصو هو. کين ان ڳالهه جو ڊپ به هو ته ڪٿي منهنجي لکت لوساڪا ۾ رهندڙ اوليور ٽامبو تائين پهچي نه وڃي ۽ ايئن دنيا کي ڪيترن ئي حساس معاملن جي خبر پئجي ويندي.

ڪيپ ٽائون جي هڪ مئجسٽريٽ کي عدالتي ڪاروائي جو فرض سونپيو ويو. ڪاروائي جي شروعات کان هڪ ڏينهن اڳ مون کي ٻڌايو ويو ته منهنجو وڪيل جيل ۾ ايندو ۽ آئون ڪيس بيان ڏيڻ جي لاءِ آزاد آهيان. تنهن ڪري ٻي ڏينهن اسان پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪئي ۽ عدالت ۾ حاضر ٿياسين. پر سماعت شروع ٿيڻ کان اڳ ئي پراسيڪيوٽر، جيل عملدارن پاران ڪيس واپس وٺڻ جو اعلان ڪيو. مئجسٽريٽ عدالت جي اُٿڻ جو اعلان ڪيو ۽ هڪدم ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو. مون ۽ جارج حيرت مان هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو ۽ هڪ ٻي کي مبارڪون ڏنيوسين.

ايتري ۾ هڪ وارنٽ آفيسر اڳيان وڌيو ۽ چيائين ته پنهنجو لکت ۾ بيان سندس حوالي ڪريان. مون ڪاغذ سندس حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪندي چيو ته اهو مدعي ۽ سندس وڪيل جي وچ ۾ راز وارو معاملو آهي، جيڪو ڪنهن به صورت ۾ ٻي ڪنهن جي حوالي ڪري نه ٿو سگهجي. پراسيڪيوٽر به اتي موجود هو. جنهن چيو، "تون صحيح ٿو چوين، پر هاڻي جڏهن ڪيس ختم ٿي چڪو آهي. عدالت اٿي چڪي آهي ته هن ڪمري ۾ فقط وارنٽ آفيسر جو حڪم هلندو." پوءِ هن اڳيان وڌي ڪاغذ منهنجي هٿن مان کسي ورتا. آئون بي وس هئس، پوءِ خبر پئي ته ڪيس کي واپس وٺڻ جو اعلان رڳو انهن ڪاغذن تي قبضو ڪرڻ جي لاءِ هو. پر ان لکت واري بيان ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه نه هئي، جيڪا هنن جي لاءِ 'تازي خبر' جو درجو رکندي هجي. مون انهيءَ ۾ عام قسم جون ڳالهيون لکيون هيون.



رابن آئي لينڊ مان فرار ڪيترو به ناممڪن هو، پر آئون اڪثر انهيءَ جي باري ۾ سوچيندو رهندو هئس. اسان جا ٻه نهايت بهادر ساٿي ميڪ مهاراج ۽ عيدي ڊينئل پڇڻ

بابت رٿابندي ڪندا رهندا هئا. رٿائون بيشڪ خطرناڪ هيون، پر سوچ ويچار کان اسان کي ڪير بہ روڪي نہ ٿي سگهيو. اسان جي فنڪار جيف ميسي مولا جو دماغ نت نيون رٿائون رٿيندو هو. هڪ ڏينهن هڪ داروغو وراندي ۾ پنهنجي چابي ميز تي وساري ويو. جيف هڪدم صابڻ جو ٽڪرو ڪنيو ۽ چابي جو نقش انهيءَ تي لاهي ورتو. ۽ پوءِ انهيءَ جي مدد سان لوهہ جي چابي جوڙي ورتائين. اهڙي طرح اسان کي پنهنجي ڪولين جي پنيان اسٽور ۽ قيد تنهائي واري حصي ۾ اچڻ وڃڻ جو رستو ملي ويو. پر اسان اهو رستو ڪڏهن بہ استعمال ڪري نہ سگهياسين. اسان کي چڱي طرح خبر هئي تہ اڳيان ناقابل عبور سمنڊ حائل آهي.

1974ع ۾ مهاراج انهيءَ ڏکيائيءَ جو هڪ حل ڳولي ورتو. هڪ ڏينهن ڏندن جي تڪليف جي ڪري ڪيس ڪيپ ٽائون جي هڪ ڊاڪٽر وٽ نيو ويو. اُن ڊاڪٽر جي زال سياسي قيدي هئي. تنهن ڪري ڪيس لاشعوري طور تي اسان سان همدردي ٿي ويئي. هن مهاراج جي پيرن مان ڏندا بيڙي ڪڍڻ کان سواءِ علاج ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. مهاراج انهي ڏندن جي ماهر ڊاڪٽر جي پرياسي جو چڱي طرح جائزو ورتو ۽ ڏٺائين تہ ڪلينڪ جي پويان هڪ رستو آهي ۽ ڪلينڪ جي هڪ دري ان پاسي کلي ٿي.... ڀڄڻ جي لاءِ اهو تمام سٺو هنڌ هو.

ميڪ مهاراج موٽي اچي ڪيترن ئي دوستن کي چيو تہ هو انهي ڏندن جي ڊاڪٽر کان پنهنجي ڏندن جي تپاس واسطي وقت وٺڻ جو مطالبو ڪن. اسان درخواست ڏيئي ڇڏي ۽ مون کي، ولٽن، مهاراج ۽ هڪ ٻي شخص کي ڊاڪٽر وٽ وڃڻ جي موڪل ملي ويئي. اسين ٽيئي ڪيپ ٽائون وڃڻ جي لاءِ تيار ٿياسين تہ چوٿين همراهہ اسان سان گڏ هلڻ کان نابري واري. اسان کي انهيءَ شخص جي باري ۾ شڪ ٿيو تہ ڪيس اسان جي رٿ جي خبر آهي.

اسان تنهي کي زبردست پهري ۾، هڪ بيڙيءَ ۾ ڪيپ ٽائون نيو ويو. اسين سڀ تربيت يافتہ سپاهي هئاسين ۽ ڀڄڻ جو اهو بهترين موقعو هو. ميڪ مهاراج وٽ ضروري ڪارروائي جي لاءِ هڪ چاقو بہ موجود هو. ڪلينڪ ۾ اسانجون بيڙيون بہ لاٿيون ويون. پوءِ ميڪ اسان کي ڪلينڪ جي پوئين دري ڏيکاري. پر ڪيس اهو ڏسي سخت حيرت ٿي تہ شهر جو وچ هئڻ ۽ منجهند جو وقت هئڻ جي باوجود بہ اهو رستو بلڪل خالي هو. سچ پچ واڪا ڪيا. حالانڪہ جڏهن هو پهريون ڀيرو هتي آيو هو تہ ٽريفڪ جي ڪافي رش هئي. مهاراج کي خطري جو احساس ٿيو، پر ولٽن چيو، "ماديبا! ميڪ تہ چريو آهي، پر تون چو ٿو پنهنجي جرئت ۽ حوصلو وڃائين." مون ميڪ مهاراج جي تائيد ڪئي ۽ اسان ڏندن جي معائني کان پوءِ ڀڄڻ جو پروگرام ختم ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر حيران هو تہ آئون سندس ڪلينڪ ۾ ڇا جي لاءِ آيو هئس. منهنجي ڏندن ۾ ڪابہ تڪليف نہ هئي.

مهاراج عملي رٿون رٿيندو هو، پر عيدي خيالي پلاءُ پچائيندو رهندو هو. اسان ڪيترائي ڀيرا جيل جي مٿان هوائي جهاز ۽ هيلي ڪاپٽر ٽٽنڪرڻ ملون تيل ڪٽي اندرون

ملڪ ايندي ويندي ڏٺا. هڪ ڏينهن عيدي مون وٽ هڪ رٽ کڻي آيو. ”ڇو نہ اسين پنهنجي تنظيم کي ڇئون تہ هوءَ اسان جي لاءِ هڪ هيلي ڪاپٽر جو بندوبست ڪري جنهن کي ڏکڻ آفريقا جو فوجي رنگ ڪيل هجي. اهو هيلي ڪاپٽر مون کي کڻي وڃي ۽ ڪيپ ٽائون ۾ ڪنهن دوست ملڪ جي سفارتخاني جي ڇت تي لاهي، جتي آئون سياسي پناهہ وٺي لاهيندس.“ خيال خراب نہ هو. منهنجي راضپي ڪان پوءِ عيديءَ اها رٽ لوساڪا ۾ اوليور کي اسمگل ڪري موڪلي. پر اسين انهيءَ جي جواب کان محروم رهياسين.

•

رابن آئي لينڊ ۾ جنم ڏينهن جون تقريبون غربت واريون هونديون هيون. ڪيڪ ۽ سوڪڙين پاڪڙين جي گنجائش نہ هئي. اسين پنهنجي کاڌي پيتي مان ڪجهہ بچائي رکندا هئاسين ۽ جنهن جي سالگره هوندي هئي، تنهن کي ڪجهہ مانيءَ جا وڌيڪ ٽڪرا يا ڪافيءَ جو هڪ اڌ ڪوپ وڌيڪ ملي ويندو هو. منهنجو ۽ فيڪائل بام جو هڪ ئي جنم ڏينهن يعني 18 جولاءِ هو. مون ڪرسمس جي ڏڻ تي جيڪا مٺائي ورتي هئي، تنهن مان ڪجهہ بچائي انهيءَ تقريب لاءِ رکي ڇڏي هيم ۽ اها هاڻ اسان ٻنهي گڏجي کاڌي. 1968ع ۾ منهنجي پنجاهين سالگره مڙيئي گذري ويئي. پر 1975ع ۾ جڏهن آئون سٺونجاهہ سالن جو هئس تہ والٽر ۽ ڪيٿيءَ گڏجي ٽن سالن ڪان پوءِ منهنجي ايندڙ سٺ هين جنم ڏينهن جي لاءِ هڪ ڊگهو ۽ يادگار لائق پروگرام ترتيب ڏيئي ڇڏيو.

منهنجي ذهن ۾ جيڪا ڳالهہ سدائين ڪٽڪندي رهندي هئي، سا اها تہ ڪنهن بہ طريقي سان عوام جي ذهن ۾ جدوجهد جي ڏياتي برپل رکجي. گذريل ڏهن سالن جي عرصي ۾ حڪومت پريس جي وڏي حصي کي ماٺ ڪرائي ڇڏڻ ۾ ڪامياب رهي هئي. پابند يا قيد شخصيتن جا بيان يا تصويرون ڇاپڻ ڏوهہ قرار ڏنو ويو هو ۽ ڪنهن اخبار ۾ منهنجي يا منهنجي ساٿين جي هڪ معمولي جهلڪ بہ ان اخبار جي ايڊيٽر کي ڪاٺ ۾ وجهائڻ ۽ اخبار بند ڪرڻ جي لاءِ ڪوڙ هئي.

هڪ ڏينهن احمد ڪيٿي ۽ والٽر رٽ پيش ڪئي تہ آئون پنهنجون يادگيريون لکڻ شروع ڪريان. احمد جو خيال هو تہ منهنجي سٺ هين جنم ڏينهن جي مناسبت سان ان ڪتاب جي اشاعت مناسب رهندي. والٽر چيو منهنجي زندگي جي هڪ سچي پچي ڪهاڻي ماڻهن کي اهو ياد ڏياريندي تہ اسين ڪهڙي اُتم آدرش جي لاءِ وڙهندا رهيا آهيون ۽ اڃا سوڌي وڙهي رهيا آهيون. اها لکت آزاديءَ جي نوجوان مجاهدن جي لاءِ جوش ۽ ولولي جو سبب بڻجندي. مون کي اها رٽ بي حد وڻي ۽ مون پنهنجون يادگيريون لکڻ جو پختو ارادو ڪيو.

آئون جڏهن ڪنهن ڪم جو ارادو ڪندو آهيان تہ پوءِ هڪدم انهيءَ تي عمل شروع ڪري ڇڏيندو آهيان. تنهن ڪري مون فوري طور تي ان نئين رٽ تي عمل ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. آئون راتين جو لکندو هئس ۽ ڏينهن جو سمهندو هئس. رات جو ڏهين بجي اُٿي ويهندو هئس ۽ صبح جو الل وهاڻيءَ تائين لکندو رهندو هئس. ڇُن جي کاڻ تي ڪم

ڪان پوءِ به منجهند جي ماني تائين سمهندو هئس. ڪجهه وقت ڪان پوءِ انتظاميه کي درخواست ڏني ته منهنجي طبيعت خراب آهي تنهن ڪري آئون ڪاڻ تي وڃي نٿو سگهان. ايئن مون سڄو ڏينهن سمهڻ شروع ڪيو.

اهو سڄو معاملو انتهائي ڳجهي نموني هلي رهيو هو. آئون جيڪو ڪجهه لکندو هئس، اهو ڪيٿيءَ جي حوالي ڪندو هئس، جيڪو انهيءَ تي نظرثاني ڪندو هو ۽ والٽر کي ڏيکاريندو هو. بيئي منهنجي لکت تي تنقيدي نظر وجهندا هئا. آئون سندن راءِ جو احترام ڪندو هئس ۽ عام طور تي ايئن ئي ڪندو هئس، جيئن هو چوندا هئا. پوءِ اهو مسودو للوچيا جي حوالي ڪيو ويندو هو، جيڪو بنهه پنهنجي سنهي لکت ۾ اتاريندو هو. منهنجا لکيل ڏهه صفحا هن جي هڪڙي صفحي تي اچي ويندا هئا. آخر ۾ اها لکت جيل کان ٻاهر موڪلڻ جي ذميداري مهاراج جي هئي.

داروغن کي ڪجهه شڪ ٿيو. هنن ميڪ کان پڇيو، "هي منڊيلا سڄي سڄي رات ڇا پيو ڪندو آهي. سمهندو ڇو ڪونهي؟" هن ڪلها لوڏي وراڻيو، "مون کي ڪهڙي خبر." مون پنهنجو مسودو چئن مهينن ۾ مڪمل ڪري ورتو. مون کي سٺن لفظن يا اصطلاحن جي ضرورت نه هوندي هئي. مون پنهنجي يادگيرين جي شروعات پنهنجي ڳوٺ کان پنهنجي جنم کان ڪئي ۽ لکندي لکندي رابن آئي لينڊ تائين اچي پهتس. لکڻ جي دوران مون کي حيرت انگيز تجربن مان گذرڻو پيو. قونو ۽ مڪيڪزويني جا منظر منهنجي ذهن ۾ اڀرندا هئا. جوهانسبرگ جا پوائتا ۽ دل پسند ڏينهن ۽ راتيون ياد اينديون هيون. بغاوت جي ڪيس ۽ ريووينا جو ڊرامون اکين اڳيان پيو ڦرندو هئم. اهو سڀ ڪجهه هڪ چرندڙ ڦرندڙ خواب هو، جيڪو آئون سادي، پر حقيقت پسند انداز ۾ ڪاغذ تي منتقل ڪري رهيو هئس.

ميڪ مهاراج اهو مسودو، پنهنجي انهن نوٽ بوڪن ۾ لڪائي رکندو هو، جيڪي هو مطالعي جي لاءِ پاڻ وٽ رکندو هو. ايئن هو منهنجي سڄي لکت کي محفوظ رکڻ ۽ 1976ع ۾ پنهنجي آزاديءَ جي وقت جيل مان ٻاهر نيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اسان اها رٿ رٿي ته جڏهن ميڪ اهو مسودو ڳجهي نموني ٻاهر موڪلڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ ڳجهو اطلاع ڏيندو ته پوءِ، جيل ۾ منهنجو اصل مسودو ضايع ڪيو ويندو.

هاڻي سڀ کان وڏو مسئلو هي هو ته پنج سئو صفحن تي مشتمل منهنجي انهيءَ لکت جو ڇا ڪجي! فيصلو اهو ٿيو ته اهو اڱڻ جي هڪ پاسي باغيچي جي ڪنهن ڪنڊ ۾ دفن ڪيو وڃي. اسان جو مشاهدو هو ته عام طور تي داروغا انهيءَ پاسي گهٽ ڌيان ڏيندا آهن ۽ آفيس مان به باغ جي ڏاکڻي ڪنڊ گهٽ نظر ايندي آهي. اسان اهو هنڌ پنهنجي مقصد جي لاءِ چونڊيو. مون انهيءَ هنڌ جو صبح مهل پسار ڪندي چڱي طرح جائزو ورتو هو. اسان مسودي کي ٽن حصن ۾ ڌار ڌار دفنائڻ جو فيصلو ڪيو. صبح جو ناشتي کان پوءِ ڪاروائيءَ جي شروعات ٿي ۽ اسان مڪمل اطمينان ڪيو ته آسپاس ڪوبه شخص موجود ڪونهي. اسان مسودي کي پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۾ ويڙهيو هو ۽ وڏو حصو مون کي

دفنائڻون هو. تنهن ڪري مون مين هول کان ٿورو پريرو زمين پائپ وٺ زمين کوٽي ۽ مسودو اتي لڪائي ڇڏيم. پوءِ اسان سيڻي هڪدم ڪم جي لاءِ ڪاڻ تي وڃڻ جي لاءِ اچي قطار ۾ بيٺاسين.

ڪيترن هفتن کان پوءِ مون کي اڱڻ ۾ ڪجهه آواز ٻڌڻ ۾ آيا. مون ڏٺو ته جنرل سيڪشن جا قيدي زمين کوٽي رهيا آهن. هي اهوئي هنڌ هو، جتي اسان ٽن حصن ۾ مسودو زمين ۾ پوريو هو. خبر پئي ته انتظاميه هتي هڪ پٽ ٺهرائي رهي آهي ته جيئن قيد تنهائيءَ وارا قيدي اسان سان ڪو رابطو رکي نه سگهن.

مون انهي ڳالهه جو هڪدم والٽر ۽ ڪيٿي کي اطلاع ڏنو. هو به ڏکيائي سان صورتحال سمجهي رهيو هو. ايتري ۾ عيدي به اتي پهچي ويو. اسان جلدي زمين کوٽي مسودي جا ٻه حصا ٻاهر ڪڍي ورتا، پر سڀ کان وڏو حصو پائپ جي هيٺان ڍڪيل هو. جنهن کي ڪڍڻ لاءِ ڪافي وقت گهربل هو. اسان جو خيال هو ته اهو هنڌ محفوظ رهندو ۽ پٽ ٺاهڻ جي لاءِ اهو نه کوٽيو ويندو.

اُن ڏينهن عيدي ڪم تي نه پي ويو. اسان مسودي جا ٻئي حصا سندس حوالي ڪيا ۽ کيس تاڪيد ڪئي ته هو اهو هڪدم ضايع ڪري ڇڏي. پوءِ اسين اطمينان سان ڪاڻ تي هليا وياسين. شام جو واپس ٿياسين ته آئون وڙڪندي باغيچي جي ڏاکڻي حصي ۾ وڃي نڪتس. ڇا ٿو ڏسان ته قيدين پائپ کوٽي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هو ۽ مسودو منظرعام تي اچي چڪو هو. مون پنهنجي جذبات تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ بظاهر ڪنهن کي به خبر پوڻ نه ڏنم ته آئون پريشان آهيان، پر ڪيترين ئي اکيون لڪي منهنجي چرپر کي ڏسي رهيون هيون. اڳتي هلي ڪيترن ئي داروغن مون کي ٻڌايو ته ان پاسي منهنجي اچ وڄ جي ڪري کين پڪ ٿي چڪي هئي ته انهي طرف ڪا خاص شئي موجود آهي. مون والٽر ۽ ڪيٿيءَ کي سچي صورتحال کان واقف ڪيو. ان وقت تائين عيدي باقي مسودي کي ضايع ڪري چڪو هو.

ٻي ڏينهن مون کي ڪمانڊنگ آفيسر سان ملڻ جي لاءِ آفيس ۾ گهرايو ويو. سائس گڏ پريٽوريا کان آيل هڪ ٻيو اعليٰ آفيسر به ويٺل هو. ڪمانڊنگ آفيسر بنا ڪنهن تمهيد جي اعلان ڪيو، "منڊيلا! اسان کي تنهنجو مسودو ملي ويو آهي."

آئون خاموش رهيس. پوءِ هن ميز جي خاني مان ڪاغذن جو ٿهو ڪڍي مون کي ڏيکاريندي چيو، "هيءَ تنهنجي لکت آهي... تون انڪار نٿو ڪري سگهين." آئون، پوءِ به خاموش رهيس ته هن ڪڙڪو ڪندي چيو، "منڊيلا! اسان کي چڱي طرح خبر آهي ته هي ڪم تنهنجو ئي آهي." هاڻي مون ورائيو، "پر انهيءَ جي لاءِ توهان کي ثبوت پيش ڪرڻون پوندو." اهو ٻڌي هن ٺوڪ ڪندي چيو، "اسان کي اها به خبر آهي ته حاشيي تي والٽر سيسولو ۽ احمد ڪيٿراڊا جي هٿ جا لکيل نوٽس به آهن."

پوءِ مون چيو، "ڪنهن به قدم کڻڻ جي لاءِ اوهان کي ثبوت پيش ڪرڻون پوندو."

"اسان کي ڪنهن به ثبوت جي گهرج ڪونهي." هن ورائيو. "ثبوت پاڻمرادو موجود آهي."

ان وقت تہ ھن ڪا بہ سزا نہ ٻڌائي، پر پرٽوري دير ڪان پوءِ مون ڪي، والٽر ۽ ڪيٿي کي جيلن جي ڊپٽي ڪمشنر جنرل ريو جي سامهون پيش ڪيو ويو. ھن چيو تہ اوھان مطالعي جي سھوليت کي غير قانوني لکت جي جي لاءِ استعمال ڪيو آھي. تنھن ڪري اوھان کان فوري طور تي اھا سھوليت واپس ٿي ونجي. ايئن ايندڙ چئن سالن تائين اسان کي لکڻ پڙھڻ جي موڪل نہ ملي.

آزاد ٿيڻ کان پوءِ ميڪ مھاراج منھنجو لکيل مسودو انگلستان موڪلي ڏنو. ڇھن مھينن تائين ھو پنھنجي گھر ۾ نظربند رھيو، پوءِ ماٺ مٺيءَ ۾، سرحد اُڪري ڀڄي اوليور ٽامبو سان ملڻ جي لاءِ لوساڪا پھتو ۽ پوءِ اتان کان لنڊن ھليو ويو. جتي ھو ڇھ مھينا رھيو. اتي ھن ھڪ ٽائيپسٽ جي مدد سان مسودي کي نئين شڪل ڏني ۽ لوساڪا واپس اچي انھيءَ جي ھڪ ڪاپي اوليور جي حوالي ڪئي.

پر انھيءَ کان پوءِ مسودي جي باري ۾ ڪا خبر ڪانہ پئي ۽ مون کي خبر ڪونھي تہ اوليور انھيءَ جو ڇا ڪيو. منھنجي قيد جي زماني تائين تہ اھو ڪتاب ڇپجي نہ سگھيو ھو. بھرحال، منھنجي موجوده يادگيرين جو بنياد اھي ئي ورق آھن.



1976ع ۾ ھڪ غير معمولي ملاقات جو بندوبست ڪيو ويو. جيلن وارو وزير 'جمي ڪروگر' ڪابينا جو ھڪ اھم ۽ بااثر ميمبر ھو. آزاديءَ جي تحريڪ جي سلسلي ۾ ھو حڪومتي پاليسي جو ناقد بہ ھو، پر سندس اچڻ تي مون کي ڪجھ شڪ ٿيو. دراصل حڪومت علائقائي بنيادن تي ترقياتي ڪمن ۽ نيم خودمختيار ھوم ليند جي باري ۾ پنھنجي پاليسيءَ کي ڪامياب ڏسڻ ٿي چاھيو. ٽرانسڪي ۾ منھنجو ڀائيٽو ۽ ڪنھن وقت جو منھنجو محسن ڪي. ڊي. متنزيما انھيءَ پاليسيءَ جو زبردست حامي ھو ۽ پنھنجي اقتدار جي مخالفن کي دٻائڻ ۾ ڪامياب رھيو ھو.

مون کي ياد آھي تہ جيل جو ڪمانڊنگ آفيسر منھنجي سامھون ھڪ رٽ پيش ڪري چڪو آھي: "منڊيلا! اھو بھتر ڪونھي تہ ڪو تون ٽرانسڪي ھليو وڃ ۽ آرام ۽ سڪون جي زندگي گھار." ھاڻ جمي ڪروگر بہ اھائي آڇ ڪري رھيو ھو. مون ڪابينا جي انھي اھم رُڪن جي باري ۾، پنھنجي ذھن ۾ جيڪو تصور قائم ڪري رکيو ھو، ھو انھيءَ جي بلڪل ابتڙ شخصيت جو مالڪ نڪتو. وات ڦاٽو، ضدي ۽ اڏنگو. مون ساڻس ملاقات کي پنھنجون شڪايتون پيش ڪرڻ جو سٺو موقعو سمجھيو ۽ کيس ياد ڏياريو تہ 1969ع ۾ اسان ھڪ خط موڪليو ھو. جنھن جو اڃا سوڌي جواب نہ مليو آھي. ھو فقط ڪلھا لوڏي خاموش رھيو. پوءِ مون جيل جي پوءِ مون سندس ڌيان جيل جي خراب ٿيل معاملن ڏانھن ڏياريو ۽ چيو تہ اسين سياسي قيدي آھيون ۽ اسان سان عادي ڏوھارين جھڙو سلوڪ نہ ڪرڻ کپي. سندس طنزيہ جواب ھو، "نہ! اوھين تشدد پسند ڪميونسٽ آھيو."

مون کيس پنھنجي سياسي پارٽيءَ جي تاريخ کان واقف ڪيو. خبر پئي تہ کيس انھيءَ جي باري ۾ ڪابہ ڄاڻ نہ ھئي. سندس معلومات فقط اسان جي مخالف پريس جي خبرن

تائين محدود هئي. هو اهو ٻڌي چرڪي پيو، جڏهن مون کيس ٻڌايو ته اي. اين. سي، سنڌس نيشلسٽ پارٽي کان پراڻي آهي. مون چيس ته اسين امن پسند ماڻهون آهيون، اسان جو 'فريڊم چارٽر' انهيءَ ڳالهه جو شاهد آهي. کيس اسان جي چارٽر جي باري ۾ ڪابه خبر ڪانه هئي. مون کي حيرت ٿي ته ڪابينا جو ڪو ميمبر به ايترو بيخبر ٿي سگهي ٿو. پر حقيقت اها هئي ته نيشلسٽ پارٽيءَ وارا، عام طور تي هر انهيءَ ڳالهه کان نفرت ڪندا هئا، جنهن جي باري ۾ کين ڪابه سڌ ٻُڌ نه هوندي هئي.

پوءِ، مون پنهنجو ۽ پنهنجي دوستن جي آزاديءَ جو مسئلو اُٿاريو ۽ خود کيس سنڌس قوم جي تاريخ کان واقف ڪيم. مون کيس ياد ڏياريو ته 1914ع ۾ پارليامينٽ ۾ نمائندگي رکڻ جي باوجود به ولنديزي نسل جي ماڻهن بغاوت ڪئي هئي ۽ پرتشدد قدم کنيا هئا. پر کين سياسي جلسن جلوسن ۽ ووٽ جو حق حاصل رهيو. جنرل ڊي وٽ ۽ جنرل ڪيمپ ٻارهن هزار ماڻهن سان گڏ ڪيترن ئي شهرن تي قبضا ڪيا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي ماريو. پر بغاوت جو ڏوهاري قرار ڏيڻ جي باوجود به کين آزاد ڪيو ويو. روبي ليبرانٽ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ حڪومت جي پاليسيءَ جي مخالفت ڪئي. کيس عمر قيد جي سزا ڏني ويئي. پر جلد ئي کيس معافي ملي ويئي.

ڪروگر پنهنجي قوم جي انهن تاريخي واقعن کان به ايتروئي بي خبر نڪتو، جيترو هو اسان جي 'فريڊم چارٽر' جي باري ۾ بي خبر هو. اهڙي قسم جي ڄٽ انسان سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ بيحد ڏکيو معاملو هوندو آهي. هن منهنجي ڳالهين کي ڌيان لائق ئي نه سمجهيو ۽ چيو، اهي سڀ پراڻي زماني جون ڳالهيون آهن. سنڌس هٺ پڌرو هو. هن رٿ پيش ڪئي ته جيڪڏهن آئون ٽرانسڪي جي علائقائي حڪومت کي جائز مڃي، اتي منتقل ٿيڻ تي راضي ٿي وڃان ته منهنجي سزا ختم ڪئي ويندي.

مون مڪمل ڌيان سان سنڌس ڳالهه ٻڌي ۽ پوءِ وراڻيم، "پهرين ته مون کي بنتوستان جي پاليسيءَ ئي منظور ڪونهي. ٻيو ته منهنجو تعلق جوهانسبرگ سان آهي، تنهن ڪري آئون فقط جوهانسبرگ منتقل ٿيڻ پسند ڪندس." ڪروگر بي فائده مون سان بحث ڪندو رهيو. مهيني کن کان پوءِ هو اها ساڳئي رٿ ٻيهر کڻي آيو ۽ مون اها ٻيهر رد ڪري ڇڏي. ڪو غدار ۽ نمڪ حرام ئي اهڙي رٿ تي آماده ٿي ٿي سگهيو.

جون 1976ع ۾ اسان کي ملڪ ۾ هڪ زبردست هنگامي جون خبرون ملڻ شروع ٿيون. پر اسين سويٽو جي نوجوان ڪارڪنن پاران فوج سان مقابلو ڪرڻ ۽ فوجين پاران هٿيار ڇڏي، ڀڄ پائي ڀڄڻ جي خبرن کي رڳو افواهه ئي سمجهندا رهياسين. ايستائين جو آگسٽ جي مهيني ۾ هنگامي ۾ حصو وٺندڙ نوجوان قيدي، رابن آئي لينڊ ۾ اچڻ شروع ٿيا ته اسين حقيقت کان واقف ٿياسين.

هيئين ٿيو جو 16 جون 1976ع تي سويٽو ۾، ولنديزي ڳاڙهڙ آفريقي زبان کي لازمي، تعليم جو ذريعو قرار ڏيڻ جي خلاف، هاءِ اسڪولن جا لڳ ڀڳ پندرنهن هزار شاگرد احتجاج جي لاءِ گڏ ٿيا. شاگرد، ظالم حڪمرانن جي زبان پڙهڻ جي لاءِ تيار نه هئا ۽ استاد

اِها پڙهائڻ جي لاءِ تيار نہ هئا. هن کان اڳ مائٽن ۽ استادن جا سڀ احتجاج رد ڪيا ويا هئا. جوان جذبن وارن انهن شاگردن جو هڪ پوليس دستي سان مهاڏو اٽڪيو، جنهن بنا وارننگ جي گولي هلائي ڇڏي. ڪيترا شاگرد زندگيون وڃائي ويٺا ۽ سوين زخمي ٿي پيا. شاگرد لٺين سان پوليس تي ڪڙڪي پيا ۽ مٽن پٿراءُ بہ ڪيائون. نتيجي ۾ بہ ڳورا پوليس وارا بہ مارجي ويا.

انهيءَ واقعي سڄي ڏکڻ آفريقا ۾ باهہ ٻاري ڇڏي. اهڙو ڪوبہ شهر ۽ وسندي نہ هو، جنهن ۾ حڪومت جي خلاف احتجاج نہ ٿيو هجي. پرتشدد فسادن جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. پوليس فائرنگ جي نتيجي ۾ مرندڙن جا جنازا قومي تحريڪ جي مرڪزي نقطو بنجي ويا. نوجوانن ۾ هڪدم بغاوت جو جوش ۽ جذبو گهڙي آيو هو ۽ شاگردن سڄي ملڪ ۾ تعليمي ادارن جو بائيڪاٽ شروع ڪري ڇڏيو. آفريقي نيشنل ڪانگريس بہ شاگرد احتجاج جي مڪمل تائيد ڪئي. 'بنتو ايجوڪيشن اسڪيم' خود پنهنجي تخليقڪارن جي لاءِ عذاب جو سبب بنجي رهي هئي.

سيپٽمبر ۾ جيل جو 'تنهائي وارو ڀاڱو' انهن نوجوانن قيدين سان سَٽجي چڪو هو. جن انهن هنگامن ۾ حصو ورتو هو. جيل جي ورانڊن ۾ سُس پُس شروع ٿي چڪي هئي. آئون ۽ منهنجا سنگتي مطمئن هئا تہ سٺ جي ڏهاڪي ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جيڪا ٺڏي ٿي چڪي هئي، سا هڪ ڀيرو ٻيهر ڪرَ موڙي رهي آهي. هزارين نوجوان ملڪ کان ٻاهر هليا ويا ۽ تنزانيا، انگولا ۽ موزمبيق ۾ اسان جي فوجي ڪئمپن ۾ سکيا وٺڻ کان پوءِ ڳجهي نموني ملڪ ۾ داخل ٿي چڪا هئا. جيل ۾ انهيءَ کان وڌيڪ ٻي همت افزائيءَ واري ڪابہ ڳالهہ ٿي نہ ٿي سگهي تہ اوهين جنهن مقصد خاطر جيل ۾ هجو. ٻاهر عوام انهيءَ جي لاءِ قربانيون ڏيئي رهيو هجي.

اهو نوجوان نسل، اسان جهڙن پراڻن قيدين کان مختلف قسم جو هو. هو بهادر، جهيڙي ۾ اڳرائي ڪرڻ وارا ۽ تشدد پسند هئا. هو ڪنهن جي بہ حڪم تي فلڪ ٿي نہ آئيندا هئا. جيل ۾ سڄو سڄو ڏينهن آزاديءَ جا نعرا هڻندا وتندا هئا. هو سهڪار جي بيٺ ۾ عدم تعاون جا وڌيڪ قائل هئا. هنن بيٺ جي فضا کي هڪدم بدلائي ڇڏيو هو ۽ انتظاميا جي سمجهہ ۾ نہ پي آيو تہ حالتن تي ڪيئن قابو پاتو وڃي. هڪ ڀيري ريووينا جي ڪيس دوران مون هڪ پوليس آفيسر کي چيو هو، 'جيڪڏهن حڪومت پاڻ ۾ سڌارا نہ آندا تہ هڪ ڏينهن، هنن جو مهاڏو اهڙن جانبازن سان اٽڪندو، جو اسان جهڙن نرم ۽ ٺڏن ماڻهن کي حڪومت ياد ڪندي، هاڻ رابن آئي ليند ۾ 'اهو سچ' اُڀري چڪو هو.

انهن نوجوانن ۾ اسان پرجوش انقلابي روح روان دوان ڏٺو. هڪ ملاقات ۾ وني مون کي اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪي هئي تہ ٻاهر هڪ مايوس، پر ويڙهاڪ آفريقي قومپرست نسل تيار ٿي رهيو آهي. جيڪو آزادي جي جدوجهد کي پنهنجي فڪري انداز ۾ بدلائڻ جو قائل آهي. اهو نئون نسل حڪومت جي ظالمانڻ طور طريقن مان بيزار ٿي چڪو هو ۽ حيران هو تہ هنن اهڙن وٺندڙ حالتن ۾ زندگيءَ جو گاڏو ڪيئن ٿو گهيلي سگهجي. جڏهن اسان ڪين

سمجهائيندا هئاسين تہ اوهان سٽ وارو ڏهاڪو تہ ڏئوئي ڪونہ هو، تہ هو اسان کي بہ شڪ ۽ شبهي جي نظرن سان ڏسڻ لڳندا هئا. امن ۽ امان جي سلسلي ۾ هو اسان جي ڳالهين تي بلڪل ڌيان نہ ڌريندا هئا ۽ اسان کي هيٺو يا گهٽ ۾ گهٽ اعتدال پسند قرار ڏيندا هئا.

هيڏي ڊگهي جدوجهد ۽ انقلابي قدمن کان پوءِ "اعتدال پسند" سڏرائڻ اسان جي لاءِ اڻ وڻندڙ احساس رکندڙ هو. بهرحال مون سندن ڳالهيون ڌيان سان ٻڌڻ جو ارادو ڪيو ۽ انهن مان ٻن نوجوانن ڏکڻ آفريقا جي شاگرد تنظيم جي سترينې موبلي ۽ 'ڪارن جي عوام ڪنوينشن' جي سائين ڪوپر کي خاص طور تي درخواست ڪيم تہ هو مون کي پنهنجي نظرين ۽ تحريڪ بابت مواد مهيا ڪن. مون ڄاڻڻ تي چاهيو تہ اهو ڪهڙو جذبو آهي، جنهن کين هنگامن تي اُڀاريو ۽ مستقبل جي باري ۾ سندن ڪهڙو فڪر آهي؟

هڪ ڏينهن ڪمانڊنگ آفيسر مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ آئون سندس مدد ڪريان. انهن نوجوان قيدين کي خطاب ڪري کين امن امان برقرار رکڻ تي راضي ڪريان ۽ کين احساس ڏياريان تہ هو جيل ۾ آهن، تنهن ڪري کين مقرر ڪيل قاعدن ۽ قانونن تي عمل ڪرڻ کپي. مون کيس صاف ٻڌائي ڇڏيو تہ آئون ائين ڪري نٿو سگهان. ائين ھي نوجوان مون کي ظالم جو ساٿاري سمجهڻ لڳندا. هو تہ جيل جي بنيادي ضابطن کي بہ ڪا اهميت نہ ڏيئي رهيا هئا.

هڪ ڏينهن آئون آفيس ۾ ڪمانڊنگ آفيسر سان ملاقات ڪري، هڪ ميجر سان گڏ ٻاهر نڪتس تہ ڏٺم، هڪ سترهن ارڙهن سالن جو قيدي نوجوان هڪ داروغي سان ڳالهائي رهيو هو. کيس مٿي تي ٽوپي پاتل هئي، جيڪا هن ميجر کي ڏسڻ جي باوجود بہ ڪانہ لاٿي. اها قاعدي جي خلاف ورزي هئي. نہ وري هو ميجر کي ڏسي مؤدبانہ ٿي بيٺو. اهو هڪ ٻيو ڏوهہ هو. ميجر هن ڏانهن ڏٺو ۽ نرميءَ سان چيو، "مٿي تان ٽوپي لاهي ڇڏ." نوجوان قيديءَ ميجر جي ڳالهہ نظرانداز ڪري ڇڏي. هاڻي ميجر سختيءَ سان چيس، "ٽوپي لاهي ڇڏ." هن ميجر ڏانهن ڏسندي چيو، "ڇا جي لاءِ؟" مون کي پنهنجي ڪنن تي يقين ئي نہ پي آيو. "ڇا جي لاءِ" هڪ باغيانو سوال هو. ميجر بہ ڇرڪي پيو. پر هن ورائيو، "ڇو تہ اها قانون جي خلاف ورزي آهي؟" نوجوان پوءِ بہ مات نہ ڪئي. ۽ چوڻ لڳو، "اوهان اهو قانون ڇا جي لاءِ ٺاهيو آهي. نيٺ بہ تہ انهيءَ جو ڪهڙو مقصد آهي." ميجر جي لاءِ اهو سڀ ڪجهہ سهپ کان ٻاهر هو. هو ڪاوڙ ۾ هلڻ لڳو ۽ مون کي چوڻ لڳو، "منڊيلا! تون هن کي سمجهاءِ." پر آئون هن جي طرفان ڪيئن ٿي مداخلت ڪري سگهيس. آئون نوجوان وٽ ويس ۽ کيس ٻڌايم تہ آئون ساٿس گڏ آهيان.

حڪومت سيني سياسي پارٽين تي بندش وجهي چڪي هئي ۽ ميدان خالي پيل هو. ان خلا کي Black Consciousness Movement 'ڪارن نوجوانن جي جاڳرتا تحريڪ' اچي پريو.

دراصل 'ڪارن جي سجاڳي' تحريڪ کان وڌيڪ هڪ فلسفي جو نالو آهي. ان جي

تخليق ۾ هي نظريو ڪم ڪري رهيو هو تہ شيدين کي ٽن سئو سالن جي غلاميءَ سبب پيدا ٿيل نفسياتي احساس ڪمتريءَ مان هڪدم ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ کپي. عوام ۾ اعتماد پيدا ڪرڻ ۽ آزادي حاصل ڪرڻ جو اهوئي هڪ ذريعو آهي. ان تحريڪ جي جوڙجڪ غير نسلي بنيادن تي ڪئي ويئي هئي. پر هڪ نئين سماج جي اڏاوت جي لاءِ وقتي طور تي ڳورن کي انهيءَ ڪان ڌار رکڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

منهنجي لاءِ اهو نظريو نئون نہ هو. پنجويهہ سال اڳ يوٿ ليگ جي جوڙجڪ وقت بہ منهنجي نظر ۾ اهي ئي مقصد هئا. اسين بہ قومپرست هئاسين. اسان کي بہ پنهنجي آفريقي هئڻ تي فخر ۽ ڀروسو هو. اسان بہ ڳورن جي مدد جي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو هو. 'ڪارن جي سجاڳيءَ جي تحريڪ' اسان جي ئي نظرين کي ٻيهر جيئاري رهي هئي. پر مون کي اهو بہ ڏپ هو تہ ڪٿي اهي نوجوان 'ڪارن' تي زور ڏيندي ڏيندي فرقي پرستي جو شڪار نہ ٿي وڃن. تنهن ڪري هڪ جهوني سياستدان جي حيثيت سان مون کين آفريقي نيشنل ڪانگريس جي فڪر سان روشناس ڪرائڻ جو پڪو پهہ ڪيو. تہ جيئن هو جذبات جي وهڪري ۾ لڙهي مايوسيءَ جي اٿاهہ گهرائيءَ ۾ غرق نہ ٿي وڃن. مون هنن جي سامهون پنهنجو پاڻ کي هڪ دوست جي حيثيت سان پيش ڪيو. هو اسان کان بنتوستان ۽ 'فريڊم چارٽر' بابت سوال ڪندا هئا. اسين سندن ڳالهيون ڌيان ڌري ٻڌندا هئاسين ۽ نرميءَ سان جواب ڏيندا هئاسين. انهن مان ڪيترن جو واسطو ٽرانسڪيءَ سان هو. مون کانئن سندن گهر بابت سوال ڪيا. شاگرد تنظيم جي بهادر اڳوات پيٽرڪ (Terror) کي مون خوش آمديد جو نياپو موڪليو. ڪيس 'دهشت يا هوا' جو خطاب فٽ بال جي ميدان ۾ سندس بي پناهہ همت ۽ حوصلي جي آڌار تي مليو هو. هن جا نسلي اختلافن جي باري ۾ خيال، اي. اين. سي جي خيالن سان ملندڙ جلندڙ هئا. ڪيترن ئي ڪارڪن نيشنل ڪانگريس ۾ شموليت جو اعلان ڪيو. 'هوا' تہ ڪانگريس جي هاءِ ڪمان ۾ ڳنڍجڻ لڳو. هو ٻين قيدين کي اسان جي نظرين جي باري ۾ سبق ڏيندو هو. اسان محسوس ڪيو تہ اسان جا نظريا اڃا بہ طاقت ۽ قوت جو سرچشمون آهن ۽ اسين آزاديءَ جي تحريڪ جي لاءِ سيني جي ٻڌي ۽ اتفاق جي اميد رکي سگهون ٿا.

جيل ۾ هڪ افسوسناڪ واقعو ٿيو. جنرل سيڪشن ۾ اي. اين. سي، پي. اي. سي ۽ 'ڪارن جي جاڳرتا تحريڪ' (BCM) جا ڪارڪن پاڻ ۾ اٽڪي پيا. انهن مان ڪيترا ڌڪجي بہ پيا. پر انهيءَ جهيڙي ۾ آئون اڻ ڌريو رهيس ۽ زور پرڻ جي باوجود بہ ڪنهن پارٽيءَ جي باري ۾ هڪ لفظ بہ ڪجهہ ڪان انڪار ڪيم. ڇو تہ منهنجي ائين ڪرڻ سان قومي يڪجهتيءَ جي اعليٰ آدرشن کي ڌڪ رسڻ جو انديشو هو. منهنجا ڪيترا دوست ناراض بہ ٿيا. پر منهنجو چوڻ هو تہ اسان سيني جي جدوجهد هڪئي مقصد جي خاطر آهي ۽ انهيءَ کي ڌار ڌار حصن ۾ ورهائي نہ ٿو سگهجي. اسان سيني جو گڏيل دشمن هڪ ئي آهي. آئون قومي ٻڌي جو داعي هئس. سيني جو ساٿي، سيني جو دوست.

اهي نوان آيل، ويڙهو قيدي انتظاميہ جي لاءِ مسئلو بنجي ويا هئا. هو اسان جي مدد

وٺڻ تي مجبور ٿي پيا هئا. اسان اهو موقعو مناسب ڄاتو ۽ پنهنجا مطالبا ورجايا ته اسان کي جيل جي مشقتي ڪمن کان ڇوٽڪارو ڏنو وڃي. تنهن ڪري 1979ع جي شروع ۾ اسان کي مشقت کان ڇوٽڪارو ملي ويو ۽ انهيءَ جي بدران پنهنجي ئي علائقي ۾ ڪو ننڍو وڏو ڪم ڪرڻ جي سهوليت ڏني ويئي. اهڙي طرح عملدارن کي به ڪافي سڪون ميسر ٿيو. هيستائين ڪين هر ٽن قيدين جي مٿان هڪ داروغو رکڻون ٿي پيو. جڏهن اسين پنهنجي سيڪشن ۾ ئي ڪم ڪرڻ لڳاسين ته ڪين احتياطي تدبيرن جي سلسلي ۾ ڪافي سهوليت ملي. هاڻي آئون پنهنجو گهڻو ٽو وقت مطالعي، خطن لکڻ ۽ دوستن سان بحث مباحثي ۾ گذارڻ لڳس. پر ٽينس ۽ 'باغباني' کي مون پنهنجو 'شوق' بنائي ورتو.

جيل جي زندگيءَ کي سولو بنائڻ جو سنو طريقو هي آهي ته انسان پنهنجي لاءِ ڪو اهڙو رستو اختيار ڪري جنهن سان کيس ذهني سڪون ميسر ايندو رهي. جهڙوڪ: باقاعدگيءَ سان پنهنجا ڪپڙا ڌوئڻ، ڪمري جي صفائي ڪرڻ ۽ ورانڊي کي صاف سٿرو رکڻ. جيل ۾ ننڍين ننڍين ڪمن ڪرڻ سان انسان جيل جي ٻاهر وڃي به مفيد ڪم ڪرڻ جو عادي ٿي وڃي ٿو.

رابن آئي لينڊ ۾ آئون عملدارن کي چوندو هئس ته مون کي باغيچو ٺاهڻ جي سهوليت مهيا ڪن. پر هو هرويرو مخالفت ڪندا رهيا. هاڻي آئون انهيءَ جي قابل هئس، جو پنهنجي انهيءَ خواهش جو پورائو ڪري سگهان. تنهن ڪري مون ڏاڍي محنت سان اڱڻ جي هڪ طرف هڪ خوبصورت باغيچي جو بنياد رکيو. اها زمين خشڪ ۽ پٿريلي هئي، تنهنڪري مون کي وڻ ۽ ٻوٽا هڻڻ جي لاءِ ننڍا ننڍا جابلو ٽڪر صاف ڪرڻا پيا. ڪيترائي دوست اهو ڏسي مذاق ۾ چوندا هئا ته آئون بنيادي طور هڪ کاڻيون کوٽيندڙ آهيان. جو ته ڇن جي کاڻ تي ڪم جي خاتمي کان پوءِ، پنهنجو فالتو وقت اڱڻ جي کوٽائيءَ ۾ صرف ڪري رهيو آهيان.

جيل عملدارن مون کي مختلف ٻوٽن جا ٻج مهيا ڪيا. شروعات مون ٽماٽن، مرچن ۽ بصر جي پوک ڪئي، پهرين ته منهنجي ٻنيءَ سٺي پيداوار نه ڏني، پر پوءِ هوريان هوريان ترقي ڪندي ويئي. عملدارن کي به مون کي موڪل ڏيڻ پڇتاءُ نه پيو. آئون پنهنجي انهيءَ ٻنيءَ مان اڪثر ڪين بهترين قسم جا ٽماٽا ۽ بصر مهيا ڪندو رهندو هئس.

باغباني ۽ ٻني ٻارو منهنجو پراڻو مشغلو هو. انهيءَ سلسلي ۾ منهنجو پهريون ڪامياب تجربو 'فورٽ هيري' جو هو. جتي يونيورسٽي جي ڊگري حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪانه ڪا هٿ جي محنت ضروري هئي. تنهن ڪري مون هڪ پروفيسر جي گهر باغبانيءَ جو فرض سنڀاليو ۽ ايئن مون کي وطن جي مٽيءَ سان ويجهڙائپ جي لذت حاصل ٿي، البت جوهانسبرگ ۾ ان مشغلي لاءِ نه مون وٽ زمين ٽڪر هو ۽ نه وري وقت هو.

مون باغباني ۽ ٻني ٻاري جي ٻاري ۾ ڪيترائي ڪتاب گهرايا ۽ انهن جي مطالعي سان ٻوٽن کي پوکڻ ۽ ٻاڻ تيار ڪرڻ جا ڪيترائي نوان نوان طريقا معلوم ڪيا. مون پوهي مگ به پوکيا، پر انهن ۾ ڪاميابي نه ٿيم.

جيل ۾ باغيچو ئي هڪ اهڙو هنڌ هو، جنهن تي منهنجو قبضو هو. ٻج ڪيڻ، ٻوٽي کي زمين مان ڦٽندو ڏسڻ، انهيءَ جي رکوالي ڪرڻ ۽ پوءِ فصل لڻڻ... ان سڀني عمل سان مون کي هڪ سادي، پر دائمي تسڪين ملندي هئي. زمين جي انهيءَ ننڍڙي ٽڪريءَ جي ملڪيت جو تصور، مون کي آزاديءَ جي گهري تصور سان هم ڪنار ڪندو هو.

ان باغيچي کي مون هڪ حوالي سان پنهنجي زندگيءَ جي لاءِ استعارو تصور ڪيو. مون سوچيو ته ڪنهن اڳواڻ جي لاءِ ضروري آهي ته هو پنهنجي 'باغ' جي سٺي سنڀال ڪري. حقيقت ۾ هو به ٻج پوکي ٿو. انهيءَ جي سارسنڀال ڪري ٿو، وڻ پوکي ٿو ۽ نتيجن جو فصل لڻي ٿو. هڪ ماليءَ جيان اڳواڻن کي به پنهنجي ٻنيءَ جي ذميداري قبول ڪرڻ کپي. انهيءَ تي مڪمل ڌيان ڏرڻ کپي. جيت جڻين ۽ ڪيڙن ماڪوڙن ۽ دشمن تي نظر رکڻ کپي ۽ جيڪا شئي مفيد هجي، سا محفوظ رکي. غير ضروري شئي کي ڪڍي ٻاهر ڪري ڇڏجي.

منهنجي باغيچي ۾ ٽماٽن جو هڪ خوبصورت ٻوٽو هو. مون انهيءَ جي ڏاڍي سنڀال ڪئي ۽ هن به سٺي پيداوار ڏني. انهيءَ جي باري ۾ مون ونيءَ کي به خط به لکيا ۽ انهيءَ جي سڄي تاريخ بيان ڪيم. پوءِ شايد آئون انهيءَ جي پوري سارسنڀال ڪري نه سگهيس ته هو ڪومائجڻ لڳو ۽ ڏينهون ڏينهن سُڪندو ۽ هڊبو ٿيندو ويو. هن جي صحت ڪنهن به نموني بحال ٿي نه سگهي ۽ نيٺ هو 'مري ويو.' مون کيس پاڙئون کوٽي ڪڍيو، کيس وهنجاري صاف ڪري، باغيچي جي هڪ ڪنڊ ۾ دڪي ڇڏيم.

الائجي، ونيءَ انهي ڏکهي ڪهاڻيءَ مان ڪهڙو نتيجو ڪڍيو هوندو. پر کيس لکڻ مهل منهنجي ذهن ۾ بيشمار گڏيل سڏيل خيال هئا. مون نٿي چاهيو ته اسان جا لاڳاپا به ٽماٽن جي ان ٻوٽي جيان ڪومائجي وڃن ۽ نيٺ ختم ٿي وڃن. پر مون اهو محسوس ڪيو ته آئون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي اهم رشتن جي ضروري پالنا ۾ ناڪام رهيو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو چاهيندي به فنا ٿيندڙ شئي کي بچائڻ جي لاءِ ڪجهه به ڪري نٿو سگهي.

ڪم مان ڇوٽڪارو ملڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو منهنجو وزن وڌڻ لڳو. ڇن جي کاڻ تي خوب پگهر وهندو هو، جنهن جي ڪري منهنجو جسم سنهو رهيو. منهنجي ويجهو، جسماني محنت، ذهني سڪون جو سبب بڻجي ٿي. اهو انهيءَ رياضت جو ئي ڪمال هو جو مون ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڪاوڙ يا ناڪاميءَ جو جوش ڪنهن دوست يا پوليس واري تي ڪڍڻ جي بدران "پنچ بيگ" تي ٿي ڪڍيو، جذباتي دٻاءُ، سڪون ۽ سنجيدگيءَ جو سڀ کان وڏو دشمن آهي ۽ رياضت جذباتي دٻاءُ ۽ ڪاوڙ کي ختم ڪرڻ جو سڀ کان سٺو علاج آهي. منهنجو تجربو آهي ته مون سٺي جسماني صحت سان، سدائين سٺي نموني سوچيو ۽ سٺا سٺا ڪم ڪيم. اهو ئي ڪارڻ آهي جو مون تربيت کي پنهنجي زندگيءَ جو اهم حصو بنائي رکيو.

جيل ۾ مايوسيءَ کان بچڻ جي ڪا نه ڪا واٽ ضرور هجڻ کپي. تنهن ڪري مون

پنهنجي مُڪي بازي جي پراڻي عادت کي نئين سر جاڳايو. آئون هفتي ۾ چار ڏينهن دل کولي رياضت ڪندو هئس. ۽ ٽي ڏينهن آرام ۾ گذاريندو هئس. صبح جو سوير 45 منٽ ڊوڙندو هئس ۽ لڳ ڀڳ ٻه سئو دفعا اٺ ويهه ڪندو هئس. آئون پنهنجي خطن ۾ ٻه، ٻارن کي مستقل طور تي رياضت جي تلقين ڪندو هئس ۽ کين باسڪيٽ بال، فٽبال يا ٽينس جهڙين ڊوڙ وارين راندين کيڏڻ جي هُشي ڏيندو هئس. مون ڪيترن ئي ساٿين کي ٻه پنهنجي واٽ ونرائي، ايتريقدر جو والٽر ٻه صبح جو اڱڻ ۾ چڪر هڻڻ لڳو. ڪي نوجوان قيدي مون کي ڏسي پاڻ ۾ چوندا هئا، هي پوڙهو هيتري رياضت ڪري سگهي ٿو ته پوءِ اسين ڇو نٿا ڪري سگهون؟ تنهن ڪري انهن نوجوانن ٻه اسان جي پيروي شروع ڪري ڏني.

هاڻ، اسان کي والي بال ۽ پنگ پانگ کيڏڻ جي سهوليت ٻه ملي ويئي. هڪ داروغي جي صلاح تي اسان پڌر کي 'ٽينس ڪورٽ' ناهيو. ۽ ان کي اسين پنهنجو 'ومبلڊن' تصور ڪندا هئاسين. فورٽ هيري ۾ آئون ٽينس کيڏندو هئس ۽ ڪافي عرصي کان پوءِ ٻيهر اهو موقعو وري مليو هو. مون پنهنجو ڌيان مطالعي ڏانهن ٻه ڏنو. پر منهنجي پسند جي ڪتابن جي داخلا تي بندش هئي. ريووينا ڪيس جي زماني ۾ آئون لنڊن يونيورسٽي مان قانون جي ڊگري وٺڻ جي تياري ڪري رهيو هئس. مون ناول ٻه پڙهڻ شروع ڪيا. هتي جاسوسي ناول ته موجود هئا، پر سياست، سوشلزم ۽ ڪميونزم بابت مواد اندر اچي نه ٿي سگهيو. جيڪڏهن ڪنهن ڪتاب جي نالي ۾ Red يا War جو لفظ شامل هوندو هو ته سينسر وارا اهو روڪي ڇڏيندا هئا. ايتريقدر جو ايچ جي ويلز جي سائنسي ادب جو ڪتاب The war of the wars ٻه خطرناڪ قرار ڏيئي روڪيو ويو.

مون ڏکڻ آفريقا جي باري ۾ يا ڏکڻ آفريقا سان واسطو رکندڙ اديبن جي ڪتابن جو خصوصي مطالعو ڪيو. ڪيترا آمريڪي ناول ٻه پڙهڻ جي لاءِ ملي ويا. جن ۾ 'جان اسٽين بيڪ' جو ناول The Gapes of Warth قابل ذڪر آهي. ٽالسٽائي جو عظيم ناول WAR AND PEACE کي مون ڪيترائي ڀيرا پڙهيو ۽ انهيءَ ۾ جنرل ڪوتوزوف جي تصوير مون کي خاص طور تي متاثر ڪيو. جنهن شاهي موڪل کان سواءِ، فقط پنهنجي سپاهين جي رضامندي سان نيپولين جو مقابلو ڪيو ۽ کيس شڪست ڏني. مون کي حيرت آهي ته WAR لفظ جي موجودگيءَ جي باوجود ٻه انهيءَ ڪتاب کي اندر اچڻ جي موڪل ڪيئن ملي ويئي.



سويٽو شاگرد تحريڪ جي دوران منهنجي پراڻي سنگتي مشهور ڊاڪٽر موٽلانا ۽ منهنجي زال ونيءَ کي 'ڪارن والدين جي سوسائٽي' سان لاڳاپي جي آڌار تي گرفتار ڪيو ويو. اها سوسائٽي مقامي پيشه ور ماڻهن ۽ پادرين تي مشتمل هئي ۽ شاگرد تحريڪ ۾ پاڳي پائيوار سمجهي ويندي هئي. ونيءَ کي ڪيس هلائڻ کان سواءِ جوهانسبرگ جي قلعي ۾ پنجن مهينن جي لاءِ قيد ڪيو ويو. اسان جون ننڍڙيون ڌيئرون سوازي ليند جي اسڪول

۾ پڙهنديون هيون ۽ ساڻن منهنجي لڪيڙهه رهندي هئي. ڊسمبر ۾ ونيءَ آزاد ٿي ٻاهر نڪتي ته هوءَ وڌيڪ پراعتماد بڻجي چڪي هئي. ۽ آزاديءَ جي تحريڪ جي هڪ ڪارڪن جي حيثيت سان سنڌس شهرت ۾ واڌارو ٿي رهيو هو.

انتظاميه، ونيءَ جي عوام ۾ شهرت ۽ مرتبي سبب ڪافي پريشان هئي ۽ هنن هڪ شرمناڪ قدم کنيو. 16 مئي 1977ع جي رات جي وڳڙي ۾ اسان جي گهر تي ڇاپو هنيو ويو. پوليس جون ڪيتريون ئي گاڏيون ۽ ٽرڪون ٻاهر بيٺيون هيون. هنن گهر جي هر شئي، فرنيچر کان وٺي ڪپڙن تائين ٽرڪ ۾ وڌا ۽ اسان جي ڌي زندزي کي به انهيءَ ٽرڪ ۾ چاڙهيو ۽ بنا پڇا ڳاڇا ۽ ڪجهه ٻڌائڻ جي، بلڪ قانوني طور تي گرفتار ڪرڻ کان سواءِ کيس جوهانسبرگ کان اڏائي سئو ميل پري فري اسٽيٽ جي ڏورانهين وسندي برانڊ فورٽ وٺي ويا ۽ سمورو سامان ٽين جي ڇت واري هڪ معمولي گهر جي اڳيان لاهي ڪٽي ڊگهه ڪيو.... مون کي اهو سڀ ڪجهه ڪيتيءَ جي واتان معلوم ٿيو. جنهن کي سنڌس هڪ هنڌو ملاقاتي ٻڌايو هو. برانڊ فورٽ هڪ ويران، غريب ۽ پس مانده آفريقي وسندي هئي. ۽ اتي جا رهاڪو ڳورن زميندارن جي مُٺ ۾ هئا. هتي هڪ مقامي ٻولي 'سي سوٿو' ڳالهائي ويندي هئي، جنهن کان ونيءَ اڻ واقف هئي.

انهن نين حالتن مون کي ڏڪارو ڪيو ۽ ڪاوڙائي وڌو. جڏهن ونيءَ سويٽو ۾ هوندي هئي ته آئون تصور ئي تصور ۾ کيس گهر جو ڪم ڪار ڪندي يا مطالعو ڪندي ڏسي ٿي سگهيس ۽ مون کي هڪ قسم جو اطمينان هوندو هو. اتي اسان جا ڪيترائي سنگتي ساٿي ۽ مٽ مائٽ به رهندا هئا. پر برانڊ فورٽ ۾ هوءَ ۽ زندزي بلڪل اڪيليون رهجي ويون هيون.

هڪ ڀيرو آئون بلوم فونٽين ويندي ان وسنديءَ مان لنگهيو هئس. مون کي ان جي غربت ۽ ويرانيءَ کان سواءِ ٻي ڪا خاص ڳالهه ياد نه رهي هئي. ان وقت منهنجي وهم ۽ گمان ۾ به نه هو ته ڪو هڪ ڏينهن گهر نمبر 802 برانڊ فورٽ سان منهنجي واقفيت ٿيندي. مون کي ايئن محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ آئون ۽ ونيءَ ٻئي انهي گهر ۾ گڏ قيد هجون.

مون کي ونيءَ جي خطن مان خبر پئي ته برانڊ فورٽ جي زندگي ڏاڍي ڏکي هئي. گهر کي گرم رکڻ جو ڪوبه بندوبست نه هو. پاڻيءَ جو به ڪو نلڪو نه هو. ايتريقدر جو ضروري حاجتن لاءِ به ڪا جاءِ نه هئي. بازار نالي جي ڪابه شئي نه هئي ۽ ڪجهه دوڪان موجود هئا، جن تي به آفريقي خريدارن سان دشمڻ جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو هو. ڳورا رهاڪو پنهنجي مخصوص ولنديزي طرز جي آفريقي ٻولي ڳالهائيندا هئا ۽ سخت رجعت پسند هئا.

ونيءَ کي هر طرح سان تنگ ڪيو پئي ويو. زندزي پوليس جي روزاني چرپر ۽ سخت رويي جي ڪري ڊڄي ويئي هئي. ان صورتحال جي پيش نظر مون وڪيل جي وسيلي برانڊ فورٽ پوليس جي خلاف پنهنجي ڌيءَ کي ناجائز طور تي ڊيڄارڻ جي خلاف درخواست

داخل ڪئي. عدالت فيصلو ڪيو تہ زندزي، جنهن جي چرپر تي ڪابہ قانوني پابندي ڪونهي. تنهن سان ملڻ جلڻ جي آزادانہ مہ ڪل هوندي.

وني لچڪيدار شخصيت جي مالڪ آهي. هن جلدئي پنهنجن سڻن روين سبب وسندي جي رهاڪن جون دليون جيتي ورتيون. جن ۾ ڪيترائي رحم دل ڳورا بہ شامل هئا. هن بک جي خلاف جهاد تحت غريب عوام ۾ غذائي شيون ورهائڻ جو پروگرام ترتيب ڏنو. ٻارن جي لاءِ هڪ 'دائي خانو' شروع ڪيو ۽ هڪ ننڍڙي اسپتال جي لاءِ ٿوڙي گڏ ڪرڻ لڳي. حالانڪہ انهيءَ وسنديءَ جي ماڻهن ڪڏهن ڊاڪٽر جو منهن بہ نہ ڏٺو هو.

•

1987ع ۾ منهنجي ٻي ڌيءَ زينيءَ جي شادي، سوازي لينڊ جي بادشاهہ، سبهوزاجي پٽ پرنس ٿمبو مازيءَ سان ٿي، پر آئون جيل ۾ هئڻ سبب هڪ پيءَ جو روايتي ڪردار ادا ڪري نہ سگهيس. اسان جي سماج ۾ ڪنوار جو پيءُ، شاديءَ کان اڳ گهوٽ جو باقاعده انٽرويو وٺندو آهي ۽ سندس بابت شناسائي حاصل ڪندو آهي. ۽ 'لولولا' يعني حق مهر جو فيصلو ڪندو آهي، جيڪو گهوٽ جي طرف واجب هوندو آهي ۽ شاديءَ جي ڏينهن ڌيءَ جي رخصتي بہ هوئي ڪندو آهي. مون کي گهوٽ جي باري ۾ ڪوبہ شڪ نہ هو، پر مون رسمي طور تي پنهنجي دوست ۽ قانوني صلاحڪار جارج بزاس کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو ۽ درخواست ڪيم تہ هو شهزادي سان ملي، ڪانئس پڇي تہ منهنجي ڌيءَ جي سارسنڀال جي باري ۾ سندس مستقل تصور ڪهڙا آهن!

جارج شهزادي سان ملاقات ڪئي ۽ پوءِ راٻن آئي لينڊ مون سان ملڻ جي لاءِ آيو. جيئن تہ زيني اڃا ايڪيهن سالن جي نہ ٿي هئي، تنهن ڪري شادي جي لاءِ منهنجي اجازت حاصل ڪرڻ ضروري هئي. ملاقات جي دوران جارج اهو ڏسي حيران ٿي ويو تہ ڪمري ۾ اسان ٻنهي کان سواءِ، جيل جو هڪ داروغو بہ موجود آهي. مون کيس ٻڌايو تہ اهو جيل جي قاعدن موجب ٿي رهيو آهي. مون کيس يوڳ ڪندي چيو، "هونئن بہ اسان کي هن صاحب کان ڪهڙي ڳالهہ لڪائڻي آهي."

جارج مون کي گهوٽ ۽ ڪنوار جي وچ ۾ محبت ۽ گهوٽ جي شاندار مستقل جي باري ۾ واقف ڪيو. گهوٽ جو پيءُ شاهہ سبهوزا پاڻ بہ هڪ روشن خيال سردار ۽ آفريقي نيشنل ڪانگريس جو ميمبر هو. جارج جي خيال ۾ گهوٽ جي گهر وارن کي فقط هو اعتراض هو تہ هوءَ هڪ سوازي شهزادو آهي... مون کيس چيو تہ تون کين ٻڌائي تہ هن جي شادي هڪ ٿمبو شهزاديءَ سان ٿي رهي آهي.

زيني، سوازي شاهي خاندان جي هڪ رُڪن بنجي رهي هئي، جنهن ۾ ڪيترائي فائدا هئا. هوءَ فوري طور تي سفارتي رعايتن جي حقدار ٿي ويئي ۽ جڏهن بہ وٽيس منهنجي ملاقات جي لاءِ اچي ٿي سگهي. اينڊز سياري جي منڊ ۾ هوءَ ۽ شهزادو ٿمبو مازي، راٻن آئي لينڊ آيا. سندن ننڍڙي ڇايل ڌيءَ بہ ساڻن گڏ هئي. شهزادي جي مرتبي کي نظر ۾

رڪندي اسان جي ملاقات 'مشاورت هال' ۾ ڪرائي ويئي. جتي پتيون ۽ شيشا اسان جي وچ ۾ موجود نہ هئا. آئون سندن انتظار ۾ وينو ڪافي جذباتي ٿي رهيو هئس.

سندن آمد هڪ عجيب منظر پيش ڪري رهي هئي. آئون ڪين ڏسي اٿي بيٺس ۽ جيئن ٿي زيني مون ڪي ڏٺو، پنهنجي ڪکي، سندس ٻيءَ جي هنج ۾ وجهي ڊوڙندي اچي منهنجي ڇاتيءَ سان لڳي. مون پنهنجي ڌيءَ کي ٽڏهن ڏٺو هو، جڏهن هوءَ اڃا پنهنجي ڌيءَ جي عمر جي مس هئي. اهو هڪ عجيب منظر هو. وقت ڪنهن جذباتي انداز جي ناول جي شڪل ۾ اڳيان وڌندو ٻي ويو ۽ آئون اُوچتو پنهنجي ننڍڙي ڌيءَ کي گلي سان لڳائي بيٺو هئس، جيڪا هاڻ جوانيءَ جي عمر تائين پهچي چڪي هئي. پوءِ مون پنهنجي نئين پٽ کي گلي لاٿو ۽ هن پنهنجي ننڍڙي ڌيءَ مون کي هنج ۾ ڏني. جيڪا ملاقات جي پڄاڻيءَ تائين مون پنهنجي سيني سان لڳائي رکي. پشم جي گولي جهڙي نازڪ ٻارڙي کي پنهنجن انهن سخت هٿن ۾ جهلڻ، جيڪي ڊگهي عرصي کان ڪوڏر ۽ بيلچو جهلڻ جا عادي ٿي ويا هجن. منهنجي لاءِ حد کان وڌيڪ خوشيءَ جو سبب بنجي رهيو هو. ان وقت آئون دنيا جو سڀ کان وڌيڪ خوش قسمت انسان هئس.

ان ملاقات جو هڪ رسمي پهلو بہ هو. مون کي ان ٻارڙيءَ جو نالو تجويز ڪرڻو هو. اسان وٽ ٻارن جا نالا نانا يا ڏاڏا ئي رکندا آهن. تنهن ڪري مون انهيءَ جي لاءِ 'زازي' يعني اميد جي چونڊ ڪئي. اهو نالو منهنجي لاءِ هڪ خاص اهميت جو حامل هو. مون ڪڏهن بہ اميد جو دامن هٿان نہ ڇڏيو هو. مون کي پڪ ٿي ويئي آهي تہ اها ڪڏهن بہ مون کان ڌار نہ ٿيندي، آئون پراميد هئس تہ هيءَ ٻارڙي ڏکڻ آفريقا جي انهيءَ نئين نسل جي نمائنده هوندي، جنهن جي ذهن ۾ "نسلي متڀيد" وهم ۽ خيال جي هڪ ڌنڌلي صورت ۾ باقي وڃي بچندو... اهو ئي منهنجي زندگيءَ جو نصب العين هو.

•

اهو سويٽو هنگامن کان پوءِ جيل جي اندرين حالت جو نتيجو هو يا منهنجي گهرو حالتن جي تقاضا جو 1976ع کان پوءِ مون تي هڪ خواب جهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي هئي ۽ گهر ٻار جي ياد ڏاڍي ستائيندي هئي. جيل ۾ ماڻهو وٽ سوچ ويچار جو تمام گهڻو وقت هوندو آهي. پر ماضيءَ جون يادگيريون دوست بہ بنجي وينديون آهن تہ دشمن بہ. منهنجو ذهن مون کي ماضيءَ جي ڪيترن ئي وڻندڙ ۽ اڻ وڻندڙ گهڙين ۾ وٺي ويندو هو. آئون اڪثر خواب ڏسندو هئس ۽ سڄيون سڄيون راتيون گذريل دور جي يادن ۾ گم هوندو هئس.

هڪ رات مون ڏاڍو بڇڙو خواب لڌو. مون ڏٺو تہ مون کي آزاد ڪيو ويو آهي، پر اهو رابن آئي لينڊ نہ پر جوهانسبرگ جو جيل آهي، آئون جيل جي وڏي دروازي مان نڪري شهر ۾ گهڙي رهيو آهيان، پر ٻاهر مون کي ڪوبہ شناسا چهرو نظر نہ ٿو اچي. پر شهر جي رستن تي ڪوبہ بني بشر موجود ئي نہ هو. ڪابہ ڪار يا ٽئڪسي نظرئي نہ پئي آئي. آئون پيرين پنڌ سويٽو طرف هلڻ ٿو شروع ڪريان، اورلينڊو ويسٽ تائين پهچندي پهچندي مون

ڪي ڪيترائي ڪلاڪ لڳي ٿا وڃن. پوءِ آئون پنهنجي گهر 8115 طرف ٿو مڙان ۽ ڏسان ٿو ته اسان جو گهر پڙپانگ لڳو پيو آهي. ان جون دريون ۽ دروازا کليا پيا هئا. پر اندر ڪوبه شخص موجود نه هو. اهو هڪ جهڙ پوتن جو آستان ٿي لڳو."

پر منهنجا سڀ خواب پوائتا به ڪونه هئا. مون پنهنجي هڪ خط ۾ ونيءَ کي نهايت سُندر خواب ٻڌايو: "24 فيبروري واري رات جو آئون اوچتو گهر نمبر 8115 ۾ پهچي ٿو وڃان. گهر نوجوانن سان ڀريو پيو آهي. سڀ خوشيءَ مان نچي ٽپي رهيا آهن. مون کي ڏسي حيران ٿي ٿا وڃن ۽ گرمجوشيءَ سان منهنجو آدرڀاءُ ٿا ڪن. ڪجهه ٿڪا به ٿي رهيا آهن. اسان جي ڪمري ۾ به ڪيترائي مٽ مائٽ ۽ سنگتي ساٿي موجود آهن ۽ تون ميڪ گاٿوءَ کي هنج ۾ ليٽايو ستي پيئي آهين."

منهنجي لاشعور ۾ 1956ع جي اها رات هئي، جڏهن آئون ڪافي دير سان گهر موٽيو هئس ۽ ميڪ گاٿو پنهنجي ناني (ايولين جي امڙ) سان گڏ هنڌ ۾ ليٽيو پيو هو. هو منهنجي جدائيءَ کي شدت سان محسوس ڪري رهيو هو ۽ شايد منهنجي هنڌ تي ليٽي ڪيس آسودگيءَ جو احساس ٿي رهيو هو.

سپنن ۾ سٺن ڏينهن جا ڏيک مون کي ڪافي سڪون بخشيندا هئا. پر پنهنجي غير موجودگيءَ سبب مون پنهنجي گهر وارن کي جنهن تڪليف ۾ وڌو هو، انهيءَ سان مون کي ڪافي پشيماني ٿيندي هئي. ونيءَ جي نالي، هڪ ٻيو خط ڪجهه هيئن هو: "صبح جو اڪ ڪليم ته تنهنجي ۽ ٻارن جي جدائيءَ جو گهرو احساس دل ۽ دماغ تي حاوي هو. اڄڪلهه آئون اڪثر سوچيندو رهندو آهيان ته تون ڪيئن هڪ پيءُ، هڪ دوست ۽ هڪ استاد جو ڪردار ادا ڪري رهي آهين. شايد توکي خبر ڪونهي ته، آئون اڪثر تنهنجي باري ۾ سوچيندو آهيان ۽ تنهنجو مکڙو منهنجي نظرن جي اڳيان ڦرندو ٿو رهي. تنهنجي جاءِ تي ڪا ٻي عورت هجي ها ته ههڙين حالتن ۾ هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏي ها... مون کي اهو به ياد آهي ته تون زندگي کي دڙڪا ڏيندي، پنهنجا ننهن لاهڻ ۾ رڌل هئينءَ، ڪڏهن ڪڏهن آئون انهن واقعن کي ندامت جي احساس سان ياد ٿو ڪريان. مون کي اوهان جي لاءِ به ڪجهه ڪرڻ کپي. بهرحال، آئون پنهنجو قومي فرض ادا ڪندو رهيو آهيان ۽ تو به انهيءَ راهه ۾ وڏيون سختيون سٺيون آهن. پر ڇا ڪجي، ماضي ڪجهه ايئن گذرندو رهيو، جو مون وٽ سوچڻ جي لاءِ وقت ئي ڪونه هوندو هو.... سوچيان ٿو ته جڏهن واپس ايندس ته ڪهڙو نه عجيب لڳندو.

هينئر جڏهن هي خط لکي رهيو آهيان ته تنهنجي خوبصورت تصوير منهنجي ڪلهن ڪان نقط به فوٽ مٿي بيٺي مون کي ڏيان سان ڏسي رهي آهي. آئون هر روز صبح جو سوير اُٿي اها ڇنڊيندو ڦوڪيندو آهيان ۽ اهڙي طرح مون کي اهو وڻندڙ احساس ٿئي ٿو، هاڻي مون کي تنهنجو ڪيترو نه خيال آهي، آئون تنهنجي نڪ کي ڇهان ٿو ۽ منهنجي جسم ۾ جڻ ڪرنٽ ڊوڙيو وڃي. نوليٽا به ميز جي سامهون بيٺي آهي. پلا آئون اهڙين حيرت انگيز شخصيتن جي موجودگي ۾ ڪيئن ٿو دل شڪستو ٿي سگهيان."

نوليٽا جو اسان جي گهراڻي سان ڪوبه لاڳاپو ڪونه هو. پر هن جي تصوير مون وٽ

موجود هئي. اهو راز مون زندزي کي لکيل هڪ خط ۾ فاش ڪري ڇڏيو: ”ڇا تنهنجي امڙ توکي ڪڏهن نوليتا جي باري ۾ ٻڌايو آهي. جنهن جو واسطو انديمان ٻيٽن سان آهي؟ هوءَ اوهان سڀني جي سَرتي ۽ چاهيندڙ آهي. ان جي باري ۾ تنهنجي امڙ جو ڪهڙو خيال آهي؟ هو شايد انهيءَ ننڍي قد واري پريءَ سان حسد رکندي هجي ۽ يقين نه ڪري ته مون اها خوبصورت تصوير نيشنل جيوگرافڪ مئگزين مان حاصل ڪئي هئي!“

آئون ذهن ۾ لڳاتار انهيءَ ڏينهن جو تصور آڻيندو هئس، جڏهن جيل مان نڪري آزاداڻه نموني ٻاهر گهمي ڦري سگهندس ۽ سوچيندو هئس ته انهيءَ ڏينهن مون کي ڇا ڪرڻو آهي. وقت گذارڻ جو اهو بهترين طريقو هو. مون ڏينهن جي وقت نظر ايندڙ انهيءَ خواب کي ونيءَ جي لاءِ هنن لفظن ۾ پني تي اتاريو: ”منهنجي خواهش آهي ته آئون توکي ڪار ۾ چاڙهي هڪ ڊگهو سير ڪرايان، جيئن سان 6- 1958ع تي ڪيو هو. آئون هيترو ڊگهو عرصو توکان ڌار رهيو آهيان، تنهن ڪري منهنجي خواهش هوندي ته گهر موٽي اچي انهي ساهه ٻوساٽيندڙ ماحول کان توکي ڪٿي پري وٺي وڃان ته جيئن تون صاف سٿري فضا ۾ ساهه کڻي سگهين. ڏکڻ آفريڪا جي حسن ۽ جمال کي، سنڌس سرسبز ۽ شاداب ميدانن ۽ وڻن کي، رنگ برنگي جهنگلي گلن کي، وهندڙ چشمن ۽ آزاد گهمندڙ جانورن کي پنهنجي اکين سان ڏسي سگهين ۽ انهن ساڌن سوڌن ماڻهن سان ڳالهائي سگهين، جيڪي اسان کي واٽ ويندي، هلندي چلندي نظر ايندا. انهيءَ سفر ۾ اسان جي پهرين منزل اهو هنڌ هوندو، جتي تنهنجي امڙ ۽ ابو هڪ ٻئي جي ويجهو ابدي ننڊ ۾ ستل آهن. پوءِ آئون انهن سڀني ماڻهن جي سلام لاءِ ويندس، جن جي مدد سان مون کي اها آزادي ۽ شادماني نصيب ٿي. آئون توکي سالن تي پکڙيل اهي داستان ٻڌائڻ ٿو چاهيان، جن جي شروعات اِتان کان ئي ٿئي ٿي. اهي ڏاڍا دلچسپ داستان آهن، تنهنجا ڪن اهي ٻُڌي خوب مزو وٺندا. تنهن کان پوءِ اسين ٻيهر سفر جي شروعات ڪنداسين ۽ منهنجي امڙ ۽ ابي جي قبرن تي حاضري ڀرينداسين. اتي جو ماحول به سڪون بخشيندڙ هوندو. مون کي پڪ آهي ته انهيءَ سفر ۾ اسين تازا توانا، صحتمند ۽ نؤبنا ٿي واپس ورنداسين.“

1970ع ۾ اسان کي پنهنجي گهر وارن جو تصويرون گهرائڻ جي موڪل ڏني ويئي. تنهن ڪري ونيءَ مون کي هڪ البم موڪلي ڏنو ۽ مون ان ۾ ونيءَ سميت پنهنجي ڌيئرن، پٽن ۽ انهن جي ٻارن جون تصويرون سجايون. ڪيترا ئي دوست هڪٻئي جي پويان اهي تصويرون ڏسڻ جي لاءِ کڻي ويندا هئا. ايتريقدر جو ايف ۽ جي سيڪشن جا قيدي به انهن جي زيارت جا طالب هوندا هئا ۽ آئون انڪار ڪري نه سگهندو هئس. هنن جي لاءِ اها ٻاهرين دنيا کي ڏسڻ جي هڪ ننڍڙي دري جو درجو رکندي هئي. هنن مان ڪيترا البم جي بدران هڪ تصوير جي تقاضا ڪندا هئا. هڪ ڏينهن جنرل سيڪشن جي هڪ نوجوان قيدي مون کي ماني ڏيڻ مهل هوريان هوريان چيو، ”ماديبا! هڪ تصوير مون کي به گهرائي ڏي. پر ڏس اها ڪنهن ڪراڙيءَ جي نه هجي. بس ڪا صحت مند هشي هجي، جهڙي زندزي يا زينيءَ جي تصوير آهي.“

•

اسان کي احتجاج ڪندي پندرنهن سال ٿي ويا هئا. نيٺ 1987ع ۾ انتظاميہ اڄ ڪئي تہ اسين اخبار جي مطالعي يا کلي عام ريڊيو ٻڌڻ جي مطالبي تي زور نہ ڀريون، ان جي بدران جيل جو هڪ پنهنجو "ريڊيو اسٽيشن" قائم ڪيو ويندو. جيڪو سيني اهم خبرن جو خلاصو نشر ڪندو. اسان اها اڄ قبولي ورتي. حالانڪہ اهو اندروني ريڊيو حڪومت جون سنيون ۽ ان جي مخالفن جون خراب خبرون نشر ڪندو هو.

اسان کي سڀ کان پهرين جيڪا خبر ٻڌائي ويئي، اها پي. اي. سي جي اڳواڻ 'سبڪ وي' جي چالاڪي جي باري ۾ هڪ رپورٽ هئي. ٻي رپورٽ ۾ ٻڌايو ويو تہ روڊيشيا ۾ 'ايان سمٿ' کي چونڊن ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي ۽ ڏکڻ آفريقا ۾ حڪومت جي مخالف ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو آهي. اسين انهن مخصوص قسم جي اطلاعن مان بہ خوش هئاسين ۽ اسين معاملن جو چڱي طرح اندازو لڳائي وٺندا هئاسين.

انهيءَ دوران جيل جي ريڊيو تان پتو پيو تہ جان وورسٽر جي جاءِ تي پي ڊبليو بوٿا وزيراعظم جو عهدو سنڀالي ورتو آهي. پر اهو نہ ٻڌايو ويو حقيقت ۾ وورسٽر کي اطلاعات واري وزارت ۾ سرڪاري رقمن جي ناجائز استعمال جي ڦاٽ ڦوٽ تي استعيفيٰ ڏيڻي پئي. مون کي بوٿا جي باري ۾ فقط ايتري خبر هئي تہ هو هڪ تشدد پسند وزير دفاع هو. جنهن 1975ع ۾ انگولا ۾ فوجي ڪارروائيءَ جي حمايت ڪئي هئي. اسان کي اندازو ڪو نہ هو تہ هو ڪنهن بہ لحاظ کان سڌارن جو پروگرام شروع ڪري سگهندو.

مون جيل جي لئبرريءَ ۾ موجود وورسٽر جي باري ۾ هڪ ڪتاب پڙهيو هو. جنهن موجب هو پنهنجي فڪر ۽ نظريي تي ڄمي بيهڻ وارو شخص هو. ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ هو جرمنيءَ جي حمايت ڪرڻ جي عيوض قيد ڪاٽي چڪو هو. اسان کي سنڌس منظر تان هٽڻ تي ڪوبہ ڏک نہ ٿيو. هن آزاديءَ جي خلاف رياستي ڏاڍ ۽ ظلم جي حد ڪري ڇڏي هئي. پر آزادي جي لهر اسان جي حق ۾ جاري هئي. موزمبيق ۽ انگولا ۾ آزاديءَ جي تحريڪ ڪاميابي ماڻي هئي ۽ اتي آزاد انقلابي حڪومتون قائم ٿي چڪيون هيون.

هاڻي جيل ۾، اسان جو هڪ سئنيما هائوس بہ قائم ٿي چڪو هو. جيتوڻيڪ انهيءَ ۾ تمام گهٽيون پراڻيون فلمون ڏيکاريون وينديون هيون، پر پوءِ بہ اسين انهن مان لطف اندوز ٿيندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن سنيون فلمون بہ ڏسڻ جي لاءِ ملي وينديون هيون. انهن ۾ The King and I ۽ Ten Commandments بہ شامل هيون. پوئين فلم مان اسين ڪافي متاثر ٿياسين. ان ۾ اولهہ ۽ اوڀر جي چڪتاڻ واضح هئي ۽ لڳو ائين ٿي تہ مغرب کي مشرق کان گهڻو ڪجهہ سکڻو پوندو. 'قلوپطرا' ڏسي اسان جا ڪيترائي ساٿي اهو اعتراض ڪندا رهيا تہ مصر جي راڻيءَ کي ڪنهن آمريڪي اداڪاره جي انداز ۾ پيش ڇو ڪيو ويو آهي. اها مغربي پروپيگنڊه فلم آهي. جنهن جو مقصد اهو آهي تہ 'قلوپطره' جي آفريقي سڃاڻپ کي ذهنن مان ڪڍي سگهجي. مون دوستن کي ٻڌايو تہ مصر ۾ مون هڪ مورتي ڏٺي هئي، انهي ۾ آبنوسي ڪل واري قلوپطرا جو سراپا هو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ، اسان کي تاريخي انداز جون فلمون بہ مهيا ڪيون ويون، جن

جي چوند احمد ڪيٽراڊا ڪندو هو. مون کي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي باري ۾ هڪ فلم ڪافي متاثر ڪيو. جنهن ۾ جپانين هٿان، برطانوي شاهي ٻيڙي جي جهاز 'پرنس آف ويلز' جي تباهي ۽ ٻڏڻ جو منظر ڏيکاريو ويو هو. انهيءَ ۾ هڪ هنڌ، انهيءَ جهاز جي تباهيءَ جو ٻڌي 'ونسٽن چرچل' کي روئندي ڏيکاريو ويو هو. اهو منظر تمام گهڻو عرصو منهنجي ذهن ۾ تازو رهيو. آئون اڪثر سوچيندو هئس، ڪڏهن ڪڏهن وڏن اڳواڻن کي به سرعام غم جو اظهار ڪرڻو پوي ٿو، پر انهيءَ سان عوام جي نظرن ۾ هنن جي عزت نه گهٽبي آهي.

هر تاريخي فلم ڏسڻ کان پوءِ، اسان جو پاڻ ۾ بحث مباحثو ٿيندو هو ۽ هر شخص انهيءَ جي باري ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندو هو. اسين انهن فلمن مان تحريڪ جي باري ۾ ڪونه ڪو سبق ضرور ڪڍندا هئاسين.



مون پنهنجي ذهن کي سدائين نئين فڪر ۽ نون نظرين جي لاءِ کليو رکيو آهي. آئون انهيءَ ڳالهه جو قائل ناهيان ته ڪنهن ڳالهه کي فقط انهيءَ ڪري رد ڪري ڇڏجي جو اها نئين آهي يا اڳوڻين حالتن کان مختلف آهي. مون کي رابن آئي لينڊ جيل ۾ رهندي ارڙهن سال ٿي رهيا هئا، پر مون سمجهيو ٿي ته اسين بيٺل تلاءُ وانگر نه آهيون، پر ڪجهه نه ڪجهه اڳيرو ضرور ٿيا آهيون ۽ پنهنجي مقصدن کي سگهه بخشي آهي.

جيتوڻيڪ حڪومت طرفان اسان جي باري ۾ ڪنهن خاص ذهني ڪشادگيءَ جو مظاهرو نه پئي ٿيو، پر مون کي پڪ هئي ته آئون هڪ نه هڪ ڏينهن، هڪ آزاد انسان جي حيثيت سان ٻاهر ويندس. اسان کي ڪيترائي سال هڪ ئي هنڌ بند رکيو ويو هو. پر دنيا اڳيان وڌندي پئي وئي ۽ اها پڪ سان اسان جي حق ۾ فيصلو ڏيڻ واري هئي. پر آزاديءَ جي وقت مون ڪنهن پراڻي دفنايل ڍانچي وانگر ٻاهر وڃڻ نه ٿي چاهيو.

1979ع ۾ حڪومت اعلان ڪيو ته آئينده آفريقي، رنگدار ۽ هندستاني، سيني قيدين جي غذا هڪ جهڙي هوندي. ناشتي ۾ ڪڻڪ جي ڪوٽا به سيني جي لاءِ هڪجهڙي ڪئي وئي. پر ظلم اهو ڪيو ويو جو آفريقي قيدين کي ڪڻڪ جو ڏيڍ چمچو ڏنو ويو ته رنگدار ۽ هندستاني قيدين جي ڪوٽا مان اڌ چمچو گهٽائي، سندن به ڏيڍ چمچو ڪيو ويو. دير سان ملندڙ انصاف جو اهو عجيب غريب مثال هو. سويٽو جي هنگامن کان پوءِ رابن آئي لينڊ کي، "سخت حفاظت ۾ رکيل قيدين" جي لاءِ مخصوص علائقو قرار ڏنو ويو. تنهن ڪري سياسي قيدين جي تعداد ۾ به واڌارو ٿي ويو ۽ رڌڻي جو انتظام به سندن ئي هٿن ۾ ڏنو ويو. جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو هنن ڪاڏي ٻيٺي جي سامان جي سمگلنگ جي روڪٿام ڪئي ۽ سيني کي سٺي نموني کاڌو ملڻ لڳو. گوشت ۽ ڀاڄيون به وڌيڪ فراهم ٿيڻ لڳيون ۽ ٻوڙ ۾ ٻوٽيون وڌيڪ نظر اچڻ لڳيون. بهرحال اهو ڪو حڪومتي ڪارنامون نه هو. پر رڌڻي جي سياسي منتظمين جي مهرباني هئي.



1979ع جي گرمين ۾ هڪ ڏينهن ٽينس کيڏندي مون کي کاٻي پير جي مُريءَ ۾ ڌڪ لڳي ويو ۽ آئون ڪيترن ئي ڏينهن تائين سخت سور محسوس ڪندو رهيس. تنهن ڪري مون کي معائني جي لاءِ ڪيپ ٽائون جي هڪ ماهر سرجن کي ڏيکارڻ جو فيصلو ڪيو ويو. جيل انتظاميہ عالمي ردِعمل جي پيش نظر راهبن آئي ليند ۾، ڪنهن بہ سياسي قيدي جي موت جي خلاف هئي.

آزاد ٽي ڪيپ ٽائون وڃڻ هر قيدي جي خواهش هئي. پر مون کي جنهن حالت ۾ نيو ويو، اهو ڪو ولندڙ تجربو نہ هو. هٿ ڪڙي هئي مون کي هڪ ننڍي ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪيو ويو. پنج گارڊ منهنجي حفاظت جي لاءِ هئا. ان وقت سمنڊ سخت ڪاوڙ ۾ هو. ٻيڙي لڏندي لمندي وڃي رهي هئي. هر گهڙي اُن جي ٻڏڻ جو ڊپ هو. مون ڏٺو تہ هڪ لائف جيڪٽ پويان رکي هئي. گارڊ منهنجي پوڻن جيڏا هئا. مون سوچيو، جي ٻيڙي ٻڏڻ لڳي تہ آئون انهن نوجوان گارڊ کان نظر بچائي لائف جيڪٽ پائي سمنڊ ۾ ٽپي پوندس. سندن الله مالڪ. دنيا ۾ هڪ آخري گناهہ اهو بہ سهي. پر انهيءَ ڪاروائيءَ جي ضرورت پيش ڪانہ آئي.

گوديءَ تي پهچي، هٿياربند پهريدارن مون کي پنهنجي گهيري ۾ وٺي لاٿو. ٻاهر ماڻهن جو ميڙ متل هو. جيڪو ڏوهاريءَ کي هٿڪڙيءَ سان هلندي ڏسي رهيو هو. عجب جهڙو عدم احترام جو تجربو ٿي رهيو هو. مون پاڻ کي ڪاني لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي پر سڀ بيڪار ويو.

هڪ نوجوان سرجن منهنجي مُريءَ جي تپاس ڪئي. هن کان اڳ فورٽ هيري ۾ 'سوڪر' کيڏندي مون کي ساڳئي هنڌ تي ڌڪ لڳو هو ۽ زندگيءَ ۾ پهريون پيرو ڊاڪٽر ۽ اسپتال ڏسڻ جو موقعو مليو هو. هن آپريشن ڪرائڻ جي صلاح ڏني هئي، پر مون نابري واري هئي. انهي وقت آئون ڪنهن ڊاڪٽر کان علاج ڪرائڻ "غير مردانہ" ڳالهہ سمجهندو هئس هن ورائيو هو، "تنهنجي مرضي، پر ياد رک، وڏي عمر ۾ پهچي اها توکي تڪليف ڏيندي رهندي."

ڪيپ ٽائون جي سرجن مُرئي جو ايڪسري ورتو ۽ خبر پئي تہ هڏي جا ڪجهہ پراڻا ٽڪرا، شايد فورٽ هيري واري زماني جا، ڌار پيا آهن. سرجن هڪدم آپريشن جي صلاح ڏني. ۽ مون بہ اها ڳالهہ مڃي ورتي. پر هيڊ وارڊ چيو تہ ڪيس قيدي کي اجوڪي سچ ۾ واپس راهبن آئي ليند پهچائڻون پوندو. سرجن انهيءَ ڳالهہ تي راضي نہ ٿيو ۽ چيو، "مسٽر منڊيلا جو آپريشن ٻنهہ ضروري آهي ۽ ڪيس ڪنهن بہ حالت ۾ علاج بنا واپس وڃڻ جي موڪل نٿي ڏيئي سگهجي." هيڊ وارڊ کي مجبور ٿي اهو فيصلو مڃڻون پيو.

ڪنهن باقاعده اسپتال ۾ منهنجي اها رات نهايت خوشگوار گهڙين ۾ بدلجي ويئي. نرسن ڏاڍي سٺي تيمارداري ڪئي ۽ آئون ٻنهہ گهري ننڊ سُتس. صبح جو ڪجهہ نرسون مون وٽ آيون ۽ مون کي جيل جا ڪپڙا لاهي اسپتال جا ڪپڙا پائڻ جو چيائون. مون سندن صلاح تي عمل ڪيو ۽ کين ٻڌايو تہ جيڪڏهن منهنجا سنگتي مون کي هن ڪپڙن ۾

ڏسي وٺن ته رشڪ ڪرڻ لڳندا.

آزاديءَ جهڙي انهي مختصر سفر ۾ مون تي ڪيترين ئي حقيقتن جو انڪشاف ٿيو. اسپتال جا سيئي ڊاڪٽر ۽ نرسون ڳوريون هيون، پر سندن پنهنجي ڪارن مريضن سان لاڳاپا نهايت همدرديءَ وارا هئا. هو سڀني سان برابريءَ وارو سلوڪ ڪري رهيون هيون. اها منهنجي لاءِ هڪ نئين، بنهه مختلف ۽ حوصلي واري ڳالهه هئي. ڳورن ۽ ڪارن جي لاڳاپن جو هڪ نهايت نئون رخ منهنجي سامهون آيون ۽ اهڙي طرح مون کي پنهنجي انهيءَ پراڻي نظريي جي صحت جو يقين ٿي ويو ته تعليم، تعصب جي دشمن آهي. علم جي دنيا ۾ نسل پرستيءَ جي لاءِ ڪا به جاءِ ڪونهي.

اسپتال وڃڻ کان اڳ آئون ونيءَ سان رابطو قائم ڪري نه سگهيو هئس. اخبارن ۾ اها خبر هلي وئي ته آئون مرڻ وارو آهيان ۽ هوءَ سخت پريشان ٿي وئي. پر واپس اينڊي ٿي مون کيس لکيو ته سندس تشويش بي بنياد آهي.

•

1980ع ۾ اسان کي اخبارون خريد ڪرڻ جي موڪل ڏني وئي. پر انهيءَ شرط تي ته، جيڪڏهن 'اي' گروپ جو ڪو قيدي، ٻي ڪنهن گروپ کي پنهنجي اخبار پڙهڻ جي لاءِ ڏيندو ته سندس خريداري جو حق ماريو ويندو. اسان ڏاڍو احتجاج ڪيو، پر انهيءَ تي ڪنهن به ڌيان نه ڏنو. اسين به اخبارون وٺندا هئاسين. انگريزي اخبار 'ڪيپ ٽائمز' ۽ مقامي زبان جي 'دي برجر" اهي ٻيئي اخبارون گهڻيون قدامت پسند هيون. پر تنهن جي باوجود به جيل اختياريءَ وارا انهن تي سينسر جي قئنچي ضرور هلائيندا هئا ۽ اسان کي اخبارون انهي حالت ۾ ملنديون هيون، جو انهن ۾ هنڌ هنڌ تي سوراخ ٿي هوندا هئا. اڳتي هلي اسان کي 'اسٽار' 'ڊيلي ميل' ۽ 'سنڊي ٽائمز' خريدڻ جي موڪل به ڏني وئي، پر انهن تي سنسر جي قئنچي اڃا به وڌيڪ هلندي هئي.

انهيءَ سال جي مارچ مهيني ۾ 'جوهانسبرگ سنڊي پوسٽ' ۾ Free Mandela جي هيڊنگ سان هڪ رپورٽ شايع ٿي، جنهن ۾ ماڻهن کي اپيل ڪئي وئي هئي ته هو وڌ ۾ وڌ منهنجي ۽ منهنجي ساٿين جي آزاديءَ واسطي انهيءَ تي صحيحون ڪن. "پوسٽ" جي انهيءَ اپيل ماڻهن ۾ جوش ۽ جذبي جي هڪ لهر ڊوڙائي ڇڏي. انهي اپيل جي پويان 'لوساڪا' ۾ رهندڙ اوليور ٽامبو ۽ ڪانگريس جي ٻين ميمبرن جو هٿ هو. پر مزي جي ڳالهه اها ته انهن هزارين ماڻهن، جن اسان جي آزاديءَ جي ڪاغذ تي صحيحون ڪيون، تن کي اها خبر نه هئي ته منڊيلا ڪير آهي؟ اهي اشتهار لنڊن به موڪليا ويا ۽ اُتي ڪيترن ئي صحيحون ڪندڙ نوجوانن اهو سمجهيو ته منهنجو ڪرسچين نالو "FREE" آهي.

هندستان ۾ مون کي "جواهر لعل نهرو، انساني حقن جو تمغو" ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو. پر مون کي نه وري وني کي انهيءَ ۾ شرڪت جي موڪل ملي. منهنجي ياران اهو تمغو اوليور ورتو. اهو اعزاز انهي حقيقت جو آئينو هو ته اسان جي تحريڪ کي وڏي پئماني تي عالمي حلقن ۾ پذيرائي ملي رهي آهي. ٻي طرف آفريقي نيشنل ڪانگريس ۽ 'امخونتو

وي سزوي' جي ڪارروائين ۾ بہ تيزي ايندي ويئي. ايم. ڪي، جوهانسبرگ جي ويجهو سوسولبرگ جي ريفائنري ۾ بم جو تماڪو ڪري چڪي هئي. انهيءَ جو منصوبو هي هو تہ هر هفتي ڪنهن نہ ڪنهن اهم هنڌ کي نشانو بنايو وڃي. تنهن ڪري ٽرانسوال، جرمي اسٽون، نيو برائيٽن ۾ بجلي گهرن ۽ ٿاڻن ۾ بہ بم ڦاٽا. ايتريقدر جو پريٽوريا ۾ هڪ فوجي چوڪيءَ کي بہ نشانو بنايو ويو ۽ حڪومت انهن حملن کان بچڻ جي لاءِ سڄي ملڪ کي فوجي علائقو قرار ڏيئي ڇڏيو.

"فري منڊيلا" تحريڪ جا عجيب عجيب رخ سامهون آيا. لنڊن يونيورسٽيءَ جي شاگردن چانسلر جي معزز عهدي جي لاءِ منهنجو نالو تجويز ڪيو ۽ مون کي اميدوار قرار ڏنو ويو. منهنجي سامهون شهزادي اين ۽ ٽريڊ يونين اڳواڻ 'جيڪو جونز' هئا. چوندون ٿيون، مون ست هزار هڪ سئو نوانوي ووٽ حاصل ڪيا پر راڻيءَ جي ڌيءَ جي سامهون هارائجي ويس. مون وني کي خط لکيو ۽ اميد ظاهر ڪيم تہ چوندن گهٽ ۾ گهٽ هڪ گهڙي جي لاءِ ڪيس معمولي جهوپڙيءَ مان ڪڍي، شاهي محل ۾ تہ پهچائي ڇڏيو هوندو ۽ سندس ننڍا ننڍا ڪمرا وندرسرجي رقص گاهن جيان وڪرين ۽ ڪشادي شڪلين ۾ پڌرا ٿيا هوندا.

تحريڪ جي عالمي پذيرائي، اسان جي دلين ۾ نئين سري کان اميدن جا ڏيئا روشن ڪري ڇڏيا. جيتوڻيڪ 1970ع جي شروعاتي سخت ڏينهن ۾ بہ اسين نااميد نہ هئاسين، پر آزاد غير نسلي جمهوري ڏکڻ آفريقا ۾ داخل ٿيڻ جون اسان جون توقعات حقيقتن جي ابتڙ هيون. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ اسان جي اميدن ٻيهر ڪر موڙڻ شروع ڪيو ۽ آئون صبح جو آلل وهائيءَ اڳڻ ۾ گهمندي هر شئي سجاڳ ڏسندو هئس. ساموندي پکيءَ، ننڍا ننڍا وڻ ۽ زمين مان ڦٽي نڪتل گاهہ، هر شئي مرڪندي ۽ هلڪي سهائيءَ ۾ روشن روشن نظر ايندي هئي. هي اِهو زمانو هو، جڏهن انهي ڏورانهين، پر مختصر بند ڪنڊ ۾ بہ مون کي سونهن ۽ سوبيا جو احساس ٿيڻ لڳو هو ۽ مون کي پڪ ٿي ويئي هئي تہ جلد ئي آئون ۽ منهنجي ملڪ جو عوام آزادي سان هم ڪنار ٿيندا سين.



جيتوڻيڪ، مون پنهنجي لاءِ هڪ ڌار رستي جي چونڊ ڪئي هئي، پر منهنجي پيءُ جيان منهنجي پالنا ۽ تربيت ٿمبو جي بادشاهہ جي صلاحڪار جي حيثيت سان ٿي هئي. پابندين جي باوجود بہ آئون بادشاهہ کي ڪوشش ڪري سنيون صلاحون موڪليندو رهندو هئس. منهنجي تصور ۾ اڃا بہ ٽرانسڪي جا خوبصورت، سرسبز ۽ شاداب پهاڙ گهمندا ڦرندا نظر ايندا هئا ۽ آئون هڪ آزاد انسان وانگي ٽرانسڪي جي واپسيءَ جا خواب پيو ڏسندو هئس. 1980ع ۾ مون اها خرابَ خبر ٻڌي تہ ٽرانسڪي جي وزيراعظم، منهنجي ڀائيٽي ڊي ستنزيما ٿمبو قبيلي جي مقتدر اعلىٰ چيف، ڪنگ 'سباتا ڊالندائي بو' کي معزول ڪري ڇڏيو آهي.

ڪجهہ ٿمبو سردارن مون سان ملاقات جي درخواست ڏني، جيڪا انتظاميہ قبول

ڪري ورتي. اصل ۾ حڪومت ان قسم جي روايتي اڳواڻن جي سياسي قيدين سان ملاقات جي حمايت ڪندي هئي تہ جيئن اسين قبائلي معاملن ۾ منجهي، قومي جدوجهد کان هٽي وڃون. حڪومت نيشنل ڪانگريس جو ٽوڙ ڪرڻ جي لاءِ انهن قبائلي سردارن کي ڪجهہ اختيار بہ ڏنا هئا. ڪيترن ئي دوستن جو خيال هو تہ اسان کي انهن سردارن سان رابطن کان انڪار ڪرڻ کپي، پر منهنجو نظريو ڪانئن مختلف هو. رابن آئي لينڊ ۾ ڪيترائي ڀيرا حڪومتي ادارن سان سهڪار جي باري ۾، بحث مباحثا ٿيا. مون زور ڏيئي چيو تہ اسان کي اصول ۽ تدبير ۾ فرق رکڻ کپي. اسان کي انهي ڳالهہ تي ويچارڻو پوندو تہ، اسان جي تنظيم، انهن ادارن ۾ شرڪت ڪري مضبوط ٿي سگهي ٿي يا انهن جو بائيڪاٽ ڪري؟ سرڪاري طور تي مڃيل قبائلي اڳواڻن سان ملاقات، منهنجي نظر ۾ تنظيم جي سگهہ جو سبب هئي.

انهن اڳواڻن سان منهنجي ملاقات، جيل جي هڪ وڏي ڪمري ۾ ڪرائي ويئي. جيتوڻيڪ هودلي طور تي سباتا سان گڏ هئا، پر هو متنزيما کان ڊنل هئا. مون کين بادشاهہ سان ساٿ ڏيڻ جي صلاح ڏني. چو تہ متنزيما غير قانوني ۽ شرمناڪ انداز ۾ بادشاهہ کان اقتدار کسيو هو. مون کين چيو تہ هو سباتا کي منهنجي سهڪار ۽ متنزيما کي منهنجا ناراضگي جو نياپو پهچائي ڇڏين.

متنزيما بہ مون سان ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو ۽ چيو تہ هو سباتا جي معاملي کان سواءِ ڪن ٻين خانداني معاملن تي بہ مون سان ڳالهائڻ ٿو چاهي. در حقيقت منهنجي پارٽي هئڻ جي ناتي هو ڪجهہ وقت کان مون سان ملڻ جو خواهشمند هو. هاڻي جيڪڏهن هو گهرو معاملن جي سلسلي ۾ ڳالهائڻ جي لاءِ جيل ۾ ملڻ جي لاءِ آيو ٿي تہ کيس پورو پورو حق هو. پر ريماند، گوون ۽ احمد ڪيئي چيو تہ موجوده حالتن ۾، هن سان تنهنجي ملاقات مان اهو مطلب ورتو ويندو تہ تون سندس حامي ۽ سندس پاليسيءَ جو طرفدار آهين.

جيتوڻيڪ آئون، متنزيما سان ملاقات جي حق ۾ هئس ۽ مون کي پڪ هئي تہ کيس پنهنجي مضبوط دليلن سان قائل ڪري سگهندس تہ سندس پاليسي غلط آهي ۽ کيس پنهنجو رويو بدلائڻ کپي. پر جنرل سيڪشن ۾ موجود اي. اين سي جي ڪيترن ئي ميمبرن سخت مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ اها ملاقات سياسي طور تي متنزيما کي فائدو پهچائڻ جو سبب بنجندي. هو اڳ ۾ ئي ونني جي والد 'ڪولمبس مادي ڪيزيلا' کي پنهنجي حڪومت ۾ زراعت جو وزير مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو هو.

هاڻي منهنجي پاران اهڙو قدم کيس اڃا بہ مضبوط ڪري ڇڏيندو.

مون دوستن جي اڪثريتي راءِ جي سامهون پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ عملدارن کي اطلاع ڪيم تہ مون کي منهنجي پارٽي جو مون سان ملاقات جي لاءِ اچڻ قبول ڪونهي.

•

مارچ 1982ع ۾ مون کي جيل انتظاميہ ٻڌايو تہ وني ڪار جي هڪ حادثي ۾ زخمي ٿي پيئي هئي ۽ هينئر اسپتال ۾ آهي. اهو ٻڌي آءٌ ڏاڍو پريشان ٿيس. پوءِ منهنجو دوست 'اٽارني دلہ عمر' ملاقات جي لاءِ آيو ۽ هن ٻڌايو تہ وني ٺيڪ ٺاڪ آهي. پر سندس وڃڻ کان پوءِ بہ آئون پنهنجي ڪوليءَ ۾ سندس باري ۾ فڪرمند رهيس.

ٿوري دير ٿي نہ گذري هئي، جو ڪمانڊنگ آفيسر ۽ ڪيترائي ٻيا عملدار اچي پهتا. سي. او جو خود ڪنهن قيديءَ وٽ اچڻ غير معمولي ڳالهہ هئي. هو سڌو ڪوليءَ جي اندر هليو آيو، جتي بہ ماڻهو مس ٿي بيهي سگهيا ۽ چوڻ لڳو.

"منڊيلا! پنهنجو سامان تيار رک!"

"ڇو؟" مون پڇيو.

"توکي هتان بدلي ڪيو پيو وڃي." هن مختصر جواب ڏنو.

"ڪٿي؟"

"آئون ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهان. پريٽوريا مان هدايتون آيون آهن تہ توکي رابن آئي لينڊ مان هڪدم منتقل ڪيو وڃي." ان کان پوءِ هو والٽر، ريمانڊ ۽ اينڊريو وٽ ويو ۽ کين بہ اهو نياپو ڏنائين.

## باب ڏهون

# دشمن سان ڳالهيون

اسان کي، ڪيپ ٽائون کان ڪجهه ميل پري ڏکڻ اولهه ۾ ٽوڪائي جي سرسبز ۽ شاداب ٻوري علائقي ۾ پولزمور جي سخت حفاظتي جيل ۾ منتقل ڪيو ويو. ان جي آسپاس جو سڄو ماحول نهايت خوبصورت هو. پر اسان جي چئني طرفن هڪ اوچي پٽ موجود هئي. انهيءَ جو نئون اڏيل پر قيدين وارو پاڱو خراب هو. انهيءَ ۾ اسان چئن کان سواءِ باقي هڙئي اخلاقي قيدي رهيل هئا. بهرحال، ٽين ماڙ جو هڪ سڄو حصو اسان جي حوالي ڪيو ويو. جنهن ۾ وڏا هوادار ڪمرا، صاف سترا هنڌ، غسل خانا، شاور وغيره، هر شئي موجود هئي. ارڙهن سالن تائين پٽ تي ننڍو وچائي سمهندڙ قيدين جي لاءِ اهو هنڌ فائيو اسٽار هوٽل نظر ٿي آيو. ٻاهر ڪليل ڇت به هئي. جتي ويهي اسين آسمان ڏسي ٿي سگهياسين. هڪ پاسي پري موجود ٽڪريون به نظر پي آيون.

انهيءَ جي باوجود به اسان کي تنهائي جو وڏيڪ احساس ٿيڻ لڳو. رابن آئي لينڊ ۾ اسين ڪيترائي ساٿي گڏ رهندا هئاسين. ۽ هتي فقط چار هئاسين. شروع وارا ڪيترائي هفتا اسان کي اهو سوچيندي گذريا ته اسان کي هتي ڇو آندو ويو آهي. شايد اهو قدم، اي. اين. سي جي قيادت کي باقي قيدين کان ڌار ڪرڻ جي لاءِ کنيو ويو هو، ڇو ته رابن آئي لينڊ اسان جي سياسي جدوجهد جو مرڪز بنجندو پي ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ احمد ڪيٽي به اچي پهتو ۽ اسان جو شڪ پڪ ۾ بدلجي ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ ڪيپ ڪانگريس جي ميمبر ۽ نوجوان وڪيل پيٽرڪ مقوبيلا کي به جوهانسبرگ مان، پولزمور آندو ويو. هو بغاوت جي الزام ۾ ويهه سال قيد ڪاٽي رهيو هو.

هاڻي اسين هڪ نئين دنيا ۾ هئاسين. جيتوڻيڪ رابن آئي لينڊ جي فطري آب و تاب جي ياد اسان کي ايندي هئي. پر اسان جي نئين گهر ۾ به تسڪين جا ڪيترائي پهلو موجود هئا. خاص ڪري هتي جي ماني تڪي چڱيرڙي هئي. ڪيترن ئي سالن کان پوءِ اسان کي سٺو گوشت ۽ ڀاڄيون کائڻ نصيب ٿيون هيون. اخبارون ۽ رسالا پڙهڻ جي موڪل به هئي. ايتريقدر جو ٽائم ۽ گارڊين به ملڻ لڳا. جن هڪ وڏي دري کلي ويئي هئي. مقامي خبرون ٻڌڻ جي لاءِ ريڊيو به ملي ويو. اسين سڄو ڏينهن ڇت تي ويٺا هوندا هئاسين. مون کي پڙهڻ جي لاءِ هڪ ڌار ڪمرو ۽ ورزش جي لاءِ هڪ ڪليل هنڌ به ملي ويو. منهنجا ساٿي ته نه، پر آئون آلل وهاڻي اٿڻ جو عادي هئس. هنن جي اُٿڻ تائين آئون ورزش کان واندو ٿي ويندو هئس.

اتي جلدئي وني منهنجي ملاقات جي لاءِ آئي. پولزمور ۾ رابن آئي لينڊ جي ڀيٽ ۾ ملاقات واري جاءِ ڪافي ڪشادي هئي. وچ ۾ شيشو به ڪافي وڏو لڳل هو ۽ اسين هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح ڏسي ٿي سگهياسين. مائيڪروفون به نئين قسم جو هو. تنهن ڪري آواز صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو. شيشي ۾ هڪ ننڍي دري به هئي. هتي اسان جي گهر وارن کي ملڻ جا وڌيڪ موقعا ملڻ لڳا. وارنٽ آفيسر جيمز گريگوري به نرم ۽ سٺي سڀاءَ جو مالڪ هو. مون کي هتي به اڇي باغبانيءَ جو شوق جاڳيو ۽ مون جيل انتظاميا کان انهيءَ جي باقاعده موڪل ورتي. هنن منهنجي درخواست تي مون کي تيل جا خالي ڊرم به مهيا ڪري ڏنا. جيڪي مون زرخيز مٽي سان پري ڇڏيا ۽ انهن ۾ ڀانت ڀانت جون ڀاڄيون ۽ گل پوکيم. منهنجو اهو باغ رابن آئي لينڊ جي باغ کان ڪافي وڏو هو. ڪجهه ٻج مون پاڻ خريد ڪيا ۽ ڪجهه وري سي. او برگيڊيئر منرو مهيا ڪيا، جيڪو ڀاڄين جو وڏو شوقين هو. داروغن به پنهنجي پسند جا ٻج ۽ پاڻ آڻي ڏنو. آئون هر روز مٽي تي ڪانئن جو ٽوپلو ۽ هٿن تي دستانا پايو، ٻن ڪلاڪن تائين پنهنجي ٻني جي سارسنڀال ۾ رڌل رهندو هئس. هر آچر جي ڏينهن ڪيتري ئي ڀاڄي پنهنجي رڌڻي ۾ موڪلڻ سان گڏ، داروغن کي به موڪليندو هئس.

پولزمور ۾ اسان کي انهن وڏين تڪليفن کي منهن ڏيڻو نه ٿي پيو، جيڪي رابن آئي لينڊ ۾ پيش اينديون هيون. برگيڊيئر منرو نهايت سٺي سڀاءَ ۽ همدرد شخصيت وارو آفيسر هو. هو اسان جون گهرجون سولائيءَ سان پوريون ڪندو هو، پر ڪي ننڍيون ننڍيون ڳالهيون، سُڌ ٻُڌ جي صحيح ذريعن جي نه هئڻ سبب ڳالهه مان ڳالهوڙو بڻجي وينديون هيون. هڪ ملاقات ۾ مون وني ۽ زندزي کي ٻڌايو ته منهنجا بوٽ ٿورا سوڙها آهن ۽ پير کي تڪليف ٿا ڏين. پر اخبارن ۾ اها غلط خبر ڇپجي وئي ته منهنجي پيرن جون آڱريون ڪٽيون ويون آهن. مون ونيءَ کي فون تي اها هدايت ڪئي ته هوءَ هڪدم انهيءَ خبر جي ترديد ڇپرائي. هڪ ڏينهن 'هيلن سوزمين' به ملاقات جي لاءِ آئي ۽ مون ڪيس پنهنجي پيرن جون آڱريون جورابن مان ڪڍي، شيشي جي پويان ڏيکاريون.



مئي 1984ع ۾ هڪ ڏينهن وني، زيني ۽ سندس ننڍڙي ڌيءَ ملاقات جي لاءِ آيون، مون کي وارنٽ آفيسر گريگوري، ملاقات جي لاءِ مخصوص ڪمري ۾ وني وڃڻ جي بدران، هڪ ٻئي ڪمري ۾ وٺي ويو، جتي اسان جي وچ ۾ هڪ ننڍي، ميز جي بدران ٻي ڪابه شئي نه هئي. هن مون کي نرمي سان ٻڌايو ته حڪومت ملاقات جي قاعدن ۾ نرمي ڪري ڇڏي آهي. اهو ڏينهن رابطي جي ملاقاتن جي نقطي جي شروعات ثابت ٿيو.

پوءِ هو ٻاهر ويو ۽ منهنجي گهر وارن کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو. اسان جي وچ ۾ ڪابه رڪاوٽ موجود ڪانه هئي ۽ اسين آزاديءَ سان آمهون سامهون ويٺا هئاسين. اسان کي انهيءَ منظر تي يقين ئي نه پي آيو. ڄڻ ڪو خواب ڏسي رهيا هئاسين. آئون پنهنجي زال، ڌيءَ ۽ ڏوهٽي کي پنهنجي سامهون ويٺل ڏسي رهيو هئس. مون اڳيان وڌي ڪين پيار ڪيو

۽ ڪين چاتيءَ سان لاتم. چوڌاري خاموشي ڇانيل هئي. فقط اسان جي دلين جي ڌڙڪن ٻڌڻ ۾ اچي رهي هئي. پورن ايڪيهن سالن کان پوءِ اهڙو دل خوش ڪندڙ سمون ڇانئجي رهيو هو.

پولزمور ۾ اسان کي ٻاهرين دنيا سان رابطي جو به موقعو مليو. اسان جي تحريڪ تيز ٿيندي پي ويئي. پر ٻي پاسي دشمن به وسان ڪونہ ٿي گھٽايو. ڏکڻ آفريقي فوجن موتو، موزمبيق ۽ ليسوٿو ۾ آفريقي نيشنل ڪانگريس جي ٺڪاڻن تي حملا ڪيا، جن ۾ ڪيترائي ماڻهو، ٻار ۽ زالئون مارجي ويون. ٻي پاسي ايم. ڪي به سڄي ملڪ ۾ پنهنجون ڪارروايون جاري رکيون ۽ ڪيترن ئي اهم هنڌن کي بمن جو نشانو بنايو. انهيءَ زماني ۾ ساٿي جوسلوو جي زال روٿ فرسٽ کي حڪومت قتل ڪرائي ڇڏيو. هوءَ نسل پرستيءَ جي مخالف ۽ وڏي سورهيہ عورت هئي. هن جو موت رياستي ظلم ۽ ڏاڍ جي شدت کي واضع ڪري رهيو هو. هوءَ ڏکهو قيد به ڪاٽي چڪي هئي. ايم. ڪي، پريٽوريا جي بلڪل وچ ۾ فضائيہ ۽ ملٽري انٽلي جنس جي هڪ آفيس ۾ ڪار بم جو حملو ڪيو، جنهن ۾ اوڻيهہ ماڻهون مارجي ويا ۽ ٻن سون کان به وڌيڪ ڏڪجي پيا.

شهرين جو موت هڪ افسوسناڪ واقعو هو ۽ مون کي سخت ڏک ٿيو. پر اهي تشدد واريون ڪارروايون، دراصل حڪومتي تشدد جو جواب هيون. اوليور جو چوڻ صحيح هو تہ: "هٿيارٻند جدوجهد، نسل پرست سرڪار اسان تي زوري مڙهي آهي."

حڪومت ۽ نيشنل ڪانگريس، هڪ ئي وقت ٻن مختلف رستن تي قدم وڌائي رهيون هيون. هٿيارٻند جدوجهد ۽ سياسي قدم. حڪومت 'ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو'. جي پاليسي تي هلي رهي هئي. هن رنگدار ۽ هندستاني رهاڪن کي آفريقي عوام کان ڌار ڪرڻ جي لاءِ پارليامينٽ ۾ ٻَورن جا بہ الڳ چيمبر جوڙڻ جي لاءِ نومبر 1983ع ۾ ريفرينڊم ڪرايو. انهن ايوانن ۾ هر قرارداد يا فيصلي تي ٻَورن ميمبرن کي ويٽو جو حق حاصل هجي ها. پر رنگدار ۽ هندستاني رهاڪو حڪومت جي چڪر ۾ نہ آيا ۽ اسي سيڪڙو ماڻهن ريفرينڊم جو بائيڪاٽ ڪيو.

سڄي ملڪ ۾ نيشنل ڪانگريس جي حمايت ۾ 'يونائيٽيڊ فرنٽ' جوڙيا پي ويا. انهن سيني مان سگهارو 'يونائيٽيڊ ڊيموڪريٽڪ فرنٽ' هو، جنهن مون کي پنهنجو سرپرست مقرر ڪيو هو. انهي فرنٽ ۾ شاگرد، مزدور ۽ چرچ سان واسطو رکندڙن جون لڳ ڀڳ ڇهہ سئو نسلي متڀيد جي خلاف تنظيمون شامل هيون. اهڙي طرح ڪيترن ئي سالن جي جبري بندش جي باوجود اي. اين. سي کي هڪ نئين ۽ عوامي شهرت ۽ حمايت حاصل ٿي رهي هئي. بشپ ڊيسمانڊ ٽوٽو کي امن جو نوبيل انعام به ڏنو ويو هو. سڄي دنيا ۾ ڏکڻ آفريقا جي نسل پرست حڪومت جي مذمت ڪئي پي ويئي ۽ انهيءَ جي خلاف عالمي سطح تي پابنديون هڻڻ جو مطالبو شروع ٿي چڪو هو.

حڪومت مون کي ڦاسائڻ جي لاءِ افواهگگ پکڙيندي رهندي هئي. سندن مقصد هي هو تہ حڪومتي ميمبرن سان ڳجهين ملاقاتن جو تاثر ڏيئي مون کي منهنجي ساٿين کان ڌار

ڪيو وڃي. هڪ ٻيري ڪابينا جي رڪن مسٽر ڪروگر مون کي چيو هو، "منڊيلا، اسين توسان تہ گڏجي ڪم ڪري سگهون ٿا، پر تنهنجي دوستن سان نہ!"

1984ع جي شروعات ۽ 1985ع جي پڇاڙيءَ ۾ اولهہ جا بہ نهايت اهم سياستدان، مون سان ملڻ جي لاءِ آيا، اهي يورپي پارليامينٽ ۽ برطانوي دارالامراءُ جو ميمبر لارڊ نڪولس بيٿل ۽ جارج ٽائون يونيورسٽيءَ ۾ قانون جو پروفيسر ۽ آمريڪي سينيٽ ڪميٽيءَ جو اڳوڻو صلاحڪار سموئيل ڊيش هئا.

لارڊ بيٿل سان منهنجي ملاقات سي. او جي آفيس ۾ ٿي، جتي ميجر فرنزوان اسٽريٽ بہ موجود هو. پٺ تي صدر بوٿا جي تصوير لڳل هئي. لارڊ بيٿل هڪ ڪل مک ۽ گول مٿول همراهہ هو. اسان جيئن ئي پاڻ ۾ هٿ ملايو، مون چيو، "اوهين مون کي ونسٽن چرچل جا مائٽ ٿا نظر اچو." ۽ هن وڏو ٽهڪ ڏنو. هن مون کان پولزمور جون حالتون معلوم ڪرڻ کان علاوه، اسان جي هٿياربند جدوجهد تي بہ ڳالهائڻ ٿي چاهيو. مون کيس ٻڌايو تہ هٿياربند ٽڪراءُ جو رستو خود حڪومت جو چونڊيل آهي. کيس ڪيپي تہ اهو چئي ڏي. اسان جو نشانو فوجي ٽڪاڻا آهن، نہ ڪي عوام. مثلاً: "آئون اهو ڪين چاهيندس تہ اسان جو ڪو ماڻهو ميجر وان اسٽريٽ کي ماري ڇڏي." اهو ٻڌي ميجر ڇرڪي پيو.

پروفيسر ڊيش کي مون مستقل جي غير نسلي حڪومت جي باري ۾، پنهنجي گهٽ کان گهٽ شرطن کان واقف ڪيو. مون چيو تہ اها وحداني طرز جي حڪومت هئڻ کپي. جنهن ۾ هوم لينڊ جو تصور نہ هجي ۽ پارليامينٽ جي لاءِ هڪ فرد هڪ ووٽ جي بنياد تي غير نسلي چونڊون ڪرايون وڃن. پروفيسر مون کان پڇيو تہ ڇا آئون حڪومت جي ڪن نون قدمن جهڙوڪ مخلوط شادين ۽ ڪن نسل پرست قانونن جي منسوخيءَ تي مطمئن آهيان؟ مون ورائيو، "اها تہ ڦٽ اڪيلڻ واري ڳالهہ آهي. مون کي ڪڏهن بہ ڳوري عورت سان شادي ڪرڻ يا ڳورن جي تلاءُ ۾ وهنجڻ جي سڌ ناهي رهي. اسين سياسي مساوات جا خواهشمند آهيون. اسين في الحال حڪومت کي شڪست تہ ڏيئي نٿا سگهون. پر انهيءَ جي لاءِ معاملا هلائڻ مشڪل ضرور بنائي سگهون ٿا."

واشنگٽن ٽائمز جا ٻہ ايڊيٽر بہ ملاقات جي لاءِ آيا. هو ٻيئي منهنجا نظريا جاچڻ کان وڌيڪ اها ڳالهہ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا تہ آئون ڪميونسٽ ۽ دهشت پسند شخص آهيان. مون ٻنهي الزامن کان انڪار ڪيو تہ هو چوڻ لڳا آئون سچو عيسائي بہ ناهيان، ڇو تہ مارٽن لوٿر ڪنگ ڪڏهن بہ تشدد جو سهارو نہ ورتو هو. مون کين ٻڌايو تہ آمريڪا ۽ ڏکڻ آفريقا جي حالتن ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. آمريڪا هڪ جمهوريت آهي، جتي سيني جي حقن جي ضمانت ڏني وڃي ٿي، تنهن ڪري اتي تشدد جي ضرورت نٿي پيش اچي. جيتوڻيڪ شيدين جي خلاف اُتي اڃان تائين بہ تعصب موجود آهي. پر ڏکڻ آفريقا هڪ پوليس اسٽيٽ آهي، جنهن جي دستور ۾ اڻ برابري شامل آهي. مون چيو تہ آئون سدائين هڪ سچو عيسائي رهيو آهيان. حضرت عيسيٰ جيتوڻيڪ عدم تشدد جو داعي هو، پر کيس بہ وياج خورن کي ديول مان ڪڍڻ ۽ برائي جي خاتمي جي لاءِ طاقت

استعمال ڪرڻي پئي. منهنجو خيال آهي تہ اهي ٻئي آمريڪي ايڊيٽر منهنجي دليلن کان متاثر نہ ٿيا.

1985ع ۾ ملڪ جي سربراهہ پي. ڊبليو بوٿا، پارليامينٽ جي ايوان ۾ ٻيهي هوريان هوريان انداز ۾ ڪجهہ سياسي قدمن جو اعلان ڪيو. هن مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي آزاديءَ جي آڇ ڪئي، "پر شرط اهو آهي تہ اسين غير مشروط طور تي تشدد کي سياسي هٿيار طور خدا حافظ چئون." اها هڪ وڏي للڪار هئي. هن چيو، "هاڻي مسٽر منڊيلا جي آزاديءَ جي راهہ ۾ حڪومت رڪاوٽ ڪانہ ٿيندي. هو انهي جو پاڻ ئي ذميدار هوندو."

مون کي جيل عملدارن پاران، حڪومت جي ڪنهن تازي ڪچندڙ قدم جي باري ۾ خبردار تہ ڪيو پي ويو. پر مون کي اها توقع ڪانہ هئي تہ ڪو ملڪ جو سربراهہ بذات خود پارليامينٽ ۾ انهي جو اعلان ڪندو. گذريل ڏهن سالن ۾ حڪومت جي اها ڏهين مشروط آڇ هئي. مون ريڊيو تي اها تقرير ٻڌي ۽ جيل عملدارن کي چيم تہ هو منهنجي زال ۽ منهنجي وڪيل اسماعيل ايوب کي مون سان ملاقات جي اجازت ڏين، تہ جيئن آئون صدر جي تقرير جي باري ۾ پنهنجو ردِعمل لکرائي سگهان.

هڪ هفتي تائين اها اجازت نہ ملي تہ مون پرڏيهي وزير پڪ بوٿا کي خط لکيو، جنهن ۾ پنهنجي آزادي جي شرطن کي رد ڪري ڇڏيم ۽ انهي خواهش جو اظهار ڪيم تہ مون کي انهيءَ سلسلي ۾ عوام سان رابطي جي موڪل ڏني وڃي. دراصل بوٿا جي آڇ مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي پاڻ ۾ اتڪاڻ جي هڪ چال هئي تہ جيئن آئون هڪ اهڙي ڳالهہ تي راضي ٿي وڃان، جنهن کي اي. اين. سي ڪيترائي ڀيرا رد ڪري چڪي هئي. انهيءَ جي باوجود بہ مون پڌرو ڪرڻ ٿي چاهيو تہ آئون ڳالهين جي لاءِ سدائين تيار آهيان. مسئلي جو حل بهرحال، ڳالهين ٻولهين جي ذريعي ئي ممڪن هو، نہ ڪي جنگ وسيلي. آئون پنهنجي پارٽيءَ جو مڪمل طور تي وفادار هئس. بوٿا تشدد جو سمورو بار منهنجي ڪلهن تي وجهڻ ٿي چاهيو. جڏهن تہ اسان دنيا کي ٻڌائڻ ٿي چاهيو تہ اسين تہ فقط تشدد جو جواب ڏيئي رهيا آهيون.

جمع جي ڏينهن ونِي ۽ اسماعيل ملاقات جي لاءِ آيا. ٻن ڏينهن کان پوءِ، سويٽو جي 'جبولاني اسٽيڊيم' ۾ ڊيموڪريٽڪ فرنٽ جي ريلي ٿي رهي هئي، جنهن ۾ منهنجو ردِعمل پيش ڪرڻو هو. هڪ نوجوان داروغو اسان وٽ ويٺو، اسان جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو. هن مون کي سياسي ڳالهين ڪرڻ کان منع ڪئي. ۽ چيو تہ اوهين رڳو گهرو ڳالهيون ڪري ٿا سگهو. پوءِ هو سينيئر وارڊ کي وٺي آيو، پر مون صاف صاف چئي ڇڏيو تہ اهو قومي سطح جو معاملو آهي ۽ آئون انهيءَ تي ضرور ڳالهائيندس. اوهين چاهيو تہ انهي جي خلاف صدر مملڪت جو حڪم نامون ڪٺي اچو، نہ تہ وچ ۾ مداخلت نہ ڪريو.

مون ونِي ۽ اسماعيل کي صدر جي تقرير تي پنهنجو ردِعمل لکرايو. حڪومتي شرطن کي رد ڪندي، ڊيموڪريٽڪ فرنٽ جي سهڪار تي، سندن ٿورو مڃيو. آرچ بشپ

ٽوٽو کي نوبل پيس انعام ملڻ تي واڌايون ڏنم ۽ اهو عوام جي لاءِ فخر لائق قرار ڏنم.

10 فيبروري تي هڪ وڏي ميڙ جي سامهون، ڌاڙين جي گونج ۾ منهنجي ڌيءَ زنڌزي منهنجو پيغام پڙهي ٻڌايو. ڏکڻ آفريقا جا رهاڪو اٽڪل ويهن سالن کان پوءِ منهنجا لفظ ٻڌي رهيا هئا. زنڌزي پنهنجي امڙ جيان زبردست مقرر آهي. هن چيو، حقيقت ۾ پنهنجو بيان پڙهڻ جي لاءِ منهنجي پيءُ کي خود هن ميڙ ۾ موجود هئڻ کپي ها، پر اها ذميداري مجبوري ۾ آءٌ ادا ڪري رهي آهيان.

”آئون آفريقي نيشنل ڪانگريس جو هڪ ڪارڪن آهيان. هميشه کان آهيان ۽ زندگيءَ جي پڇاڙڪي پساهه تائين رهندس....! اوليور ٽامبو منهنجو ڀاءُ، منهنجو پيارو ۽ عزيز دوست آهي. ڪيس منهنجي آزادي سڀني کان وڌيڪ مٺي آهي. حڪومت جي پيش ڪيل شرطن تي مون کي حيراني ٿي آهي، اسان هٿيارپند جدوجهد جي شروعات ان وقت ڪئي هئي، جڏهن سڀ رستا بند ٿي چڪا هئا. بوٿا کي کپي ته هو تشدد ڇڏي ڏي. ڪيس ملان، اسٽرائجم ۽ وروردِ کان مختلف شخصيت هئڻ جو ثبوت ڏيڻ کپي. نسلي متيبد ۽ عوامي تنظيم تي پابندي ختم ڪرڻي پوندي. ڪيس کپي ته سڀني قيدين کي آزاد ڪري ڇڏي. نسل پرستي جي مخالف سڀني اڳواڻن کي ملڪ ۾ موٽي اچڻ جي موڪل ڏي ۽ سياسي سرگرمين جي آزادي ڏي، ته جيئن ماڻهون، پنهنجا حڪمران، پاڻ چونڊي سگهن.“

”مون کي پنهنجي آزادي مٺي آهي. پر اوهان سڀني جي اجا به وڌيڪ پياري آهي. منهنجي جيل وڃڻ کان پوءِ ڪيترائي ماڻهون گذاري ويا آهن. ڪيترائي آزادي خاطر موت جو شڪار ٿيا. آئون انهن جو، انهن جي ٻارن جو ۽ انهن جي بيواهن ۽ انهن جي والدين جو قرضي آهيان. جن بي پناهه تڪليفون سَٺيون آهن. مون کي به زندگيءَ سان محبت آهي. پر پنهنجا ۽ پنهنجي عوام جي پيدائشي حقن کي وڪڻڻ جي لاءِ تيار نه آهيان.“

”عوامي تنظيم تي پابندي آهي. پاس نه رکڻ تي اسان کي گرفتار ڪري سگهجي ٿو. منهنجي زال براندِ فورٽ ۾ اڪيلائيءَ جو قيد ڪاٽي رهي آهي. مون کي ڪنهن شهري علائقي ۾ رهڻ جي لاءِ به حڪومت کان اجازت وٺڻي هوندي آهي. منهنجي شهريت جو ڪوبه مان ڪونهي.... ته پوءِ انهن مڙني پابندين جي هوندي به مون کي ڪهڙي قسم جي آزادي آڇي پيئي وڃي!“

”ڳالهين مهاڙين ۾ به فقط هڪ آزاد ماڻهون ئي حصو وٺي سگهي ٿو. قيدين سان معاهدا ڪين ڪيا ويندا آهن. جيستائين اسين سيئي آزاد انسانن جي حيثيت اختيار نٿا ڪريون، تيستائين آئون ڪنهن به قسم جو ڪوبه وعدو ڪري نٿو سگهان. منهنجي ۽ اوهان جي آزادي، ڪي به ڌار معاملا ڪونهن.... آئون جلدئي اوهان وٽ موٽي اچڻ وارو آهيان.“

•

1985ع ۾ مون کي پيشاب جي تڪليف هئڻ جي ڪري، ڊاڪٽر آپريشن جي صلاح ڏني. تنهنڪري مون کي ڪيپ ٽائون جي واڪس اسپتال ۾ نيو ويو. آپريشن کان

اڳ وني به اچي ويئي. پر هڪ ٻيو ملاقاتي به اچي پهتو. جنهن جي آمد غير متوقع ۽ حيرت ۾ وجهندڙ هئي. اهو هو انصاف وارو وزير ڪوبي ڪوئٽسي. ڪجھ وقت اڳ مون نيشنل ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ ڳالهين ٻولهين جي لاءِ ڪيس خط لکيو هو. جنهن جو جواب نه آيو هو. اسپتال ۾ سندس بنا ڪنهن اطلاع جي اچڻ ۽ ڳالهائڻ ايئن هو، ڄڻ هو پنهنجي ڪنهن پراڻي دوست جي عيادت لاءِ آيو هجي. هو انتهائي پرتپاڪ انداز ۾ مليو. ظاهري طرح مون ڪنهن به رد عمل جو اظهار نه ڪيو. پر مون کي سندس اچڻ تي سخت حيرت هئي. لڳو ايئن تي ته حڪومت هوريان هوريان اي. اين. سي سان ڪنهن ناهه واسطي قدم وڌائي رهي آهي. ڪوئٽسي جي آمد زيتون جي شاخ جي حيثيت رکندي هئي.

مون ساڻس ڪابه سياسي ڳالهه ٻولهه ڪانه ڪئي. فقط هڪ ذاتي مسئلي ڏانهن سندس ڌيان ڇڪرايو. وني، جوهانسبرگ ۾ ڊاڪٽر ڏانهن ويئي هئي، جو پويان برانڊ فورٽ ۾ سندس ننڍڙو گهر سڙي تباهه ٿي ويئي هئي. هاڻي وٽس رهڻ جي لاءِ ڪوبه اجهو نه هو. پوليس گهر جي مرمت ڪان پوءِ وني کي واپس برانڊ فورٽ وڃڻ جو حڪم ڏنو، پر هن انڪار ڪيو. مون ڪوئٽسي کي گذارش ڪئي ته وني کي جوهانسبرگ ۾ ئي رهڻ جي موڪل ڏني وڃي. هن چيو ته هو ڪو وعدو ته ڪونه ٿو ڪري، پر انهيءَ معاملي تي ضرور ويچاريندو. مون سندس اڳواٽ مهرباني مڃي.

مون کي ڪيترائي ڏينهن اسپتال ۾ رهڻون پيو ۽ جڏهن موڪل مليم ته جيل جو سي او بريگيڊيئر منرو پاڻ خود مون کي وٺڻ جي لاءِ هلي آيو. اهو هڪ غير معمولي قدم هو. مون کي شڪ ٿيو. رستي ۾ ڳالهيون ڪندي، هو چوڻ لڳو، "منڊيلا! هاڻ اسين توکي، تنهنجي دوستن ڏانهن وٺي نه هلنداسين." مون پڇيو "ڇا مطلب؟" هن ورائيو، "هاڻ تون اڪيلو رهندين." مون پڇيو، "ڇو؟" هن ورائيو، "مون کي گهڻي خبر ڪونهي، پر مٿان ڪان اسان کي اهائي هدايت ملي آهي."

جيل ۾ واپس پهتاسين ته مون کي سڀ ڪان هيٺين حصي ۾ هڪ ڌار هنڌ تي ترسايو ويو. جتي ٽي ڪمرا، هڪ بيڊ روم، غسل خاني سميت، هڪ پڙهڻ جو ڪمرو ۽ هڪ ورزش جي لاءِ ڪمرو ڏنو ويو. جيل جي معيار موجب، اهو ڄڻ هڪ محل هو. پر حقيقت ۾ اهو هنڌ پوسل وارو هو ۽ هتي روشنيءَ جو لنگهه به گهٽ هو. آئون خاموش رهيس ۽ بريگيڊيئر سان ڪابه شڪايت نه ڪيم. مون کي خبر هئي ته اهو ڪو سندس پنهنجو فيصلو ڪونهي، آئون انهي اوسيئڙي ۾ هئس ته ڏسجي ته حڪومت جو اهو قدم کڻڻ جو مقصد ڪهڙو آهي!

اها ڪا الهامي ڪيفيت ته ڪانه هئي، پر انهيءَ صورتحال منهنجي سامهون هڪ نئين راهه کولي ڇڏي. آئون دوستن ڪان بلڪل ڌار هئس. هتي منهنجو باغ به موجود نه هو. نه وري روشن اڱڻ هو. پر انهيءَ اڪيلائي مون کي گهڻو ڪجهه سوچڻ جو موقعو ڏنو. منهنجي ذهن ۾ ڪافي وقت ڪان اهو خيال ٻي آيو ته، "جو نه حڪومت سان ڳالهين جي

شروعات ڪجي!" آئون انهي نتيجي تي پهچي چڪو هئس ته هاڻ پنهنجي جدوجهد کي ڳالهين جي ذريعي اڳيان وڌائڻ گهرجي. نه ته ٻئي ڌريون تشدد، ڏاڍ ۽ گهرو ويڙهه جي اونداهي رات ۾ گم ٿي وينديون.

اسين مُني صدي کان ڳورن جي اقليتي حڪومت جي خلاف وڙهي رهيا هئاسين. ويهن سالن کان هٿياربند جدوجهد به جاري هئي. ٻنهي طرفن جا ڪيترائي ماڻهون مارجي چڪا هئا. دشمن سگهارو ۽ ضدي هو. پر توپن ۽ ٽئنڪن جي سگهه جي باوجود به ڪيس احساس ٿي رهيو هو ته تاريخ جي غلط رخ ڏانهن سفر ڪري رهيا آهن. اسين حق تي هئاسين، پر اسان وٽ طاقت ڪانه هئي. فوجي انداز جي فتح اجا سوڌي، اسان جي لاءِ هڪ خواب هئي. وڏيڪ هزارين زندگين جي قرباني شايد غير ضروري هجي ها. انهي حقيقت جو احساس اسان جي سامهين ڌر کي به ٿي چڪو هو. ڳالهين جو وقت ويجهو ايندو پي ويو. صورتحال ڏاڍي نازڪ هئي. ٻئي ڌريون ڳالهين ۾ اڳرائيءَ کي هيٺائي ۽ مقصد سان بي وفائيءَ جو نشان سمجهي رهيون هيون. نيشنل پارٽيءَ جي حڪومت اسان کي لڳاتار اهڙا دهشت پسند ڪميونسٽ قرار ڏيئي رهي هئي، جن سان ڳالهيون ممڪن نه هيون. آفريقي نيشنل ڪانگريس جو چوڻ هو ته هيءَ هڪ فاشسٽ ۽ نسل پرست حڪومت آهي ۽ جيستائين اسان جي تنظيم تان پابندي لاٿي نٿي وڃي. سڀني سياسي قيدين کي غير مشروط آزاد نٿو ڪيو وڃي ۽ شهري علائقن مان فوجي واپس نٿا گهرايا وڃن، تيستائين ڳالهيون ڪرڻ بيڪار آهن.

انهيءَ مسئلي تي مون نويڪلائيءَ ۾ ڪافي ويچاريو ۽ ڏليءَ در دعا گهريم. ڳالهين جي شروعات ڪيئن ڪجي؟ صحيح طريقو ته هي هو، جو انهي جو فيصلو لوساڪا ۾ ڪيو وڃي، جتي اوليور ٽامبو رهيل هو. پر مون وٽ وٽس نياپو پهچائڻ جو ڪوبه وسيلو نه هو. هاڻي آئون، هن ٿي جيل ۾ رهندڙ پنهنجن ٻين سائين سان به رابطو قائم ڪري نه ٿي سگهيس. هو ٽي ماڙ تي هئا. پر انهن سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ مون کي پريٽوريا کان اجازت وٺڻي پوي ها. هاڻ اهي به منهنجي لاءِ ٻاهران ايندڙ ملاقاتين جي خاني ۾ هئا.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ، مون ڪمانڊنگ آفيسر کي درخواست ڏني ۽ هن منهنجي ٽن سائين والٽر، ڪيٿي ۽ ريمانڊ سان منهنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو. هو جيل جي انهي حصي ۾ منهنجي منتقلي تي سخت ڪاوڙيل هئا. سندن چوڻ هو ته اسان کي انهيءَ تي احتجاج ڪرڻ کپي ۽ اها گهر ڪرڻ کپي ته اسان سڀني کي هڪ ٿي هنڌ رکيو وڃي. مون سندس ڪاوڙ ٿڌي ڪئي ۽ چيو، "نوجوانو! ڏسو مون کي سٺي جاءِ ملي وئي آهي. ڪهڙي خبر ته اهو مثال بنائي ٻين سياسي قيدين کي به سٺي رهائش ڏني وڃي. ٻيو ته اهو به ممڪن آهي ته انهيءَ جو ڪو سٺو نتيجو نڪري. جو ته هينئر آئون انهي پوزيشن ۾ آهيان ته حڪومت اسان جي ويجهو اچي سگهي." هو منهنجو آخري جملو سمجهي نه سگهيا، جيڪو مون مبهم طور تي ادا ڪيو هو ۽ منهنجي ڳالهه جي تائيد ڪيائون.

مون پنهنجي اصل رٿ جي ڪنهن کي ڪُڙڪ به پوڻ نه ڏني. نه ٽي ماڙ مٿي رهندڙ

ساٿين کي ۽ نہ وري لوساڪا ۾ پنھنجي تنظيم جي عھديدارن کي. مون وٽ گھڻو وقت ڪونہ ھو. پوءِ بہ اھو ممڪن ھو تہ منھنجا ساٿي انھيءَ جي مخالفت ڪن ھا ۽ منھنجو منصوبو جمڻ کان اڳ موت جو شڪار ٿي وڃي ھا. ڪي اھڙا موقعا بہ اچن ٿا، جتي پنھنجي جتي کي نئين واٽ ڏيکارڻ جي لاءِ اڳواڻ کي سندن اڳيان اڳيان ھلڻ گھرجي ۽ پنھنجي مثان مڪمل پروسو ھئڻ کپي. ايئن منھنجي پارٽيءَ کي بہ انھيءَ جو فائدو ٿئي ھا. ھو چئي ٿي سگھيا تہ اِھو ھمراھ قيد تنھائيءَ ۾ ھو ۽ ھن جيڪي ڪجھ ڪيو، اِھو سندس پنھنجو انفرادي فيصلو آھي. جنھن جو اي. اين. سي سان ڪوبہ واسطو ڪونھي.

•

مون پاڻ ئي 'ڪوبي ڪوئٽسي' کي خط لکيو تہ ھو حڪومت سان اسان جي ڳالھين ٻولھين جو بندوبست ڪري. پر ڪابہ ورندي نہ ملي. مون ٻيھر لکيو، پر ٻي طرف پوءِ بہ مانار رھي. انھيءَ ڳالھہ تي مون کي افسوس ضرور ٿيو، پر آئون ڪنھن سٺي گھڙي جو اوسيئڙو ڪري رھيو ھئس. آڪٽوبر 1985ع ۾ 'دولت مشترڪہ' جا اڳواڻ، ڏکڻ آفريقا جي خلاف پابنديون لاڳو ڪرڻ تي سھمت ٿي نہ سگھيا ھئا، ڇو تہ برطانوي وزيراعظم مارگريٽ ٿئنچر انھي قدم جي مخالفت ڪئي. نيٺ اھو فيصلو ٿيو تہ 'ڪامن ويلٿ' جو ھڪ وفد ڏکڻ آفريقا جو دورو ڪري ۽ جائزو پيش ڪري تہ ڇا بين الاقوامي پابنديون نسلي متيد جي خلاف ڪامياب ھٿيار ثابت ٿي سگھن ٿيون يا نہ!؟ تنھن ڪري 1986ع جي شروعات ۾ نائيجريا جي اڳوڻي فوجي سربراھہ جنرل اوباسنجو ۽ آسٽريليا جي اڳوڻي وزيراعظم ميلڪم فريزر تي مشتمل ھڪ وفد صحيح حالتون معلوم ڪرڻ جي لاءِ ڏکڻ آفريقا جو دورو ڪيو.

فيبروري ۾ ھڪ ڏينھن جنرل اوباسنجو ملاقات جي لاءِ آيو. ھن انھي خواھش جو اظھار ڪيو تہ "ڪامن ويلٿ" جي سڄي وفد (معزز شخصيتن جي گروپ) سان منھنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو وڃي. تنھن ڪري حڪومت جي اجازت سان ايندڙ مئي ۾ اھڙي قسم جي ھڪ ملاقات طئي ٿي. انھي ملاقات کان پوءِ ڪين ڪابينا جي ميمبرن سان ڳالھائڻون ھو. مون کي وڏي پشماني تي ڳالھين ٻولھين جو موقعو ويجھو ايندي نظر آيو.

گڏجاڻي جي ٻن ڏينھن کان پوءِ بريگيڊيئر منرو ھڪ درزي کي مون وٽ وٺي آيو ۽ چوڻ لڳو، "منڊيلا! اسين چاھيون ٿا تہ تون انھن اڳواڻن سان برابري جي سطح تي ملاقات ڪرين. اسين نٿا چاھيون تہ تون جيل جي ھنن ڪپڙن ۾ گڏجاڻيءَ ۾ وڃ. ھي درزي تنھنجو ماپ وٺندو ۽ تنھنجي لاءِ ھڪ سٺو سوٽ تيار ڪري ايندو."

درزي شايد جادوگر ھو. ھو ٻي ڏينھن ھڪ سٺو سوٽ سُبي آيو. جيڪو منھنجي جسم تي بلڪل فٽ ھو. مون کي نئين قميص، بوٽ، جوراب ۽ گنجي بہ مھيا ڪئي ويئي. مون اھي ڪپڙا پاتا ۽ سي. او انھن جي واڪاڻ ڪندي چيو، "منڊيلا! تون تہ ڪو وزيراعظم پيو نظر اچين."

معزز شخصيتن جي گروپ ۽ منھنجي وچ ۾ ٿيل ملاقات وزير ڪوبي ڪوئٽسي جيلن

جو ڪمشنر جنرل وليمز بہ موجود هئا. پر جيئن ئي ڳالهين جي شروعات ٿي، هو بيٺي اٿي وڃڻ لڳا. مون مٿن زور ڀريو تہ هو موجود رهن، ڇو تہ مون کي ڪابہ ڳجهي ڳالهہ ڪرڻي ڪونهي. پر هنن نہ مڃيو. بهرحال، مون کين چيو تہ هاڻ ويڙهہ جي جاءِ تي ڳالهين ٻولهين جو وقت اچي پهتو آهي. حڪومت ۽ نيشنل ڪانگريس کي گڏجي ويهي ڳالهائڻ کپي.

مون شروع ۾ ئي گروپ کي ٻڌايو تہ آئون تحريڪ جو صدر ناهيان. صدر اوليور ٽامبو آهي، جيڪو لوساڪا ۾ رهي ٿو. اوهان کي ان سان بہ وڃي ملڻ کپي. کيس ٻڌايو تہ منهنجا نظريا ڪهڙا آهن. پر اهي نظريا منهنجا ذاتي آهن. اهي جيل ۾ موجود منهنجن ٻين ساٿين جا خيال بہ ڪونهن. بهرحال آئون اهو ضرور چوندس تہ آئون اي. اين. سي ۽ حڪومت جي وچ ۾ ڳالهہ ٻولهہ جو حامي آهيان.

گروپ جي ڪن ميمبرن کي منهنجي سياسي فڪر ۽ مستقل ۾ نيشنل ڪانگريس جي اقتدار هيٺ ڏکڻ آفريڪا جي صورتحال جي باري ۾ انومان هئا. مون کين ٻڌايو تہ آئون هڪ توميرست انسان آهيان. ڪميونسٽ ناهيان. جنهن جي باري ۾ هرويرو حڪومت گوڙ ڪندي رهي آهي. آئون غير نسلي معاشري تي وشواس رکان ٿو. اسان جو 'فريڊم چارٽر' جمهوريت ۽ انساني حقن تي ٻڌل آهي. اهو ڪو سوشلزم جو مسودو ڪونهي. نئين ڏکڻ آفريڪا ۾ ڳوري اقليت کي مڪمل تحفظ حاصل هوندو. اسان جي ڪيترين ۽ مشڪلاتن جي ڪري حڪومت ۽تحريڪ جي وچ ۾ رابطي جي کوٽ آهي. جنهن کي ڳالهين ٻولهين وسيلي دور ڪري سگهجي ٿو.

تشدد وارين ڪاروائين جي باري ۾ منهنجو نقطہ نظر هي هو تہ ڏکڻ آفريڪا جي مسئلي جو اهو آخري حل ڪونهي. پر جيڪڏهن حڪومت شهري علائقن مان فوج ۽ پوليس هٽائي تہ منهنجو خيال آهي تہ اي. اين. سي، ڳالهين جي خاطر هٿيار بند جدوجهد کي پاسيرو ڪرڻ تي راضي ٿي سگهي ٿي. پر فقط منهنجي آزاديءَ سان تشدد رڪجي نٿو سگهجي. جڏهن اهو حڪومت جي لاءِ منهنجو نياپو هو تہ اسين مناسب حالتن ۾ ڳالهين ٻولهين جي لاءِ تيار آهيون.

مئي ۾ 'دولت مشترڪ' جي وفد مون سان ٻيهر ملڻ جو پروگرام رٿيو. هو انهيءَ کان اڳ لوساڪا، اوليور ۽ پريٽوريا ۾ حڪومتي نمائندن سان ڳالهيون ٻولهيون ڪري چڪا هئا. آئون پُراميد هئس تہ مون جيڪو ڳالهين ٻولهين جو سلو پوکيو هو اهو ضرور وڌي وڻ ٿيندو. پر وفد سان منهنجي ملاقات کان فقط هڪ ڏينهن اڳ حڪومتي قدم سيني ڪوششن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. ڏکڻ آفريڪا جي هٿيار بند فوج صدر بوٿا جي حڪم تي بوٽسوانا، زيمبيا ۽ زمبابوي ۾ آفريڪن نيشنل ڪانگريس جي ٺڪاڻن تي هوائي حملا ڪيا ۽ ڪمانڊو ايڪشن ڪيو. جنهن جو نتيجو هي نڪتو جو خيرسگالي جا هڙئي جذبا وڪري ويا. ۽ "معزز شخصيت جو گروپ" واپس موٽي ويو. ڳالهين جي لاءِ منهنجون ڪوششون ناڪام ٿي چڪيون هيون.

•

اي. اين. سي جي هاءِ ڪمان اڳ ۾ ئي عوامي احتجاج جي اپيل ڪري چڪي هئي ۽ سڄي ملڪ ۾ بي اطميناني، سياسي جبر ۽ تاڌ جي هڪ لهر ڊوڙي ويئي هئي، ماڻهو ڪاوڙيل هئا. شهري علائقن ۾ تحريڪ جوبن تي هئي. بين الاقوامي دٻاءُ به وڌندو پئي ويو، 12 جون 1986ع تي حڪومت عوامي مظاهرنَ جي سامهون بند ٻڌڻ جي لاءِ هنگامي حالتن جو اعلان ڪري ڇڏيو. ايئن ٿي لڳو ڳالهين ٻولهين جو هميشہ لاءِ خاتمو ٿي ويو آهي. پر انتهائي نازڪ حالتن ۾ بہ اميد جو ڪرڻو روشن رهندو آهي، مون جيلن جي ڪمشنر جنرل وليمز کي هڪ مختصر خط لکيو ۽ برگيڊيئر منرو جي حوالي ڪيو، جنهن ۾ مون لکيو، "آئون هڪ نهايت اهم قومي مسئلي جي سلسلي ۾ اوهان سان ملاقات جو خواهشمند آهيان."

ٻن ڏينهن کان پوءِ سي. او مون کي ٻڌايو تہ آئون جنرل وليمز سان ملاقات جي لاءِ تيار رهان، جيڪو پريٽوريا مان اچي رهيو آهي. جنرل جي اچڻ تي مون کي جيل جي استقباليہ بدران، سندس رهائش گاهہ تي نيو ويو. مون سائس ڪا گھڻي پڇاڙ نہ ڪئي. فقط ايترو چيم تہ آئون انصاف واري وزير ڪوبي ڪوئٽسي سان ملڻ ٿو چاهيان. جنرل پڇيو، "ڇو؟" آئون هڪ گهڙي ترسيس. مون سوچيو، جيل جي آفيسرن سان سياسي معاملن تي ڪيئن ٿو ڳالهائي سگهجي. پوءِ مون ٻنا هٻڪ جي چيو، "آئون انصاف واري وزير سان حڪومت ۽ اي. اين. سي جي ڳالهين واري مسئلي تي ڳالهائيندس."

جنرل صاف صاف ڳالهائڻ جو عادي هو. هُن چيو، "منڊيلا! توکي تہ خبر آهي تہ آئون سياسي ماڻهون ناهيان. آئون انهيءَ سلسلي ۾ انصاف واري وزير سان ڳالهائي نٿو سگهان. اهو منهنجي اختيارن کان ٻاهر آهي." پوءِ ڪجهہ سوچي هن چيو، "انصاف وارو وزير هن وقت ڪيپ ٽائون ۾ آهي. منهنجو خيال آهي تہ تون سائس اتي ملاقات ڪري سگهين ٿو. آئون سائس ڳالهايان ٿو." پوءِ هن ٽيليفون تي وزير سان ڳالهايو. فون بند ڪرڻ کان پوءِ هن مون ڏانهن ڏيان ڏيندي چيو، "وزير جو چوڻ آهي تہ منڊيلا کي هيڏانهن وٺي اچ."

هاڻي اسين ٻيئي جنرل جي گهران سندس ڪار ۾ ويهي انصاف واري وزير سان ملڻ جي لاءِ سندس گهر ڏانهن روانا ٿياسين. اسان سان گڏ فقط سيڪيورٽي وارن جي هڪ ڪار گڏ هئي. جنهن سولائي ۽ اطمينان جي فضا ۾ اها ملاقات ٿي، تنهن مان مون کي شڪ ٿيو تہ شايد حڪومت طئي ٿيل رٿابندي تحت وزير کي ڪيپ ٽائون موڪليو هوندو. ڇاڪاڻ تہ هو، اهو ڳالهين ٻولهين ڏانهن پهريون قدم هو. وزير انصاف ڪوئٽسي پنهنجي سرڪاري گهر ۾ منهنجو گرمجوشي سان آڌرڀاءُ ڪيو. اسين لائونج ۾ آرام ڪرسيءَ تي وڃي ويٺاسين. هن مون سان معذرت ڪئي تہ ملاقات ايتري تہ تڪڙ ۾ ٿي رهي آهي، جو تون جيل جو يونيفارم بہ بدلائي نہ سگهيو آهين. اسين ٽن ڪلاڪن تائين گڏ ويٺا ڳالهيون ڪندا رهياسين. هن بي تڪلفيءَ سان سياسي سوال ڪيا. هو حڪومت ۽ اي. اين. سي جي اختلافن ۽ درپيش مسئلن بابت چڱي ريت واقف نظر پئي آيو. هن پڇيو، "اوهين ڪهڙن

شرطن تي هٿياربند جدوجهد ختم ڪري سگهو ٿا. ڇا توهان اي. اين. سي جي ترجماني ڪري سگهيس ٿو. ڏکڻ آفريڪا ۾ اقليتن کي ڪهڙيون آئيني ضمانتون هونديون وغيره.

مون جيڪي جواب دولت مشترڪہ جي وفد کي ڏنا هئا، بلڪل اُن ئي انداز ۾ ڪوئٽسي جي سامهون پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪيو. مون محسوس ڪيو تہ هو مسئلي جو ڪونہ ڪو نبيرو چاهي ٿو. پوءِ هن پڇيو، "ايندڙ قدم ڪهڙو هوندو؟" مون هڪدم وراڻيو، " آئون پرڏيهي وزير ۽ صدر مملڪت بوٿا سان ملڻ چاهيندس." ڪوئٽسي منهنجون اهي ڳالهيون پنهنجي نوٽ بوڪ ۾ لکيون ۽ چيو تہ هو مناسب ذريعن وسيلي اهو نياپو صدر تائين پهچائي ڇڏيندو. پوءِ اسان هڪٻئي سان هٿ ملائي موڪلايو ۽ مون کي واپس جيل جي ڪوليءَ ۾ پهچايو ويو.

اُن ملاقات ۽ ڳالهين سان منهنجي ڪافي همت وڌي ۽ مون محسوس ڪيو تہ حڪومت ملڪ جي انهي سخت ڏکئي مسئلي جو ڪو نبيرو ڪرڻ چاهي ٿي ۽ پنهنجا پراڻا طور طريقا ڇڏڻ جي لاءِ تيار آهي. مون کي ان جي شروعات جو چڱي طرح احساس ٿي رهيو هو. پر مون انهيءَ جي باري ۾ اڃا سوڌي پنهنجي ڪنهن دوست کي سُڌ نہ ڏني هئي. مون کي پورو وشواس هو تہ جڏهن حالتون کلي سامهون اينديون تہ پولزمور ۽ لوساڪا ۾ منهنجي سنگتي منهنجي تائيد ڪندا.

ڪيترائي مهينا گذري ويا، پر ڪجهہ بہ اڳيرو نہ ٿيو. ڪوئٽسي پاران بہ هڪ لفظ بہ مون تائين نہ پهتو. مون مايوسيءَ مان، ڪيس هڪ ٻيو خط ۾ لکي روانو ڪيو.

ڪوئٽسي پاران ڪو سڌو سنئون جواب تہ نہ آيو، پر حڪومت رابطي جا ڪجهہ ٻيا طريقا ڳولهي ورتا. ڪرسمس کان هڪ ڏينهن اڳ، جيل جو ڊپٽي ڪمانڊر ڪرنل گيوي مارڪس ناشتي کان پوءِ منهنجي ڪوليءَ ۾ آيو ۽ بي تڪلفي مان پڇيائين "منڊيلا! شهر ڏسڻ پسند ڪندين؟" خدا ڄاڻي تہ سندس ذهن ۾ ڇا هو. پر مون سوچيو تہ انهيءَ ۾ ڪهڙو حرج آهي ۽ 'ها' چئي ڇڏيم. هن چيو، "اچ هلون!" منهنجي ڪولي ۽ جيل جي وڏي دروازي تائين وڏيڪ پندرنهن تالا لڳل ننديا دروازا اُڪري، اسين ٻاهر نڪتاسين تہ ڪرنل جي ڪار اسان جي اوسيئڙي ۾ بيٺي هئي.

اسين ساحل سان گڏ خوبصورت رستي تي هلندي ڪيپ ٽائون شهر پهتاسين ۽ پوءِ رستن تي ڪار هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙائيندا رهياسين. اسان جي ڪا خاص منزل ڪونہ هئي. ماڻهو آزاد فضا ۾ پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ مصروف هئا. ڪراڙا ماڻهو اُس جو تاءُ وٺي رهيا هئا. مايون وٽج واپار ۾ رڌل هيون. ڪي تہ پنهنجي ڪتن کي سير ڪرائي رهيا هئا. جيل ۾ اهي منظر ڪونہ هوندا آهن. آئون پنهنجو پاڻ کي ڪنهن ڌارينءَ ملڪ ۾ گهمندو ڦرندو محسوس ڪري رهيو هئس.

ڪلاڪ کان پوءِ ڪرنل هڪ ننڍيَ دوڪان جي سامهون ڪار بيهاري ۽ پڇيو، "ڪولڊ ڊرنڪ پيئڻ پسند ڪندين؟" مون هاڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. هو دڪان جي اندر هليو ويو. هاڻي آئون اڪيلو هئس ڪجهہ گهڙيون گذري ويون ۽ مون حالتن جو جائزو ورتو.

هوريان هوريان منهنجا احساس سجاڳ ٿيڻ لڳا. اٺون ٻاويهن سالن کان پوءِ جيل کان ٻاهر، محافظن کان سواءِ کليل فضا ۾ ويٺو هئس. ۽ ڪار جو دروازو کولي هڪ ٿي ٽپ ڏيئي، ڊوڙندو ويجهڙائي وارن وڻن جي جهنڊ ۾ غائب ٿي سگهيس ٿي. منهنجي اندر جي ڪا شئي منهنجي انهي تصور کي حقيقت جو رنگ ڏيڻ لاءِ اُڀاري رهي هئي. مون ڏٺو ته پرسان ئي وڻن جو هڪ جهڳٽو موجود هو، جنهن ۾ هڪدم وڃي لڪي ٿي سگهيس. ايئن ٿي لڳو، اٺون واقعي اتي پهچندس. آسپاس ڪرنل ڪٿي به نظر نه پي آيو.

پر مون پنهنجي جذبن تي قابو پاتو، "ان قسم جو ڪوبه قدم نامناسب ۽ غير ذميدارانه بلڪ موتمار هوندو. ڪهڙي خبر ته هي سڀ ڪجهه انهيءَ جي لاءِ ڪيو پيو وڃي ته جيئن آئون ڀڄي وڃان." مون سوچيو. پوءِ ڏٺم ته ڪرنل واپس اچي رهيو هو. مون سک جو ساهه کنيو. سندس هٿ ۾ ڪوڪا ڪولا جون ٻه ٻوتلون هيون.

اهو منهنجو جيل کان ٻاهر پهريون سير هو. تنهن کان پوءِ آئون ڪرنل سان گڏ ڪيترائي ڀيرا نه رڳو ڪيپ ٽائون ويس، پر شهر جي ڀرپاسي جي ڪيترن ئي خوبصورت هنڌن، دلڪش ساحلي علائقن ۽ نيڻ ٺار پهاڙين جو نظارو ڪندو ويس. پوءِ ڪيترن ئي جونيئر آفيسرن کي به مون کي جيل کان ٻاهر نيڻ جي موڪل ملي وئي. جيل جي ڀرپاسي جي ٻنين ۽ باغن ۾ به مون کي نيو ويندو هو ۽ آئون فطرت کي ويجهڙ کان ڏسي، لطف اندوز ٿيندو هئس. مون کي ڪائنات جي سهڻي مظهرن ۽ سچ جي پنهنجي ڪلهن تي موجودگيءَ جو احساس ٿيندو هو.

هڪ ڏينهن آئون هڪ ڪيپٽن سان گڏ جيل جي ٻاهر گهوڙن جي طنبيلي ۾ گهمي رهيو هئس، جو مون کي ٻه ڳورا نوجوان گهوڙن جي خدمت چاڪريءَ ۾ رڌل نظر آيا. مون ڪانئن گهوڙن بابت سوال پڇيو. هو فقط مون ڏانهن ڏسندا ئي رهيا، پر ڪابه ورندي نه ڏنائون، پوءِ ڪيپٽن مون کي ٻڌايو ته اهي ٻئي ڳورا قيدي هئا. ڪين پهريون ڀيرو ڪنهن آفيسر جي موجودگيءَ ۾ ڪنهن مقامي قيدي جي سوال کي منهن ڏيڻون پي پيو. تنهن ڪري هو حيرت ۾ ٻڏل هئا. ڪيترا ئي نوجوان داروغا مون کي گهمائڻ ڦيرائڻ واسطي پري پري تائين وٺي ويندا هئا ۽ اسين سمنڊ جي ڪناري تي ڪنهن هوٽل ۾ ويهي چانهه به پيئندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن مون اها به ڪوشش ڪئي ته ڏسان ته ماڻهو مون کي سڃاڻن ٿا يا نه؟ پر اتي مون کي ڪنهن به نٿي سڃاتو. اخبارن ۾ منهنجي سڀ کان آخري تصوير 1962ع ۾ ڇپي هئي.

اها سير ۽ تفريح ڪيترن لحاظن کان سبق آموز به هئي، مون ڏٺو ته انهي ڊگهي عرصي ۾ دنيا ڪيتري نه بدلجي چڪي آهي. اسين عام طور تي ڳورن جي علائقي ۾ ويندا هئاسين. جيڪي غير معمولي دولت جا مالڪ بنجي چڪا هئا ۽ نهايت مزي جي ۽ خوشحال زندگي گذاري رهيا هئا. ملڪ ۾ جيتوڻيڪ انقلابي تحريڪ جاري هئي. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ جنگ جهڙي صورتحال هئي پر ڳورن جي زندگي نهايت پرسڪون هئي. هتي وٽ ڏڏي فساد جو نانءُ نشان به نه هو. هڪ ڀيرو هڪ نوجوان داروغو، وارنٽ آفيسر برانٽ

مون کي پنهنجي فليٽ ۾ وٺي ويو ۽ پنهنجي زال ۽ ٻارن سان واقفيت ڪرائي. تنهن کان پوءِ آئون ڪرسمس جي موقعي تي سدائين کين مبارڪباد جو ڪارڊ موڪليندو هئس.

آئون جيل جي زندگيءَ جي نئين انداز مان جيتوڻيڪ مزو وٺي رهيو هئس، پر اها پلي پت جاڻ هيم تہ اعليٰ اختيارين وارا اهڙي نموني منهنجو ڌيان اصل مسئلي کان هٽائڻ ٿا چاهين. مون محسوس ڪيو تہ سندن خيال موجب، آئون پنهنجي انهيءَ ننڍڙي آزادي جو عادي ٿي مڪمل آزاديءَ جي مقصد تان هٿ کڻي، سائن ٿي ويندس.

1987ع ۾ منهنجو هڪ ڀيرو ٻيهر 'ڪوبي ڪوٽسي' سان رابطو بحال ٿيو. سندس گهر تي ڪيترين ئي ملاقاتون ٿيون ۽ آخر ۾ حڪومت طرفان ٻهريون ڀيرو سنجيده تجويزون سامهون آيون. ڪوٽسي ٻڌايو تہ حڪومت صدر جي رضامندي سان، مون سان ڳالهائڻ جي لاءِ سندس اڳواڻيءَ ۾ سينيئر عملدارن تي ٻڌل هڪ ڪميٽي ترتيب ڏيئي رهي آهي. جنهن ۾ جيلن جو ڪمشنر جنرل وليمز، جيل کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل فيني وان مادوي ۽ نيشنل انٽيليجنس جو سربراه ڊاڪٽر نيل برنارڊ شامل هوندا. ان ڪميٽي جي جوڙجڪ جو هڪ فائدو هي ٿئي ها تہ جي ڪا ڳالهہ پريس تائين پهچي وڃي ها تہ اسين اهو چئي سگهياسين ٿي تہ اهي عملدار تہ فقط جيل جي معاملن تي ڳالهائڻ جي لاءِ گڏجي وينا هئا.

مون کي البت ڊاڪٽر برنارڊ جي موجودگي تي اعتراض هو. هو آمريڪي، سي. آءِ. اي جي انداز ۾ ڏکڻ آمريڪي انٽيليجنس جو سربراه هو. آئون موقعو ملڻ تي پنهنجي ساٿين جي اڳيان ڪميٽي جي ميمبرن سان ملاقاتن جي وضاحت تہ ڪري ٿي سگهيس. پر انٽيليجنس جي اڳواڻ جي باري ۾ ڇا چوان ها! مون ڪوٽسي کي چيو تہ آئون انهي مسئلي تي ويچاريندس. آئون سڄي رات سوچ ويچار ڪندو رهيس. پوءِ مون سوچيو تہ ڊاڪٽر برنارڊ، صدر بوٿا جو خاص ماڻهون آهي. صدر پنهنجي ڪابينا کان الڳ پنهنجي هڪ اسٽيٽ ڪونسل بہ ناهي رکي آهي، هو انهيءَ جو بہ ميمبر هو. هاڻي جيڪڏهن آئون سندس موجودگي تي اعتراض ڪريان ها تہ سنئون سڌو بوٿا سان ٽڪراءُ ۾ اچان ها. هو انهيءَ اعتراض کي سهي نہ سگهندو ۽ اهي سڀ قدم بيڪار ويندا. تنهن ڪري مون صبح جو ڪوٽسي کي نياپو موڪليو تہ مون کي حڪومت جي اها آڇ قبول آهي.

هاڻي منهنجي اڳيان ٽي اهم معاملا هئا؛ ٻهريون تہ آئون ٽين ماڙ تي قيد پنهنجي ساٿين سان مشورو ڪريان ۽ سندن تائيد حاصل ڪريان. ٻيو تہ لوساڪا ۾ اوليور کي خبر پهچايان تہ هتي حالتون ڪهڙي موڙ تي آهن. ٽيو پي ڊبليو بوٿا جي لاءِ پنهنجي ۽ نيشنل ڪانگريس جي فڪر ۽ نظرين تي ٻڌل هڪ يادداشت جو مسودو تيار ڪريان. جنهن ۾ مڙئي اهم ملڪي مامرن جو ذڪر هجي ۽ جنهن کي حڪومتي نمائندن سان ڳالهين جو بنياد بنايو وڃي.

مون پنهنجي جيل جي ساٿين سان ملاقات جي درخواست ڪئي، جيڪا هڪدم رد ڪئي وئي. انهيءَ تي آئون ڏاڍو حيران ٿيس ۽ پنهنجي شڪايت اعليٰ اختيارين تائين ڪئي

ويس. نيٺ مون کي انهيءَ شرط تي موڪل ملي ته آئون انهن سان ڌار ڌار ملي سگهان ٿو، گڏ نه. تنهن ڪري استقباليه واري حصي ۾ اسان جون ڌار ڌار ملاقاتون ٿيون. مون سوچيو ته ڪين حڪومت سان ڳالهين جي تجويز کان واقف ڪندس، البت ڪين اهو نه ٻڌائيندس ته ڪو ڳالهين جي لاءِ هڪ ڪميٽي جڙي چڪي آهي.

سڀ کان پهرين منهنجي والٽر سان ملاقات ٿي. مون ڪيس ڪوٺسي سان ملاقات ۽ واسطيدار معاملن کان واقف ڪيو. والٽر سان منهنجي گهٽي لڳندي هئي، هو عقل ۽ شعور سان مالا مال شخص هو. مون کي سندس راءِ تي سڀ کان وڌيڪ ڀروسو هو. والٽر منهنجون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌيون ۽ چيو ته اصولي طور تي ڪيس ڳالهين تي ڪوبه اعتراض ڪونهي، پر اها رڳ اسان جي بدران حڪومت جي پاران اچڻ کپي.

منهنجو جواب هي هو ته جڏهن اصولي طور تي ڪيس اعتراض ڪونهي ته پوءِ انهي ڳالهه سان ڪهڙو ٿو فرق پوي ته اڳرائي ڪنهن ڪئي آهي. فقط اهو ڏسڻون آهي ته مقصد ۾ ڪاميابي ڪيستائين ٿي آهي. اسان کي اهو ڏسڻ نه کپي ته دروازو اڳ ۾ ڪنهن ڪڙڪايو. والٽر منهنجي ڳالهه سمجهي ويو ۽ چوڻ لڳو ته هو مون کي ڳالهين ٻولهين کان ڪونه روڪيندو..

پوءِ ريمونڊ مهلبا سان مليس ۽ ڪيس تفصيل سان سڄي ڳالهه ٻڌايم. هو سدائين مختصر ڳالهه ڪرڻ جو عادي هو. تفصيل ٻڌڻ کان پوءِ چوڻ لڳو، "منڊيلا! تون ڪهڙي شئي جو انتظار پيو ڪرين. اسان کي اهو ڪم ڪيترائي سال اڳ ڪرڻ کپي ها." اينڊريو جو رد عمل به ساڳيو ئي هو.

آخر ۾ احمد ڪيٿي سان ملاقات ٿي. هن جو جواب نهڪار ۾ هو، سندس چوڻ هو ته ڳالهين جي رڳ پيش ڪري، اسين جڻ هٿيار ڦٽا ڪري رهيا آهيون. سندس خيال هو ته مون غلط واٽ ورتي آهي. پر اصولي طور تي هو به ڳالهين ٻولهين جو مخالف نه هو. نيٺ هن به چيو ته هو منهنجي راهه ۾ رڪاوٽ ڪين وجهندو.

ان دوران مون کي لوساڪا مان اوليور جو هڪ نياپو سمگل ٿي مليو. ڪيس ڪنهن ذريعي کان خبر پئي هئي ته آئون ڳجهيون ڳالهيون ڪري رهيو آهيان، ڪيس اها به خبر هئي ته مون کي ٻين سيني کان ڌار هنڌ تي رکيو ويو آهي. هو حيران ٿي ٿيو ته منڊيلا ڇا پيو ڪري. هن ڄاڻڻ ٿي چاهيو ته آئون واقعي حڪومت سان ڳالهائي رهيو آهيان. ڪيس پڪ هئي ته آئون قومي مفادن جو سودو ڪين ڪندس. پر سندس خيال موجب منهنجو اهو فيصلو صحيح ڪونهي.

مون ڪيس مختصر جواب لکيو ۽ پڪ ڏياريم ته حڪومت سان منهنجي ڳالهين ٻولهين جو فقط هڪ ئي مقصد آهي: "اي. اين. سي جي مرڪزي ڪميٽي ۽ حڪومت جي وچ ۾ باقاعده ڳالهين جو بندوبست ڪرڻ" مون وعدو ڪيو ته آئون تنظيم جي باري ۾ ڪابه رعايت نه ڪندس. جيتوڻيڪ ڪافي عرصو اڳ مون اي. اين. سي ۽ حڪومت جي وچ ۾ ڳالهين جي ڳالهه ڪئي هئي. پر اها عملي طور تي حقيقت جو روپ وٺي نه سگهي هئي.

آئون صدر بوٿا جي لاءِ جيڪا يادداشت تيار ڪري رهيو هئس، مون چاهيو ٿي ته اها هڪ نظر اوليور ۽ مرڪزي ڪميٽي به ڏسي وٺي. مون کي خبر هئي ته جڏهن اوليور ۽ مرڪزي ڪميٽي اها ڏسي وٺندي ته سندن اهي خدشا دور ٿي ويندا ته آئون اصل راهه تان ٿڙي ويو آهيان.

حڪومت جي مقرر ڪيل ڪميٽيءَ سان منهنجي پهرين ملاقات مئي 1988ع ۾ پولرز مور جيل جي آفيسرز ڪلب ۾ ٿي ۽ پوءِ ڪيترن ئي مهينن تائين وقفي وقفي سان اهڙا اجلاس ٿيندا رهيا. اسان جا نوان ساٿي، ڊاڪٽر نيل برنارڊ کان سواءِ باقي اي. اين. سي جي باري ۾ تمام گهٽ ڄاڻ رکندا هئا. اهي مٿينءَ طبقي جا ولنديزي نسل جا آفريڪي پنهنجي نسل جي ٻين ماڻهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ کليل ذهن جا مالڪ هئا. پر اسان جي خلاف ڪيل پروپئگنڊه کان وڌيڪ متاثر هئا. ايترقدر جو ڊاڪٽر نيل، جنهن جو اي. اين. سي جي باري ۾ ڄوڙهو اڀياس هو، سو به معلومات جي لاءِ گهڻو تڻون پوليس ۽ انٽيليجنس جي رپورٽن تي ڀروسو ڪندو هو. جيڪي عام طور تي وڌايل چڙهايل، هٺ ٺوڪيون ۽ تعصب تي ٻڌل هونديون هيون.

مون کي انهن ماڻهن کي نيشنل ڪانگريس جي تاريخ ۽ آزاديءَ جي تحريڪ جي باري ۾ صحيح معلومات ڏيڻ ۽ حڪومت سان اختلافن جي باري ۾ وضاحت ۾ ڪافي محنت ڪرڻي پئي. اسان جي بحث هيٺ ٽي اهم موضوع هئا. هٿياربند جدوجهد، اي. اين. سي جا ڪميونسٽ پارٽيءَ سان لاڳاپا ۽ عوامي (اڪثريتي) اقتدار ۽ نسلي مفاهمت. هٿياربند جدوجهد جو مرحلو ڪافي نازڪ هو. انهيءَ تي ڪيترائي مهينا بحث ٿيندو رهيو. ڪميٽيءَ جي ميمبرن جو زور هو ته باقاعده ڳالهين ۽ صدر بوٿا سان ملاقات کان اڳ اي. اين. سي هٿياربند جدوجهد بند ڪري. هنن جي نظر ۾ تشدد هڪ مجرماڻون عمل هو. جنهن کي حڪومت ڪڏهن به برداشت ڪري نه ٿي سگهي.

منهنجو جواب هي هو ته تشدد جي ذميدار حڪومت ئي آهي. ظلم اُهائي ڪري ٿي. اسين ته فقط جواب ٽا ڏيون ۽ پنهنجي بچاءَ جو حق ٿا استعمال ڪريون. جيڪڏهن حڪومت جبر بدران پُرامن طريقو اختيار ڪري ته ڪانگريس به انهيءَ انداز ۾ آڙرياءَ ڪندي. "تشدد تان دستبرداري جو سڄو دارومدار اوهان تي آهي. اوهين هن وقت مشڪل ۾ آهيو، پر انهي جو نبيرو به اوهان وٽ ئي آهي." مون چيو. ڪين اسان جي ڪميونسٽ پارٽي سان اتحاد تي به انومان هو. هو سوويت يونين کي هڪ خراب ملڪ ۽ ڪميونزم کي شيطاني عمل قرار ڏيندا هئا. سندن خيال هو ته اي. اين. سي تي ڪميونسٽن جو غلبو آهي. تنهن ڪري ڳالهين جي شروع ٿيڻ جي لاءِ ضروري آهي ته ساڻن اتحاد ختم ڪيو وڃي.

مون ڪين ٻڌايو ته آزادي جي ڪابه خوددار تحريڪ، حڪومت جا ان قسم جا حڪم مڃڻ جي لاءِ تيار ٿي نٿي سگهي. مون وضاحت ڪئي ته اي. اين. سي ۽ ڪميونسٽ پارٽي به ڌار ڌار تنظيمون آهن. هنن جو فقط مختصر عرصي جي لاءِ هڪ منصوبي تي اتفاق راءِ

آهي يعني نسل پرست حڪومت جي ظلم ۽ ڏاڍ جو خاتمو ۽ نسلي متڀيد کان آجو ڏکڻ آفريڪا. اسان جا ڪي بہ ڊگهي مدت جا گڏيل مقصد ڪونهن.

ڪيترن ئي مهينن تائين اهو بحث هلندو رهيو. حڪومتي نمائندن جو خيال هو تہ، جيئن تہ اي. اين. سي ۾، ڪميونسٽ ميمبر، نسلي طور تي گهٽ ڪري ڳورا يا هندستاني آهن تنهن ڪري هو ڪارن اڪثريتي ميمبرن تي بهرحال حاوي آهن. مون ڪين سمجهايو تہ ايئن ڪونهي. اسان ڪيترائي ڀيرا ڪميونسٽ ميمبرن جي ڳالهين کي رد ڪيو آهي. پر ڪميٽيءَ جا ميمبر مطمئن ٿيندا نظر نہ پي آيا. نيٺ مون ڪين چيو: "مانوارا صاحبو! اوهين پنهنجو پاڻ کي نهايت ذهين، سگهارا ۽ اثرائتا شخص سمجهو ٿا. نيڪ آهي! هاڻي ڏسو، اوهان ۾ آئون اڪيلو آهيان. جڏهن تہ اوهين چارئي منهنجي فڪر ۽ نظرئي تي حاوي ٿي نٿا سگهو ۽ منهنجي دماغي ڪيفيت بدلائي نٿا سگهون تہ اوهين اهو تصور ڪيئن ٿا ڪري سگهو تہ جتي اوهين ناڪام ٿيا هجو، اتي ڪميونسٽ ڪامياب ٿي سگهن ٿا."

صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جي باري ۾ ڪين اي. اين. سي جي پاليسيءَ تي تشويش هئي. مون ڪين ٻڌايو تہ اسان جو نقط ڪجهہ وڏين صنعتن کي ۽ اهي بہ گهٽ ڪري اهڙيون، جيڪي اڳ ۾ ئي حڪومت جي قبضي ۾ آهن، قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو منصوبو آهي. اسان جو فريڊم چارٽر، سوشلزم تي ٻڌل ڪونهي، پر آفريڪن اسٽائيل ڪيپيٽل ازم جو خاڪو آهي.

اڪثريت جي حڪومت جي باري ۾ بہ هو فڪرمند هئا. هنن مون کان پڇيو تہ مستقل ۾ اقليتن جي حقن جو ڇا ٿيندو. ۽ ڪانگريس انهن جي حقن جي حفاظت ڪيئن ڪندي؟ مون چيو، "ڏکڻ آفريڪا ۾ اي. اين. سي کان وڌيڪ ٻي ڪابہ پارٽي سموري عوام ۽ سيني نسلن جي ٻڌيءَ جي حامي ڪونهي. مون ڪين هڪ ڀيرو ٻيهر فريڊم چارٽر جو حوالو ڏنو. جنهن ۾ صاف لکيل آهي تہ: "ڏکڻ آفريڪا انهن سيني ماڻهن جو وطن آهي، جيڪي منجهس رهن ٿا، پوءِ اهي ڪارا هجن يا ڳورا." مون وڌيڪ چيو تہ "ڳوا رهاڪو مڪمل طور تي آفريڪي آهن. اسين اوهان کي هرگز سمنڊ ۾ ڦٽو ڪرڻ جا روادار ڪونہ هونداسين."

انهن ملاقاتن جو هاڪاري ردِعمل ٿيو. 1988ع ۾ سياري جي منڊ ۾ مون کي ٻڌايو ويو تہ صدر بوٿا مون سان ملڻ جو ارادو رکي ٿو. ملڪ بي سڪونيءَ جو شڪار هو. حڪومت هنگامي حالتون لاڳو ڪري چڪي هئي. بين الاقوامي دباءَ وڌندو پي ويو. ڪيتريون ئي عالمي ڪمپنيون ڏکڻ آفريڪي سرزمين تان تيز گول ڪري چڪيون هيون ۽ آمريڪي ڪانگريس زبردست اقتصادي پابنديون لاڳو ڪري ڇڏيون هيون.

ان کان اڳ اي. اين. سي پنهنجي 75هين سالگرهہ جي موقع تي، تنزانيا ۾ هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس ڪوٺائي چڪي هئي. جنهن ۾ پنجاهہ ملڪن جي نمائندن شرڪت ڪئي. اوليور اعلان ڪيو تہ جيستائين ڏکڻ آفريڪا جي حڪومت نسلي متڀيد جي خاتمي

تي راضي نٿي ٿئي، تيستائين اسان جي هٿيارٻند جدوجهد جاري رهندي. ٻه سال اڳ زيمبيا ۾ ڪوئابل هڪ ڪانفرنس ۾ ٻهريون پيرو قومي مرڪزي ڪميٽي تي مختلف نسلن جي ماڻهن کي چونڊيو ويو هو ۽ زور ڀريو ويو هو ته جيستائين سيني سياسي قيدين کي آزاد نٿو ڪيو وڃي، تيستائين حڪومت سان ڪابه ڳالهه ٻولهه نه ڪئي ويندي.

حڪومتي جبر ۽ تشدد جي هوندي 1987ع جي ڳورين عام چونڊن ۾ نيشنل پارٽي زبردست اڪثريت سان کٽي چڪي هئي. ڪنزرويٽو پارٽي حزب اختلاف ۾ هئڻ جي باوجود به چٽي رهي هئي ته ڪارن جي باري ۾ حڪومت جو رويو ڪافي نرم آهي.

حڪومتي نمائندن سان ڳالهين ٻولهين جي باوجود به آئون ذاتي طور تي ڏکين حالتن کي منهن ڏيئي رهيو هئس. ونِي ٻڌايو ته 'اورلينڊو ويسٽ' ۾ اسان جو گهر دهشتگردن باهه ڏيئي ساڙي ڇڏيو هو. جنهن ۾ اسان جو خانداني اثاثو، نهايت اهم مسودا ۽ ناياب تصويرون رکيل هيون. حڪومت هڪ ڊگهي عرصي کان مون کي قيد ڪري ويٺي هئي. پر انهن تصويرن جي ذريعي منهنجو ماضي جيئرو هو، هن مون کان منهنجون يادگيريون به کسڻ تي چاهيون.

جيل جي پوسل واري ڪوٺيءَ ۾ رهڻ جي ڪري منهنجي صحت تي تمام خراب اثر پئجي رهيا هئا ۽ اڪثر ڪنگهه جو دورو به پوندو هئم. مون انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترائي ڀيرا شڪايت ڪئي، پر ڪنهن به ڌيان نه ڏنو. هڪ ڏينهن منهنجو وڪيل اسماعيل ايوب ملاقات ڪرڻ آيل هو، جو مون هن جي موجودگي ۾ الٽي ڪئي. منهنجي تپاس جي لاءِ ڊاڪٽر گهرايو ويو. جنهن صلاح ڏني ته مون کي اسپتال نيو وڃي. تنهن ڪري سخت حفاظتي بندوبستن ۾ مون کي اسٽيلن بوش يونيورسٽي جي ٽائيگر برگ اسپتال ۾ نيو ويو. جيڪا ڪيپ ٽائون جي هڪ خوبصورت ۽ شاداب علائقي ۾ آهي. اسان جي پهچڻ کان اڳ سڄو علائقو خالي ڪرايو ويو هو ۽ هر پاسي هٿيارٻند گارڊ بيٺا هئا. هڪ نوجوان خوش اخلاق ميڊيڪل آفيسر منهنجي تپاس ڪئي. گلو ڏنو، ڇاتيءَ جو ايڪسري ورتو ۽ ڪيترائي ٻيا ٽيسٽ ڪيا ۽ پوءِ مرڪندي چيائين، "اوهين ته بلڪل نيڪ آهيو. اسين اوهان کي سيائي واندو ڪنداسين." مون کي به حڪومتي وفد سان ڳالهيون جاري رکڻ جي خواهش هئي، تنهن ڪري سندس ٽورو مڃيم. پوءِ هن پڇيو، "اوهين چانهه پيئندا.، مون وراڻيو، "ضرور!" تنهن ڪري هڪ رنگدار نرس چانهه ٽري ۾ کڻي آئي. پر هر طرف هٿيارٻند سپاهين جي موجودگيءَ ۾ هوءَ ايتري ته ڊڄي ويئي جو چانهه سندس هٿ مان ڪري پيئي ۽ هوءَ اٿي ٻاهر ڀڳي.

مون اها رات سخت ٻهري ۾ انهيءَ ئي وارڊ ۾ گذاري. صبح جو اجا مون ناشتو به نه ڪيو هو، جو هڪ پوڙهو ڊاڪٽر آيو. هن جو رويو ٿورو سخت هو. هن منهنجي ڇاتيءَ جو جائزو ورتو ۽ چوڻ لڳو، "تنهنجي ڦڦڙن ۾ ته پاڻي آهي. هن منهنجو ڌيان ڇڪرايو ۽ مون غور سان ڏٺو ته منهنجي ڇاتيءَ جو هڪ پاسو ٻي پاسي کان ٿورو وڌيل هو. ڊاڪٽر نرس کي هڪ سرنج آڻڻ جي لاءِ چيو ۽ پوءِ انهيءَ وسيلي هڪ پنڙو مادو ٻاهر ڪڍيو. پوءِ مون

ڪان پڇيائين، "تو اڄان ناشتو نہ ڪيو آهي." مون نهڪار ۾ جواب ڏنو، تہ هو چوڻ لڳو، "بس اسين توکي هينئر ئي آپريشن ٿيئٽر ۾ وٺي ٿا هلون."

آپريشن ٿيئٽر ۾ مون کي بي هوش ڪرڻ ڪان پوءِ منهنجي سيني مان ٻہ لٽير پٽڙو گند ڪڍيو ويو ۽ مون کي ٻڌايو ويو تہ آئون ٽي. بي جو مريض آهيان، پر اهو مرض اڃا شروعاتي مرحلي ۾ آهي ۽ منهنجي ڦڦڙن کي نقصان ناهي پهتو. ٻن مهينن اندر آئون بلڪل نيڪ ٿي ويندس. ڊاڪٽرن جو خيال هو تہ اهو مرض منهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ پوسل جي ڪري پيدا ٿيو آهي.

يونيورسٽي اسپتال ۾ مون ڇهہ هفتا گذاريا ۽ پوءِ پولزمور جي ويجهو 'ڪانسٽينٽا برگ ڪلينڪ' منتقل ڪيو ويس. اها نهايت شاندار ڪلينڪ آهي ۽ آئون پهريون ڪارو آهيان جنهن کي انهيءَ ۾ داخلا ملي. ٻي ڏينهن صبح جو سوير جيڪو پهريون شخص منهنجي عيادت جي لاءِ آيو، اهو انصاف وارو وزير ڪوبي ڪوئٽسي هو. ساڻس گڏ هڪ فوجي ميجر بہ هو. اڃا اسين عليڪ سليڪ ڪري رهيا هئاسين، جو اردلي ناشتو کڻي آيو. جنهن ۾ ترپل بيدو، ڀڳل گوشت جون ڪيتريون ئي ٻوٽيون ۽ مکڻ لڳل توسٽ هئا. مون کي بلڊ پريشر جي تڪليف بہ هئي. ميجر چيو، "نہ منڊيلا! توکي هي سڀ ڪجهہ کائڻ جي موڪل ڪونهي. ڊاڪٽرن جي منع ڪيل آهي." مون کي ياد نہ پوي تہ مون اهڙو ناشتو ڪڏهن ڪيو هو. مون ٿري مضبوطيءَ سان جهليندي چيو، "ميجر صاحب! جيڪڏهن هي ناشتو مون کي ماري ڇڏيندو تہ آئون مرڻ جي لاءِ تيار آهيان."

•

'ڪانسٽينٽا برگ' ۾ بہ حڪومت جي مقرر ڪيل ڪميٽي ۽ ڪوبي ڪوئٽسيءَ سان منهنجي ملاقات ٿيندي رهي. هڪ ڏينهن ڪوئٽسي چيو تہ هو چاهي ٿو تہ ڪا اهڙي صورتحال نهي پوي جو منهنجي لاءِ قيد ۽ آزادي جي وچ واري زندگي گذارڻ جو بندوبست ڪري سگهجي. آئون فقط ڪلها لوڏي ماٺ ٿي ويس. آئون ايترو سادو بہ ڪونہ هئس، جو ان قسم جي زندگي جو ملهہ ڪٿي نہ سگهان.

اسپتال جو ماحول نهايت آرام ڏيندڙ هو. مون زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو تيمارداريءَ جو مزو ماڻيو. ڳورين ۽ رنگدار نرسن (هتي ڪارين نرسن کي داخل ٿيڻ جي موڪل نہ هئي) منهنجون عادتون بگاڙي ڇڏيون، هو هر گهڙي مون وٽ موجود هونديون هيون ۽ ضرورت جي هر شئي مهيا ڪنديون هيون. هڪ ڏينهن هنن چيو، "مسٽر منڊيلا! اڄ رات اسين هڪ دعوت جو بندوبست ڪري رهيون آهيون. اتي اسين تنهنجو آدرڀاءُ ڪنداسين." مون بہ هاڪار ڪئي. پر انتظاميا مون کي ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ نہ ڏنو. انهي تي نرسن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. هنن چيو تہ هو هر حالت ۾ مون کي شامل ڪرڻ ٿيون چاهين. تنهن ڪري دعوت جو منهنجي ڪمري ۾ بندوبست ڪيو ويو. رات جو ٻڙن ڪن نوجوان عورتون ڪيڪ، شربت ۽ سوکڙيون پاڪڙيون کڻي منهنجي ڪمري ۾ هليون آيون. هٿياربند محافظ ڪين ايندو ويندو ڏسي رهيا هئا. سندن خيال ۾ اهي نازڪ ناريون

سيڪيورٽي رسڪ نہ هيون. هڪ محافظ منع ڪئي تہ مون ڪيس چيو، "تون شايد انهيءَ ڪري سڙين ٿو، جو آئون ڪراڙو شخص انهن حسيناڻن جي ڌيان جو مرڪز ٿو بڻجي رهيو آهيان."

-

ڊسمبر 1988ع جي شروع ۾ منهنجي وارڊ جي نگراني سخت ڪئي ويئي. آئون سمجهي ويس تہ ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي. 19 تاريخ تي پوئين پهر ڏاري ميجر مارس آيو ۽ چيائين آئون جلدي تيار ٿي وڃان. "ڪيڏانهن وڃڻ جي لاءِ؟" هو ٻڌائي نہ سگهيو. مون سامان ٻڌو ۽ پرياسي نظر وڌم تہ جيئڻ نرسن جي مهرباني مڃي سگهان. پر انهن مان ڪابہ اُتي موجود نہ هئي. تنهن ڪري آئون ڪانئن موڪلائڻ کان سواءِ ئي هليو آيس. اسين ڪلاڪ کن سفر ڪرڻ کان پوءِ "وڪٽر ورسٽرجيل" جي سامهون موجود هئاسين. آئون انهيءَ هنڌ کان واقف هئس. اهو جيل، ڪيپ ڊچ ٽائون جي خوبصورت علائقي ۾ آهي، جيڪو انگور جي باغن جي ڪري مشهور آهي. وڪٽر ورسٽرجيل جديد سهوليتن جي حوالي سان مشهور آهي. اسين وڏي دروازي مان لنگهي بلڪل آخري ڇانوري واري حصي ۾، ڇن جي پوڇي ڪيل هڪ ماڙ ڪاٽيج ۾ وڃي پهتاسين. جنهن جي سامهون پٿرن جي ديوار حائل هئي ۽ سرءُ جا وڏا وڻ بيٺل هئا. ميجر مون کي اها ڪاٽيج ڏيکاري. انهيءَ ۾ هڪ وڏو بيڊ روم، چڱو موچارو خلاصو رڌڻون، لائونج، پوئين پاسي بہ ننڍا ننڍا سمهڻ جا ڪمرا ۽ تلاءُ هو. هتي مناسب قسم جو فرنيچر بہ موجود هو. پر لڳو ايئن ٿي تہ ڪافي وقت کان اها خالي پيل هئي ۽ انهيءَ جي صفائي نہ ڪئي ويئي هئي. جنهن ڪري پانت پانت جا جيت جٺيا گهمي ڦري رهيا هئا. مون سمهڻ کان اڳ هنڌ چنڊيو ۽ پنهنجي انهي نئين گهر ۾ لت ڪوڙي سمهي رهيس. صبح جو اُٿي ٻاهر نڪتس ۽ گهر جو جائزو ورتم. گهر کي چئني طرفن ڏگهن وڻن گهيري رکيو هو، جنهن جي ڪري ٿوري خنڪي بہ محسوس ٿيندي هئي. اهو هڪ خوبصورت گهر هو ۽ انهيءَ ۾ خراب ڳالهہ فقط اها هئي تہ چئني طرفن لوهہ جون مضبوط تارون ۽ دروازي تي هٿياربند گارڊ موجود هئا. جڻ آزادي ۽ قيد جي وچ واري حالت هئي.

پوئين پهر 'ڪوبي ڪوئٽسي' ملاقات جي لاءِ آيو ۽ پاڻ سان گڏ ڪجهہ ديسي مشروبات بہ کڻيو آيو. حيرت ٿيم. جيلر قيديءَ کي تحفا ڏيئي رهيو هو. اسان ٻنهي کي انهيءَ جو چڱي طرح احساس هو. هو ڏاڍي گرم جوشيءَ سان مليو ۽ اميد ظاهر ڪيائين تہ مون کي اهو نئون گهر وڻندو. هن پرياسي جو جائزو ورتو ۽ حڪم ڏنائين تہ منهنجي مڪمل خلوت جي خاطر پتيون ٿوريون اوچيون ڪيون وڃن. سندس چوڻ هو نہ هڪ آزاد انسان جي حيثيت اختيار ڪرڻ کان اڳ اهو منهنجو آخري ٺڪاڻون هوندو. هتي رهي آئون آرام ۽ سڪون سان بحث ۽ مباحثي ۾ حصو وٺي سگهندس.

هڪ لحاظ کان انهي گهر مون کي آزاديءَ جي فريب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. هتي آئون پنهنجي مرضي سان سمهي ۽ اٿي سگهيس ٿي. جنهن مهل بہ مرضي ٿيم ٿي اوڏي مهل

تري تي سگهيس ۽ ماني ڪائي تي سگهيس. ٻاهر نڪري پسار به ڪري تي سگهيس. هتي درين تي لوهي شيخون لڳل نه هيون. چاٻين جي جهنڪار به ٻڌڻ ۾ نه ٿي آئي. دروازا کولڻ ۽ بند ڪرڻ جي پابندي به نه هئي. هڪ بلڪل نئون خوشگوار ماحول هو. بهرحال مون انهيءَ حقيقت کي فراموش نه ڪيو ته اهو منهنجو هڪ پنجرو هو. منهنجي خذمت جي لاءِ هڪ باورچي به ڏنو ويو. وارنٽ آفيسر سوارٽ ڊگهي قد جو، خاموش طبع ولنديزي نسل جو آفريقي هو. هو رابن آئي لينڊ ۾ داروغو رهي چڪو هو ۽ مون کي انهي زماني جون ڪئين ڳالهيون ٻڌائيندو هو. هو اسان کي چن جي ڪاڻ تي آڻڻ ۽ نيڻ جو ذميدار هو. ڏاڍو خوش اخلاق، غير متعصب نوجوان هو ۽ مون سان نندي ڀاءُ جيان، پيش ايندو هو. هو صبح جو ستين بجي ڪاٽيج ۾ پهچي ويندو هو. ناشتو تيار ڪندو هو. منجهند جي ماني پچائيندو هو. مون کي ڪارائي پوءِ ڊنر تيار ڪري سڀ شيون ترتيب سان رکندو هو ۽ چوندو هو ته اوهان کي ڪا شئي گرم ڪرڻي هجي ته مائيڪرو ويو اوون ۾ رکي ڇڏجو. اها منهنجي لاءِ هڪ نئين شئي هئي. هو ڏاڍا مزيدار ڪاڌا رڌيندو هو، پر منهنجي ڊاڪٽرن جي هدايتن جو مڪمل خيال رکندو هو.

سوارٽ کي هر قسم جا ڪاڌا رڌڻ ايندا هئا. هتي منهنجي ملاقاتين کي به اچڻ جي موڪل هوندي هئي. هو سڀ سنڌس مهارت جي هاڪ هڻندا هئا. حڪومت سياسي اڳواڻن کي به مون سان ملڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي هئي، پر آئون ڪين پوڳ ڪندي چوندو هئس ته اوهين رڳو سنو ۽ لذيذ ڪاڌو کائڻ جي لاءِ ايندا آهيو.

هڪ ڏينهن آئون رڌڻي ۾ گهڙي ويس ۽ ڪجهه ٿانوَ ڌوئڻ لڳس. جنهن تي سوارٽ سخت احتجاج ڪيو ۽ چيو: "اهو منهنجو فرض آهي. اوهين آرام سان پنهنجي ڪمري ۾ وڃي ويهو." مون چيو ته تون رڌ پچاءُ ڪرين ٿو، ڪجهه ته مون کي به ڪرڻ کپي. آئون صبح جو سوير اُٿي پنهنجو هنڌ بسترو ٺاهيندو هئس. هو چوندو هو ته اهو سڀ ڪجهه سنڌس فرضن ۾ شامل آهي. پر آئون هڪ ڊگهي عرصي کان ڪم ڪندو پي آيس ۽ اهو منهنجي زندگيءَ جو لازمي حصو بنجي چڪو هو.

آئون ۽ وارنٽ آفيسر سوارٽ هڪٻئي جا مددگار بنجي وياسين. ڪيس به ولنديزي نسل جي ٻين نوجوانن جيان انگريزي سکڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ آئون سدائين انهيءَ ڪوشش ۾ رهيس ته ولنديزي طرز جي آفريڪي زبان تي مهارت حاصل ڪريان. مون ڪيس چيو، "ٺيڪ آهي آئون توسان انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندس تون 'آفريڪان' ۾ جواب ڏيندو ڪر." اهڙي طرح اسين ٻئي ٻنهي زبانن جي مشق ڪندا هئاسين.

ڪڏهن ڪڏهن آئون ڪيس ننڍپڻ جا ڪاڌا مڪئي، لوبيا وغيره رڌڻ جي لاءِ چوندو هئس. هڪ ڏينهن مون ڪيس چيو ته اڄ "ڳاڙها چانور" تيار ڪر. اهي چانور اسين جنگ واري زماني ۾ کائيندا هئاسين، جڏهن اڇن چانورن جي ڏاڍي کوٽ هوندي هئي. هو اهي چانور ڪٿان هٿ ڪري آيو. مون ته مزي ۽ موج سان کاڌا، پر ڪيس نه وڻيا ۽ هن چيو آئينده اهڙا چانور خود اوهان کي رڌڻا پوندا. هڪ ڏينهن دلہ عمر، اسماعيل ايوب ۽ جارج

بزاس ملاقات جي لاءِ اچي رهيا هئا. مون ڪيس هڪ سستي قسم جو مقامي مشروب آڻڻ جي لاءِ چيو، جيڪو منهنجي هڪ غير مسلم دوست بزاس جي لاءِ گهربل هو. پر هن نه مڃيو ۽ چيو ته آئون اوهان جي مهمانن جي لاءِ عمدي قسم جو مشروب ئي آڻيندس.

•

سرڪاري ڪميٽيءَ سان ملاقاتون جاري رهيون. پر هٿياربند تحريڪ، ڪميونسٽ پارٽي سان اسانجن لاڳاپن ۽ اڪثريتي اقتدار جي باري ۾ اختلافن جي ڪري ڳالهيون ٻولهيون اڳيان نه ٻي وڌيون. آئون ڪوٽسي تي زور ڀريندو رهيس ته صدر بوٿا سان منهنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو وڃي. انهي دوران حڪومت مون کي پولز مور ۽ رابن آئي لينڊ جيلن جي ساٿين ۽ لوساڪا ۾ ڪانگريس جي عهديدارن سان لکپڙهه جي موڪل ڏيئي ڇڏي.

جنوري 1989ع ۾ پولز مور قيد خاني مان منهنجي ڇڻ دوستن کي منهنجي ملاقات جي لاءِ آندو ويو. مون ڪين صدر مملڪت کي موڪلڻ لاءِ يادداشت جي باري ۾ اعتماد ۾ ورتو. اسان چاهيو ٿي ته صدر سنڻون سڌو اسان جي منصوبي کان واقف ٿي سگهي ۽ ڪيس خبر پئي ته اسين دهشت پسند نه پر اعتدال پسند سياسي ڪارڪن آهيون. مون صدر بوٿا کي لکيو: "ٻين ڪيترن ئي هم وطنن جيان مون کي به آفريقي معاشري جي ٻن ٽار ٽار، پر باهمي طور تي سخت مخالف گروهن جي ورهاست تي سخت تشويش آهي، ڪارا هڪ طرف آهن، ته ڳورا بلڪل ٻي طرف. انهيءَ تعصب واري ورهاست کي ختم ڪرڻ جي لاءِ پاڻ ۾ ڳالهين ٻولهين جي سخت ضرورت آهي. اهم موضوعن تي پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کپي."

"جيستائين هٿياربند جدوجهد ختم ڪرڻ جو تعلق آهي ته اهو ڪو وڏو مسئلو ڪونهي... سچي ڳالهه ته اها آهي، جو حڪومت اڃا سوڌي ڪارن سان اقتدار ۾ سهڪار لاءِ تيار ڪونهي. ڪميونسٽ پارٽيءَ سان اسان جن لاڳاپن جي نوعيت هيءَ آهي ته اسين انهن جي اثر هيٺ ڪونه آهيون. پر ڪوبه عزت ڀريو شخص پنهنجي سڄي عمر جي حامين کي پنهنجي گڏيل مخالف جي ڪري ڇڏڻ جو تصور به نٿو ڪري سگهي. نه ته انهيءَ جي اعتماد کي ڌڪ لڳندو.

"اڪثريتي اقتدار ۽ اندروني سلامتي هڪ ئي سڪي جا ٻه پاسا آهن. انهيءَ حقيقت جو اعتراف ڪرڻ کپي. ضروري آهي ته ملڪ ۾ هڪ وحداني طرز جو اڪثريتي اقتدار تي ٻڌل حڪومت ۽ ڳوري آبادي جي انهي خدشي تي ڳالهه ٻولهه ڪجي ته اڪثريتي اقتدار جو مطلب ڪارن جو ڳورن تي غلبو نه هوندو."

مون لکيو ته 'ڊيڊ لاڪ کي ختم ڪرڻ ۽ سياسي صورتحالي کي اعتدال جي واٽ تي آڻڻ جي لاءِ هي بهترين موقعو آهي. مون کي اميد آهي ته اوهين بنا ڪنهن دير جي انهي مان ڀرپور فائدو وٺندا.'

پر دير ته ٿيڻي ئي هئي. جنوريءَ ۾ پي ڊبليو بوٿا، اوچتو هڪ اهڙو قدم کنيو،

جنهن جي ڪري سندس پوزيشن گهٽي ڪمزور ٿي ويئي. هن غير متوقع طور تي نيشنل پارٽي جي صدارت تان استعيفيٰ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. ڏکڻ آفريڪا ۾ اهو هڪ غير معمولي قدم هو. هتي سدائين اڪثريتي پارٽي جو اڳواڻ ئي ملڪ جو صدر ٿيندو هو. ڪيترن ماڻهن ان مان ٻه هاڪاري پهلو ڪڍي ورتو. سندن خيال هو ته صدر پنهنجو پاڻ کي پارٽي سياست کان مٿانهون ظاهر ڪرڻ ٿو چاهي ته جيئن ملڪ ۾ حقيقي تبديلي اچي سگهجي.

ڏکڻ آفريڪا ۾ تشدد جاري هو. بين الاقوامي دٻاءُ ۾ به واڌارو ٿي رهيو هو. سڄي ملڪ ۾ سياسي قيدين جي بک هڙتال جاري هئي. نسلي متڀيد جي خلاف ٽريڊ يونين ۽ سياسي پارٽيون گڏجي سول نافرماني جي تحريڪ جي شروعات ڪري رهيون هيون. بين الاقوامي فرنٽ تي اوليور ٽامبو متحرڪ هو. هو برطانيا ۽ روس جي حڪومتن سان ڳالهيون ڪري چڪو هو ۽ واشنگٽن ۾ پرڏيهي وزير جارج شلز سان به سندس ڳالهيون ٿي چڪيون هيون. آمريڪا، مسئلي جي ڇيڙي نبيري ۾ اي. اين. سي کي هڪ اهم جُز ڪري مڃيو هو ۽ ڏکڻ آفريڪا جي خلاف اقتصادي پابنديون برقرار رکيون هيون.

•

ونيءَ پنهنجي حفاظت جي لاءِ ڪجهه نوجوان ڪارڪنن کي پنهنجو باڊي گارڊ بنائي رکيو هو. پر اهي نوجوان اڻ سکيل ۽ غير منظم هئا. تنهن ڪري انهن مان هڪ قتل جي ڪيس ۾ ملوث پاتو ويو ۽ عملدارن به هرويرو ونيءَ کي انهيءَ جو ذميدار قرار ڏنو. جيتوڻيڪ ان ۾ ونسي جو ڪوبه ڏوهه نه هو. بهرحال اها هڪ پريشان ڪندڙ صورتحال هئي.

انهيءَ سال جولاءِ جي مهيني ۾ منهنجي 71هين سالگره جي موقعي تي منهنجي گهر جا سمورا ڀاتي وڪٽر ورسٽر ۾ ملاقات جي لاءِ آيا. اهو پهريون موقعو هو، جو منهنجي زال، ٻار، پوٽا ۽ پوٽيون، ڏوهٽا ۽ ڏوهٽيون هڪ هنڌ گڏ ٿيون هيون. اهو نهايت خوشيءَ وارو ۽ عظيم لمحو هو. وارنٽ آفيسر سوارٽ انهيءَ موقعي تي خاص قسم جا طعام تيار ڪيا. ٻارڙا منهنجي بيڊ روم ۾ ويٺا ديڇاريندڙ قسم جون فلمون ڏسندا رهيا ۽ وڏا، لائونج ۾ ويٺا ڪچهري ڪندا رهياسين. پنهنجي سڄي گهراڻي کي هڪ هنڌ، پاڻ وٽ گڏ ڏسي آئون بيحد خوشي محسوس ڪري رهيو هئس. ڏک فقط انهيءَ ڳالهه جو هئم ته هڪ ڊگهي عرصي تائين ان قسم جي خوشيءَ جي گهڙين کان محروم رهندو پيو آيس.

•

اها جولاءِ جي چوٿين تاريخ هئي. جڏهن صبح جو سوير جنرل وليمز ملاقات جي لاءِ اچي سهڙيو. ۽ مون کي چيائين ته آئون تيار رهان، جو ٻي ڏينهن صبح جو ساڍي پنجين بجي مون کي صدر بوٿا سان ملاقات جي لاءِ نيو ويندو. پر اها فقط ڪرٽسي ڪال (Courtesy Call) هوندي. انهي تي مون کيس چيو ته مون کي ڪافي عرصي کان انهيءَ ملاقات جو اوسيئڙو هو. پر آئون هنن پراڻن ڪپڙن ۾ مسٽر بوٿا سان ملڻ ڪين ويندس. انهيءَ جي لاءِ مون کي سٺا ڪپڙا گهرجن. جنرل انهي ڳالهه سان اتفاق ڪيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ هڪ

درزي منهنجي ماپ جي لاءِ اچي پهتو. ٻي ڏينهن صبح جو سوير مون کي نئون سوٽ، نڪٽائي قميص ۽ جوتن جو جوڙو مهيا ڪيو ويو. وچڻ کان اڳ ڪنهن ٻه هنگامي صورتحال کي نظر ۾ رکندي منهنجي رت جو نمونو ٻه حاصل ڪيو ويو.

مون صدر سان ملاقات جي پوري تياري ڪئي هئي سائس ڳالهين جي لاءِ پنهنجي نوٽس ۽ ياداشتن جو نئين سر جائزو ورتم. صبح جو اخبارن ۽ رسالن جو ڌيان سان مطالعو ڪيم. بوٿا جي استعيفيٰ کان پوءِ ايف. ڊبليو ڊي ڪلارڪ پارٽيءَ جو نئون صدر چونڊيو هو. ڪجهه ماڻهن جو خيال هو ته بوٿا فقط پنهنجي حريف کي ڊيجارڻ جي لاءِ مون سان ملاقات ڪري رهيو آهي. بهرحال منهنجي لاءِ اهي ڳالهيون اڻ لاڳاپيل هيون. مون پنهنجي ذهن ۾ انهن سوالن کي، جيڪي صدر ڪري ٿي سگهيو ۽ انهن جوابن کي جيڪي آئون پيش ڪندس، ورجايو. پنهنجي ڪنهن ٻه مخالف سان ملڻ وقت اوهان کي يقين هئڻ کپي ته اوهان پنهنجو اهو پيغام پهچائي ڇڏيو آهي، جيڪو اوهين هن تائين پهچائڻ چاهيو ٿي.

صبح جو سوير آءٌ ڪافي دٻاءُ محسوس ڪري رهيو هئس. مسٽر بوٿا هڪ وڏو واڳون هئڻ جي شهرت رکندو هو. مون سنديس خونخوار ۽ سخت سياءُ جي باري ۾ گهڻو ڪجهه ٻڌو هو. منهنجي تصور ۾ هو هڪ پراڻي انداز جو ڦونڊ ۾ پريل، ڪلي ٽيل ڪنڌ، ۽ ضدي طبيعت جو ولنديزي نسل جو مڪمل نمونو هو. جيڪو ڳالهين ٻولهين جي بدران رڳو حڪم هلائڻ چاهُندو هو. مون پڪو پهه ڪري ورتو ته جي هن دڙڪي داٻ وارو رويو اختيار ڪيو ته آئون کيس صاف صاف چئي ڇڏيندس مون کي اهو انداز قبول ڪونهي ۽ هڪدم اُٿي بيهي رهندس ۽ ملاقات ملتوي ٿي ويندي.

صبح جو ٺيڪ ساڍي پنجين بجي وڪٽر ورسٽرجيل جو انچارج ميجر مارِس ڪاٽيج ۾ پهچي ويو. آءٌ نوان ڪپڙا پايو بيٺو هئس. هن منهنجو جائزو ورتو ۽ چيو، "نه منڊيلا! تنهنجي ٽائي صحيح ڪونهي." مون ڪافي عرصي کان پوءِ ٽائي لڳائي هئي ۽ حقيقت ۾ انهيءَ جو استعمال وساري وينو هئس. ميجر اڳيان وڌي منهنجي ٽائي لاٿي ۽ اها ٻيهر صحيح طريقي سان 'ڊبل ناٽ' سان گڏ منهنجي ڪالر جي هيٺان هنيائين ۽ چوڻ لڳو، "ها، هاڻ ٺيڪ آهي."

اسين ڪار ۾ ويهي، پولزمور ۾ جنرل وليمز جي گهر روانا ٿياسين، جتي جنرل جي زال اسان کي ناشتو پيش ڪيو. ناشتي کان پوءِ اسين هڪ ننڍڙي قافلي جي صورت ۾ صدر جي سرڪاري آفيس 'ٽوئين هوئيز' پهتاسين، جيڪا اوٽوپهه صدي جي شاندار عمارت آهي. آئون انهي وقت اِها چڱي طرح ڏسي نه سگهيس، ڇو ته هڪ لحاظ کان مون کي اتي 'اسمگل' ڪري آندو ئي ويو. اسان جي گاڏي عمارت جي تهه خاني ۾ نيئي ويئي. جتان کان هڪ لفٽ وسيلي پهرين ماڙ تي صدر جي آفيس جي ڪمري جي ٻاهر لابيءَ ۾ وچي پهتاسين. هتي ڪوئٽسي، ڊاڪٽر نيل برنارڊ ۽ ٻيا ڪيترائي اعليٰ عملدار مليا. ڪوئٽسي ۽ ڊاڪٽر برنارڊ اڳ ۾ ئي مون کي ٻڌائي ڇڪا هئا ته جڏهن آئون صدر سان ملان ته ڪنهن ٻه اختلافي مسئلي تي ڳالهائڻ کان پاسو ڪريان. اجا اسين اندر وچڻ جا منتظر

هئاسين ته ڊاڪٽر برنارڊ جي نظر منهنجي بوٽن تي پيئي. هن ڏٺو ته منهنجي بوٽ جا ڪشا صحيح نموني ٻڌل نه هئا. هو هڪدم جهڪيو ۽ ڪشا درست ڪيائين، آئون سندس ٻي چيني ۽ پريشاني کي چڱي طرح محسوس ڪري رهيو هئس. پوءِ دروازو کليو ۽ آئون بدترين صورتحال جي توقع ڪئي اندر گهڙيس.

صدر پي ڊبليو بوٿا پنهنجي وڏي ۽ ويڪري ڪمري جي ٻي طرف کان هلي مون ڏانهن وڌيو. هن پنهنجي رفتار جي اڳواٽ رٿابندي ڪري ڇڏي هئي. ڇو ته اسين ڪمري جي بلڪل وچ ۾ پاڻ ۾ ملاقي ٿياسين. هن پنهنجو هٿ مرڪندي اڳيان وڌايو ۽ سچي ڳالهه اها آهي ته هو پهرين ئي گهڙي مون کي مڪمل طور تي ٻي هٿيار ڪري چڪو هو. هو نهايت سٺي، مؤدب ۽ دوستاني انداز ۾ مون سان ملي رهيو هو.

پوءِ اسان ٻنهي جو هٿ ملائيندي فوٽو ڪڍيو ويو. تنهن کان پوءِ ڪوبي ڪوئٽسي، جنرل وليمز ۽ ڊاڪٽر برنارڊ به اندر آيا. چانهه پيش ڪئي ويئي ۽ ڳالهيون شروع ٿيون. اهي ڳالهيون جذباتي سياسي ماحول کان آجيون هيون. ايئن ٿي لڳو ته اسين ڪنهن دلچسپ ٽيوٽوريل گروپ ۾ ويٺا آهيون. اسين اصل سياسي مسئلن بدران، ڏکڻ آفريڪا جي تاريخ ۽ ڪلچر جي باري ۾ ڳالهيون ڪندا رهياسين. مون ڪيس ٻڌايو ته مون اجا تازوئي هڪ رسالي ۾ 1914ع جي ولنديزي- آفريڪي بغاوت جي باري ۾ پڙهيو آهي، جنهن دوران ولنديزي نسل جي آفريڪين فري اسٽيٽ جي ڪيترن ئي شهرن تي قبضو ڪري ورتو هو. انهي واقعي تي اسين ڪافي دير ڳالهائيندا رهياسين. حقيقت ۾ ڏکڻ آفريڪا جي تاريخ ڪارن ۽ ڳورن جي لاءِ مختلف مفهوم رکندي هئي. سندن چوڻ هو ته اها لڙائي دراصل ڀن ڀائرن جي وچ ۾ لڙائي هئي. جڏهن ته اسان جي جدوجهد انقلابي انداز جي آهي. مون چيو، "اسان جي انهي جدوجهد کي به ڀن ڀائرن جي لڙائي سمجهڻ کپي. فرق فقط ايترو آهي ته ٻنهي جو رنگ مختلف اهي."

اها گڏجاڻي اڌ ڪلاڪ تائين دوستاڻي ۽ تڌي ماحول ۾ ٿيندي رهي. پوءِ مون هڪ سنجيده سوال اُٿاريو. مون مسٽر بوٿا کي چيو هو مون سميت سڀني سياسي قيدين کي غير مشروط طور تي ڇڏي ڏي. ماحول هڪدم بدلجي ويو. هن ورائيو، "مون کي ڊپ آهي ته آئون شايد ايئن نه ڪري سگهان." پوءِ هي مسئلو سامهون آيو ته جيڪڏهن هن ملاقات جي خبر ڇپرائي وڃي ته ڇا ٿيندو. بهرحال، جلد ئي هڪ مسودو تيار ڪيو ويو، جنهن ۾ چيو ويو هو ته اسان گڏجي چانهه پيتي ۽ ملڪ ۾ امن امان جي ڪوشش جي قيام جو جائزو ورتو.

خبر جي مسودي تي اتفاق راءِ ٿي ويو ته مسٽر بوٿا پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي کڙو ٿيو ۽ مون سان هٿ ملايو ۽ چيو، اها هڪ خوشگوار ملاقات هئي... واقعي اها خوشگوار ملاقات هئي. مون سندس ٿورو مڃيو ۽ جنهن رستي تان اندر آيا هئاسين انهي ئي رستي تان واپس موٽياسين.

انهيءَ ملاقات سان ڳالهين ٻولهين جي لحاظ کان ڪا برف ته ڳري ڪانه سگهي. پر

هڪ لحاظ کان اهو نهايت اهم واقعو هو. مسٽر بوٿا ڳچ عرصي کان دريا روبي ڪون اڪرڻ جي ضرورت جون ڳالهيون ڪندو هو. پر حقيقت ۾ هو 'ٽوئين هوئيز' جي انهي صبح تائين ايئن ڪري نہ سگهيو هو. آئون محسوس ڪري رهيو هئس تہ هاڻ سنڌس واپسي ناممڪن هوندي.

هڪ مهيني کان پوءِ آگسٽ 1989ع ۾ پي ڊبليو بوٿا، پنهنجي ٽيليويزن تي خطاب جي دوران صدارت تان استعيفيٰ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. پنهنجي الوداعي تقرير ۾ هن ڪابينا جي ميمبرن پاران ڪيس نظر انداز ڪرڻ ۽ اي. اين. سي جي هٿن ۾ ڪيڏڻ جو الزام هنيو. ايف ڊبليو ڊي ڪلارڪ قائم مقام صدر جو قسم کنيو ۽ تبديلين ۽ سڌارن جي باري ۾ پنهنجي عزم کي ورجايو.

اسان جي ويجهو ڊي ڪلارڪ ٻڙي هو. بهرحال ڪيس پنهنجي پارٽي انهيءَ عهدي جي لاءِ چونڊيو هو. بظاهر تہ سنڌس شخصيت ۾ سڌارن جو روح روان دوان هو. وزير تعليم جي حيثيت سان هن ڪارن شاگردن کي، ڳورن جي يونيورسٽين کان پري رکڻ جي ڀربور ڪوشش ڪئي هئي. پر آئون، نيشنل پارٽي جو صدر بڻجڻ کان پوءِ سنڌس قدمن جو جائزو وٺندو رهيس. سنڌس تقرير ڌيان سان پڙهيم ۽ محسوس ڪري رهيو هئس تہ سنڌس روبي ۾ پنهنجن ٻين پيشروئن جي ڀيٽ ۾ چڱي موچاري تبديلي اچي چڪي هئي. هو نظرياتي کان وڌيڪ عمليت پسند شخص هو. سنڌس خيال ۾ تبديلي ضروري هئي ۽ انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو بہ ڪونہ هو. ٻي ڏينهن مون ڪيس هڪ خط لکي ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو.

مسٽر ڊي ڪلارڪ پنهنجي پهرين تقرير ۾ چيو تہ حڪومت امن ۽ امان تي يقين رکي ٿي ۽ هر انهيءَ گروهہ سان ڳالهين جي لاءِ تيار آهي، جيڪو امن ۽ سلامتي جو خواهشمند آهي. سنڌس انهي عزم جو مظاهرو هڪدم ڏسڻ ۾ آيو. ڪيپ ٽائون پوليس جي ظلمن جي خلاف بشپ ٽوٽو ۽ پادري الن بوسڪ جي اڳواڻيءَ ۾ احتجاجي مظاهري جو اعلان ٿيو. بوٿا جو زمانو هجي ها تہ ڪر مظاهري کي قانون جي خلاف ڏيئي، جبر ذريعي روڪيو وڃي ها ۽ تشدد ٿئي ها. پر نئون صدر سياسي ميڙن تي پابنديون نرم ڪرڻ جي عهد تي قائم رهيو ۽ مظاهري جي موڪل ڏيئي ڇڏيائين. فقط اها پابندي هنئي ويئي تہ مظاهرين پرامن رهندا. واڳ هڪ نئين ۽ مختلف هٿ ۾ هئي.

•

ڊي ڪلارڪ صدر ٿيو تہ بہ مذاڪراتي ڪميٽيءَ سان منهنجون ملاقاتيون جاري رهيون. هاڻي انهيءَ ڪميٽي ۾ دستوري معاملن جو وزير گيرٽ ولجوئن بہ شامل ٿي چڪو هو. هو نهايت ذهين ۽ لائق شخص هو. هن ادب ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. مون حڪومت تي زور ڀريو تہ هوءَ خيرسگاليءَ جي طور تي سيني قيد سياسي اڳواڻن کي غير مشروط طور تي آزاد ڪري ڇڏي. هن جو رويو يقينن سنو هوندو. انهيءَ جو مظاهرو اڳ ۾ ئي 1987ع ۾ گوون مبيڪي جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ ٿي چڪو هو.

10 آڪٽوبر 1989ع تي صدر ڊي ڪلارڪ اعلان ڪيو ته والٽر سيسولو، ريمانڊ مهلبا، احمد ڪيٿراڊا، انڊريو، الياس، جيف ميسي مولا، ملٽن ۽ آسڪر کي آزاد ڪيو پيو وڃي. انهن مان پولزمور ۾ قيد ڪجهه ساٿي صبح مهل مون سان ملڻ جي لاءِ آيا. ۽ مون کين خدا حافظ چيو. اهي ڏاڍا جذباتي لمحا هئا. محسوس ائين پي ٿيو ته ترت آئون به ساڻن وڃي ملندس. پنجن ڏينهن کان پوءِ جوهانسبرگ جيل جا قيدي به آزاد ڪيا ويا. حڪومت جي انهيءَ قدم جي ملڪ جي اندر ۽ ٻاهر واکاڻ ڪئي ويئي. مون به ڊي ڪلارڪ کي تحسين ۽ آفرين جو پيغام موڪليو. اهو بيحد خوشيءَ جو ڏينهن هو. ڊي ڪلارڪ پنهنجي وعدي تي قائم رهيو هو. سيڙي پابنديون ڪنيون ويون هيون ۽ هاڻي اهي اي. اين. سي جي نمائندن طور ڳالهه ٻولهه جي لاءِ تيار هئا. اسين پنهنجي اصولن تي سختي سان قائم رهيا هئاسين ۽ اسان جي ڏکي جدوجهد جي ڪاميابي بنهه ويجهو نظر اچي رهي هئي.

ڊي ڪلارڪ نسلي متڀيد جي سلسلي ۾ قائم بلند عمارتن کي هڪ هڪ ڪري ڪيرائڻ شروع ڪيو. هن ڏکڻ آفريقا جي ساحلي تفريح گاهن کي سڀني جي لاءِ کولي ڇڏيو ۽ 1953ع جي قانون تحت Petty aparthead (ننڍا ننڍا نسلي فرق) رد ڪري ڇڏيا. جن جي آڌار تي باغن ۽ تفريح گاهن، ٿيٽر، هوٽلون، بسون، لائبرريون ۽ ايتري قدر جو ڪاڪوس خانا به مختلف نسلن ۽ رنگن جي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪيا ويا هئا. هن جلد ئي نيشنل سيڪيورٽي سسٽم کي به ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. جنهن تحت نسلي متڀيد جي خلاف ڪجندڙ قدمن تي پابندي هنئي ويئي هئي.

ڊسمبر جي شروع ۾ مون کي ٻڌايو ويو ته 12 ڊسمبر تي ڊي ڪلارڪ سان منهنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو پيو وڃي. انهي دوران مون پنهنجن نون ۽ پراڻن ساٿين سان ملاقاتن ۽ صلاح مشورن جو سلسلو شروع ڪري ڇڏيو. انهن ۾ عوامي جمهوري تحريڪ ۽ يو ڊي ايف جا اڳواڻ به شامل هئا. تنهن کان سواءِ نيشنل مائن ورڪرز يونين جو نوجوان صدر سائرل راما ڦوسا، ليڪوٽا 'دهشت' ۽ ٽوڪيو سيڪسويل به ملاقات جي لاءِ آيا. انهن منجهند جي ماني به مون سان ڪاٽيج ۾ کاڌي. اهي نوجوان بي حد پيٽوڙي هئا. سوارث کي شڪايت هئي ته هي متان اسان کي به کائي نه وڃن.

دوستن جي صلاح مشوري کان پوءِ خط جو مسودو تيار ڪيو ويو، جيڪو صدر ڊي ڪلارڪ کي موڪليو ويو. خط ۾ مون لکيو: موجوده ڇڪتاڻ ڏکڻ آفريقا جو رت چوسي رهي آهي. انهيءَ جو هڪ ئي علاج آهي ڳالهيون. اي. اين. سي انهن جي لاءِ راضي آهي. پر بنا شرط جي. خاص ڪري اسان کي هٿياربند جدوجهد اڳوات ختم ڪرڻ جو شرط منظور ڪونهي. البت امن امان جي بحالي، جنهن جي حڪومت دعويدار آهي. تنهن جي خاطر اسين هر وقت ڳالهين ٻولهين جي لاءِ تيار آهيون.

مون مسٽر ڊي ڪلارڪ کي سندس پهرين صدارتي تقرير ياد ڏياري ۽ چيو ته سڄي دنيا ۾ انهيءَ جي ڪري سنين توقعات جو اظهار ٿيو آهي ۽ ماڻهن کي اميد آهي ته هڪ نئون ڏکڻ آفريقا وجود ۾ اچي رهيو آهي. سياسي مفاهمت ڏانهن پهرين وک اها ٿيندي ته

نسلي فرق جي عمارت کي مڪمل طور تي ڊاهي پٽ ڪيو وڃي. ڳالهين جي راهه ۾ خود حڪومت ئي رڪاوٽ پيدا ڪئي آهي، جيڪا ڪيس هٽائڻي پوندي. انهي سلسلي ۾ حڪومت کي دير نه ڪرڻ کپي. مون ڪيس اي. اين. سي جي هراري ڊڪليئريشن جو حوالو به ڏنو، جنهن اسان جي مطالبن جي مڪمل عڪاسي تي ڪئي. مون ڪيس لکيو ته ڳالهين جي ڪاميابي جي لاءِ بنا ڪنهن دير جي هنگامي حالتن جي خاتمي ۽ ٻنهي ترين پارين جنگ بندي جو اعلان اهم هوندو. ڳالهين ڪان هڪ ڏينهن اڳ صدر کي منهنجو خط پهچايو ويو.

•

13 ڊسمبر تي هڪ ڀيرو ٻيهر مون کي 'ٽوئن هوئيز' نيو ويو. ڊي ڪلارڪ سان منهنجي ملاقات انهيءَ ساڳئي خلاصي ڪمري ۾ ٿي جتي هن ڪان اڳ سندس پيشرو سان گڏ چانهه پي چڪو هئس. ساٿس گڏ ڪوبي ڪوئٽسي، جنرل ويو منرا، ڊاڪٽر برنارڊ ۽ مائيڪ لوو وينا هئا. مون ڪيس صدارت جو عهدو سنڀالڻ تي مبارڪون ڏنيون ۽ انهي اميد جو اظهار ڪيم ته اسين گڏجي ڪم ڪري سگهنداسين. ڊي ڪلارڪ سٺي آؤ ڀڳت ڪندڙ شخص هو ۽ هن انهيءَ ئي انداز ۾ منهنجي جذبن جو جواب ڏنو.

آئون جيڪو ڪجهه چوندو رهيس، مسٽر ڊي ڪلارڪ اهو ڌيان سان ٻڌندو رهيو. اهو هڪ انوکو تجربو هو. نيشنل پارٽي جا اڳواڻ ڪارن جي فقط اها ڳالهه ٻڌڻ جا عادي هئا، جيڪا کين سٺي لڳندي هئي، پر ڊي ڪلارڪ، سڀ ڪجهه ٻڌڻ ۽ اهو سمجهڻ جي حقيقي ڪوشش ڪري هڪ نئين تاريخ لکي رهيو هو.

مون هڪ هڪ ڪري سندس ڌيان ڪيترن ئي معاملن ڏانهن ڇڪرايو ۽ چيم ته هر اهڙي قدم جي نفي ڪرڻ کپي، جنهن مان اهو تاثر ملي ته هو مسئلن جي نبيري واسطي ڀڳل دل سان ڪوشش ڪري رهيو آهي. يا اهو ته نسلي فرق کي چور دروازي جي ذريعي جيئرو رکڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. مون پنجن سالن جي رٿا تحت گروپ رائٽس جي نظريي جي به مخالفت ڪئي ۽ چيم ته خود نيشنل پارٽيءَ جي سرڪاري اخبار به انهيءَ جي خامين کي پڌرو ڪري چڪو آهي.

مون ڏٺو ته انهي ڏينهن مسٽر ڊي ڪلارڪ ڪنهن فوري رد عمل جو مظاهرو نه پيو ڪري. هو منهنجون ڳالهيون ٻڌندو رهيو، پر ڪنهن سوال جواب جي چڪر ۾ نه پيو. هن چيو، "اوهان کي خبر آهي ته منهنجو نقطه نظر اوهان کان مختلف ڪونهي. اوهان ٻي ڊبليو بوٿا کي جيڪا يادداشت روانو ڪئي هئي، انهيءَ ۾ لکيل هو ته ڪاري اڪثريت جي باري ۾، ڳوري اقليت جي خدشن بابت اي. اين. سي ۽ حڪومت پاڻ ۾ ويهي ڳالهائي سگهن ٿيون. گروپ رائٽس جو نظريو انهي مشڪل جي نبيري ڏانهن هڪ وک آهي." آئون سندس ڳالهين مان ڪافي متاثر ٿيس. پر مون چيو ته "گروپ رائٽس" جو نظريو ڪارن جي خدشن ۾ واڌاري جو سبب ٿيندو." انهي تي ڊي ڪلارڪ چيو، "جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته پوءِ اسين اهو بدلائي ڇڏينداسين.

پوءِ مون پنهنجي آزاديءَ جو مسئلو اٿاريو ۽ مٿس واضح ڪيم ته مون کي انهيءَ سلسلي ۾ ڪن به شرطن جي پابندي منظور نه هوندي، مون کي مڪمل آزادي کپي، نه ته ٻاهر نڪري، آئون وري به اهوئي ڪندس، جنهن جي بنياد تي مون کي قيد ڪيو ويو آهي. اڳتي وڌڻ جي لاءِ ضروري آهي ته ڪانگريس سميت ٻين سياسي تنظيمن تي مڙهيل هڙني پابنديون لاٿيون وڃن. هنگامي حالتون ختم ڪيون وڃن. سڀئي قيدي آزاد ڪيا وڃن ۽ سڀئي جلاوطن سياستدانن کي واپس وطن اچڻ جي موڪل هجي. جيڪڏهن اي. اين. سي تان پابندي نٿي کنئي وڃي ته انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته آزادي جي صورت ۾ آئون هڪ غير قانوني تنظيم جو رڪن هوندس ۽ اوهان کي مون کي جيل جي دروازي مان ٻاهر نڪرڻ شرط گرفتار ڪرڻو پوندو.

هن منهنجي نقطه نظر کي ڌيان ڌري ٻڌو. منهنجون تجويزون هن جي لاءِ نيون نه هيون. هن چيو ته هو انهن سڀني ڳالهين تي ويچاريندو، پر ڪو وعدو نٿو ڪري سگهي. دراصل هيءَ ملاقات، هڪ ٻئي جي نقطه نظر کي سمجهڻ جي شروعاتي ڪوشش هئي. انهيءَ هڪ ڏينهن ۾ سڀ مسئلا نبيرجي نه ٿي سگهيا. پر اها ملاقات بيحد مفيد هئي. ۽ مون کي ڊي ڪلارڪ جي شخصيت کي سمجهڻ جو موقعو مليو. هاڻي آئون لوساڪا ۾ پنهنجي ساٿين کي اهو لکي ٿي سگهيس ته مسٽر ڊي ڪلارڪ، ماضيءَ جي نيشنل پارٽيءَ جي اڳواڻن کان بلڪل مختلف نظر اچي رهيو آهي. منهنجي نظر ۾ هو مسٽر ٿيچر جي انهيءَ قول جو پڙاڏو هو ته، "مسٽر گورباچوف هڪ اهڙو شخص آهي جنهن سان اسين ويهي معاملا نبيري سگهون ٿا."

•

2 فيبروري 1990ع تي ايف ڊبليو ڊي ڪلارڪ، پارليامينٽ ۾ افتتاحي رسمي تقرير ڪرڻ جي لاءِ بيٺو ۽ هڪ اهڙو قدم کنيائين، جيڪو هن کان اڳ ڏکڻ آفريقا جو ڪو به سربراهه اڄ تائين کڻي نه سگهيو هو. هن واقعي به، نسلي فرق کي پاڙئون پٽي اڇلائڻ ۽ هڪ جمهوري ڏکڻ آفريقا جو بنياد رکڻ جي شروعات ڪئي. هن هڪ ڊراماڻي انداز ۾ آفريڪي نيشنل ڪانگريس، پان آفريڪنسٽ ڪانگريس، ڏکڻ آفريڪن ڪميونسٽ پارٽي ۽ ايڪٽيهن ٻين غير قانوني ڌڙل تنظيمن مٿان پابندي هٽائڻ، تشدد کان سواءِ ملوث ڪاروائين ۾ شريڪ سڀني سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ ۽ موت جي سزا معطل ڪرڻ ۽ هنگامي حالتن تحت لاڳو مختلف پابندين جي خاتمي جو اعلان ڪيو. هن چيو "پاڻ ۾ ڳالهين ٻولهين جو وقت اچي پهتو آهي."

عجيب حيران ڪندڙ گهڙي هئي. هو پنهنجي دورس قدمن سان ڏکڻ آفريقا جي حالتن کي، حقيقت ۾ معمول تي کڻي آيو هو. راتو رات دنيا بدلجي ويئي هئي. چاليهن سالن جو ظلم، جبر، ڏاڍ ۽ جلاوطني سهڻ کان پوءِ اي. اين. سي هڪ قانوني تنظيم بڻجي چڪي هئي. هاڻي انهيءَ جو ڪارڪن هئڻ، ساٿو، هٿڊو ۽ ڪارو جهنڊو کڻڻ ۽ انهيءَ جو نعرو هڻڻ تي گرفتار نه ٿي ٿي سگهجيو. ٽيهن سالن کان پوءِ منهنجون ۽ منهنجي ساٿين جو

ملڪي اخبارن ۾ تصويرون ڇپجي سگهيون. بين الاقوامي برادري ڊي ڪلارڪ جي انهي دليرانہ قدم جي ساراهہ ڪئي. البت اي. اين. سي ڪي انهي ڳالهہ تي اعتراض هو تہ مسٽر ڊي ڪلارڪ هنگامي حالتون مڪمل طور تي ڪڻ ۽ شهري علائقن مان فوج جي واپسي جو حڪم نہ ڏنو آهي.

مسٽر ڪلارڪ جي انهي پارلياماني تقرير جي ستين ڏينهن مون کي ٻڌايو ويو تہ، مون کي هڪ ڀيرو ٻيهر 'ٽوئن هوئيز' وٺڻون پوندو. شام جو ٺيڪ ڇهين بجي آئون صدارتي آفيس ۾ هئس، جت هڪ کلندڙ مرڪندڙ مسٽر ڊي ڪلارڪ سان منهنجي ملاقات ٿي، ۽ اسان جيئن ئي پاڻ ۾ هٿ ملايو، هن ٻڌايو تہ سڀاڻي مون کي قيد کان آزاد ڪيو پيو وڃي. جيتوڻيڪ سڄي دنيا جون اخبارون، ڪيترن ئي هفتن کان اڳ ڪٿي ڪري رهيون هيون، پر اهو اوچتو اعلان منهنجي لاءِ هڪ حيرت ۾ وجهندڙ خبر هئي، مون کي اڳ ۾ اهو ڪونہ ٻڌايو ويو هو تہ مسٽر ڊي ڪلارڪ مون سان رڳو انهي ڪري ملاقات ڪري رهيو آهي تہ جيئن هو پاڻ مون کي ٻڌائي سگهي تہ هو مون کي هڪ آزاد انسان جي حيثيت ڏيئي رهيو آهي. مون کي پنهنجي جسم ۽ روح ۾ هڪ حرڪت جو احساس ٿيو. مون جلد کان جلد جيل مان نڪري وڃڻ ٿي چاهيو. پر ايتري تڪڙ بہ مون کي گوارا نہ هئي، مون مسٽر ڊي ڪلارڪ جو ٿورو مڃيندي چيو تہ آئون آزادي جي لاءِ هڪ هفتي جي مهلت کي ترجيح ڏيندس تہ جيئن منهنجي گهر وارا ۽ منهنجي تنظيم منهنجي آزادي جي تياري ڪري سگهي. سڀاڻي منهنجو ايئن اوچتو جيل مان ٻاهر نڪرڻ بدنظميءَ جو سبب بنجندو. مون گذارش ڪئي تہ مون کي هڪ هفتي کان پوءِ آزاد ڪيو وڃي. ستاويهن سالن جي انتظار کان پوءِ وڌيڪ ست ڏينهن انتظار ڪري سگهندس.

ڊي ڪلارڪ منهنجي ردِعمل تي پريشان ٿي ويو. پر هن منهنجي آزاديءَ جي رٿا تي پنهنجي ڳالهہ جاري رکي. هن چيو تہ مون کي هوائي جهاز وسيلي جوهانسبرگ نيو ويندو. جتان سرڪاري طور تي منهنجي آزادي عمل ۾ ايندي. مون چيو تہ مون کي انهيءَ رٿ تي سخت اعتراض آهي. آئون وڪٽر ورسٽر جيل جي دروازي مان ئي ٻاهر نڪرندس. جيڪي ماڻهون هتي منهنجي خبر چار وٺندا رهيا آهن، تن جو ٿورو مڃيندس ۽ ڪيپ ٽائون جي عوام کي سلام ڪندس. جيتوڻيڪ منهنجو جوهانسبرگ سان واسطو آهي، پر گذريل ٽن ڏهاڪن کان ڪيپ ٽائون جو علائقو منهنجي رهائش گاهہ بنيل رهيو آهي. آئون پڪ سان جوهانسبرگ واپس ويندس، پر پنهنجي مرضيءَ سان، نہ ڪي جڏهن حڪومت مون کي اوڏانهن موڪلڻ چاهي. هڪ آزاد انسان جي حيثيت سان، آئون پنهنجي سارسنڀال پاڻ ئي ڪندس.

ڊي ڪلارڪ کي منهنجي ڳالهہ تي ڏيان ڏرڻون پيو. هو اٿيو ۽ پنهنجي ساٿين سان صلاح مصلحت ڪرڻ جي لاءِ ٻي ڪمري ۾ هليو ويو. ڏهن منٽن کان پوءِ هو واپس آيو ۽ چيائين، "مسٽر منڊيلا، منصوبي ۾ دير جو هاڻ ڪو وقت ڪونهي." پر آئون پنهنجي هوڙ تي قائم رهيس ۽ زور پريم تہ آئون هڪ هفتي کان پوءِ آزادي چاهيان ٿو ۽ اها جوهانسبرگ نہ پر وڪٽرورسٽر جيل مان.

ماحول ڪافي سنجيدو ٿي رهيو هو. عجيب ڳالهہ هئي. قيدي آزاد نہ ڪرڻ جي درخواست ڪري رهيو هو ۽ قيد ڪندڙ انهيءَ ڪوشش ۾ هئا تہ ڪيس جلد کان جلد آزاد ڪيو وڃي.

ڊي ڪلارڪ وري اٿيو. ڏهن منٽن کان پوءِ واپس آيو ۽ هن ناهہ واري انداز ۾ چيو، "ٺيڪ آهي. اوهان کي وڪٽر ورسٽر مان ٺي آزاد ڪيو ويندو. پر آزاديءَ کي ملتوي ڪري نٿو سگهجي، ڇو تہ حڪومت پرڏيهي پريس کي اڳواٽ ٿي ٻڌائي چڪي آهي تہ مون کي سڀاڻي آزاد ڪيو پيو وڃي. اهو بيان واپس وٺڻ سندس جي لاءِ ڏکيو هو. تنهنڪري مون هاڪار ڪئي. مسٽر ڊي ڪلارڪ ان خوشي واري تقريب جي موقعي تي ٻن گلاسن ۾ تيز مشروب اوتيو. پر آئون انهيءَ ڪوڙي ڍُڪ جو عادي نہ هئس.

اڌ رات ڌاري، آئون پنهنجي ڪاٽيج ۾ موٽي آيس ۽ هڪدم ڪيپ ٽائون ۾ پنهنجي دوستن کي سڀاڻي صبح جو پنهنجي آزاديءَ جي سڌ ڏنم. ونيءَ کي بہ نياپو موڪليم. ۽ جوهانسبرگ ۾ والٽر کي ٽيليفون ڪيم. هن هڪ چارٽرڊ جهاز وسيلي وڪٽر ورسٽر پهچڻ جو پروگرام ٺاهيو. قومي 'استقباليہ ڪميٽيءَ' جا ڪجهہ ميمبر بہ اچي پهتا ۽ هو ٻي ڏينهن منهنجي خطاب جو مسودو تيار ڪندا رهيا. هو هليا ويا تہ بيحد جذباتي ماحول جي باوجود آئون ننڊ جي مٿان غلبو پائي نہ سگهيس.

## باب يارهون

# آزادي

پنهنجي آزادي واري ڏينهن، ڪجھ ڪلاڪن جي ننڊ کان پوءِ صبح جو ساڍي چئين ڌاري اُٿي ويس. 12 فيبروري 1990ع هڪ صاف ۽ روشن ڏينهن هو. ڪيپ ٽائون ۾ سياري جي مند پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچي رهي هئي. مون هلڪي ڦلڪي ورزش کان پوءِ، وهنجي سهنجي، ناشتو ڪيو. پوءِ مون ڪيپ ٽائون ۾ پنهنجي ڪيترن ئي دوستن کي فون ڪئي. ايتري ۾ جيل جو ڊاڪٽر به تپاس لاءِ اچي پهتو.

آزاديءَ کان اڳ ڪيترائي معاملا طئي ٿيڻا هئا. هڪ اهم مامرو هي هو ته مون کي پهرين خطاب ڪهڙي هنڌ تي ڪرڻ کپي. آئون پارل کي پسند ڪندو هئس، جتان جا رهاڪو قيد ۽ بند وارن ڏينهن ۾ منهنجا مهربان ساٿي رهيا هئا. پر دوستن جو چوڻ هو ته اهو سچو علائقو ڳورن جو آهي. هتي منهنجي پهرين تقرير مناسب نه رهندي. تنهن ڪري هن تقريب جي لاءِ ڪيپ ٽائون جي گرينڊ پريڊ جي چونڊ ڪئي. ٻيو مسئلو هي هو ته آئون رات ڪٿي ٽڪان. منهنجي ترجيح رنگدار ۽ ڪارن جي علائقي ڪيپ فيلٽس بابت هئي. پر ونيءَ سميت هڙئي ماڻهو، حفاظتي تدبيرن سبب منهنجي رهائش ڳورن جي ويجهي وسندي ۾ آرچ بشپ ڊيمانڊ ٽوٽو جي خوبصورت رهائش گاهه 'بشپ ڪورٽ' ۾ مناسب سمجهي. مون کي ذاتي طور تي ته اميرائي نٺ ٽانگر جي انهي ڳورن جي وسندي ۾ رهائش پسند نه هئي. پر استقباليه ڪميٽي وارن چيو ته بشپ ڪورٽ فادر ٽوٽو جي ڪري اهو هڪ گهڻ نسلي هنڌ جو رخ اختيار ڪري ويو آهي.

جيل عملدارن منهنجو سڀ سامان، ڪتاب ۽ مسودا، جيڪي آئون گذريل ڪيترن ئي سالن کان گڏ ڪندو پي آيس. حفاظت سان پيڪ ڪرڻ واسطي مون کي مناسب سهولتون ڏنيون. والٽر ۽ وني سميت ڪيترائي دوست جوهانسبرگ کان جهاز وسيلي پهچي چڪا هئا. تنهن کان سواءِ ڪيپ ٽائون شهر جا سياسي ڪارڪن به وڏي انگ ۾ منهنجي ڪاٽيج ۾ گڏ ٿي چڪا هئا. هڪ چڱي خاشي تقريب جو ڏيک هو. وارنٽ آفيسر سوارٽ اسان جي لاءِ آخري ڀيرو ماني تيار ڪئي ۽ مون سندس دل جي گهراين سان ٿورو مڃيو. هو ٻن سالن کان منهنجو ساٿي رهندو پي آيو. وارنٽ آفيسر جيمز گريگوري به ان موقعي تي موجود هو. مون سائس هٿ ملايو. هو ڪيترن ئي سالن کان پولزمور ۽ پوءِ وڪٽرورسٽر ۾ منهنجي سارسنڀال ڪندو پي آيو. اسين هڪ ٻئي جا دوست بڻجي چڪا هئاسين ۽ مون

کي خبر هئي تہ آئون هن جي غير موجودگي ضرور محسوس ڪندس. سوارٽ، گريگوري ۽ برانڊ اهي ماڻهو آهن، جن جي ڪري منهنجو ’انسانيت‘ تي پختو ويساهہ ٿي چڪو هو. ايتري قدر جو مون کي انهن ماڻهن سان بہ همدردي هئي، جن گذريل ستاويهن سالن کان مون کي قيد ڪري رکيو هو.

گهڻين موڪلائڻ وارين تقريبن جي گنجائش ڪانہ هئي. پروگرام موجب مون کي ۽ونيءَ کي هڪ ڪار ۾ ويهي، جيل جي وڏي دروازي تائين وڃڻو هو. مون جيل عملدارن کي ٻڌائي ڇڏيو هو تہ آئون انهن سڀني داروغن ۽ محافظن کان ذاتي طور تي موڪلائيندس. جن منهنجي سارسنڀال ڪئي هئي. تنهن ڪري منهنجي خواهش هئي تہ هوءَ سندن گهر وارا بہ جيل جي وڏي دروازي تي گڏ ٿي وڃن. جيئن آئون انهن سڀني جو انفرادي طور تي ٿورو مڃي سگهان.

منجهند جو ٽين بجي، استقباليہ ڪميٽي جي هڪ ذميدار مون کي فون ڪري درخواست ڪئي تہ جڏهن آئون پنهنجي جيل جي رهائش گاهہ مان ٻاهر اچان تہ وڏي گيٽ کان ڪجهہ سئو وال اڳ ۾ ڪار مان ٻاهر اچان، جيئن ’آزاديءَ ڏانهن روانگي‘ جي انهي خوشي واري موقعي جي فلم تيار ڪري سگهجي. اهو مناسب مشورو هو ۽ مون مڃي ورتو. هاڻي مون کي احساس ٿي رهيو هو تہ معاملو ايترو سادو ڪونهي، جيترو آئون سمجهي رهيو هئس.

شام جو چئين بجي کان ٿورو اڳ اسين ڪارين جي هڪ ننڍڙي قافلي ۾ ڪاٽيج مان روانا ٿياسين. وڏي دروازي تائين پهچڻ کان اڳ آئون ۽ وني ڪار مان لهي، جيل کان ٻاهر ويندڙ رستي تي هوريان هوريان هلڻ لڳاسين. مون کي ٻاهرين دنيا جو ڪوبہ اندازو ڪونہ هو. اٽڪل ڏيڍ سئوفوٽ پرتي مون ڏٺو تہ ماڻهن جو هڪ وڏو ميڙ، بي قرار بيٺو هو. سوَن جي تعداد ۾ فوٽو گرافر، ٽي وي جا ڪئميرامين، اخباري خاطو ۽ منهنجا هزارين خيرخواهہ گڏ ٿي چڪا هئا. حقيقت ۾ مون کي ايڏي وڏي ميڙ جي توقع ڪانہ هئي. منهنجو خيال هو تہ وڏي دروازي جي ويجهو نقط داروغا، محافظ ۽ سندن گهر وارا موجود هوندا ۽ اها تہ اڃا شروعات هئي.

اسين اڃا دروازي کان ويهہ پنجويهہ فوٽ اندر ئي هئاسين جو ڪئميرائون حرڪت ۾ اچي ويون. وڏو گوڙ ٿي ويو، اخباري نمائندن سوالن جي ڌم لائي ڏني. ٽيليويزن جا ماڻهو هجوم ڪري آيا. اي. اين. سي جا حمايتي تاڙيون وڄائي رهيا هئا ۽ نعرا هڻي رهيا هئا. هڪ هنگامي جهڙي صورتحال هئي. ٽي وي جي نمائندن هڪ عجيب، ڳهي ڪاري شئي منهنجي سامهون رکي ڇڏي. آئون هَجي ويس تہ متان اهو ڪو نئون ايجاد ڪيل هٿيار تہ ڪونهي... پرونيءَ ٻڌايو تہ ان کي مائيڪروفون چوندا آهن.

ٻاهر نڪري مون ميڙ ڏانهن منهن ڪري پنهنجي کابي مُڪ بلند ڪئي. اوچتو فضا نعرن سان ڀُري اُٿي. آئون اهو منظر ستاويهن سالن جي ڏکهي عرصي کان پوءِ ڏسي رهيو هئس. انهيءَ مون کي همت ۽ خوشيءَ جو هڪ گهرو احساس ڏياريو. اسين نقط ڪجهہ

ڪهڙيون ٿي ميڙ جي وچ ۾ بيهي سگهياسين. پوءِ ڪار ۾ ويهي ڪيپ ٽائون طرف روانا ٿي وياسين.

جيتوڻيڪ انهي زبردست آجيان تي مون کي ڏاڍي خوشي محسوس ٿي رهي هئي، پر مون کي انهي ڳالهه جو افسوس هو ته آئون جيل جي عملي کان موڪلائي نه سگهيس. جڏهن جيل جي ڪيترن ئي دروازن مان لنگهي، ٻاهر نڪري ڪار ۾ اچي ويٺس ته مون پنهنجي اندروني ڪيفيت جو جائزو ورتو. محسوس ٿيم ته ايڪهتر سالن جي عمر کي پهچڻ کان پوءِ هڪ نئين زندگي جي شروعات ٿي رهي آهي. قيد جا ڏهه هزار ڏينهن نيٺ ختم ٿي چڪا هئا.

•

هتان کان ڪيپ ٽائون پنجٽيهه ميل پري هو. پر رستي ۾ بي پناهه ماڻهن سبب ڊرائيور جيل جو پويون رستو اختيار ڪيو ۽ اسان جو قافلو ننڍن رستن ۽ گهٽين مان ٿيندو شهر پهتو. رستي ۾ انگورن جا خوبصورت باغ ۽ سايون ستابيون ٻنيون نظر آيون ۽ آئون انهن منظرن مان لطف اندوز ٿي رهيو هئس. پر جنهن شئي مون کي ڇرڪائي ڇڏيو، اها هئي رستي ۾ اسان جي قافلي جو نظارو ڪندڙن ۾ ڪيترائي ڳورا به بيٺا هئا. ڪين خبر پئجي چڪي هئي ته اسين هتان لنگهنداسين. انهن مان ڪيترن ته ڪابي مُک هوا ۾ لهرائي، جيڪو اي. اين. سي جو مخصوص نشان بنجي چڪي هئي. قدامت پسند ڳوٺاڻن علائقن جي بهادر ماڻهن جي انهيءَ جذبي منهنجي همت وڌائي. هڪ هنڌ مون ڪار بيهاري اُتي موجود ڳورن جي هڪ گهرائي کي سلام ڪيو ۽ سندن پاران حمايت تي مهرباني مڃيم. اڄ جو ڏکڻ آفريقا، ماضيءَ جي مقابلي ۾ ڪيترو نه بدلجي چڪو هو.

شهر ۾ داخل ٿيڻ وقت مون ڏٺو ته ماڻهن جا ميڙ هئا. جيڪي شهر جي مرڪز طرف وڃي رهيا هئا. استقباليه ڪميٽي پراڻي سٽي هال جي سامهون گرينڊ پريڊ ۾ هڪ جلسي جو بندوبست ڪيو هو. جنهن جي هال جي بالڪونيءَ مان بيهي مون کي خطاب ڪرڻو هو. جتي ماڻهن جو هڪ سمنڊ صبح کان وٺي اسان جي اوسيئڙي ۾ بيٺل هو. پروگرام موجب اسان کي هال جي پوئين پاسي کان داخل ٿيڻو هو، پر ڊرائيور انسانن جي سمنڊ ۾ ڪار ڪاهي ويو. هاڻي اسان جو اڳيان وڌڻ ناممڪن هو. ماڻهون چرين جيان ڪار جي طرف وڌي رهيا هئا. انسانن جو هڪ طوفان اچي رهيو هو. ڪيترا ته ڪار جي ڇت تي به چڙهي ويا. مون کي ائين محسوس ٿيو ته اهو بي پناهه هجوم اسان کي محبت ۾ ماري وجهندو.

اڳيان وڌڻ جو ڪوبه رستو نظر ڪونه ٿي آيو. ڊرائيور ٽپ ڏيئي ڪار مان ٻاهر نڪرڻ جو سوچي رهيو هو. پر مون کيس هوش مان ڪم وٺڻ جي لاءِ چيو، ايتري ۾ پوئين گاڏين مان ڪيترائي دوست اڳيان وڌيا ۽ هن هجوم مان رستو ناهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سڀ ڪوششون بيڪار ويون.

آئون ۽ وني ڪار جي اندر هئاسين. ٻاهر نڪرڻ ڪنهن به طريقي سان ممڪن نه هو.

انسانن جو سمنڊ ڪيس هر طرف کان گهيري ويو هو. دروازو کلي ٿي نہ ٿي سگهيو. اسين پنهنجي هزارين حامين جا باندي بڻجي ويا هئاسين. ايئن هڪ ڪلاڪ گذري ويو. نيٺ جهجهي تعداد ۾ اسان جا 'مارشل' اڳيان وڌيا. جن جيئن تيئن ڪري هجوم کي هوريان هوريان پري هٽائي ڪار جي ٻاهر نڪرڻ جو رستو ٺاهيو. تقرير جو وقت گذري چڪو هو. رستو صاف ٿيندي ئي ڊرائيور تيزي سان ڪار ڊوڙائي ۽ سٽي هال جي مخالف طرف وٺي ويو. هو خود پريشان نظر اچي رهيو هو ۽ حيران هو تہ هو انسانن جي سمنڊ ۾ ڪيئن گهڙي پيو.

هاڻ مون کيس سمجهايو تہ هو اسان کي، اسان جي دوست عمر دلا جي گهر وٺي هلي، جيڪو شهر جي هندستاني علائقي ۾ رهندو هو. جتي اسين ڪجهہ گهڙيون ساهي پٽي سگهون، خوش قسمتي سان عمر ۽ سندس زال گهر ۾ موجود هئا. هو ايئن اوچتو اسان کي پنهنجي سامهون ڏسي ايترو تہ حيران ٿي ويا جو اسان جو آدرياءُ ڪرڻ بہ وساري ويٺا. ستاويهن سالن کان پوءِ آئون هڪ آزاد انسان جي حيثيت ۾ سندس سامهون بيٺو هئس. هو فقط ايترو چئي سگهيو، "اڙي! هينئر تہ توکي گرينڊ پريڊ ۾ هئڻ کپي ها."

ٿوري دير کان پوءِ، آرچ بشپ ٽوٽو جو فون اچي ويو. ڪيس ڪٿان خبر پئجي ويئي هئي تہ اسين دلا جي گهر آهيون. هو ڏاڍو پريشان هو، هن چيو، "تون هڪدم گرينڊ پريڊ پهچي وڃ. ماڻهو ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري رهيا آهن. جيڪڏهن تون جلدي هتي نہ پهتين تہ الائجي ڇا ٿي ويندو. ممڪن آهي تہ زبردست هنگامون نہ ٿي پوي." مون وراڻيو، اجهو ٿو اچان. پر ڏکيائي اها هئي تہ ڊرائيور اوڏانهن هلڻ لاءِ تيار نہ هو. بهرحال، اسين سٽي هال پهتاسين تہ ماڻهن جو سمنڊ اڃا بہ موجود هو. اسين هال جي پوئين پاسي کان اندر گهڙياسين ۽ مون کي انهي عاليشان عمارت جي سڀ کان مٿين ماڙ تي نيو ويو. انهي هال جا ڪشادا ۽ ويڪرا ڪمرا ڪڏهن فقط ڳورن عملدارن جي لاءِ مخصوص هوندا هئا. آئون بالڪونيءَ ۾ وڃي بيٺس. مون ڏٺو تہ حد حساب کان ٻاهر ماڻهن جو هڪ سمنڊ تاڙيون وڄائي رهيو هو. خوشي ۾ ٽهڪ ٻري رهيا هئا. ماڻهون هٿن ۾ ننڍيون ننڍيون جهنڊيون جهولائي رهيا هئا. فضا زنده باد جي نعرن سان ٻُري رهي هئي.

مون ماڻهن جي ميڙ ڏانهن پنهنجي مُڪ لهرائي ۽ ميڙ زبردست تاڙين سان انهي جو جواب ڏنو. پوءِ آئون جوش ۾ نعرا هڻندو رهيس ۽ هو انهيءَ جو جواب ڏيندا رهيا. جڏهن ٿوري ماٺ ٿي تہ مون کيسي مان پنهنجي لکيل تقرير جا پنا ڪڍيا. پر آئون پنهنجي عينڪ تہ وڪٽر ورسٽر جيل ۾ وساري آيو هئس! مون ونيءَ جي عينڪ کنئي ۽ پنهنجو خطاب شروع ڪيو:

"منهنجادوستو! ساٿيو ۽ هم وطنو! آئون اوهان مڙني کي امن ۽ سلامتي، جمهوريت ۽ آزاديءَ جي نانءُ تي پليڪار ٿو چوان. آئون اوهان سڀني جي سامهون ڪنهن پيغمبر بدران، عوام جي هڪ ناچيز خادم جي حيثيت سان بيٺو آهيان. اها اوهان جي اڻٿڪ محنت ۽ قربانين جو نتيجو آهي، جو اڄ آئون هتي موجود آهيان. تنهن ڪري آئون پنهنجي

زندگيءَ جا باقي ڏينهن به عوام جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جو خواهشمند آهيان.

”آئون جيڪي ڪجهه چئي رهيو آهيان، اهو پنهنجي دل جي اٿاهه گهراين سان چئي رهيو آهيان. آئون عوام کي اهو باور ڪرائڻ ٿو چاهيان ته آئون ڪو مسيحا ڪونه آهيان. پر هڪ عام انسان آهيان. جيڪو غير معمولي حالتن جي ڪري هڪ سياسي اڳواڻ بڻجي ويو.“ مون پنهنجي آزادي تي ڪيپ ٽائون جي رهواسين جو ٿورو مڃيو ۽ سڄي دنيا جي عوام جو به ٿورو مڃيو. مون اوليور ٽامبو ۽ ڏکڻ آفريقا جي سڀني سياسي پارٽين ۽ تنظيمن جو نالو وٺي کين خراج تحسين پيش ڪيو ۽ خاص ڪري عورتن واري تنظيم ’بليڪ سائر‘ جو ٿورو مڃيم. پوءِ مون پنهنجي زال ۽ گهر وارن جو ذڪر ڪيو. جن مون کان وڌيڪ سور ۽ سختيون سٺيون. مون انهيءَ عوامي ميڙ ۾ اهو به پڌرو ڪري ڇڏيو ته آئون حڪومت سان ڳالهيون ٻولهيون ڪندو رهيو آهيان. ۽ انهن ڳالهين جو واحد مقصد وطن جي آئيندي جي بهتري هو. مون انهن ماڻهن کي ٻڌايو ته هاڻ نسلي فرق جو دور ختم ٿي چڪو آهي، پر اڃا اسان جي جدوجهد جي پڄاڻي ناهي ٿي. پر اسان کي پنهنجي ڪوشش کي اڃا به تيز ڪرڻون پوندو ۽ هاڻي شايد هٿياربند جدوجهد جي گهرج نه پوي. پر حڪومت تي به اهو لازم آهي ته هوءَ هنگامي حالتون ختم ڪري ۽ سڀني سياسي قيدين کي آزاد ڪري ڇڏي. مون مسٽر ڊي ڪلارڪ جي به واکاڻ ڪئي ۽ چيو ته هو پروسي جوڳو ماڻهون آهي. مون عوام ۽ حڪومت تي پڌرو ڪيو ته آئون مڪمل طور تي اي. اين. سي جو فرمانبردار ڪارڪن آهيان.

شام جي اونده پکڙي ته منهنجي تقرير به پڄاڻيءَ تي پهتي. اسان جو قافلو بشپ ڪورٽ ڏانهن روانو ٿيو. انهي جي پرسان سوين ڪارا ڇهرا اسان جي آڌرڀاءَ لاءِ بيٺا هئا. هو اسان کي ڏسندي ئي آزاديءَ جا گيت ڳائڻ لڳا. مون آرچ بشپ ٽوٽو کي سلام ڪيو ۽ کيس ڀاڪرڙي پاتي. هن عظيم انسان پنهنجي قول ۽ فعل سان سڄي قوم کي جولاني جذبي سان سرشار ڪري ڇڏيو هو ۽ اونداهي دور ۾ به کين مايوس ٿيڻ نه ڏنو هو. گهر اندر گهڙياسين ته ٻين گهر وارن ۽ دوستن اسان کي ڀليڪار ڪئي. پر سڀ کان حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه اها هئي ته مون کي ٻڌايو ويو ته ’اسٽاڪ هوم‘ مان منهنجي لاءِ ٽيليفون آيو آهي. آئون سمجهي ويس ته ٻي طرف ڪير آهي ۽ واقعي به فون تي اوليور ٽامبو ڳالهائي رهيو هو. ڪافي عرصي کان پوءِ آئون سندس ڪمزور آواز ٻڌي رهيو هئس. منهنجي دل خوشيءَ سان ٽمٽار هئي. اوليور سويڊن ۾ علاج هيٺ هو. اسان پاڻ ۾ وعدو ڪيو ته جلد ئي پاڻ ۾ ملاقي ٿينداسين.

آزاديءَ کان پوءِ منهنجي سڀ کان پهرين خواهش اها هئي ته آءٌ فوري طور تي ٽرانسڪي وڃان، جتي جي پهاڙين ۽ ندين نالن جي وچ ۾، مون پنهنجو ننڍپڻ گذاريو هو ۽ جتي منهنجي ’امڙ‘ جي قبر هئي، جنهن تي آئون اڃا سوڌي حاضر ٿي نه سگهيو هئس. پر منهنجو اهو خواب جلدي پورو ٿي ڪين سگهيو. اي. اين. سي هڪ ڊگهو پروگرام ترتيب ڏيئي رکيو هو.

بي ڏينهن مون کي هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪرڻو هو. آئنده جي باري ۾ منهنجي ڪيترن ئي دوستن سان ڳالهه ٻولهه ٿي چڪي هئي. سڄي دنيا مان ايندڙ ٽيليگرامن جو هڪ پهاڙ بنجي ويو هو. انهيءَ ۾ ڪيترن ئي ملڪن جي صدرن ۽ وزيراعظم جون تارون به هيون. پر ڪيپ ٽائون جي هڪ گهريلو عورت جو پيغام سڀ کان وڌيڪ دلچسپ هو. هن لکيو هو، "آئون بيحد سرُهي آهيان ته اوهان جيل مان آزاد ٿي پنهنجي دوستن ۽ عزيزن ۾ واپس پهچي چڪا آهيون. پر اوهان جي ڪلهوڪي تقرير ڏاڍي بورنگ (Boring) هئي."

اها پريس ڪانفرنس منهنجي لاءِ حيرت ۾ وجهندڙ هئي. منهنجي جيل وڃڻ کان اڳ اسين پريس وارن سان لڪي ڇپي ملندا هئاسين ۽ ٽيليويزن ڪئمرائون نه هونديون هيون. پر اڄ سڄي دنيا جا اخباري نمائندا گڏ هئا. آئون بيحد خوش هئس، جو انهن ۾ ڪيترا 'شيدي' به هئا. پريس ڪانفرنس ۾ مون کي هڪ پيرو بيهر زور ڏيڻي چوڻون پيو ته آئون اي. اين. سي جو هڪ مخلص ڪارڪن آهيان. دراصل مون کي ڪيترن ئي سياسي اڳواڻن جي ذهن ۾ حڪومت جي ماڻهن سان ڳالهين ٻولهين جي باري ۾ شڪ ۽ شبهن کي دور ڪرڻون پي پيو. انهيءَ سوال تحت تنظيم ۾ منهنجو ڪردار ڪهڙو هوندو. مون چيو ته ڪانگريس مون کي جهڙو به ڪردار ڏيندي آئون انهيءَ موجب ڪم ڪندس. هٿياربند جدوجهد جي باري ۾ منهنجو چوڻ هو ته جيڪڏهن حڪومت ڏاڍ ۽ جبر کان ڪم نه وٺندي ته اسين به امن ۽ آشتي جو رويو اختيار ڪنداسين. حڪومت جي خلاف اقتصادي پابندين جي باري ۾ مون واضح ڪيو ته اهي اڃا جاري رهڻ ڪپن. مون چيو، "آئون قيد مان ڇٽو آهيان، پر اڃا آزاد نه ٿيو آهيان." ماڻهن جو خيال هو ته آئون ڳورن جي خلاف سخت رويو اختيار ڪندس. پر مون ڪنهن به اخباري ڪانفرنس ۾ ڪنهن جي خلاف به ڪاوڙ جو اظهار نه ڪيو. آئون نسلي فرق جي انهي نظام جي خلاف هئس، ڳورن جي خلاف نه هئس.

مون ڪين ٻڌايو ته اسين آزادي کان پوءِ نئين رياستي نظام ۾ ملڪ کي تباهه ڪرڻ جا قائل ڪين آهيون. انهيءَ ۾ ڳورن کي به اهم ڪردار ادا ڪرڻون آهي. هو به اسان جا وطني ساٿي آهن. ڪين هر قسم جي تحفظ ۽ سلامتيءَ جو مڪمل احساس هئڻ ڪپي. اسين ملڪي ترقي جي لاءِ ڪنيل قدمن تي سندن معترف آهيون. اسين پنهنجن ڳورن ديس ياڻين کي ٻڌائڻ ٿا چاهيون ته هڪ نئون، غير نسلي ڏکڻ آفريقا، اسان سڀني جي لاءِ مفيد هوندو.

اخباري نمائندا مون کان ذاتي سوال به پڇندا هئا، پر مون کي سدائين عوام ۾ پنهنجي ذاتي حالتن، واقعن ۽ احساسن جو اظهار ڏکيو لڳو. ماڻهون پڇندا هئا ته آزادي کان پوءِ آئون ڇا ٿو محسوس ڪريان؟ پر انهي سوال جو عام طور تي آئون جواب ڏيڻ ۾ ناڪام رهندو هئس.

پريس ڪانفرنس کان پوءِ جوهانسبرگ مان ٽوٽو جي زال جي فون آئي ته اسين

هڪدم جوهانسبرگ پهچي ويجون، جو ماڻهون هتي بي قرار آهن ۽ اسان جي نہ پهچڻ سان افراتفري جو انديشو آهي. مون ۽ وني‌ءَ ڪجهہ ڏيهاڙا ڪيپ ٽائون ۾ آرام ڪرڻ ٿي چاهيو، پر اسان کي انهي ئي رات جو جوهانسبرگ اُڏام ڪرڻي پئي. مون چاهيو ٿي تہ پنهنجي آزادي جي ٻي رات پنهنجي پراڻي گهر 8115 اورليندو ويسٽ ۾ ترسان. پر مون کي ٻڌايو ويو انهي هنڌ وٽ هزارين ماڻهو گڏ ٿي چڪا آهن ۽ منهنجو اتي پهچڻ ممڪن نہ هوندو. نيٺ مجبور ٿي اسان کي شهر جي اترين علائقي ۾ هڪ دوست وٽ ٽڪڻو پيو.

ٻي ڏينهن اسين هڪ هيليڪاپٽر ذريعي سويٽو جي نيشنل بئنڪ اسٽيڊيم پهتاسين. رستي ۾ اسان کي ٽين جي ڇتين ۽ ڀڳل ٽٽل رستن ۽ گهٽين وارا نج ٻج شيڊين جي علائقن جي فضائي جائزي جو موقعو مليو. جيتوڻيڪ ٿوري گهڻي ترقي ضرور ٿي هئي، پر سويٽو جي عمومي حالت بلڪل اهائي هئي، جهڙي منهنجي جيل وڃڻ کان اڳ هئي، بلڪہ ڪن حصن ۾ تہ اڳ کان بہ وڌيڪ غربت نظر اچي رهي هئي. هتي نہ بجلي، نہ وري پيئڻ جو پاڻي موجود هو. ڏکڻ آفريڪا جهڙي دولتمند ملڪ جي لاءِ اها شرم جهڙي ڳالهہ هئي.

اسان اسٽيڊيم جو هڪ چڪر هنيو ۽ انهي جي بلڪل وچ ۾ وڃي لٿاسين. جتي تر ڇڻڻ جي بہ جاءِ ڪين هئي. سوا لک جي لڳ ڀڳ انسان موجود هئا. مون عوام سان پنهنجي خطاب ۾ خوشي‌ءَ جو اظهار ڪيو، پر ڪن اهڙ وڻندڙ حالتن ڏانهن بہ سندن ڌيان ڇڪرايو. مون چيو، "شاگردن کي تعليمي ادارن ۾ واپس موٽي وڃڻ کپي. ڏوهن تي قابو پائڻ کپي. ڏوهن ۾ ملوث ماڻهو پاڻ کي ڄاڻي ٻجهي آزادي‌ءَ جي تحريڪ سان لاڳاپيل ظاهر ڪن ٿا. شهري امن ۽ امان کان سواءِ آزادي جو تصور ڪونهي. مون کي سويٽو واپس اچڻ تي بي حد سرهائي ٿي آهي، پر آئون غمزده بہ آهيان. منهنجي غم جو سبب اجا سوڌي اوهان ماڻهن جي غير انساني ماحول ۾ زندگي گذارڻ آهي. گهرن جي کوٽ آهي. تعليمي نظام تباهہ ٿي رهيو آهي. بي روزگاري عام آهي ۽ ڏوهن جي رفتار تيز آهي. مون کي سويٽو جو شهري هئڻ تي فخر آهي. پر ڏوهن جو وڌو انگ ٻڌي آئون پريشان ٿي رهيو آهيان. مون کي عوام جي محرومين جو پورو پورو احساس آهي. پر وسندي ۾ ڏوهن جي موجودگي هڪ غير صحت مندانہ رويو آهي. جنهن کي فوري طور تي ختم ڪرڻ گهرجي.

مون وڌيڪ چيو، "هر اهو مرد يا عورت، جنهن نسلي متڀيد جو نظريو ختم ڪري ڇڏيو آهي. گڏيل ۽ جمهوري ڏکڻ آفريڪا جي تحريڪ ۾ اسان جو ساٿي آهي. اهو ڏکڻ آفريڪا، "هڪ فرد، هڪ ووٽ" جي بنياد تي قائم ڪيو ويندو. اهو اي. اين. سي جو نظريو آهي ۽ هڪ ڊگهي عرصي تائين قيد جي دوران بہ منهنجو نظريو اهوئي رهيو آهي. آئون چوئيتاليهن سالن جي عمر ۾ اهو سپنو سجائي، قيد ۾ ويو هئس. هاڻ آئون جوان نہ رهيو آهيان. منهنجي عمر ايڪهتر سال ٿي رهي آهي، آئون پنهنجي ايندڙ زندگي ۾ بہ انهي‌ءَ مقصد جي لاءِ ڪم ڪندو رهندس. آئون پنهنجي محنت کي ڌيان ڏيڻ نہ ڏيندس."

اها رات مون 8115 اورليندو ويسٽ ۾ گذاري. مون اڪيلائي‌ءَ ۾ سوچيو تہ هاڻي آئون بنديخاني جي چئن ڀتين کان ٻاهر اچي چڪو آهيان. هي گهر منهنجي دنيا جو محور ۽

مرڪز هو. ٻاهر لڳڻ کان پوءِ هي ٻيهر اڏيو ويو هو. جنهن ۾ چار ڪمرا هئا. آئون هن گهر کان وڌيڪ عاجزي ۽ غربت واري زندگي گذاري چڪو آهيان. هينئر به وڪٽر ورسٽر جي ڪاٽيج جي مقابلي ۾ هن جي حيثيت هڪ سرونٽ ڪوارٽر جيتري آهي. پر هڪ آزاد انسان جو معمولي گهر به ڪنهن شاندار جيل جي مقابلي ۾ ڪنهن محل کان گهٽ ڪونهي هوندو.

منهنجي ذهن ۾ جيل کان اڳ واري گهريلو زندگي ۽ قيد جا ڏينهن ايندا رهيا. هاڻ مون پنهنجي زال ۽ ٻارن سان گڏ آرام سان رهڻ ٿي چاهيو. پر ملڻ وارن جا هر روز ميڙاڪا هوندا هئا. سوين خير خواهه ملڻ جي لاءِ ايندا هئا. هو گيت ڳائيندا هئا، نچندا ٽپندا هئا ۽ مون کي گهر کان ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪندا هئا. بهرحال، هو منهنجا پنهنجا ماڻهو هئا. مون کي ڪين مايوس ڪرڻ جو ڪو به حق نه هو. اهڙي طرح هفتا ۽ مهينا گذرندا ويا. آئون جيل مان ڇٽڻ جي باوجود به پنهنجي گهر ٻار کان پري رهندو هئس.

ان رات به اسين گهري ننڊ سمهي نه سگهياسين. ٻاهر ماڻهو نعرا هڻندا هلي ڦري رهيا هئا. دوستن ماڻهن کي سمجهايو ته هو ڪجهه وقت اسان کي آرام ڪرڻ ڏين. ڪيترن دوستن مون کي پر واري علائقي جي انهي خوبصورت گهر ۾ منتقل ٿيڻ جي صلاح ڏني. جيڪو منهنجي غير موجودگيءَ ۾ ونيءَ اڏرايو هو. پر مون نه رڳو عوام ۾ رهڻ ٿي چاهيو، بلڪ منهنجي خواهش هئي ته آئون انهن وانگيان ئي رهيان.

ڇُٽڻ کان بہ هفتا پوءِ آئون لوساڪا پهتس. جت اسان جي 'نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ' جو اجلاس ٿي رهيو هو. پنهنجن پراڻن ساٿين سان ڪيترن ئي ڏهاڪن کان پوءِ ملاقات هڪ حيرت ۾ وجهندڙ واقعو لڳي رهي هئي. هتي ڪيترائي آفريقي ملڪن جا اڳواڻ به موجود هئا. هتي مونکي زمبابوي جي صدر رابرٽ موگابي ۽ زمبيا جي صدر ڪنيٿ ڪائونڊا کان سواءِ بوٽسوانا جي صدر ڪيوٽ ماسر، موزمبيق جي صدر جيوڪم چسانو، انگولا جي صدر ايڊريوڊ ڊوس سنتوس ۽ يوگنڊا جي جي صدر يووري موسيويلي سان ملڻ جو شرف به حاصل ٿيو.

'نيشنل ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ' جا ميمبر جيترو منهنجي آزاديءَ تي خوش هئا، تيترو اهو ڄاڻڻ ٿي چاهيائون ته منهنجون اندروني ڪيفيتون ڪهڙيون آهن؟ ستاويهن سالن کان پوءِ به اهو شخص ساڳيو منڊيلا آهي يا منجهس فڪري تجديد ۽ اصلاح ٿي چڪي آهي؟ يا اهو اندران ئي اندران پنجي پُري پيو آهي. سندن تشويش درست هئي، ڇو ته 1984ع کان پوءِ ڪنهن به ساٿي سان خط و ڪتابت يا رابطو ٿي نه سگهيو هئم.

مون سندن سامهون حڪومتي ٽيم سان ڳالهين ٻولهين جي تفصيل سان وضاحت ڪئي. بوٿا ۽ ڊي ڪلارڪ کي موڪليل منهنجي ياداشتن جون نقل ڪاپيون وٽن پهچي چڪيون هيون. اهي مسودا اي. اين. سي جي پاليسيءَ موجب ئي هئا. مون کي خبر هئي ته مون کان اڳ آزاد ٿيل ڪيترائي همراهه منهنجي باري ۾ ساٿين جا ڪن ڀريندا رهيا آهن، "ماديبا نرم ٿي چڪو آهي. ڪيس حڪومت خريد ڪري ورتو آهي. هو ٿري پيس سوٽ

پائي ٿو ۽ شراب سان شغل ڪري ٿو. ڪيس سنو ڪاڏو ملندو آهي." تنهن ڪري منهنجي لاءِ اهو ضروري هو تہ انهن معاملن جي سڌي سنئين وضاحت ڪريان.

انهي موقعي تي اوليور جي صحتيابي تائين سيڪريٽري جنرل 'الفريڊ نازو' ڪي تنظيم جو قائم مقام صدر ۽ مون کي نائب صدر چونڊيو ويو. هتي ئي زيمبيا جي صدر ڊاڪٽر ڪينٽ ڪوانڊا صلاح ڏني تہ اسان کي هاڻ ڏکڻ آفريقا جي اندر هٿياربند ويڙهہ کي ختم ڪري ڇڏڻ گهرجي. پر منهنجي راءِ اها هئي تہ اڃا اسان پنهنجي منزل تي رسيا نہ آهيون. تنهن ڪري هينئر تحريڪ کي ٿڌو ڪرڻ جو وقت اڃا نہ آيو آهي. اها اسان جي ذميداري ڪونهي. ڏسون تہ ڊي ڪلارڪ پنهنجي حامين کي ڪيئن ٿو خوش رکي سگهي.

پوءِ مون آفريقا جو دورو شروع ڪيو ۽ ڪيترن ئي ملڪن ۾ ويس. ڇهن مهينن تائين آئون گهٽ ٽٽو ملڪ کان ٻاهر رهيس. هر هنڌ عوام ۾ زبردست جاڳرتا جو جذبو نظر اچي رهيو هو. دارلسلام (تنزانيا) ۾ لڳ ڀڳ پنج لک ماڻهون جلسي ۾ موجود هئا. آئون انهي دوري مان ڪافي لطف اندوز ٿيس. دنيا ڪيتري نہ بدلجي چڪي هئي. زماني جي رفتار ايتري تہ تيز هئي جو انهي سان قدم ملائڻ ڏکيو نظر پي آيو. ونني مون کي ٿڌائي جي صلاح ڏيندي هئي، پر مون پنهنجي آزادي کان پوءِ پيدا ٿيل جذباتي صورتحال مان وڌ ۾ وڌ فائدو وٺڻ ٿي چاهيو.

قاهره ۾ حسني مبارڪ سان ملاقات کان پوءِ منهنجي تقرير جو پروگرام هو. پر جيئن ئي آئون ۽ ونني ۽ اسان جي وفد جا ٻيا همراهہ هال ۾ گهڙياسين، ماڻهن جي ميڙ سبب منهنجي پير مان بوٽ لهي ويو ۽ منهنجي زال بہ ميڙ ۾ ڪٿي گم ٿي ويئي. مون کي ڏاڍي ڏکيائي سان اسٽيج تي آندو ويو. پر ماڻهو زور زور سان 'منڊيلا، منڊيلا' جا نعرا هڻي رهيا هئا. انهي گوڙ ۽ شور ۾ منهنجو آواز دٻجي ويو ۽ مون کي خطاب ڪرڻ کان سواءِ ئي بوٽن کان سواءِ اسٽيج تان لهي ٻاهر اچڻون پيو. ونني، جنهن کي ڳولهي اسٽيج تي آندو ويو هو، عادت جي خلاف خاموش هئي. قاهرا ۾ مون اعلان ڪيو تہ "اسين جنگ جي حالت جي مهمليءَ تي ويچارڻ جي لاءِ تيار آهيون." اسان مسٽر ڊي ڪلارڪ کي موقعو ڏيڻ ٿي چاهيو تہ هو پنهنجي ووٽرن... ڏکڻ آفريقا جي ڳوري آباديءَ تي واضح ڪري سگهي تہ ڏسو، منهنجي پاليسي ڪيئن نہ ڪم ڏيکاري رهي آهي.

آفريقي دوري کان پوءِ، آئون پنهنجي پراڻي دوست ۽ لا پارٽنر اوليور سان ملاقات جي لاءِ 'اسٽاڪ هوم' وڃي نڪتس. سائس ملڻ جي مون کي ڪافي وقت کان ڏاڍي سڪ هئي. اوليور جي طبعيت صحيح نہ هئي. پر پوءِ بہ اسين اهڙي تہ سڪ ۽ اُڪير مان ملياسين، جو ڄڻ تہ اسين ٻيئي نوجوان ڇوڪرا هجون ۽ ٻاهر کليل فضا ۾ ڊوڙندا وتندا هجون. اسين گڏريل ڏينهن جون ساروڻيون ساريندا رهياسين. پوءِ اسين اڪيلائي ۾ ملياسين ۽ اوليور جيڪا سڀ کان پهرين ڳالهہ ڪئي، اها تنظيم جي قيادت جي باري ۾ هئي. هن چيو، "نيلسن! تو اي. اين. سي جي صدارت سنڀالي وٺ، آئون تہ رڳو تنهنجي خاطر هُل هلاچو ڪندو پيو رهيو آهيان." مون انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيم، "تون منهنجي قيد ۾

هئڻ جي دوران تنظيم جي قيادت جا فرض مون ڪان وڌيڪ سٺي نموني ادا ڪندو رهيو آهين. هاڻي ايئن اوچتو قيادت جي تبديلي غير صحتمندانه ۽ غير جمهوري عمل هوندو. توکي پارٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو آهي. هاڻ تون ايندڙ چونڊن جو اوسيئڙو ڪر." اوليور ڪافي احتجاج ڪيو، پر آئون پنهنجي ڳالهه تي قائم رهيس. بهرحال هن پنهنجي خلوص ۽ انڪساري جو بي پناهه مظاهرو ڪيو هو.

اپريل 1990ع ۾ آئون لنڊن پهتس. جت منهنجي اعزاز ۾ هڪ گيت ۽ سنگيت جي محفل ترتيب ڏني ويئي هئي. ڪيترائي بين الاقوامي شهرت وارا فنڪار موجود هئا. سڄي دنيا جي ٽي وي تان انهي محفل جي تشهير ٿي رهي هئي. مون انهي موقعي کي نسلي متڀيد جي مخالف انهن قوتن جي ٿورائتي هئڻ جي لاءِ غنيمت ڄاتو، جيڪي اسان جي حمايت ۾ ڪم ڪري رهيون هيون ۽ جن اسان جي ملڪ جي پيڙهيل عوام سان سات، ٻڌي ۽ يڪجهتي جو شاندار مظاهرو ڪيو هو.

•

ڪوازولو جو چيف منسٽر، سردار بوٿيليزي، جيتوڻيڪ جواني ۾ اي. اين. سي جي يوٿ ليگ جو ميمبر رهي چڪو هو، پر هو ڪيترن ئي معاملن ۾ ڪانگريس جي پاليسي جو مخالف هو. هن جو نسلي لاڳاپو زولو بادشاهه سيٽي وايو سان هو، جنهن 1879ع جي جنگ ۾ انگريزن کي شڪست ڏني هئي. هاڻ بوٿيليزي پنهنجي ڌار پارٽي انڪاٿا فريڊم پارٽيءَ جو صدر به هو. مون لوساڪاجي دوري ۾ سائنس ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو، پر هو راضي ڪين ٿيو. پوءِ اسان زولو بادشاهه 'گڊول زويلي ٿيني' سان ملڻ جي لاءِ والٽر جي چونڊ ڪئي. پر اها ڪوشش به ڪامياب ٿي نه سگهي. انهيءَ جي دوران نٽال ۾ انڪاٿا فريڊم پارٽي جي ڪن حمايتين نيشنل ڪانگريس جي ميمبرن تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا. فقط مارچ 1990ع ۾ سئو ويهه ماڻهو قتل ڪيا ويا. اهي هڙئي زولو هئا ۽ هڪ ٻئي کي مرڻ مارڻ جي لاءِ تيار هئا. آزاد ٿيڻ جي ٻن هفتن ڪان پوءِ آئون ڊربن ويس ۽ 'ڪنگز پارڪ' ۾ هڪ وڏي ميڙ کي خطاب ڪيم. مون ماڻهن کي پنهنجي ئي ڀائرن جي خلاف هٿيار کڻڻ کان منع ڪئي ۽ چيم، بهتر اهو ٿيندو ته، انهيءَ جي بدران اهي هٿيار سمنڊ جي لهرن جي حوالي ڪيا وڃن. پر مٿن منهنجي ڳالهين جو ڪوبه اثر نه ٿيو ۽ فساد جاري رهيا.

آئون ذاتي طور تي 'پيٽر ميرز برگ' وڃي چيف بوٿيليزي سان ملڻ لاءِ تيار هئس. پر نٽال جا ڪانگريسي اڳواڻ انهيءَ تي راضي نه هئا. بهرحال آئون پيٽرميزر برگ ويس ۽ اتي جي فساد وارن علائقن جو دورو ڪيم. اي. اين. سي جي ڏکويل ميمبرن ۽ گهرائن سان مليس، پر چيف بوٿيليزي سان ملاقات نه ڪيم. جيتوڻيڪ ذاتي طور تي اسين ٻيئي هڪ ٻئي جا مداح هئاسين ۽ اسان جا ويجها لاڳاپا هئا.

•

اسان جي، مسٽر ڊي ڪلارڪ سان سڌي ريت ملاقاتن جي شروعات ٿي چڪي هئي. پر 26 مارچ تي جوهانسبرگ کان ٽيهه ميل پرتي ڏکڻ ۾ 'سيبوڪنگ' جي وسنديءَ

۾ پوليس ڪانگريس جي هڪ ميڙ تي گولي هلائي ۽ پڇندڙ ماڻهن کي بہ نشانو بنايو. ان فائرنگ ۾ ٻارنهن ڄڻا مارجي ويا ۽ سوين ڄڻا زخمي ٿيا. پنهنجي قيادت جي صلاح سان مون مذاڪرات ۾ تعطل جو اعلان ڪري ڇڏيو ۽ ڊي ڪلارڪ تي واضح ڪري ڇڏيم تہ "ڳالهيون ۽ عوام جو قتل عام هڪ ئي وقت جاري رهي نٿا سگهن."

انهيءَ هوندي بہ قيادت جي اجازت سان، ڪيپ ٽائون ۾ ڊي ڪلارڪ سان ملاقات ڪيم ۽ ايندڙ مئي ۾ ڳالهين تي راضپو ڏيکاريم. 'سيبوڪنگ' ۾ پوليس جي قتل عام تي سخت احتجاج ڪيم. جنهن هٿين خالين شيدي رهاڪن کي پنهنجي گولين جو نشانو بنايو هو، پر ڳورن جي احتجاجي مظاهري کي بنا روڪ ٽوڪ جي جاري رهڻ ڏنو ويو هو.

حڪومت کي بہ ڳالهين جي ڪا گهڻي تڪڙ نہ هئي. هن جو خيال هو تہ منهنجي آزادي کان پوءِ جي جذباتي فضا جلدئي ٿڌي ٿي ويندي ۽ هو ماڻهن کي ٻڌائيندا تہ اهو خطاڪار سابق قيدي موجوده حالتن ۾ عوامي رابطي جو اهل نہ رهيو آهي. مسٽر ڊي ڪلارڪ جيڪو ظاهري طرح ترقي پسند نظر اچي رهيو هو. دراصل ڪو ڇوٽڪارو ڏيارينڊڙ ڪين هو. هو ڏاڍي ضابطي وارو ۽ هوريان هوريان اڳتي وڌندڙ شخص هو. هن جي سڌارن جو مقصد پنهنجو پاڻ کي اقتدار کان الڳ ڪرڻ ڪين هو. پر هو نين حالتن ۾ بہ ولنديزي نسل جي ماڻهن جي برتري رکڻ جي رٿا نظر ۾ رکندو هو ۽ ڳوري نسل جي اقتدار جي خاتمي تي ڳالهين جي لاءِ راضي نہ هو.

هو گروهي حقن تي ٻڌل اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيواريءَ جو تہ قائل هو. پر گهڻائي جي حڪومت جو بهرحال مخالف هو. ڇو تہ ايئن ڳوري غلبي جو خاتمون ٿي وڃي ها، هو برطانوي نموني جي جمهوريت جو حامي بہ نہ هو ۽ هر لحاظ کان ڳوري اقليت جي اقتدار جي تحفظ کي مدنظر رکندو هو. ڪارن کي ووٽ جو حق ڏيڻ جي باوجود بہ هو ڳوري اقليت جي ويٽو واري حق جو قائل هو. مون مٿس پڌرو ڪيو تہ اهو نسلي متڀيد جو هڪ نئون بهروپ هوندو. يعني فاتح کي تہ ڪجهہ بہ ڪين ملندو، پر هارايل هڙئي ڪٽي ويندو.

انهن مقصدن کي نظر ۾ رکي حڪومت، انڪاٿا فريڊم پارٽيءَ کي نيشنل ڪانگريس جي مخالفت تي اُڀاري رهي هئي ۽ ڏکڻ آفريڪا جي رنگدار رهاڪن کي پنهنجي ٽار پارٽي ٺاهڻ جي ترغيب ڏيئي رهي هئي. هن جي پروپئگنڊه هئي تہ اي. اين. سي رنگدار ماڻهن جي مخالف آهي ۽ ڏکڻ آفريڪا جي نئين سياسي نظام ۾ چيف بوٿيليزي کي زولو اقتدار برقرار رکڻ جي لاءِ اُڀاري رهي هئي.

•

مئي جي شروعات ۾ بينڪي دور جي اولين گورنرن جي محل "گروٽي شوئر" ۾ ڳالهين ٻولهين جي شروعات ٿي. والٽر سيولو، جوسلوو، احمد ڪيٿرادا ۽ مون سميت ست اڳواڻ وفد ۾ شامل هئا. انهيءَ عمارت ۾ گهڙندي وقت ڪن دوستن مذاق ڪندي چيو، "اسان کي دشمن جي گرائونڊ ۾ راتاهو هڻڻ جي لاءِ نيو پيو وڃي."

اميد جي ابتڙ ڳالهيون نهايت، سنجيده پر سازگار ماحول ۾ ٿيون. ٽن صدين کان

وڙهندڙ حريف پاڻ ۾ ملي رهيا هئا ۽ هڪٻئي سان هٿ ملائي رهيا هئا. ڪيترن کي تہ حيرت هئي تہ اهڙي تنسم جي ڳالهين جو اڳوات بندوبست ڇو نہ ڪيو ويو. حڪومت ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل جو سلوو ۽ 'ايم. ڪي' جي ڪمانڊر جوموڊائيس کي عارضي تحفظ ڏيئي رکيو هو ۽ ٻيئي اقتدار ۾ موجود نيشنل پارٽيءَ جي اڳواڻن سان هٿ ملائي رهيا هئا. اهو هڪ غير معمولي واقعو هو. هڪ دوست اخباري نمائندن کي ٻڌايو تہ "ٻنهي طرفن جا ماڻهون سمجهي رهيا هئا تہ مخالف جا سڱ ڪونهن."

اهي ڳالهيون اسان جي ملڪ جي تاريخ ۾ پيڙهہ جو پٿر ثابت ٿيون. حاڪم ۽ محڪوم جي نظريي جي سچائي ثابت ڪرڻ جي شروعات ٿي رهي هئي. اجلاس ۾ اميدن ماتحت يا درخواست گذار بدران برابريءَ جي حصيدار طور شريڪ ٿي رهيا هئاسين. ڳالهين جو پهريون ڏينهن تاريخي سبق جهڙو انداز رکندو هو. مون 1912ع کان وٺي هيستائين، ڪانگريس جي روئداد ٻڌائي. ڊي ڪلارڪ ٻڌايو تہ علائقائي ترقياتي رٿا، خوشدليءَ سان پيش ڪئي ويئي هئي. پر اهو عمل ۾ اچي نہ سگهيو. جنهن جو ڪيس افسوس آهي. اهو نسلي متڀيد جي باري ۾ سندس افسوس جو اظهار نہ هو. پر اهو ضرور هو تہ هو نيشنل پارٽيءَ جي ٻين اڳواڻن جي پيٽ ۾ نسبتاً ڪجهہ اڳيان وڌيو هو.

سياسي نظربندن ۽ سياسي جلاوطن جي باري ۾ چڱو موچارو اختلاف هوسين. اسان جو چوڻ هو تہ هر اهو شخص جنهن کي سياسي سببن جي ڪري منظر تان هٽايو ويو آهي، اهو سياسي قيدي آهي. حڪومت کي انهيءَ تي اعتراض هو. اسين فوري طور تي ڪنهن گڏيل فارمولا تي سهمت ٿي نہ سگهياسين ۽ اهو مسئلو دير تائين لٽڪندو رهيو.

ٽن ڏينهن جي اجلاس جي پڄاڻي تي اعلان جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ ٻنهي طرفن کان پرامن ڳالهين کي جاري رکڻ جو عهد ڪيو ويو هو ۽ حڪومت هنگامي حالتون ختم ڪرڻ جو وعدو ڪيو، جنهن تي نٽال کان سواءِ، باقي هنڌن تي عمل ٿيو. باقي مسئلن جي لاءِ هڪ گڏيل ورڪنگ گروپ جوڙڻ تي بہ اتفاق ٿيو.

آئيني معاملن جي سلسلي ۾ اسان حڪومت کي ٻڌايو تہ اسين هڪ نئون آئين ٺاهڻ جي لاءِ چونڊيل دستور ساز اسيمبليءَ جا گهرجائو آهيون. پر انهي کان اڳ ضروري آهي تہ وچينءَ مدي واري حڪومت جوڙي وڃي، جيڪا مڙني معاملن جي نگراني ڪري. انهي مقصد جي لاءِ اسان هڪ گهڻ پارٽي ڪانفرنس جو نظريو پيش ڪيو.



مون جلدي قونو پهچڻ ٿي چاهيو. پر منهنجي اها سڌ اپريل جي وچ ڌاري مس وڃي پوري ٿي. حفاظتي انتظامن جو مسئلو بہ هو. تنهن ڪري جڏهن اي. اين. سي ۽ ٽرانسڪي جي ملٽري ڪمانڊر دوري جو بندوبست مڪمل ڪري ورتو، تڏهن مس آئون روانو ٿي سگهيس. منهنجي ذهن ۾ اصل اهميت پنهنجي امڙ جي قبر تي حاضري ڏيڻ جي هئي. تنهن ڪري انهي دوري ۾ آئون سڀ کان پهرين قونو پهتس. جتي منهنجي امڙ دفن هئي. هن جي ساڌي سوڌي قبر بلڪل ٻين قبرن وانگيان هئي. فقط ڪجهہ پٿر ۽ سرون

هتي هُتي ٽڙيون پکڙيون پيون هيون. مون کي سمجھه ۾ نه پئي آيو ته آئون پنهنجي احساسن جو ڪيئن اظهار ڪريان. مون کي افسوس هو ته آئون پنهنجي امڙ وٽ، سندس وفات مهل موجود نه هئس. مون کي انهيءَ ڳالهه تي شرمساري هئي ته آئون سندس زندگيءَ ۾ سندس ڪا سارسنڀال لهي نه سگهيس. مون سوچيو ته ڪاش منهنجا طور طريقا مختلف هجن ها.

آئون هڪ ڊگهي عرصي کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ آيو هئس، جنهن جو ماحول ڪافي بدلجي چڪو هو. منهنجي ننڍپڻ ۾ قونو جا ماڻهون سياست کان واقف نه هئا. نه وري کين آفريقي رهاڪن جي حقن جي جدوجهد جو ڪو شعور هو. هو سڀ حال ۾ مست هئا. زندگيءَ مـان هر لحاظ کان مطمئن هئا. کيـن ڪنهن به تبديليءَ جي خواهش نه هئي. پر هاڻ مون ڏٺو ته اسڪول جا ٻار به اوليور ٽمبو ۽ ايمر. ڪي جا گيت ڳائي رهيا هئا. آئون حيران هئس ته ڪيئن نه آزادي جي تحريڪ آفريقي سماج جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچي چڪي هئي.

ڳوٺ وارن ۾ منهنجي ننڍپڻ جيان اجا به گرم جوشي ۽ سادگي موجود هئي ۽ آئون پراڻن سپنن ۾ گم ٿي ويس. مون کي سندن غربت جي منظر ڏکارو ڪري ڇڏيو. اهي ماڻهو اجا به ڪچين جهوپڙين ۽ ڪنن اگٺن وارن گهرن ۾ بجلي ۽ صاف پاڻيءَ کان سواءِ زندگي گذاري رهيا هئا. منهنجي ننڍپڻ ۾ ڳوٺ صاف سٿرو هو. پاڻي خالص هو ۽ چوڌاري ساوڪ نظر ايندي هئي. ڳوٺ ۾ صفائي جو بندوبست هوندو هو ۽ ٻنين جي سٺي نموني سارسنڀال لڌي ويندي هئي. پر هاڻ هر طرف گندگيءَ جا ڍڳ هئا. پاڻي ملاوتي هو. پلاسٽڪ جون ٿيلهيون ٽڙيون پکڙيون پيون هيون. اسين پنهنجي جوانيءَ تائين پلاسٽڪ کان اڻ واقف هئاسين. قونو ۾ انهيءَ جي موجودگي ايئن لڳي، ڄڻ زمين کي ڪلر لڳي ويو هجي. ڳوٺ ۾ خودداري جو جذبو ختم ٿي چڪو هو.

ساڳئي مهيني مون کي رابن آئي لينڊ به وڃڻو پيو. آئون پنهنجي ساٿين کي نئين حالتن ۾ حڪومت پاران عام معافي جي نظريي کي قبولڻ لاءِ راضي ڪندو رهيس. پر هنن ڪانگريس جي مقصدن کان ٿري وڃڻ جو طعنو ڏنو ۽ چيو ته هو سڄي ڄمار دشمن سان وڙهندا رهيا آهن. مون کين سمجهايو ته هاڻي جيل ۾ رهي، نه پر جيل مان ٻاهر نڪري وطن جي خدمت جو فرض ادا ڪري سگهجي ٿو. ڊگهي بحث ۽ مباحثي کان پوءِ نيٺ هنن منهنجي ڳالهه مڃي ورتي.

آئون انن سالن کان پوءِ رابن آئي لينڊ آيو هئس. منهنجي ذهن ۾ پراڻيون يادون تازيون ٿي رهيون هيون. هتي ڪڏهن مون سان سنگتي ساٿي ملڻ ايندا هئا. هينئر آئون پنهنجن پراڻن ساٿين سان ملڻ آيو هئس. مون کي عجيب قسم جو احساس ٿي رهيو هو.



جون جي مهيني ۾ مون کي يورپ ۽ اتر آمريڪا جي ڇهن هفتن جي دوري تي روانو ٿيڻون هو. تنهن ڪري مون مسٽر ڊي ڪلارڪ سان ملاقات مناسب سمجهي. هن سڌارن جي پس منظر ۾ چيو ته آءٌ بين الاقوامي پابندين جي سلسلي ۾ پنهنجي گهر تي نظرثاني

ڪريان. مون کي خبر هئي تہ يورپي برادري ۽ آمريڪا، انهن پابندين ۾ نرميءَ جي لاءِ تيار ٿي رهي آهي. پر اسان جي نظر ۾ اڃا انهيءَ جو وقت نہ آيو هو. مون صاف صاف چئي ڇڏيو تہ جيستائين نسلي متڀيد جي پاليسيءَ کي مڪمل طور تي ختم نہ ٿو ڪيو وڃي ۽ عبوري حڪومت جو قيام عمل ۾ نہ ٿو اچي، تيستائين اسين پنهنجي حامين کي پابنديون نرم ڪرڻ جي لاءِ راضي ڪري نٿا سگهون. دراصل اسان وٽ اهو هڪ اهم هٿيار هو. ڊي ڪلارڪ مايوس تہ ضرور ٿيو پر ڪيس انهي تي ڪابہ حيرت نہ ٿي.

آئون ۽ وني سپ ڪان پهرين پئرس پهتاسين. جتي فرنڪوئس متران ۽ سندس خوبصورت زال ڊينيلي اسان جو شاندار استقبال ڪيو اهي ٻيئي اسان جا پراڻا حامي هئا. روشنين جي انهيءَ شهر ۾ آئون پهريون گهمرو ڪين آيو هئس. انهيءَ جي واڪاڻ ڪير نہ ڪندو. هتي مون سان هڪ عجيب حادثو پيش آيو. ڏکڻ آفريقا جي حڪومت منهنجي غير موجودگيءَ ۾ هنگامي حالتن جي خاتمي جو اعلان ڪري ڇڏيو. انهي تي مون کي ڪافي خوشي ٿي، پر ان قدم سان سندن مقصد، اقتصادي پابندين جي باري ۾ منهنجي گهر جي اهميت کي گهٽ ڪرڻ هو.

سوئٽزرلينڊ، اٽلي، نيدر لينڊ مان ٿيندو، آئون انگلستان پهتس. جتي ٻن ڏينهن جي لاءِ اوليور ۽ ايڊيليڊ سان گڏ ٽڪيس. هاڻ مون کي آمريڪا وڃڻو هو ۽ پوءِ واپسيءَ تي لنڊن ۾ مسز ٿئچر سان ملاقات ڪرڻي هيم. بهرحال مون تواضع خاطر ڪيس فون ڪئي. هن مون کي زبردست تنبيهہ ڪئي ۽ چيو تہ هوءَ منهنجي چرير جو چڱي طرح جائزو وٺي رهي آهي. منهنجي دورن تي نظر اٿس ۽ هوءَ ڏسي رهي آهي تہ آئون هر روز ڏاڍو مصروف ٿو رهان. هن چيو، ”آئون توکي ڊگهين ڊگهين ملاقاتن جي باري ۾ خبردار ڪرڻ ٿي چاهيان، توکي انهن مان اڌواڌ گهٽائڻ کپن. تنهنجي اڌ جيتري عمر جي ماڻهوءَ کي بہ ايترو پورهيو ڪرڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن تنهنجي اهائي چال رهي تہ پوءِ آمريڪا مان جيئرو موٽي ڪين سگهندين. منهنجي نصحيت تي ڌيان ڌر.“

•

مون پنهنجي جوانيءَ ۾ نيويارڪ جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ ٻڌو سڌو هو. پر هاڻ واقعي انهيءَ شهر ۾ منهنجي موجودگي هڪ دم بخود ڪندڙ تجربو هو. مون کي ٻڌايو ويو تہ اسان جي جلوس ۾ لڳ ڀڳ ڏهہ لک ماڻهو شامل هئا. نيويارڪ وارن جي اها گرم جوشي ۽ نسلي متڀيد جي خلاف اسان جي جدوجهد ۾ حمايت ناقابل فراموش هئي. مون ٻڌو هو تہ اهو سخت دل شهر آهي. پر منهنجو ذاتي تجربو انهي جي ابتڙ نڪتو.

ٻي ڏينهن، آئون هارلم هليو ويس. منهنجي لاءِ اها ڏندڪٿائي سرزمين هئي. آئون  ڪيس پنجاهہ جي ڏهاڪي کان سڃاڻندو هئس، جڏهن سوٽيٽو جا ڇوڪرا هارلي جي جوانن جهڙو فيشن ڪندا هئا. وني، هارلم کي آمريڪا جو سوٽيٽو چوندي هئي. يانڪي اسٽيڊيم ۾، مون هڪ وڏي عام ميڙ کي خطاب ڪيو ۽ چيو تہ ڏکڻ آفريقا جي شيدين ۽ آمريڪا جي شيدين جي وچ ۾ ناقابل شڪست ڳانڍاپو قائم آهي. حقيقت ۾ اسين هڙئي آفريقا جا

پڻ آهيون، انهي سلسلي ۾ مون ڪيترن ئي ڪارن آمريڪين جا نانءُ ورتا. جن زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ نالو ڪمايو هو. جيل وارن ڏينهن ۾ آئون، ڪارن آمريڪين جي نسل پرستي، امتيازي سلوڪ ۽ اڻ برابري واري اقتصادي حالت جي خلاف جدوجهد مان روحاني غذا حاصل ڪندو رهيو هيس. هارلم، اسان جي لاءِ ظلم جي خلاف جدوجهد ڪرڻ ۽ ڪاري هئڻ تي فخر ۽ وڏائي جي علامت هو. هتي مون هڪ نوجوان کي ٽي شرٽ پاتل ڏٺي، جنهن تي لکيل هو.

BLACK BY NATURE, PROUD BY CHOISE

پوءِ، آئون ميمفس ۽ بوسٽن مان ٿيندو، واشنگٽن پهتس. جتي ڪانگريس جي گڏيل اجلاس کي منهنجي خطاب ۽ صدر بُش سان ملاقات جو پروگرام هو. مون ڪانگريس جي ميمبرن طرفان نسلي متيبد جي خلاف قانون سازي ڪرڻ تي، سندن ٿورو مڃيو ۽ اميد ظاهر ڪيم تہ ڏکڻ آفريقا ۾ آمريڪي ڪانگريس جي اعليٰ قدرن تي عمل ڪيو ويندو. مون جارج واشنگٽن، ابراهام لنڪن ۽ ٿامس جيفرسن جهڙن عظيم اڳواڻن جو ذڪر بہ ڪيو ۽ اقتصادي پابنديون جاري رکڻ جي حمايت ڪئي.

صدر بُش سان ذاتي طور تي ملاقات کان پهرين بہ آئون ڪانئس ڪافي متاثر هئس. هو سڀ کان پهريون عالمي اڳواڻ هو، جنهن منهنجي آزادي تي مون کي فون ڪري واڌايون ڏنيون هيون ۽ ٻيو تہ آئون انهن خاص خاص ماڻهن جي فهرست ۾ شامل رهيس، جن کي هو پنهنجي مفيد مشورن سان نوازيندو هو. ڪيترن ئي معاملن تي اختلاف هئڻ جي باوجود بہ صدر بش مون سان نهايت گرم جوشي ۽ خلوص سان مليو. هو هڪ اهڙي عمدي شخصيت جو مالڪ هو، جنهن سان اوهين اختلاف رکڻ جي باوجود بہ ڪيڪار ڪري سگهيا ٿي.

آمريڪا مان آءُ ڪينيڊا ويس، جتي مون وزيراعظم ملروني سان ملاقات ڪئي ۽ پارليامينٽ کي خطاب ڪيم، هاڻ اسان کي آئرلينڊ وڃڻو هو، پر رستي ۾ اسان جي جهاز کي تيل وٺڻ جي لاءِ هڪ ڏورانهين اترينءَ علائقي 'گوزبي' ۾ لهڻو پيو. آءُ ٿوري دير جي لاءِ تازي هوا کائڻ جي لاءِ جهاز مان ٻاهر نڪتس. ڏٺم تہ ڪجھ ماڻهو، جنگهلي سان لڳا بيٺا هئا. خبر پئي تہ اهي 'اسڪيمو' آهن. مون اڄ سوڌي اسڪيمو ماڻهن کي نہ ڏٺو هو. آئون انهن ڏانهن وڌيس . ٻڌن کن نوجوان اتي موجود هئا. اسان کي اڄ تائين اهو ٻڌايو ويو هو تہ اسڪيمون بنهہ ڄٽ، جاهل ۽ اڻ سڌريل آهن. پرسندن زباني معلوم ٿيم تہ هو جهاز جو هن ڏورانهين هنڌ تي اچڻ جو ٻڌي گڏ ٿيا آهن. اهي ڏاڍا باخبر نوجوان هئا. هنن ٽيليويزن تي منهنجي آزاديءَ جو منظر ڏٺو هو. تنهن ڪري ڪين منهنجي باري ۾ چڱي موچاري ڄاڻ هئي.

انهن مان هڪ نوجوان ٻڌايو تہ هو هن علائقي جا اصل رهاڪو آهن، جن کي ڳورن پرمارن غلام بنائي ورتو هو. مون کي سندن ۽ ڏکڻ آفريقي ڪارن جي اهنجن ۽ تڪليفن ۾ هڪجهڙائي نظر آئي. دنيا جي چوٽيءَ تي رهندڙ هڪ نوجوان جي ان باخبري تي مون کي

ڏاڍي حيرت ٿي. هو آفريقا جي انتهائي ڏاکڻي حصي جي هڪ سياسي قيديءَ جي باري ۾ ڪيترو ڪجهه ڄاڻندو هو. آئون حيران هئس تہ منهنجي ڊگهي قيد جي دوران دنيا ڪيتري نہ گڏجي ويئي هئي. ٽيليويزن دنيا کي ويڙهي ڇڏيو هو. اهو جهالت جي خاتمي ۽ جمهوريت جي واڌاري جو هڪ زبردست هٿيار بنجي چڪو هو.

ڊبلن کان ٿيندا هاڻ اسين لنڊن ۾ هئاسين ۽ مون کي مسزٿيچر سان ملاقات ڪرڻي هئي. 'اسڪيمو' همراهن سان ٻاهر کليل فضا ۾ ويهي ڳالهائڻ سبب مون کي سردي لڳي ويئي. هيڏانهن لنڊن ۾ بہ موسم ڪافي خنڪ هو. اسين روانا ٿيڻ لڳاسين تہ ٻاهر مينهن وسي رهيو هو. اسين هوٽل جي لابي ۾ بيٺا هئاسين جو وني مون کي 'رين ڪوٽ' پائڻ جو مشورو ڏنو. جيڪڏهن آئون واپس ڪمري ۾ وڃان ها تہ روانگيءَ ۾ دير ٿي وڃي ها. آئون هميشہ وقت جي پابندي جو قائل رهيو آهيان. انهي لاءِ نہ تہ ٻين ماڻهن جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي مثال ڪري پيش ڪريان، پر انهيءَ ڪري بہ تہ مغربي ماڻهو آفريقين کي فطري طور تي سست هئڻ جو طعنو هڻندا هئا. منهنجي لاءِ اهو طعنو ٻڌڻ وس کان ٻاهر هو.

تنهن ڪري مون وني جو مشورو ڪين قبوليو. پوءِ مينهن وسندي، بيٺي بيٺي ٻارن کي آٽوگراف بہ ڏيڻا پيا ۽ جڏهن اسين مسزٿيچر وٽ پهتاسين تہ سيءَ سبب آئون ڏڪي رهيو هئس. پوءِ تپاس مان پتو پيو تہ مون کي نمونيا ٿي پيئي آهي. بهرحال، مسزٿيچر سان ملاقات ۾ ڪابہ شئي حائل ٿي نہ سگهي. البت هن مون کي ڪنهن ماستريائي جي انداز ۾ ڪن مهٽ ڪئي تہ مون سندس صلاح مڃي پنهنجي ڊگهي پروگرام ۾ ڪمي ڇو نہ ڪئي. جيتوڻيڪ ڪيترن ئي معاملن، خاص ڪري، اقتصادي پابندين جي باري ۾ مسزٿيچر جو نقطہ نظر اي. اين. سي کان مختلف هو، پر هوءَ سدائين جيان صاف گوءِ فڪرمند خاتون هئي.



جولاءِ ۾ آئون پرڏيهي دوري تان واپس آفريقا موٽيس ۽ پوءِ يوگنڊا، ڪينياءِ موزمبيق جي مختصر دوري تان واپس ورڻ تي مون ٻيهر مسٽر ڊي ڪلارڪ سان ملاقات جي خواهش جو اظهار ڪيو. ملڪ ۾ تشدد وارين ڪاروائين ۾ واڌارو ٿي چڪو هو. 1990ع ۾ پندرهن سئو کان بہ وڌيڪ انسان ماريا ويا. مون پنهنجي ساٿين سان صلاح سان فيصلو ڪيو تہ اسان کي حالتون معمول تي آڻڻ جي جدوجهد ڪرڻي پوندي. اسان جو وطن رت ۾ رڱجي رهيو هو.

حڪومت پاران هنگامي حالت جي خاتمي سان ڳالهين جي فضا جڙي رهي هئي. پر اوچتو، جولائي ۾ سيڪيورٽي فورس اي. اين. سي جي چاليهن اهم ميمبرن کي گرفتار ڪري ورتو، جن ۾ ميڪ مهاراج، گورڌن ۽ بلي نائر شامل هئا. مٿن ڪميونسٽ پارٽي پاران، حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي سازش ۾ شريڪ ٿيڻ جو الزام هو. جنهن کي 'آپريشن وولا' جو نالو ڏنو ويو.

ڊي ڪلارڪ مون کي ملاقات جي لاءِ سڏرائي ورتو ۽ ڪجهہ ڪاغذن مان ٽڪرا

پڙهي ٻڌايا، جيڪي جوابدارن جي قبضي مان حاصل ڪيا ويا هئا. مون کي انهي معاملي جي ڪابہ خبر نہ هئي. مون جوسلوو سان ڳالهايو. هن چيو تہ ڊي ڪلارڪ توکي جيڪي ڪجهہ ٻڌايو آهي، اهو صحيح ڪونهي. ’وولا‘ بذات خود هڪ جوکم وارو آپريشن آهي. ايئن ڪري اصل ۾ حڪومت اي. اين. سي ۽ ڪميونسٽ پارٽي جي وچ ۾ وڇوٽيون پيدا ڪرڻ جي سازش ڪري رهي آهي. آئون ٻيهر ڊي ڪلارڪ سان مليس ۽ ڪيس صحيح صورتحال کان واقف ڪيم ۽ ڪيس صاف صاف ٻڌايم تہ اسين ڪميونسٽ پارٽي سان لاڳاپو ٽوڙڻ يا پنهنجي ڳالهين واري ٽيم مان جوسلوو کي ڌار نٿا ڪري سگهون.

’ايگزيڪيوٽو ڪميٽي‘ جي اجلاس کي ٿورو اڳ جوسلوو مون سان اڪيلائيءَ ۾ مليو ۽ چيائين تہ حڪومت جي سازشن کي ناڪام بڻائڻ جو بهترين طريقو اهو آهي تہ اسين پاڻ مرادو هٿياربند جدوجهد جي معطليءَ جو اعلان ڪيون. مون کي سائس اتفاق ڪونہ هو. پر غور ڪيم تہ مون کي هن انقلابي شخص جي رٽ تي ها ڪرڻي پئي. مون جوسلوو کي چيو تہ هو اها رٽ ايگيزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ پيش ڪري. ڪميٽيءَ جي ڪيترن ئي ميمبرن انهي تي اعتراض ڪيو. اسان جي ’ايم. ڪي‘ جي بهادر ساٿين کي بہ انهيءَ تي اعتراض هو. هو هٿياربند جدوجهد کي دشمن سان ويڙهاند جي اهم ترين نشاني سمجهندا هئا. پر مون جوسلوو جي تائيد ڪئي ۽ چيم تہ هاڻ جڏهن حڪومت ڳالهين ٻولهين جي ميز تي اچي رهي آهي تہ پوءِ اسان کي هٿياربند جدوجهد کي معطل ڪرڻ کپي. پر انهي معطلي جو مطلب هڪدم جدوجهد کي ختم ڪرڻ ڪونهي. ڪيترن ئي ڪلاڪن جي بحث ۽ مباحثي کان پوءِ اسان جي ڳالهہ مڃي ويئي.

6 آگسٽ تي پريٽوريا ۾ اي. اين. سي ۽ حڪومت جي وچ ۾ ”پريٽوريامنٽ“ تي صحيحون ٿيون. اسان هٿياربند جدوجهد کي معطل ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ حڪومت تمام جلد سيني سياسي قيدين جي آزادي ۽ معافي جو عام اعلان ڪرڻ جو وعدو ڪيو. انهيءَ ۾ ’انٽرنل سيڪيورٽي ايڪٽ‘ تي نظرثاني بہ شامل هئي.



ملڪ ۾ تشدد جي واقعن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو پي ويو. اسان جو اهو تصور غلط پي ثابت ٿيو تہ ڳالهين ٻولهين سان تشدد جو خاتمون ٿي ويندو. ماڻهون انهي تشدد جي پٺيان پوليس ۽ سيڪيورٽي فورس وارن جو هٿ ڏسي رهيا هئا. سندن چوڻ هو تہ اصل ۾ حڪومتي ادارا ئي انهي باهہ کي ڀڙڪائي رهيا آهن.

مون جوهانسبرگ جي ڏکڻ ۾، فسادن کان متاثر علائقن جو دورو ڪيو ۽ متاثر ماڻهن سان مليس. مون کي هر هنڌ هڪ ئي ڪهاڻي ٻڌائي ويئي: ”پوليس ۽ سيڪيورٽي فورس وارا حالتون خراب ڪري رهيا آهن. اهي ماڻهن کان جيڪي هٿيار ڦرين ٿا، ٻي ڏينهن انهن ئي هٿيارن سان ’انڪاٿا‘ فورس وارا آبادين تي حملو ڪن ٿا. پوليس باقاعده سندن ساٿ ڏيندي آهي.“

سيپٽمبر ۾ مون پنهنجي تقرير ۾ انهيءَ شڪ جو اظهار ڪيو تہ ’انهي تشدد جي

پويان ڪا ٽين قوت' آهي جيڪا بهرحال، ڳالهين کي ناڪام بنائڻ ٿي چاهي. انهيءَ 'ٽين طاقت' ۾ پوليس جا پاڇوڪڙ شامل آهن، جيڪي اي. اين. سي ۽ آزاديءَ جي تحريڪ کي تباهه ڪرڻ ٿا چاهين.

اسان کي اطلاع مليو ته 'انڪاٿا فريڊم پارٽي' جا هٿاربند 22 جولاءِ تي سيبوڪنگ جي وسنديءَ تي حملي ڪرڻ جي رٿابندي ڪري رهيا آهن. اسان انهيءَ جو اطلاع هڪدم حڪومت جي واسطيدار ادارن ۽ عملدارن تائين پهچايو ۽ واقعي ايئن ئي ٿيو. انڪاٿا وارن وسنديءَ تي حملو ڪري ڏنو. ۽ هر شئي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏي. ٽيهن ماڻهن کي نهايت بي دردي سان قتل ڪيو ويو. جن ۾ هڪ عورت به شامل هئي، جنهن جي ڇاتي چيري ويئي هئي. اهو سڀ ڪجهه پوليس جي موجودگيءَ ۾ ٿيو. ٻي ڏينهن مون وسنديءَ ۾ وڃي، خود حالتن جو جائزو ورتو. اها شيطاني راند هئي. ڪوبه انسان اهڙو ظالماڻون ڪم ڪري نه ٿي سگهيو.

آئون مسٽر ڊي ڪلارڪ سان مليس ۽ وٽس انهي ظلم ۽تشدد تي احتجاج ڪيم. مون چيو ته اسان اڳواٽ اوهان کي اطلاع ڏيئي ڇڏيو هو. پر پوءِ به اهو ظلم ٿي ويو. ڪنهن کي به گرفتار نه ڪيو ويو. پوليس هٿ تي هٿ رکيو ويٺي هئي. نيٺ به ته هي سڀ ڪجهه ڪيئن ٿيو؟ ڊي ڪلارڪ وٽ انهي جو ڪوبه جواب نه هو. هو خاموش ويٺو سڀ ڪجهه ٻڌندو رهيو. انهي قسم جو هڪ ٻيو غير انساني واقعو نومبر ۾ به ٿيو، جڏهن جوهانسبرگ جي اتر ۾ 'زونڪي زوزي' جي ڪيمپ تي انڪاٿا وارن حملو ڪري ڏنو. ڪيترن ئي ماڻهن کي قتل ڪيو ويو. ڦرلٽ ڪئي ويئي ۽گهرن تي قبضو ڪيائون. وسندي جي رهاڪن جو چوڻ هو ته پوليس جي هشيءَ تي ئي انڪاٿا وارا حملا ڪري رهيا آهن. حڪومت اجا به خاموش هئي. ڏکڻ آفريقا ۾ ڪارن جي زندگي ڏاڍي سستي ٿي رهي هئي.

مون هڪ ڀيرو ٻيهر ڊي ڪلارڪ سان ملاقات ڪئي. سندس قانون و امن وارو وزير ادريان به موجود هو. مون نسادن ۽ رتوڇاڻ تي سخت احتجاج ڪيو ۽ سوال ڪيم ته حڪومت اهو ڇو نه روڪي سگهي؟ ڊي ڪلارڪ، ادريان کان انهيءَ جو سبب پڇيو، پر هن جو رويو بنهه غير انساني هو، هن ولنديزي انداز ۾ ورائيو، "اهو آفريقي قبيلن جي اندروني ڇڪتاڻ جو نتيجو آهي، جيڪا نامعلوم زماني کان هلندي پئي اچي." سندس چوڻ هو ته ڪجهه ماڻهن زمين تي ناجائز قبضو ڪري رکيو هو. انهي ڪري ٻين کين ڌڪي ٻاهر ڪڍيو. مون چيو اها زمين کين واسطيدار عملدارن الاٽ ڪئي هئي. ڊي ڪلارڪ تحقيقات جو وعدو ڪيو، پر اهو ڪڏهن به پورو نه ٿيو.

انهيءَ دوران حڪومت هڪ ٻيو نقصان وارو قدم کنيو، جنهن سان اسان کي ڊي ڪلارڪ جي نيت تي شڪ ٿيڻ لڳو. حڪومت پاران زولو قبيلن کي آفريقا ۾ استعمال ٿيندڙ عام قسم جا هٿيار پاڻ وٽ رکڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي. هن کان اڳ 'انڪاٿا' وارا انهن ئي هٿيارن سان اسان جي ماڻهن کي قتل ڪندا رهيا هئا.

انهي تشدد ۽ فسادن جي ڪري اسان جي ڳالهين جي مخالف ساٿين هڪ ڀيرو ٻيهر حڪومت ۽ اي. اين. سي جي لاڳاپن تي نظرثاني ڪرڻ جي گهر جو موقعو ملي ويو. اي. اين. سي ۽ انڪاٿا وارن ۾ کليل جنگ جو خطرو صاف نظر اچي رهيو هو. اسان کي پڪ ٿي ويئي ته پوليس ۽ سيڪيورٽي فورس جا عملداران 'ٽين قوت' جي مدد ڪري رهيا آهن ۽ حڪومت پنهنجي نڪ جي هيٺان ٿيندڙ حالتن کان بي خبر آهي. اسان جي شڪ کي، انهن اخباري رپورٽن سان به تقويت ملي ته پوليس ڳجهي نموني 'انڪاٿا' کي مالي مدد به ڪري رهي آهي.

تشدد جي ڪاروائين جي پس منظر ۾، مون هٿياربند جدوجهد کي معطل ڪرڻ تي ٻيهر ويچارڻ شروع ڪيو. ڪانگريس جا ڪيترائي ميمبر بي قابو ٿي رها هئا. تنهن ڪري سيپٽمبر ۾ مون هڪ پريس ڪانفرنس ۾ اعلان ڪيو ته لڳاتار تشدد وارين ڪاروائين جي ڪري ممڪن آهي ته اسان کي هڪ ڀيرو ٻيهر هٿيار کڻڻ جي گهرج پئجي وڃي. صورتحال نهايت گنڀير هئي، مفاهمت جي جذبن جو خاتمون ٿيندو پي نظر آيو.

•

ڊسمبر 1990ع ۾ اوليور ٽيمبو، ٽيهن سالن جي جلاوطني کان پوءِ واپس وطن وريو، ڪيس اسان پنهنجي وچ ۾ ڏسي بيحد سرها ٿياسين. هن هڪ مشاورتي اجلاس ۾ به شرڪت ڪئي، جنهن اندرين ۽ ٻاهرين ملڪ کان ڏيڍ هزار کان به وڌيڪ نمائندا موجود هئا. اوليور اهو شخص هو، جنهن نهايت مايوس ڪندڙ حالتن ۾ اي. اين. سي جي بهترين اڳواڻي ڪئي هئي. اسان جي طويل قيد جي دوران، اوليور ئي هو، جنهن اي. اين. سي کي بين الاقوامي سڃاڻپ بخشي هئي. حقيقت ۾ هو هڪ سپاهي، ڊپلوميٽ ۽ دانشور هو. ڪانفرنس ۾ اوليور جي خطاب هڪ طوفان برپا ڪري ڇڏيو. هن اقتصادي پابندين جي پاليسي جي کليل مخالفت ڪئي ۽ چيو ته يورپي طاقتون هينئر انهي جي حق ۾ نه آهن. تنهن ڪري اسان کي اڳرائي ڪري انهي تي نظرثاني ڪرڻ کپي، نه ته انهي جو اصل فائدو ڊي ڪلارڪ کي پهچندو.

ڪانگريس، اوليور جي تقرير جي عمومي طور تي تائيد ڪئي، پر اقتصادي پابندين جي باري ۾ سندس صلاح قابل قبول نه سمجهي. مون کي به ڪيترن ئي دوستن جي تنقيد کي منهن ڏيڻون پيو. سندن چوڻ هو ته آئون ذاتي ڊپلوميسي ۾ رڌل آهيان ۽ ڪانگريس جي قيادت کي اعتماد ۾ نٿو وٺان. ڪنهن به تنظيم جي اڳواڻ کي عوام جي ڳالهين تي ڌرڻ کپي. مون کي انهيءَ سان اتفاق هو. پر مون اهو به سمجهيو ٿي ته هيستائين اسان جي ڪاميابي ۾ ڳجهين ڳالهين جو به هٿ هو. ذاتي ملاقاتون به ڪافي مفيد هونديون آهن.

تشدد جي واقعن ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو پي ويو. ان صورتحال جي پيش نظر مون ڊربن جي رائل هوٽل ۾ چيف بوٿيليزي سان ملاقات جو بندوبست ڪيو. هن شڪايتن جي هڪ وڏي لسٽ شروع ڪري ڇڏي. پر مون جوابي تقرير ۾ سيني اختلافي معاملن کي نظر انداز ڪندي پنهنجي آزادي جي سلسلي ۾ سندس ڪوشش جو ذڪر ڪيو ۽

سنڌس ٽورو ميمبر ۽ گڏيل مقصدن جي نشاندهي ڪيم. پوءِ اسان هڪ ضابطہ اخلاق تي صحيحون ڪيون، جنهن تي جيڪڏهن خلوص سان عمل ڪيو وڃي ها تہ مون کي پڪ آهي تہ قتل ۽ رتوڇاڻ کي روڪي سگهجي ها.

پر انڪاٿا وارن، تشدد وارن قدمن کي جاري رکيو ۽ سوين ماڻهو مارجي ويا. فقط مارچ جي مهيني ۾ اليگزينڊرا ٽائون شپ ۾ حملي جي دوران پنجيتاليهہ ماڻهن کي ماريو ويو. پر ڪابہ گرفتاري عمل ۾ نہ آئي. اسان جي اپيلن جو ڪوبہ اثر نہ پيو ٿيو. اسان کي پڪ ٿي ويئي هئي تہ انهي قتل عام جي پويان حڪومت جو هٿ آهي ۽ هن ڳالهين کي ناڪام بنائڻ ٿي چاهيو.

اپريل ۾ ڪانگريس جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ کليل نموني چيو ويو تہ انهي قتل عام جي ذميداري حڪومت جي مٿان آهي. اسان حڪومت کان هڪ کليل خط ۾ گهر ڪئي تہ وزير دفاع ۽ امن امان واري وزير کي هٽايو وڃي. سرعام هٿيار کڻي هلڻ تي پابندي هنئي وڃي. اهڙين سيني ورڪرز هاسٽلن کي بند ڪيو وڃي جن ۾ انڪاٿا جا ميمبر رهن ٿا. ۽ سيڪيورٽي فورس وارن جي قدمن جو جائزو وٺڻ جي لاءِ هڪ خود مختيار ڪميشن جو قيام عمل ۾ آندو وڃي.

اسان حڪومت کي هڪ مهيني جي مهلت ڏني. جنهن جي دوران مسٽر ڪلارڪ مئي مهيني ۾ مختلف سياسي پارٽين جي هڪ ڪانفرنس سڏرائڻ جو اشارو ڏنو. پر اسان اهو چئي اها دعوت رد ڪري ڇڏي تہ حڪومت کي چڱي طرح پتو آهي تہ ڏي فساد کي ختم ڪرڻ جي لاءِ ڇا ڪرڻ کپي. اسان حڪومت سان ڳالهيون پولهيون ختم ڪرڻ جو بہ اعلان ڪري ڇڏيو.



جولاءِ 1991ع ۾ ٽيهن سالن کان پوءِ اي. اين. سي جي ساليانی ڪانفرنس ڏکڻ آفريقا جي سرزمين تي ٿي. جنهن ۾ ملڪ جي اندران ۽ ٻاهرين ملڪن مان سوين هزارن جي لڳ ڀڳ مندوب شريڪ ٿا. انهيءَ موقعي تي اتفاق راءِ سان مون کي ڪانگريس جو صدر ۽ سائرل راماٿوسا کي سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. راماٿوسا هڪ متحرڪ ۽ فخر لائق نوجوان هو. سنڌس چونڊ مان اهو پڌرو هو تہ هاڻي ڪانگريس جي اڳواڻي نوجوانن جي حوالي ڪئي پئي وڃي. هو نيشنل مائينز ورڪرز يونين جو سيڪريٽري جنرل بہ رهي چڪو هو. انهيءَ ڪانفرنس جي سڀ کان اهم ڳالهہ اها هئي تہ آفريقن نيشنل ڪانگريس، جيڪا گذريل ٽيهن سالن کان هڪ غير قانوني، زير زمين تحريڪ طور ڪم ڪندي رهي هئي، تنهن کي قانوني، عوامي سياسي پارٽيءَ ۾ بدلائڻ جو اعلان ڪيو ويو. ڪانگريس جي پراڻي قيادت سالن کان قيد يا جلاوطنيءَ ۾ هئي. تن جي نسبت نوجوان سياست جي باري ۾ وڌيڪ سمجهہ ۽ ادراڪ رکيو ٿي. تنهن ڪري ضروري هو تہ تنظيم ۾ وڌ ۾ وڌ نوجوان مردن ۽ عورتن کي سمويو وڃي.

هينئر اسان جي سامهون تنظيمي، بلڪ فلسفيانہ مسئلا بہ پکڙيا پيا هئا. دشمن جي

خلاف جنگي ڪارروائين جي دوران، ڪنهن تنظيم کي متحد رکڻ سولو هوندو آهي. پر ڳالهين جي ميز تي ويهي هڪ نئين، پر حڪيمانه پاليسي تخليق ڪرڻ جي گهرج هوندي آهي. هاڻي نه رڳو اسان کي مختلف گروهن، بلڪ مختلف نقطه نظرن کي به گڏ ڪرڻو هو. اينڊڙ ڪجهه مهينن جي دوران اسان ست لک نوان ميمبر ڪانگريس ۾ شامل ڪيا. جن ۾ گهڻا تڻا ٻهراڙي جي علائقن مان هئا. جتي اڳ ۾ پارٽي ڪمزور حالت ۾ هئي. ٻي طرف حڪمران نيشنل پارٽي به پنهنجا دروازا ڳورن کان علاوه ٻين لاءِ به کولي ڇڏيا هئا. هوءَ رنگدار ۽ هندستاني رهاڪن کي تيزيءَ سان پاڻ ڏانهن ڇڪي رهي هئي.

منهنجي آزادي کان پوءِ حڪومت لڳاتار منهنجي زال جي خلاف زبردست مهم هلائي رهي هئي. مٿس چئن نوجوانن جي اغوا ۽ هڪ جي قتل جو الزام هنيو ويو هو. اسان جي اها شديد خواهش هئي ته جيترو ٿي سگهي، اوترو جلد عدالت ۾ سندس بي گناهي ثابت ڪئي وڃي.

فيبروريءَ ۾ سپريم ڪورٽ ۾ ڪيس جي شروعات ٿي. آئون خود به گهڻو تڻو عدالت ۾ موجود رهندو هئس. جارج بزاس ڏاڍي مهارت سان وني جو بچاءُ ڪيو. اٽڪل ٽن مهينن کان پوءِ عدالت ڪيس ڏوهه ۾ سهڪاري قرار ڏنو. پر اهو به مڃيو ته هو بذات خود ڏوهه ۾ حصو ناهي ورتو. ڪيس ڇهه سال قيد جي سزا ٻڌائي وئي. پر اپيل ڪرڻ تي ڪيس ضمانت تي ڇڏيو ويو. جيستائين منهنجو تعلق آهي ته مون کي سندس بي گناهي تي ڪوبه شڪ نه هو.



20 ڊسمبر 1991ع تي جوهانسبرگ جي "ورلڊ ٽريڊ سينٽر" ۾ حڪومت ۽ ڏکڻ آفريڪا جي سياسي تنظيمن جي وچ ۾ ڳالهين جي شروعات ٿي. جنهن ۾ گڏيل قومن، دولت مشترڪ، يورپي برادري ۽ آفريقي اتحاد جي تنظيم مبصر طور شرڪت ڪئي. اهو 1909ع کان پوءِ جو اهم ترين دستوري ڪنوينشن هو، جڏهن ڪيپ ۽ نٽال جي برطانوي بيٺڪن ۽ ٽرانسوال ۽ اورنج فري اسٽيٽ جي اڳوڻين بوئر جمهوريتن هڪ يونين قائم ڪرڻ تي اتفاق ڪيو هو. پر ٻنهي ۾ هڪ زبردست فرق هو. 1909ع جي ڪنوينشن ۾ جمهوري اقتدار جي نفي ڪئي وئي هئي، انهيءَ ۾ هڪ به ڪارو نمائندو شريڪ نه هو، جڏهن ته 1991ع جي ڪنوينشن ۾ ڪارن جي گهڻائي هئي.

اسان جو رٿابندي وارو وفد، جنهن ۾ جوسلوو، سائرل راماڦوسا، ۽ ولي موسلي شامل هئا، ڪيترن ئي مهينن تائين چونڊن، نئين آئين، آئين ساز اسيمبلي ۽ عبوري حڪومت جي باري ۾ ڳالهيون ڪندو رهيو. ويهه مختلف سياسي پارٽين ۽ هوم لينڊ جي حڪومتن جي نمائندن اڳ ۾ ئي ڪنوينشن جي مقصدن سان اتفاق ڪيو هو.

پر پان آفريڪنسٽ ڪانگريس، اي. اين. سي سان اڳ ۾ طئي ڪيل معاهدي جي باوجود به ڳالهين ۾ شرڪت کان انڪار ڪيو ۽ الزام هنيو ته حڪومت ۽ اي. اين. سي ملي ڀڳت ڪري رهيا آهن. درحقيقت پنهنجي ڪمزور سياسي حيثيت جي ڪري ڪين

جمهوري انداز جون چونڊون گوارا ڪين هيون. چيف بوٿيليزي به بائيڪاٽ جو فيصلو ڪيو. سندس چوڻ هو ته انڪاٿا جي وفد ۾ شاهه زويلي ٿهيني کي به شريڪ ڪيو وڃي. اسين انهيءَ رٿ جا مخالف هئاسين ۽ چاهيوسين ٿي ته شاهه کي سياست کان مٿاهون رهڻ کپي. نه ته ڏکڻ آفريقا جو هر قبيلو پنهنجي پنهنجي سردار کي ڪنوينشن ۾ موڪلڻ تي زور ڀريندو.

سياسي لحاظ کان اهو ڪنوينشن بين آفريقي ملڪن جهڙوڪ انگولا ۽ زمبابوي کان مختلف هو. اتي پرڏيهي ثالث ڪرائيندڙن جي ضرورت هئي. جڏهن ته اسين پاڻ ۾ ويهي معاملا طئي ڪري رهيا هئاسين. مسٽر ڊي ڪلارڪ هڪ اهڙي عبوري حڪومت جي قيام جي ڳالهه ڪئي، جنهن ۾ سڀني جي جمهوري انداز ۾ شرڪت ممڪن هجي. نيشنل پارٽي جي وفد جي اڳواڻ ديوي ڊي وليئرز ته ايستائين به آڇ ڪئي ته هو نسلي متييد جي باري ۾ معذرت ڪرڻ جي لاءِ تيار آهن.

مون پنهنجي مهورتي ريمارڪس ۾ انهي ڳالهه تي زور ڀريو ته حڪومت پنهنجو اقتدار انهن ماڻهن کان حاصل ٿي ڪري، جن تي ڪيس حڪومت ڪرڻي هوندي آهي ۽ هتي اسين هڪ جائز ۽ قانوني حق جي قيام جي لاءِ گڏ ٿيا آهيون. هي ڪنوينشن هڪ چونڊيل اسيمبلي ۽ نئين آئين جي لاءِ رستو ناهيندا. اميد آهي ته اهو سڀ ڪجهه 1992ع ئي وجود ۾ اچي ويندو. مون زور ڏيئي چيو ته قومي اتحاد تي ٻڌل هڪ حڪومت جيترو ٿي سگهي اوترو جلد جوڙي وڃي، جيڪا چونڊن، رياستي وسيلن ۽ فوج جي سارسنڀال ۽ هڪ غير نسلي، جمهوري ڏکڻ آفريقا تائين پهچڻ جي معاملن جي نگراني ڪري.

ڪنوينشن جي پهرينءَ ڏينهن نيشنل پارٽي ۽ اي. اين. سي 'اعلان مقاصد' جي تصديق ڪئي. جنهن موجب هڪ اڻ ورهايل ڏکڻ آفريقا جي نظريي جي سڀني سياسي پارٽين کي تائيد ڪرڻ جي لاءِ چيو ويو هو. جنهن ۾ آزاد ۽ خودمختيار عدليه، قانون جي نقطه نظر موجب سڀني ماڻهن ۾ مساوات ۽ شهري آزاديءَ جي ضمانت ڏني ويندي. ووٽرن جي هڪئي گڏيل فهرست هوندي ۽ چونڊون بين الاقوامي طور تي مڃيل بالغ راءِ ڏيندڙن موجب ٿينديون. انهي موقعي تي مختلف مامرن جي پورائي لاءِ سفارشون پيش ڪرڻ جي لاءِ پنج ورڪنگ گروپ به جوڙيا ويا.

ڪنوينشن جي مهورت کان اڳ مسٽر ڊي ڪلارڪ درخواست ڪئي ته ڪيس پڇاڙي واري تقرير جو موقعو ڏنو وڃي. مون پنهنجن دوستن کي انهي تي راضي ڪري ورتو ته انهيءَ کي مسئلو نه بڻايو وڃي. ڪنوينشن ۾ سڀ ڪجهه نيڪ ناڪ طريقي سان هلندو رهيو. پر جيئن ئي ڊي ڪلارڪ پنهنجي پڇاڙيءَ واري تقرير شروع ڪئي، ماحول هڪدم بدلجي ويو. هن نيشنل ڪانگريس تي آروپ لڳايو ته هوءَ معاهدن جي پابندي نٿي ڪري. وٽس اجا سوڌي هڪ نجي فوج آهي ۽ هوءَ پنهنجي هٿيارن ۽ ڳجهن هنڌن کي حڪومت تي ظاهر نه ٿي ڪري. هن جي ڳالهائڻ جو انداز اسڪول ماستر جهڙو هو، جيڪو جڻ شاگردن کي دٻ پٽي رهيو هجي. هن غير محتاط انداز ۾ سوال اٿاريو ته ڇا اي. اين. سي تي

پروسو ڪري سگهجي ٿو تہ هوءَ ڪنهن ٺاهہ تي صحيح جي پابندي ڪري سگهندي؟

اهو سڀ ڪجهہ سهپ کان ٻاهر هو ۽ ڊي ڪلارڪ کي وڏيڪ ڳالهائڻ جي موڪل ڏيڻ چريائپ هجي ها. هن جي تقرير کان پوءِ اجلاس کي ختم ٿيڻو هو. تنهن ڪري آءٌ هڪدم اٿيس ۽ ڪاوڙيل آواز ۾ سندس ڳالهين جو جواب ڏيڻ شروع ڪيم. مون کي انهي کان سواءِ اجلاس جي پڄاڻي منظور نہ هئي.

مون چيو، هو هڪ غير قانوني اقليتي حڪومت جو صدر آهي. جنهن جو ڪوبہ اخلاقي معيار ڪونهي. ان قسم جي سياست، جي پيش نظر، جنهن جو اڄ مظاهرو ٿيو آهي، تمام گهٽ ماڻهون، انهيءَ سان معاملا طئي ڪرڻ جا روادار هوندا. اسان ڪيس اختتامي لفظ چوڻ جي موڪل ڏني هئي. پر هاڻي پتو پيو آهي تہ سندس نيت نيڪ ڪونهي. اهو غلط طريقو آهي. اسين انهي جو جواب ضرور ڏيندا سين. اسان جي لاءِ مسٽر ڊي ڪلارڪ جي ڳالهائڻ جو انداز نيڪ ڪونهي. امن ڳالهين ۾ اڳرائي حڪومت نہ پر اي. اين. سي ڪئي هئي. پر اها حڪومت ئي آهي، جيڪا ڪيترن ئي موقعن تي پنهنجي عهد جي پابندي ڪري نہ سگهي. اي. اين. سي تي انهيءَ طريقي سان حملي جو ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو. اسان قومي امن جي خاطر هٿيارٻند جدوجهد کي معطل ڪيو هو. پر حڪومت اها جاري رکڻ تي هوڏ ٻڌي بيٺي آهي. اسين پنهنجا هٿيار انهي وقت جمع ڪرائيندا سين، جڏهن حڪومت جو هڪ حصو هونداسين. اڳواٽ نہ. حڪومت ٻٽي ايجنڊا تي عمل ڪري رهي آهي. هيئنر بہ هو اسان سان ڳالهين جي باوجود بہ اسان جي مخالف انڪاٿا وارن جي هر قسم جي مدد ڪري رهي آهي. ڪين لکن جي امداد ڏني پيئي وڃي. جيڪڏهن مسٽر ڊي ڪلارڪ کي انهي جي خبر ڪونهي تہ پوءِ اهڙو شخص ملڪ جي صدر جي عهدي تي رهڻ جي قابل نٿو ٿي سگهي.

آئون ڏاڍو سخت ڪاوڙيل هئس. پر ڳالهين جي سڄي جهاز کي ٻوڙڻ جو خواهشمند نہ هئس. مون پڄاڻي مصالحانہ انداز ۾ ڪئي. "منهنجي گهر آهي تہ مسٽر ڊي ڪلارڪ پنهنجا سڀ پتا ميز تي رکي ڇڏي. اسان کي حڪومت ۾ گڏجي ڪم ڪرڻون پوندو. ڪابہ ڳجهي ايجنڊا نہ هئڻ کپي. سندس اهو گمان غلط آهي تہ هو اسان تي حملو ڪندو ۽ اسين مات ڪريو ويٺا هونداسين. آءٌ سندس ڪيل غلطين جي باوجود بہ ساڻس گڏجي ڪم ڪرڻ جي لاءِ راضي آهيان."

ٻي ڏينهن جي اجلاس ۾ اسان ٻنهي خوشگوار موڊ جو اظهار ڪيو. جڻ ڪلهوڪي ڳالهين مان ڪوبہ نقصان ناهي ٿيو. اسان ٻنهي سيني جي سامهون هٿ ملايو ۽ چيو تہ اسين گڏجي سڏجي ڪم ڪنداسين. پر نقصان تہ بهرحال ٿي چڪو هو.

•

ڪنوينشن جي ڇهن هفتن کان پوءِ، ٽرانسوال جي يونيورسٽي ٽائون ۾. جيڪو نيشنل پارٽيءَ جو ڳڙهہ سمجهيو ويندو هو. چوٿي چونڊ ۾، ڪنزرويٽو پارٽي، نيشنل پارٽيءَ کي شڪست ڏني. اهو حڪومت جي لاءِ سخت آزمائش جو وقت هو. ڪنزرويٽو پارٽي، جنهن

جا ولنديزي نسل جا رهاڪو ميمبر هئا. حڪومت جي ڳالهين جي پاليسيءَ جا سخت مخالفت هئا. چونڊ نتيجا مسٽر ڊي ڪلارڪ جي سڌارن ۽ سياسي ڳالهين جي پاليسي جي لاءِ نقصان وارا ٿي بي سگهيا. ڇو ته خود سندس نسلي پاڻر به سندس مخالفت ڪري رهيا هئا.

انهيءَ موقعي تي مسٽر ڊي ڪلارڪ جوا ڪيڏو جو فيصلو ڪيو. هن اعلان ڪيو ته وچئين مدي جي چونڊن جي پيش نظر هو پنهنجي سڌارن جي باري ۾ ڳورن ووٽرن جي راءِ معلوم ڪرڻ جي لاءِ ريفرينڊم ڪرائيندو. جي ڪيس ريفرينڊم ۾ شڪست ملي ته هو صدارت جي عهدي تان استعيفيٰ ڏيڻي ڇڏيندو. ارڙهن سالن جي عمر جي هر ڳوري ووٽر کان هڪ ساڌو سوڌو سوال پڇيو ويو. "ڇا اوهين صدر مملڪت جي انهيءَ سڌارن جي پروگرام کي جاري رکڻ جي تائيد ٿا ڪريو. جنهن جي شروعات 2 فيبروري 1990ع تي ٿي ۽ جنهن موجب هڪ نئون آئين ناهڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي؟"

اي. اين. سي کي انهيءَ ريفرينڊم تي اعتراض هو. ڇو ته انهيءَ ۾ ڳورن کان سواءِ باقي سيني کي ڌار رکيو ويو هو. پر انهيءَ جي باوجود به اسان نٿي چاهيو ته ڳورا ڊي ڪلارڪ جي عمل جي مخالفت ڪن. تنهنڪري اسان ڳورن کي 'ها' ۾ راءِ ڏيڻ جي ترغيب ڏني ته جيئن سياسي ڳالهين ۾ رنڊڪ نه پوي. نيشنل پارٽي ريفرينڊم جي انعقاد واسطي امريڪن اسٽائيل اپنايو. زبردست پروپئگنڊه ڪئي ويئي. ٽيليويزن ۽ اخبارن تي وڏا وڏا اشتهار ظاهر ٿيا ۽ رنگين جلسن جو بندوبست ڪيو ويو. اسان کي انومان هو ته متان مسٽر ڊي ڪلارڪ انهي کي اسان جي خلاف جنگ جي لاءِ استعمال ۾ نه آڻي.

نيٺ، ڊي ڪلارڪ اٺهتر سيڪڙو ووٽرن جي حمايت سان، ريفرينڊم کٽي ورتو. کيس پنهنجي سوڀ جو چڱي طرح احساس هو. هن جو ڳاٽ اچا به اوچو ٿي ويو. ۽ هن جا هٿ مضبوط ٿي ويا. هاڻي نيشلسٽن جي ڳالهين جي پوزيشن سخت ٿي بي سگهي. جيڪا بهرحال خطرناڪ حڪمت عملي ثابت ٿئي ها.

•

13 اپريل تي مون پنهنجي دوستن والٽر ۽ اوليور جي موجودگيءَ ۾ جوهانسبرگ ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ۾، پنهنجي زال کان عليحدگيءَ جو اعلان ڪيو. حالتون اهڙو رخ اختيار ڪري ويون هيون، جو اها عليحدگي سيني واسطيدار ڌرين اي. اين. سي، اسان جي گهراڻي ۽ ونيءَ جي مفاد ۾ هئي. مون ڪانگريس ۾ به اهو مسئلو اٿاريو. بهرحال اهو فيصلو منهنجو پنهنجو هو. مون پريسّ جي سامهون هيٺيون بيان پڙهي ٻڌايو:

"ڪجهه عرصي کان منهنجي ۽ منهنجي زال جي لاڳاپن جي باري ۾، سُڌ ٻُڌ جي ذريعن ۾ ڪيئي انومان جاري آهن. مون کي اميد آهي ته منهنجي هن اعلان کان پوءِ اهي انومان ختم ٿي ويندا. مون ۽ ڪامريڊ نومزيمو وني، ملڪ ۾ هلندڙ آزادي جي تحريڪ جي هڪ ڏکئي دور ۾ شادي ڪئي هئي. جيتوڻيڪ اي. اين. سي ۾ اسان جي عملي شرڪت ۽ نسلي متيڀد جي خاتمي جي جدوجهد جي دٻاءَ جي ڪري اسين پنهنجي معمول

جي ازدواجي زندگي گذاري نہ سگهياسين. پر اسان جي پاڻ ۾ محبت ۽ عقيدت ۾ سدائين واڌارو ٿيندو رهيو."

انهن ويهن سالن جي دوران، جيڪي مون، رابن آءِ لينڊ ۾ گذاريا، وني، منهنجي ذاتي تائيد ۽ سک جو اهم ذريعو هئي. هن اڪيلي سر ٻارڙن جي پرورش ۽ سارسنڀال جو بار کنيو. هوءَ حڪومت جي ڏاڍ ۽ جبر کي صبر سان سهندي رهي، پر آزاديءَ جي لاءِ سندس ايمان ڪڏهن بہ ڪمزور ٿي نہ سگهيو. سندس اهو ڪردار نہ رڳو منهنجي محبت ۽ احترام ۾ واڌاري جو سبب بنجندو رهيو، پر سڄي دنيا ۾ انهيءَ کي ساراهيو ويو.

بهرحال گذريل ڪجهہ مهينن ۾، ڪجهہ مسئلن تي اختلافن سبب، اسان جي باهمي لاڳاپن ۾ جيڪا ڇڪتاڻ پيدا ٿي آهي، انهيءَ جي ڪري اسان فيصلو ڪيو آهي تہ عليحدگي ئي اسان ٻنهي جي لاءِ فائديمند ٿيندي. اهي الزام جيڪي ويجهڙ ۾ سڌ سماءُ جي ذريعن ۾ هنيا ويا آهن، اهي منهنجي هن قدم جو سبب ناهن. زندگيءَ جي هن ڏکئي دور ۾ هو منهنجي ڀرپور سهڪار تي ڀروسو ڪري سگهي ٿي.

انهي عرصي واري زندگي بابت مون کي، ڪوبہ افسوس ڪونهي، جيڪو مون ۽ ڪامريڊ نومزيمو گڏ گذاريا. پر هاڻي حالتون اسان جي وس ۾ نہ رهيون آهن. آئون پنهنجي زال کان هر قسم جي لعن طعن کان سواءِ ڌار ٿي رهيو آهيان. منهنجي دل ۾ سندس لاءِ اڃا بہ اهائي محبت ۽ چاهت آهي، جيڪا اسان جي پهرين ملاقات جي وقت هئي ۽ جيڪا منهنجي قيد واري زماني ۾ وڌندي ويجهندي رهي.

مون کي جيڪو ڪردار هڪ مڙس طور پنهنجي زال لاءِ، هڪ پيءُ طور پنهنجي ٻارن جي لاءِ ادا ڪرڻون هو ۽ جيڪو آءٌ ادا ڪري نہ سگهيس، تنهن جو مون کي بي حد ڏک آهي. پر حقيقت هيءَ آهي تہ منهنجي قيد ۾ هئڻ جي دوران منهنجي زال جي زندگي مون کان وڌيڪ ڏکي هئي ۽ هاڻي منهنجي واپسيءَ تي وڌيڪ ڏکي ٿي رهي آهي. هن هڪ اهڙي شخص سان شادي ڪئي هئي جيڪو جلدئي کيس ڇڏي هليو ويو ۽ پوءِ هڪ 'ڏندڪٿائي' شخصيت بنجي ويو. ۽ ان ڏندڪٿائي حيثيت سان ئي واپس گهر وريو. پر بهرحال، هو هڪ انسان ئي هو."

اڳتي هلي، مون پنهنجي ڌيءَ زندزي جي شادي جي موقع تي چيو: "ايئن تو لڳي تہ آزادي جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙن جي قسمت ۾ غير مستحڪم ذاتي زندگي لکي ويئي آهي. مون جهڙن ماڻهن جي زندگي 'جدوجهد' جو ٻيو نالو آهي. هنن جي لاءِ پنهنجي گهر جي سارسنڀال جو ڪوبہ موقعو نہ هوندو آهي. مون کي انهيءَ تي سدائين افسوس رهيو آهي تہ مون جنهن انداز جي زندگي جي چونڊ ڪئي، تنهن جو اهو پهلو انتهائي ڏکدائڪ آهي."

اسان جا ٻار اسان جي تربيت کان سواءِ جوان ٿي ويا. جڏهن آئون جيل مان آزاد ٿيس تہ منهنجي ٻارن چيو، "اسان کي خبر هئي تہ اسان جو هڪ پيءُ آهي، جيڪو هڪ ڏينهن ضرور گهر واپس ايندو. پر افسوس، جو هو جڏهن گهر واپس وريو تہ اسان کي ڇڏي هليو

ويو. ڇو تہ هو هاڻي "باباءِ قوم" بنجي چڪو هو."

'باباءِ قوم' هئڻ نهايت فخر جي ڳالهہ آهي، پر ڪنهن ڪٽنب جو پيءُ هئڻ، اڃا بہ وڌيڪ خوشي ۽ شادمانيءَ جو معاملو هوندو آهي. زندگي ۾ انهي خوشي مان مون کي بنهہ گهٽ حصو مليو.

•

ڇئن مهينن جي وقفي کان پوءِ، مئي 1992ع ۾ بي گهڻ جماعتي ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن کي 'ڪوڊيسا-2' جو نالو ڏنو ويو. هڪ ڏينهن اڳ، منهنجي ۽ ڊي ڪلارڪ جي ملاقات ٿي ۽ اسان مختلف معاملن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. ڪانفرنس کان ڪجهہ ڏينهن اڳ حڪومت جي خلاف بہ اسڪينڊل سامهون آيا. پهريون ترقياتي معاملن جي کاتي ۾ ڪرپشن ۽ رشوت بابت هو ۽ ٻيو 1985ع ۾ ڇئن سياسي ڪارڪنن جي قتل بابت هو، جنهن ۾ حڪومت جا سيڪيورٽي فورس جا عهديدار ملوث هئا. ٻيو تہ ويجهڙ ۾ نٽال ۾ قتل جي وارداتن ۾ بہ پوليس ۽ ملٽري انٽيليجنس تي الزام لڳي چڪو هو. انهن واقعن جي ڪري حڪومت جي اعتماد کي ڌڪ لڳو ۽ اسان جا هٿ مضبوط ٿيا.

گذريل ڪيترن ئي مهينن جي دوران عبوري دور جي لاءِ حڪومت سازي، هڪ ايگزيڪيوٽو ڪونسل جي قيام، عام چونڊن، دستور ساز اسيمبليءَ جي جوڙجڪ (جنهن ۾ انهن سياسي پارٽين کي شرڪت جو موقعو ملندو، جيڪي گهٽ ۾ گهٽ پنج سيڪڙو ووٽ حاصل ڪن.) نئين ڪابينا ۽ آزادانہ چونڊن جي سلسلي ۾ هڪ خودمختيار ڪميشن جي سلسلي ۾ ڪيترين ئي ڳالهين تي سهمت راءِ ٿي چڪو هو. پر ڳورن جي اقتدار جي تحفظ جي لاءِ حڪومت پاران Rotating صدارت جي تجويز پيش ڪئي ويئي. جنهن کي رد ڪيو ويو. ٻين ڪيترن ئي معاملن ۾ جهڙوڪ: آئيني مسئلن ۾ ضروري جي راءِ ۽ حقن جي قانونن بابت اي. اين. سي ۽ حڪومت جي وچ ۾ اتفاق ٿي نہ سگهيو. حڪومت هڪ ٻي اداري سينيٽ جو نظريو پيش ڪيو، جيڪو علائقائي نمائندن تي مشتمل هجي ها ۽ ڪيس ويٽو جو حق هجي ها. حڪومت اهو بہ مطالبو ڪيو تہ 'ڪوڊيسا-2' ۾ سڀ کان پهرين هڪ عارضي آئين تي اتفاق هئڻ کپي، جنهن تي ڪيترائي مهينا لڳي وڃن ها.

15 مئي تي 'ڪوڊيسا-2' جو افتتاح ٿيو. شروع ۾ ئي انهيءَ ڪانفرنس جي ڪاميابي جا امڪان ڪي چٽا ڪونہ هئا. نااتفاقي، اتفاق تي حاوي ٿي رهي هئي. حڪومت ان چاتل مدي تائين اوسيئڙي جي موڊ ۾ هئي، جيئن وقت گذرڻ سان گڏ اسان جي عوامي حمايت ۽ تائيد ۾ گهٽتائي ٿي وڃي. ڪانفرنس کان اڳ ئي ڊيڊ لاڪ پيدا ٿي ويو. پر صدارت ڪندڙ جج صاحبن صلاح ڏني تہ آءٌ ۽ مسٽر ڪلارڪ، ڪنهن گڏيل نقطي تي ويهي ڳالهايون. تنهن ڪري انهي رات اسين ڪافي دير تائين گڏجي ويناسين ۽ اتفاق ڪيوسين تہ ڳالهيون بهرحال ناڪام ٿيڻ نہ کپن. مون مسٽر ڪلارڪ کي ٻڌايو تہ سڄي ملڪ بلڪہ سڄي دنيا جون اکيون اسان جي طرف ڏسي رهيون آهن. اسان کي ڪنهن نہ ڪنهن ناهہ تي متفق ٿيڻ کپي ۽ ڳالهين کي ناڪاميءَ کان بچائڻ کپي. گهٽ ۾ گهٽ ڳالهين جي لاءِ بي

دور جي تاريخ ضرور طئي ڪرڻ کپي. فيصلو اهو ٿيو ته اسين ٻي ڏينهن مثبت انداز ۾ ڪانفرنس کي خطاب ڪنداسين.

ٻي ڏينهن پهرين مسٽر ڊي ڪلارڪ ۽ پوءِ مون خطاب ڪيو. ڊي ڪلارڪ جو چوڻ هو ته نيشن پارٽي 'مينارٽي ويٽو' جي خواهشمند ڪونهي. هوءَ فقط اڪثريتي اقتدار جي ناجائز استعمال تي ڪي پابنديون چاهي ٿي. بظاهر ته اها ڳالهه اڪثريتي اقتدار جي نظريي جي نفي ڪري رهي هئي. پر مون چيو ته اسان کي هاڪاري انداز ۾ اڳيان وڌڻ ۽ ڳالهين ۾ ڇڪتاڻ جي تصور کي ختم ڪرڻ کپي.

پر خلوص وارين ڪوششن جي باوجود به اهو ميڙ ناڪام رهيو. منهنجي خيال ۾ انهيءَ تعطل جو سبب نيشنل پارٽي جي طرفان اڪثريتي راءِ جي سامهون جهڪڻ کان لڳاتار انڪار هو. هو اها رڪاوٽ به اُڪري نه سگهيا. آئين سازيءَ جي لاءِ راءِ جو گهٽو تناسب (جيڪو دراصل ويٽو جي هڪ شڪل ئي هئي) علائقائي اقتدار رکندڙن جي غير ضروري مداخلت، هڪ اڻ چونڊيل غير جمهوري سينيٽ جو قيام، جنهن کي اسيمبليءَ تي ويٽو جو حق حاصل هجي ها ۽ عبوري آئين کي ئي مستقلُ آئين ۾ بدلائڻ بابت حڪومت جي زور پرڻ، 'ڪوڊيسا-2' کي ناڪامي سان دوچار ڪري ڇڏيو. بهرحال حڪومت ۽ اي. اين. سي جي وچ ۾ ڳالهيون جاري رکڻ تي اتفاق ٿيو، پر پوءِ ٻيون ڪيتريون ئي ڏکيايون راهه ۾ حائل ٿينديون ويون.

هاڻي، اي. اين. سي ۽ سندس اتحادين طاقت جي مظاهري خاطر ۽ حڪومت تي اهو پڌرو ڪرڻ جي لاءِ ته ڏکڻ آفريڪا جا رهاڪو، پنهنجي آزادي جي لاءِ قيامت تائين اوسيئڙو نٿا ڪري سگهن، 'ماس ايڪشن' جو فيصلو ڪيو. جنهن ۾ هٽ تاڙ، مظاهرا ۽ بائيڪاٽ شامل هئا. 'سوويٽو بغاوت' جي يادگار ڏينهن، 16 جون انهيءَ جي لاءِ مقرر ڪيو ويو. انهيءَ جي پڄاڻي 3 ۽ 4 آگسٽ تي ٻن ڏينهن جي 'قومي هڙتال' تي ٿيڻي هئي.

پر عوامي تحريڪ جي فيصلي تي عمل ڪرڻ کان اڳ هڪ ٻيو حادثو پيش آيو، جنهن ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ وڌيڪ دوريون پيدا ڪري ڇڏيون. 17 جون 1992ع تي رات جي وڳڙي ۾ انڪاٿا وارن 'وال' جي وسنديءَ تي اوچتو حملو ڪري 46 ماڻهن کي قتل ڪري ڇڏيو. جن ۾ گهڻا ٽٻا ٻار ۽ عورتون شامل هيون. هڪ هفتي اندر قتل ۽ رتوڇاڻ جو اهو چوٿون واقعو هو. سڄي ملڪ ۾ انهي ظلم ۽ جبر جو ذميدار حڪومت کي ٺهرايو پئي ويو. پوليس ڏوهارين کي روڪڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي. ڪابه گرفتاري نه ٿي، نه وري ڪنهن جانچ جي شروعات ٿي. انهيءَ بابت مسٽر ڊي ڪلارڪ هڪ لفظ به نه ڪڇيو.

اهو آخري ڪڪ هو، اسان جي صبر جو پيمانو ڇلڪي رهيو هو. حڪومت ڳالهين جي راهه ۾ رڪاوٽون وجهي رهي هئي. بلڪه ڳجهي نموني اسان جي خلاف جنگ جي شروعات به ڪري چڪي هئي. پوءِ سائس وڌيڪ ڳالهيون جاري رکڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟

مون اي. اين. سي جي ويهن هزارن ڪاوڙيل ڪارڪنن جي هڪ ميڙ کي خطاب ڪندي چيو تہ مون سيڪريٽري جنرل راماڦوسا کي حڪومت سان سڌو سنئون ڳالهين کي ختم ڪرڻ جي هدايت ڪري ڇڏي آهي. مون ڪانگريس جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽي جي اجلاس جو بہ اعلان ڪيو. اسان هڪ پيرو بيهر اونداهن ڏينهن ڏانهن موٽي رهيا هئاسين. مون نيشنل پارٽيءَ کي جرمن جي نازين سان پيٽيو ۽ ڊي ڪلارڪ کي تنبيهہ ڪيم تہ اسان جي راءِ تي ڪا پابندي هنٽي ويئي تہ اسين ملڪي سطح تي مزاحمت جي شروعات ڪنداسين. ۽ پهريون والنٽيئر آءٌ پاڻ هوندس.

جلوس نڪتو، جنهن ۾ ڪجهہ هن قسم جا بينر هنيا ويا هئا: ”منڊيلا! اسان کي بندوقون ڏي.“ ”فتح ڳالهين بدران جنگ جي وسيلي.“ درحقيقت عوام مايوس ٿي چڪو هو. ڪين ڳالهين مان ڪوبہ مثبت نتيجو نڪرندي نظر نہ پي آيو. اسان جا ڪارڪن ڪلم ڪلا چئي رهيا هئا تہ اسان هٿياربند جدوجهد ڇو بند ڪئي اهي. آءٌ بہ عوام جي انهن جذبن کان متاثر ٿي رهيو هئس. پر مون سوچيو تہ اسان جيڪو رستو اختيار ڪيو آهي، تنهن جو بيو ڪوبہ نعم البدل ڪونهي. آءٌ ڳالهين ڏانهن پٺ نہ ڪندس. ماڻهن جي جذبن کي ٿڌو ڪرڻ ڪيي. هٿياربند جدوجهد ۽ ڳالهين جو وچيون رستو فقط 'ماس ايڪشن' ٿي تي سگهي ٿو، تہ جيئن ماڻهن جي ڪاوڙ گهٽبي رهي ۽ احساس محروميءَ جو خاتمون ٿئي.

اسان حڪومت کي پنهنجي ايندڙ قدم کان واقف ڪري ڇڏيو ۽ گهر ڪئي تہ تشدد جي خاتمي جي لاءِ، ڏوهارين کي گرفتار ڪري سزا ڏني وڃي. ڊي ڪلارڪ، هڪدم انهي ميمورينڊم جو جواب لکي موڪليو، منهنجي ۽ سندس وچ ۾ ڳالهين جي رٽ پيش ڪئي، جيڪا اسان رد ڪري ڇڏي. هاڻي ڳالهين جو ڪوبہ موقعو نہ رهيو هو. اسان کي ڪا نئين رٿ ڏيڻي نہ هئي.

عوامي ايڪشن جي دوران چاليهن لکن کان بہ وڌيڪ ڪارڪن ڪم تي نہ ويا. اها ڏکڻ آفريڪا جي سياسي تاريخ جي سڀ کان وڏي سياسي هڙتال هئي. هڪ لک ماڻهن تي مشتمل انساني ميڙ پريٽوريا جي يونين بلڊنگ تائين مارچ ڪيو. جيڪو حڪومت جو رعبدار مرڪز سمجهيو ويندو هو. اسان عمارت جي سامهون لان ۾ زبردست مظاهرو ڪيو. مون اعلان ڪيو تہ جلد ئي اسين ڏکڻ آفريڪا جي پهرين چونڊيل نمائندن طور هن عمارت ۾ داخل ٿينداسين. مون خبردار ڪيو تہ حڪومت پاران ڪنهن بہ قسم جي غير جمهوري قدم جا نهايت اگرا نتيجا نڪرندا. خراب نتيجن کان بچڻ جو اهوئي واحد طريقو آهي تہ عبوري حڪومت قائم ڪئي وڃي. ان مظاهري جي ڪاميابيءَ کان متاثر ٿي اترينءَ ڪيپ جي هڪ مقامي رياست 'ڪسڪي آئي' جي مرڪزي هنڌ 'بيشو' ۾ بہ اي. اين. سي جي ڪارڪنن مارچ جو فيصلو ڪيو. اهو علائقو نيشنل ڪانگريس جي مخالفت ۾ مشهور هو. 7 سيپٽمبر 1992ع تي ستر هزارن جي لڳ ڀڳ ماڻهن مارچ ۾ حصو ورتو، جنهن تي علائقائي پوليس گولي هلائي. اوٺيهہ ماڻهو مارجي ويا ۽ ٻن سوَن کان بہ وڌيڪ زخمي ٿيا. ظلم جو هڪ بيو داستان لکجي چڪو هو.

•

چوٺي مشهور آهي تہ سڀ کان وڌيڪ اونداهي گهڙي، پرھہ ڦٽي کان اڳ واري هوندي آهي. بيشو جو حادثو ڳالهين جي هڪ نئين دور کي کولڻ جو سبب بڻيو. مون وڌيڪ تباهيءَ کان بچڻ جي لاءِ ڊي ڪلارڪ سان ملڻ جو پروگرام رٿيو ۽ 26 سيپٽمبر تي اسان جي سرڪاري سطح تي ملاقات ٿي، ٻنهي طرفن کان نيڪ نيتيءَ سان ڳالهين جي ضرورت جو احساس موجود هو.

انهيءَ موقعي تي اسان ٻنهي مفاهمت جي هڪ يادداشت تي صحيحون ڪيون. جنهن ۾، پوليس ايڪشن جو جائزو وٺڻ لاءِ هڪ ڪميشن جي مقرري، انڪاٿا جي ميمبرن کان هاسٽلون خالي ڪرائڻ ۽ مظاهرن ۾ هٿيارن تي پابنديءَ جو فيصلو ڪيو ويو. اهو جڻ 'ڪوڊيسا-2' کان پوءِ ڊيڊ لاڪ جي پڄاڻي هئي. حڪومت هڪ ايوان تي ٻڌل آئين ساز اسيمبليءَ تي بہ اتفاق ڪري ورتو. باقي رڳو چونڊن جي تاريخ ۽ اسيمبلي جي فيصلن لاءِ راءِ جي تناسب جي ڳالھہ رهي هئي. هاڻي اسين پنهنجي وطن جي جمهوري مستقبل طرف ڏسي رهيا هئاسين.

البت انڪاٿا پارٽيءَ ڳالهين کان ڌار ٿيڻ جو اعلان ڪيو. چيف بوٿيليزي انهي ڳالھہ تي سخت ناراض هو. هن نيشنل پارٽيءَ سان پنهنجا لاڳاپا ختم ڪري ڇڏيا ۽ ساڄي ڌر جي گورين پارٽين ۽ ڪجھہ ٻنڊن هوم لينڊ جي حامين سان اتحاد ڪيو ۽ گهر ڪئي تہ ڳالھہ جي يادداشت تي عمل نہ ڪيو وڃي.

جهڙي نموني جوسلوو، اوچتو هٿياربند تحريڪ جي خاتمي جو اعلان ڪيو هو، هن بلڪل ايئن ئي اوچتو 'نيشنل يونٽي حڪومت' جي هڪ نئين رٿ پيش ڪئي. هن هڪ مضمون شايع ڪيو، جنهن ۾ هن تجويز ڪيو تہ نيشنل پارٽيءَ سان گڏ، اقتدار ۾ ڀائيواريءَ تي ٻڌل هڪ مقرر وقت جي لاءِ قومي ٻڌي حڪومت قائم ڪئي وڃي. سيني سيڪيورٽي عملدارن جي لاءِ عام معافيءَ جو اعلان ڪيو وڃي ۽ سول سرونٽس سان حڪومت جي ڪيل معاهدن کي برقرار رکيو وڃي. اقتدار ۾ ڀائيواري مان سندس مطلب هي هو تہ نيشنل پارٽي پنهنجن حاصل ڪيل ووٽن جي تناسب سان عوامي حڪومت ۾ شريڪ هوندي.

انهيءَ رٿ تي چڱو موچارو بحث ۽ مباحثو ٿيو. مون انهيءَ جي تائيد ڪئي ۽ 18 نومبر تي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ انهيءَ جي منظوري ڏيئي ڇڏي. شرط اهو رکيو ويو تہ اقليتي پارٽيءَ کي ويٽو جو حق حاصل نہ هجي. ڊسمبر ۾، هيلي ۾ هڪ 'گيم هائوس' ۾ حڪومت سان اسان جون پنج ڏينهن ڳالهيون ٻولهيون ٿيون ۽ هڪ اهڙي قومي ٻڌي حڪومت جي قيام تي اتفاق راءِ ٿيو، جنهن ۾ انهن سيني پارٽين کي نمائندگي ڏني ويندي، جن گهٽ ۾ گهٽ پنج سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيا هوندا. اها حڪومت پنجن سالن جي لاءِ هوندي. فيبروريءَ ۾ انهيءَ قومي حڪومت، گهڻ جماعتي ڪابينا ۽ ايگزيڪيوٽو ڪونسل جي قيام جي ڳالھہ جو اعلان ڪيو ويو. عام چونڊن جي لاءِ 1993ع جا آخري ڏينهن طئي ٿيا.

منهنجو سدائين اهو عقيدو رهيو آهي تہ انسان جو هڪ گهر سنڌس جنم ڀوميءَ جي ويجهو بہ ضرور هجي. آزادي کان پوءِ منهنجي اها رٿابندي هئي تہ ڪونو جي ڳوٺاڻي علائقي ۾ هڪ گهر اڏرائيندس. منهنجو اهو گهر 1993ع جي خزان جي منڊ ۾ جڙي راس ٿيو. اهو بلڪل وڪٽر ورسٽر جي انداز ۾ اڏيو ويو هو.

ڪيترن ماڻهن انهيءَ تي ٺٺول بہ ڪئي. پر منهنجو جواب بلڪل سادو هو. وڪٽر ورسٽر اها سڀ کان پهرين ڪشادي ۽ آرام واري جاءِ هئي، جتي منهنجي رهائش رهي ۽ جيڪا مون پسند بہ ڪئي. مون کي انهيءَ سان ايتري تہ انسيت ۽ واقفيت ٿي چڪي هئي، جو هاڻي آئون 'ڪونو' واري گهر ۾ رات جي اونداهيءَ ۾ رڌڻون ڳولهي ٿي سگهيس.

اپريل ۾، آئون ٽرانسڪيءَ ۾ موڪلون ملهائي رهيو هئس. هڪ ڏينهن پوليس جي رگبي ٽيم جو آڌرياءُ ڪرڻ جي لاءِ ٻاهر نڪتس تہ اوچتو مون کي هڪ فون ٻڌڻ جي لاءِ چيو ويو. مون کي ٻڌايو ويو تہ جوهانسبرگ جي ڳوري علائقي "بوڪس برگ" ۾ 'ايم. ڪي' جي چيف آف اسٽاف ۽ اي. اين. سي جي نهايت مشهور ڪارڪن 'ڪرس هاني' کي بلڪل سنڌس گهر جي سامهون گولي هڻي ماريو ويو آهي.

ڪرس جو موت نہ رڳو منهنجي لاءِ، پر آزاديءَ جي تحريڪ جي لاءِ بہ هڪ دل ڏاريندڙ حادثو هئي. هو هڪ ديش ڀڳت سپاهي هو. جنهن جي سامهون وڏي کان وڏو ڪم بہ معمولي هوندو هو. هو نوجوان نسل جو هيرو هو ۽ ساڻن سنڌن ئي زبان ۾ ڳالهائيندو هو. ڏکڻ آفريقا پنهنجي هڪ عظيم پٽ کان محروم ٿي ويو هو، جيڪو نئين ملڪ ۽ نئين قوم جي لاءِ بيحد قيمتي حيثيت رکندو هو.

صورتحال بنهہ نازڪ هئي. ملڪ ۾ نسلي فسادن جي ٿيڻ جو ڊپ هو. آءٌ هڪدم هيلي ڪاپٽر جي ذريعي سنڌس اباڻي ڳوٺ ۾، سنڌس پيءُ سان ملاقات جي لاءِ ويس. اهو نهايت غريب علائقو هو. جنهن ۾ نہ بجلي هئي ۽ نہ وري صاف پاڻي ميسر هو. اسان کي فخر هو تہ ان قسم جي غريب علائقي، ڪرس هاني جهڙي وڏي انسان کي جنم ڏنو. جنهن غريبن سان محبت ڪرڻ، هن ئي غريب علائقي ۾ تنديڻ گذاري سگهي هئي. ڪرس جي والد پنهنجي قابل پٽ جي موت تي گهري ڏک جو اظهار ڪيو، پر ڪيس اطمينان هو تہ سنڌس دل جو ٽڪرو ملڪ جي آزادي ۾ ڪم آيو.

جوهانسبرگ پهچي خبر پئي تہ سنڌس قتل جي ڏوهہ ۾ هڪ ويڙهاڪ پولش آبادڪار کي گرفتار ڪيو ويو آهي. سنڌس گرفتاري هڪ بهادر ولنديزي نسل جي آفريقي عورت جي بدولت عمل ۾ آئي، جنهن قاتل جي ڪار جو نمبر نوٽ ڪري ورتو هو ۽ هڪدم پوليس کي فون ڪري اطلاع ڏنائين.

اهو افسوسناڪ قتل، حڪومت ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ڳالهين واسطي نقصان وارو بہ ٿي پي سگهيو. انهيءَ موقعي تي مون کي ريڊيو تي قوم سان خطاب ڪرڻ جي لاءِ چيو ويو. تنهن ڪري مون، عوام جي ڏک ۾ شرڪت جي اظهار کان پوءِ کين صبر ۽ تحمل جي تلقين ڪئي. ۽ هر قسم جي قڏي فساد کان پاسيرو رهڻ جي لاءِ چيو. مون چيو تہ اهو

قتل اسان سڀني جي خلاف آهي، پوءِ اهي ڪارا هجن يا ڳورا هجن.

حقيقت ۾ اهائي هئي ته ڪرس جو قتل انتها پسند ڳورن جي شرارت هو. هو هر ممڪن طريقي سان اڪثريتي اقتدار جو رستو روڪڻ تي سندرو ٻڌيو ويٺا هئا. اسان فقط عوامي اظهار خاطر سڄو هفتو پرامن مظاهرن جو اعلان ڪيو. مسٽر ڊي ڪلارڪ ۽ مون مڃيو ته ان ڳالهه تي اتفاق ڪيو ته هانيءَ جي قتل جو ڳالهين تي اثر پوڻ نه کپي. ڪجهه ئي ڏينهن کان پوءِ ڪنزرويٽو پارٽيءَ جي هڪ ميمبر ڪلائيولوئس کي به قتل جي ڏوهه ۾ شريڪ ٿيڻ جي آڌار تي گرفتار ڪيو ويو. پوليس جي ذريعن ٻڌايو ته ڪجهه وقت اڳ هڪ ايئر فورس بيس تان ڪجهه هٿيار چورايا ويا هئا. ڪرس، انهيءَ ناجائز هٿيارن جو نشانو بڻيو.

انهيءَ حادثي جي فقط ٻن هفتن کان پوءِ، هڪ ٻيو حادثو ٿيو، جنهن اسان کي لوڏي ڇڏيو. اوليور ٽامبو دل جي دوري پوڻ سبب گذاري ويو. سندس ذال اڊيلائيڊ مون کي فون ڪئي. آءُ هڪدم سندس گهر پهتس. پر منهنجي پهچڻ کان اڳ ئي هو وڃي ڏاڍيءَ کي پرتو. افلاطون جو چوڻ آهي ته انسان ٽن قسمن سون، چاندي ۽ لوهه جو هوندو آهي. اوليور هر لحاظ کان نج سون هو. سندس زندگي ۽ ڪردار جو هر پهلو سون جو هو. سندس ذهني قابليت، صبر، همت ۽ حوصلو، خلوص ۽ قربانيءَ جو جذبو، سڀ سون هو. هڪ اڳواڻ جي حيثيت سان آئون سندس عزت ڪندو هئس، پر هڪ انسان جي حيثيت سان مون کي ساڻس گهري محبت هئي. هن جي ياد سدائين مون سان گڏ رهي. ڊگهي قيد جي دوران هو سدائين منهنجي دل ۽ دماغ ۾ موجود رهيو. هاڻي آءُ دنيا ۾ پنهنجو پاڻ کي بلڪل اڪيلو انسان سمجهي رهيو هئس. جڏهن مون ڪيس ڪفن ۾ ويڙهيل ڏٺو ته مون کي ائين محسوس ٿيو ته منهنجي جسم جو هڪ ٽڪرو موت سان همڪنار ٿيو آهي. هن جلاوطنيءَ جي باوجود به اي. اين. سي کي زنده رکيو. اسان اوليور کي سرڪاري انداز ۾ دفنائڻ جو بندوبست ڪيو. سويٽو اسٽيڊيم ۾ سوين اهم ملڪي ۽ غير ملڪي شخصيتون جنازي ۾ موجود هيون. ايم ڪي، جا فوجي مارچ ڪري رهيا هئا. ڪيس ايڪهين توپن جي سلامي ڏني ويئي. افسوس جو هو آزاد ۽ خودمختيار، ڏکڻ آفريڪا ۾ پنهنجو ووٽ وجهي نه سگهيو.

•

3 جون 1993ع ڏکڻ آفريڪا جي تاريخ جو اهم ڏينهن هو. انهي ڏينهن مهينن جي طويل ۽ صبر وارين ڳالهين ٻولهين کان پوءِ هڪ گهڻ جماعتي فورم، جنهن ۾ انڪاٿا، پي. اي. سي ۽ ڪنزرويٽو پارٽي سميت 26 پارٽين شرڪت ڪئي. هڪ فرد، هڪ ووٽ جي غير نسلي بنياد تي ملڪ ۾ پهرين عام قومي چونڊن جي تاريخ طئي ٿي. 27 اپريل 1994ع تي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ڪاري اڪثريت کي پنهنجن نمائندن جي چونڊ ڪرڻي هئي. انهي ڳالهه تي به اتفاق راءِ ٿيو ته ووٽر، دستور ساز اسيمبليءَ جي لاءِ چئن سئو نمائندن جي چونڊ ڪندا. اها اسيمبلي، نئون آئين جوڙيندي ۽ پارليامينٽ طور به ڪم

ڪندي. اسيمبليءَ جو ٻيهريون فرض نئين صدر جي چونڊ هوندي.

جولاءِ ۾ انهيءَ گهڻ جماعتي فورم، ٻيهرينءَ عبوري دستور تي اتفاق ڪيو. جنهن ۾ سڌي ووٽ ذريعي، چونڊيل قومي اسيمبلي کان سواءِ علائقائي نمائندن تي مشتمل هڪ سينيٽ جي گنجائش به رکي ويئي. اهو به طئي ٿيو ته هڪ ئي وقت ٻنهي ايوانن جي چونڊ ٿيندي. چيف بوٿيليزي، چونڊن کان اڳ دستور سازيءَ جو خواهشمند هو. تنهنڪري احتجاج ڪندي هن واڪ آئوٽ ڪيو. نيٺ آگسٽ ۾ فيصلو ٿيو ته علائقائي سطح تي اختيارن ۾ واڌارو ڪيو ويندو. پر پوءِ به بوٿيليزي ۽ ڪنزرويٽو انهيءَ مان مطمئن نه هئا. ڪنزرويٽو انهيءَ اسڪيم کي ولنديزي نسل جي آفريقين جي مفادن جي خلاف قرار ڏنو. انهيءَ دوران، هڪ اڳوڻي چيف آف اسٽاف جنرل ولجوئن جي اڳواڻيءَ ۾ 'گوري هوم لينڊ' جي حصول لاءِ، گوري اتحاد جو قيام عمل ۾ آندو ويو.

18 نومبر جي اڌ رات ڌاري هڪ گهڻ جماعتي ڪانفرنس جي اجلاس ۾، هڪ عبوري آئين جي منظوري ڏني ويئي. ڪابينا جي فيصلن جي لاءِ به ٻاڳي تي اڪثريت بدران اتفاق راءِ جو فارمولو ۽ قومي حڪومت جي لاءِ پنجن سالن جو عرصو مقرر ٿيو. عوام کي پريشانيءَ کان بچائڻ واسطي صوبائي ۽ قومي چونڊون هڪ ئي بيلٽ پيپر تي ڪرائڻ جو فيصلو ٿيو. سيني سياسي نمائندن تي ٻڌل هڪ ٽرانزيشنل ايگزيڪيوٽو ڪونسل هوندي، جيڪا چونڊن جي لاءِ سازگار ماحول ناهيندي. ۽ وسيع اختيارن جو حامل هڪ خودمختيار اليڪشن ڪميشن به هوندي.

•

آئون ڪڏهن به ذاتي انعامن جي حصول جو خواهشمند ڪين رهيو آهيان. انعامن جي خواهش ۾ انسان مجاهد آزاديءَ جو رتبو حاصل نه ٿو ڪري سگهي. پر 1993ع ۾ جڏهن مون کي ۽ مسٽر ڊي ڪلارڪ کي گڏيل طور تي 'نوبل امن انعام' ڏيڻ جو اعلان ٿيو ته آئون انهيءَ کان ڪافي متاثر ٿيس. ڏکڻ آفريقا جي تاريخ ۾ انهيءَ جي وڏي اهميت هئي. اهو انعام حاصل ڪندڙ آئون ٽيو ڏکڻ آفريقي رهاڪو آهيان. انهيءَ کان/اڳ 1960ع ۾ سردار البرٽ لوٿولي ۽ 1984ع ۾ آرچ بشپ ڊيسمنڊ ٽوٽو کي نسلي متڀيد جي خلاف شاندار جدوجهد تي 'نوبل امن انعام' عطا ڪيو ويو هو. اهو انعام سيني ڏکڻ آفريقي رهاڪن ۽ خاص ڪري آزاديءَ جي تحريڪ جي ڪارڪنن جي لاءِ خراج تحسين هو، مون ڪڏهن انهيءَ اعزاز جي باري ۾ سوچيو به نه هو.

ناروي ۽ سويڊن جي لاءِ منهنجي دل ۾ وڏو احترام هو. پنجاهه ۽ سٺ واري ڏهاڪي ۾ جڏهن اسان يورپي حڪومتن کي اي. اين. سي سان سهڪار جي اپيل ڪئي ته فقط اهي ئي ٻه ملڪ هئا، جن کليل دل سان اسان جي درخواست تي لبيڪ چيو. اسان جي شاگردن کي اسڪالرشپون ڏنيون ۽ سياسي قيدين جي قانوني بچاءَ واسطي رقم مهيا ڪئي. مون، ناروي ۾، پنهنجي تقرير ۾ نه رڳو "نوبل ڪميٽي" جو ٿورو مڃيو ۽ ڏکڻ آفريقا جي مستقبل جو هڪ خاڪو پيش ڪيو. بلڪ انهيءَ فرق ۾ پنهنجي شريڪ ڪار

مسٽر ڊي ڪلارڪ کي بہ خراج عقيدت پيش ڪيم. نسلي متيد جي ذريعي اسان جي ملڪ ۽ قوم سان جيڪو ظلم ڪيو ويو هو. ڊي ڪلارڪ وڏي جرئت سان انهيءَ کي ميٽيو هو ۽ مستقل کي سنوارڻ جي لاءِ سيني ڏکڻ آفريڪي عوام جي باهمي گڏپ جو دوربينيءَ سان بندوبست ڪيو هو.

مون کان ڪيترائي ڀيرا پڇيو ويو تہ آءٌ ڊي ڪلارڪ سان گڏ امن جو تمغو ڪيئن وٺي سگهندس. جو تہ آءٌ مٿس زبردست تنقيد ڪندو رهيو آهيان؟ مون چيو، آئون پنهنجي تنقيد واپس نہ ٿو وٺان، پر اهو ضرور چوندس تہ ملڪي سطح تي امن جي قيام جي سلسلي ۾ هن نهايت اهم ۽ ذميداريءَ وارو ڪردار ادا ڪيو هو. ڳالهين ۾ هو ڪمزور ٿي سهي، پر مون ڪڏهن بہ هن جي شهرت کي ڌڪڻ جي ڪوشش نہ ڪئي هئي. قيام امن جي سلسلي ۾ ضروري آهي تہ دشمن سان گڏجي ڪم ڪجي، پوءِ اهوئي دشمن اوهان جو دوست هوندو.



منهنجي آزادي واري ڏينهن کان ئي نيشنل پارٽي هڪ نئين سياسي معرڪي جي شروعات ڪري چڪي هئي. اسان انهيءَ جي شروعات نئين آئين جي منظوري کان پوءِ ڪئي. اسان زبردست عوامي تائيد ۽ حمايت جي باوجود ڪڏهن بہ انتخابي سوپ کي يقيني نہ سمجهيو. اسان جي سامهون اهڙا بي شمار مثال موجود هئا، جتي عوام جي پسند جي پارٽين، ٻيو نمبر پوزيشن حاصل ڪئي. اسان جو مقابلو هڪ نهايت تجربيڪار منظم ۽ مالدار حريف سان هو. نهايت ڏکيو مرحلو درپيش هو. ويهن ملين کان وڌيڪ ماڻهن کي پولنگ اسٽيشنن تي پهچڻون هو. جن مان گهٽائي پهريون ڀيرو چونڊن ۾ حصو وٺي رهي هئي. اسان جا اڪثر ووٽر اڻ پڙهيل هئا. کين ووٽ ڏيڻ جو ڪو بہ شعور نہ هو. سڄي ملڪ ۾ ڏهہ هزار پولنگ اسٽيشنون قائم ٿيڻيون هيون ۽ اسان کي هڪ لک رضاڪارن کي چونڊن بابت تربيت ڏيڻي هئي. انهيءَ جي لاءِ ضروري هو تہ اسان جا اميدوار سڄي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي وڃن. شهرن، وستين ۽ واهڻن ۾ جلسا ڪن. انهي سلسلي ۾ اسان کي بل ڪلنٽن جهڙي معرڪ آرائي جي ضرورت هئي، جيڪا هن صدارت جي سلسلي ۾ ڪئي هئي. تنهن ڪري اسان 'عوامي سيائون' ترتيب ڏنيون، جيئن عوام جي تڪليفن ۽ انهن جي راءِ کان واقف ٿي سگهجي. مون پنهنجي دوري جي شروعات نٽال کان ڪئي ۽ پوءِ 'اتر ٽرانسوال ۽ اورنج فري اسٽيٽ تائين ويس. آئون هر روز ٽن يا چئن 'سيائن' ۾ شرڪت ڪندو هئس. عوامي دلچسپي ڏسڻ وٽان هئي. وٽن اڄ سوڌي ڪو بہ ماڻهو ملڪي معاملن بابت راءِ پڇڻ جي سلسلي ۾ نہ آيو هو.

اسين ڪافي ڏورانهن ڳوٺن تائين وياسين ۽ ماڻهن تائين پنهنجو نياپو پهچايوسين. منهنجي ساٿين جو خيال هو تہ اسان کي فقط آزادي جي تحريڪ کي موضوع بنائڻ کپي ۽ ماڻهن کي ٻڌائڻ کپي تہ اسان کين آزاد ڪرايو آهي، تنهن ڪري هو اسان کي ووٽ ڏين. پر اسان فيصلو ڪيو تہ ماضي بدران آئيندي کي اجاگر ڪيو وڃي. اسان کي عوامي تائيد جي رڳو

انهي ڪري درخواست ڪرڻ نه کپي ته اسين اسي سالن تائين جدوجهد جي ميدان ۾ رهيا آهيون. پر عوام کي ٻڌائڻ کپي ته اسين ئي اهي ماڻهون آهيون، جيڪي انهي قسم جي ڏکڻ آفريقا جو قيام عمل ۾ آڻي سگهون ٿا، جنهن جي هو خواهش رکن ٿا.

آفريقي نيشنل ڪانگريس، ڏيڍ سئو صفحن تي ٻڌل هڪ چونڊ منشور تيار ڪيو. جنهن کي "سڀني جي لاءِ سٺي زندگيءَ" جو نالو ڏنو ويو. جيڪو پوءِ ڪانگريس جو چونڊ نعرو بڻجي ويو. انهيءَ منشور ۾ مسئلا ۽ انهن جو حل پيش ڪيو ويو هو. عوامي اهميت جي ادارن وسيلي نين جاين جي گنجائش ڪڍڻ، ڏهه لک نوان گهر اڏڻ، جن ۾ بجلي ۽ فليش ٽائلٽ هوندا. بنيادي سطح تائين صحت جو بندوبست، ڏهن سالن جي عمر تائين سڀني ٻارن جي لاءِ لازمي تعليم، عدالتن وسيلي پوکيءَ لائق زمين جي ٺئين سر ورهاست، لازمي غذائي جنسن تان ٽيڪسن جو خاتمو، جهڙا معاملا شامل هئا. تنهن ڪان سواءِ پرائيويٽ ۽ پبلڪ سيڪٽر ۾ وسيع مثبت قدمن جو وعدو ڪيو ويو هو.

گهڻو ڪجهه ڪرڻ جو اشارو ڪرڻ سان گڏ، اسان ماڻهن کي اهو ٻڌائڻ به ضروري سمجهيو ته اسان ڇا ڪجهه نه ٿا ڪري سگهون، ڪيترن ئي ماڻهن جو خيال هو ته آزاد چونڊن سان رات وچ ۾ زندگيءَ جو رخ تبديل ٿي ويندو. پر اها رڳو خوشفهمي هئي. مون وڏن ميڙن ۾ چيو ته "اها اميد مٿان رکو ته ڪو چونڊن جي ٻي ڏينهن اوهين مرسڊيز ڪار هلائي رهيا هوندؤ يا گهر جي سوئمنگ پول ۾ وهنجي رهيا هوندؤ. زندگي ۾ ڊرامائي طور تي ڪاٻه تبديلي ڪين ايندي. باقي اهو ضرور آهي ته اوهين پنهنجي ملڪ جا معزز شهري بڻجي ويندا ۽ اوهان جي احترام ۾ واڌارو ٿي ويندو. اوهان کي صبر ۽ تحمل جو مظاهرو ڪرڻو پوندو. سٺن نتيجن واسطي اوهان کي پنجن سالن تائين انتظار ڪرڻو پوندو." مون عوام کي خواب ڏيکارڻ بدران للڪاريو ۽ چيو، "جيڪڏهن اوهين سٺي زندگيءَ جا خواهشمند آهيو ته پوءِ اوهان کي سخت محنت ڪرڻي پوندي. اسين اوهان جي واسطي سڀ ڪجهه نٿا ڪري سگهون. اهو سڀ ڪجهه اوهان کي پاڻ ڪرڻو پوندو."

مون ڳورن کي مخاطب ٿي چيو ته اسان کي سندن گهرج آهي. اسين اهو نٿا چاهيون ته هو ملڪ ڇڏي هليا وڃن. هو به ڏکڻ آفريقي آهن، جهڙا اسين آهيون. هي سندن وطن به آهي. مون نسلي متڀيد جي ذريعي پيدا ٿيل تڪليفن تي ڳالهائڻ بدران اها ڳالهه بار بار زور ڏيئي چئي ته اسان کي ماضيءَ کي وساري، مستقل جي واسطي بهتر انداز ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ کپي.

اسين ماڻهن کي ووٽ ڏيڻ جو طريقو به سمجهائيندا رهياسين. هر پرچيءَ تي سياسي پارٽيءَ جو نالو، انهيءَ جو خاص نشان ۽ پارٽي اڳواڻ جي تصوير ڇاپي ويئي هئي. مون سامعين کي مخاطب ٿي چيو، "چونڊن واري ڏينهن، پنهنجي پرچيءَ کي ڌيان ڌري ڏسجو ۽ جيڪو چهرو جوان ۽ خوبصورت نظر اچي، تنهن تي X جو نشان هڻجو."

•

آزاديءَ جو رستو نهايت هوريان هوريان طئي ٿي رهيو هو. 'عبوري ايگزيڪيوٽو ڪونسل' جي قيام جي باوجود به ڪن سياسي پارٽين ۽ اهم ماڻهن ان سان عدم تعاون جو

فيصلو ڪيو هو. انڪاٿا، مزاحمت جي سياست ڪري رهي هئي. شاهه زويلي ٿيني، بوٿيليزي جي حمايت تي 'ڪوازولو' جي خودمختيار ريجن جي گهر ڪري رهيو هو ۽ پنهنجي علائقي جي ماڻهن کي ووٽ نہ ڏيڻ جي هشي ڏيئي رهيو هو. ساڄي ڌر جا ڳورا، ڳورن واسطي ڌار 'هوم لينڊ' جي تحريڪ هلائي رهيا هئا. جيتوڻيڪ سڄي ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪوبہ اهڙو ضلع ڪونہ هو، جنهن ۾ ڳورن جي اڪثريت هجي.

12 فيبروري 1994ع رجسٽريشن جي آخري تاريخ هئي، پر انڪاٿا، ڪنزرويٽو پارٽي ۽ آفريڪنز واڪس فرنٽ وارن ڪاغذ جمع نہ ڪرايا. اسان چونڊن ۾ وسيع تر شموليت واسطي، ڪيترائي اهم مفاهمانہ فيصلا تجويز ڪيا. جهڙوڪ قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي لاءِ ٻٽي بيلٽ جو استعمال، وڌ ۾ وڌ صوبائي اختيار، نٽال صوبي جو نالو 'ڪوازولو نٽال' ڳڏيل ثقافت ۽ زبان رکندڙ علائقن جي لاءِ اندروني خودمختياري.

مون چيف بوٿيليزي سان ڊربن ۾ وچي ملڻ جو ارادو ڪيو ۽ هڪ ميڙ ۾ چيم: جيڪي ماڻهون اسان جي وطن ۾ رتوڇاڻ چاهين ٿا، آئون تن سان ملڻ جي خاطر گوڏن ڀر گسڪي بہ وڃڻ جي لاءِ تيار آهيان. بهرحال، بوٿيليزي ۽ ولنديزي نسل جي جنرل 'ول جوئن' عارضي رجسٽريشن ڪرائي ورتي. بوڦوتسوانا هوم لينڊ جي صدر لوڪس پنهنجي صوبي کي چونڊن کان الڳ رکڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي، پر اتي چونڊن جي حامين ۽ مخالفن ۾ ٽڪراءُ ٿي پيو. نيٺ خود سنڌس فوج، سنڌس ساٿ ڇڏي ويئي ۽ مرڪزي حڪومت سڌو سنئون انهيءَ علائقي کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي لاٿو.

نٽال ۾، انڪاٿا جا ڪارڪن هُل هنگامون ڪري رهيا هئا. هنن اسان جي پوسٽر هڻندڙ پندرهن ڪارڪنن کي ماري ڇڏيو. جج جوهان ڪريگلر مون کي ۽ مسٽر ڊي ڪلارڪ کي هڪ رپورٽ ۾ چيو تہ سڌي سنئين سياسي مداخلت کان سواءِ نٽال ۾ چونڊون ممڪن ناهن. تنهن ڪري، ڊربن جي مرڪزي علائقي ۾ اي. اين. سي هڪ زبردست مظاهرو ڪيو. جوهانسبرگ ۾ بہ انڪاٿا وارن اهوئي عمل ڪيو ۽ هٿياربند ٿي اي. اين. سي جي مرڪزي آفيس تي حملو ڪيائون، ٽيونجاهہ ماڻهون مارجي ويا. صورتحال بنهہ نازڪ هئي. ايئن پي لڳو تہ ڏکڻ آفريڪا گهرو ويڙهہ جو شڪار ٿيڻ وارو آهي. انڪاٿا وارن چونڊون ملتوي ڪرائڻ ٿي چاهيون. پر خود آئون ۽ مسٽر ڊي ڪلارڪ انهيءَ جي حق ۾ نہ هئاسين.

آئون بين الاقوامي مصالحتي عمل تي بہ راضي هئس. تنهن ڪري اڳوڻو برطانوي پرڏيهي وزير لارڊ ڪيرنگٽن ۽ اڳوڻو آمريڪي پرڏيهي وزير هينري ڪسنجر 13 اپريل تي انهيءَ مقصد جي خاطر ڏکڻ آفريڪا آيا. پر انڪاٿا وارن ساڻن ڳالهين کان نابري واري. بهرحال جڏهن چيف بوٿيليزي ڏٺو تہ چونڊون هر حالت ۾ ٿينديون تہ هو زولو بادشاهت کي برقرار رکڻ جي دستوري شرط کي مڃيندي، چونڊن ۾ شرڪت تي راضي ٿي ويو.

چونڊن کان ڏهہ ڏينهن اڳ مسٽر ڊي ڪلارڪ ۽ منهنجي وچ ۾ ٽيليويزن تي مباحثو ٿيو. آئون فورٽ هيري ۾ زبردست ڊبيٽر رهي چڪو هئس. پوءِ رابن آئي لينڊ ۾ چن جي

ڪاڻين تي پورهئي جي دوران اسين پاڻ ۾ بحث و مباحثي جي محفل ڪندا هئاسين. تنهن ڪري آءٌ بي حد پراعتماد هئس.

ٽيليويزن تي مون نيشنل پارٽيءَ تي جلهه ڪئي ۽ ڪيس رنگدار ۽ ڪارن رهاڪن جي وچ ۾ نفرت ۽ دشمنيءَ جو ذميدار قرار ڏنو. مون چيو ته اها پارٽي ورهايو جي پاليسي جي سڀ کان وڏي ڏوهاري آهي، پنهنجي واري اچڻ تي مسٽر ڊي ڪلارڪ اي. اين. سي جي هائوسنگ ۽ سوشل پروگرامن تي اربين ڊالر خرچ ڪرڻ جي رٿ تي تنقيد ڪئي. پر جواب ۾ مون ورائيو ته اسين هر صورت ۾ پنهنجا وسيلا 'ڪارن' جي فلاح ۽ بهبود تي استعمال ڪنداسين.

بحث جي پڄاڻيءَ کي ويجهو پهچي، مون محسوس ڪيو ته مون انهي شخص سان سخت رويو اپنايو آهي، جيڪو قومي اتحاد جي حڪومت ۾ اسان سان شريڪ هوندو. تنهن ڪري مون رخ بدلايو ۽ چيو، "انهن اختلافن جي باوجود به منهنجي ۽ مسٽر ڊي ڪلارڪ جي وچ ۾ مفاهمت جو جذبو موجود آهي. اهو اهم نقطو، ڪنهن به شخص تي ڳجهو رهڻ نه کپي، اسين ٻئي، سڄي دنيا جي نسلي گروهن جي لاءِ هڪ روشن مثال جي حيثيت رکون ٿا. پنهنجي وطن جي لاءِ اسان جي وفاداري گڏيل آهي ۽ اسين ٻئي وطن جي محبت سان سرشار آهيون."

پوءِ مون ڊي ڪلارڪ ڏانهن ڏنو ۽ چيم، "جناب والا! اوهان انهن ماڻهن مان آهيو، جن تي منهنجو پورو پروسو آهي، اسان کي قومي مسئلن کي گڏيل طور تي منهن ڏيڻون پوندو." انهي گهڙيءَ مون سندس هٿ، پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ چيو، "مستقل ڏانهن وڌندي، مون کي اوهان جو هٿ جهليندي فخر محسوس ٿي رهيو آهي." مسٽر ڊي ڪلارڪ چرڪي پيو. پر خوش نظر اچي رهيو هو.

•

ووٽ وجهڻ جي لاءِ چار ڏينهن ڏنا ويا هئا. مون 27 اپريل تي نٽال جي فساد هيٺ آيل صوبي ۾ پنهنجو ووٽ وجهڻ مناسب سمجهيو ۽ ڊربن جي اتر ۾ سرسبز ۽ خوبصورت ٻهاڙي علائقي 'انانده' جي اوهلنگ هاءِ اسڪول ۾ پنهنجو ووٽ وڌو. هي اهوئي هنڌ هو، جتي آفريقي نيشنل ڪانگريس جو پهريون صدر 'جان ڊوبي' دفن هو. هن عظيم محب وطن انسان 1912ع ۾ پارٽيءَ جو بنياد رکيو. سندس قبر جي ويجهو پولنگ اسٽيشن تي جڻ تاريخ پنهنجو چڪر مڪمل ڪري رهي هئي. هن بياسي سال اڳ جنهن مشن جي شروعات ڪئي هئي، تنهن جي ڪاميابي جو وقت ويجهو اچي رهيو هو.

ننڍي هاءِ اسڪول ڪان ٿورو مٿي، سندس قبر تي بيٺو، آئون حال نه پر ماضي کي ياد ڪندو رهيس ۽ جڏهن پنهنجو ووٽ وجهڻ جي لاءِ پولنگ اسٽيشن تي پهتس ته منهنجون يادون انهن قومي هيرن ڏانهن منتقل ٿي ويون، جن سر ڌڙ جون بازيون لڳايون هيون. جو اڄ آئون هن هنڌ تي بيهي سگهان. يعني اهي عورتون ۽ مرد، جن جي قربانين سبب اسين نيٺ به انهيءَ ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ٿيا آهيون. مون کي اوليور ٽيمبو، ڪرس هاني، سردار

لوٿولي ۽ برم فشر جو خيال آيو. هي اِهي عظيم آفريقي سپوت هئا، جيڪي منهنجي خيالن ۾ گهمندا رهيا. جن انهيءَ لاءِ زبردست قربانيون ڏنيون هيون، جيئن ڏکڻ آفريڪا جا لکين رهاڪو اڄ حڪومت سازيءَ واسطي پنهنجي راءِ ڏيئي سگهن. مون کي جوساهه گوميدي، جي. ايم. نيڪر، ڊاڪٽر عبدالله عبدالرحمان، ليليئن نگوبي، هيلن جوزف، يوسف دادو ۽ موززڪوتاني ياد اچي رهيا هئا. آئون 27 اپريل تي اڪيلو پولنگ اسٽيشن تي نه ويس، پر انهن سڀني سان گڏجي پنهنجو ووٽ وجهي رهيو هئس.

پولنگ اسٽيشن تي هڪ اخباري نمائندي مون کان پڇيو، ”مسٽر منڊيلا، اوهين ووٽ ڪنهن کي ڏيندا؟“ مون ٺهڪ ڏيئي ورائيو، ”توکي خبر آهي ته آئون صبح کان وٺي ڪنهن کي ووٽ ڏيڻ جي لاءِ بي چين آهيان.“ پوءِ، مون اي. اين. سي جي سامهون X جو نشان هنيو ۽ پرچي ويڙهي، باڪس ۾ وڌيم. اهو منهنجي زندگيءَ جو پهريون ووٽ هو.

انهي خوشيءَ واري ڏينهن جون يادون اڃا سوڌي منهنجي دل ۽ دماغ ۾ تازيون آهن. جڏهن ڏکڻ آفريقا جو عوام ووٽ وجهڻ جي لاءِ وڃي رهيو هو. ڳوٺن جا مٽيءَ هاڻا رستا، شهرن ۽ وسندين جون گهٽيون ۽ رستا انسانن جي ڊگهين قطارن سان ڀريل هئا. پوڙهيون مايون، جن اڌ صديءَ تائين، انهيءَ ڏينهن جو اوسيئڙو ڪيو هو. هاڻي پنهنجو ووٽ وجهي، پنهنجو پاڻ کي انسان سمجهي رهيون هيون. ڳورا مرد ۽ زالئون چئي رهيون هيون ته ڪين آخرڪار هڪ آزاد ملڪ جو شهري هئڻ تي فخر آهي. سڄي قوم خوش مزاج نظر اچي رهي هئي. تشدد ۽ فساد ٺمجي چڪو هو. ائين ٿي لڳو، ڄڻ اسين هڪ نئين قوم آهيون. جمهوريت ۽ انصاف جي رستي ۾ ڪابه ڏکيائي رنڊڪ بڻجي نه سگهي.

ووٽن ڳڻپ ۾ ڪيترائي ڏينهن لڳي ويا. اسان کي مجموعي طور تي 66.6 سيڪڙو ووٽ مليا، جيڪي ٻه ڀاڱي ٽي کان ٿورڙا گهٽ هئا. يعني قومي اسيمبليءَ جي چئن سئو سيٽن مان اسان ٻه سئو ٻاونجاهه سيٽون کٽيون. ڪن علائقن ۾ اسان کي 33 سيڪڙو ووٽ مليا. جتي نيشنل پارٽي ۽ انڪاٿا وارن کي اڪثريت ملي. ڪانگريس جي ڪن دوستن کي ٻه ڀاڱي ٽي اڪثريت نه ملڻ تي افسوس ٿيو، پر مون کي ڪوبه افسوس نه ٿيو. پر هڪ لحاظ کان مون کي تسڪين جو احساس ٿيو. جيڪڏهن اسين ٻه ڀاڱي ٽي اڪثريت حاصل ڪري وٺون ها ۽ ڪنهن بي پارٽي جي مدد کان سواءِ آئين جوڙيون ها ته ماڻهون چون ها ته اسان اي. اين. سي جو آئين ٺاهيو آهي، اهو ڏکڻ آفريقا جو آئين ڪونهي. آءٌ درحقيقت صحيح معنيٰ ۾ هڪ قومي اتحاد تي ٻڌل حڪومت جو خواهشمند هئس.

•

2 مئي جي شام جو مسٽر ڊي ڪلارڪ، انتقال اقتدار جي باري ۾ هڪ دلفريب تقرير ڪئي. ٽن سئو سالن کان به وڌيڪ عرصو حڪمرانيءَ کان پوءِ ڳوري اقليت پنهنجي شڪست مڃي رهي هئي ۽ ڪاري اڪثريت کي اقتدار جو حق واپس ڪري رهي هئي. انهي ڏينهن شام جو اي. اين. سي، جوهانسبرگ جي مرڪز ۾ ڪارلٽن هوٽل جي هال ۾ ’فتح جو جشن‘ ملهائڻ جي تقريب جو پروگرام رٿيو هو.

مون کي سخت تسم جو فلو هو ۽ ڊاڪٽرن آرام جو مشورو ڏنو هو. پر مون کي دنيا جي ڪابہ طاقت خوشيءَ جي انهيءَ تقريب کان دور رکي نہ ٿي سگهي. آئون اسٽيج تي پهچي ويس ۽ هڪ خوش باش، ڪلنڊڙ ڪڏنڊڙ، هشاش بشاش چهرن واري هجوم جي سامهون ٿيس.

مون ڪين ٻڌايو تہ فلو جي ڪري منهنجو آواز ويٺل آهي. ڊاڪٽر مون کي هتي اچڻ کان منع ڪئي آهي. پر اوهين ڪيس منهنجي هتي موجودگيءَ جي خبر نہ ڏيو! پوءِ مون مسٽر ڊي ڪلارڪ کي سندس مضبوط قوت ارادي تي خراج تحسين پيش ڪيو ۽ اي. اين. سي ۽ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شامل انهن سيني ماڻهن جو ٿورو مڃيو، جن انهيءَ ڏکي جدوجهد ۾ حصو ورتو هو. عظيم مجاهد آزادي، حريت پسند مارٽن لوٿر ڪنگ جونيئر جي گهر واري مسز ڪوريٽا بہ چبوتري ۾ موجود هئي. مون ڌانهنس ڌيان ڏنو ۽ سندس مڙس جي غير فاني نقطن جو حوالو ڏنم.

پوءِ مون ميڙ کي مخاطب ٿي چيو، "هيءَ گهڙي اسان جي ملڪ جي تاريخ جي نهايت اهم گهڙي آهي. آئون اوهان جي سامهون نهايت گهرو احساس ۽ فخر ڪنيو بيٺو آهيان. مون کي پنهنجي وطن جي غريب ۽ صابرين عوام تي فخر آهي. اوهان هن وطن جي حصول جي لاءِ زبردست عزم ۽ حوصلي کان ڪم ورتو آهي. هاڻي اوهين پنهنجي گهرن جي ڇتين تان اهو زوردار اعلان ڪري سگهو ٿا تہ اسين آزاد آهيون. اسين آزاد آهيون. اوهان جي ناقابل شڪست حوصلي جي ڪري ئي هينئر آئون اوهان جي سامهون بيٺو آهيان ۽ منهنجي دل اوهان سيني جي محبت ۽ عقيدت سان ٽمٽار آهي. قومي تاريخ جي هن عظيم گهڙي ۾ اي. اين. سي جي قيادت ڪرڻ، پنهنجي لاءِ وڏو اعزاز ٿو سمجهان... پر آئون اوهان سيني جو خادم آهيان. ڪنهن بہ فرد جي پنهنجي ڪابہ حيثيت نہ هوندي آهي. اصل اهميت اجتماعي ڪردار جي هوندي آهي... اچوڪو ڏينهن پراڻن زخمن کي ڀرڻ ۽ هڪ نئين ڏکڻ آفريقا جو بنياد رکڻ جو ڏينهن آهي.

چونڊ نتيجا سامهون اچي چڪا هئا ۽ اها ڳالهہ پڌري هئي تہ حڪومت اي. اين. سي ناهيندي. تنهن ڪري منهنجو فرض هو تہ آءٌ مفاهمت ۽ ناهہ جون ڳالهيون ڪريان. وطن کي لڳل گهرن زخمن تي مرهم رکان ۽ باهمي اعتماد ۽ اعتبار جي فضا قائم ڪريان. مون کي خبر هئي تہ اقليتي ٽولو، ڳورا، رنگدار ۽ هندستاني رهاڪو مستقبل جي باري ۾ فڪرمند هوندا. تنهن ڪري مون ڪين تحفظ جو احساس ڏيارڻ ٿي چاهيو. مون عوام کي بار بار اهو ياد ڏياريو تہ آزادي جي تحريڪ ڪنهن هڪ گروهہ يا رنگ جي خلاف نہ پر ظلم ۽ جبر تي ٻڌل نظام جي خلاف وڙهي ويئي هئي. مون زور ڏيئي چيو تہ هاڻي سيني ڏکڻ آفريقين کي متحد ٿي، هٿ ۾ هٿ ڏيئي اڳيان وڌڻ کپي ۽ اهو وعدو ڪرڻ کپي تہ هو سڀ هڪ ملڪ جا رهاڪو، هڪ قوم ۽ پاڻ ۾ پائر آهن ۽ هڪ ٿي مستقبل طرف وڌندا.



10 مئي جو صبح ڏاڍو روشن هو. گذريل ڪيترن ئي ڏينهن کان آئون سڄي دنيا مان ايندڙ نالي واري شخصيتن ۽ عالمي اڳواڻن کي پليڪار چوڻ ۾ رڌل هئس. جمهوريت جي

افتتاحي تقريبن جو اهو ميڙ ڏکڻ آفريقا جي سرزمين تي بين الاقوامي انداز جو سڀ کان وڏو ميڙ هو. اهي تقريبون پريٽوريا جي يونين بلڊنگ ۾ ٿي رهيون هيون. جيڪا ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين گوري اقتدار جو مرڪزي هنڌ هئي. جيڪا هاڻي ڏکڻ آفريقا جي پهرين جمهوري ۽ غير نسلي حڪومت جي افتتاح جي لاءِ تيار هئي. انهيءَ ڪي مختلف قومن ۽ رنگن جي اندلٺ چونڊ مناسب ٿيندو.

انهيءَ خوبصورت تقريب ۾ آئون پنهنجي ڌيءَ زينيني سان گڏ پهتس. تقريباتي ڊائس تي سڀ کان پهرين مسٽر ڊي ڪلارڪ سيڪنڊ ڊپٽي نائب صدر جي عهدي جو ۽ پوءِ ٿامبو مبيڪي فرسٽ نائب صدر جو حلف کنيو. پوءِ منهنجو وارو آيو. مون عهد ڪيو ته آئون آئين جو پابند رهندس ۽ پنهنجي ذات کي ريپبلڪ ۽ عوام جي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ ارپيندس. مون تقريب ۾ موجود مهمانن ۽سڄي دنيا کي مخاطب ٿيندي چيو:

"اسين سڀ جيڪي هتي موجود آهيون. نئين آزاديءَ کي اميد ۽فخر ڀريل نظرن سان ڏسي رهيا آهيون. اسان هڪ ڊگهي عرصي تائين غير معمولي تڪليفن کي منهن ڏنو، پر هاڻ هڪ اهڙو سماج وجود ۾ اچڻ کپي، جنهن تي سڄي انسانيت فخر ڪري سگهي. اسين جيڪي ويجهڙ واري عرصي ۾ ڌوهاري سمجهيا ويندا هئاسين. سي اڄ پنهنجي سرزمين تي اقوام عالم جي ميزباني جو شرف حاصل ڪري رهيا آهن. اسين انصاف، امن ۽ انساني شرف جي هن تقريب ۾ ايندڙ سڀني معزز مهمانن جو ٿورو ٿا مڃيون.

نيٺ اسان سياسي آزادي حاصل ڪري ورتي آهي ۽ اسين عهد ٿا ڪريون ته اسين پنهنجي عوام کي غربت، ڏکن ۽سورن، نسل پرستي ۽ ٻين غير فطري فرقن کان ڇوٽڪارو ڏياريندا سين.

... نه نه ... ڪڏهن به نه.... آئنده ڪڏهن به ايئن نه ٿيندو ته هي خوبصورت ملڪ هڪ ٻي جي استحصال ۽ جبر جو تجربو ڪري سگهي. اڄ کان وڌيڪ انساني فتح ۽ ڪامراني جو خوش ڪندڙ موقعو شايد مورخ جي نگاهه وري ڪڏهن به ڏسي نه سگهندي. آزادي ۽ خودمختياريءَ کي سڀ کان مٿانهون رهڻ کپي. خدا آفريقا کي شاد ۽ آباد رکي....

ڪجهه گهڙين کان پوءِ اسان آسمان طرف ڪنڌ ڪڻي ڏکڻ آفريقا جي جيٽ جهازن ۽ هيليڪاپٽرن کي يونين بلڊنگ جي مٿان لنگهندو ڏسي رهيا هئاسين. اهو نه رڳو فوجي قوت جو مظاهرو هو، پر آزادانه طريقي سان ٿيل چونڊن جي نتيجي ۾ اقتدار ۾ ايندڙ نئين حڪومت ۽ جمهوريت سان فوج جي وفاداريءَ جو اعلان به هو. انهيءَ کان ٿورو اڳ ڏکڻ آفريقا جي پوليس ۽ هٿياربند فوج جا جرنيل پنهنجي ڇاتين تي تمغا سجائي، مون کي سلامي ڏيندي لنگهي چڪا هئا. مون کي چڱي طرح ياد آهي ته ڪجهه سال اڳ تائين اهي ئي ماڻهون اسان کي جيلن ۾ موڪلڻ وارا هئا. سڀني کان آخر ۾ امپالاجيٽ جهازن جو هڪ جٿو، پنهنجي پٺ مان نڪرندڙ دُنهه جي وسيلي ڳاڙهو، سائو، نيلو ۽ سنهري رنگن واري ڏکڻ آفريقي جهنڊي جو نشان ناهيندي لنگهي ويو. انهي موقعي تي اسان جي وطن جا ٻه

قومي ترانا بہ وڄايا ويا. ڳورا توڙي ڪارا سڀ پنهنجي پنهنجي انداز ۾ پرجوش طريقي سان انهيءَ جي ترنم تي جهومي رهيا هئا.

انهيءَ ڏينهن آئون ماضيءَ جي تاريخ ۾ گم رهيس. ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾ يعني تلخ اينگلو- بوئر جنگ کان ڪجهہ سال پوءِ منهنجي جنم کان بہ اڳ، ڏکڻ آفريقا جي اڇي چمڙي وارن قومن، هن ملڪ جي ڪاري چمڙي وارن انسانن جي خلاف پنهنجي اختلافن کي فراموش ڪري ڇڏيو ۽ نسلي فرق تي ٻڌل هڪ نظام جي تخليق ڪئي هئي. دنيا، انهيءَ کان وڌيڪ ڏاڍ، جبر ۽ غير انساني معاشري جو اڄ سوڌي نظارو نہ ڪيو هو ۽ هاڻ ويهين صدي جي هن آخري ڏهاڪي ۾ جڏهن منهنجي عمر اسي سالن جي لڳ ڀڳ هئي تہ اهو بي رحم نظام ڪُلي طور تي تباهہ ۽ برباد ٿي چڪو هو ۽ پنهنجي جاءِ هڪ اهڙي خوبصورت نظام جي لاءِ خالي ڪري رهيو هو. جيڪو حريت، ٻانيٻيءَ ۽ انساني حقن جو علمبردار هو ۽ جنهن ۾ انسانن جي چمڙي رنگ ۽ روغن جي ڪابہ گنجائش نہ هئي.

اڄوڪو ڏينهن اسان جي عوام جي بي انداز قربانين جي ڪري ظهور ۾ آيو هو. اڄوڪي ڏينهن آئون محسوس ڪري رهيو هئس تہ آئون زماني جي تجربن مان گذري پيو اچان. آئون انهن آفريقي محب وطن جو هڪ خلاصو هئس، جيڪي مون کان اڳ گذري چڪا هئا. انهن بهادر ماڻهن جي هڪ ڊگهي معزز قطار هئي، جيڪا مون سان بيٺل نظر ٿي آئي. پر مون کي سخت ڏک محسوس ٿي رهيو هو تہ آئون سندن ٿورو مڃي نہ ٿو سگهان ۽ هو هن عظيم الشان تقريب ۾ خود موجود ناهن، جيڪا سندن اڻ ڳڻين قربانين جي ڪري ٿي رهي هئي.

نسلي فرق جي پاليسي، اسان جي وطن ۽ اسان جي قوم جي دل ۾، هڪ گهرو ناسور پيدا ڪري ڇڏيو هو. انهي تڪليف واري زخم کي ڀرڻ جي لاءِ، اسان سيني کي ڪيترن ئي نسلن تائين نہ بہ سهي، پر هڪ ڊگهي عرصي تائين جدوجهد ڪرڻي پوندي. پر ظلم ۽ جبر جي انهي ڊگهي عهد جو هڪ ٻيو رخ بہ هو. انهيءَ اسان جي زماني جي ڪيترن ئي اوليور ٽيمبو، والٽر سيسولو، سردار لوٿولي، يوسف دادو، برم فشر ۽ رابرٽ سبڪ وي پيدا ڪيا. جن جهڙي نهايت غير معمولي همت ۽ جرئت، عقل ۽ خرد، بي تعصبي ۽ ٻاجهائپ جي صفتن جهڙن انساني قدرن جو نعم البدل، شايد ڪڏهن بہ ٻيهر ملي نہ سگهي. غالباً ايترو گهرو ظلم ۽ ڏاڍ ئي ايترن اعليٰ درجي جي ماڻهن کي تخليق ڪري سگهيو آهي. منهنجي وطن جي مٽيءَ جي هيٺان، اڻ ڳڻي معدنيات، هيرا ۽ جواهر دفن ٿيل آهن. پر منهنجي ويچهو، انهيءَ جي سڀ کان وڏي دولت، انهيءَ جو سچو ۽ کهرو عوام آهي.

مون انهن ئي عظيم ساٿين کان، عزم جرئت جو سبق سکيو. ڪيترين ئي عورتن ۽ مردن هڪ عظيم مقصد جي خاطر پنهنجون جانيون قربان ڪيون، هنن ڪڏهن بہ هيٺي ڪانہ ٻولي. مون ڪيترائي ڀيرا پنهنجي اندر ۾ ڊپ محسوس ڪيو. پر اهي ئي عظيم ماڻهو هئا، جن کي ڏسي، آءُ انهي ڊپ کي دليري جي نقاب ۾ لڪائيندو رهيس. بهادر انسان اهو

ناهي هوندو، جيڪو ڪڏهن به نه ڊڄي، پر بهادر ماڻهون، اهو هوندو آهي، جيڪو خوف کي شڪست ڏئي.

•

آءٌ انهيءَ عظيم الشان انقلاب جي آمد کان ڪڏهن به مايوس نه ٿيس. انهي لاءِ نه ته هتي وڏا وڏا هيرا موجود هئا، پر انهي جو اصل سبب منهنجي ملڪ جي عام مردن ۽ عورتن جي جرئت هئي. منهنجي تصور ۾ سدائين اها ڳالهه رهي ته انسان جي دل جي گهراين ۾ رحم ۽ بي تعصبي جو خوبصورت جذبو موجود هوندو آهي. ڪوبه انسان پيدائشي طور تي ٻي انسان کان چمڙي، نسل، قوم ۽ مذهب جي آڌار تي بيزار ٿي نه ٿو سگهي. ماڻهن کان نفرت ڪرڻ به سکي سگهي ٿو ۽ محبت ڪرڻ به سکي سگهي ٿو. ڇو ته محبت فطري طور تي، نفرت جي ڀيٽ ۾ سولائي سان انساني دل ۾ رهجي ٿي وڃي. قيد ۽ بند جي انتهائي مايوس ڪندڙ زماني ۾ به آئون جيل جي داروغن جي شخصيت ۾ انسانيت جي جهلڪ ڏسندو هئس، جيڪا مون کي جيئرو رهڻ تي مجبور ڪندي هئي. انسان جي نيڪ نفس هڪ اهڙي چڻنگ آهي، جيڪا اندر ئي اندر ۾ ڪٿي لڪيل ته هوندي آهي، پر وسامڻ واري شئي ناهي.

هر انسان کي زندگيءَ ۾ ٻٽا فرض درپيش هوندا آهن. پنهنجي گهراڻي، پنهنجي ماءُ پيءُ پنهنجي زال ۽ ٻارن جي حقن جي ادائگي ڪرڻي هوندي آهي. پر انهيءَ سان گڏوگڏ پنهنجي هم وطنن، پنهنجي معاشري ۽ پنهنجي ملڪ جي ڪجهه حقن جي ادائگي به ضروري هوندي آهي. ڪنهن مهذب معاشري ۾ انسان اهي فرض پنهنجي جذبن ۽ احساسن جي روشنيءَ ۾ سولائي سان ادا ڪري سگهجن ٿا. پر ڏکڻ آفريقا جهڙي ملڪ ۾، منهنجي رنگ ۽ نسل وارن انسانن جي لاءِ، هڪ ئي وقت ٻنهي قسمن جا فرض ادا ڪرڻ ممڪن ڪونهن. هتي رنگدار ماڻهوءَ جي لاءِ، انسان جي حيثيت سان جيئرو رهڻ جي ڪوشش، سزا ۽ خوفناڪ تنهائي کي دعوت ڏيڻ هوندي آهي. هتي جيڪو شخص پنهنجي هم وطنن طرفان لاڳو ڪيل فرضن کي ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، تنهن کي سندس پنهنجي گهر، پنهنجي اهل ۽ عيال ۽ سماج کان ڌار ڪري، ڪنهن ڏورانهين هنڌ تي اڪيلو ڦٽو ڪيو ويندو آهي ۽ هو ڏوهاري ۽ باغي قرار ڏنو ويندو آهي. شروع شروع ۾، مون عوام کي پنهنجي گهر وارن تي ترجيح نه ڏني هئي. پر هوريان هوريان مون کي احساس ٿيو ته عوامي خدمت جي نتيجي ۾، مون کي بحيثيت هڪ پٽ، هڪ پيءُ ۽ هڪ مڙس جي پنهنجي فرضن کان روڪيو ويو آهي.

ملڪي معاملن جي سلسلي ۾ منهنجو لکين عوام سان عهد ڪيل هو. ان قسم جي حالتن ۾ جڏهن، هڪ ٻار، پنهنجي پيءُ کان پڇي ٿو ته، "اوهان اسان سان گڏ ڇو نٿا رهو؟" ۽ پيءُ ورائي ٿو، "هتي تو جهڙا ٻيا ڪيترائي ٻار آهن، جن جي وڏي گهڻائي..." ته سندس آواز پرجي وڃي ٿو.

مون هڪ آزاد انسان جي حيثيت سان جنم ورتو هو ۽ مون کي زندگيءَ جي هر

ميدان ۾ آزادي حاصل هئي. پنهنجي امڙ جي جهوپڙي جي ويجهو ٻنين ۾ ڊوڙڻ جي آزادي، ڳوٺ جي وچ ۾ وهندڙ نديءَ ۾ ترڻ جي آزادي، راتين جو مکئي پچڻ جي آزادي، آهستي هلندڙ بيل گاڏي تي سواري جي آزادي. آئون جيستائين پنهنجي پيءُ جي تابعداري ڪريان ها ۽ قبيلي جي ريتن ۽ رواجن جي پابندي ڪريان ها، تيستائين مون کي انسان يا خدا جا جوڙيل قانون ڪنهن به مشڪل ۾ نه وجهندا.

آزادي نه هئڻ جو احساس ته مون کي جوان ٿي، پوءِ ٿيو ۽ ننڍپڻ جي آزادي رڳو هڪ فريب ٿي لڳي. اصل آزاديءَ مون کان ڪڏهوڪي کسجي چڪي هئي ۽ هاڻي مون کي انهيءَ جي بک محسوس ٿي. آئون شاگردي واري زماني ۾ به رات جو هاسٽل کان ٻاهر رهڻ جي آزادي، گهمڻ گهتڻ جي آزادي ۽ پنهنجي پسند جون شيون پڙهڻ جي آزادي چاهيندو هئس. اڳتي هلي جوهانسبرگ ۾ هڪ نوجوان جي حيثيت سان، مون عزت ڀريي طريقي سان ڪجهه ڪمائي کائڻ جي سڌ ڪئي. شادي ڪرڻ، پنهنجو گهر ٺاهڻ، ۽ مهذب انداز ۾، ڪنهن به قسم جي رنڊڪ کان سواءِ جيئڻ جو خواهشمند ٿيس.

پوءِ مون کي هوريان هوريان احساس ٿيڻ لڳو ته آئون هڪ آزاد فرد ناهيان. منهنجي پيڻ ڀاءُ به آزاد ناهن. مون ڏٺو ته مون جهڙي هر انسان جي آزادي محدود ڪئي ويئي آهي. هي اهو وقت هو، جڏهن مون اي. اين. سي ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ پوءِ منهنجي ذاتي آزادي جي خواهش، عوام جي وسيع آزادي جي تمنا ۾ بدلجي ويئي. پنهنجي هم وطنن جي لاءِ عزت ڀري ۽ قابل احترام آزادي ۽ خودمختياري جي حصول جي خواهش منهنجي اندر، زندگيءَ جو حقيقي روح ڦوڪي ڇڏيو ۽ مون کي هڪ ڊنل نوجوان جي بدران هڪ دلير ۽ همت ڀريو ماڻهون، بنائي ڇڏيو. پر انهي ئي خواهش هڪ قانون پسند وڪيل کي ڏوهاري بنائي ڇڏيو. هڪ گهريلو قسم جي خاوند کي بي گهر ڪري ڇڏيو ۽ هڪ مجلسي انسان کي راهبانه زندگي گذارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

آئون ٻين ماڻهن کان وڌيڪ نيڪ يا ذاتي قرباني ڏيندڙ شخص نه آهيان. پر مون کي انهي محدود آزادي واري زندگي مان ڪابه خوشي نه ٿي ملي. جيڪا مون پنهنجي هم وطنن ۾ نه ڏٺي. آزادي ناقابل ورهاست شئي آهي. سيني جي پيرن ۾ پاتل زنجير کي آئون پنهنجي پيرن ۾ پاتل زنجير سمجهندو هئس.

انهي ڏکي، اڪيلي زماني ۾ مون پنهنجي هم وطنن جي خواهش منهنجي دل ۾ سيني انسانن جي آزادي جي خواهش بنجي ويئي. اهي ڪارا انسان هجن يا ڳورا. پوءِ مون اهو سمجهي ورتو ته ظالم کي به ايئن ئي آزاد ڪرڻ کپي، جيئن مظلوم کي. جيڪو شخص ڪنهن ٻي جي آزادي کسي ٿو، دراصل اهو نفرت جو قيدي هوندو آهي. کيس تنگ نظري ۽ تعصب جي سيخن جي پويان ڌڪيو ويندو آهي. حقيقت ۾ ظالم ۽ مظلوم ٻيئي آزادي جي نعمت کان محروم هوندا آهن.

آئون جيل کان ٻاهر آيس ته ظالم ۽ مظلوم، ٻنهي کي آزادي ڏيارڻ منهنجو مشن هو. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته اهو مقصد پورو ٿي چڪو آهي. پر آئون اڃا مطمئن ناهيان. سچ

اهو آهي تہ اسين اڃا آزاد نہ ٿيا آهيون. اسان فقط آزاد رهڻ جي آزادي حاصل ڪئي آهي. جبر جو شڪار نہ ٿيڻ جو حق حاصل ڪيو آهي. اسان اڃا پنهنجي سفر جي آخري وک ناهي کنئي. اها فقط ڏگهي ۽ ڏکئي رستي ڏانهن پهرين وک آهي. آزادي فقط زنجيرن جي ٽٽڻ جو نالو ناهي. اهو تہ عزت پري زندگي گذارڻ ۽ ٻين جي آزاديءَ کي عزت ۽ احترام سان ڏسڻ جو سليقو آهي. اصل آزمائش جي شروعات تہ هاڻ ٿي رهي آهي.

آئون، آزادي جي انهي ڊگهي رستي تي هلندو آيو آهيان. مون ڪوشش ڪئي آهي تہ ڪٿي غلطي نہ ڪريان. مون کان ڪي غلط قدم بہ کنيا آهن. پر مون انهن جو راز ڄاتي ورتو آهي، تہ هڪ مٿاهين چوٽيءَ تي پهچڻ کان پوءِ، خبر پوي ٿي تہ اڃا تہ ڪيترين ئي چوٽيون اڪرڻيون آهن. آئون ٿورو آرام ڪرڻ ٿو چاهيان. پنهنجي پرشڪوه ماحول جو جائزو وٺڻ ٿو چاهيان. آئون جنهن واٽ تي هلي رهيو آهيان، تنهن تي هڪ نظر وجهڻ ٿو چاهيان. پر آئون هڪ ئي گهڙي آرام ڪري سگهان ٿو. ڇو تہ آزاديءَ سان گڏ ڪيترن ئي فرضن کي پورو ڪرڻ لازمي هوندو آهي، جنهن کي گهڻي دير ملتوي ڪري نٿو سگهجي. منهنجو ڊگهو سفر اڃا پڄاڻيءَ تي ناهي پهتو. •

(ترجمو پورو ٿيو: ڏڙو 1998-9-23ع)

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان شايع ٿيل

| | | |
|---|---|---|
| دنيا جامشهور ناول: | بک Hunger | نٽ همسن |
| | اسپارٽيڪس | هاورڊ فاسٽ |
| | نيگرو عشق ۽ بغاوت Ratoon | ڪرسٽو فرنڪول |
| | عاشي She | هينري رائڊر هئگرڊ |
| | آسيب Return of She | هينري رائڊر هئگرڊ |
| | غلامن جو پيڙو Slave Ship | ايرڪ ڪارڊر |
| | پاپ ۽ پيڙا | دوستو وسڪي |
| آتم ڪهاڻيون: | نيلسن منڊيلا جي ڪهاڻي | نيلسن منڊيلا |
| | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز |
| | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز |
| | ڪٿي نہ ڀڄبو ٿڪ مسافر (جلد I ۽ II) | شيخ اياز |
| | ڪيئي ڪتاب (جلد I ۽ II) | رئيس ڪريم بخش نظاماڻي |
| | ڏسي ڏوهہ اکين سين (جلد I) | جمال ابڙو |
| | اونهي ڳالهہ اسرار جي (جلد II) | جمال ابڙو |
| | توهر ۾ ڳاڙها گل (جلد III) | جمال ابڙو |
| بهترين ناول: | پياسي ڌرتي رمندا بادل | سراج |
| | پڙاڏو سوئي سڏ | سراج |
| | مرڻ مون سين آءُ | سراج |
| | اوڙاهہ | غلام نبي مغل |
| | دونهاٽيل راتيون ۽ رولاڪ | غلام نبي مغل |
| | خواب خوشبو ۽ چوڪري | ماهتاب محبوب |
| | اونداهي ڌرتي روشن هٿ | آغا سليم |
| | همه اوست | آغا سليم |
| | بہ ننديا ناول | آغا سليم |
| | پيار ڪهاڻي | نجم عباسي |
| | سانگهڙ | محمد عثمان ڏيپلائي |
| | قيدي | فخر زمان |

# دنيا جون مشهور اخبارون
# نيلسن منڊيلا جي هن ڪتاب بابت ڇا ٿيون لکن

* هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ڪهاڻي جيڪو پنجاهه ورهين تائين سياست ۾ متحرڪ رهيو، دنيا جي هڪ مشڪل ترين ۽ مونجهاري واري صديءَ ۾، اِهو هڪ وڏو ڪارنامو آهي. (The Observer)

* منڊيلا جو سچ پريو آواز هن ڪتاب وسيلي روشن نظر پيو اچي. هڪ انسان جيڪو معتبر ۽ حيرت انگيز حد تائين بي لوث هجي. (The Times)

* نيلسن منڊيلا جي آتم ڪهاڻي ان ڪري به ڪامياب وئي جو جفاڪش منڊيلا زندگيءَ جي لاهين چاڙهين مان ايترو ته عجيب انداز مان گذريو آهي جو پڙهندڙ ان کي پرين وارا قصا يا وري اخلاقي افسانه سمجهي ٿو. ڪنهن به افساني جو هيرو ايترن مشڪل مرحلن مان نه گذريو هوندو ۽ اهڙي ناممڪن ڪاميابي ماڻي هوندي. (Sunday Telegraph)

* هڪ متاثر ڪندڙ ڪتاب جيڪو سسٽم جي وسعت کي ذهين طريقي سان بيان ڪري ٿو ۽ اهو هڪ اهڙي مذهبي ڪتاب وانگر آهي جيڪو جذبي جي طاقت کي منتقل ڪري ٿو. هيءُ ويهين صديءَ جي متاثر ڪندڙ هستين مان هڪ آهي. (Washington Post)

* منڊيلا بهترين ۽ معياري لکي ٿو. (The Economist)

* هڪ تمام دلچسپ ڪهاڻي جيڪا سليس انداز ۾ بيان ڪئي وئي آهي. ڪهاڻي جيڪا ڪنهنجي زندگيءَ جي اهم پهلوئن بابت هجي ۽ آخر ۾ سموري واضح ٿي وڃي. (Sunday Tribune)

* ڏکڻ آفريڪا جي موجوده تاريخي دور ۾ هڪ رنگارنگي ڏيان ڇڪائيندڙ شخصيت جيڪا پڙهندڙن کي شروع وارن صفحن کان ئي متوجهه ڪري ٿي. تمام گهڻو متاثر ڪندڙ ۽ ڪڙو سچ چئي ڏيندڙ. (San Francisco)

* هڪ پُرعزم شخص جيڪو آزاديءَ جو ڏگهو سفر بيان ڪري ته اها وصف ڪن ٿورڙن جي آتم ڪهاڻي ۾ هوندي آهي، جيڪي تاريخ جي هر صفحي ۾ انقلاب آڻيندا آهن. (Los Angeles Times)

---

هيستائين انهيءَ ڪتاب جا رڳو سٺ ايڊيشن انگريزيءَ ۾ شامل ٿيا آهن. جڏهن ته فرينچ، اسپينش ۽ جرمني کان علاوه ٻين ڪيترين ئي ٻولين ۾ پڻ هي ڪتاب ترجمو ٿي شايع ٿيو آهي ۽ ٿيندو رهي ٿو. اندازو آهي ته هيستائين ان ڪتاب جون پنجاهه لک ڪاپيون ڇپجي وڪرو ٿي چڪيون آهن.

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄ‌ٽاٽائي کي ٻارڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ ٻارڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄ‌ٽاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)